# کُلّیات

# سیّد ثابت علی شاہ

## کربلائیؔ

مُرتّب

مرزا عباس علی بیگ

اسلامک کلچر اینڈ ریسرچ سینٹر کراچی

يا الاهي تا زمين و آسمان هئي برقرار،
امن ۾ آباد رک، هي لعل جي سنڌڙي سدا.

- ثابت علي شاه

# فهرست

# ٻه اکر

سيد ثابت علي شاه سنڌي زبان ۾ عروضي شاعري ۽ مرثيه گوئي جو پيش امام آهي. سندس سلام، نوحه ۽ مرثيه هڪ زماني کان وٺي سنڌي مجالس عزا جي زينت رهندا پيا اچن. سندس ڪجهه ڪلام قلمي بياضن جي صورت ۾ ھٿ ڪيل آهي. ٻه چار مرثيا ڇپيا به آهن. پر اهو ٿورڙو موقعو آهي. جو اسلامڪ ڪلچر اينڊ ريسرچ سينٽر جي سنڌي شعبي پاران سندس سمورو سنڌي ۽ فارسي ڪلام هن ڪُليات جي شڪل ۾ قدردانن اڳيان پيش ڪجي ٿو.

ڪليات جو مقدمو پڻ سيد ثابت علي شاه تي هڪ اولين تحقيقي مقالي جي حيثيت رکي ٿو. اميد ته هن موضوع تي آئينده ڪم ڪرڻ وارن جي لاءِ اهو پڻ مشعل راه ثابت ٿيندو.

جس جڳائي اسلامڪ ڪلچر اينڊ ريسرچ ٽرسٽ ۽ اسلامڪ ڪلچر اينڊ ريسرچ سينٽر جي ڊائريڪٽر جناب پروفيسر ڪرار حسين کي جنهن ٽرسٽي جناب سيد شهنشاه حسين جي تجويز تي سنڌي شعبو قائم ڪيو ۽ ٽرسٽي جناب سيد رشيد حيدر جي تجويز تي "ڪليات سيد ثابت علي شاه" شايع ڪرڻ تي زور ڏنو.

اسان سيد ثابت علي شاه جي پوٽي جناب سيد احسان علي شاه جا ٿورائتا آهيون، جنهن ڪليات جو مستند مسودو سنڌي ادبي بورڊ وارن کان وٺي اسان جي حوالي ڪيو. اسين قاري امان الله صاحب ڪربلائي جا پڻ شڪرگذار آهيون، جنهن مسودي تي نظرثاني ڪرڻ جي تڪليف گوارا ڪئي.

آخر ۾ اسين هي اعتراف ڪرڻ کان ٽا رهي سگهون ته جيڪڏهن جناب سيد شهنشاه حسين ۽ جناب سيد رشيد حيدر مالي حالتن کي سازگار بنائڻ ۾ سرجوشي نه ڏيکارين ها ۽ حبيب سنز جو جناب سيٺ حميد ڊي حبيب دل سان دستگيري نه ڪري ها ته ڪليات جو مسودو اڃا به قلمي نسخي جي شڪل ۾ ئي رهي ها ۽ ڇپجي پڌرو نه ٿي سگهي ها.

اسان کي يقين آهي ته جيڪڏهن قدردانن پڻ پنهنجي جوابداري محسوس ڪئي ته اسان پنهنجن مهربانن جي تعاون سان اڳتي به غير تجارتي بنياد تي سنڌي زبان ۽ ادب جي خدمت ڪندا رهنداسون.

—اختر رضوي
انچارج شعبهٔ سنڌي
اسلامڪ ڪلچر اينڊ ريسرچ سينٽر- ڪراچي.

# معذرت

ڪتاب جي مرتب جناب مرزا عباس علي بيگ مسودي جي درستي ۽ فائنل پروف ڏسڻ ۾ پنهنجي وس آهر پوري ڪوشش ڪئي، پر تنهن هوندي به ڪجهه ڪي اوڻايون رهجي ويون آهن. انهيءَ لاءِ اسان معذرت خواهه آهيون.

انشاءالله ٻئي ايڊيشن ۾، انهن سڀني خامين ۽ اوڻاين جو ازالو ڪيو ويندو.

- اختر رضوي

هوالحق

# پنهنجي راءِ

ڪربلا ۽ اهلبيت جو ڪوس مسلمانن جي تاريخ جو هڪ اهڙو سياهه ورق آهي، جو اڄ تائين هن ڪربناڪ سانحي تي لکين ماڻهو ڳوڙها ڳاڙيندا ۽ مرثيا پڙهندا رهيا آهن. ننڍي کنڊ ۾ باقي دنيا کان ان جو اثر وڌو رهيو آهي. اهوئي سبب آهي، جو اسان جي شاعرن ۽ اديبن هن دکدائڪ واقعي تي گهڻو ڪجهه لکيو ۽ چيو آهي. اسان جي سنڌي زبان ۾ ادب جي هن صنف کان خالي نه رهي آهي. سڀ کان اڳ ۾ حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي سر ڪيڏارو ڪي شهادت جي ذڪر لاءِ مخصوص ڪيو ۽ شاهه صاحب جي پوئلڳن ۾ فقير احسان ۽ ٻين سنڌي شاعرن ڪربلا جي ڪوس تي مرثيا لکيا، پر افسوس جو هن سلسلي ۾ ڪا مستقل شعري تصنيف اڳئين دؤر ۾ نه ٿي سگهي.

ننڍي کنڊ ۾ اها سعادت شاعر اهلبيت سيد ثابت علي شاهه سيوهاڻي سنڌيءَ کي حاصل ٿي، جنهن هن اندوهناڪ واقعي کي مستقل موضوع بڻائي، ٻارهين صديءَ هجريءَ ۾ سڀ کان اڳ مرثيا لکيا. سيد ثابت علي شاهه (ولادت ١١٥٣هه — وفات ١٢٢٥هه) سنڌ جي قديم ۽ تاريخي شهر سيوهڻ ۾ ڄائو. سندن وڏا سنڌ جي قديمي مرڪز ملتان مان هت آيا هئا ۽ انهن مستقل طور سيوهڻ ۾ سڪونت اختيار ڪئي هئي. سيد صاحب ان دؤر جي دستور مطابق مدرسن ۾ تعليم ورتي. سندن گهرو ماحول به علمي هو، جنهن شاهه صاحب جي علمي اوسر ۾ وڏي مدد ڪئي. هڪ پاسي مخدوم نورالحق ’مشتاق‘ ولد داؤد سيوهاڻي جهڙو عربي، فارسي جو وڏو عالم کيس استاد مليو ته ٻئي پاسي ميان غلام علي مداح بن محمد حسن ٺٽويءَ جهڙي عظيم شاعر کان به تعليم پرايائين. شعر و ادب سان وابستگي ۽ طبع جي رواني ته سندس قدرتي ذات هئي، هوش سنڀالڻ سان شعر چوڻ شروع ڪيائين ۽ جلدي سنڌي ٻوليءَ جي صنف مرثيه نويسي ۽ مرثيه خواني جي اعليٰ مسند تي پهچي ويو. هڪ ته هو پاڻ به سيد هو ۽ ٻيو اهلبيت سان گهرو ٿيندو هو. ان عقيدتمندي ڪري سندن مرثين ۾ آهو سوز ۽ گداز آهي، جنهن انهن کي سنڌ ۾ امر بڻائي ڇڏيو. سنڌي موزون شاعريءَ جو به کين اڳواڻ سڏجي ته ان ۾ وڌاءُ نه آهي. مير خليل ٺٽوي کيس نازڪ بيانيءَ جو سونهن سڏيو آهي.

افسوس آهي جو سنڌي ادب جي صنف مرثيءَ ۾ سيد ثابت علي شاهه صاحب

ﷺ تي ڪلمو پڙهن ٿا؛ ۽ حجت. حق، انهن کي مسلمان سمجهي، عين حج جي موسم ۾ ڪعبه مان ڪوچ فرمائي عرب جي ريگستان جي گرمي ۽ سختي برداشت ڪري، پنهنجي ڪٽنب جي مستورات ۽ ٻارڙن کي ساڻ ڪري، عراق جي سرحد تائين پهچي ٿو. اوچتو خبر ملي ٿي ته جن بي وفا ماڻهن خط موڪلي سڏايو هو، سي ڦري ويا آهن ۽ سڏايل مهمان جي آجيان لاءِ تلوارون تيز ٿي رهيون آهن. ڪوفي ڏانهن وڃڻ جو ارادو ترڪ ڪيو وڃي ٿو. قضا، ڪربلا جي سرزمين تي پهچائي ٿي. دشمن جو هڪ وڏو لشڪر پهچي ٿو، هر طرف کان رستا بند ڪيا وڃن ٿا، فرات جو پاڻي، جنهن مان پکي پکڻ سيراب ٿين ٿا؛ پر اتي ساقيءِ ڪوثر جي فرزند کي ان تصور ۾ نٿو ڏنو وڃي، جو هو پنهنجي ضمير خلاف هڪ جابر فاسق ۽ فاجر حاڪم جي بيعت ڪرڻ گناه ٿو سمجهي. جان نثار تمام ٿورا آهن، جن مان ڪي ٻار، ٻانڌيا ۽ ٻاڍيجا آهن. مقابلي ۾ شام جي تجربيڪار فوج آهي، جنهن جو تعداد هزارن تائين پهچي ٿو. جنگ جو نتيجو ظاهر آهي. دوست ۽ مددگار، مٽ مائٽ، عزيز ۽ قريب سڀني جو موت يقيني آهي. عورتن جي اسيري ۽ ٻارڙن جي يتيمي سامهون آهي، ليڪن امام عليه‌السلام جي عزم ۽ استقلال ۾ ذرو به فرق نه ٿو اچي.

سندس ثابت قدميءَ ۾ لغزش نٿي ٿئي، ڪانءِ پاڻي بند آهي، معصوم ٻچا پياس جي تڪليف کان تڙڦي رهيا آهن. بني فاطمه تي ٿيون فاقو آهي؛ مگر نانيءَ جي امت کي بددعا ڪرڻ گوارا نه ٿو ڪري ۽ فاسق جي بيعت تي موت کي ترجيح ڏني وڃي ٿي. عزيزن ۽ دوستن مان هرهڪ جي تمنا آهي ته سڀ کان اڳ ۾ رسول پاڪ ﷺ جن جي نواسي تان قربان ٿئي.

امام عليه‌السلام جا يار، انصار ۽ ٻار سندس اکين اڳيان شهيد ٿين ٿا. آخرڪار هڪ ڇهن مهينن جو شير خوار ٻچڙو به دشمنن جي تير جو شڪار ٿئي ٿو؛ ليڪن انهيءَ نازڪ وقت تي به رحمت غضب کان سبقت کڻي وڃي ٿي.

سندس زبان مان شڪايت جو هڪ حرف به نٿو نڪري ۽ سندس دل خدا جي ياد کان غافل نه ٿي رهي. نيٺ دشمن هن صابر ۽ شاڪر کي به شهيد ڪن ٿا، جنهن کان پوءِ شهيدن جا سر نيزن تي چاڙها وڃن ٿا ۽ انهن جا پاڪ تن گهوڙن جي سنبن سان پامال ٿا ٿين، خيمن کي باهيون ڏنيون وڃن ٿيون، مستورات کي قيد ڪيو وڃي ٿو.

ڪهڙو نه دردناڪ بيان آهي ۽ ڪهڙو نه حسرت ڀريو داستان آهي. جيڪڏهن اُن عهد جو ڪو اهلِ دل شاعر ڪربلا جي واقعي کي نظم ۾ آڻي ها ته جيڪر مسلمانن جي دنيا ۾ باهه ٻري وڃي ها ۽ حضرت امام حسين عليه السلام جو قتل يزيد جو موت ثابت ٿئي ها.

عرب ۾ مرثيه گوئي جو اصل کان عام رواج هو ۽ جاهليت واري زماني ۾ به هن نن ڪافي ترقي ڪري چڪو هو. رسول الله ﷺ جن جي ڏاڏي عبدالمطلب ۽ ٻين

ڪيترن نامور شاعرن جا مرثيه عربي ادب ۾ اڄ تائين محفوظ آهن. حماسي ۾ هڪ مستقل فصل باب المراثي جي عنوان سان موجود آهي.

آفتاب رسالت جي طلوع ٿيڻ کان پوءِ به مرثيه گوئي تي زوال نه آيو. حضرت حسان بن ثابت، حضور ﷺ جن جي وفات حسرت آيات تي اهڙا مرثيه چيا آهن، جن جو هر هڪ شعر سوز ۽ گداز جي تصوير آهي. حضرت فاطمه زهرا به انهيءَ موقعي تي هڪ دردناڪ مرثيه چيو، جنهن کان پوءِ حضرت عمر به پنهنجي ڀاءُ جو مرثيه اُن عهد جي مشهور مرثيه گو متمم بن نويره کان فرمائش ڪري لکايو؛ ليڪن افسوس آهي جو اُن وقت حضرت امام حسين عليه السلام جي اهڙي ۽ ايڏي واقعي تي ڪنهن ڪي به مرثيه چوڻ جي همت نه ٿي؛ ڇو جو اُن وقت جي جابر حڪومت شاعرن جون زبانون بند ڪري ڇڏيون. عرب جي مشهور شاعر فرزدق، هڪ قصيدو حضرت امام زين العابدين عليه السلام جي فضائل ۾ لکيو ته کيس قيد ۾ وجهو ويو، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو ڪنهن به مشهور شاعر کي ڪربلا جي واقعي کي نظم ڪرڻ جي جرأت نه ٿي ۽ عرب جي شاعري اهلبيت جي مصائب بيان ڪرڻ جي سعادت کان محروم ٿي وئي. بني عباس جي عهد ۾ ڪن شاعرن ڪربلا جي واقعي متعلق مرثيه چيا آهن، جن سان دعبل خزاعي جو طويل مرثيه مشهور آهي، جيڪو هن حضرت امام رضا عليه السلام جي حضور ۾ پڙهيو.

البته ايران جي سرزمين اهلبيت جي غلاميءَ جو حق ادا ڪيو. شاه طهماسپ صفوي شاعرن کي فرمائش ڪري، مرثيه لکرايا. اُن زماني ۾ محتشم ڪاشي جي بارهن بندن کي مقبوليت جي سند حاصل ٿي. اهو مرثيه فطري جذبن سان لبريز ۽ درد و غم جي مڪمل تصوير آهي.

محتشم کان پوءِ مقبل به مرثيه گوئي ۾ شهرت حاصل ڪئي ۽ محتشم جي درد ۽ تاثير جو جواب ڏنو. هن سڀ کان وڏو ڪم اهو ڪيو، جو ڪربلا جو سمورو واقعو ابتدائي سفر کان مستورات پاڪ جي گرفتاري ۽ وري رها ٿيڻ، مديني ۾ اچڻ تائين نظم ڪيو. پوءِ ته ايران ۾ مرثيه چوندڙن جو هڪ گروه پيدا ٿي ويو ۽ سوين شاعر مرثيه چوڻ لڳا. اهڙيءَ طرح روضه خواني، سوز خواني ۽ نوحه خواني جا مستقل فن پيدا ٿيا.

## هندستان ۾ مرثيه گوئي جو آغاز

**هندستان** ۾ اردو شاعريءَ جي ابتدا دکن کان ٿي ۽ مرثيه گوئي جو آغاز به اتان ٿي ٿيو. سلاطين بيجاپور ۽ گولڪنڊه، سرپرستي ڪئي. محمد قلي قطب شاه (المتوفي سنه ١٠٢٠هه) سلطان محمد قطب شاه (المتوفي سنه ١٠٣٥ هه) ۽ عبدالله قطب شاه (المتوفي سنه ١٠٨٣هه) بادشاهانِ گولڪنڊه خود شاعر ۽ سخن سنج ۽ جوهر شناس هئا، تن ٻن فارسي

آميز دکني اُردو ۾ ديوان مرتب ڪيا. انهيءَ عهد جي شاعرن مان نصرتي ۽ هاشمي صاحبِ ديوان هئا. سڀ کان پهريون مرثيہ گو ملا وجهي آهي، جنهن جا ٻہ ڪتاب "ڪتبِ مشتري" اڄ بہ مشهور آهن. غواصي جون مثنويون، سيف‌الملوڪ ۽ بديع‌الجمال اڄ تائين مشهور آهن ۽ مير زان نالي هڪ پاڪ طينت بزرگ هو، جو فقط مرثيہ چوندو هو. حمد و نعت ۽ منقبت کان سواءِ پنهنجي زبان کي ٻين لغويات سان آلوده نہ ڪيو؛ مگر افسوس جو ان جي ڪلام جو نمونو موجود نہ آهي.

بيجاپور ۽ گولڪنده ۾ شاهي عاشور خانا موجود هئا. بيجاپور جي شاهي عاشورخاني جو نالو حسيني محل هو. گولڪنده ۾ بہ شاهي عاشورخانا هئا، جتي عزاداريءَ جون جملہ رسمون وڏي پابنديءَ سان ادا ٿينديون هيون ۽ انهن ۾ سلطان، بہ نفسِ نفيس شريڪ ٿيندا هئا. دکني ادب جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ شروع کان آخر تائين هر زماني ۾ مرثيہ گوئيءَ جو رواج رهيو آهي ۽ هرهڪ شاعر هڪ ٻہ مرثيہ ضرور چيا آهن. بهرحال حسبِ ذيل مرثيہ نگار خاص طور قابل ذڪر ٿي گذريا آهن، جن جا مرثيہ ٻئي موجود آهن: (۱) وجهي (۲) غواصي (۳) لطيف (۴) ڪاظم (۵) افضل (۶) شاهي (۷) مرزا (۸) نوري (۹) هاشمي.

گولڪنده جو آخري تاجدار ابوالحسن تانا شاهہ شعر و سخن جو فريفتہ هو ۽ ان جي مصاحبن مان شاهہ قلي خان بہ هڪ مرثيہ گو شاعر هو، جنهن جا مرثيہ دهلي ۽ آگره ۾ هشوهت پهچائي، مجالسِ عزا ۾ پڙهيا ويندا هئا.

جڏهن زماني، گولڪنده جو ورق اٿلايو، تڏهن سپهرِ سخنوري تي شمس‌الدين "ولي" جي عروج ۽ اقبال جو ستارو چمڪيو، جنهن کي صاحبِ "تذڪرهٔ آبِ حيات" اردو نظم جو بابا آدم فرمايو آهي. اردو شاعري ان جي وقت کان سؤ سال پهرين شروع ٿي چڪي هئي ۽ قريب قريب سمورا اصنافِ سخن ريختي ۾ اچي چڪا هئا، پر زبان صاف نہ هئي. آها "ولي" جي دؤر ۾ ان مرتبي تي پهتي، جو ان جو ڪلام هن وقت بہ سمجهہ ۾ اچي ٿو. فرمائي ٿو:

دل "ولي" کا لے ليا دکي نے ڇهين — جا کهو کسوئي محمد شاه سون

ولي، شهدائي ڪربلا جي احوال ۾ هڪ مثنوي لکي، صاف شده اردو ۾ مرثيہ گوئي جو بنيادي پٿر رکيو. مثنوي جي خاتمہ ۾ چوي ٿو:

هوا ہے ختم جب يو درد کا حال — تها گياره سو پہ اکتاليسوان سال<br>
کها هاتف نے يو تاريخ معقول — "ولي" کا ہے سخن حق پاس مقبول

ولي جي پيرانہ سالي ۾ سودا ۽ مير جو عنفوان شباب هو. محبان اهلبيت کي رثائڻ

۽ مجالس ماتم ۾ گرمي پيدا ڪرڻ لاءِ، مرثيه گوئي جي ضرورت هئي. هر طبقي جي شاعرن توشهءِ آخرت فراهم ڪرڻ لاءِ نعت ۽ منقبت چيا، پر انهن مان ڪيترا شاعر، مرثيه به تصنيف ڪندا هئا، جي چؤ مصرع چئبا هئا ۽ مجلسن ۾ رئڻ رئارڻ جي ڪم ايندا هئا. تنهن کان سواءِ شمالي هند ۾ مرثيه جي ترقيءَ جو دؤر شروع ٿي چڪو هو. مولانا آزاد فضليءَ جي ده مجلس (١١٤٥هه-١٧٣٢ع) کي اردو نثر جي اولين تصنيف قرار ڏنو آهي. بهرحال ده مجلس ۾ مرثيه جا نمونا ملن ٿا، جي بلاشبه ان دؤر ۾ شمالي هند جا اولين نمونا قرار ڏئي سگهجن ٿا. انهيءَ زماني ۾ يعني ١٢ صدي هجريءَ جي نصف آخر ۾ هن شاعرن به بڪثرت مرثيه لکيا هئا، جن مان مير اماني، مير عاصمي، مير آل علي، درخشان، صبر، قادر، گمان، نديم، سودا، تقي ۽ مير وغيره جا نالا مشهور آهن. قائم ۽ مير حسن پنهنجي تذڪرن ۾ لکيو آهي ته شاه قلي خان شاهي دکني جا مرثيه شمالي هند ۾ تمام گهڻا مقبول ۽ رائج هئا.

ليڪن تحقيقات ڪندي خبر پوي ٿي ته عالمگير جي زماني کان گهڻو پهرين جهانگير جي عهد ۾ پهرين پهرين شجاع الدين نوري مرثيه گوئي ۾ نالو پيدا ڪيو. تنهن کان پوءِ هاشم علي برهانپوري مرثيه چيا ۽ انهن ٻنهي کان پوءِ راؤ سيوا ۽ ڪاظم علي انهيءَ صنف ۾ شهرت حاصل ڪئي. هاشم ۽ ڪاظم جا مرثيه اڄ به ايڊنبرا يونيورسٽيءَ ۾ محفوظ آهن، جن جو نمونو هي آهي:

زهر دے مارے حسن کون مکر سين　　　سبز تها وه چهرهٔ گلفام کا
کربلا مين تها حسين ابن علي　　　آج لگ ہے گا انهين ايسام کا

اے نابکاران دين کا چهتر گرانا کہان روا　　سرورنبي کي آل کو يون دکهه مين لياتا کهان روا

عالمگير جي زماني ۾ غالباً شاه قلي خان شاهي، جو تانا شاه جو نديم هو، تنهن مرثيه گوئيءَ ۾ سڀ کان زياده ناموري حاصل ڪئي ۽ هن جي مرثين، دکن جي حدن کان نڪري هندستان ۾ قبولِ عام جو شرف حاصل ڪيو. مير حسن پنهنجي تذڪري ۾ لکي ٿو ته

”بيشتر مرثيه مي گفت در ولايت هندستان دست بدست مي آوردند“

محمد شاه جي عهد جي مرثيه چوندڙن ۾ سوائي فضليءَ جي مسڪين، حزين ۽ غمگين جا نالا ورتا وڃن ٿا، جي ڏاڍي پائر هئا. سودا ۽ مير جي عروج کان پهرين مرثيه جو چڱو رواج ٿي چڪو هو. پنهنجي وقت جي مرثيه گو ميان مسڪين جو، سودا ”شهر آشوب“ ۾ هيئن تذڪرو ڪيو آهي:

استقاطِ حمل ہو تو کہین مرثیه ایسا　　پهر کوئي نه پوچهے ميان مسکين کهان ہے

مير تقي ٻه مرثيا چيا آهن، ليڪن اهي انهيءَ پايہ جا نہ هئا، جو شهنشاهِ سخن جي ديوان ۾ شامل ڪيا وڃن. فرمائي ٿو:

دلون پر محبون ڪسے حالت عجب ہے — مصيبت ہے ماتم ہے غم ہے تعب ہے
غرض ڪيا ڪهون ڪس روش ڪا غضب ہے — حسينِ علي ڪي شهادت ڪي شب ہے

مرزا رفيع سودا جڏهن خود مرثيہ چوڻ لڳو، تڏهن اُن زمين کي ذرو ٻہ بلند ڪري نہ سگهيو. سندس بهترين ۽ مشهور مرثيہ هي آهي:

يارو سنو تو خالقِ اڪبر ڪے واسطے — انصاف سے جواب دو حيدر ڪسے واسطے
وہ بوسہ گہ نبي تهي پيمبر ڪے واسطے — يا ظالمون ڪي ہرزہ شہِ خنجر ڪے واسطے

بيشڪ مرثيہ جو بنياد جهونڪ مير اماني، مير عاصمي، رخشان، سڪندر، ميان مسڪين، افسرده، مير ضاحڪ، مير سودا ۽ مير حسن جي زماني کان ئي پئجي چڪو هو پر ان وقت مرثيہ جو مقصد فقط رُئڻ رُئارڻ ۽ ثواب حاصل ڪرڻ هو، شاعري ۽ مضمون آفريني ان جو مقصد نہ هو. سودا جي زماني تائين مرثيہ جو اهو حال هو.
سودا کان اڳ يا سودا جي زماني ۾ مرثيہ ڇهہ مصرع چئبو هو. خبر ناهي تہ ٽيپ لڳائڻ جي جدت مرزا سودا کي سجهي يا اهو شرف ميان سڪندر کي نصيب ٿيو، جو پنجاب جي رهڻ وارو ۽ مرزا جو همعصر هو، جيڪو پوءِ تلاشِ معاش ۾ لکنؤ ۾ اچي رهيو. ان ٻہ هڪ نهايت دردناڪ مرثيہ مسدس جي طرز ۾ چيو آهي، جو اڄ تائين هندستان جي مجلسن ۾ پڙهيو ويندو آهي ۽ يقيناً اردو زبان ۾ پهريون مسدس آهي، جنهن کي قبولِ عام جي سَنَد ملي. سودا جو مرثيہ سندس ديوان ۾ مقيد آهي ۽ سڪندر جو مرثيہ نواح لکنؤ ۾ ڏيڍ سؤ سالن کان پوءِ بہ اڃا اُتي جي زبان تي آهي.
بيشڪ، پنجاب فخر ڪري تہ هندستان ۾ مرثيہ گوئيءَ جو پهريون دور اُن جي هڪ هم وطن جي ڪلام سان شروع ٿئي ٿو ۽ جنهن عاليشان عمارت کي شعراءِ لکنؤ ”تا بہ ثريا“ پهچايو، تنهن جو ٻج ميان سڪندر جو ئي وڌل هو. ان مقبول مرثيہ جا چند بند هيٺ ڏجن ٿا:

## مرثيہ جا چند بند

ہے روايت شتر اسوار ڪسي ڪا تها رسول — اک جگہ شہر مدينہ مين ہوا اس ڪا نزول
جس محلے مين ڪہ رہتے تهے حسينِ ابنِ بتول — ايڪ لڑڪي کهڑي دروازے پہ بيمار و ملول
خط ليے ڪہتي تهي پردے سے لگي زار و نزار
ادهر آ تجهہ ڪو خدا ڪي قسم اے ناقہ سوار

ناگهان سُن شتر اسوار وه آواز حزیــــن   با ادب ان کے کهنے لگا پردے کے قرین
کوئيِ اس گهر مين دلاسے کو ترے ہے کہ نهين   اتني سي عمر مين کيا دکه ہے کہ تو ہے غمگين
کون سي قوم کي لڑکي ہے تو بيمار و صغير
کيا تيرا نام ہے اور کس کے لیے ہے دلگير

هن مرثيه جي سال تصنيف جي پوري خبر ناهي؛ ليڪن سودا جو سال وفات ١١٩٥ ﻫ آهي ۽ ميان سڪندر، مرزا رفيع جو همعصر هو. انهيءَ ڪري هيءَ جدت غالباً ١١٩٥ ﻫ کان پهرين جي آهي. ان جي تقريباً ويهن سالن کان پوءِ سيد انشا جو عروج ٿيو، هو "درياءِ لطافت" ۾ لکي ٿو ته "بگڙا شاعر مرثيه گو هوتا ہے" ان وقت تائين مرثيه خواني جي پيشي کي حقارت جي نظر سان ڏسبو هو ۽ سلطنت جو مذهب شيعه هو. امراء ۽ اعيانِ رياست انهيءَ مشرب جا حلقه بگوش هئا. مجالسِ عزا قوم ڏام سان ٿينديون هيون. عشقِ اهلبيت لکنؤ جي خاڪ ۽ پاڪ ۾ سرايت ڪري ويو هو. اهلِ ايمان آرزو ڪندا هئا ته انهن جي مذهبي مجلسن ۾ مشاعرن کان زياده رونق پيدا ٿئي. مرثين ۾ صحيح لفظ ادا ڪيا وڃن ۽ شاعر پنهنجو زورِ طبيعت سرمايهٔ آخرت ۾ صرف ڪن. اهلِ ڪرم جي داد و دهش مرثيه چوندڙن جي همت افزائي ڪئي ۽ ٿورن ئي ڏينهن ۾ هڪ ڪامل پيدا ٿيو، جنهن عاشقانه شاعريءَ کان دستبردار ٿي مرثيه گوئي ۽ مرثيه خواني شروع ڪئي. اهو بزرگ مرزا دبير جو استاد مير ضمير هو. دلگير، مير فصيح ۽ مير خليق به انهيءَ صنف ۾ ڪمال حاصل ڪيو ۽ بادشاه غازي الدين حيدر جي عهد ۾ مذڪوره فن ايتري قدر ترقي ڪري چڪو هو، جو مرزا رجب علي "سرورؔ" پنهنجي ڪتاب "فسانهٔ عجائب" ۾ اهلِ لکنؤ جي ڪمالات جو تذڪرو ڪندي مرثيه چوندڙن جي طرف به اشارو ڪيو آهي ۽ انهن سڀني مرثيه چوندڙن جا نالا ڄڻايا اٿس، جي ان وقت موجود هئا يا ان کان پهرين هن فن ۾ شهرت حاصل ڪري چڪا هئا.

"مرثيه گو بے نظير مياں دلگير، صاف باطن، نيک ضمير، خليق، فصيح مرد مسکين مکروهاتِ زمانه سے کبهي افسرده نه ديکها، الله کے کرم ناظم خوب، دبير مرغوب، سکندر طالع، بصورتِ گدا، بار احسان اہل دول کا نه اٹهايا، عرصهٔ قليل ميں مرثيه و سلام کا ديوان کثير فرمايا."

سرورؔ، مٿين عبارت ميان دلگير جي مدح ۾ لکي آهي، جنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته هو دلگير جو ئي دلداده هو. ان وقت جا ڪيترا اهلِ ڪمال، دلگير سان محبت ڪندا هئا. شيخ ناسخ جڏهن لکنؤ مان ويو، تڏهن دلگير کي هينئن ٿو ياد ڪري:

متحد ايسے زمانے مين کہاں ہوتے ہين
آپ دلگير ہے ناسخ جو ہے دلگير جدا

ميان دلگير جو ڪلام ۾ درد ۽ غم سان ڀريل آهي.

فسانهٔ عجائب جي تڪميل کان پادشاه نصيرالدين حيدر جي عهد ۾ فراغت ٿي، جنهن جو سال جلوس ۱۲۴۳ھ آهي. ان وقت تائين دلگير، ضمير ۽ خليق هم پله سمجهيا ويندا هئا. مرثيه چوندڙن جو توجهه وڻن تي هو. مرثين جا بند ۱۲ کان ۳۵ يا ۵۰ تائين ٿيندا هئا ۽ ننڍا مرثيه سوزخوان ئي پڙهندا هئا.

مير ضمير روايتون نظر ڪرڻ شروع ڪيون ۽ مرثيه ۵۰ بندن کان وڌي ۸۰ بندن جو ٿيڻ لڳو. رفته رفته انهيءَ تعداد ۱۰۰ کان به متجاوز ٿيو. سنه ۱۲۴۹ھ ۾ ضمير رزم ۽ سراپا مرثين ۾ داخل ڪيو ۽ ان زمين کي آسمان بنايو. ان وقت شهزاده علي اڪبر جي شهادت جي بيان ۾ هڪ مرثيه ۱۰۱ بندن جو چيائين جنهن جو مطلع هي آهي:

کس نور کي محفل مين مري جلوه گري هے
کس نور سے پُرنور يہ نورِ نظري هے
آمد هي مين حيران قياس بشري هے
يہ کون سي تصوير تجلي سے بهري هے
گو حسن کا رتبہ نهين مذکور هوا هے
منبر سرا پيشِ مرتبهٔ طور هوا هے

مرثيه ۾ تمهيد سان چهرو ٻڌي ۽ سراپا لکيائين، جو هن کان اڳ شعرائي سابق مرثيه ۾ شامل نه ڪيو هو. تنهن کان پوءِ ميدانِ جنگ جو نقشو ڏيکاريو اٿس ۽ آخر ۾ بيانِ شهادت تي خاتمه ڪري مقطع ۾ فرمائي ٿو ته

جس سال لکهے وصف يہ همشکل نبي کے
سن باره سو انچاس تهے هجر نبوي کے
آگے تو يہ انداز سنے تهے نہ کسي کے
اب سب يہ مقلد هوئے اس طرز نئي کے
دس مين کهون سو مين کهون يہ ورد هے ميرا
اس طرز مين جو جو کہے شاگرد هے ميرا

مير ضمير مرثيه ۾ جي جدتون ڪيون سي حسبِ ذيل آهن:

رزميه، سراپا، گهوڙي ۽ تلوار، اسلح، جنگ جا اوصاف ڏيکارڻ، صفائي بندش تي توجهه ڏيڻ ۽ غلط لفظ، جي مرثين ۾ بي تڪلف استعمال ٿيندا هئا، تن کي ترڪ ڪرڻ، تحت اللفظ پڙهڻ جو رواج ۽ منبر تي ويهي هٿن سان اشارا ڪرڻ وغيره شروع ڪيا. مير خليق، ميان دلگير، مرزا فصيح، مير ضمير جا هم رتبه هئا؛ بلڪ محاوره بندي ۾

گهرو اثر ڇڏيندو آهي. جوش ۽ جذبي جي شدت سبب مرثيه داخلي شاعري جو عمدو نمونو آهي. منظرنگاري، سيرت نگاري ۽ ڪردار نگاري مرثيه جا اهم جزا آهن ۽ انهي ڪري، مرثيه ۾ جيڪا تصور جي زبردست قوت استعمال ٿئي ٿي، تنهن هن صنف کي وڏي ادبي اهميت ڏني ڇڏي آهي. اردو ادب ۾ انيس ۽ دبير کي انهي ڪري وڏو درجو حاصل آهي، جو سندن مرثين جا بياض اردو ادب جو قيمتي سرمايو سمجهيا وڃن ٿا، بلڪ مير انيس کي ته ”خدائي سخن“ چيو وڃي ٿو. سنڌي ۾ مرثيه جي صنف کي ايا مذهبي دائري کان ٻاهر آڻي، ان جو ادبي مطالعو نه ڪيو ويو آهي. حالانڪ انهي صنف ۾ اسان وٽ تمام گهڻو ذخيرو موجود آهي ۽ مناجاتن، مولودن، مداحن ۽ مناقبن جيان ادبي نقطه نگاه کان ان جا مجموعا مرتب ڪري، سنڌي لوڪ ادب ۾ چڱو اضافو آڻي سگهجي ٿو.

عرب جي شاعريءَ جي ابتدا جذبات جي اظهار سان ٿي ۽ مرثيه، عربي شاعري جي ابتدائي صنفن مان آهي؛ ڇاڪاڻ ته اهو شديد جذبات جي اظهار جو هڪڙو ڪارگر ذريعو آهي.

پڙهندڙن کي معلوم هجي ته هي هڪ تحقيق شده حقيقت آهي ته سنڌي مرثيه جي * ابتدا تڏهن ٿي، جڏهن سنڌي شاعري وجود ۾ آئي ۽ سنڌي مرثيه جي ابتدا به بيتن ۽ ڏوهيڙن سان ٿي، جنهن جو مثال خدائي سخن حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي رحه جي رسالي ۾، سُر ڪيڏارو آهي، جنهن جي پڙهڻ سان درد ۽ غم جي ڪيفيت طاري ٿئي ٿي. نه رڳو ايترو، بلڪ جوش ۽ جذبي جي شدت سبب وار وار ڪاندارجو وڃي؛ ليڪن علم عروض جي حدن اندر عربي بحرن تي، جنهن سنڌي مرثيه جي ابتدا ڪئي، سو سيد ثابت علي شاه آهي ۽ اهو سهرو ثابت علي شاه جي ئي سر تي سونهي ٿو. پاڻ پنهنجي زيارت نامه ۾ هڪ هنڌ فرمائي ٿو:

مرثيو سنڌي اڳي هو ڪونه اصلي سنڌ ۾<br>
بي ڪو هو، تان پڻ نه هو مشهور هن پر هر ڪجا.

سيد ثابت علي شاه پهريون مرثيه ١١٨٦هه — ١٧٧٢ع ۾ (مربع) چيو، جنهن جو مطلع آهي: ”اي خدا جا لاڏلا سردار سرور يا حسين“ تنهن کان پوءِ مسدس جي صورت ۾ به مرثيه چيائين. اهو سيد ثابت علي شاهُ جو سنڌي ۾ هن صنف جي وسعت ۽ ترقيءَ طرف پهريون قدم هو.

ڪلهوڙا ۽ ٽالپر حاڪم اثنا عشري مذهب جا هئا. جهڙي ريت ايران ۾ صفوي

---

* جب شمال مين اردو شاعري کي داغ بيل پڑي، اس سے پهلے سندهي، ملتاني اور گجراتي زبانون مين بهت سے مرثيے کهے جاچکے تهے- از رساله نگار پاکستان انيس نمبر سنه١٩٧١ع ص ١٠٦

خاندان جي دور ۾ ۽ اوڌ ۾ اوڌ جي والين جي دور ۾ مرثيه کي عروج حاصل ٿيو. تهڙي طرح سنڌ ۾ وري ڪلهوڙا ۽ ٽالپر خاندان جي دور ۾ سنڌي مرثيه جو زور ٿيو.

سيد ثابت علي شاه کان پوءِ ڪيترا ئي سنڌي مرثيه گو شاعر پيدا ٿيا، جن نه رڳو مرثيه ۾ جدتون پيدا ڪيون، بلڪ اڳي جيڪو مرثيه فقط درد و غم جي بيان تائين محدود هو، تنهن ۾ گهوڙي، تلوار ۽ ٻين جنگي هٿيارن جي جدا جدا وصفن، سراپا ۽ واقعي نگاري سان گڏ، ڪلام جو زور، بندش جي چستي ۽ بيان جي رواني پيدا ڪيائون ۽ ان سان گڏ نوان نوان اسلوب ٺاهي، هڪ ئي واقعي کي هزار رنگن ۾ بيان ڪري، مرثيه جي صنف کي چوٽ پهچايائون.

سچ ته ائين آهي ته جيڪڏهن هن صنف کي سنڌي علم و ادب مان ڪڍيو ويندو، ته پوءِ ان ۾ سواءِ خد و خال ۽ گل و بلبل جي ٻيو ڪجهه به نه رهندو ۽ سنڌي شاعريءَ جي تاريخ نامڪمل ٿيندي، جيڪڏهن ان ۾ مذڪور صنف جو ذڪر نه ڪبو.

هاڻي اسين انهن سنڌي شاعرن جو مختصر احوال سندن ڪلام سميت پيش ڪريون ٿا، جن مرثيه گوئيءَ تي طبع آزمائي ڪري، هن صنف کي گهڻي تقويت ڏياري آهي.

## مخدوم عبدالله نريءَ وارو

مخدوم عبدالله ڪڇ ڀڄ ۾ ناڙي جي ڳوٺ ۾ تولد ٿيو. ذات جو سنڌرو هو. سنه ۱۱۴۹ھ — ۱۷۳۶ع ۾ وفات ڪيائين. سندس تصنيفات مان هيٺيان ڪتاب مشهور آهن: ڪنزالعبرت، قصص الانبيا، خزانة الابرار، خزانة الاعظام، خزانة الروايات، قمرالمنير. ازانسواءِ ٽيهه اکري لکيائين. ڪنزالعبرت ۾ مخدوم عبدالله قصه شهادت حضرت امام حسين عليه السلام لکيو آهي، جنهن ۾ ڪربلا جو واقعو الف اشباع جي نظم ۾ بيان ڪيل آهي.

### انتخاب

جيئن جڏهن يزيد بن معاويه کي آئي خلافتا
تڏهن امام حسين تنهن جي نه ڪئي بيعت قبولا
جي حڪم جسن خلافت جو سو امر عظيم آ
تهلانهن سا فاسق کي اهلتون ڪين رها

## شاه عبداللطيف ڀٽائي

شاه عبداللطيف ابن سيد حبيب شاه سنه (۱۱۰۲ھ — ۱۶۸۹ع) ۾ تعلقي هالا ڪتيالن جي ويجهو، وستي ڀائي پور ۾ تولد ٿيو. شاه صاحب سنڌ جو مايهءِ ناز ۽ حيات جاويد شاعر آهي. شاه صاحب شاعر نه هو، بلڪ شاعر گر هو ۽ سمورين شاعرانه خوبين جو مالڪ هو. شاه صاحب شاعر ته ها، پر هڪ اعليٰ درجي جو ناصح ۽ فيلسوف به هو. سندس ڪلام

ڀڄڻ سان ستاپل ڪي سُٺي ۽ ڏکايل ڪي دوا ٻلڻ ڀوي ٿي. ڀڄندڙن جي دل ازخود تنواري ٿي: "تون حبيب تون طبيب تون درد جي دوا". شاه جا بيت، بيت نه آهن، پر جيئن پاڻ فرمائي ٿو ته آيتون آهن، جي پياسي ڪي وڃيو پريان جي پار پهچائين. پر سندس شعر ۾ وڏي خوبي هيءَ آهي، جو جدا جدا نمونن ۾ جدا جدا ماڻهن جي واتان اهي ٿو اورڻ اوري، جن کي ڀڏي دل درد ۾ ڳريو وڃي ۽ سن شاعر جي سوز واري خيال ۾ محو ٿيو وڃي. جهڙو سوز ۽ گداز شاه جي ڪلام ۾ آهي، تهڙو ٻئي ڪنهن به شاعر جي ڪلام ۾ ناهي. مطلب ته شاه جو شعر بي نظير ۽ مثل اسلهه مالڪ جي آهي، جنهن جي پوري پروڙ ڪرڻ عقل کان ٻاهر آهي. شاه صاحب تاريخ ١٤ ماه صفر (سنه١١٦٥هه ١٧٥١ع) ۾ وفات ڪئي.

ڏلـــو محرم ماه، سنڪو شهزادن ٿئو
جائي هيڪ الله، پاڻ ولنديون جو ڪري

—

محرم سوئـــي آئيو، آيا تان نه امام
مديني جا مير، ڙاتير مـــون ڏيکارين

—

حسن مير حسين جـــو جن نه هينڙي جار
خالق رب جبار، ڪين مرهيندو تـــن کـــي

—

چار ترارون چيلهه سين، ڀڏي پر ٻاڳـــون
اڳين جون آڳون، ڪونر ڪلي ۾ موڪيون

## مخدوم عبدالرؤف ڀٽي هالائي

مخدوم عبدالرؤف ڀٽي، تخلص "عاصي" پراڻن هالن جو ويٺل هـو. هي بزرگ سنڌي شاعريءَ ۾ مولودالنبي جو موجد هو. ازانسواءِ ڪيتريون سداحون الف اشباع ۾ نظم ڪيون اٿس، جن مان ڪن ڪن ۾ حضرت امام حسين عليه‌السلام جي شهادت جو به ذڪر ڪيل آهي. مخدوم صاحب (سنه ١١٦٦هه – ١٧٥٢ع) جي مديني ۾ وفات ڪئي ۽ اتي ئي دفن ٿيو.

مـــن انـــدر ماتام ٻارو تـــن يتيمن جـــو
ڪربلا جي ٻڙ ۾ ميان الا اصل هـــو انجام
ڪـــن قريبن جو
شهزادن شهادت جـــو الا جـــال پيتو جام
مرڻ معصومن جو

## مولوي احمد

مولوي احمد مرحوم (سنه ١٢١٣هه-١٧٩٨ع) ۾ وفات ڪئي. سندس ٻي تصنيفات کان سواءِ ملا حسين واعظ ڪاشفي جي لکيل فارسي ڪتاب "روضةالشهدا" جو سنڌيءَ ۾ منظوم ترجمو ڪيل آهي، جو الف اشباع واري قافيه ۾ نظم ڪيل آهي، جنهن ۾ حضرت امام حسين عليه السلام جي پوري شهادت جي واقعي جو بيان ڪيل آهي:

تان جـڏهـن ٿيو واقعو هـي دار ۾ دنيا
رت هارئـو زميـن تـي سـنـدو سهريا
عـرش ڪرسي آپ مڙيوئـي لرزي ۾ آيا

## سيد ثابت علي شاهه

سيد ثابت علي شاهه ابن سيد مدار علي شاهه (سنه ١١٥٣هه-١٧٤٠ع) جي سيوهڻ شريف ۾ تولد ٿيو. ميان سرفراز خان عباسيءَ جو هم مڪتب هو. سندن استاد شعر ۾ مولوي غلام علي مداح ابن مولوي محسن ٺٽوي هو. ڪلهوڙن جي آخري دؤر ۽ ٽالپرن جي ابتدائي دؤر ۾ خاص طرح سنڌي شعر گوئي ۾ ڦير گهير ٿيڻ لڳي. ان دور ۾ هي سنڌ جو پهريون شاعر آهي، جنهن موزون شاعري ۾ سنڌي مرثيا ۽ مناقب چيا. سندس سمورو ڪلام فصاحت ۽ سلاست سان لبريز آهي. شاهه صاحب ادبي نقطهءِ نگاهه کان مرثين ۾ نيون جدتون ۽ نوان اسلوب پيدا ڪيا. ازانسواءِ صحيح معنيٰ ۾ رزميه شعر جي ابتدا ثابت کان ٿي. هجويه سنڌي شعر به پهرين پاڻ چيائين. عربي، فارسي جي آميزش، محاورا، تشبيهون ۽ خيالات به پهرين ثابت علي شاهه سنڌي مرثيه ۾ اهڙي ته فراواني سان چيا، جو سنڌي شاعريءَ جو رخ ئي بدلائي ڇڏيو. سندس ڪليات مربع، مسدس، مخمس، قصيده، سلام، مثنوي، مناجات، نعت ۽ منقبت سان مالا مال آهي. ثابت علي شاهه، مير ڪرم علي خان ٽالپر جي توسل سان ڪربلا معليٰ جي زيارت ڪئي ۽ (سنه ١٢١٩هه-١٨٠٤ع) ۾ مير غلام علي خان ٽالپر جو سفير ٿي ايران ويو. آخر ۾ (سنه ١٢٢٥هه-١٨١٠ع) جي سيوهڻ ۾ وفات ڪيائين، جتي ڪربلا نالي قبرستان ۾ سندس مدفن ٿيو.

## انتخاب

جڏ چڙهيو گهوڙي تي جني الله اڪبر شهسوار ۾ غضب ٿيو هٿ ولي لا سيف الا ذوالفقار
عرش ڪرسي تا ڪنبن هو گاو ماهي بيقرار حضرت روح‌الامين کي پهنجا پر پيا يادگار
پرشه تيغ دوسر هـر وقت ان کـي ياد هئي
توم جيني جنهن جي ضربئون بيخ و بـن برباد هئي

خليق جو درجو بلند هو، مگر هن طرزِ جديد، سڀني جي بازار سرد ڪري ڇڏي. مير ضمير واجد علي شاهه جي عهد تائين جيئرو رهيو.

ميان دلگير جي زبان ۾ لڪنت هئي. هو خود مرثيه نه پڙهندو هو ۽ سندس ڪلام سوزخوان پڙهندا هئا. سوز جي لاءِ ويڻ مناسب آهن، تنهنڪري دلگير پنهنجي وضع تي قائم رهيو ۽ ضمير جي تقليد نه ڪيائين.

مير خليق جو جوهرِ ڪمال، لطفِ زبان کي خيالن ۽ دردانگيزي سان گڏ ترڪيب ڏئي اهلِ مجلس کي رئارڻ هو. هن مرثيت جي ڪوچي ۾ قدم کڻي اڳتي وڌائڻ نه ٿي گهريو ۽ ضمير جي تقليد پنهنجي ڪمالات ۾ موجبِ افزائش نه سمجهي، رزميه مضامين کان احتراز ڪري، ۽ فقط درد و تاثير جي نعمت سان حريفن جو مقابلو ڪندو هو.

فصيح "زمانه با تو نه سازد تو با زمانه بساز" تي عمل ڪيو ۽ بيانِ رزم مرثين ۾ شامل ڪرڻ لڳو؛ مگر هو ٿورن ئي ڏينهن کان پوءِ حج و زيارات لاءِ روانو ٿيو ۽ اتي اقامت اختيار ڪيائين. مشقِ سخن، اتي به جاري هيس. ان جو هڪ نهايت پُرزور سلام مڪي مان آيو ۽ لکنؤ ۾ اهڙو ته مقبول ٿيو، جو اڄ تائين اهلِ دل کي ان سلام جا اشعار حفظ آهن، جنهن جا چند شعر هيٺ ڏجن ٿا:

سلام لکهتا هون مين حرم مين قلم سے زمزم ٹپک رہا ہے
سر اپنا کعبه کے سنگِ در پر سیاه پرده پٹک رہا ہے
سکینه پیاسي تڑپ رہي ہے پڑي ہے بیهوش بنتِ مسلم
ادهر کو اصغر سسک رہا ہے اُدهر کو باقر بلک رہا ہے
خدا مظفر حسین خان کو بخیر و خوبي حرم مین لائے
"فصیح" مشتاق اس قدر ہے که راه دن رات تک رہا ہے

ان وقت مير ضمير جو نامور شاگرد ميرزا دبير عليه رحمه، عرصي کان مرثيه گوئيءَ جي مشق ڪري رهيو هو. هن استاد جي پيرويءَ ۾ شهزادي علي اڪبر جي حال جو مرثيه طرزِ جديد ۾ لکيو ۽ مطلع به انهيءَ شان سان چيائين: "سب محفلون ۾ نور کي محفل ہے، يه محفل." جنهن مجلس ۾ هي مرثيه پڙهيو ويو، ان ۾ خواجه آتش به موجود هو، جنهن کي هي مرثيه تمام گهڻو پسند آيو.

مرثيه گوئيءَ جي آسمان تي ضمير ۽ دبير ماه و مشتري وانگر چمڪڻ لڳا. قدردانن جي جوهر شناسي ۽ اهلِ ڪرم جي گوهر پاشي، لکنؤ جي خاڪ پاڪ مان ويهوڻا مرثيه گو پيدا ڪيا؛ ليڪن هنن بزرگن جي سامهون ڪنهن جو به چراغ روشن ٿي نه سگهيو ۽ جنهن به مقابلي تي اچڻ لاءِ همت ڪئي، سو زڪ ٿي ۽ شرمنده ٿي ٿيو.

عام طور تي خيال ٿيڻ لڳو ته مرثيه گوئي، درجه ڪمال تي پهتي ۽ هاڻي هن

صنف سخن ۾، ترقيءَ جي گنجائش ڪانه ناهي؛ ليڪن يڪايڪ خورشيد رخ تان نقاب کنيو. گردون تي رنگ چهرهٔ مهتاب فق ٿيو. مير خليق جو بلند اقبال صاحبزادو مير ببرعلي انيس، فيض آباد مان اچي لکنؤ ۾ مجلس پڙهي ۽ رزم بزم جون اهڙيون ته هلندڙ ڦرندڙ تصويرون ڏيکاريائين، جو "هذا اڪبر" جي صدا هر گوشي مان اچڻ لڳي. انيس، طرز مرثيه گوئي ۾ ڪا خاص جدت پيدا نه ڪئي؛ بلڪ ضمير ۽ دبير جي محاسن ڪلام جو هڪ مرقع بنايو ۽ ان تي مير خليق جي محاوره بندي ۽ مير حسن جي داستان نگاري جو رنگ ۽ روغن ڏئي طلسمات جو عالم ڏيکاريو. مير انيس جو حريف مقابل هن صنف سخن ۾ جيڪڏهن ڪو ٿي سگهي ٿو ته آها فقط مرزا سلامت علي دبير عليه الرحمه جي ذات بابرڪات آهي. هندستان ۾ هنن ٻنهي باڪمال شاعرن جي نقش قدم تي هلڻ وارا سوين پيدا ٿيا، ليڪن ٻين جو ذڪر ته ڇا، خود هنن جا ڀائر ۽ پٽ به ڪوئي سبقت نه ڪئي سگهيا. خاندان انيس مان مونس ۽ نفيس ۽ خاندان دبير مان مرزا اوج، هنن گهڻا ئي زور ڏنا، ليڪن ڪلام، انصاف هي آهي ته پنهنجي بزرگن جا همقدم ته ٿي نه سگهيا، پر اڳتي وڌڻ به دشوار ٿين.

## مير انيس

مير ببرعلي، تخلص "انيس" سندس والد بزرگوار مير مستحسن خليق ۽ جد اعليٰ مير حسن دهلوي هو. مير حسن دهلوي جو والد مير ضاحڪ ۽ جد امجد مير امامي هروي هو، جو هرات مان اچي پراڻي دهلي ۾ آباد ٿيو. مير انيس سنه ١٢١٦هه (١٨٠١ع) ۾ فيض آباد ۾ تولد ٿيو. لکنؤ ۾ تعليم حاصل ڪيائين. عربي ۽ فارسي ۾ دستگاه ڪامل حاصل ڪرڻ کان پوءِ ضروريات فن ۾ پنهنجي شفيق پيءُ سان مشورو ڪري، خانداني ڪمال حاصل ڪيائين. شروع شروع ۾ غزل گوئيءَ جو شوق هوس؛ مگر پيءُ جي نصيحت کان اثر پذير ٿي، غزل گوئيءَ کي سلام ڪري، ۽ ان صنف سخن تي توجهه ڏنائين، جو دين ۽ دنيا ۾ ڪم اچڻ وارو سرمايو آهي. مير انيس کي ٻه ڀائر هئا، مير نواب مونس ۽ مير مهر علي انس. مير مونس لاولد هو ۽ مير مهر عليءَ جو پٽ مير وحيد پنهنجي وقت جو استاد ۽ فخر سلف هو.

مير انيس کي ٽي فرزند هئا، مير خورشيد علي نفيس، مير محمد سليس ۽ مير عسڪري رئيس. سن و سال کان سواءِ فن جي اعتبار کان به مير انيس پنهنجي سڀني پٽن ۾ ممتاز هو. انيس جي مرثين کي ڏسندي، ائين چوڻو پوندو ته پاڻ پنهنجي بزرگن جو نالو چڱي طرح روشن ڪيائين. گويا اها تاثين مرثيه گوئي سندس خانداني ورثو آهي. انيس جو انداز بيان نهايت سلجهيل، تعقيد کان بري، سلامت ۽ وضاحت حسن محاورات سان لبريز

آهي. مناظرِ قدرت، صبح جو عالم، نور جو ظهور، آفتاب جو طلوع، گرميءَ جي تيزي، ظهر جو وقت، فوجن جو حملو، رزميہ منظر، معرڪہ جو زور شور، تلاطم، شور و غل، تلوارن جي چمڪ، تيرن جي بارش، بهادرن جو استقلال سان جنگ ۾ وڙهڻ، باهم معرڪہ آرائي، جنهن ڪان پوءِ فتح و شڪست جون ٻہ متضاد صورتون بيان ڪرڻ، جنهن ڪان ڪان پڙهڻ وارن کي ائين پيو معلوم ٿيندو تہ گويا آهي خود معرڪہٴ جنگ ۾ شريڪ ٿي، واقعات بچشم خود ڏسي رهيا آهن. غرض مير انيس شاعري ۾ اها ناموري ۽ عظمت حاصل ڪئي آهي، جنهن جو نظير ڏٺو ملي\سگهي. گويا قدرت اردو مرثيہ جو مثنوي ني خاتمو ڪري خاتم الڪلام جو لقب عطا ڪيس. مير انيس ۷۴ سالن جي عمر ۾ ۲۹ شوال سنہ ۱۲۹۱ھ (۱۸۷۴ع) اربع ڏينهن لکنؤ ۾ وفات ڪئي. ميرزا دبير سندس تاريخ وفات چئي، جنهن جو مادہٴ تاريخ هي آهي: "طورسينا بي ڪليم الله منبر بي انيس".

## انتخاب

يا رب چمنِ نظم کو گلزارِ ارم کر اے ابرِ کرم خشک زراعت پہ کرم کر
تو فیض کا مبدا ہے توجہ کوئي دم کر گمنام کو اعجاز بیانوں میں رقم کر
جب تک یہ چمک مہر کے پرتو سے نہ جائے
اقلیمِ سخن میرے قلم رو سے نہ جائے

## ميرزا دبير

ميرزا سلامت علي دبير ۱۲۱۸ھ (۱۸۰۳ع) ۾ تولد ٿيو. دبير خانداني شاعر نہ هو. تحصيلِ علومِ عربي و فارسي ڪان انفراغ ڪامل حاصل ڪري، پوءِ ڪيس ابتدا ڪان ئي مرثيہ خواني جو شوق پيدا ٿيو ۽ ان فن کي عرش معلي تائين پهچايائين. دبير مير مظفر حسين ضمير جو شاگرد رشيد هو. هن فن جي پوري تڪميل ڪرڻ ڪان پوءِ، ايڏي تہ شهرت حاصل ڪيائين، جو استاد کي شاگرد جي خداداد ذهانت تي رشڪ ٿيو.

مضمونن جي بلاغت، غم انگيز اشارا، دلگداز انداز، گرمي جي شدت، فوجن جي آمد، جنگ جي تياري، ميدانِ جنگ، هنگامہٴ رزم، ٻن حريفن جي معرڪہ آرائي، گهوڙي ۽ تلوار جي تعريف، سمورن سائين جو شهيد ٿيڻ، امامِ عالي مقام جو ميدانِ ڪارزار ۾ اچڻ ۽ پوءِ شهيد ٿيڻ. انهن واقعن کي دبير، بلاغت ۽ شوڪتِ الفاظ سان نهايت دردناڪ طرز ۾ نظم ڪيو آهي.

ميرزا دبير ۷۲ سالن جي عمر ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٻہ هزار مرثيہ چيا آهن. سلامن، نوحن ۽ رباعين جو تہ شمار ئي ڪونهي.

۲۹ محرم الحرام سن ۱۲۹۲ھ (۱۸۷۵ع) ۾ سندس روحِ لطيف جسمِ خاڪي سان مفارقت

اختيار ڪئي. لکنؤ جا سمورا علماءِ ڪرام ۽ عمائدِ شهر سندس تجهيز و تڪفين ۾ شريڪ ٿيا.

## اِنتخاب

گم هوگيا هي کها کي سنان يوسفِ حسين    بن بياها نامراد جوان يوسفِ حسين
صابر غريب تشنه دهان يوسفِ حسين    هونٿون پہ پهيرتا هي زبان يوسفِ حسين
گر گر کي لوٿتا نهين بيجا حسين کا
برڇي کي نوک مين هي ڪليجا حسين کا

حقيقت ۾ حق، اهو آهي، ته هنن ٻنهي (انيس ۽ دبير) کي هڪٻئي تي ترجيح ڏيڻ نهايت ظلم ٿيندو، ڇو جو ٻئي پنهنجي فن ۾ مقبول استاد هئا. انيس ۽ دبير جي مرثيه گوئي لکنؤ جي قديم مصنوعي ۽ مخرب الاخلاق طرزِ شاعري ۾ هڪ نئون انقلاب پيدا ڪيو، ڇو جو مرثيه جو مضمون هميشه بلند ۽ مقدس ٿئي ٿو. مذڪوره استاد کان پوءِ، ڪيترا ئي اردوءَ جا مرثيه گو شاعر پيدا ٿيا. جهڙوڪ مونس، نفيس، عارف، جليس، آنس، عشق، تعشق، وحيد، صابر، رشيد ۽ ميرزا دبير جو فرزند ميرزا اوج ۽ ٻيا ڪيترا، جن هنن جهڙي شهرت حاصل ڪئي، پر انيس ۽ دبير کان اڳتي وڌي نه سگهيا.

موجوده دؤر ۾ پاڪستان ۾ سيد آل رضا، جوش مليح آبادي ۽ نسيم امروهوي ۽ صبا اڪبرآبادي مشهور مرثيه گو شاعر آهن، جن کي شاعريءَ جي مذڪوره صنف ۾ خداداد قابليت حاصل آهي.

# سنڌي مرثيه جي مختصر اجمالي تاريخ

مشرق توڙي مغرب جي سڀني زبانن جي شاعري ۾ مرثيه جي صنف موجود آهي. انگريزيءَ ۾ ان کي "ايليجي" چوندا آهن. مرثيه جي لغوي معنيٰ آهي، اهو نظم جيڪو ڪنهن شخصيت جي موت يا ڪنهن ڏکدائڪ واقعي کان متاثر ٿي لکيو وڃي. دنيا جي مختلف زبانن ۾ شاعرن پنهنجي انفرادي لاڳاپي وارن شخصن ۽ واقعن تي مرثيه چيا آهن ۽ تاريخي ۽ قومي ڪردارن ۽ حادثن تي به، پر رفته رفته اسان وٽ مرثيه جو خاص مطلب انهيءَ نظم لاءِ مقرر ٿي ويو آهي، جيڪو اسلامي تاريخ جي ڪربلا واري مشهور واقعي بابت لکيو وڃي، جنهن ۾ امام حسين عليه السلام ۽ ٻين شهيدن جي تعريف ۽ توصيف ۽ انهن کي پيش آيل تڪليفن بابت، جنهن ۾ ڏک جو اظهار هوندو آهي. جذباتي لحاظ جي ڪري ان ۾ درد ۽ غم جي تاثراتي ڪيفيت هوندي آهي ۽ ٻڌندڙن تي ان جو

## سيد خير شاهہ

سيد خير شاهہ، سيد ثابت علي شاهہ جو همعصر شاعر هو ۽ حيدرآباد ۾ ٽليلي جي ويجهو سيالن واري ڳوٺ ۾ رهندو هو. خير شاهہ ۽ ثابت علي شاهہ جي وچ ۾ هميشہ پئي نوڪ جهوڪ لڳندي هئي. سيد خير شاهہ جو جنگ نامہ مشهور آهي، جنهن ۾ حضرت امام حسن ۽ حضرت امام حسين عليهم السلام جن جو فضائل بيان ڪيل آهي. ان بعد حيدرآباد شهر ۾ پنهنجي نالي سان "خيرشاهہ جو پڙ" ٺاهي، اتي رهيو ۽ سندس مزار بہ اتي آهي.

### انتخاب

صالح فرزند ٿيا تولد گهر علي جي شير شجاع   چايا چام وڏا تن چمندي يار بخت بلند ماءِ
حسن حسين رکيا تنهن نالا خاصو جو ختم الانبيا   نانو جن جو مير محمد پدر علي ماءُ خيرالنساءَ
جيڏ جن جي شان جو شاهد قادر جو قرآن ٿيو

## سيد عظيم الدين ٺٽوي

سيد عظيم الدين تخلص "عظيم" ابن سيد يار محمد حسيني ٺٽوي (سنہ ١١٦٢هہ-١٧٤٩ع) جي ٺٽي ۾ تولد ٿيو. هي سنڌ جي مشهور مؤرخ مير علي شير قانع جو پاڻيٽيو هو. سيد عظيم الدين سنڌ ۾ فارسيءَ جو مايہ ناز ۽ باڪمال شاعر ۽ صاحب ديوان ٿي گذريو آهي. هي مير فتح علي خان جو خاص مصاحب ۽ درباري شاعر هو. شاهہ صاحب (سنہ ١٢٢٩هہ – ١٨١٤ع) جي ٺٽي ۾ وفات ڪئي.

### انتخاب

اڄ مير مومنن جا مدينو ڇڏي هليا   گهر پاهي جنتن ۾ آثارا اڏي هليا
سچ چنڊ مصطفيٰ جا سڀني دل ڳڏي هليا
آنڌار ٿي نبي جا ستارا لڏي هليا

## سچل سرمست

حافظ عبدالوهاب عرف سچيڏنو ابن صلاح الدين فاروقي (سنہ ١١٥٢هہ – ١٧٣٩ع) ۾ درازن جي ڳوٺ ضلع خيرپور ۾ تولد ٿيو. ابتدائي تعليم حافظ عبدالله قريشي هالائي کان حاصل ڪري، قرآن جو حافظ ٿيو ۽ فارسي تعليم پنهنجي چاچي خواجہ عبدالحق کان مليس. سنڌي شاعري ۾ سچو يا سچل تخلص ڪم آڻيندو هو. سرائڪي ۽ اردو ۾ سچيڏنو تخلص ڪندو هو. فارسي "ديوان آشڪار" ڇپجي چڪو آهي. هن سنڌي سرئيہ ڪوني تہ، بہ طبع آزمائي ڪئي آهي. سچل، ١٤ رمضان (سنہ ١٢٤٢هہ – ١٨٢٧ع) ۾ نوي سالن

جي عمر ۾ وفات ڪئي ۽ درازن ۾ مدفن ٿيو.

### انتخاب

يا امام المسلمين ڪر يار ياري يا حسين ملڪ ۾ ماتم پيو هٿي بيقراري يا حسين
بلبلان ڇوڙي ڇڏيا باغ و بهاري يا حسين
هاءِ حورن ڪي ڏسڻ جي انتظاري يا حسين

## ميرزا مراد علي بيگ ”سائل“

ميرزا مراد علي بيگ ابن ميرزا محمد فاضل بيگ ”فاضل“، ىنهي جي ڀڙڏاڏي ميرزا فتح علي بيگ ”فتح“ جو والد هو. هي خيرپور ۾ مير سهراب خان ۽ مير رستم خان وٽ فارسي، اردو ۽ سنڌي، مرثيه و منقبت پڙهندو هو. ابتدا ۾ ميرزا مرحوم، ثابت علي شاه جي مرثين ڪان متاثر ٿي، سيوهڻ ۾ سائنس ڪچهري ڪرڻ لاءِ ويندو هو. فن شاعري کان واقف هوندي ۾ شاه صاحب کي سنڌي مرثيه گوئي ۾ پنهنجو استاد ڪيائين. جنهن کان پوءِ خيرپور ۾ سنڌي مرثيه پڙهڻ جو رواج ڀرين ڀرين ميرزا صاحب وڌو. ميرزا صاحب سنڌي مرثيه ۾ سراپا سان گڏ رزميه شاعري لاءِ جن اوصافن جي ضرورت آهي، سي ٻن مرثين ۾ ڪم آندا آهن. آخوند محمد عالم اول سندس شاگرد هو. پاڻ سنڌي شعر ۾ ”سائل“ ۽ فارسي، اردو شعر ۾ ”مراد“ تخلص ڪندو هو. سندس ڪلام منقبت، مرثيه، قصيده، رباعي، نوحه، سلام وغيره تي مشتمل آهي. پاڻ وڏي عمر ۾ ١٥– ماه سفر (سنه ١٢٤٣هه-١٨٣٠ع) جي خيرپور ۾ وفات ڪيائين ۽ اتي ئي دفن ٿيو.

### انتخاب

هاءِ بانو جو لال اڄ ٿو مري اصغر نونهال اڄ ٿو مري
طفل هو خسته حال اڄ ٿو مري تشنه لب خورد سال اڄ ٿو مري
ان جي امان جا دل جلي آهي
پينگهي وٽ ويٺي ميڪلي آهي

## مير نصير خان

سرڪار فيض آثار مير محمد نصير خان تخلص ”جعفري“ ابن مير مراد علي خان ٽالپور سنڌ جي حڪومت جو آخري فرمانروا هو. هي سنه ١٨٠٤ع جي حيدرآباد جي قلعي ۾ تولد ٿيو. ابتدائي تعليم لاءِ ڀرين هڪ ايراني عالم مقرر ٿيو ۽ آخر ۾ آخوند محمد بچل متيارن وارو ٿيو، جو پوءِ مير نصير خان جي عهد حڪومت ۾ آستاد مان ڦري وزير ٿيو. ١٨٤٣ع ۾ جڏهن چارلس نيپئر سنڌ تي غاصبانه قبضو ڪيو، تڏهن مير نصير خان

کي نظربند ڪري ڪلڪتي موڪليو، جتي سنہ ١٨٤٥ع ۾ وظائف پڙهندي، اوچتو بڪتہ ۾ مبتلا ٿي، ۽ گهڙي ساعت ڪان پوءِ سندس روح پرواز ڪري ويو.

## انتخاب

خلد مئون خلعت جا آئي جنهن جي تن جي واسطي سو پيو محتاج ٿيو ۽ اڄ ڪفن جي واسطي
مرتضيٰ آيو نجف کئون من موهن جي واسطي
مصطفيٰ کي ڪو سڏي ان جي دفن جي واسطي

## آخوند محمد بچل

آخوند محمد بچل ابن محمد صالح مٽيارن جو رهاڪو هو، پهرين مير نصير خان جو استاد ٿيو بعد ۾ مير نصير خان جي عهد حڪومت ۾ سندس وزير ٿيو. آخوند صاحب فارسي شعر ۾ انور تخلص ڪر آڻيندو هو ۽ سنڌي شعر ۾ بچل. آخوند صاحب سنہ ١٨٦١ع ۾ سندس ڳوٺ مٽيارن ۾ وفات ڪئي ۽ اتي ئي دفن ٿيو.

## انتخاب

جنهن جو قدر و منزلت قرآن ۾ قادر ڪيو ياد سورة يٰسين طاها ڪاف ها يا عين صاد
سي مڙئي مقبول حق عالي نسب والا نژاد انما و هل اتي جا محض مقصد ۽ مراد
لائق لولاڪ ناميا نور رب العالمين
وارث محراب و منبر قبلهٔ دنيا و دين

## مرزا بنده علي بيگ

مرزا بنده علي بيگ ابن مرزا محمد باقر بيگ مانجهند ۾ تولد ٿيو. هي اصل جارجيا نسل مان هو. حيدرآباد ۾ ڊي - سي صاحب جو موجوده بنگلو ٽالپوري عهد ۾ مرزا باقر جي اوطاق هئي. مرزا صاحب سنڌي شعر ۾ "بنده علي" تخلص ڪندو هو ۽ فارسي شعر ۾ "علي". انگريزن جي حڪومت ۾ مختيارڪار جي عهدي تي فائز هو. سنہ ١٨٦٩ع ۾ ٤٨ ورهين جي عمر ۾ پنهنجي ڳوٺ مانجهند ۾ وفات ڪيائين ۽ اتي ئي دفن ٿيو.

## انتخاب

جڏ ڪربلا ۾ آيو شہ ڪربلا حسين ڪيو جزم رزم عزم قضا يا رضا حسين
سجدي ۾ سر رکي ڪيو شڪر خدا حسين حڪم خدا ۾ ڪرب و بلا ڪيو بجا حسين
جهن سر کي پنهنجي سيني سان لاتو ٿي مصطفيٰ
تنهن سر جو تخت نيزو ۽ پٽ خاڪ ڪربلا

## آخوند محمد عالم

آخوند محمد عالم تخلص "عالم" ذات پنهور سنہ ۱۸۰۰ع جي خيرپور ۾ تولد ٿيو ۽ سنہ ۱۸۷۰ع ۾ وفات ڪيائين. هن ثابت علي شاه ۽ ميرزا مراد علي بيگ جي مرثين کان متاثر ٿيي، ميرزا مراد علي بيگ کي پنهنجو استاد ڪيائين. عالم مرثين ۾ گهڻو ڪري بندن جا بند، بين يعني ويتن ۾ چيا آهن. مرثين ۾ ربط ۽ تسلسل قائم هئڻ سان گڏ نهايت سليس ڪلام اٿس. عالم عتبات عاليات جي زيارتن کان بہ شرفياب ٿيل هو.

### انتخاب

اي مومنو مڙئي پڙهو هي واقعو بيداد جو   افسوس جو اندوه جو غم جو فغان فرياد جو
هي ظلم جو هي قهر جو قتل علي اولاد جو   مظلوم جو مسڪين جو دردِ دلِ ناشاد جو

آخر تہ دل جي جوش کئون منجهہ پهرين دفتر درد جي
هي هاه روئي هن طرح راوي روايت ٿو ڪري

## مسڪين ماڇي

مسڪين ماڇي جي ڪلام مان معلوم ٿو ٿئي تہ هي خيرپور جو رهاڪو ۽ آخوند محمد عالم اول جو همعصر شاعر هو، جنهن مان مرثيہ گوئي ۾ شاعرانہ چشمڪ ڪئي اٿس.

### انتخاب

جهن وقت ٿيو هو رڻ ۾ گهايل علي اڪبر   گهوڙي کي ڪئين اشارو خيمي طرف سگهو وڙ
صورت اٿهي مين توکي مرڻسي تہ تنهجي مادر   عابد ادي کي چئو ٿي تون روئي روئي هن پر

عابد خدا کي هرتين تنهجو خدا نگهبان
ڪوئن ڪهي ڪيو مون کي اي منهجا جاني ٻي جان

## بيدل فقير

قادر بخش تخلص "بيدل" روهڙيءَ جو رهاڪو هو. سنہ ۱۸۱۴ع ۾ سندس ولادت ٿي ۽ ۱۸۷۲ع ۾ وفات ڪيائين. سندس ڪلام فارسي، اردو، سرائڪي ۽ سنڌي ٻولين ۾ موجود آهي. بيدل يگانہ عالم ۽ شاعر ٿي گذريو آهي.

### انتخاب

ڪربلا ۾ آيو جڏهن ابن رسول   جانشين مولا جگر گوشہ بتول
ذره جي وادي ۾ ڪيو نرمل نزول
سوز سورن جو سهو سامان ٿيو

## فقير غلام حيدر شر

فقير غلام حيدر تخلص "غلام حيدر" ابن ميان قائم خان پنهنجي ڳوٺ مينگهو شر خيرپور ۾ ١٨٠٠ع ۾ تولد ٿيو ۽ سنه ١٨٦٩ع ۾ وفات ڪيائين. فقير غلام حيدر، سجل سرمست جي نائب، خاص نانڪ يوسف جي پالڪن سان مشهور هو. ڪجهه عرصو شڪارپور جو مختيارڪار هو، پر طبيعت فقيريءَ ڏي مائل هئس؛ تنهنڪري نوڪري ڇڏي، پنهنجي ڳوٺ ۾ اچي، فقير ٿي ويهي رهيو. سندس ڪلام فارسي، اردو، سنڌي ۽ سرائڪي زبانن ۾ آهي.

### انتخاب

شاتو ڪٿي شمشرون ڪاهي پيا ڪفران ۾ تڙ تڙن تي سپ هنيائون درد جي دوران ۾
سپ هٿيا بازي بهادر پسره جسي باران ۾
وير سپ وطنئون جدا ٿيا تنهنجي خاطر يا حسين

## مرزا فتح علي بيگ

ميرزا فتح علي بيگ تخلص "فتح" ابن ميرزا مراد علي بيگ "سائل" سنه ١٨٠٠ع جي خيرپور ۾ تولد ٿيو ۽ ١٣٠٠ھ-١٨٨٢ع ۾ حيدرآباد ۾ وفات ڪيائين. ميرزا صاحب جو ڪلام اردو ۽ سنڌي زبانن ۾ آهي. سندس ديوان ۾ مرثيه، سلام، قصيدا، منقبت، رباعيون موجود آهن. اردو ۾ سلام، نوحه، قصيدا ۽ نعتون پڻ آهن. ميرزا صاحب، هزهائينس مير حسن علي خان جو خاص مصاحب هو ۽ مرزا صاحب جي ئي عرض تي مير حسن علي خان جي شاعري جو آغاز ٿيو. سندس ڪلام ۾ رواني جو شان، زبان جي حلاوت، طرز بيان ۾ دلنشيني بڪثرت نظر اچي ٿي.

### انتخاب

دشت ڪربلا ۾ ڪر علي اڪبر جي لاش ٿي فرزند مرتضيٰ ڪسي پسر جسي تلاش ٿي
داغ جگر تي ناخن غم ڪان خراش ٿسي سنگ الم سان شيشه دل پاش پاش ٿسي
اڪبر جي غم ڪان ماءُ گهڻو دردمند ٿسي
گهر ۾ رنن پٽن جي صدا پسن بلند ٿسي

## مخدوم امين محمد سائين

حضرت مخدوم امين محمد سائين (ثالث) عرف "سائين ڀڪن ڌڻي" صديقي قريشي رحمة الله تعاليٰ عليه ابن حضرت مخدوم محمد زمان رابع رحمة الله عليه،

مخدوم امين سائين، جي ولادت ٢٦ آڪٽوبر سنه ١٨٣٨ع ۾ ٿي. پاڻ ١٥ سالن جو مس ٿيو ته سندس والد بزرگوار سنه ١٨٥٣ع ۾ وفات ڪئي. مخدوم امين محمد سائين جي ڪلام ۾ ڪافيون، بيت، لوڙائون، سي حرفي، مولود شريف، اردو غزل ۽ مرثيه موجود آهن. پاڻ جوانيءَ جي عالم ۾ تاريخ ٢٩ جون سنه ١٨٨٦ع ۾ وفات ڪيائين ۽ پنهنجي آبائي قبرستان ۾ دفن ٿيو.

## انتخاب

جڏ حسين ابن علي پيدا ڪيو پروردگار  حڪم ٿيو ان وقت جبرائيل کي از ڪردگار
ڏي مبارڪ مصطفيٰ کي وڃ مديني جي ديار  لوڏ آن پياري جو پينگهو نير نيڻين واهي نار
ٿي انجان نيهر" ليئن" هــي لال کي لولي ڏجاءِ
هيءُ حسينا هيءُ حسينا هيئن چئي ڪورنش ڪجاءِ

## سيد امام بخش شاه

سيد امام بخش شاه تخلص "قدوي" ابن سيد مشرف علي شاه رضوي ٽٽي جو رهاڪو هو ۽ نواب مير لطف علي تخلص "مست" جي خاندان مان هو. هي سيد غلام مرتضيٰ شاه "مرتضائي" جو شاگرد هو. قدوي سنه ١٨٩٠ع کان هڪ ٻه سال اڳ وفات ڪئي.

## انتخاب

عابد چيو ٿي رت روئي هر بار يا حسين  رڻ ۾ ڇڏيئر ڪس و بي يار يا حسين
اڄ درد ۾ گهيم تــون دلدار يا حسين
مون کي مڙي ڪيو بارن بيمار يا حسين

## حاجي محمد فضل "ماتم"

حاجي محمد فضل "ماتم" عباسي حيدرآبا. جو رهاڪو هو ۽ ابو ڏاڏي مير صاحبن جو ملازم هو. مياڻي واري لڙائي کان پوءِ هي ۽ مير صاحبن سان ڪلڪتي قيد ٿي ويو. مير صاحبن جي نوڪري ۾ رهي، شاعري ۽ طب کان متاثر ٿي، چڱو شاعر ۽ طبيب ٿيو. حياتيءَ جا آخري ڏينهن حيدرآباد جي ويجهو ٽنڊي ۾ وڃي رهيو، جتي سنه ١٨٩٤ع جي لنگ پڳ وفات ڪيائين.

## انتخاب

لازم اسان تي آهــي ليل و نهار گريو  آل نبي جي غم ۾ زار و نزار گريــو
حق ۾ ته مومنن جي بهتر ٿيو هي سڀ کان  زهرا جي لاڏلي لءِ بي اختيار گريــو

## مخدوم محمد سيوهاڻي

مخدوم محمد سيوهاڻي تخلص "محمد" ابن مخدوم محمد عارف صديقي مجذوب طبع، ۽ صاحبِ فضيلت هو. هن پنهنجي والد کان ئي سيوهڻ ۾ ديني تعليم حاصل ڪئي هئي. سيد ثابت علي شاه جي مرثين کان متاثر ٿي، مخدوم صاحب پنهنجي اوائل جواني ۾ مرثيه چيا، جي اڄ به سيوهڻ ۾ مخدوم محمد جي نالي سان مشهور آهن. مخدوم صاحب سنه ۱۸۹۸ع ۾ سيوهڻ ۾ وفات ڪئي.

### انتخاب

حسين ابن علي کي جڏ کٿون، نجو، ڪربلا ۾ هي. چڙهي سيني تي قاتل ڪيو سر، انور جدا هي هي
رکي ٿي پير موزن سان وڃائين از قفا هي هي
ڏسي چرخ مقرنس رت رنو هن غم سدا هي هي

## پير شاه نصيرالدين

پير شاه نصيرالدين ابن پير عبدالحي نقشبندي نوشهره فيروز (ضلع نوابشاه) جو وڏل هو. جهوڪ شريف جي بزرگن سان خاص عقيدت هئس. پير صاحب سنه ۱۹۰۰ع ۾ وفات ڪئي.

### انتخاب

لافتا جبرئيل چو جنهجي شجاعت شان ۾ انما آيت ٿي نازل جنهجي حــق فرمان ۾
سو حسين ابــنِ علي آيو هلي ميدان ۾ جنگ جي ميدان ۾ ۽ سـر ڏيڻ سامان ۾
ظلمتِ ڪربل ز حسنِ شاه شد روشن چو ماه
شد ختم اهــلِ حرم را روز مثل شب سياه

## ميرزا قاسم علي بيگ

ميرزا قاسم علي بيگ تخلص "قاسم" ابن ميرزا فتح علي بيگ "فتح" سنه ۱۸۳۵ع ۾ تولد ٿيو. عربي ۽ فارسي جي تعليم پنهنجي والد کان حاصل ڪيائين. علمِ طب ۾ به ماهر هو. ميرزا قاسم علي بيگ پنهنجي والد وانگر هزهائينس مير حسن علي خان جو خاص مصاحب هو. ميرزا قاسم علي بيگ شاعر ابن شاعر هو. سندس ڪلام اردو ۽ سنڌي زبانن ۾ آهي، جو مرثيه، سلام، غزل، نعت ۽ رباعي تي مشتمل آهي. سندس مرثيه ۽ سلام سوزين صنفن سخن تي حاوي آهن. ميرزا صاحب سنه ۱۹۰۴ع جي حيدرآباد ۾ وفات ڪئي.

## اِنتخاب

ڪاڄ ڪيو ڪرب و بلا ۾ جڏ قاسم نوشاهه وني گهر آئي ڪيو رخ گهوٽ سوني جنگاهه
آنگهڙي دلهن دولهه ڪسي بصد ناله و آهه سر تئون گهونگهٽ ڪٽي روئي چيو اي عالي جاهه

به ڪجا ميروي اي بسر زده دامان به نشين
دارم از دست تو صد چاڪ گريبان به نشين

## سيد غلام مرتضا شاهه

سيد غلام مرتضا شاهه تخلص ”مرتضائي“ ابن سيد روشن علي شاهه ”روشن“ لڪئي رضوي سادات خاندان مان هو. سيد روشن علي شاهه پڻ شاعر هو ۽ پيا به سندس بزرگ شاعر ٿي گذريا آهن، جنهن ڪري شاعري کيس ورثي ۾ ملي. مرتضائي سنڌي شاعري ۾ بلند پايه جو شاعر ٿي گذريو آهي. سنه ١٩٠٥ع ۾ لڪي ۾ وفات ڪيائين.

## اِنتخاب

شهه مديني مان لڏيو چئي اي عزيزان يا نصيب آهه ويا ڪوفي خدا آنجو نگهبان يا نصيب

مون قبوليو پنهنجي سر تي حڪم سبحان يا نصيب
هي اوهان بسرتا خدا ڪي اي رفيقان يا نصيب

## هزهائينس مير حسن علي خان

سرڪار رفعتمدار مير حسن علي خان ٽالپر تخلص ”حسن“ ابن سرڪار فيض آثار مير محمد نصير خان ٽالپر، (آخري تاجدار سنڌ) سنه ١٨٢٤ع جي حيدرآباد جي قلعي ۾ تولد ٿيو ۽ ١٨٤٣ع ۾ پنهنجي والد مير نصير خان سان گڏ ڪلڪتي نظربند ٿي ويو. جتان سنه ١٨٦٢ع ۾ پنهنجي وطن حيدرآباد واپس آيو ۽ سنه ١٩٠٧ع ۾ وفات ڪيائين، جنهن بعد سندس پائيجي هزهائينس مير حاجي نور محمد خان ٽالپر سندس لاش کي پنهنجي خرچ سان ڪربلا معليٰ ۾ دفن ڪرايو. زبان ۽ روزمره جي صفائي، لطيف تشبيهون ۽ استعارات سندس خصوصيتون آهن. اصليت هي آهي ته پاڻ مرثيه گوئي کي معراج ڪمال تي پهچايائين. مناظر قدرت ۽ محاڪات جي جيتري صحيح تصوير پاڻ ٺو ڏيکاري، ان جو مثال مشڪل سان ٻي ڪنهن شاعر جي ڪلام مان ملندو. مطلب ته جنهن به موضوع کي ڪٽي ٿو، تنهن کي انهي رنگ ڍنگ سان بيان ڪري ٿو.

## بارگاهه ايزدي ۾ دعا

يا رب نه آفتاب سخن کي زوال ٿي جنهن ۾ ذرو نه نقص هجي سو ڪمال ٿي
هر لفظ لفظ حسن ۾ يوسف جمال ٿي نفمي جسو طور طرح عديم المثال ٿسي

اهڙي نوا ڪريان چمن روزگار ۾
بلبل چوي ته آهي هي يڪتا هزار ۾

## تلوار جي تعريف

ناگاه رسي شاه جي تلوار صفن تي　　گردون کان ڪري تيغ شرر بار صفن تي
يڪبار رسي تيغ دوسر چار صفن تي　　منهن ويا ڦري نازل ٿيو ادبار صفن تي
آن تيغ جي ضربت کو جهلي سگهندو سپر تي
سر تي جي جهلئين تيغ وڃي آئي ڪمر تي

## رازق ڏنو وندير

فقير رازق ڏنو وندير راڻي پور پرسان هڪ ڳوٺ ۾ تولد ٿيو، جتي سنه ١٩٠٨ع ۾ وفات ڪيائين. سڄي عمر حضرت امام حسين عليه‌السلام جي غم ۾ ڪارو لباس پاتائين. سندس سمورو ڪلام اهلبيت اطهار جي مدح ۽ چيل آهي. سر ڪيڏاري مان هڪ بيت بطور انتخاب هيٺ ڏجي ٿو:

### انتخاب

حسن علي آيو ڪٿي حڪم جو حاسو
پيرين پيو امام ڪي خادم خلاصو
وڃي پيو ڪوفن ۾ مڙيو نه ماسو
"رازڏني" ڪي رڻ جو دليئون دلاسو
پنڌي هو پاسو وڃي شير شهيد ٿيو

## آغا نور محمد شاه

سيد آغا نور محمد شاه تخلص "نور محمد" ابن سيد آغا ولي محمد شاه ٽنڊي آغا حيدرآباد ۾ تولد ٿيو ۽ سنه ١٩١١ ع ۾ وفات ڪيائين. آغا صاحب مرحوم سيد آغا اسماعيل شاه ميرن جي مشهور وزير جو پڙپوٽو هو. سند ڪلام ۾ مرثيه، سلام ۽ ڪافيون آهن.

### انتخاب

آمد گلر مراد حسن تي خزان جي آه　موڪل حرم ڪئون قاسم غنچه دهان جي آه
منظور دل کي سير رياض جنان جي آه　هر طرف ڌوم خيمي ۾ آه و فغان جي آه
ٿي گهوٽ هاڻ ۽ وري رڻ ڏي روانو ٿيو
سهرو ٻڌائي سر تي ۽ سر ڪي ڏيڻ هليو

## حاجي محمد حداد

حاجي محمد حداد تخلص "حاجي" سنه ١٨٥١ع ۾ خيرپور ۾ تولد ٿيو ۽ سنه

١٩١١ع ۾ وفات ڪيائين. پاڻ نه رڳو مرثيه چوندو هو، بلڪ مجلس ۾ شرڪت ڪري، سوزخواني به ڪندو هو.

### انتخاب

آخر آت همشيرڪيو سرور ڪي کهوڙي تي سوار  پوءِ وراڻي واڳ کهوڙي جي هليو شه دلفگار
جڏ آيا خيمي ڪان ٻاهر دشت ۾ کهوڙو سوار  هلندي هلندي بيهي رهيو کهوڙو ٿـي آت بيقرار
شاه چو کهوڙي کي اي کهوڙا قـدم کڻ جلد تون
وقت فرصت جـو نه آ بيٺو آهين ڪنهن باعث ڪٿون

## ميرزا عباس علي بيگ

ميرزا عباس علي بيگ تخلص "عباس علي" ابن ميرزا بنده علي بيگ مانجهند ضلع دادو ۾ تولد ٿيو. انگريزي عهد ۾ مختيارڪار هو. سندس ڪلام فارسي، اردو ۽ سنڌي زبانن ۾ آهي. پاڻ سنه ١٩١١ع ۾ مانجهند ۾ وفات ڪيائين.

### انتخاب

جڏ حضرت حسين جي سر تـي وهي ترار  فرزنـد فاطمه جـو ڪٺو نيڪ نامـدار
لشڪر يزيد جـو ٿيو کهوڙي مٿي سوار  بيون ته هيٺ ڪلي سر نڪري ٿيون ٻهار
چادر ڪنهين جي سر تي نه هئي اڙدهام ۾
شهزاديـون اسير ٿيون اهـل شـام ۾

## حاجي پريل خان

حاجي محمد پريل تخلص "پريل" مڪسي اصل ڳوٺ ٻاڳناڙي ۽ بعد ۾ هالا نوان ضلع حيدرآباد سنڌ جو رهاڪو هو. حاجي پريل پنهنجي عمر جا پويان سال مخدوم امين محمد امين سجاده نشين درگاه حضرت غوث الحق مخدوم نوح هالا نوان جي خدمت ۾ گذاريا ۽ سنه ١٩١٠ع ۾ وفات ڪيائين.

### انتخاب

چاليهين ڏينهن آيا حـرم قـتلگاه ۾
تڏ آسمان زمين هئي ماتـم نـگاه ۾
ڪعبه ڪئي شڪل غرق لباس سياه ۾
ماتم ۾ ماه سج ٿي سڙيـو بـارگاه ۾
آل رسول آه ڪٿون منهن تـي نقاب هـو
قطرس ۽ جبرئيل جگـر دل ڪباب هـو

## ميرزا ٻڍل بيگ

ميرزا مراد علي بيگ عرف ٻڍل بيگ ”ٻڍل“ ابن ميرزا فتح علي بيگ ”فتح“ سنه (١٢٧٩هه — ١٨٦٢ع) ڌاري حيدرآباد ۾ تولد ٿيو. ابتدائي تعليم آخوند علي محمد جي مدرسي ۾ حاصل ڪيائين. ڪيس ننڍي هوندي کان ئي شاعري جو شوق هو. پنهنجي شفيق پاءُ ميرزا قاسم علي بيگ ”قاسم“ کي استاد ڪيائين، ان کان شعر ۾ اصلاح وٺندو هو. پاڻ هڪ بهترين خوشنويس به هو. ميرزا صاحب، حيدرآباد جي آخري هزهائينس الحاج مير نور محمد خان ٽالپر جو وزير هو. ١٩ سيپٽمبر ١٩١٦ع ۾ وفات ڪيائين. پهرين مير نصير خان جي حجري پرسان دفن ٿيو ۽ پڻ سالن کانپوءِ مير نور محمد خان سندس لاش ڪڍائي ڪربلا معلى ويو، جتي مير صاحب، مير حسن علي خان جي حجري پرسان پيو حجرو خريد ڪري دفن ڪرايائين. سندس ڪلام فارسي، اردو ۽ سنڌي زبانن ۾ مرثيه، سلام، قصيده، غزل ڪافي، ڏوهيڙا ۽ رباعي تي مشتمل آهي. فارسي ۽ اردو ڪلام ۾ ”ميرزا“ ۽ سنڌي ڪلام ۾ ”ٻڍل“ تخلص ڪم آڻيندو هو. سندس مرثيه ادبي ۽ فني لحاظ کان خاص مقام رکن ٿا. شاعري ڪيس ورثي ۾ مليل هئي. پاڻ هڪ ئي مضمون کي جيترا دفعا بيان ڪري ٿو، اوترائي دفعا نئون لطف حاصل ٿئي ٿو. صبح، تلوار، گهوڙي جي تعريف، ميدانِ جنگ، سراپا وغيره کي ڪيترن ئي هنڌن تي نئين نئين انداز سان بيان ڪيو اٿس.

**رجــز:**

وﷲ بهترينِ عرب هــو سندم پدر | روزِ ازل کان عاشقِ رب هو سندم پدر
عالي حسب بلند نسب هو سندم پدر | ايجادِ آسمان جو سبب هو سندم پدر

آهه حڪم مثلِ ڪعبه سندم احترام جـــو
فرزنـــد آهيان مشعرِ رڪن و مقام جـــو

**سراپا:**

رنگِ گلِ خورشيد جان رخسار ها تابان | تفسير هو خط ۽ مهرِ رخ مصحفِ ايمان
هو مهر تهرِ ابر و يا رحل تي قرآن | يا صفحهٔ سيمين تي رقم هو خطِ ريحان

خالق دلِ شب ۾ آهه ڏني جاءِ سحر کـــي
هن حسن سان ڪنهن آهه ڏٺو هالهِ ۾ قمر کي

## ميان محمد حسين خان

ميان محمد حسين خان تخلص ”عاجز“ ننڍي مير محمد حسن تعلقي روهڙي ۾ تولد ٿيو ۽ ١٩١٨ع ۾ وفات ڪيائين.

### انتخاب

ٻيبي بانو ٿي سر کي پٽي هيئن چيو — هــن جگر جلي کــي صبر پي نہ آه
چيئن درد منجهنون هيئن ٿي آه ڪيو
منهجي آه ســڙي کــي اثر پي نہ آه

## ميان محمد يوسف عرف ميو وڏل علوي

ميان محمد يوسف تخلص "حيدري"، ميان يعقوب علوي جو وڏو فرزند هو. سندس پيدائش ١٨٦١ع جي ڳوٺ سعيد پور ضلع حيدرآباد ۾ ٿي. ابتدائي تعليم پنهنجي والد کان حاصل ڪري ۽ علم طب کان واقف ٿي، پنهنجي وقت جو حاذق حڪيم ٿيو. ان سان گڏ، نڪته سنج، اديب ۽ بلند پائي جو شاعر ٿيو. شاعري ۾ "مرتضائي لٽوي" جو شاگرد هو. هن بہ مرثيا چيا، جي موجود آهن.

### انتخاب

هليو رڻ ڏي جڏ شہ سواري سنباهي — چيو ٻيبي بانــو روئــي رت وهائي
هلين مون کــي ساٿين نڪر اڄ رلائي
هي قسمت ڏکن جي چٽي آ لڪائــي

## ميان غلام محمد ڪمانگر

ميان غلام محمد تخلص "غلام" ابن حاجي محمد صادق، فقير جي پڙ پرمان گنج بخش جي پڙ حيدرآباد ۾ تولد ٿيو. پاڻ، ميرزا فتح علي بيگ ۽ مير حسن علي خان جي مرثين کان متاثر ٿي، مرثيہ گوئي ۾ ميرزا فتح علي بيگ جو شاگرد ٿيو ۽ سندس شاگرد وري ميان غلام‌محمد پونسالي، جيڪو ساٿس گڏ سوزخواني ۾ مرثيہ پڙهندو هو. پاڻ سنہ ١٩١٨ع جي حيدرآباد ۾ وفات ڪيائون.

### انتخاب

دربار ۾ زنــدان کان طلب ٿين ٿا قيدي — بيتاب ٿي هن ڏک کان گهڻو رئــن ٿا قيدي
ڳوڙهن سان رخ، گرد پريل ڏئن ٿا قيدي — پارن کي ڳرائيون وجهيو سڀ چون ٿا قيدي
فاقہ کان نہ پهڻ جي ڪا طاقت ٿي بدن ۾
دهشت کان لعينن جــي هو لرزو پيو تن ۾

## ميرزا دوست محمد بيگ

ميرزا دوست محمد بيگ تخلص "دوست" ابن ميرزا علي بخش بيگ سنہ (١٢٦٨هہ-١٨٥١ع)

۾ ڄاول ٿيو. ابتدائي تعليم آخوند علي محمد جي مدرسي مان حاصل ڪيائين. عربي ۽ فارسي ۾ ٻهرين ميرزا فتح علي بيگ جو شاگرد هو ۽ پوءِ مولانا ابوالحسن لکنوي جو شاگرد ٿيو. پاڻ سنه ١٩١٥ع ۾ مختيارڪار جي عهدي تان رٽائر ٿي، آخري عمر ۾ هزهائينس مير نورمحمد خان جو مصاحب ٿيو. سندس ڪلام فارسي، اردو ۽ سنڌي زبانن ۾ آهي. پاڻ سنه ١٩٢٠ع ۾ وفات ڪيائين. سندس همعصر شاعر ۽ دوست، مرتضائي، حيدري، گدا شاه ۽ ميرن جي ٽين وارو فدا هو. ساڻگي جو خاص مصاحب هو. هي سڀ هڪٻئي جي تتبع تي غزل چوندا هئا.

## انتخاب

گهوٽ ماءُ ٿي ڪني روئي زاري     سوٽ تنهجي آيا ماءُ ساري

سرڻ تنهجي ڪان ٿيم ڪهاءُ ڪاري

سيج سڄي تي وساڻان ٿي واري

## سيد محمد علي شاه

سيد محمد علي شاه تخلص "محمد علي" ابن سيد علي رضا شاه سنه ١٨٦٤ع جي خيرپور ۾ تولد ٿيو. هن به مرثيه گوئي تي طبع آزمائي ڪئي آهي. سندس ڪلام سنڌي ۽ اردو زبانن ۾ آهي. اردو شعر ۾ "حقير" تخلص ڪم آڻيندو هو. پاڻ سنه ١٩٢٤ع ۾ وفات ڪيائين. شاه صاحب بهترين نقاشي به ڪندو هو.

## انتخاب

جدّ شاه جي آغوش ۾ گهايل ٿيو اصغر     يعني حرق ناوڪ قاتل ٿيو اصغر

پاڪر ۾ طپان صورت بسمل ٿيو اصغر     بابي ڪي چڏي خلد ۾ داخل ٿيو اصغر

پاڻي نه مليو خون ۾ تر ٿي رهيو اصغر

تير آيو نه بابي جي سهر ٿي رهيو اصغر

## آخوند محمد عالم ثالي

آخوند محمد عالم تخلص "احقر" ابن محمد قاسم ٻنهور سنه ١٨٦٢ع جي خيرپور ۾ تولد ٿيو. هن به مرثيه، سلام ۽ نوحه چيا آهن. سنه ١٩٢١ع ۾ وفات ڪيائين.

## انتخاب

ڪربلا ۾ قتل ٿيو جدّ مصطفيٰ جو دلربا     ظالمن مقتول ڪيو شير خدا جو دلربا

قتل ٿيو تشنه دهن خيرالنساء جو دلربا     قوت بازوئي حسن المجتبا جو دلربا

قتل سيد ڪي ڪري بيداد گر دلشاد آه

بيوطن سيد مسافر ڪي ڪنئون فرياد آه

## مير عبدالحسين خان سانگي

هز هائينس مير عبدالحسين خان تخلص "سانگي" مير عباس علي خان "مومن" جو فرزند هو. سنه ۱۸۵۱ع جي ڪلڪتي ۾ ڄائو ۽ ۱۹۲۴ع ۾ حيدرآباد ۾ وفات ڪيائين. وصيت مطابق کيس پٽ شاه تي دفن ڪيو ويو. ابتدائي تعليم ميرزا حسن علي "وفا" کان ڪلڪتي ۾ حاصل ڪيائين. سنڌ ۾ عربي ۽ فارسي جي تعليم آخوند احمد سانوڻي مُلا هالائي کان حاصل ڪيائين. سنڌي شعر ۾ سانگي، فارسي ۽ اردو شعر ۾ تخلص عبدالحسين ڪيائين. پنهنجي دؤر جو سنڌ ۾ باڪمال شاعر هو. واقعي هي سنڌي غزلن ۾ پنهنجي همعصر مڙني شاعرن کان، گوءِ کڻي ويو

### انتخاب

جڏ اشهب گردون تي چڙهيو خسرو خاور آراسته ٿيو روم جو ۽ شام جو لشڪر
هو فوج سفر سوچ جو انبوه برابر هر هر ٿي ڪيو حڪم عمر سعد بد اختر

هشيار رهن بندش، افواج کان سردار
تا ٿي نه ڪوعربن جي اکيان عيب نمودار

## سيد زمان شاه

سيد زمان شاه تخلص "ساقي" ابن سيد محمد ميرزا شاه، رضوي خاندان، سنه ۱۸۹۰ع جي لڳ ڀڳ تولد ٿيو. سندس مڙني بزرگ شاعر هئا. پاڻ پنهنجي خاندان جو آخري شاعر هو. سندس ڪلام اردو، فارسي ۽ سنڌي زبانن ۾ آهي. پاڻ عين جواني ۾ سنه ۱۹۲۶ع جي لڳ ڀڳ وفات ڪيائين

### انتخاب

مومنو مون کان ٻڌو هي ماجرا مختصر احوال ذڪر ڪربلا
جڏ ڪٺا شبير جا سڀ اقربا ڪونه ڪو همراه رهيو غير از خدا

باقي هو بيمار عابد ناتوان
۽ ٻيو معصوم اصغر بي زبان

## مير مهر نجف

مير مهر نجف خان تخلص "غريب" ابن هزهائينس مير امام بخش خان ٽالپر ٽنڊي علي آباد تعلقه روهڙي ۾ تولد ٿيو. سندس فارسي ۽ سنڌي ڪلام موجود آهي، جن ۾ ڪيترا ئي سلام ۽ مرثيه آهن. سنه ۱۹۲۸ع ۾ وفات ڪيائين.

### اِنتخاب

خيرالنسا جي باغ تي آمد خزان جي آه  رحلت جهان کئون قبلہ ڪون و مڪان جي آه
اَج کئون جين تي جان شہ اِنس و جان جي آه  طاقت سخن جي ناهي هي حالت زبان جي آه

چا چا هي رنج راحت جانہ رسول کسي
ويڙهيو آه فوج ظلم جي ابنہ بتول کي

## ميان خدا بخش

ميان خدا بخش تخلص "ڪمتر" ابن حاجي محمد حداد سنہ ١٨٨٩ع ۾ پنهنجي ڳوٺ واند خيرپور ۾ تولد ٿيو. پاڻ سرڪاري نوادرات جي توشڪي عهدي تي فائز هو. سندس ڪيترائي سلام ۽ مرثيہ چيل آهن. سنہ ١٩٢٩ع ۾ وفات ڪيائين.

### اِنتخاب

جڏ شہ مغموم جا انصار ياور ٿيا فدا  زينبہ مغموم جا سرور تئون دلبر ٿيا فدا
عون و عبدالله ۽ عباس و جعفر ٿيا فدا  سيدہ مظلوم تئون قاسم ۽ اڪبر ٿيا فدا

ويا چڏي ميدان ۾ تنها شہ دلگير کي
باقي دم ڪي آخري پينگهي ۾ ها ٻي شير کي

## ميرزا قليچ بيگ

شمس‌العلماء ميرزا قليچ بيگ "قليچ" ابن مرزا فريدون بيگ سنہ (١٢٧٠هہ–١٨٥٣ع) جي حيدرآباد ۾ تولد ٿيو. شروع ۾ آخوند محمد شفيع وٽ پڙهيو. عربي ۽ فارسي تعليم قاضي احمد کان حاصل ڪيائين. سنہ ١٩٠٩ع ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر جي عهدي تان رٽائر ٿيو. هن سنڌ جي مشهور و معروف عالم، فاضل، شاعر ۽ اديب، جيڪا سنڌي ادب جي جانفشاني سان خدمت ڪئي آهي، سا رهندي دنيا تائين سندس يادگار آهي. شاعري جي اهم خصوصيت اها آهي تہ پاڻ سنڌي ادب کي نهايت پاڪيزه خيالات سان لبريز ڪيو اٿس. سندس ڪلام فارسي، اردو، سنڌي ۽ سرائڪي زبانن ۾ تمام اصنافہ سخن تي مشتمل آهي. مرزا صاحب مرحوم سنہ ١٩٢٩ع ۾ وفات ڪئي ۽ حيدرآباد ۾ ٽنڊي ٺوڙهي واري قبرستان ۾ سندس مدفن آهي.

### اِنتخاب

ٿيو اڳين تائين جڏهن قتل سپاهہ شبير  ڪونہ اصغر ري رهيو نور نگاهہ شبير
هو فقط روح علي پشت و پناهہ شبير  حق کي جائين ٿي تہ تون رهج گواهہ شبير

سر وڍائي ٿو وڃي ٿيان آءٌ شريڪ شهدا
اڄ ڏلي منهجا امانت ٿو ڪريان تنهجي ادا

## ميان غلام محمد يونسائي

ميان غلام محمد يونسائي تخلص "محزون" ابن محمد پچل سومرو سنه ١٨٨٥ع جي حيدرآباد ۾ تولد ٿيو ۽ تاريخ ٣٠ جنوري ١٩٣١ع جي قدم گاه حيدرآباد ۾ وفات ڪيائين. هن جو ڏاڏو محمد يونس خان, سنڌ جي آخري تاجدار مير نصير خان جو مهرو هو. تعليم ختم ڪرڻ کان پوءِ ڪئريج انسپيڪٽر ٿيو ۽ بعد ۾ پوليس کاتي ۾ هيڊڪنسٽيبل ٿي، آخر ۾ سب انسپيڪٽر ٿيو. پاڻ انجمن اماميه حيدرآباد جو سيڪريٽري به ٿي رهيو.

### انتخاب

سواري شاهه سرور سر جدا جي — سواري ٿي مجاور مصطفا جي
سواري دل جگر خيرالوريٰ جي — سواري خامس آل عبا جي
سواري بادشاه ڪربلا جي
سواري تاجدار انما جي

## ميرزا قربان علي بيگ

ميرزا قربان علي بيگ تخلص "قربان" ابن ميرزا قاسم علي بيگ "قاسم" سنه ١٢٩٦هه (سنه ١٨٧٨ع) جي حيدرآباد ۾ تولد ٿيو. آخوند علي محمد جي مدرسي مان عربي ۽ فارسي جي تعليم حاصل ڪري، ديني تعليم لاءِ مولانا ابوالحسن لکنوي جو شاگرد ٿيو. ڪجهه عرصو هزهائينس الحاج مير نور محمد خان جو مير منشي ٿي ونس مختياڪار جي عهدي تي فائز رهيو. مير صاحب مرحوم سان ايران ۽ عراق جي سير و سياحت ڪيائين. پاڻ عربي ۽ فارسي زبانن کان بخوبي واقف هو. ميرزا صاحب هڪ بهترين خطاط ۽ ست خط لکي ڄاڻندو هو. سندس علم و ادب ۽ شعر و شاعري ڏانهن فطري رجحان هو. پاڻ نهايت بهترين مقرر ۽ سوزخوان به هو. سندس تقرير جي طرز نهايت موثر ۽ دلڪش هئي. پاڻ ١٩٣٢ع ۾ وفات ڪيائين.

### انتخاب

هم صورت محبوب خدا هو علي اڪبر — شوڪت ۾ شهه عقده ڪشا هو علي اڪبر
شبير جي پيري جي عصا هو علي اڪبر — ۽ بانو جي اکين جي ضيا هو علي اڪبر
جلوه رخ پرنور تي هو نور نبي جو
روشن هو گهر هن ماه کان زهرا و علي جو

## ميرزا غلام رسول بيگ

ميرزا غلام رسول بيگ تخلص "مقبل" ابن ميرزا فتح علي بيگ "فتح" سنه ١٨٥٣ع ڌاري حيدرآباد ۾ تولد ٿيو. شاعر ابن شاعر هئڻ سبب کيس ننڍي هوندي کان شاعري جو شوق هو. ابتدائي تعليم پنهنجي والد ميرزا فتح علي بيگ کان حاصل ڪيائين. هزهائينس مير حسن علي خان وٽ مير منشي جي عهدي تي فائز رهيو. ان حي وفات کان پوء الحاج مير نورمحمد خان وٽ مصاحب ٿي رهيو. پاڻ نهايت دلگداز سوز ۽ مرثيه خواني ڪندو هو ۽ پنهنجي وقت جو بهترين مرثيه خوان ٿي گذريو آهي. پاڻ علم طب کان بخوبي واقف هو ۽ سنه ١٩٢٤ع ۾ وفات ڪيائين.

### انتخاب

جڏ ڪربلا ۾ شاه کان اڪبر جدا ٿيو واحسر تا شبيهه پيمبر جدا ٿيو
نسور نگاه دلبر حيدر جدا ٿيو آرام جان سيد مضطر جدا ٿيو
روئي ٿسي چو حسين قلق بي حساب ٿيو
طاقت نه صبر جي نه تحمل جو تاب ٿيو

## سيد روشن علي شاه

سيد روشن علي شاه تخلص "روشن" ابن سيد قطب علي شاه سنه ١٨٦٧ع جي حيدرآباد ۾ تولد ٿيو. پاڻ نهايت نرم مزاج، فقير سيرت ۽ با اخلاق سيد هو. سندس شعر و شاعري سان گهڻي دلچسپي هئي. سندس ڪلام ۾ مرثيه، سلام، منقبت، غزل ۽ ڪافيون وغيره آهن. شاه صاحب مرحوم سنه ١٩٣٥ع ۾ وفات ڪئي.

### انتخاب

ٿيو رڻ ۾ جڏ قتل شاه هدا ۽ غارت ڪيا خيمه اهل جفا
پڌايائون نه بيبين جي سر تي ردا
نه ڪردند خوف ز قهر خدا

## محمد اسماعيل

ميان محمد اسماعيل تخلص "اسماعيل" ابن سائين رکيو چانڊيو بلوچ سنه ١٨٨٧ع جي حيدرآباد ۾ تولد ٿيو ۽ ١٩٣٩ع جي پنهنجي ڳوٺ ٽنڊو ولي محمد ۾ وفات ڪيائين. ڀيريائين خانبهادر غلام محمد خان پرڳڙي وٽ ملازم هو ۽ پوء انجمن اماميه حيدرآباد سنڌ جو جائنٽ سيڪريٽري ٿيو. هي شاعر هو ۽ ڪڏهن پنهنجي پٽ ميان غلام حسين سان، ته ڪڏهن جمعي نانڪ سان مجلس عزا ۾ مرثيه خواني به ڪندو هو.

## انتخاب

ڄڃ حيدرِ ڪرار جو فرزند ٿيو تيار    ميدانِ ڪربلا ۾ ڪرڻ لئي ٿيو تيار
قاسم ٻيو ٿيو تيار ۽ عابد به ٿيو تيار
پيو ڪڙم پنهنجو سارو ۽ سڀ گهر ٿيو تيار

## مخدوم غلام رسول

ميان علي احمد عرف ميان غلام رسول ابن ميان غلام نبي عرف ميان ٻني لڏو مرحوم قريشي صديقي سنه ١٨٨٦ع ڌاري ڳوٺ هالا نوان ۾ تولد ٿيو. پاڻ عربي، فارسي، اردو ۽ سنڌي زبانن کان بخوبي واقف هو. هي بزرگ نهايت بلند اخلاق ۽ غريب نواز مرد مومن هو. سندس شاعري سان گهڻو لاڙو هو. سنڌي جو سٺو شاعر ٿي گذريو آهي. سندس گهڻو ئي غير مطبوعه ڪلام موجود آهي. شعر ۾ احمد علي تخلص ڪم آڻيندو هو. مرحوم سنه ١٩٤١ع ڌاري پنهنجي ڳوٺ ۾ وفات ڪئي ۽ وصيت مطابق سندس لاش ڪربلا معليٰ ۾ دفن ٿيل آهي.

## انتخاب

يارو پڙهو ته خالقِ اڪبر جي واسطي    انصاف سان جواب ڏيو حيدر جي واسطي
جا بوسه گاه ٿي هئي پيمبر جي واسطي
يا ظالمن جي ٻڌرشِ خنجر جي واسطي

## ناصر علي خواجه

ناصر علي تخلص "ناصر" ابن حسيني اثنا عشري خواجه ڪارا در ڪراچي ۾ تولد ٿيو. هي هڪ دفعو ڪربلا معليٰ جي زيارت به ڪري آيو، جنهن ڪانپوءِ مرثين چوڻ جو شوق ٿيس. هن پنهنجو ڪلام، مرثيه، سلام، نوحه وغيره پنجن جلدن ۾ ڇپائي شايع ڪرايا. پاڻ ١٩ مارچ سنه ١٩٤٣ع ڌاري ڪراچي ۾ وفات ڪيائين.

## انتخاب

آلِ اطهار ڪئي شام جي بازار ڪئي    دلِ غمخوار ڪئي ڪوفه جي بازار ڪئي
ظلمِ ڪفار ڪئي عابدِ ناچار ڪئي    طوق جو بار ڪئي گردنِ بيمار ڪئي
هي دلِ زار ڪئي شمر دل آزار ڪئي

## جعفر علي خواجه

جعفر علي تخلص "جعفر" ابن بخش علي اثنا عشري خواجه ڪارا در ڪراچي ۾

چاڙهو هو. ڪيس مرثيہ گوئي ۽ سوز خواني جو شوق هو. هن پنهنجا ڪجهہ مرثيہ بہ شايع ڪرايا. ۹ جنوري ۱۹۴۴ع ۾ وفات ڪيائين.

## انتخاب

اوڻهين رات جڏهن ٿي ماهِ صيام جي ‏ ‏ گذريو اوڏينهن نماز پڙهي شہ ٿي شام جي
پوري هئي ٿي حيات شہِ خاص و عام جي ‏ ‏ آها رات عجيب حال سان گذري امام جي
هر عضوو عضوو شاهِ دوعالم جو سرد هو
چهري جو رنگ خوفِ اللهي کان زرد هو

## مخدوم غلام محمد

مخدوم غلام محمد تخلص "مخموم" ابن مخدوم ظهيرالدين عرف پريل چام سجاده نشين حضرت غوث‌الحق مخدوم نوح ڳوٺ هالا نوان ۾ ۱۸۸٦ع ۾ تولد ٿيو. هي بزرگ تارڪ‌الدنيا، درويش، سخي، مرد مومن، ملائڪ صفت انسان ٿي گذريو آهي. پاڻ عربي، فارسي، انگريزي، اردو ۽ سنڌي زبانن کان بخوبي واقف هو. شاعري سندس آبائو ورثو هو. سندس ڪلام مرثيہ، سي حرفي، فارسي، سنڌي غزل ۽ ڪافين تي مشتمل آهن. پاڻ پنهنجو ڪلام ساده ۽ سليس زبان ۾ روزمره جي چاشني ڏئي پيش ڪري ٿو. مخدوم مرحوم سنہ ۱۹۴۴ع ۾ وفات ڪئي ۽ پنهنجي آبائي قبرستان ۾ دفن ٿيل آهي.

## انتخاب

هئي جنهجو آچ کان مري شيرخوار هئ هئ هئ ‏ ‏ ڇا ان جي دل ۾ ٿئي انتظار هئ هئ هئ
نہ ڪنهن جو شال مري نيڏو پار هئ هئ هئ ‏ ‏ جيئن ماريو اصغر سان تير بار هئ هئ هئ
پڙو اي يارو اوهين هي بيان غم اندوز
جو هن بيان کان ملڪ اشڪبار هئ هئ هئ

## محمد بخش واصف

مياڻ محمد بخش "واصف" ابن محمد عثمان لوهر سنہ ۱۸۹۲ع جي ڳوٺ راشي جتوئي (حيدرآباد) ۾ تولد ٿيو. پاڻ هڪ بلند پايہ شاعر هئڻ سان گڏ هڪ بهترين نثرنگار بہ هو. مرحوم مرثيہ پڻ چيا آهن. واصف، سنہ ۱۹۵۲ع ۾ وفات ڪئي.

## انتخاب

ڇا ڪربلا جي ڪنهن کان ٿئي ماجرا بيان ‏ ‏ ڪسندا وڃن ٿا لاڏلا هڪ ٻي جي بس پٺيان
ماتم نہ پورو آهي ٿيو پاڪ سنڌو اهان ‏ ‏ سر ٿو وڃائي رڻ علي اڪبر ٻسو نوجوان

محشر اڳي ٿي آهي هيو محشر ٿـو ٿي بيا
هڪ جي قضا ٿي ٻوري ته ٻي جي رسي قضا

## ميرزا امام علي بيگ

ميرزا امام علي بيگ تخلص "امام علي" ابن ميرزا قاسم علي بيگ سنه ١٨٨١ع جي حيدرآباد ۾ تولد ٿيو. ابتدائي تعليم آخوند علي محمد جي مدرسي مان حاصل ڪري، وڌيڪ تعليم پنهنجي والد کان حاصل ڪيائين. مولانا ابوالحسن لکنوي کان ديني تعليم بہ حاصل ڪيائين. شاعري کيس ورثي ۾ مليل هئي. پاڻ پنهنجو ڪلام پنهنجي شفيق ڀاءُ ميرزا قربان علي بيگ کان اصلاح ڪرائيندو هو ۽ مشوري سخن بہ وٺندو هو.
هزهائينس الحاج مير نورمحمد خان جي توسل سان ٻہ دفعہ عراق ۽ ايران جون زيارتون ڪيائين. شاعري سان گڏ خوشنويسي، نقاشي ۽ زردوزي قدرت کيس حصي ۾ عطا ڪئي هئي. سيد محمد علي اصغر شاه راشدي کيس "نقاش صانع ازل" جي لقب سان سڏيندو هو. سوزخواني ۾ اعليٰ درجو حاصل ڪيائين. مرحوم سنہ ١٩٥٥ع ۾ وفات ڪئي.

### انتخاب

جـــڏ گـل چراغ مرقدِ خيرالنسا ٿيو ۔۔۔ ٻي حال درد و غم کان شهہ لافتا ٿيو
قرط الم کان شق جـگر مصطفا ٿيو ۔۔۔ غمگيـن مـــزار ۾ حسنِ مجتبا ٿيو

جنبش ٿي آسمان کي ڏڪي وئي سڄي زمين
زهرا جي آه کان ٿي رُنا عرش جا مڪين

## سيد غلام حيدر شاه

سيد غلام حيدر شاه تخلص "ڪوثري" ابن سيد محمد شاه نقوي سنه ١٨٩٨ع جي لڳي ۾ تولد ٿيو ۽ سنہ ١٩٥٧ع ۾ خيرپور مان موٽندي، خيرپور ۽ روهڙيءَ جي وچ تي ٽرين ۾ وفات ڪيائين. شاه صاحب سنہ ١٩٣٢ع ۾ لڳي مان "الهدايت" اخبار جاري ڪئي، جنهنجو نالو سنہ ١٩٤٠ع ۾ ڦيرائي "الاسلام" رکيائين. سنہ ١٩٤٨ع ۾ ٻيو دفعہ نالو ڦيرائي "الحيدر" نالي اخبار جاري ڪيائين. سندس ڪلام نهايت پڪو پختو، فارسي، اردو ۽ سنڌي زبانن ۾ آهي.

### انتخاب

آهي ڪنهن مظلوم جو دنيا ۾ جهلم دلفگار ۔۔۔ ڪربلا ۾ ڪنهن جو تن ٿيو خاڪ تي هو آشڪار
ڪنهن جي لئي مغموم ٿي ملڪن رنو ٿي زارزار ۔۔۔ خون جا قطرا فلڪ تان ڪنهن جي لئي ٿيا اشڪبار

هار ڏس حورن چئي ماتـــم ڪيو ڪنهن جو يا
ڪنهن جي لئي فردوس ۾ گريو ٿي ڪيو خيرالنسا

## ميرزا علي بخش بيگ

ميرزا علي بخش بيگ تخلص "ڪوثر" ابن ميرزا دوست محمد بيگ سنہ ١٩١١ع جي حيدرآباد ۾ تـولد ٿيو. ١٩٣٣ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪري، سرڪاري مـلازم ٿيو. پاڻ صحت کاتي ۾ ايڊمنسٽريٽر آفيسر هو تہ ١٩٦٠ع جي جواني جي عالم ۾ انتقال ڪيائين. شاعري کيس ورثي ۾ ملي. ميرزا قربان علي بيگ ۽ ميرزا مـدد علي بيگ "مدد" سندس اُستاد هئا. سندس ڪلام اردو، فارسي ۽ سنڌي زبانن ۾ آهي.

### انتخاب

خلاّق ازل خلق ڪيو جڏ رنج و بلا کي سختيون ڏنئين سڀ سهنج سان خاصانِ خدا کي
ڏک درد مليا سڀ کان گهڻا آلِ عبا کي محضر مليو مقتل جـسو امامِ شهدا کـسي
آغـاز مصائب جـسو ٿيو ختم نبي تي
ٿيو خاتمہ بالخير حسين ابنِ علي تي

## ميرزا گل حسن بيگ

ميرزا گل حسن بيگ تخلص "احسن ڪربلائي" ابن ميرزا دوست محمد بيگ سنہ ١٨٩٧ع جي ٽنڊي آغا حيدرآباد ۾ تولد ٿيو. سنہ ١٩٥٣ع ۾ ميونسپل آڪٽراءِ انسپيڪٽر ٿي، رٽائر ٿيو. کيس علم و ادب ۽ شعر و شاعري سان فطري ذوق شوق هـو. پاڻ سنڌي ادب جو عالم فاضل ٿي گذريو آهي. سندس فارسي، اردو ۽ سنڌي زبانن ۾ ڪلام آهي، جو نهايت دلپسند ۽ موثر آهي. ميرزا صاحب مرحوم سنہ ١٩٦١ع ۾ وفات ڪئي.

### انتخاب

رمضان جي مهيني ۾ مـــولا ٿيو شهيد يعني ولــيءِ خالـــقِ يڪتا ٿيو شهيد
وارث وصـــيءِ مصطفا حقا ٿـيو شهيد سلطانِ دين و حاڪم عقبيٰ ٿيو شهيد
زخمي خدا جـــي گهر ۾ ٿيو حيدر نماز ۾
۽ جسم سارو خـــون ۾ هـــو تـر نماز ۾

## عبدالعلي خواجہ

مولانا عبدالعلي، تخلص "عبدالعلي" ابن ڪرم علي خواجہ، جهرڪن تعلقہ ٺٽہ ۾ سنہ ١٩٠١ع ۾ تولـد ٿيو. سيد ثابت علي شاہ جا مرثيہ پڙهندي کيس مـرثيہ چـوڻ جو

شوق ٿيو، سندس ڪلام ۾ مرثيه، سلام ۽ مناجاتون آهن. پاڻ ١٩٦٦ع ۾ وفات ڪيائين.

## انتخاب

هن طرح راوي لکن ٿا جڏ حسين ابن علي — هڪڙو تن باقي بچو ميدان ۾ ويا سڀ ڪسي
تڏ چيئن خيمي ۾ سڀني کي وداع آخري — ٿي سوار ذوالجناح مولا ڪسڻ لئي؛ ويو هلي

جائين اي گهوڙا بدن منهجو ته تيرن چُور ڪيو
آهستي مون کي وٺي هل ناهي طاقت ڪا ذرو

## ميرزا علي نواز بيگ

ميرزا علي نواز بيگ تخلص "خسروي" ابن ميرزا محمد رحيم بيگ سنه ١٨٤٣ع جي حيدرآباد ۾ تولد ٿيو. برٽش عهد ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر جي عهدي تان رٽائر ٿيو. نثر ۽ نظم ۾ ڪيترا ئي ڪتاب لکيا اٿس. پاڻ سپاهه جو مالڪ، اڪيلائي پسند ۽ ملائڪ صفت انسان هو. سندس ڪلام ۾ مناجاتون، نعتون، منقبت، قصيدا مرثيه، سلام، نوحه، وغيره آهن. هن نيڪ صفت انسان هن دار فاني مان سنه ١٩٤٢ع ۾ لاڏاڻو ڪيو.

## انتخاب

يا رب نه جدا ٿي ڪو پسر پنهجي پدر کان — اهڙي ولي دولت نه وڃي موت ڪنهن گهر مان
سڀڪا خوشي ويندي رهي ٿي مرگ پسر کان — هي داغ مرڻ بعد نه مٽجي ٿو جگر تان

هن غم ۾ صبر ڪين اچي ڪنهن به ولي کي
ها سبط پيمبر يا حسين ابن علي کي

## ميرزا علي محمد بيگ

ميرزا علي محمد بيگ المتخلص به "مظفر" ابن ميرزا قربان علي بيگ ٢ مئي ١٨٩٨ع جي ٽنڊو آغا حيدرآباد ۾ تولد ٿيو. ميرزا صاحب کي ننڍي هوندي کان ئي شعر و شاعري جو شوق هو. پنهنجي آبا و اجداد جي نقش قدم تي هلندي، پاڻ پنهنجي والد جي زير سايه شعر و شاعري شروع ڪيائين. شعر و شاعري سان گڏ مجلس عزا ۾ سوزخواني ۽ نوحه خواني پڻ ڪندو هو. مرحوم تاريخ ڇهين جنوري ١٩٨١ع جي وفات ڪئي.

## انتخاب

پروانهءِ شمع رخ شبير آهي عباس — هو نور جو قرآن ٿيو تفسير آهي عباس
سر تا به قدم نور جي تصوير آهي عباس — حيدر جي طرح مالڪ شمشير آهي عباس

سڪو آه شجاعت جو دلہ اهلہ جهان تي
ڪلمہ جي طرح نام آهي تيغن جي زبان تي

---

اسين هاڻي انهن مرثيہ گو شاعرن جي ڪلام جو انتخاب ڏيون ٿا، جيڪو سيد روشن علي شاه رضوي جي لکيل بياض (سنہ ۱۲۹۵هہ-۱۸۷۸ع) تان ورتل آهي، جن جو ڪوشش جي باوجود بہ احوال نہ ملي سگهيو آهي؛ تنهنڪري فقط انتخاب تي اڪتفا ڪجي ٿي.

## انتخاب مرثيہ علي درويش

قاسم ابن حسن شادي جو رڻ سامان ڪيو  سهرو سر تي هٿ حنا تقدير سڀ تالان ڪيو
سير لائي ميندي مرڻي هاء سر قربان ڪيو  هن وهوڙي ياه ڏاڍو ڏک جو ڏس طوفان ڪيو

مير جي ميندي بہ مانثل سرخ سڀ سرآب ٿيو
پر نہ هي ميندي بلڪ هي چشمہ خون ناب ٿيو

## انتخاب مرثيہ محمد هاشم

جڏ علي اصغر ڪي ڪنل ڏلو ماءُ  ويتر جسي بہ جڳکي درد ڏکيو ماءُ
پٽ ڪري پٽ تي پئي روئي جو ماءُ
لوڏي پينگهو سان ڏيان ڪنهن ڪي لولي

## انتخاب مرثيہ گل محمد

اي ڪبوتر ڪربلا جي ڪر خبر  ڪيترا ڏينهن ٿيا ابي ڪي منجهہ سفر
آءٌ آبي لئي ڪي ڪربان رويو حشر  ۽ آبي منهنجي لڏي ڪانهي خبر

اي پکي ڪو ڪر ابي جو مون سين حال
تاڪ جيئرو آهي يا ڪيائين وصال

## انتخاب مرثيہ عاصي

هائي حضرت واويلا  هائي حسرت واويلا
واويلا صد واويلا

عاصي تنهجو مرثيہ خوان  آهي دائم نالہ ڪنان
تنهجي قيدن تان قربان  هائي حسرت واويلا

### انتخاب مرثيہ مير فضل حسين "غريب"

روئـــي سرور کـي چيو باہو مضطر   پاڻيءَ بنان ٿو مري منهنجو اصغر
سيدا بهر ساقـــيءِ ڪوثر
منهجي اصغر کي پاڻي پياريو

سنڌي مرثيہ گوئي کانسواءِ سنڌ جي ڪن شاعرن ہہ فارسي ۽ (هندي) اردو مرثيہ گوئي ۾ طبع آزمائي ڪئي آهي، جن جو تفصيل هن ريت آهي ۽ جي گهڻو ڪري سپ لٽي جا شاعر آهن.

### سنڌ جا فارسي مرثيہ گو شاعر

باقر، عطا، خواجو، حيدر، محسن، عزلت، سوسن، تسليم، رضيع، خليلائي، طاهر، ثابت ڪربلائي، محمد عالم (مقطوع اليدين)، نسيم، صالح، غلام، مومن، صابر، مداح، ميان سرفراز خان، قانع، اشرف، فائز، سليم، موالي، غني، شفيع، عظيم، مائل، مير، حيدري، حسن، مخلص، ڪمتر.

### سنڌ جا اردو مرثيہ گو شاعر

ولي، تسليم، اظهر، مسڪين، عزلت، صابر، عزت الله، مرزا فاضل، سائل، عظيم، حيدر، ديواني، فتح، حقير، امير، قاسم.

---

# حيات

# سنڌي مرثيہ گو شعراء

### مخدوم محمد زمان طالب المولي

جناب مخدوم محمد زمان، المتخلص بہ "طالب المولي" ابن مخدوم غلام محمد مرحوم، حضرت غوث الحق ،مخدوم نوح سرور جي پنڊرين، سجاده نشين جا فرزند آهن. سندن ولادت ۶ آڪٽوبر ۱۹۱۹ع جي آچر ڏينهن هالا نوان ۾ ٿي. طالب المولي جن پهرين قرآن جي تعليم حاصل ڪري، پوءِ فارسي جي تعليم ورتائون. زياده تر سندن تعليم ۽ تربيت سندن والد ،مخدوم غلام محمد مرحوم جن جي خدمت ۾ ٿي.

پاڻ پنهنجي پدر بزرگوار جي وفات کان پوءِ ۱۹۴۵ع جي شروع ۾ حضرت نوح سرور جي سلسلي جا سورنهان (۱٦) سجاده نشين ٿيا. شاعري ۽ راڳ سان ننڍي هوندي کان ئي سندن ذوق شوق آهي. شاعري ته ڪين ورثي ۾ مليل آهي. پهرين ٻيوس، پوءِ فراقي، زمان شاهه ۽ پوءِ طالب‌المولى تخلص ڪيائون. ۱۹۴۹ع کان طالب المولى تخلص اختيار ڪيائون. پاڻ شعر و شاعري ۽ سنڌي ادب ۾ جو مقام حاصل ڪيو اٿن، تنهن کي قوم وساري نه ٿي سگهي. سندن ڪلام ۾ زبان جي سلاست ۽ رواني سان گڏ بيان جي رنگيني ۽ شيريني به آهي. پاڻ سنڌي ۾ هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي اٿن. سندن علمي ۽ ادبي خدمتن جو قدر ڪندي، پاڪستان سرڪار کين ”تمغهٔ پاڪستان“ جو اعزاز ڏنو.

## انتخاب مرثيه

ڏي خبر هي مونکي اچ اي سرزمينِ ڪربلا ظلم ڪهڙي طرح ڪيا آلِ نبي تي اشقيا
ڪيئن ٿيا ٿي حق پرستن تي فقط جور و جفا ڪهڙي تڪليفن اندر هو لشڪرِ شاهِ هدا
ڪهڙي حالت ۾ ڏٺئي هن فوج جا اعدائي دين
ڪهڙي رمزن ۾ پلا هو صاحبِ دينِ متين

## سيد احسن الهاشمي

سيد احسن الهاشمي المتخلص به ”احسن“ ابن سيد محسن شاهه ۲۳ سيپٽمبر ۱۹۲۳ع جي ٽنڊه مير نور محمد (لطيف‌آباد نمبر۳) حيدرآباد ۾ تولد ٿيو. پاڻ سنڌي تعليم پرائمري اسڪول ڪوٽڙي، انگريزي تعليم نور محمد هاءِ اسڪول، اردو تعليم اورنٽيل ڪاليج امرتسر ۽ فارسي تعليم درسگاهه عالم نژاد جاشڪ، ايران مان حاصل ڪئي. سندس شاعري جي ابتدا ۱۳ سالن جي ڄمار کان ٿي. ذوقِ سخن جناب طالب المولى جن جي صحبت مان کيس حاصل ٿيو، جن هر قدم تي سندس حوصله افزائي ڪئي. شعر ۾ پختگي ۽ شيريني سندس ڪلام جو روح آهي. ڪلام پڙهڻ جو ڍنگ نهايت معياري ۽ دلنشين اٿس.

## انتخاب

مختارِ ڪائنات شـــه لافتا عـــلي لوح و قلم تي سرخي قدر و قضا علي
عنوانِ علم و حڪمت وصبر ورضا علي دنيائي ڪفر و دين جو خطِ استوا علي
شايد گناه ٿي جي چوي ڪو خدا علي
ليڪن نظر اچي ٿـو فقط جا بجا علي

## محمد عيسى عاجز

محمد عيسى تخلص ”عاجز“ وڳهامل ساڪن پراڻا هالا. هن وقت سندس عمر لڳ ڀڳ

۵۶ سالن جي ٿيندي. کيس مرثيه گوئي جو گهڻو شوق آهي ۽ ڪيترا ئي ميرزا دبير جا مرثيه ترجمه ڪيا اٿس، جن مان هڪ جو انتخاب ڏجي ٿو:

### انتخاب

مقتول جڏهن رڻ ۾ ٿيو شاهه شهيدان        تاراج سڄو هاڻ ٿـيـو گلشنِ ايمان
اظلام سڀئي ظالم تي ها خوشدل و خندان        ۽ اهلِ حرم ٿي ڏٺا سڀ ششدر و نالان

سايه نه ڏٺو جـن جـو ڪڏهن نيّرِ تابان
هئي هاڻ رهيا رڻ ۾ ٿي سـي بي سروسامان

## سيد لطف علي شاهه نقوي

سيد لطف علي شاهه، تخلص "منظور" ابن سيد حسين علي شاهه تاريخ ۱۷ مئي ۱۹۲۴ع جي ٽنڊو جهانيان حيدرآباد ۾ تولد ٿيو. مئٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪري، علم حڪمت جي سکڻ لاءِ دل وڌو. کيس ننڍي هوندي کان ئي شاعري جو شوق هو. پاڻ هر صنفِ سخن تي طبع آزمائي ڪئي اٿس. هن وقت پاڻ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد ۾ ملازم آهي.

### انتخاب

قلم تون ڪرب و بلا جو بيان ڪر تحرير        ڪا اهڙي صفحهٔ قرطاس تي تون ڪڍ تصوير
جو تنهجي دم سان هجي تازو عالـم تقرير        بيان ڪر تـون اسيرن جـو حال بالتفسير

ٻـڌي بيان الم سڀ ڪو بيقرار ٿئي
زمين گـداز ٿئي عرش اشڪبار ٿئي

## ميرزا عباس علي بيگ

آغا عباس علي بيگ ميرزا، تخلص "عباس" ابن ميرزا امام علي بيگ ۲۱ مارچ ۱۹۲۴ع جي ٽنڊو آغا حيدرآباد ۾ ڄائو هوس. پهرين ڪلام مجيد جي تعليم پنهنجي چاچي ميرزا قربان علي بيگ مرحوم کان حاصل ڪري، اسڪول مان مئٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪيم. عربي ۽ فارسي جي تعليم جناب سيد آغا فتح علي شاهه مرحوم ۽ مولانا ثمرحسن صاحب قبله کان ورتم. تعليم حاصل ڪري، پهرين راشن ۽ ريهيبليٽيشن ۾ ملازمت اختيار ڪيم ۽ پوءِ سنه ۱۹۵۰ع کان جيئن خزانه آفيس حيدرآباد ۾ ملازم ٿيس تيئن اتان ئي سنه ۱۹۸۲ع ۾ رٽائر ٿيس. مون کي ننڍي هوندي کان ئي شعر و شاعري سان فطري محبت

آهي، جنهن ۾ پهريون استاد قبلہ والد بزرگوار ۽ پو منهنجو مامو ميرزا علي بخش بيگ کوثر، مرحومين هئا. منهنجو ڪلام سنڌي، اردو ۽ فارسي زبانن ۾ حمد، نعت، منقبت، سلام، مرثيہ، رباعي ۽ غزل تي مشتمل آهي.

## انتخاب

عندليب چمنستان فصاحت آهيان ‏ طوطي گلشن سرسبز بلاغت آهيان
نغمہ آرائي گلستان طلاقت آهيان ‏ والہ و شيفتہ حسن سلاست آهيان

ڇو ترقي نہ ٿئي طبع جسي رنگيني ۾
سنهن پڙهي جو ٿي هن باغ جي گلچيني ۾

## ميرزا سلطان حيدر بيگ

ميرزا سلطان حيدر بيگ تخلص "سلطان" ابن ميزا علي محمد بيگ سنہ ۱۹۲۷ع جي ٽنڊو آغا حيدرآباد ۾ تولد ٿيو. پهرين ڪلام مجيد جي تعليم پنهنجي ڏاڏي ميرزا قربان علي بيگ مرحوم کان حاصل ڪيائين. اسڪول ۾ مئترڪ تائين تعليم حاصل ڪري، سرڪاري ملازم ٿيو. هن وقت ريڊر، سيڪنڊ ايڊيشنل سيشن جج حيدرآباد جي عهدي تي فائز آهي. سندس ڪلام حمد، نعت، منقبت، سلام، مرثيہ، رباعي ۽ غزل تي مشتمل آهي.

## انتخاب

يا رب سندم رياض طبيعت نهال ٿسي ‏ رنگ بهار ذهن رسا بسي مثال ٿسي
جو گل ٽڙي سو غازهٔ روئسي جمال ٿي ‏ سنبل وڌي جو، طرّهٔ تاج ڪمال ٿي

يڪتا ٿي رنگ و بو ۾ رياض سخن سندم
سر سبز هئي بهار و خزان ۾ چمن سندم

## ميرزا غلام عباس بيگ

ميرزا غلام عباس بيگ تخلص، "وفا" ابن ميرزا غلام رسول بيگ سنہ ۱۹۲۷ع جي ٽنڊي آغا حيدرآباد ۾ تولد ٿيو. شاعري کيس ورثي ۾ ملي ۽ ننڍي هوندي کان ئي شعر چوڻ جو ذوق شوق اٿس. سندس ڪلام حمد و نعت، منقبت، سلام، مرثيہ، رباعي ۽ غزل تي مشتمل آهي.

## انتخاب

جڏ باغ نبي ڪرب و بلا ۾ ٿيو ويران ‏ خون شهدا خاڪ شفا ۾ ٿيو پنهان
ٿي فوج خدا راهي سهي روضہ رضوان ‏ افواج جي نرغي ۾ هو تنها شہ ذيشان

هر صف کان وسيا تير ٿي شاهہ شهدا تي
نرغو هو هزارن جو امام دوسرا تي

## ميرزا سڪندر علي بيگ

نورچشم، ميرزا سڪندر علي بيگ، تخلص "سڪندر" ابن ميرزا عباس علي بيگ سنہ ١٩٤٥ع جي ٽنڊوآغا حيدرآباد ۾ تولد ٿيو. بي - اي جي حصول تعليم کان پوءِ سندس رجحان شعر و شاعري ڏانهن آهي. سندس ڪلام قصيده، سلام، رباعي ۽ غزل وغيره تي مشتمل آهي. علم عروض تي "سنڌي جو عروض" جي نالي سان، سندس ڪتاب سنہ ١٩٧٧ع ۾ تصنيف ڪيل آهي.

### انتخاب

اي حسين ابن علي اي ميهمان ڪربلا    اي شهيد نامور تشنہ دهان ڪربلا
اي امام دين امير ڪشتگان ڪربلا    اي سپهہ سالار فوج ڪاروان ڪربلا

هر سخن تنهجو بجا قرآن جي تمهيد ٿيو
نقش پا والله تنهجو قابل تقليد ٿيو

## ميرزا فتح علي بيگ

ميرزا فتح علي بيگ تخلص "عارف" ابن ميرزا حامد علي بيگ سنہ ١٩٤٨ع جي حيدرآباد ۾ تولد ٿيو. خانداني ماحول مطابق سندس رجحان شعر و شاعري ڏانهن ٿيو. پاڻ نعت، منقبت، سلام، مرثيہ، غزل وغيره تي طبع آزمائي ڪني اٿس، ۽ نهايت هڪ سٺو مقرر بہ آهي.

### انتخاب

چراغ شب تہ ٿيو گل رياض عالم ۾    سحر جي وقت ٿيو غل رياض عالم ۾
هلي نسيم ٽڙيا گل رياض عالم ۾    نهال ٿي وٺي بلبل رياض عالم ۾

لڳي ٿي چار طرف کان جو عطر بيز هوا
طيور فرط مسرت کان باغ ۾ جهوليا

## ميرزا ڪاظم رضا بيگ

ميرزا ڪاظم رضا، تخلص "ڪاظم" ابن ميرزا سلطان حيدر بيگ، ٽنڊي آغا حيدرآباد ۾ سنہ ١٩٦٢ع جي تولد ٿيو. ميرزا ڪاظم رضا جي تعليم مئٽرڪ تائين آهي. ڪاظم

پنهنجي ابائي وڏڻي کان متاثر ٿي، مشق سخن، کي جاري رکندو آيو آهي. ڪيترن ئي شاعرن ۾ طرحي يا غيرطرحي نظم پڙهيا اٿس. سلام ۽ مرثيه جهڙن تي ڪيس خاص انس آهي.

## اِنتخاب

سومنو جڏهن سبط پيغمبر — رڻ هليو منع ڪري علي اصغر
ٿي جهڙن روئي بانوي مضطر — صدقي تو تان ابا ٿئي مادر
تو ويي رڻ ڏي منهجا رشڪ چمن
تشنه لب آه منهجا غنچه دهن

# اجـــزائي مـــرثيہ

ابتدا ۾ مرثيہ نهايت مختصر ٿيندا هئا ۽ جنهن جي ڪا خاص شڪل معيّن نہ هئي. ڪجهہ وقت کان پوءِ مربع جي شڪل اختيار ڪيائين. يعني ان ۾ چئن چئن مصرعن جو هرهڪ بند ٿيڻ لڳو. سيد ثابت علي شاہ بہ پراڻي زماني مطابق، ڀهريتن چئو مصرع مرثيہ چيا، جنهن کان پوءِ وري ڇهہ مصرع مرثيہ چوڻ لڳو. اتان مرثيہ مسدس جي صورت اختيار ڪئي، جنهن جا اجزائي ترڪيبي معين ٿي چڪا هئا، جي حسبہ ذيل آهن:

(الف) **چهرو**: صبح جو منظر، رات جو سمان، دنيا جي بي ثباتي، بيءَ پٽ جا واسطا، سفر جون دشواريون، پنهنجي شاعري جي تعريف، حمد، نعت، منقبت، مناجات وغيره تمهيدي طور تي.

(ب) **سراپا**: مرثيہ جي هيرو جي قد و قامت، خال و خط وغيره جو بيان.

(ج) **رخصت**: هيرو جي، امام حسين کان جنگ جي اجازت حاصل ڪرڻ ۽ ميدانِ جنگ ۾ وڃڻ لاءِ پنهنجن عزيزن ۽ دوستن کان رخصت ٿيڻ.

(د) **آمد**: هيرو جو گهوڙي تي سوار ٿي، شان و شوڪت سان رزم گاہ ۾ اچڻ، آمد جي سلسلي ۾ هيرو جي ۽ گهوڙي جي پڻ تعريف چوڻ.

(ه) **رجز**: هيرو جي زبان سان پنهنجي نسب جي تعريف، پنهنجي اسلاف جي ڪارنامن جو بيان ۽ فنِ جنگ ۾ پنهنجي مهارت جو اظهار.

(و) **جنگ**: هيرو جو ڪنهن نامي پهلوان سان يا دشمن جي فوج سان وڏي بهادري سان وڙهڻ، جنگ جي ضمن ۾ هيرو جي گهوڙي ۽ تلوار جي تعريف پڻ ڪرڻ.

(ز) **شهادت**: هيرو جو، دشمنن هٿان زخمي ٿي، شهيد ٿيڻ.

(ح) **وين**: هيرو جي لاش تي، آن جا عزيز، بالخصوص عزيز عورتن جو رُنڻ.

(ط) **دعا**: شاعر پنهنجي مغفرت لاءِ دعا گهرندو آهي.

## اشخاصِ مرثيہ

مرثين ۾ اڪثر جن جا نالا اچن ٿا، تن جا نهايت ،مختصر حالات هيٺ ڏجن ٿا:

## حسيني جماعت

**حضرت محمد ﷺ**: خدا جو آخري رسول، اسلام جو باني. سندن ذڪر جن

لفظن ۾ اڪثر ڪيو ويو آهي، سي هي آهن:

رسول - نبي - پيغمبر - پيمبر - رسولِ خدا - رسالت مآب - رسالت پناه - خاتم الانبيا خاتم النبيين- ختم رسل - ختمي مرتبت - شافعِ محشر- مصطفيٰ - احمد - احمدِ مختار - شاهِ لولاڪ.

**حمزه:** پيغمبر اسلام جو چاچو، شجاعت ۽ رعب ۾ مشهورِ زمانه.

**جعفر:** فنِ جنگ جو ماهر، بهادر سپاهي، رسول جي فوج جو علمدار. هڪ جنگ ۾ سندس ٻئي هٿ وڍجي ويا، جن جي عيوض خدا کيس جواهر جا پَرَ عطا ڪيا؛ انهيءَ ڪري پاڻ "جعفرِ طيار" سڏجي ٿو.

**علي:** رسول جي چاچي جو فرزند، داماد ۽ جانشين، آئمه اثنا عشر ۾ پهريون امام رسول جي فوج جو علمدار، فنِ جنگ جو زبردست ماهر، نهايت شجاع، سخي، سندس ذڪر اڪثر هيٺين لفظن ۾ ٿئي ٿو:

اميرالمومنين، جنابِ امير، اسدالله، شيرِخدا، شير الٰهي ابوتراب، شاهِ مردان، شاهِ لافتيٰ، شاهِ ذوالفقار، شهنشاهِ نجف، يدالله، نفسِ رسول، زوجِ بتول، ساقيءِ ڪوثر، مرتضيٰ، حيدر، حيدرِ ڪرار، مشڪلڪشا، فاتحِ خيبر.

**فاطمه:** پيغمبرِ عالم جي صاحبزادي، حضرت علي جي زوجه، امام حسن ۽ امام حسين جي والده، خاتونِ جنت، بنتِ رسول، خيرالنساء.

**حسن:** حضرت علي جو وڏو فرزند، آئمه اثنا عشر ۾ ٻيو امام، شبر، مجتبيٰ ۽ سيدِ مسموم.

**حسين:** پيغمبرِ عرب جو ڏوهٽو، حضرت علي جو فرزند، آئمه اثنا عشر ۾ ٽيون امام. سندس شهادت ئي مرثيه جو اصل موضوع آهي. سندس ذڪر بيشمار نالن سان ڪيو ويو آهي، جن مان ڪيترا نالا هي آهن:

شاه، شه، شاهِ ڪربلا، شاهِ دين، شهيدِ ڪربلا، مظلومِ ڪربلا، غريبِ نينوا، سبطِ رسول، فرزندِ نبي، ابنِ علي، ابنِ فاطمه، شبير، سرور، حضرت، سيد الشهدا خامسِ آلِ عبا.

**عباس:** امام حسين جو مختلف البطن ننڍو ڀاءُ، حسيني لشڪر جو علمدار، فنِ جنگ جو زبردست ماهر، نهايت دلير، بهادر، قدآور، ۽ بارعب جوان؛ وفا شعاري جو مجسمه، پنجيهه ورهيه عمر.

**مسلم ابنِ عقيل:** امام حسين جي چاچي جو فرزند، جنهن کي امام حسين پنهنجي روانگيءَ کان اڳ ڪوفه جي صورتحال معلوم ڪرڻ لاءِ موڪليو، جتي ابنِ زياد جي حڪم سان نهايت بيدردي سان شهيد ڪيو ويو.

**عابد:** امام حسين جو صاحبزادو. مرثين ۾ بيمارِ ڪربلا ۽ سيدِ سجاد جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو.

**اڪبر يا علي اڪبر:** امام حسين جو نوجوان فرزند، ارڙهن ورهيه عمر، صورت ۾

جنابِ رسولِ خدا سان مشابہ هو؛ انهي ڪري همشڪلِ نبي ۽ همِ صورتِ پيغمبرِ سڏيو ويو ٿو.

**اصغر يا علي اصغر:** امام حسين جو ننڍو صاحبزادو، جنهن جي عمر صرف ڇهہ مهينا هئي.

**قاسم:** امام حسن جو وڏو صاحبزادو. تيرهن ورهيہ عمر. ڪربلا ۾ سندس ڪارنامو هي هو، جو شام جي هڪ نامي پهلوان ازرق ۽ ان جي ڇئن پٽن کي تهہِ تيغ ڪيائين. ڪربلا ۾ شهادت کان هڪ ڏينهن اڳ سندس عقد امام حسين جي صاحبزادي فاطمہ ڪبرا سان ٿيو.

**عبدالله:** امام حسن جو ننڍو فرزند، جو ڪمسني ۾ ڪربلا ۾ شهيد ٿيو.

**عون و محمد:** حضرت زينب جا صاحبزادا. حضرت جعفر طيار جا پوٽا ۽ حضرت علي جا ڏهٽا.

**زينب:** امام حسين جي ڀيڻ، پنهنجي ڀاءُ سان بيحد محبت ڪرڻ واري. شهادت امام حسين کان پعد ڪربلا کان ڪوفي ۽ ڪوفي کان شام قيد ٿي ويئي. مرثين ۾ سندس ذڪر بنتِ علي، بنتِ فاطمہ جي لقبن سان ڪيو ويو ٿو.

**ڪلثوم يا امِ ڪلثوم:** امام حسين جي ننڍي ڀيڻ.

**ڪبرا يا فاطمہ ڪبرا:** امام حسين جي وڏي صاحبزادي، جنهن جو عقد ڪربلا ۾ قاسم ابنِ حسن سان ٿيو.

**صغرا يا فاطمہ صغرا:** امام حسين جي صاحبزادي، جا بيماري سبب وطن ۾ رهي.

**سڪينہ:** امام حسين جي ننڍي صاحبزادي، چئن ورهين جي عمر، شام جي زندان ۾ وفات ڪيائين.

**امِ سلمہ:** پيغمبرِ اسلام جو حرمِ محترم. واقعہٴ ڪربلا وقت زنده ۽ مدينہ ۾ مقيم هئي.

**بانو يا شهربانو:** يزد جرد سوم، بادشاہِ ايران جي صاحبزادي، امام حسين جي زوجہ، علي اصغر جي والده *

**حبيب ابن مظاهر:** امام حسين جي ننڍپڻ جو دوست.

**حر:** لشڪرِ يزيد جي هڪ دستي جو سردار، جو روزِ عاشوره پنهنجي ڀاءُ، پٽ ۽

---

* بيبي شهربانو واقعہٴ ڪربلا کان ۳ سال اڳ فوت ٿي چڪي هئي. درحقيقت شهزادي علي اصغر جي والده جو نالو بيبي رباب بنت امراء القيس بن عدي ڪلبي هو، جا معرڪہٴ ڪربلا ۾ ۽ اسيريٴ اهلِ حرم سان شريڪ هئي؛ ليڪن (بہ روايت روضة الشهدا) اڪثر پرائن مرثيہ گو شاعرن پنهنجن مرثين ۾ شهزادي علي اصغر جي والده بيبي شهربانو کي ڪري لکيو آهي، جا روايت غلط آهي.

غلام سميت، امام حسين جي طرف آيو ۽ سڀ کان پهرين لشڪر يزيد سان مقابل ٿي، شهيد ٿيو.

## يزيدي گروه

**يزيد ابن معاويه:** عرب جو فاسق و فاجر بادشاهه، جنهن، اسلام جو مدعي ٿي، احڪام اسلام جي صريح مخالفت ڪئي. انهي جي ئي حڪم سان امام حسين کي شهيد ڪيو ويو.

**عبيدالله ابن زياد:** يزيد جي طرفان ڪوفي جو گورنر هو، انهي جي حڪم سان امام حسين طلب ڪيو ويو.

**عمر ابن سعد:** آن يزيدي لشڪر جو سپهه سالار، جيڪو ڪربلا ۾ امام حسين جي قتل لاءِ جمع ٿيو هو.

**شمرذي الجوشن:** يزيدي فوج جو هڪ سردار، نهايت ظالم، بي رحم، حريص، دين فراموش، جنهن پنهنجي هٿن سان امام حسين کي شهيد ڪيو.

**حصين ابن نمير:** يزيدي فوج جو هڪ سردار، جنهن امام حسين جي نوجوان فرزند جي سيني ۾ برڇي هنئي.

**حرمله بن ڪاهل اسعدي:** يزيدي لشڪر جو مڃيل تيرانداز، جنهن امام حسين جي ڇهن مهينن جي فرزند جي ڳلي کي تير جو نشانو بڻايو.

**خولي:** يزيدي لشڪر جو هڪ سپاهي، جنهن نيزي تي امام حسين جو سر بلند ڪيو.

**ازرق:** شام جو نامي پهلوان، جو پنهنجن چئن پٽن سميت شهزادي قاسم جي هٿان مارجي ويو.

**هند يا هنده:** يزيد جي زال، جنهن کي رسول ۽ خاندانِ رسول سان تمام گهڻي عقيدت هئي.

**حارث:** ڪوفه جو رهاڪو، جنهن حضرت مسلم جي فرزندن کي شهيد ڪيو.

**نوٽ:** عبيدالله ابنِ زياد، عمر ابنِ سعد ۽ حصين ابنِ نمير کي گهٽو ڪري ابنِ زياد، ابنِ سعد ۽ ابنِ نمير چيو وڃي ٿو.

# خدائي سخن جناب سيد ثابت علي شاھ سيوستاني جي مختصر سوانح حيات

خدائي سخن، حضرت سيد ثابت علي شاھ مرحوم مغفور جو، تعلق ملتان جي موسوي سادات گهراڻي سان هو. سندس ڏاڏو سيد عيسيٰ شاھ ۽ ان جو ڏاڏو پاڻ سيد عبدالشڪور شاھ ملتان جي سادات هستين مان هئا. سيد عيسيٰ شاھ جو مدرسو ۽ سيد عبدالشڪور شاھ جي مسجد ملتان ۾ مشهور هني. هي پنهنجي بزرگن وانگر عالم فاضل هئا. سيد عيسيٰ شاھ کي سيد نورمحمد شاھ عرف ثابوت شاھ نالي هڪ فرزند هو. هنن کي دهلي جي بادشاهن جي سندن سان مليل زمينون وغيره هيون، جن مان ان زماني ۾ ملتان جي ويجهو ڪڙيو کهاول، انهن جو ٺي هو. سيد محمد عيسيٰ شاھ جي وفات کان پوءِ، هڪ دفعو سندس فرزند سيد نورمحمد شاھ هڪ نئون کوه ٺي کوٽايو، جنهن جي تڙ نه ڏيڻ سبب ڪافي نقصان ٿيو. اتفاق سان هڪ نوراني لقا سيلاني، قلندري درويش اوچتو اچي سيد نورمحمد شاھ وٽ

مهمان ٿيو، جنهن کوه بابت احوال پڇي دعا ڪري چيو ته فڪر نه ڪريو، سڀ خير آهي ۽ هڪ تعويذ لکي چيائين ته هن کي ڇڪ سان ٻڌي، کوه ۾ وجهو ۽ پوءِ ٿيو به ائين، سڪو ڻي کوه ترُ ڏنو ۽ پوري جاءِ تي وڃي بيٺو. سيد نورمحمد شاه هن مهمان سيد درويش جي ڪرامت ڏسي، سندس مريد ٿيو ۽ روزانو ڪچهريون پيون ٿينديون هيون، پر نيٺ هڪ ڏينهن هو موڪلائي آئيو. سيد نورمحمد شاه کيس گهڻيون ئي ميڙون منٿون ڪيون ته قبلا نه وڃو، جنهن تي درويش چيس جي توهان کي اهڙي سڪ آهي ته جتي اسين واپس وڃون ٿا، اتي اوهين به اچو. جنهن تي سيد نورمحمد شاه ڪانئس رهڻ واري هنڌ جا پار پتا پڇيا. درويش چيو ته آءٌ سيوهڻ شريف ۾ رهندو آهيان. جيڪڏهن توهين اتي ايندؤ ته مونکي ڳولي لهندؤ. درويش جي وڃڻ کان پوءِ سيد نورمحمد شاه سيوهڻ شريف ڏي وڃڻ لاءِ ڏاڍا سانباها پي ڪيا ته؛ دستور مطابق، (سنه ١١٢٨هه–١٧١٥ع) جي مغل بادشاه فرخ سير جي عهد ۾،* نواب اعظم خان بن صالح خان ٺٽي جو صوبيدار مقرر ٿي، دهلي کان ملتان جي رستي سنڌ ڏانهن پئي آيو. نواب اعظم خان جڏهن ملتان ۾ هئو، تڏهن سيد نورمحمد شاه وڃي ولي وٽس نديم ٿيو ۽ نواب سان گڏ ٺٽي آيو. جيئن سيد ثابت علي شاه پنهنجي حياتي جي احوال "زيارت نامه" ۾ فرمائي ٿو:

والـــد مـــرحـــوم منهجي مــونـسـين هنير ڪيو بيان
جيڪي هو معلوم ان ڪــــي شــرح حــــالِ مــامضا

پنهجي والـد جـــي زبانئون، منهجي والـــد نقل ڪيو
جنهن سبب نـقلِ وطـــن ڪيو قسمتِ آب و هــــوا

منهنجي ڏاڏي جـــو هـــو سيد نـــور محمد اصـــل ناءُ
تنهن تئون هـــو تابوت شاه جـــڏ فقر خرقو ٿيس عطا

سنه (١١٣١هه–١٧١٨ع) ۾ اعظم خان جي، معزول ٿيڻ کان پوءِ سيد نورمحمد شاه لڏي مان سڌو سيوهڻ شريف ڏي ويو، جتي درويش ۽ قلندر لال شهباز جي روضهءِ اقدس جي زيارت کان شرفياب ٿي، نهايت خوش ٿيو ۽ روزانو قلندر جي روضي تي قرآن جي دؤر ۽ تعقيبات کان فارغ ٿي، دستور مطابق سجاده نشين غوث پوٽي پير ڪامل شاه سان ڪچهري ڪندو هو، جتي پيا به عالم فاضل ايندا هئا، جن مان مير چتن شاه، سيد چتن شاه ۽ پير جعفر شاه به هئا. پير ڪامل شاه جا، دريا جي ٻي ڪپ تي يعني نوشهري ۾ مريد هئا، جي ذات جا ڦل هئا. پير صاحب جڏهن پنهنجي مريدن، ڦلن وٽ آيو، تڏهن ماڻس

* نواب اعظم خان جي حڪومت ۾ ملڪ ۾ وبا ۽ ڏڪار جي مصيبت نازل ٿي ۽ شاه عنايت الله جهوڪ واري جي پڻ شهادت ٿي. فرخ سير جي مارجي وڃڻ کان پوءِ دهلي جي تخت تي محمد شاه ويٺو، جنهن اعظم خان کي موقوف ڪيو.

ڪڏ سيد نورمحمد شاه به هو، پر اتفاق سان پير صاحب جي اتي ئي وفات ٿي، جتي وڏي مقام ۾ ڦِٽن جي ويجهو سندس مقبرو آهي. ان واقعي کان پوءِ سيد نورمحمد شاه وري واپس سيوهڻ شريف آيو، جتي مستقل سڪونت اختيار ڪري، پنهنجي فرزند سيد مدارعلي شاهه جو ايمان جوان هو، ان کي به ملتان مان سڏايائين. سيد نورمحمد شاه روز صبح جو درگاه ۾ بعد نماز جي قرآن شريف جو دؤر ڪندو هو. جيڪڏهن ڪو ايران ۽ هندستان مان عالم فاضل ۽ شاعر آئي ايندو هو ته شاه صاحب ان جي خاطر تواضع وغيره ڪندو هو. ڪجهه وقت کان پوءِ سيد نورمحمد شاه به سيوهڻ ۾ وفات ڪئي ۽ اتي درياه جي ڪپ تي سندس مدفن ٿيو. کانئس پوءِ سندس فرزند سيد مدارعلي شاه به پنهنجي والد جي نقش قدم تي هلندو رهيو، جنهن سبب سيوهڻ شهر ۾ سادات عظام ۽ پيا معزز سندس ڪافي عزت ڪندا رهندا هئا. انهي عرصي ۾ اهڙي ماحول ۾ سنه (۱۱۵۳هه - ۱۷۴۰ع) جي ميان نورمحمد خان ڪلهوڙي جي عهد حڪومت ۾ سيد ثابت علي شاه سيوهڻ ۾ تولد ٿيو. شاه صاحب حضرت امام موسيٰ ڪاظم عليه‌السلام جي نسب مان هو.

سيد ثابت علي شاه ايمان ننڍو هو ته پنهنجي والد کان مداحون ۽ منقبت ٻڌي، برزبان ياد ڪندو هو. پوءِ ٻارهن راند ڪندي، هڪ ٻيا دوست چوندا هئس ته اسان کي ڪا مدح يا منقبت ٻڌاءِ ته ٻڪاءِ (هڪ ٻڌڻ سنگتين کي) کين برزبان ٻڌائيندو هو. جيتوڻيڪ لفظن جي معنيٰ يا شعر جو مطلب پورو چائيندو به نه هو. ان بعد، سندس پهريون استاد آخوند عبدالرحمان هو، جو ٻلدي حرمين شريفين ڏي ويو ۽ پوءِ سڱي ماڪر چار سيپاره ڪلام‌الله جا پڙهايس. تنهن کان پوءِ آخوند الياس محمد صوفي، فارسي تعليم ڏنس. سيد ثابت علي شاه پنهنجي ابتدائي تعليم بابت "زيارت نامه" ۾ هڪ هنڌ فرمائي ٿو:

هڪڙو سيد مرد صاحب علم نوراني لقا
آري آل مصطفيٰ ۽ هو چراغ اهتدا
هند کئون آيو سڪونت سنڌ ۾ ڪيئين اختيار
منهنجي والد جي ٿي ساڻس دوستي بي انتها
ان جي خدمت هڪ پڙهيم شق القمر جو معجزو
پيو به ديباچو گلستان جو پڙهيم معنيٰ بنا
هڪڙي ڏينهن مون کي سبق وسريو ۽ ان کي ٿيو ڏمر
ان هنيو مون کي طماچو منهن کئون رت قطره وهيا
ان طماچي جو هئڻ سون عيلم ٻاٽي جيئن پيئڻ
جن طماچو هني هدايت ٻل عنايت ٿي عطا
ان کئون پوءِ جيڪي ڏنئين سو سڀ پڙهيم ۽ ياد ٿيم
حرف ساڃهه ۽ مطالعو ٿيو عيان اولا اسٿا

هـــر نعت مـــدح و مناقب شعر هـــنـــدي فـــارسي
ٿي پڙهيم شيرين زبان سڀ ڪنهن سٺي ڪٿي ٿي ثنا

ان بعد شاه صاحب، سيد صابرعلي شاه لڪوي جا، فارسي، اردو مرثيه منقبت سوزخواني ۾ پڙهڻ لڳو؛ بلڪ شعر چوڻ جو به شوق ٿيس. جنهن تي مخدوم نورالحق مشتاقي ابن ملا دائود سيوستاني جو شاگرد ٿيو، جو شاه صاحب جي فارسي، سنڌي ۽ اردو شعر جي اصلاح ڪندو هو. ٿوري وقت کان پوء مولوي حڪيم مخدوم احسان کان عربي تعليم حاصل ڪري، مخدوم محمد مراد واعظي کان تفسير، حديث ۽ فقه جا علم پڙهي، سنڌ جو مشهور معروف عالم، شاعر ٿيو. سيد ثابت علي شاه پنهنجي علمي لياقت ۽ ذهني قابليت سبب پهرين ڪلهوڙا حاڪمن جو خاص مصاحب ۽ درباري شاعر ٿيو. ميان سرفراز خان عباسي سان گڏ، مرثيه ۽ حافظ شيرازي جي غزلن جا پارسي تتبع چوندو هو. ميان سرفراز خان خود فارسي ۾ مرثيه چيا آهن. شهزادو سرفراز خان، شاه صاحب تي نهايت مهربان هو. ان وقت شهزادو سرفراز ۽ سيد ثابت علي شاه، مولوي غلام علي تخلص ”مداح“ ابن مولوي محسن لڪوي کان علم عروض جي تعليم وٺي، پنهنجو شعر اصلاح ڪرائيندا هئا. مولوي ”مداح“ ثابت علي شاه جو شعر ڏسي، نهايت گهڻو خوش ٿيندو هو؛ بلڪ خوشيء سان اصلاح ڪندو هو. نه رڳو ايترو، پر مولوي ”مداح“ جي ٿي توسل سان ڪلهوڙا دربار ۾ ڪافي عزت هوندي هيس. ثابت علي شاه پنهنجي استاد ڪي پاڻ تي ڏاڍو مهربان ڏسي، قصيده ارهم عناصر جي مقطع ۾ پنهنجي استاد مولوي ”[illegible]“ جي [illegible] ڪري، حق ادا ڪيائين.

خاڪ ”ثابت“ را بيفزا آبــرو ”مداح“ وار

سنه (۱۱۸۵هه-۱۷۷۱ع) جي سيوهڻ ۾ سيد اسدالله شاه سجاده نشين کي پيري ۾ فرزند ڄائو، جنهن جو نالو غلام [illegible] شاه رکيو ويو ۽ ان خوشي ۾ سيد ثابت علي شاه هڪ دعائيه قصيدو چيو. اسد الله شاه کي قصيدو ڏاڍو وڻيو ۽ کيس پنهنجو مصاحب ڪيائين. ازانسواء سال بسال روزانو عزهٔ ذوالحجه کان تاريخ ۲۰ صفر تائين، هر مجلس ۾ ڪتاب روضةالشهدا ۽ مقبل، مسڪين [illegible] محزون جا فارسي ۽ اردو مرثيا سوزخواني ۾ شاه صاحب کان پڙهائيندو هو؛ بلڪ ڪن اردو ۽ فارسي مرثين جا شاه صاحب تتبع ۽ ترجمه ڪري، مجلس ۾ پڙهندو هو، جيئن پاڻ فرمائي ٿو:

مرثيه سنڌي ۾ اڳ هو ڪونه اصلي سنڌ ۾
جڪو هو تا پن نه هو مشهور هنر هر ڪجا

اسدالله شاه مٿس ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چيائينس ته ثابت علي شاه هاڻي تون به سنڌي مرثيه چوڻ ۾ طبع آزمائي ڪر. تنهن تي ثابت علي شاه نهايت عجز سان وما توفيقي الابالله،

چئي، ڪيس چيو ته:

مرثيه اهڙا چــئــي روئي رُئاربندس جهان
تون ٻڌي تهدل ڪندين تحسين مون کي سيدا

سيد ثابت علي شاه ٻهريون سنڌي مرثيه (مربع) سنه (١١٨٦هه–١٧٧٢ع) جي چيو، جنهنجو مطلع آهي، "اي خدا جا لاڏلا سردار سرور يا حسين" مـذڪور مرثيه سيد ثابت علي شاه، ميان غلام شاه جي عهد ۾ وفات واري سال چيو. پوءِ ته ثابت علي شاه سڄي سنڌ ۾ مرثيه‌گوئي ۾ مشهور ۽ معروف ٿيو ۽ هر هنڌ سندس چيل مرثيه پڙهيا ويندا هئا. پاڻ فرمائي ٿو ته:

منهجا مدح و مرثيه سنڌي نعت شيريـــن ڪلام
واقعو پـــرســـوز درد و داغ شاه ڪـــربـــلا

---

مـــومنن جـــي مجلسين مشهور ٿيا هـــر معرڪه
جنهن پڙهيا ۽ جنهن ٻُڌا تين روئي ڪي منهن سرخ ڪيا

سنه (١١٩٣هه–١٧٧٩ع) جي ميان عبدالنبي خان ڪلهوڙي ۽ عزت يار خان جي وچ ۾ جنگ لڳي، جنهن تي ڪلهوڙن جي فتح بعد شاه صاحب "ظفرنامه" فارسي چيو، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته ڪلهوڙا حاڪمن وٽ شاه صاحب اعليٰ عهدي تي فائز هو. هو جيئن ته ظفرنامه، جي ابتدا هن طرح ڪري ٿو:

به نامِ خداوند دنيا و دين
ڪريم و رحيم و جهان آفرين

جڏهن مير فتح علي خان سنڌ فتح ڪئي، تڏهن شاه صاحب ٻين شاعرن وانگر، پنهنجو درٻاري شاعر ۽ مقرب مقرر ڪيائين. ان وقت ماڻهن جي دلين تان ڪلهوڙن جي درٻار جي علم پروري، عالمن، شاعرن، اديبن ۽ اهلِ فن جو اجتماع اڃان به ڪين وسريو، تنهنڪري مير فتح علي خان به گذشته درٻار جون روايتون قائم رکيون ته جيئن سنڌ جو علمي طبقو حڪومت کان خوش رهي. تنهنڪري هن به پنهنجي درٻار ۾ ملڪي خواه غير ملڪي، ڪيترائي عالم فاضل ۽ شاعر گڏ ڪيا، جن جي معزز طبقي تي حقيقي عزت افزائي ٿيندي هئي. مير فتح علي خان، سخي ۽ دريا دل بادشاه هو. پاڻ شاعر نه هو پر سخن فهم ۽ اديبن جو قدردان هو، جنهن ڪري سندس دور کي زرين دور سڏجي ٿو. هڪ دفعي ڪنهن ايراني، فردوسي جو شاهنامه ٿي پڙهيو. ان وقت ان بلبلِ شيراز جي، نغمه سرائي کان، گلستانِ درٻارِ سنڌ، محوِ بنجي ويو ۽ ايراني جي، مقبوليت سبب، درٻان جي اسرار تي

بار بار هيئيون بيت پي پڙهيو.

سپهر بود بر پشت شه کامياب
چو ابر سيه مائلِ آفتاب

جنهن تي هر طرف کان دادِ سخن ملي رهيو هو. اَن وقت مير فتح علي خان ٽالپر جي اوچتي نظر مداحِ آل نبوي سيد ثابت علي شاه صاحب تي وڃي پئي، جو شاه صاحب ڪنهن خيال ۾ محو هو. مير صاحب، شاه صاحب ڏانهن، مخاطب ٿي فرمايو ته شاه صاحب ڪيئن بيت پسند آيو؟ شاه صاحب فرمايو ته، قبله، سبحان الله مگر بندي کي جيڪو ذهن ۾ علامه محسن لنّوي جي تصنيف ڪيل ڪتاب، "حمله حسيني" مان، بيت ياد آيو آهي، سو عرض ٿو ڪريان:

سپهر بود بر پشت زوجِ بتول
چو مهرِ نبوت به دوشِ رسول

اهو فصيح و بليغ بيت ٻڌي، مير صاحب ۽ درٻار، دل سان دادِ سخن ڏنو ۽ پڻ ايراني شيفته ٿيو. هر طرف کان سبحان الله ۽ واه واه جا نعرا بلند آواز ۾ اچڻ لڳا مير فتح علي خان، شاه صاحب تي نهايت مهربان هوندو هو ۽ دستور موجب پڻ شاعرن ۽ مصاحبن وانگر شاه صاحب به روز درٻار ۾ ايندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن مير صاحب جي مدح ۾ قصيدا پڙهندو هو يا مرثيه پڙهي ٻڌائيندو هو. جنهنڪري شهزادو مير ڪرم علي خان به مٿس خاص مهربان هو. مير فتح علي خان جي تعريف ۾ شاه صاحب فرمائي ٿو:

تنهن ٿئون جڏ ٿي دولتِ فتحِ علي خان مستقل
ڏاسپهر ٿيلي ڏڻي ٿيو صاحبِ تاج و لوا
جم نشان - رستم توان - خسرو مڪان - بهرام جاه
خضر مقدم - ذوالڪرم عيسيٰ دم و يوسف لقا
جيڪي جنگيون ڪيائين سڀ ڪنهن جنگ صاحب فتح ٿيو
سون ۽ سڙني شاعرن سي شعر فتحن جاڇيا
جنگ فتحن جا قصيدا شعر سنڌي فارسي
ٿي ڪچهرين ۾ پڙهيم ممدوح عالم جي دعا

سنڌ ۾ پورين پورين ايڏو وڏو تعزيه سيد ثابت علي شاه جي عرض تي ميرفتح علي خان پنهنجي سپه سالار ميان فقير محمد خان جوڻيجي کي حڪم ڏئي ٺهرايو. ميان فقير محمد حڪم جي پيروي ڪري تعزيه ٺهرايو. اڄ به حيدرآباد ۾ لوڙهي چاڙهي مٿان "فقير جو پڙ"

مشهور آهي. فقير جي پڙ ۾ موجوده پشوري هوٽل جي پٺيان جيڪا مسجد آهي، آن هنڌ اهو تعزيه رکيل هو. عاشوره جي رات تعزيه جي مٿان اڇي چادر وجهي، ميان فقير محمد سڄي رات ورتي تسبيح پڙهندو هو. فجر جي وقت مير فتح علي خان پنهنجي پاٽرن ۽ اميرن وزيرن سميت قلعه مان ميان فقيرمحمد جي پڙ تي سر بازار، پيدل ايندا هئا. هزهائينس مير حسن علي خان مرحوم مغفور، پنهنجي ڪچهري ۾ ڳالهه ڪندو هو ته ان وقت سيد ثابت علي شاه تعزيه جي اڳيان پهرين فجر وقت سوز ۾ هي مرثيو پڙهندو هو.

هي هي، رڻ ۾ بيبي بانو سر تي خاڪ وسائي ٿي

سيد ثابت علي شاه جي عادت هئي ته جڏهن پاڻ مرثيه پڙهندو هو، تڏهن مرثيه پڙهڻ سان گڏ پاڻ به زار و قطار رئندو هو، جنهن سبب ٻيا به ڪيس ڏسي ۽ سندس مرثيه کان متاثر ٿي ماتم ڪندا هئا. حڪومت جي ڦٽي وڃڻ کان پوءِ اهو تعزيه مير حسن علي خان راقم‌الحروف جي پڙڏاڏي ميرزا فتح علي بيگ مرحوم کي ڏنو ته هاڻ توهين هن تعزيه جي سنڀال ڪريو. جو هن وقت ننڍو آغا، امام بارگاه علي آباد ۾ موجود آهي ۽ اسين به سال به سال اڄ تائين يوم عاشوره جو، فجر مهل سيد ثابت علي شاه جو مذڪور مرثيه پڙهندا آهيون. سيد ثابت علي شاه جي مرثين کي ڏسي، ڪيترن سندس همعصر شاعرن کي به ذوق ٿيو ته اسين به سنڌيءَ ۾ مرثيه چئون جهڙوڪ سيد عظيم‌الدين ٺٽوي، جو ان وقت مير فتح علي خان جو عظيم‌المرتبت درباري شاعر هو، سچل سرمست، سيد خير شاه وغيره، پر جيڪڏهن موازنو ڪبو، ته پوءِ اٿين چوڻ ۾ وڌاءُ نه ٿيندو ته سيد ثابت علي شاه جهڙو مرثيه، سندس همعصر شاعرن، ڪوشش جي باوجود به چئي نه سگهيا.

مٿي ڄاڻايو ويو آهي ته شهزادو مير ڪرم علي خان، ثابت علي شاه جي ڪلام کي گهڻو پسند ڪندو هو؛ بلڪ ايتريقدر جو شاه کي علم عروض ۾ پنهنجو استاد ڪيائين. انهيءَ سبب گهڻو ڪري جڏهن به شهزادو مير ڪرم علي خان سرڪاري گشت يا شڪار وغيره تي ويندو هو ته پنهنجي ٻين مصاحبن سان گڏ سيد ثابت علي شاه کي به پاڻ سان گڏ وٺي ويندو هو. "زيارت نامه" ۾ ثابت علي شاه، مير ڪرم علي خان بابت فرمائي ٿو:

ذوالڪرم ڪرم علي خان مير عالي منزلت
سنڌ سرور جو برادر رب رکي دائم بقا
بزم عالي جو مقرب خاص محفل جو نديم
باريابِ حضرت مختار با عزّ و علا
ان جي لطف و مڪرمت جو سر تي سايه ٿيو جڏهن
رزق آسائش فراغت حال حاصل ٿيو عطا

ليڪن سيد ثابت علي شاه کي ڪربلا معلیٰ جي زيارت جي ٻه ڏاڍي سڪ هوندي هئي ته ڪربلا وڃي زيارت ڪريان. شاه صاحب خوابن ۾ اڳيئي ئي عتبات عاليات جي زيارتن کان شرفياب ٿي چڪو هو.

سنه (١٢٠٨هه - ٩٣-١٧٩٢ع) جي سيد ثابت علي شاه شهزاده مير ڪرم علي خان سان گڏ شڪار تي ويندي، شاه بندر تي پهتو. سنڌ ۽ بندر جي ٻيڙين جي اچ وڃ ڏسي، ڪربلا جي ڏاڍي اڪير ٿيس ۽ خوشي سان مير صاحب کان رخصت گهريائين:

هم رڪاب خسرو دوران بتقريب شڪار
شاه بندر ڏي ڪشش ڪئي قسمت آب و هوا
منزل اول هي مون سر ٿيو عجب احوال پيو
جن ڏٺو تن کي ٿي حيرت مون ٿي جيرا جوش ڪيا
اي سندم صاحب ولي نعمت ڪرم گستر ڪريم
ڏي نمڪ پرورده پنهنجي کي زيارت جي رضا

هينئر ته بحري ۽ هوائي جهاز آهن. ان وقت هڪ شهر مان ٻي شهر ۾ وڃڻ لاءِ پنهنجي عزيزن کان موڪلائي پوءِ وڃبو هو؛ ليڪن هي ته ڪربلا جو ڏورانهون سفر هو سو به سامونڊي، ٻيڙن جي رستي! تنهن ڪري مير صاحب ٻي تتابو ۽ موڪل نه ٿي ڏنائينس:

ڪڏ دلاسو ڏني چوي اڄ ناهي موسم صبر ڪر
ڪڏ چوي هل حيدرآباد آنڪئون پوءِ رخصت رضا
يار مخلص آشنا ڪر جتني ٻري پرڏيهه پنڌ
ڪو چوي همت ٻڌي هل ڪر نه ڪو ويلو قضا

پر سيد ثابت علي شاه ڪٿي ٿو رهي! هن نه ڪو سنڌ کي ڏٺو، نه ڪو ٻيڙن جو خيال ڪيئين. ڪمر ڪشي مير صاحب کان رخصت گهريائين ته آءٌ هتان ڪربلا ويندس. نيٺ مير صاحب سندس عرض قبول ڪيو:

عاقبت با خير خوبي فضل سان فياض جي
خسروي دربار مئون حاصل ٿي رخصت با رضا
خرچ نقدي آذوقو اسباب سڀ جنسي سفر
جيڪي هو مطلوب تنهن کنئون ٻيڻ زياده ٿيو عطا

سيد ثابت علي شاه جي، ڪربلا ڏي وڃڻ جي خبر ۽ سڪ ڏسي شهزادي مير ڪرم علي خان ۽ سيد آغا اسماعيل شاه جي والد، سيد آغا ابراهيم شاه، مسقط جي حاڪم ڏي

سفارشي خط لکي ڏنا. آخر تاريخ ۱۴ ماه شعبان (۱۲۰۸هه–۱۷۹۳ع) جي سيد ثابت علي شاه بندر تان روانو ٿيو.

سيد غلام علي مائل ابن مير علي شير "قانع" ٺٽوي ميرن جو خاص درباري شاعر هو ۽ سيد ثابت علي شاه جو گهرو دوست هو. تنهن شاه صاحب جي ڪربلا وڃڻ جي، قطعہ تاريخ چئي، جا هن هيٺ آهي:

پيش ازين چون محبِ خاص علي
داعیٔ میرِ ما بصدقِ جلي
ثابت الحب صادق الايمان
آنکہ نامش شود ز سال عيان
مي شد از سنده در زمانِ حيات
بہ زياراتِ روضۂ حضرات
در دمِ عزمِ رفتنش في الحال
شده "ثابت علي صادق" سال

۱۲۰۸هه

بهرحال شاه صاحب ڪربلا وڃڻ وقت مڙني ڪنون موڪلائي، شاه بندر تان پيڙي ۾ سوار ٿي، بهرين مسقط ۾ لٿو، جتي مسقط جي حاڪم کي مير ڪرم علي خان ۽ سيد آغا ابراهيم شاه جا، بندر جي ڪاردار جي معرفت خط ڏنائين، جن کي ڏسي، ميزبانن، شاه صاحب کي اهلاً و سهلاً مرحبا چئي، سندس گهڻي آڌرڀاءُ ڪئي. تنهن کان پوءِ مسقط جي حاڪم کان سفارشي خط، وٺي بصره ڏانهن روانو ٿيو ۽ اتي کي ڏينهن رهي شهر حلہ ۾ داخل ٿي، مسجد ۾ نفل ۽ ظهرين جون نمازون پڙهي آس پاس جون زيارتون ڪندو، ڪربلا روانو ٿيو ۽ عشرهٔ محرم ڪربلا معليٰ ۾ گذاريائين. ڪربلا ۾ پهچڻ وقت فرمائي ٿو:

واردِ حائـرِ زمين ٿياسون دمِ صبحِ نخست
ٿيـنـي حيران وار هرسو وا حسينا هٿي صدا
روضۂ عالي ڏسي سڀ ڪنهن رکيو سجدي ۾ سر
طاعت حق ٿـي بـجا قبلو ڏٺـو اولا لـنـا
داخـلِ درگاهِ اقـدس ٿـي چـمـي باب الحرم
سر رکـي سجدي ۾ ڪيوسين حمد رباني ادا
هو ڏهين تاريخ روزِ قتل تا هي حشر عام
سڀ زمينِ ڪربلا هئي عرصۂ روزِ جزا
تا نـمـازِ عصر سارو ڏينهن هو آت روزِ حشر
بعد هر زوار ڪئي طاعاتِ رباني بجا

روز عاشوره جي مخصوصي زيارت جا شروط
ادب سين آن ڏينهن جا ڪياسين بس دستوري ادا
آن ذبيح الله جي سڀ ڪنهن ضريح پاڪ تي
تي رُنو هئي هئي بہ زاري وا حسينا هئي صدا
بعد طوف قتل گهه آياسون صحن پاڪ ۾
فرش اقدس رت هنجون روئي پريوسين جا بجا
جا بجا سينه زني ۽ مرثيه خواني جا حشر
روضو هو ماتم سرا پيا مرثيه ۽ واقعا
روضهٔ اطهر جي سيراندي هو منبر ماتمي
مجلس ماتم هئي آت دائمي صبح و مسا
خيمه گاهون بعد ماتمدار باهم فوج فوج
سڀ سوئي درگاهِ عباس علي رُنندا هليا
صحن ۾ عباس جي هو عرصه گاهِ روز حشر
هست زيارت نامه ها چون نامهٔ اعمال ها
هيئن چئي چانئٺ چمي ڪيوسين بجا طوف ضريح
پاڪ پيچري منهن رکي سينا سلياسين تي شفا
شڪر حق سون ڪربلائي ڪربلا سائين ڏلو
ڪربلائي ٿيس آڻ زوار شاهِ ڪربلا
آفرين صد آفرين "ثابت علي صادق" محب

۱۳۰۸ھ

اي مريد مرتضيٰ زوار شاهِ ڪربلا

ڪربلا معليٰ ۾ ڪن عالمن ثابت علي شاه جي عزت افزائي ڪئي، جيئن تہ سيد مهدي شهرستاني مجتهدِ اعظم مٿس ڏاڍو مهربان ٿيو ۽ پنهنجو دوست سمجهي، سيد آغا ابراهيم شاه ڏي ڪي خط لکي ڏنائينس. تنهن ڪانسواءِ سيد علي مجتهد ۽ مولوي آغا عبدالحسين بن مولوي محمد باقر، ثابت علي شاه کي متقي، پرهيزگار، صوم و صلواة جو پابند ڏسي ڪيس ڏاڍو مان ڏنو؛ بلڪ ڪي پروانا بہ لکي ڏنائونس. ازانسواءِ سيد حسن شاه، جو شاعر هو ۽ تخلص "حسن" هوس، تنهن بہ سيد ثابت علي شاه سان ملاقات ڪيون. اُئين تہ سيد حسن شاه ڪنهن زماني ۾ سيوهڻ بہ آيو هو ۽ شاه صاحب جي والد جي سائس دوستي هئي. "حسن شاه" کي سيد ثابت علي شاه جو ڪلام پسند آيو ۽ هڪ پي جو ڪلام پاڻ وٽ قلمبند ڪيائون. بهرحال ڪربلا جي زيارت کان پوءِ شاه صاحب ڪاظمين ويو ۽ محرم جي ۲۰ تاريخ کان پوءِ سامره پهتي، چار ڏينهن رهيو، تنهن کان پوءِ نجف

اشرف جي زيارت ڪري، ڪوفي پهتو ۽ وري ڪاظمين شريف ويو، جتي امام حسين عليه السلام جو چهلم ڪيائين. اهڙي طرح سيد ثابت علي شاه بنان ڪنهن تڪليف جي عزت ۽ احترام سان جمله زيارتون ڪيون ۽ ڏاڍي خوشي حاصل ٿيس، جو بادشاه ڪربلا سندس من جي مراد پوري ڪئي. انهي ۽ سعادت نصيب ٿين کان پوءِ شاه صاحب پنهنجي شعر ۾ ثابت جي بدران ڪٿي "زوار" ته ڪٿي "ڪربلائي" تخلص ڪم آڻڻ لڳو. شاه صاحب سنه (١٢٠٩هه-١٧٩٤ع) ۾ سفر باالظفر ڪري، موٽي سنڌ ۾ آيو. سيد غلام علي "مائل" ٽتوي ثابت علي شاه جي سنڌ ۾ موٽي اچڻ تي هي قطعه تاريخ چئي:

باز چون کرد اين شرف حاصل
سال ديگر به سنده شد واصل
سال اين خوش قدوم صدق نشان
شد ز "ثابت علي بصدق" عيان

١٢٠٩هه

تنهن کان پوءِ جڏهن سيد ثابت علي شاه پنهنجي طرفان سوغاتون ميرن کي ڏيڻ لاءِ دربار ۾ آيو، تڏهن ان وقت شهزاده مير ڪرم علي خان جي اڳيان جيڪو قصيدو پڙهيائين، تنهن جو انتخاب هيٺ ڏجي ٿو:

السلام اي دوستان من تحفه ها آورده ام
مهر تسبيح بوتراب ڪربلا آورده ام
سجده ها ڪردم خدارا بر در شاه شهيد
روني گرد آلوده از خاڪ شفا آورده ام
گريه ها ڪردم به ياد سيد الشهدا حسين
چشم گريان روشن از نور صفا آورده ام
يا الهي از ڪرم ڪن رحم بر "ثابت علي"
بر خطايم بر تو آمد عطا آورده ام

اٿين چوڻ ۾ مبالغو نه ٿيندو ته چمنستان سنڌي ادب جي هر گوشه ۾ ثابت علي شاه جي قادرالڪلامي جو ساز نغمه زن آهي. واقعي سيد ثابت علي شاه مرثيه گوئي ۾ پنهنجو مثال پاڻ آهي.

بهرحال سيد ثابت علي شاه ۽ سندس ڪلام جي ميرن، وزيرن، اميرن، توڙي خاص و عام ۾ نهايت مقبوليت هئي. سندس مرثيه شوق سان پڙهيا ويندا هئا. ميرن وٽ سيد ثابت علي شاه جي ڪلام جي ايتري ته مقبوليت هئي، جو جڏهن مير فتح علي خان سنه

(١٢١٧هه-١٨٠٢ع) ۾ وفات ڪئي، تڏهن سندس مقبري تي جيڪا قطعہ تاريخ لکيل آهي، سا سيد ثابت علي شاهه جي چيل آهي. حالانڪ پيا بہ گهڻائي شاعر هئا، پر شهزاده مير ڪرم علي خان، سيد ثابت علي شاهه جي چيل تاريخ کي پسند ڪيو.

شبِ شهادتِ شاهِ شهيد رحلت ڪرد
امير فتح علي خان خديوِ صاحبِ عصر
بگفت، ثابتِ زوّارِ سالِ تاريخش
"مڪين قصر بهشت" و "مڪان بهشتي قصر"

١٢١٧هه (تاريخ وفات) ١٢١٨هه (تاريخ مرقد)

مير فتح علي خان جي وفات کان پوءِ، جڏهن مير غلام علي خان تخت نشين ٿيو، تڏهن ان بہ پنهنجي دربار ۾ سيد ثابت علي شاهه جو اهو ئي مرتبو قائم ۽ برقرار رکيو، بلڪ سيد ثابت علي شاهه کي ڪيتريون ئي ذميواريون سپرد ڪيون ويون، جنهن ڪري سيد ثابت علي شاهه روزانو دربار ۾ ايندو ويندو هو.

اصل قصو هيئن آهي تہ ٽالپر حاڪمن ڪلهوڙن کان سنڌ جي حڪومت وٺڻ کان پوءِ پنهنجي همعصر ايران جي قاچاريہ سلاطين سان گهرا روابط قائم ڪيا ۽ وڪيلن جي آمدرفت ۽ هڪ ٻي ڏي تحفہ تحائف موڪلڻ آخر تائين قائم رکيا.

دستور مطابق مير غلام علي خان جي حڪومت ۾ شهنشاهِ ايران فتح علي شاهه قاچار جي طرفان وري ٻيهر * سيد ميرزا اسماعيل وڪيل ٿي سنڌ ۾ آيو، جنهن جي مرحبا تي سيد ثابت علي شاهه هڪ مثنوي لکي، ايران جي وڪيل کي سنڌ ۾ وقت جي حاڪم ميرِ غلام علي خان ٽالپر ۽ دارالحڪومت جو تعارف هن ريت ڪرايو:

## انتخاب

بيا مرحبا خيرمقدم بيا
خضر مقدما عيسوي دم بيا
بيا نامور از علي ولي
ز فتح علي شاهه فتح علي
شہ سنده ڪشور غلامِ علي ست
ز اسمِ مسمي بہ نامِ علي ست
حسن و مسجد و منبر و مومنان

* سيد ميرزا اسماعيل حڪومتِ ايران طرفان ٻهريون دفعہ مير فتح علي خان جي عهدِ حڪومت ۾ سنہ (١٢١٤هه-١٧٩٩ع) ۾ دارالسلطنت سنڌ ۾ آيو هو.

عـليّاً ولـي الله هـر جـااذان
شـہ سـنـده با شاه ايران مدام
بـوفـق و وفاؤ جهان بـا نظام

انهيءَ سبب سنہ (١٢١٩هـ-١٨٠٤ع) ۾ شهزاده مير ڪرم علي خان جي سفارش
تي ٽالپر سرڪار، سيد ثابت علي شاه کي ايران ڏي سفير ڪري موڪليو. شاه صاحب
ايران ڏي وڃڻ وقت هڪ نظم ۾ فرمائي ٿو ته:

مصحف خـاص بـہ تفسير آئـمـہ اطـهـر
بـہ تـبرک طلب از قـبـلـہٴ ايـقان رفـتم
تاج با جيـغہٴ پـر گـوهـر و تـيـغ و خنجر
اسپ و زين لعل و دُرّ و خـواه ز سلطان رفـتم
پيک گـر پيکـيٴ قـنـدهـار سرير کابـل
منصب شـہ طـلب از حضرت خـاقـان رفـتـم
سـنـده کشور بشـکـر پـور و بهر دو ديـره
خاصـہ جاگـيـر طلب بهر بـلوچـان رفـتـم

مٿين نظم جي پڙهڻ مان معلوم ٿيو ته شاه صاحب سنڌ مان قنڌار ۽ ڪابل کان
ايران ڏي ويو ۽ پاڻ سان مير صاحبن طرفان شهنشاهِ ايران لاءِ گهوڙا، قلمي قرآن مجيد،
پيش بها جواهر، جڙاؤ تلوارون ۽ شڪيلا (تلوار جي ميان ۾ ننڍو خنجر) وغيره کڻي ويو.
ايران ۾ پهچڻ شرط شاه صاحب پهرين آستانہٴ قدس (مشهد مقدس) جي زيارت کان
شرفياب ٿيو. پوءِ دارالحڪومت ايران ڏي روانو ٿيو، جتي فتح علي شاه قاچار جي دربار
۾ شاه صاحب ميرن جون سوغاتون ڏئي ۽ سفارتي فرائض پورا ڪري، بادشاه جي مدح ۾
قصيدو پڙهيو، جنهن جو مطلع هي آهي:

فـلـک بـہ دعـوت دين خـوانـد خطبہٴ ايمان
بـہ فتح فـتح عـلـي شـاه بـر جـمـيـع جهان

سنڌ ۾ واپس اچڻ کان اڳ، شاه جي مدح ۾ ثابت علي شاه وري ٻيو هيٺيون
قصيدو پڙهيو:

فـرمـان قـضـا جـريـان | مـنـشـور قـدر ارکـان
کالـوحـي مـن الـرحمان | والنصّ مـن الـفـرقـان

فتح علي شاه قاچار قصيدا ٻڌي، ثابت علي شاه کي انعام اڪرام سان نوازي سنڌ

ڏانهن واپس وڃڻ وقت مير صاحبن لاءِ جيڪي ناياب تحفا ڏنا، تن مان مندرجهِ ذيل قابلِ ذڪر آهن:

ڪاشان جا ريشمي دوشالا، چيني جا منقش چار وڏا شاهه ڪاسا، جڙاؤ هٿيار، مسطلا قرآن مجيد ۽ مختلف ڪتاب. انهن کان سواءِ (١) حضرت علي عليه‌السلام جي قدمن وارو پٿر ۽ (٢) حضرت ثامن الحجج علي بن موسي الرضا عليه آلاف والتحيته والثنا جو خط ڪوفي ۾ لکيل قرآن مجيد، جنهن جو پهريون اڌ مير صاحبن ڏي موڪليون، جو اڄ تائين ڏاڍپري ڪتب خاني ۾ محفوظ آهي ۽ قرآن جو ٻيون اڌ شاهه ايران پاڻ وٽ رکيو، جيڪو هن وقت آستانهءِ قدس جي رضويه ميوزم ۾ موجود آهي.

سيد ثابت علي شاهه سنڌ ڏي واپس اچڻ وقت وري به ٻيهر حضرت امام رضا عليه السلام جي روضهءِ مبارڪ تي ويو ۽ زيارت کان مشرف ٿي واپس وطن آيو.

اهڙي طرح سيد ثابت علي شاهه سفارتي فرائض پورا ڪري، جڏهن دارالحڪومت سنڌ ۾ آيو ۽ مير صاحبن کي سوغاتون وغيره ڏنائين، جي ڏسي (٣) مير صاحب تمام خوش ٿيا. سيد ثابت علي شاهه جي سنڌ ۾ موٽي آچڻ تي سيد غلام علي مائل هيٺ ڏنل قطعهِ تاريخ هيئن چئي آهي:

## مادهٔ تاريخ

آمده "ثابت علي" چونڪه بمجد و علا  
باز ز ايران به سنده طرفه بکامِ جلي  
سال قدومش به سنده هاتفِ غيبم سحر  
گفت "بمجد و علا آمده ثابت علي"

١٢١٩هه

---

(١) اهو پٿر اڄ تائين حيدرآباد ۾ اسٽيشن جي ويجهو "شاهه جي قدمن" جي نالي سان مرجعِ زيارتگاهِ خاص و عام آهي ۽ مٿس مير نصير خان جو لهرايل قبو آهي.

(٢) محقق احمد گلچين معاني جي تاليف ڪيل ڪتاب "راهنمائي گنجينهٔ قرآن" جي صفحه ١٩ تي ڏنل فوٽي مان جڏهن ميرن واري قرآن جي پٺ ڪئي وئي تڏهن ان تي به ايران جي سابق بادشاهن جون ساڳيون مهرون ۽ ساڳي شاهه عباس صفوي ڪبير جي تحرير موجود آهي.

(٣) مير صاحب يعني مير غلام‌علي خان، مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان.

ڪيترا ئي بادشاهي فرمان شاه صاحب جي اولاد وٽ موجود آهن، جي منهنجي نظر مان گذريا آهن. مثلاً سيد ثابت علي شاه جي نالي ميان عبدالنبي خان عباسي، ميرفتح علي خان ٽالپر، مير غلام علي خان ٽالپر، مير ڪرم علي خان ٽالپر، مير مراد علي خان ٽالپر جا لکيل فرمان آهن ۽ سيد ثابت علي شاه جي وڏي فرزند سيد امداد علي شاه جي نالي مير ڪرم علي خان ٽالپر، مير مراد علي خان ٽالپر، مير نور محمد خان ٽالپر، مير محمد نصير خان ٽالپر، مير صوبدار خان ٽالپر، مير محمد خان ٽالپر جا لکيل آهن، جي سربمهر آهن ۽ تاريخي دستاويز سمجهڻ گهرجن.

سيد ثابت علي شاه ڪي جڏهن به مير صاحبن جي دربار ۾ حاضر ٿيڻو هوندو هو ته هڪ ڏينهن اڳواٽ حيدرآباد ۾ ايندو هو ۽ حيدرآباد جي قلعي جي اڀرندي پاسي قلعي واري چاڙهي وٽ سيد ڏنل شاه جي اوطاق تي اچي ٽڪندو هو. جتان ٻي ڏينهن صبح جو سرڪاري لباس پهري مير صاحبن وٽ دربار ۾ حاضر ٿيندو هو. اتي ڪڏهن ڪڏهن مير صاحبن جي مدح ۾ قصيدا پڙهندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن سرڪاري طرح مير صاحب ڪيس ڪيس فيصلي ڪرڻ لاءِ ڏيندا هئا. پاڻ اهڙي ته خوش اسلوبي سان فيصلا ڪندو هو جو ٻئي ڌريون پاڻ ۾ راضي ٿي وينديون هيون. ازانسواءِ وري ڪڏهن ڪڏهن مير صاحبن جي حڪم موجب ڪنهن جانچ تي به ويندو هو ۽ جانچ ڪان پوءِ رپورٽ مير صاحبن ڪي پيش ڪندو هو. جڏهن مير غلام علي خان ۽ مير سهراب خان جي وچ ۾ معمولي تڪرار ٿيو ته ان وقت پيغام رسانيءَ لاءِ سيد عظيم الدين ٺٽوي سان سيد ثابت علي شاه سرڪاري حڪم تي چار پنج دفعه خيرپور آيو ويو.

جيئن ملتان ۾ سيد ثابت علي شاه جي وڏن کي دهليءَ جي بادشاهن ڪان سندون زمينون ۽ جاگيرون مليل هيون، جن تي هنن جو سکيو وقت گذرندو هو، تيئن سيد ثابت علي شاه، ٽالپري دربار ۾ سندس اثر رسوخ هوندي به ڪڏهن اهڙي قسم جي جاگير يا زمين جي گهُر نه ڪئي، جنهن جا ٻه سبب هئا: هڪ ته شاه صاحب دولت کي تمام حقارت سان ڏسندو هو، ٻيو ته جيتري ڪيس ضرورت هئي تنهن ڪان چوڻا بلڪ وجهه ۽ لوازما مير صاحب ڪيس ڏيندا هئا، جنهن ڪري ڪيس زمين ۽ جاگير جي گهرڻ جي ضرورت ئي پيش نه ٿي.

سيد ثابت علي شاه تهجد گذار هو. حسب عادت رات جو ٤ بجي ننڊ مان اٿندو هو. نماز ۽ قرآن جي دؤر ڪان فارغ ٿي پوءِ شعر چوندو هو. شعر چوڻ وقت شاه صاحب زار و قطار روئندو هو. پوءِ اهو شعر اهلبيت عليهم السلام جي فضائل ۾ هجي يا مصائب ۾ هجي، يعني منقبت هجي يا مرثيه. سندس شعر چوڻ جو ٻيو هي به طريقو هو ته جڏهن پاڻ سفر تي ويندو هو ۽ پوءِ جتي سندس سڪونت ٿيندي هئي، اتي جڏهن اڪيلو ٿيندو هو، تڏهن شعر چوندو هو. شعر چوڻ وقت ڪڏهن به سندس طبيعت جي رواني سوچ ويچار جي محتاج نه رهي. جيئن ته هڪ دفعي صبح جي وقت شاه صاحب

دستور مطابق ڏنل شاه جي اوطاق ۾ ويٺو هو ته هڪ هندو عورت پنهنجو پٽ هنج تي کنيو ٻي وٽي ۾ ڇوڪرو ٿيڃ پيئڻ لاءِ ڏاڍي دردناڪ آواز سان ٻي رنو. اهو منظر ڏسي شاه صاحب کي يڪدم شهزاده علي اصغر جي اُڃ ياد پئي ۽ بيساخته هي مرثيه چوڻ شروع ڪيائين "ڪير پيئڻ وارو پٽ جنهنجو سري ڪير ري"

سيد ثابت علي شاه جو ٻڙ پوٽو سيد امداد علي شاه مرحوم ٽالهه ڪندو هو، ته هڪ دفعي مير ڪرم علي خان جي فرمائش تي، مٽيارن جي پير سرهندي (شايد پير عبدالعزيز سرهندي مرحوم) سيد ثابت علي شاه جي دعوت ڪئي. شاه صاحب مٽيارن ويو. پير صاحب مرحوم به پنهنجي وقت جو جيد عالم فاضل هو. سيد ثابت علي شاه ۾ پهچڻ شرط گهوڙي تان لهي ۽ پير صاحب سان اوطاق ۾ ڪيڪر بازي ڪري، في البديهه هي منقبت "قسم. لااله الا الله" فارسي ۾ چوڻ شروع ڪيو. جڏهن ثابت علي شاه سمورو منقبت چئي ختم ڪيو، تڏهن پير صاحب مرحوم نهايت خوش ٿي ڪيس احسن احسن چئي ڀاڪر پاتائين.

دستور مطابق محرم جي مهيني ۾ هر سال سيد ثابت علي شاه حيدرآباد ۾ ايندو هو، عشره محرم بعد لٽي ڏانهن ويندو هو، جتي اڪثر اثنا عشري خواجن وٽ رهندو هو ۽ رات جو مڪلي تي درگاه (١) "جلوه گاه اماميڻ" ۾ سڄي رات جاڳي عبادت ڪندو هو. ڪڏهن ڪڏهن سيد لطف علي تخلص "همت" رضوي جي اوطاق ۾ ان جي پوين سان ملڻ به ويندو هو ۽ ڏاڍي چاه ۽ سڪ سان رضوي سيدن کي چوندو هو ته هي منهنجي استادن جي، استاد جي جاءِ آهي. يعني مولوي غلام علي "مداح" جي والد، محسن لٽوي، جو سيد لطف علي استاد هو.

---

(١) ڪتاب تحفة الڪرام خواه تحفة الطاهرين ۾ راوين جو بيان آهي ته مڪلي تي ڪڏڙ ڪرار ڪريون چاريندو هو. جڏهن ڪريون انهي خاص ميدان وٽان لنگهنديون هيون ته نهايت خاموشي سان پاسو ڪري اڳتي وينديون هيون. ڪرار اهو حال ڏسي حيران ٿيو. آخر هڪ ڏينهن ڪرار انهي جاءِ تي هڪ بزرگ کي نهايت ادب سان دعا گهرندي ڏٺو. ڪرار ڪانئس سڄي حقيقت پڇي، جنهن تي هن بزرگ چيس "اين جا، پاڪان و برگزيدگان الهي است ڪه عالم ملڪ و ملڪوت گردن اطاعت بزير ايشان نهادند".
اهو واقعو جام نظام الدين ڪان به اڳ جو آهي. (٨٦٦هه-١٤٦١ع کان ٩١٤هه-١٥٠٨ع) جام جي دؤر ۾ مائهن مخدوم احمد ۽ مخدوم محمد کي انهي جاءِ تي نهايت خشوع ۽ خضوع سان دعائون گهرندي ڏٺو، جنهن کان پوءِ انهي جاءِ جو عزت ۽ احترام ڪري مجاور حد بندي ڪرڻ لڳو. انهيءَ ڏس ۾ ٺهرين حدبندي ميان ملوڪ شاه هڪڙي بزرگ ڪئي. ان کان پوءِ چار ديواري ۽ چبوترو يعني ٿلهو نواب سيف الله خان لٽي جي صوبيدار (١١٤٠هه-١٧٢٧ع) ۾ ٺهرايو. بعد ازان موجوده قبو ميان نورمحمد خان ڪلهوڙي سنه ١١٥٤هه ١٧٤١ع ۾ تعمير ڪرايو. ان بعد سيد ثابت علي شاه جي عرض تي، مير غلام علي خان ٽالپر نئين سر مرمت ڪرائي. تنهن کان پوءِ قبرن جي وِيون لاءِ پڪي تجر مير نصير خان (١٢٤٨هه-١٨٣٢ع) ۾ ٺهرائي.

سيد غلام مرتضيٰ شاه "مرتضائي" رضوي لنوي، منظوم قصہ ''يوسف زليخا'' مثنوي چني سنہ (١٣٠٨هہ-١٨٩٠ع) ۾ ڪتاب شايع ڪيو، جنهن جي صفحي ٢٠ تي لکي ٿو تہ،

محمد محسن، صباغ (کنهباڻي) جو فرزند ميان غلام علي، "مداح" تخلص، صاحب علم، عربي ۽ فارسي ۽ جفر ۽ رمل ۽ نجوم ۽ قيافہ ۽ منطق ۽ معاني ۽ تفسير ۽ حديث ۽ سير ۾ يڪتائي روزگار هو ۽ ميان سرفراز ڪلهوڙي جو استاد هو. سيد ثابت علي شاه ڪربلائي سيوهاڻي، جو سنڌ ۾ سنڌي سخن جو مرثين ۽ منقبتن ۾ استادِ سخن ٿي گذريو آهي، سو بہ هن صاحب جو شاگرد هو. سيد ثابت علي شاه زوار ڪربلائي، جڏهن لڏي ۾ آيو، تڏهن مير صاحب مهر لطف علي خان جي، جاڳير جي زمين ڇمي، چوندو هو تہ هي منهنجي استادن جي استاد جي جاءِ آهي ۽ منقبت ''اي تون سرِ حق جو مظهر يا اميرالمومنين'' مير لطف علي خان جي اوطاق ۾ سادات جي خواهش تي في البديهہ جوڙيائين.

سيد ثابت علي شاه جڏهن بہ حيدرآباد ۾ ايندو هو، تڏهن سندس اچڻ جو هڏي ڪيترائي شهر جا عالم فاضل، شاعر سائس ڪچهري ڪرڻ لاءِ ايندا هئا. شاه صاحب نهايت پُرخلوص ۽ خوش مزاج هو. ڪڏهن بہ ڪنهن سان پلجي ڏاڍيان نہ ڳالهائيندو هو. هڪ دفعہ حسبِ دستور سيد ثابت علي شاه حيدرآباد ۾ سيد ڏنل شاه جي اوطاق ۾ ٽڪيل هو تہ سيد فضل الله شاه، صوفي سائس ملاقات ڪرڻ لاءِ آيو. دورانِ گفتگو هڪ ٻئي سان اردو شعر ۾ هيٺين موجب سوال جواب ڪرڻ لڳا:

سوال سيد ثابت علي شاه:

''مردانِ خدا خدا نباشد''

جواب فضل الله شاه:

''ليکن ز خدا جدا نباشد''

سوال فضل الله شاه:

میں تجھ سے یہ پوچھوں جو کہ آدم کہو کیا ہے
اس اربع عناصر میں رواں دم کہو کیا ہے
حق کہنے سے منصور کو تم دار پہ کھینچا
پھر ہم ابھی کہنے کے نہیں تم کہو کیا ہے

جواب سيد ثابت علي شاه:

ترکیبِ عناصر سوا آدم کہو کیا ہے
من امر قل الروحی سو آدم کہو کیا ہے

ہے کہنے سے منصور کو ہر دار پہ کھینچا
پھر ہر ابھي کہنے کے بنے تو کہو کیا ہے

سوال سید فضل اللہ شاہ:

جاگتا کون ہے اُس پتلي کے روزن سے لگا
پرتوا کس کا ہے اِس آنکھوں کے ایوان کے بیچ
جس نے سجدہ نہ کیا حق کے کہنے آدم کو
نہیں معلوم کریں کون تھا شیطان کے بیچ

جواب سید ثابت علي شاہ:

جاگتا روح ہے اُس پتلي کے روزن سے لگا
پرتوا نور کا ہے اس آنکھوں کے ایوان کے بیچ
سجدہ آدم کو نہ تھا اسر کے مسجود کو تھا
پھر خودي سب پہ خدا ترک ہے شیطان کے بیچ

سوال سید فضل اللہ شاہ:

دیر میں سور میں خدا دیکھا
تم نے کعبے میں جاکے کیا دیکھا

جواب سید ثابت علي شاہ:

ہم تو بندہ ہے اپنے آنکھوں کے
یاں نہ دیکھا تو اور واں دیکھا

شاہ صاحب جو کلام ٺن قسمن جو آهي. هڪ خودساخته ۽ ٻيو مير محمود تخلص ''صابر'' لٽوي، مير غلام مصطفيٰ مخزون لٽوي، مير عبدالله تخلص ''مسڪين'' دهلوي ۽ خليفي مياں محمد علي سڪندر پنجابي جي فارسي ۽ اردو مرثين ۽ منقبتن جا ترجما ۽ تتبع.

راقم الحروف جي ڏاڏي ميرزا فتح علي بيگ ''فتح'' جو والد، ميرزا مراد علي بيگ ''سائل''، مير سهراب خان والي خيرپور رياست وٽ، ملازم هو ۽ وٽس فارسي، اردو مرثيه منقبت پڙهندو هو. ان زماني ۾ خيرپور جي ميرن ۽ حيدرآباد جي ميرن جي وچ ۾ سرڪاري لکپڙهه پئي هلندي هئي ۽ طرفين جا وڪيل پيا ايندا ويندا هئا. اڙانسواءِ شاه صاحب،

اڳي ئي چار پنج دفعا سرڪاري طرح خيرپور ۾ اچي چڪو هو، جتي سندس ملاقات ميرزا مراد علي بيگ سان ڪيئي دفعا ٿي. جيتوڻيڪ ميرزا مرحوم ابي ڏاڏي شاعر هو ۽ فن شاعري کان بخوبي واقف هئڻ جي باوجود، شاه صاحب جي، خلوص نيت سان عزت ۽ احترام ڪندو هو، نه رڳو ايترو بلڪ سيد ثابت علي شاه کي مرثيه گوئي ۾ پنهنجو استاد ڪيائين. ان کان پوءِ ميرزا مرادعلي بيگ، مير سهراب خان جو وڪيل ٿي اڪثر شاه صاحب سان گڏ حيدرآباد جي ميرن جي دربار ۾ ايندو هو ۽ ساڻس گڏ سندس فرزند ميرزا فتح علي بيگ به هوندو هو. ميرزا مرحوم پاڻ تي آستاد ڪي، ايڏو مهربان ڏسي سيوهڻ مان ئي شادي ڪئي ۽ اهوئي هڪ اهڙو ذريعو ٿيو، جنهن سبب ميرزا صاحب مرحوم جي، شاه صاحب سان وڌيڪ ويجهڙائي ٿي. جنهن سبب ڪڏهن ڪڏهن سيوهڻ ۾، سيد ثابت علي شاه ۽ ميرزا مرحوم، پنهنجا مرثيه مجلسن ۾ ڪڏهن سوز خواني ۾ پڙهندا هئا. سنڌ ۾ اتان ئي سوزخواني جو رواج شروع ٿيو. ساڳي طرح ميرزا صاحب مرحوم خيرپور ۾ پنهنجي فرزند (١) ميرزا فتح علي بيگ "فتح" سان ۽ ڪڏهن آخوند محمد عالم "عالم" سان سوز خواني ۾ سيد ثابت علي شاه جا يا پنهجا تصنيف ڪيل مرثيه پڙهندو هو.

سيد ثابت علي شاه آستاد ۽ ميرزا مراد علي بيگ "سائل"، ان جو شاگرد تنهن کي راقم الحروف جا بزرگ باعث فخر سمجهندا هئا ۽ بار بار مجلسن ۽ محفلن ۾ اهڙا تذڪرا پيا ڪندا هئا جي روايتون سينه بسينه اسان جي خاندان ۾ اچيا تائين هلنديون اچن ۽ اهوئي سبب آهي جو سيد ثابت علي شاه جي ڪلام جو مواد اسان جي بزرگن جو گڏ ڪيل، جيترو اسان جي گهراڻي ۾ موجود آهي، اوترو شايد پوري سنڌ ۾ ٻي ڪنهن هنڌ دستياب ٿي نه سگهي.

سيد ثابت علي شاه کي تقرير جو به خاص ملڪو هو. سندس مطالعو نهايت وسيع هو، ان هوندي به اڪثر "ڪتاب روضةالشهدا" مان تقريرون ڪندو هو ۽ تقريرن ۾ اهلبيتِ عظام جا معجزه وغيره بيان ڪندو هو. اها ڪيس قدرتي ذات هئي ۽ ذهني ڪمال هو، جو ڳالهه ڳالهه تي شعر پڙهندو هو. پوءِ ڪئي اهو پنهنجو شاعرن جو، عربي يا فارسي هجي يا اردو ۽ سنڌي هجي.

ڪن دوستن جو چوڻ آهي ته سيد ثابت علي شاه مير انيس ۽ ميرزا دبير جي مرثين جا ترجما ڪيا آهن، پر اهو سراسر غلط آهي. سيد ثابت علي شاه جي ولادت سنه (١١٥٣هه-١٧٤٠ع) ۾ ٿي ۽ وفات سنه (١٢٢٥هه-١٨١٠ع) ۾ ٿي. مير انيس جي ولادت (١٢٢٠هه-١٨٠٥ع) ۾ ٿي ۽ وفات (١٢٩١هه-١٨٧٤ع) ۾ ٿي. ميرزا دبير جي ولادت (١٢١٨هه-١٨٠٣ع) ۾ ٿي ۽ وفات (١٢٩٢هه-١٨٧٥ع) ۾ ٿي. مٿين سنن مان معلوم ٿيو ته مير انيس ۽ ميرزا دبير اڃا مس طفل مڪتب ٿيا هوندا ته سيد ثابت علي

---

(١) ميرزا فتح علي بيگ "فتح" ۽ آخوند محمد عالم "عالم" ميرزا مراد علي بيگ "سائل" جا، فن مرثيه گوئي ۾ شاگرد هئا.

شاه وفات ڪئي، ڀاڪ آءٌ دعوي سان چوندس ته مير انيس جي استاد مير خليق ۽ ميرزا دبير جي استاد مير ضمير جو به ڪلام نه سيد ثابت علي شاه ڏٺو ۽ نه انهن جا ترجمو ڪيائين. تنهن ڪري ان تي وڌيڪ بحث ڪرڻ يا لکڻ اجايو ٿيندو.

سيد ثابت علي شاعر، اديب، عالم فاضل هئڻ سان گڏ متقي، پرهيزگار ۽ صوم و صلوات جو پابند هو. جيڪي خوبيون ڪنهن عالم، متقي ۽ پرهيزگار ۾ هئڻ گهرجن سي سموريون شاه صاحب ۾ هيون. سيد ثابت علي شاه، بدن جو ڀورو ڀنو، ڪشاده پيشاني، ڪتابي چهرو، رنگ سفيدي مائل ۽ قد جو ڊگهو هو. مٿي تي ساڻي رنگ جي پڳ، ساڻو پهراڻ، نيري رنگ جي سلوار، پهراڻ جي مٿان چيلهه تي سندرو ۽ علي بند اها سندس دائمي پوشاڪ هئي. هٿ ۾ خاڪ شفا جي تسبيح ڪندو هو ۽ ٻجي هٿ ۾ عقيق جي منڊي پائيندو هو جنهن تي هي الفاظ ڪنده ٿيل هئا ”ثابت علي ڪربلائي“ ۽ ١٢١٥ عدد، يا علي مدد جا.

شاه صاحب پنهنجي حياتيءَ جا، پوئيان سال، پنهنجي وطن سيوهڻ ۾ گذاريا جتي حسب عادت قلندر شهباز جي روضه ۾ ڪلام پاڪ جي روزانه تلاوت ڪندو هو. پيري سبب ضعف ۽ نقاهت وڌي ويو ۽ پاڻ عليل گذارڻ لڳو. شهزادي مير ڪرم علي خان جي حڪم سان ٻورڪن جي حڪيمن، شاه صاحب جو علاج ڪيو ليڪن بقول شاه جي ”توڙي عمر نوح ته به آخر فنا آخر فنا“. نيٺ وڏي عمر ۾ مير غلام علي خان جي عهد حڪومت ۾ تاريخ ٢٤ جمادي الثاني سنه (١٢٢٥هه-١٨١٠ع) ۾ درگاهه ”ايزد واحد عالم الغيب“ ڏانهن شاه صاحب جي روح پرفتوح پرواز ڪيو ۽ سندس وصيت

١٢٢٥ه

مطابق سيوهڻ جي پراڻي قبرستان ۾ جنهن کي ڪربلا چوندا هئا ۽ اڄا به چون ٿا، اتي دفن ٿيو. سيد غلام علي ”مائل“ شاه صاحب جي وفات تي حسب ذيل قطعات، تاريخ وفات چيون آهن:

چون محب شاه دين مداح آل مصطفيٰ
آنکه از صدق و عقيدت در محبت داشت جوش
رفت از دنيا بسو جنت گشت همبزم علي
ساغر وصل از کف ساقي ڪوثر کرد نوش
سال وصل آن محب واصل بزم علي
گفت ”هم بزم علي ثابت علي ادا“ سروش

١٢٢٥ه

# ایضاً

این زمان باز چــون بحکمِ قضا — کــہ بصدق دل است مدام رضا
باثــبــوت ولا و صدقِ دلــي — آن محبّ علــي و آلِ علــي
از بــرائــي زیــارتِ شــاھان — کــرد رحلت ازین جھان بجنان
ھاتــفم گــفت سالِ رحلتِ او — "ھاي" ثابت علي صادق گــو"

١٢٢٥ھ

در جنان بــاد دائــم آن مقبول — داعــي دوســتانِ آلِ رســول
خاصہ در حضرتِ شھان دایــم — باد داعي میر بــزمِ "کرم"
"مائلہ" حــق بیادش از اخــلاص
خواھد از حــق ابــد شفاعت خاص

اسان وري بہ ھتي، ڄاڻايون ٿا تہ سيد ثابت علي شاھ سيوھڻ ۾ تولد ٿيو ۽ وفات بہ سيوھڻ ۾ ئي ڪيائين ۽ سيد مرحوم جو مدفن بہ اتي ئي آھي. اھڙي قسم جو احوال شاھ صاحب مرحوم جي تصنيف ڪيل "زيارت نامہ" مان، ڪتاب جي، شروع ۾ ئي ڏني چڪا آھيون.

سيد "مرتضائي" لڏوي سنہ ١٨٩٠ع ۾ پنھنجي تصنيف ڪيل ڪتاب (منظوم) "يوسف زليخا" جي شروع ۾ سنڌ جي جملہ سادات جو مختصر ذڪر ڪيو آھي، تنھن جي صفحي ٤٧ تي، سيد ثابت علي شاھ بابت حسبِ ذيل احوال لکيو آھي:

"سيد ثابت علي شاھ زوار ڪربلائي عليہ الرحمہ"
(جو سنڌي زبان اندر مرثين ۽ منقبت ۽ زيارت نامہ وغيرہ ۾ شاعر، استاد ڪامل فن، مشھور، تنھن جي مختصر خبر.)

ھن صاحب جو ڏاڏو سيد نور محمد شاھ، ملتان ۾ رھندڙ جت، سيد قريب ۽ سندس عزيز گھڻا، شھر ملتان ۾ جايون ۽ قبرستان ۽ کوہ پکا ۽ مسجدون، جھڙي سيد عبدالشڪور ۽ مدرسو سيد عيسي جو مشھور ۽ کھاول ڳوٺ، جو ملتان کي نزديڪ آھي، اُت سندن زراعتون ۽ باغ ۽ بادشاھن، ھندستان جي کان، يوميا مقرر، پوءِ سيد نورمحمد، نواب اعظم خان ساڻ آيو آھي سنڌ ۾ ۽ مرشد ورتو انھن قلندر مخدوم لعل شھباز عليہ الرحمہ، تڏھن فقر ۾ تابوت شاھ قالو رکايو اٿس. نواب اعظم خان جلد معزول ٿيو آھي، ھي صاحب شھر سيوھڻ ۾ رھي رھيو آھي، پوءِ سندس والد (سيد ثابت علي شاھ جو والد سيد مدار علي شاھ) بہ سنڌ ۾ وڏي رونق سان گذاريو. ھن خاندان ۾ علم عربي ۽ فارسي، اصل گھڻو

هو ۽ پاڻ سيد ثابت علي شاهه ڪربلائي، علم عربيءَ ۾، صاحب، تحصيل جو ۽ سندس ڪلام عربي ۽ فارسي ۽ سنڌي، گهڻو، جڏهن زيارت تي ڪربلا ئي ويو، تڏهن تاريخ جوڙيائين ”ثابت علي صادق“ جڏهن موٽي آيو تڏهن ”ثابت علي بصدق“ سندس زيارت نامه ۾، اوائل احوال، سڀ سندس نظم ۾ ڏنل، سنڌي مرثين ۽ منقبت ۾، استادالعصر ٿي گذريو، فرزند سندس سيد احسان علي، تمام قابل ۽ گويا هو، جو سڀ ڪنهن ڳالهه جي مثال تي، قرآن شريف جي آيت ۽ حديث نبوي مثنوي جو بيت ۽ ٻيءَ پنهنجي ثابت علي ۽ پٽائي صاحب جو بيت چوندو هو ۽ سيد امداد علي پيو سندس فرزند، جنهن جو هاڻي اولاد ميان ثابت علي شاهه ۽ ان جا فرزند پريل شاهه ۽ پيا ٽين ميرصاحبن ٽالپرن سنڌ سردارن جي ٽئي، حيدرآباد سنڌ ۾، عهدي مجاوري، قديم وصيت ميان ثابت علي شاهه زوار جي تي، رهن ٿا.

سيد مرتضائي، جي مندرجه بالا تحرير مان معلوم ٿيندو ته سيد ثابت علي شاهه جو خاندان اصل ڪان ئي، علم و ادب جو شاهڪار گهرائو هو ۽ ان سان گڏ هن خاندان جو وقت جي حاڪمن سان به رابطو قائم رهندو آيو جنهن ڪري هي وڏن عهدن تي فائز هوندا هئا. سيد ثابت علي شاهه جي وفات کان پوءِ سندس فرزندن سيد امداد علي شاهه ۽ سيد احسان علي شاهه کي شهزادي مير ڪرم علي خان اهي ئي سارا وجهه معاش ۽ لوازما مقرر ڪري ڏنا، پر سنه ١٢٤٤ھ ۾ مير ڪرم علي خان، جيڪو سيد ثابت علي شاهه جو ڪرم گستر هو، تنهن جي وفات کانپوءِ ۽ سيد ثابت علي شاهه جي وصيت مطابق، مير مراد علي خان سيد ثابت علي شاهه جي اولاد کي سيوهڻ مان گهرائي حيدرآباد ۾ ميرن جي قبن پرسان زمين ڏني قبن جي سنڀال لاءِ رهائي سابق لوازما مقرر ڪري ڏنا ۽ اها تائين ميرن جي قبن پرسان سيد ثابت علي شاهه جو اولاد رهندو اچي.

المختصر سنڌي ادب ۾ شاهه صاحب جون قابل، قدر ۽ پُر عظمت وصفون ڏٺيون وڃن ٿيون. سنڌ ۾ سيد ثابت علي شاهه ئي پهريون شاعر آهي، جنهن عربي وزن تي سنڌي ۾ شعر چيو ۽ اهو ئي پهريون شاعر آهي جنهن، سنڌ ۾ سنڌي موزون شاعري جو بنياد وڌو ۽ هڪ علحده نمونو اختيار ڪري، سنڌي سان گڏ فارسي ۽ عربي الفاظ ۽ اصطلاح ملائي فارسي طرز ۽ وزن تي پيهاريو.

ياد رکڻ گهرجي ته اڳوڻيءَ سنڌي شاعريءَ جو نمونو ڏوهڙا، بيت، ڪافيون وغيره ڪلهوڙن جي آخري دور ۽ ميرن جي اوائلي حڪومت تائين هليو. ليڪن ميان سرفراز جي زماني ۾ ۽ خاص ڪري مير فتح علي خان جي دور، حڪومت ۾ سنڌي شعر ۾ ڦيرگهير ٿيڻ لڳي. دربار ۾ سرڪاري لکپڙهه فارسي ۾ ٿيندي هئي ۽ فارسي ٻولي جو گهڻو رواج هو. ازانسواءِ ايران ۽ هندستان مان به مشهور فارسي گو شاعر آيل هئا جي دربار ۾ ميرن جي تعريف ۾ قصيدا، غزل ۽ مسدس وغيره فارسي ۾ پڙهندا هئا. ان زماني

۽ ساري سنڌ ۾ سيد ثابت علي شاه ئي واحد شاعر هو، جنهن عروضي وزن تي، سنڌي مرثيه ۽ منقبت پاڪ پنهنجو سمورو ڪلام چيو. معلوم ٿيو ته سنڌي شعر جا ٻه نمونا آهن. هڪڙو سيد عبداللطيف ڀٽائي جي تتبع تي بيت ۽ ڪافيون وغيره ۽ ٻيو سيد ثابت علي شاه جي تتبع تي سنڌي ۾ عروضي بحرن تي غزل، قصيدا ۽ مثنويون. عربي وزنن تي ڪلام چوڻ، جيئن ايران ۾ رودڪيءَ کان ۽ هندستان ۾ وليءَ کان شروع ٿيو، تيئن سنڌ ۾ سيد ثابت علي شاه کان ٿيو. ڪلاسيڪي شاعري کان پوءِ سنڌي شاعري ۾ جيڪو وڏو ڦيرو آيو، سو ثابت علي شاه جي شاعري کان، بهرحال سنڌ ۾، مذڪور ٻنهي قسمن جي اشعار جا استاد حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي ۽ سيد ثابت علي شاه آهن.

حسان اهلبيت، هزهائنس مير حسن علي خان ٽالپور پنهنجي تاليف ڪيل (منظوم) ڪتاب ”شهنشاه نامه المسمیٰ بہ حملہ حيدري“ جي باب ”سبب تاليف“ ۾ هڪ هنڌ فرمائي ٿو ته:

چئي جيڪي ثابت علي شاه ويو ... ٻيو سنڌي ۾ ڪنهن شعر اهڙو نه چيو
ڪلام آن جو مون غور سان جڏ ڏٺو ... ڏٺم جڻ ڪنهن قالب منون ڦٽي ڪڍيو
هو هن فن ۾ سيد استاد ڪار ... خدا جون مٿس رحمتون بي شمار
نه هو شعر هئي تازگي روح جي ... سخن اهڙو ٻيو ڪو چئا سگهندو چئي
ٻه تنهن کي غلط جو پڙهن ٿا مدام ... سو پڙهندڙن جو ئي نقص صاحب ڪلام
ٻيو جيڪي ويو چئي شاه عبداللطيف ... ڪري وصف ان جي مي ڪوڙي نحيف
ڪلام آن جو هو گوهر شاهوار ... هو هن فن ۾ شاه بحر ذخار
سراسر مگر رمز هئي مختفي ... نه سگهندو ٻيو ان طرح سان ڪو چئي
چوان ان کي سنڌي جي ٿو مثنوي ... مشابه ڪلام آهي با مولوي

جزا خير جي ڏي ٻنهي کي الله
چئي دلچسپ ويا شعر بي اشتباه

سيد ثابت علي شاه سنڌي ادب جي انهن چند عظيم الشان هستين مان آهي جي فن جا موجد آهن. مبارڪ آهي سنڌي زبان کي، جنهن سيد ثابت علي شاه جهڙو قادرالڪلام ۽ خدائي سخن شاعر پيدا ڪيو. شاه صاحب پنهنجي ڪلام ۾ سنڌي ٻولي کي سلوڻن ۽ سولن لفظن ۾ ادا ڪري ترقي جو گس وٺايو. سنڌي زبان جو هي تنها شاعر آهي، جنهن پنهنجي خداداد قابليت سان پنهنجي سنڌي ٻولي کي سينگاري سنواريو. هي هڪ اهڙو ته زنده جاويد شاعر آهي، جنهن سنڌي زبان ۾ آها رفعت ۽ عظمت جي جهلڪ ڏيکاري آهي، جو سندس ڪلام تي محشور حيرت آهيون. به مصداق:

هر سخن موقع و هر نکته مقامي دارد

درحقيقت شاه صاحب جي شاعري جو فقط اهو ئي راز آهي، جنهن شاه صاحب کي معراجِ ڪمال تائين پهچائي ڇڏيو.

سيد ثابت علي شاه جو سمورو ڪلام علمِ عروض جي حدن اندر آهي ۽ يقين سان چئي سگهبو ته سنڌي شاعري ۾ انقلاب پيدا ڪندڙ ۽ موزون سنڌي شاعري جو موجد سيد ثابت علي شاه آهي. ڪيس شاعري ۾ اهو پاڳو نصيب ٿيو، جنهن ڪري شاعري جي فن ۾ اعليٰ درجو حاصل آهي، يعني مرثيو.

سيد ثابت علي شاه سنڌي جو پهريون مرثيه گو شاعر ليکجڻ گهرجي، توڙي جو ڪائنس، اڳ به ڪي سنڌ ۾ مرثيه گو شاعر ٿي گذريا آهن، پر انهن جي ڪلام کي ايتري مقبوليت نه ٿي.

شاه صاحب مرثيه ۾ جديد موضوعن سان گڏ طرزِ بيان ۾ نهايت وسعت پيدا ڪئي آهي ۽ سندس ڪلام ۾ فصاحت ۽ بلاغت جون گلڪاريون آهن. سندس ڪلام جي فصاحت جي اها حقيقت آهي جو چئو ته لطافت جو دريا موجزن آهي ۽ وري بلاغت کي ڏسجي ته ڪٿي به ڪو اهڙو لفظ نظر نه ايندو جنهن کي بيڪار يا عبث يا ڀرتيءَ جي لفظ سان تعبير ڪيو وڃي. انهيءَ ڪري هڪ هڪ واقعي کي ڪيترن ئي نمونن ۾ بيان ڪيو اٿس.

گويا ائين ٿو محسوس ٿئي ته سيد ثابت علي شاه جو دامنِ تخيل سڄي ڪائنات سان وابسته نظر اچي ٿو. فطرت جي طرفان منجوس اهڙي قسم جون صلاحيتون نظر اچن ٿيون.

سندس دل ۾ هڪ تحريڪ يا ارتعاش پيدا ٿئي ٿو. شاه صاحب جي جذبن ۾ آمد جو ساز نغمه زن آهي. سندس شعر دماغ جي پردي مان نه ٿا نڪرن، بلڪ دل جي تهه مان برآمد ٿين ٿا. شاه صاحب ۾ عقل جون شعبده ڪاريون نه آهن بلڪ تخيل جون سحرڪاريون آهن، جي نقشو ڏيکارڻ، نظر ۾ اچن ٿيون. شاه صاحب رزمنگاري ۽ بزم آرائي کان بخوبي واقف هو ۽ اهو ئي سبب آهي ته بزم جو رنگ جدا ۽ رزم جو ميدان علاحده ڏيکاريو اٿس. جمله انساني ڪوائف کي دل ۾ آڻڻ جي پوري قوت ۽ قدرت رکي ٿو ۽ هر جذبهِ انساني تي شاه صاحب کي پورو تصرف آهي، ۽ ڪنهن به شاعر تي تبصري ڪرڻ لاءِ پنهنجي دعويٰ کي دليلن سان ثابت ۽ مثالن سان واضح ڪرڻ ضروري آهي. شاه صاحب جي ڪلام جي مڙني خوبين مان مثال پيش ڪبا ته ان لاءِ ڪي ئي صفحا درڪار ٿيندا. تنهنڪري سندس مرثين ۾ جيڪي شاعرانيون خوبيون آهن، سي مختصر طور عرض ڪجن ٿيون.

حضرت امام حسين عليہ السلام جي سواري جي، جلوس جي تصوير، يعني مديني
مان عزيز و اقارب ۽ ٻين رفيقن کان موڪلائي امام عليہ السلام هن ريت هلي ٿو:

موڪلائي مڙني کئون مانجهي مسافر ٿي هليو    مير مڪي ڏي مديني کئون مهاجر ٿي هليو
ٿـي رضا تي راضي ڪعبي جو مجاور ٿـي هليو
خلق خوش ٿي چو ڪہ آ سـردار سرور يا حسين
ٿي رضا تي راضي آن سيد سفر جو ساز ڪيو    هن دغابازن جي دعوت جو مڃڻ لاچار ٿيو
آل ۽ اطفال سڀ هـادي ڪري همـره هليو
اڳ ۾ عزرائيل ٿيو سـونهون مقرر يـا حسين

سراپا ۾، حضرت امام حسين عليہ السلام جي تصوير، اهڙن تہ دردناڪ لفظن ۾
شاه صاحب ڪڍي آهي جو ڪڏهن بہ نہ ٿا وساري سگهون:

هـي خدا جـو نـور شـاهہ انبيا جـو نـور عين
فـاطمہ جـو نـور شـاهہ اوليـا جـو نور عين
هـي حسن جـو زور بـازو مجتبيٰ جـو نـور عين
هـي شہ دنـيـا و ديـن آلہ عبا جـو نـور عين
هـن جي منهن ۾ ڏس تہ سڀ نورہ الاهي جلوه گر
هن کئون روشن عرش و ڪرسي حق جو هي شمس و قمر
هـن کي پيغمبر ٿـي پاليو پنهنجي سيني تـي سدا
فـاطمہ جـو نـاز پـرور مـرتضيٰ جـو دلـربـا
هي نبي جـو لاڏلـو هـن لئـي نبي هٿ ڪيو فدا
هـي شـہ اهلہ زمين هـي زينتہ عـرشہ علـي
جـي خدا گهرجي تہ وڃون انجي رفاقت ڪر قبول
هـن رفـاقت ۾ خـدا خـوشـنـود ۽ راضـي رسـول

امام عليہ السلام جي، آمد جو منظر:

جڏ چڙهيو گهوڙي تي چٽي الله اڪبر شهسوار
پڙ غضب ٿيـو ڏٺ ولـي لاسيف الاذوالفقار
عـرش و ڪرسي ٿيا ڪنبن هو گاوہ ماهي بيقرار
حضرتہ روح الامين کي پنهنجا پـر هـا يـادگـار
پرش۔ تيغہ دوسر هـر وقـت آنـڪـي يـاد هـئي
قـوم جـني جنهجي ضـربئون بيخ و بـن بـربـاد هـئي

عرب جي قديم دستور موجب، سڀ کان پهرين حريف ميدانہ جنگ ۾ نڪري،
رجز پڙهندو هو، يعني پنهنجي شجاعت ۽ دليري جو خود اظهار ڪندو هو، ليڪن حضرت

امام حسين عليہ‌السلام جي زبان مان پهلواني جو اظهار سندس رتبي جي شايان شان نہ هو، تنهن ڪري اڪثر امام عليہ‌السلام پهلواني ۽ بهادري جي بدران فضيلت ۽ شرف جو اظهار ڪيو آهي. پر رجز جي عام قاعدي جي لحاظ سان ڪٿي ڪٿي شجاعت ۽ زور ۽ قوت جو اظهار پڻ ڪيو اٿس:

چيائون تہ آءٌ حسين آهيان خادمِ خدا
فرزند مرتضيٰ جو جگر بند مصطفيٰ
پيءُ منهنجو آهي شير خدا شاہ اوليا
منهنجي امان ڪسي بضعہ سني جو مصطفيٰ

بهتر برادرم حسن‌المجتبيٰ بود
شان و شرف کہ هست مرا او کرا بود

چيائون تہ آءٌ امام بحق آهيان نامي شڪ
فرمان منهنجو فرض ڏيو بر فلڪ ملڪ
حق منهنجو مومنن جي مٿي آهي جيئن نمڪ
سلطان دين و زيب زمين زينت فلڪ

فردوس جائي اوست کہ ماما بود شفيق
جنت سرائي اوست کہ بابا بود شفيق

جڏهن حضرت امام حسين عليہ‌السلام جا پٽ، ڀائٽيا، ڀائيجا ۽ يار سڀ شهيد ٿي چڪا، تشنہ ڪام معصوم پڻ جام شهادت ڪان سيراب ٿيو، تنهن وقت آخري رخصت وٺڻ لاءِ پاڻ خيمي ۾ اچي ٿو ۽ پنهنجي بيمار فرزند امام زين‌العابدين عليہ‌السلام کي هن ريت وصيت ڪري ٿو:

هي علي ناموس پرتني هي نبي جي آل ڏس
تنهنجو بابو رڻ هليو تون هن لٽين جو حال ڏس
اي علي اولاد عابد آل تي احوال ڏس
آٿ ابا بابي جي جاءِ پنهنجو عيال اطفال ڏس

هي سڪينہ جي سفارش ٿو ڪريان توسين ڪهڻن
هي يتيم بي پدر پرتي اٿي منهنجا پسرين

اي علي اڄ تون علي جيئن هي علي اولاد ڏس
تون دلاسو ڏين سون لنني رڻ آيو جلاد ڏس
اي علي اڄ تون نبي جي آل جي فرياد ڏس
هي ننا ڪن فرياد هن جو داد ۽ بيداد ڏس

چئو سڪينہ کي نہ سمجھائو، سو خدا ڏي ٿو وڃي
مصطفيٰ ۽ مرتضيٰ ۽ مجتبيٰ ڏي ٿو وڃي

چئو سڪينہ کي تہ اڄ بابهن کي ڪوٺي ٿو خدا
هي خدا ڏي ٿو وڃي تون صبر ڪر رب جي رضا
تون مديني هل وري جت تنهنجي ڏاڏي فاطما
تون علي ڏاڏي کي ڏس ٻڌائي وسائي ڪربلا
اي علي سجاد هي ٻيئي سڪينہ پرتي هُئي
تون آئي جي جاءِ ڪج قرب و قرينہ پرتي هُئي

واقعي نگاري، رزميہ شاعري جو بنيادي جزو آهي. سنڌي مرثيہ گوئي ۾ رزميہ شاعري جي ابتدا بهرين شاہ صاحب ڪئي ۽ ان کي درجہ ڪمال تائين پهچايو. رزميہ شاعري جو ڪمال جن ڳالهين تي موقوف آهي، اهي سڀ شاہ جي ڪلام ۾ موجود آهن. حملي جو زور ۽ شور، فوجن جي هلچل، هٿيارن جا کڙڪا، اهي سڀ منظر ۽ اهڙا ڪيئي مثال شاہ صاحب جي ڪلام جي بهترين عڪاسي سان آيل آهن. ڏسو شهزادي قاسم جي پهلواني:

هن کي ڇا افراسياب ۽ هن کي ڇا اسفنديار
ڇا هي بيڙن، ڇا هي برزو، ڇا فرامرزالفرار
گيو هت گوشو ڪري نرمي نريمان جو شعار
طوس جو ڇا تاب هت گودرز و گرگين گيرودار
تو ڪئون ٿي تدبير آنجي اي سپہ سالار شام
ورنہ هن رستم گهٽا رستم وڏا زالن جهڙي سام

شاہ صاحب، هنگامہ جنگ جا ڪرتب ۽ هنر اُن تفصيل سان بيان ڪيا آهن، جن جو نظير ڪنهن بہ ٻئي سنڌي مرثيہ گو شاعر جي شاعري ۾ نظر نہ ٿو اچي. شهزادي علي اڪبر جي لڙائي جو منظر ملاحظہ ڪريو.

مصطفيٰ جهڙي مهانڊي مرتضيٰ جهڙو جوان
شاہ دين شبير جو فرزند اڪبر پهلوان
ڪيئي ڪنهن ڪوفي ڪٽا، اُن شير حق سورهہ جوان
ڪيئي شامي شوم ڪيا في النار اُن رضوان مڪان
جيئن ڪجي بادل ۽ هئي گردون جو گنبد پُر صدا
تيئن علي اڪبر ٻُڌي الله اڪبر ڪئي ندا

کڏهن ٿي ماريئين مهتر جهڙي ملعون ۾ مرد شيخ
کڏهن ٿي ڪاهيئين ميمره جهڙي مشرڪن کي بيدريغ
سرڪشن جا سر وڍي رڻ ۾ وسايئين مثل ميغ
آن زبردست، جهان زير و زبر ڪيا همچو صيغ

سيد ثابت علي شاه جي مرثيه گوئي ۽ سندس عربي، فارسي ڪلام مان بمصداق "تامرد سخن نه گفته باشد — عيب و هنرش نهفته باشد" جو علم ۽ عرفان عيان آهي. هن بي بدل عالم فاضل ۽ حيات جاويد باڪمال شاعر جي، سوري ڪلام، فصاحت ۽ بلاغت نظام جي مطالع ڪرڻ مان معلوم ٿيندو ته شاه صاحب جي، آفاقي، علمي منزل، ڪيڏي نه نادر ۽ لاجواب هئي. هن محب باصفا ۽ رند بي ريا جو ڪلام، پڙهڻ ٿو ته ڪيس علم عروض تي صحي معنيٰ ۾ ڪافي عبور حاصل هو، نه رڳو ايترو پر قرآن مجيد بامعنيٰ، مع تفسير اهلبيت، احاديث نبوي، اقوال آئمه عليهم السلام، بر زبان حفظ اٿس، جنهنڪري هن مقبول عام، قادرالڪرام جا في البديهه، بي مثل مرثيه، مناقب ۽ قصائد وغيره سموري سنڌ ۾ مشهور ۽ مقبول آهن.

شاه صاحب جي ڪلام ۾، تاريخ اسلام جا حوالا، روايتون، قرآن مجيد جون آيتون ۽ احاديث، ادب آداب، متانت ۽ ثقاهت بيان ڪيل آهن، جي سيني تاريخ رسول ۽ مسلسل واقعات ڪربلا آهن. هر مرحلي ۽ علمي نزاڪتن جو احساس آهي. جنهن جا چند مثال هي آهن.

قد قتلنا القوم چوندا ٿي بشيمان بيا نصيب

۽ ها سبحان الذي اسرار جا سڀ معراجدار
۽ اوهين لولاڪ صاحب صدر جا سڀ تاجدار
غير ذي زرع جي وادي راج جا آئين راجدار

۽ جي صُبَّتْ عليَّ مَصَائبُ جا اوهين صاحب عزا
آهيو سا آوذي رضيا جا طلبگار جزا
جيڪي يؤذون رسول الله ان کي ذي سزا

ڪلهيعص آ ذڪر ۾ آن جو بيان
آهي قد ظهر الفساد ۽ قتل آن جو ٿيو عيان

نبي آذڪر ڪم الله چئي ٿي آنکي اهلبيتي جو
خدا ابنائنا ابناء ڪم حق آن جي فرمايو
و في الجنات نهر من لبن ان واسطي خلقيو

عمر هي مرتضيٰ جا ڪّالسَّفينه مثل نوحي ڏس
نبي تنهنجو مڪان في النار و التحت الثريٰ جائي

عمر بيعت اسان جي فرض ڪئي قرآن ۾ خالق
يُطَهِّرُڪُمْ وَ تَطهيرا اسان ائي آيت ناطق
يَدُ الله فوقَ ايديهم اسان جي ٿي ثنا صادق
اسانکي اِنّما جائي اسان کي هَل آتيٰ جائي

بهادر بوترابي هاشمي ٿيا صف بصف تيار
فلڪ تي لا فتا اِلا علي جبرئيل ڪيو تڪرار
فريقٌ فار في الجَنّة فريقٌ في السّقر و النّار

سيد ثابت علي شاهه جي نادر ڪلام جي ڪشش ۽ عام مقبوليت جي هيءَ به هڪ مسلّم الثبوت حقيقت آهي، ته کانئس پوءِ ڪيترن ئي سنڌي مرثيه گو شاعرن سندس نقش قدم تي هلڻ جي ڪوشش ڪري سندس چيل سنڌي مرثين جا تتبع ڪيا. جن مان خاص ميرزا مرادعلي بيگ ”سائل“، آخوند محمد عالم ”عالم“، ميرزا فتح علي بيگ ”فتح“ ۽ ميرزا بنده علي بيگ مشهور آهن ليڪن شاهه صاحب جي سمورن مرثين، سلامن، نوحن ۽ منقبتن جا تتبع هز هائينس مير حسن علي خان ”حسن“ به ڪيا آهن، جي قابل ديد و لائق شنيد آهن.

صاحب ”فرح نامه“ کان منقول آهي ته ٽالپوري عهد ۾ سيد ثابت علي شاهه مشهور معروف سنڌي مرثيه گو شاعر ٿي گذريو آهي.

شاهه صاحب عربي، فارسي، اردو ۽ سنڌي ٻولين ۾ شعر چيو آهي پر سندس مشهوري مرثين جي ڪري ٿيل آهي. شاهه صاحب جا مرثيه سلوڻي ٻولي ۽ محاوري جي لحاظ کان نهايت دلچسپ ۽ موثر آهن. جنهنڪري سندس ڪلام پڙهندڙن ۽ ٻڌندڙن تي جلد ۽ گهرو اثر ڪري ٿو. مرثيه، مناقب، قصائد، جي صنفن ۾ شاهه صاحب گهڻو ڪلام چيو آهي. سندس تصنيفات مان ”ظفر نامه“ ۽ چند فارسي قصائد تاريخي سرمايو آهن.

## سلام

سنڌي شاعري ۾ سلام، غزل جو قائم مقام آهي. جهڙي طرح غزل ۾ هر شعر جو مضمون جدا جدا ٿئي ٿو ۽ تسلسل بيان سان مطلب نه ٿو رکي، ايستائين جو ڪن شعرن جي مضمونن ۾ به تسلسل نه ٿو ملي يعني جي هڪ شعر ۾ زلفِ محبوب جي تعريف آهي ته ٻي ۾ هجر جي مصائب جو ذڪر آهي. اهوئي نمونو سلام جو به آهي جهڙيطرح غزلن ۾ عشقيه ۽ رندانه مضمونن کانسواءِ ٻيا عام اخلاقي ۽ تمدني مضمون نظم ڪيا

وڃن ٿا، تهڙيطرح سلامن ۾ به مرثيت کانسواءِ مختلف جذبات انساني، مثلاً حسرت و غم، صبر و رضا، قناعت و توڪل، ياس و نا اميدي، حب وطن، قومي همدردي، دنيا جي بي ثباتي، زماني وارن جي شڪايت، جواني جي يادگيري وغيره ۽ ٻين مختلف مضمونن جا اشعار ملن ٿا.

هيز هائينس مير حسن علي خان "حسن" کي هن طرز خاص (سنڌي سلام) ۾ شهرت حاصل آهي. مير صاحب جي سلامن ۾ اهڙا دلچسپ ۽ رنگين اشعار ملن ٿا، ليڪن سيد ثابت علي شاهه جيڪو سنڌي سلام جو موجد آهي ۽ آنجي ڪلام تي جيئن ته مرثيت جو رنگ هميشه غالب رهيو آهي، تنهنڪري سلامن ۾ به آنجو توجه فقط لفظن جي سادگي، صفائي ۽ مضمون جي درد انگيزي تي آهي، مرثيت جي مضمونن کانسواءِ عام رنگين مضمونن جا اشعار شاهه صاحب جي سلامن ۾ نه ٿا ملن.

## منقبت

لفظ منقبت جي لغوي معني آهي نيڪي، تعريف، خصائل حميده، اخلاق جليله يعني ڪا اهڙي وصف، جا ڪنهنکي ٻين کان ممتاز ڪري. اصطلاح ۾ هي لفظ آئمه اهل بيت عليهم السلام جن جي مدح و ثنا لاءِ مخصوص آهي، جيئن امير خسرو فرمائي ٿو ته:

علي را منقبت ها گفت يزدان      امام الراشدين را مي پرستم

مولانا رومي

آن روح مصفئي که خداوند بهر قران      بنواخت به چند آيه و بستود علي بود

ايراني تمدن جي احياء ۽ قصيده سان، فارسي شاعري جو آغاز ٿيو. عربي مان جي شعري روايتون فارسي شاعري ۾ داخل ٿيون تن ۾ هڪ منقبت جي روايت به هئي، جن جي اولين ترجمانن سان فردوسي طوسي ممتاز حيثيت جو مالڪ آهي، جيئن ته فرمائي ٿو ته:

مرا غمزه کردند کان پر سخن      بمهر و نبي و علي شد کهن
منم بنده اهل بيت نبي      ستائنده خاک پاک وصي
نه ترسم که دارم ز روشن دلي      بدل مهر جان نبي و علي
باين زاده ام هم باين بگذرم      چنان دان که خاک پئي حيدرم

تصوف جي اشاعت سان، فارسي شعراء عشق حقيقي جو راڳ آلاپڻ لڳا، جي صوفيه مجاز کي حقيقت جو وسيلو سمجهندا هئا. تنهن سان "ڪلُّ حب" اهل بيت به سندن دلن کي گرمائڻ لڳي، جا متصوفانه شاعري جي هڪ اهم روايت بنجي وئي. صوفيه، جناب امير عليه السلام کي مبدءِ ولايت سمجهندا هئا ۽ آئمه اهلبيت سان دلي شيفتگي رکندا هئا.

جنهنڪري هنن نهايت جوش و خروش سان مناقب آلِ ردا نظم ڪيا. سعدي شيرازي شيخ عطار، حڪيم سنائي، مولانا روم، ملاجامي، حافظ شيرازي، امير خسرو، محتشم ڪاشي، هنن پنهنجي ڪلام يعني منقبت ۾ دلي عقيدت ۽ احترام جو اظهار ڪيو آهي. سعدي جوشِ ولا ۾ چئي ٿو ته:

سعدي اگر عاشقي کني و جواني　　عشقِ محمد بس است و آلِ محمد

عربي جا اساليب اشعار، فارسي شاعري ۾ داخل ٿيا ۽ فارسي شاعري جي طرزِ سخن، وري اردو کي فروغ بخشيو. دکني شعراء کان ولي گجراتي تائين ۽ ولي کان ميرزا غالب تائين، اڪثر شاعرن، مناقب آلِ ردا رقم ڪيا آهن. اردو شاعري ۾ مير تقي "مير" ۽ ميرزا سودا، جو ڪلام منقبت ۾ خاص مقام رکي ٿو.

ميرزا غالب تي ته، حضرت علي عليه‌السلام جي نالي وٺڻ سان مستي ۽ بي خودي جي ڪيفيت طاري ٿئي ٿي ۽ مولا جي اسم مبارڪ جو تڪرار مختلف پيرائي ۾ ڪريٿو.

باليده از علم و عمل در پناه دين　　اي آبروئي خلوت و اي فخرِ انجمن
داغِ غلامئي تو مرا بر جبينِ دل　　جوشِ مناقبِ تو مرا در خيالِ مَن

منصور "انا الحق" چيو هو، ميرزا "انا اسدالله" جو نعره بلند ڪريٿو.

فيضِ دم انـا اسـدالله بـر آورم　　منصور لاابالئي بي دار و بي رسن

مندرجہ بالا تحرير، منقبت جي مختصر تاريخ آهي ۽ ساڳي طرح سنڌ جي شعراء ڪرام به، سنڌي شاعري جي صنف ۾ مناقب چيا. جهڙوڪ آخوند عبدالرحمان، مخدوم محمد هاشم، مخدوم غلام محمد بگائي، جي ميان نورمحمد خان ڪلهوڙي جي عهد ۾ ٿي گذريا آهن. هنن کان پوء مخدوم عبدالروف ڀٽي (متوفي ١١٦٦ هه) هي سڀ کان پراڻا، سنڌي منقبت گو شعراء ٿي گذريا آهن هنن شاعرن جي دوّر مان ظاهر آهي ته سنڌي شاعري ۾ مذڪور صنف به صديون اڳ، وجود ۾ آئي جا اڄ تائين باقي آهي، ليڪن عروضي بحرن تي ڀرپور سيد ثابت علي شاه سنڌي ۾ مناقب چيا شاه کان پوء مير حسن علي خان "حسن" به مناقب چيا آهن جي سنڌي شاعري جي مذڪور صنف ۾ ڪمال جو مظاهرو آهن.

سيد ثابت علي شاه جي گهراڻي ۾ سندس وفات بعد علم و ادب جو آهوئي ساڳيو مشغلو هلندو رهيو. مير صاحبن جي دربار ۾ سندس فرزند (١) سيد امداد علي شاه (٢) سيد احسان علي شاه، جن جو ٽالپر حاڪمن وٽ آهوئي ساڳيو اڳوڻو مرتبو قائم رهيو، هي ٻئي ڀائر گڏجي دربار ۾ ايندا ويندا هئا، پر سيد احسان علي شاه پنهنجي والد وانگر شاعري ڏي گهڻو رجحان رکيو. پنهنجو تخلص "احسان" ڪيائين. هي مير نصير خان جي دربار جو مقرب هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن ميراثي ڪچهري ۾ پنهنجا اشعار ٻڌائي، دربار کي محفوظ

ڪندو هو. جنهنڪري مير نصير خان جي مٿس نظر شفقت هوندي هئي. افسوس جو مذڪور پنهي سيد ڀائرن جو ڪلام، حڪومت جي ڦٽي وڃڻ بعد، زماني جي گردش سبب ضايع ٿي ويو ۽ هاڻي فقط سيد احسان علي شاه "احسان" جي ڪلام مان "مياڻي جو مرثيو" موجود آهي. اهو مرثيو ١٨٤٣ع ۾ جڏهن چارلس نيپير، ساده لوح سنڌ جي آخري تاجدار مير نصير خان کان جنهن چالاڪي ۽ دغابازي سان مياڻي واري لڙائي فتح ڪئي، تنهن جو مختصر پر قدري جامع احوال، جيئن ته شاه صاحب لڙائي جي سموري روئداد کان بخوبي واقف هو سو سمورو احوال مرثيه ۾ ڄاڻايو اٿس. مذڪور مرثيه مهراڻ جي پرچي نمبر ١، ٢ سال ١٩٥٧ع ۾ شايع ٿيل آهي.

## شاهڪار ثابت

ڪتاب "شاهڪار ثابت" سيد ثابت علي شاه "ثابت" جي ڪلام جو مجموعو آهي. هي ڪتاب ٻن حصن تي مشتمل آهي، پهرين حصي ۾ سنڌي ڪلام ۽ ٻئي حصي ۾ فارسي ڪلام آهي.

سنڌي ڪلام ۾ شاه صاحب جو "زيارت نامه" آهي جنهن ۾ مناجات، نعت، مدح چهارده معصومين عليهم السلام، سيوهڻ شهر ۽ قلندر لال شهباز جي مدح، ان کان پوءِ حيدرآباد شهر جو تعارف ۽ مير فتح علي خان، مير غلام علي خان، مير ڪرم علي خان، مير مراد علي خان ۽ شهزادي مير مير محمد خان، جن جي تعريف بيان ڪيل آهي. ان کان پوءِ شاه صاحب پنهنجي وڏن جو ذڪر ۽ پنهنجي حياتي جو احوال ڏنو آهي. جنهن بعد ڪربلاء معليٰ جي زيارت وغيره جو پڻ بيان ڪيل آهي.

زيارت نامه، کان پوءِ حضرت امام حسين عليه السلام جي مصائب جا مرثيه آهن. درحقيقت مرثيو، ڪربلا جي جانسوز ۽ دل گداز واقعي جو تاريخي ذڪر آهي. جنهن سان گڏ سلام ۽ نوحا به آهن. ان بعد چهارده معصومين عليهم السلام جن جي فضائل ۾ مناقب، ۽ قصائد وغيره آهن.

ٻئي حصي (فارسي ڪلام) ۾ مناجات قصيده اربع عناصر ۽ چوڏهن معصومين عليهم السلام جن جي فضائل ۾ قصائد، مناقب، مثنويون ۽ هفت بند وغيره ڏنل آهن. ان کان پوءِ "ظفر نامه" (مثنوي) جنهن ۾ ميان عبدالنبي خان ڪلهوڙي جي فتح ۽ سندس عزيز ميان عزت يار خان جي هار جو بيان ڪيل آهي. بعد ازان مير بجار خان، سيد اسدالله شاه سيوستاني، مير غلام علي خان ٽالپر جن جي مدح ۾ قصائد، حيدرآباد ۾ ايراني سفير جي اچڻ تي مرحبائي مثنوي وغيره ازانسواءِ فتح علي شاه قاچار، شاه ايران جي مدح ۾ قصائد، چند غزليات ۽ هڪ اردو منقبت وغيره آهن.

معلوم هجي ته "شاهڪار ثابت" صحي معنيٰ ۾ سنڌ جي مايه ناز، قادرالڪلام

۽ سدا حيات، باڪمال شاعر، سيد ثابت علي شاھ "ثابت" جو ادبي شاھڪار ۽ سنجيده ڪلام جو مجموعو آهي، جيڪو تشبيهن، استعارن ۽ روزمره جي محاورن سان مرصع آهي. ازانسواءِ ڪلھوڙن ۽ ٽالپرن جي مدح ۾ مثنوين ۽ قصائد وغيره جي غيرمطبوع آهن، سي پڻ اسان لاءِ ناياب ۽ تاريخي دستاويز جي حيثيت رکن ٿا.

راقم کي اٿين چوڻ مناسب ٿيندو ته، جناب علامه پروفيسر سيد ڪرار حسين صاحب مدظله، چيئرمن اداره "خراسان اسلامڪ ريسرچ سينٽر ڪراچي"، نهايت دلچسپي ۽ پنهنجي خلوص محبت سان، ڪتاب "شاھڪار ثابت" کي اداري طرفان ڇپائي پڌرو ڪري، سنڌي ادب ۾ واڌارو ڪيو، جنهن لاءِ ڪماحقه، شڪريو ڪرڻ بنده جي امڪان کان ٻاهر آهي.

نورچشمان، ميرزا سڪندر علي بيگ، فتح علي بيگ ۽ ڪاظم رضا بيگ، سيد ثابت علي شاھ جي سموري ڪلام کي، نقل ڪري ۽ پڻ يڪجاءِ ڪرڻ، پڙهڻ ۽ دوباره صاف ڪري متن لکي، مسوده تيار ڪرڻ ۾ مدد ڪري، پاڻ ملهايائون.

جناب قاري امان الله صاحب ڪربلائي، جو به ازحد ممنون ۽ مشڪور آهيان، جنهن صاحب پنهنجو عزيز وقت صرف ڪري، نه رڳو پروفن ڏسڻ ۾ مدد ڪئي، پاڪ آيات قرآني ۽ احاديث نبوي کي اعرابن ڏيڻ ۾، خاص توجهه ڏنو.

نيو گرين پرنٽرس، صدر، حيدرآباد جي مالڪ، جناب سيد ساجد علي حسني ۽ سندس فرزندن، جنهن جانفشاني سان پروفن جي آئڻ نيڻ ۽ دوباره ڏسڻ ۾ خاص توجه سان جيڪا ڪوشش ڪئي، تنهن لاءِ به هو صاحب، لائق تحسين آهن ۽ برادرم جناب عبدالغفور پيرائي صاحب ۽ جناب سيد حيات علي شاھ بخاري صاحب جن جو به، دل و جان سان ٿورائتو آهيان، جن صاحبن ڪتاب کي جلد ۽ سهڻي نموني سان ڪمپوزنگ ڪرڻ ۾ خاصي مدد ڪئي.

آخر ۾ دعا آهي ته هنن مڙني، بزرگن ۽ دوستن کي، الله تعاليٰ جزائي خير ڏي — (آمين)!

ٽنڊو آغا، حيدرآباد
٧ مارچ ١٩٨٤ع

خادم الثقلين
**عباس علي بيگ ميرزا**

## قطعئہ تاريخ از مؤلف "شاهڪار ثابت" ميرزا عباس علي بيگ "عباس"

شڪرِ خدا ڪہ مجمعِ اشعار آبدار
مطبوع شد بفضلِ خداوند ڪردگار

ڪنوتيرِ ڪلامِ سيدِ "ثابت" جي ٿي ثنا
مانند دُرِ صفا و لطافت ۾ هي بها

هر بيت ساڪي از گهنرِ شاهوار تسر
صفحات رشڪ صفحئہ مهرِ ست و هم قمر

هر نقطہ نيئرِ فلڪِ اوجِ عزّ و جاه
هر حرف شاهدانِ خياليِ را جلوه گاه

هر نقطہ گلبنِ چمنستانِ لطف زا
اشجار جي قطار ڏسي هر مصرع خوشنما

"عباس" هي ڪلام ڏسي اهڙو بيمثال
تاريخِ سال لکڻ جو دل ۾ ٿيو خيال

هڪ خاص طرز سان مثلث ۾ انگ ٿيا
هر سمت ڪان سي پاڻ سڀ جمع جي ڪيا

اهڙي طرح سان جملہ انهن صورتن منجهان
نڪري ٿي سال هجري جي تاريخ بيگمان

خواهش ڪيم تہ مادهٔ تاريخ مان لکان
آئي صدا هي غيب ڪان هاتف جي ناگهان:

ڇپجي ڪتاب فيض سان "ربِ ڪريم" جي
روشن ڪندو هي بزمِ سخن جي چراغ ڪي۔

۴٧٢

| | | |
|---|---|---|
| ۴٦٧ | ۴٧٣ | ۴٦۵ |
| ۴٦٦ | ۴٦٨ | ۴٧٠ |
| ۴٧١ | ۴٦۴ | ۴٦٩ |

سن ۱۴۰۴ هہ

## قطعئہ تاريخ از ميرزا سلطان حيدر بيگ "سلطان"

هي شاهڪار سيدِ ثابتعلي سندو
شڪرِ خدا ٿيو طبع بہ الطافِ پنجتن

فيترو لکان مان نثر سندو نظم ۾ اپٽن
هرڪو ڏسڻ سان جنهنکي چوي سربسر چمن

تاريخِ سال ۾ اها جدت ڏسي سندم
دادِ سخن ڏين ٿا بجا مونکي هم سخن

"سلطان" ڪلام سيدِ ثابتعلي ٿيو
نورِ سخن، چراغِ سخن "شمعِ انجمن"

۵۵۴
شاهڪارِ ثابت ۱۴۳۰

سن ۱۹۸۴ع

### قطعئہ تاريخ از ميرزا فتح علي بيگ "عارف"

مرحبا طبع ٿـي ويـو "عـارف"     شعر زريـن نـگـار "ثـابـت" جـو
ملهـمہ غـيـب ٿـو چـوي، آهـي     "معتـمـد شـاهـكـار ثـابـت جـو"

۱۹۸۴ع

### قطعئہ تاريخ از ميرزا قربان علي بيگ "قربان"

هن نظم جي ميدان ۾ الطاف الٰهي سان     سرتا بہ قدم "قربان" ثابت جو ڪلام آهي
هر سمت اهـا آهي هاتف جي ندا پيهم     "بيمثل عظيمہ الشان" ثابت جو ڪلام آهي

۱۹۸۳ع

### قطعئہ تاريخ از ميرزا جمشيد علي بيگ "جمشيد"

بہ فضلہ خالقہ اڪبر بہ طرزِ نو "جمشيد"     ڇپيو هي فخرہ زمن شاهڪار ثـابت جو
چوي ٿو شاد ٿي هاتف تہ باليقين آهي     "فروغہ حسن" سخن شاهڪار ثـابت جو

۱۴۰۴ھ

### قطعئہ تاريخ از ميرزا امام علي بيگ "افسر"

ڪلامہ سيد ثـابتعلي ٿيو شـايـع     بطرزہ نوُ ٿيو "افسر" ز فضل ربّہ قدير
پڙهيو پيرہ خرد مونکي شاد ٿـي هر هر     ڪلامہ شاعرہ شيرين "ڪلام پرّ تاثير"

۱۴۰۴ھ

### قطعئہ تاريخ از ميرزا ڪاظم رضا بيگ "ڪاظم"

ٿيو ڪلامہ سيدہ ثـابتعلي شايـع خوشا     مرحبا صلّہ عليٰ جي هر طرف آهي صدا
غيب ڪان هاتف مبارڪ ڏئي چوي ٿو بار بار     "ديدہ گوهر نثار" هي شاڪار آهي بجا

۱۴۰۴ھ

بسم الله الرحمٰن الرحيم

## (زيارت نامون)

# حمدِ توحيدِ خدا جو خالقِ ارض و سما

حمد توحيدِ خدا جو خالقِ ارض و سما — خلقتِ ارض و سما سڀ جو ڏني هڪڙو خدا
رب واحد لا شريڪ و مالڪِ مُلڪِ آبد — واحدالقهار قادر يفعلُ الله ما يشا
يفعل الله ما يشاءُ وَهُوَ يَحْڪُمُ ما يُريد — ڪنهن جي جرأت جو ڪري، ڪنهن آمرِ چون و چرا
عرش و ڪرسي جو ڏني سڀ ڪنهن جو هر جا داد رس — وهو محڪم فضل سان از عرش تا فرش آشنا
عرش و ڪرسي حاملِ ڪرّ و بيان سر در سجود — اهل آرضين السّموات از آدب دستِ دُعا
ڪين سڀ ڪين ٿو ڪري ۽ فضل سان سڀ کي ٿو ڏي — واه سڀني جو ڏني سڀ جون لهي سارون سدا
ڪين سان ڪين جوڙي سڀ کي ڏني چوي ها سمجهه کي — ڪين هنين ڪين ٿين ۽ سڀ کي تسو سچاتو ڪين خدا
جن سچاڻي شڪر ڪيو ڪينئن تن جي نعمت بي زوال — ۽ بہ جن جاڻي سچاڻي ڪفر ڪيو لوڙيئون سزا
شاڪرن لئي شڪر نعمت ٿيو نعيمِ جاودان — ڪافرن لئي ڪفر نعمت ٿيو عذابِ خالدا
شُڪر نعمت شاڪرن جون نعمتون ڪيون بي زوال — ڪفر نعمت ڪافرن کي ڪيو بدم فاني فنا
شڪر ڪئون آدم بهشتي عفو ٿي سڀ معصيت — ڪفر ڪئون شيطان ناري زُهد طاعت سڀ هوا
شڪر ڪئون ٿيو نوح ناجي نعم عبداً شاڪراً — ڪفر ڪئون طوفانِ عالم ڪافرن کي ٿي سزا
شڪر ڪئون برداً سلاماً باه ابراهيم تي — ڪفر ڪئون نمرود ٿيو هڪڙي، سهين جو مبتلا
شڪر ڪئون موسيٰ کي بر ۽ منّ و سلويٰ ٿي برات — ڪفر ڪئون فرعون جينئن دريا ۾ دوزخ داخلا
شڪر ڪئون عيسيٰ مسيحا ٿيو سما تي جانشين — خضر الياس و سليمان يوسف و يونس لقا
شڪر ڪئون مُرسل محمد ٿيو امام المرسلين — جن سچو صدقئون سي مومن جي قرباتين ڪفر ڪيا
عبد شاڪر صاحبِ معراج تخت و تاج ٿيو — شڪر سڀ نعمت ميلس ٿيو مالڪِ ملڪِ خدا

رَبّنا نَشڪُرکَ ابداً انت خيرُ الشّاڪرين
يا ڪريم اتمم علينا نعمتڪ واغفرلنا

## نعت رسول مقبول ﷺ

بعد حمد الله پڙهه نعتِ نبيءُ نامدار — خواجهءِ دنيا و دين ختم الرسل خير الورا
پادشاهِ عرش و مسند قبلهءِ دنيا و دين — سرورءِ دنيا و عقبيٰ مالڪِ هردوسرا
پازباب بزمِ قربِ حق مازاغ البصر — قاب قوسين آنجو مقرب طلب حق ڪئون ما طغا
حال ظاهر ۾ بسم صورت عبدهٗ و رسولهٗ — في الحقيقت احد احمد ذاتِ واحد ني جدا
ميم ري احمد احد ۽ پڻ عرب ري عين رب — احمدِ عربي ٻه تيئن ربُّ الاحد سين هم لقا
رب چئي يا نور نوري چئي عرب انا عبدهٗ — احد چئي يا سِرُّ سيرّ ڪِ ذڪرِ احمد ربّنا
افتخارِ آدم و عالم سندس نورؤن ظهور — آدم و حوا صدف هي شاه گوهر بي بها
آدمئون اڳهين نبي آدم هو بين الماوطين — آدم و سڀ انبيا ڪن در تي دائم التجا
آمتِ بيت الحرم بيت المقدس جو امام — ديتُ آلم يجدڪَ يتيماً هئت اميرِ انبيا
ساڪنِ يثرب مڪان و عرش جو نعم المڪين — عرش و ڪرسي تنهه سما ملڪوت سودا زير پا
يا رسولَ الله تنهجي مدح آهي معجزو — تنهجي، ري، اعجاز منهجو ناهي وسُ جو ثني ادا
چاهي ماڪوڙي جو منهن جوچئي سليمان جي صفت — چاهي ذرّه جو قدر چئي مون ٻه ڪئي سج جي ثنا
تنهجي خالق ڪئي ثنا قرآن سڀ تنهجي صفت — جنهن جي خالق چئي صفت مخلوق ڇا چئي چوندو ڇا
توتي رب صلوات چئي صلوات تنهجي فرض ني — مون ٻه سا صلوات چئي عذر ثنا ڪيم اڪتفا
ربّ صلِّ علي محمّدِ ثمّ حيدر والبتول — صلّ يا ربّي علي الحسنين نورالاصفيا
ربّ صلِّ علي محمدِ افضل الصلواة ثمّ
سلّم اللّهمّ اطهار السلام سرمدا

## مدح اميرالمومنين عليه السلام

بعد نعت مصطفيٰ مدحِ اميرالمومنين — يا اميرالمومنين شاهِ نجف شيرِ خدا
يا اميرالمومنين يعسوب دين شمعِ يقين — يا امام المتقين نورالهدا بدرالدجي
يا اميرالمومنين تون وارثِ صدرِ نبي — يا اميرالمومنين تون مالڪِ هردوسرا
يا اميرالمومنين تون قدرتِ پروردگار — يا اميرالمومنين تون جانشينِ مصطفيٰ
يا اميرالمومنين تون نائبِ ختم الرسل — يا اميرالمومنين تون نائبِ دينِ خدا
يا اميرالمومنين تون حيدرِ دلدل سوار — يا اميرالمومنين تون شهسوارِ لافتيٰ
يا اميرالمومنين تون صاحبِ سيفِ دو سر — يا اميرالمومنين تون صفدرِ صاحب لوا
يا علي تون شير اسدالله غالب تنهجو نالو — يا علي تنهجي يدالله فوق ايديهم ثنا
يا علي تون سالڪِ سير و سلوڪِ راهِ حق — سڀني سالڪ تو سلوڪ اي مرشدِ راهِ خدا
يا علي تون خود من الله والي الله تنهجو سير — اي مع الله ڪلّ حالهٖ وهو معڪم تو ثنا
يا علي هو لا اِلٰه تون چائين تدّ الله ٿيو — ۽ تو اِلّا الله لئي ڪيو لا اِلٰهي ڪلّ لا
يا علي تون ماسوي الله سڀني الله نفي ڪيو — ڪيو بحق اثبات حق ۽ نفي اثباتي بجا
ما سوا ڪيئي نفي ۽ اثبات ڪيئي ذاتِ خدا — لا احبّ الآفلين وجهّت وجهي صاحبا
يا علي تنهجو تصوّر حق مازاغ البصر — ۽ تفڪّر تنهجو دائم الطريقا ماطغا
يا علي تون پهرين ني درجي، ۾ فاني في الرسول — ٻيئين فنا في الله بحق ۽ تو بقا بالله ندا

ماڳ مرسل جي سڀني ٿيءِ محو فاني في الرسول
حب ٿنهجي يا علي بخشي، بقائي سرمدي
يا علي آئون حب ۾ ٿنهجي فنا في الله ٿيو
يا علي آئون آن تصوف ٿنهجو صوفي تا صحي
ڪلُ شيءِ هالڪٌ الا وجهه تون وجهه حق
مشرق و مغرب تون ٿئين ذوالقبلتين راستين
جن جو توڏي منهن خدا و مصطفيٰ ڏي تن جو منهن
يا علي آئون هن تصوف ٿنهجو صوفي تا صحي
تون سندم همه اوست هين معني سين ٿئين حق
ساڻ هڪ

ضد ٿنهجو ضد حق سو غير حق ڪيئن عين حق
تون خدا جو شير غالب مصطفيٰ جو پهلوان
تو خدا جو دين ڪيو تو مصطفيٰ جو دين ڪيو
جو ڪنديو توسين خدا آنکي محمد سين ڪنديو
جي هليا تو دين تي سي ديندار و مومنين
دين تو دين خدا ۽ راه تو راهِ رسول
اِن سبب ٿنهجو خدا ڪيو قاتل الڪفار نالو
تون خدا جو ڪاروان مختار آمرِ جيش و ڪل
۽ بہ سيف الله سرالله ٿيو ٿنهجو لقب
جي تو سيف الله ساڻ ڪن سرڪشي سي سرنگون
ٿنهجا ساٿي من قضي نحبه ۽ تون من ينتظر
حمزه ٿيو روزِ احد مقبولِ درگاهِ خدا
۽ تون نيت اِن منصبِ اقبال جو هئين منتظر
مصطفيٰ جيئري بہ دشمن مصطفيٰ جا قتل ڪيئي
يا علي جي ٿنهجو دشمن زهد ۾ سڀ عمر ڏي
ٿنهجي دشمن جي عبادت چئون رمادِ ريحِ حشر
يا علي منڪر سندم جنت نہ لهندو ماڳ مور
يا علي مقبول ناهي ٿنهجي منڪر جي نماز
تنهجو منڪر يا علي هرگز بهشتي ڪين ٿي
تنهجو منڪر ٿو سدا خشان پڙهي روزا رکي
فاتحه اخلاص تو اخلاص ري بي فائده
يا علي اخلاص تنهجو فاتحه اخلاص حق

سندرِ مرسل تي وڃين ٿيءِ بقا بالله زندا
جي محب ٿنهجا سي باقي ورنہ سڀ فاني فنا
تو بقا بالله صاحب ڪان بحق ملندم بقا
تون سندم "همه اوست" ٿنهجو ضد لا وطلا
جن جو توڏي وجهه سي، ني ثمَّ وجهه الله سدا
فول وجهڪ شطره من ڪنت مولا مصطفيٰ
ورنہ شرق و غرب هرگز ثم وجهه الله ڪجا
تون سندم همه اوست ٿنهجو ضد لا والله لا
توسان جي هڪ سي بہ تون جي ضد ڪيئن
همه اوست ٿيا

غير سڀ لا ڪيو نفي الا سي جي الا ڪنديا
توني ڪافر قتل ڪيا ۽ توني ڪيو دينِ خدا
تون خدا و مصطفيٰ ڪنديل نہ هڪ پئي ڪنو جدا
جو ڦيريو توکئون خدا آنکي ترايو دوسرا
جي ڦريا ٿنهجي طريقئون دين دعوي تن جي ڇا
تو رسولي راه تي سڀ دين دشمن قتل ڪيا
مشرڪ و فجار ٿنهجي، تيغ ٿيا تحت الثريٰ
حي سنده امرئون ڦريا تين امرِ حق بر جا نہ ڪيا
سيفِ مسلول خدا ڪيا قتل اعدائي خدا
ڪلمتہ العليا اڪيئون اعلي و ادني سر بہ پا
حمزه ۽ جعفر کئون پوءِ تو مثل ڪيڙو جان فدا
جعفرِ طيار موت ۾ سچيو امرِ قضا
عهدِ جانبازي تي صادق هئين بحفظِ مصطفيٰ
پوءِ بہ جان ڪي جيئرو هئين هرگز نہ ڪيئي تقصير ڪا
زهد سڀ ضايع سندس طاعت همه جرم و خطا
واچ منهن تنوده ڦلهئين جو رفت بربادِ فنا
توڙي دپ مونا ڍڪي، توڙي چوڙيل چيلا ڪيڍيا
پيو ڪنهي، دانگي نرڙ سجدي ۾ هئي صبح و مسا
ڪو تڙيل تهجند پڙهي ڪيو حفظ قرآنِ خدا
فاتحہ بي فائده صوم و صلواة و بي صفا
صوم ۽ صلواة تنهجي، صدق ري ڪذب و خطا
صدق تنهجو يا علي صوم و صلواتِ اصفيا

جنجو توڏي صدق تين جون صوم و صلواتون قبول    معصيت ۾ تنجي طاعت سڀ مطيعان ۾ خدا
يا علي تنهجي اطاعت هر عبادت جو اصول    جن اطاعت تنهجي ڪئي تن سڀ عبادت ڪئي ادا

يا وليي أنت مولائي انا العبد الذليل
قد أطعتك طائعاً العفو ما صدر الخطا

## مدح حضرت سيدة النساء عليها السلام

حضرت خيرالنسا نور خدا بنت نبي    أم سبطين محمد مالڪ روز جزا
فاطمه خاتون جنت سيده اهل جنان    بضعت خيرالوريٰ زهرا بتول پارسا
گوشوار عرش و ڪرسي نور افلاڪ و زمين    بانوئي جلباب قدسي همسر شير خدا
در تي نت جبرئيل خادم خلد حورون خدمتي    نت ملائڪ پاسبان فردوس رضوان هٿ عصا
داد خواه حشر اهل حشر جي فرياد رس    در خدا داهين ۽ داهين جو وسيلو در خدا
خون جي طالب ۽ اُمت جي شفاعت جي ضمان    هي شفاعت پنهجي فرزندن جي ولندي خون بها

سهسين صلواة و سلام ۽ سهسين تحيات و درود
نذر آن درگاه اطهر دائما صبح و مسا

## مدح حضرت امام حسن عليه السلام

بعد مدح مرتضيٰ مدح حسن احسن بيان    احسن القصص ذڪر آهه شاه حسن المجتبيٰ
سيد عالم حسن سرور امام انس و جن    قبله دنيا و دين شاهنشهه هردوسرا
مصطفيٰ صورت حسن ۽ مرتضيٰ سيرت حسن    مالڪ جنت حسن اهل جنان جو پيشوا
جان پيغمبر حسن روح دل حيدر حسن    عرش جو زيور حسن ڪرسي جي زينت ۽ ضيا
قرة العين نبي ۽ راحت روح نبي    سبز پوش جنتي در پسر زمرد خون قبا
نوجوان اهل جنت سبز پوش روز حشر    سرو بستان نبوت سبز سيراب لقا
سيد مسموم ڪيو اهل دغا ناحق شهيد    سرور مظلوم ٿيو آزرده اهل دغا
ڇا چوان آن جا مناقب ڇا چوان آنجي صفت    منقبت آنجو نه مون وس ني صفت جا حوصلا
منقبت آنجو معظم ۽ صفت آن جي عظيم    آنجو مدح و منقبت يا چئي خدا يا مصطفيٰ
هي محيط مڪرمت هي بحر رحمت بيڪران    هي سحاب جود بخشش ابر احسان و عطا
هي محمد خُلق خصلت هي علي همت ڪريم    تنهن جي دَر جو هر گدا حاتم همم جم اعتلا
هي سندس ادنيٰ سخاوت نقل حملهٔ حيدري    راوي صادق روايت ڪئي بقول باصفا
اتفاقاً سرور عالم حسن ويو ملڪ شام    شام حاڪم سين ملاقي ٿيو شه هردوسرا
جمع عظمائي حجازي اڪثر رؤسائي عراق    همرڪاب خاص حاضر باڪمال اعتلا
سيد عالم حسن سرور جي هئي سرڪار ۾    لڳ سواري خاص هڪ اُشتر عجائب خوشنما
سا ڏسي مروان جو مجلس ۾ پنهجي سوز سين    واه اشتر بيمثل دلدل ڏٺي جي زيرِ پا
صاحب براق جي سونڊي جي راڪب جي رڪاب    سا نه زَر حاصل نه زاري زور جي پڻ ناهي جا
زر خزانن ڏي خدا جي ناهه سو زر ڇا ڪري    ۽ نه زاري محض خواري شان شوڪت ۾ سدا
زور ڪنهن جي جاهه اسدالله جي فرزند سين    ڪنهن ڪئي جو سنهن جو ٿي هم پنجهٔ شير خدا

مکڙي شاعر چوڪ منهجا جيڪي ڪم سرڪار ۾
مون هو سڀ جوڙي ڏي خاطرخواه موجب مدعا

آئون وٺي ڏيان توکي سا آشترڪ جهن جي ڪيئي طلب
هين ڪي آشتر چاهي جو براق بخشي خلد جا

جڏ صبح ايندو ڪچهري صاحب صدر و سرير
تون چئج سونکي اي شاعر خوش سخن شيرين نوا

تنهجا شعر اڪثر فصيح و نظم تنهجا سڀ بليغ
آل هاشم جي ۾ اي مداح آڻ پڙهه مدح ڪا

تڏ ڪندس آئون هاشمين جي وصف هڪ هڪ جي ۾ نام
پر حسن سرور جو ناءُ آن ۾ نہ هوندو ظاهرا

تڏ تون سونکي چئج ڪہ اي شاعر وڏي ڪئي سهو تو
سيد اولاد هاشم جي نہ ڪيئي مدح و ثنا

صالح الاطهار چارم تن ز جملہ پنجتن
شاه دين حضرت حسن نور نبي المجتبيٰ

ٿيو جڏهن پيو ڏينهن ۽ آيو ڪچهري ۾ امام
شام حاڪم جا ۾ سڀ اُمراء حاضر بزم ٿيا

آن ڪي چيو مروان ڪہ اي شاعر پڙهاءِ سين تنهجا شعر
اي فصيح خوش سخن پڙهہ هاشمين جي وصف ڪا

هُن آئي ڪئي ابتدا هاشم ڪئون مدح و منقبت
جيڪي ها اولاد هاشم سڀ لکي ڪيائين ثنا

آنجي همت ۽ شجاعت ۽ نجابت ۽ شرف
سڀ لکي چائين سيئي حاتم ڪرم صاحب سخا

تين ۾ جي معروف ها اولاد هاشم جا امير
سيئي ساراهيئين نہ ڪيئين حضرت حسن جي وصف ڪا

تڏ پڙهڏي مروان چيو شاعر هي ڪهڙو شعر چيو
چئو تہ بسم الله بنا الحمد جائز ڪيو خدا

جيئن ڪہ بسم الله ري قرآن پڙهڻ ناهي دُرست
تيئن ني ري نعت نبي اقرار وحدت نا روا

سيد آل نبي ۽ قرة العين علي
راحت زهرا حسن جو هاشمين جو مقتدا

جهن جو رب ڪيو نام نامي نامہ ايمان جي سهر
هاشمين ڪڏ چواءِ ليکيئي نام آن نورالهدا

تڏ پڙهڏي شاعر ٿي برهم چيو ڪہ بي موقع ڪيوم
جنجي توچئي وصف ڪر سون تين جي ڪئي وصف و ثنا

سونکي چيو ڪر هاشمن جي وصف سا مون وصف ڪئي
جي چئي ڪر مرسلان جي مدح هي آت هئي بجا

هاشمن جي مدح ۾ مدح حسن تارن ۾ سج
سج ڪي چنڊ تارن سين ليکيان تڏ ستارن وصف چا

جت خدا و مصطفي و مرتضي جي وصف ٿي
مرتضي جي مدح ٿي آن ڪڏ حسن جي ٿي ثنا

جت خدا و مصطفي و مرتضي جي وصف ٿي
آت حسن جو ذڪر هئي ۾ هي ذڪر واحد جا انجان

سيد اولاد آدم جهن جي ناني جي صفت
هئي صفت آنجي بس آخر سيد آل عبا

جهن ڪي خيرالمرسلين جو ڪيو خدا خيرالولد
آن امام الاوليا جي مدح ٿي با انبيا

هاشمي سڀ سونُ ۽ هي گوهر بحر شرف
لئو لئو المرجان بحرين نبي و مرتضي

هاشمي جڳ ڪئون پلا تين ڪئون پلا آل نبي
۽ حسن آل نبي جو ٿيو نبي جيئن رهنما

جي نبي ناهي تہ پڻ ناٺس جا تابع سڀ نبي
سو نبين ڪئون جُدا ڪيئن ليکيو آهي روا

جڏ هي شاعر شعر رنگين تين عبارت نظم ڪيو
شام حاڪم شرم ٿيو مروان جو پڻ ٿيو مدعا

جيئن ڪچهري بعد آن آشتر تي مرور ٿيو سوار
آيو شاعر همره فتراڪ عالي تا سرا

جڏ در دولت سرا تي شاه فرمايو نزول
هين رڪابن ۾ وجهي هٿ سر نوائي ڪئي ثنا

شاه فرمايو اي شاعر عرض ڪر دل جي مراد
آئون ۾ ڏيان توکي صلو ۽ رب ۾ بهتر ڏي صلا

من حقيقت حال جو ڪيو عرض حاصل ٿيو غرض    زين سوني سنج مُرصّع ساڻ آشتر ٿي عطا
اي محمد جا جگر ثاني جي ٻهاڙي جا ٻرين    آئون ٻه شاعر تنهجو آهيان مون ٻه مدح و شعر چيا
آئون ٻه توکئون ٿو ٻنهي مونکي ٻه سرور ڏي صلو    ڪربلائي ٿئي حجازي ڪر عطا عربي و ڳا
اي محمد جا حضوري مونکي سڌ پنهجي حضور    ڪربلائي ڪي مدّي حتّہ حجازي ڪر عطا
جنهين تنهجي ڀاءُ مونسين ڀال ڪيا ڀالين ڀلي    جينهين تنهجي بابي هن ٻيڪر تي فضلي فضل ڪيا

واسطي آن ڀاءُ جي هيڪر حضوري ۾ سڏيم
واسطي بابي جي ڏيکاريم ناني جو ليقا

## مدح حضرت امام حسين عليہ السلام

بعد توصف حسن مدح امام دين حسين    آن حسين ابن علي آن افضل آل عبا
شاہ مظلومان حسين ابن علي جان نبي    سيد الشهدا شهيد ڪربلا خونين قبا
بادشاہ دين حسين و سرور دنيا حسين    قبلہ عالم حسين و ڪعبہ هردوسرا
مصطفيٰ ثاني حسين و مرتضيٰ جاني حسين    راحت زهرا حسين و جان حسن المجتبيٰ
مالڪ دنيا حسين و خواجہ عقبيٰ حسين    وارث رضوان حسين و داور روز جزا
عرش جو زيور حسين و زينت ڪرسي حسين    گوشوار عرش و ڪرسي زينت ارض و سما
آنجي مدح آئون ڇا چوان جبرئيل جنهجو مدح گو    آن جي مون وس ڇا صفت جنهجي صفت ڪئي خود خدا
نوچوي راوي ڪہ هڪڙي ڏينهن امام دين حسين    هو ٻہ بزم خاص خاص و عام جا انبوہ ٿيا
اينهين ٿيو وقت طعام آيا باورچي در حضور    ٿيو طعام اقسام ايوان نعمت بي منتهيٰ
صف بہ صف خدّام دسترخوان ڪيئون مجلس ۾ فرش    چوطرف ظرف طعام آڻي رکيائون جابجا
بيخبر هڪڙي غلام از پشت آن شاہ انام    ٿي ڏنو هڪ ڪاسہ بس گرم پُر از شوربا
گوشہ مسند سين وچڙيو پير آنجو ناگهان    پيو ڪري پيالو امام دين جي پٺ تي از قضا
جسم و جان مصطفيٰ آنجي آتئون ٿيو خشمناڪ    بادشاہ دين نگاہ گرم ڪئي سوني گدا
آن ڀڄي والڪاظمين الغيظ چئي ٿيو سرخرو    مير چو ڪاڏم ڏسر هاڻ توتي ڪاوڙ ناہ ڪا
خوش ٿي والعافين چو ٻانهي سوين سائين سڻي    امر فرمايو ڪہ مون ڪيو عفو جيڪا ٿي خطا
عبدہ و الله يحب المحسنين چئي ڪيو سلام    شاہ چو مون توکي ڪيو آزاد در هردوسرا
هيت غلامي ڪان ٿين آجو هئت اسانجو جڳ غلام    هٿ ٻچين دوزخ عزابوُن هوندي جنت تنهجي جا
هت اسانجو هئين حضوري هئت اسانجو هم جوار    هت معيشت تنهجي مون تي هئت سنده ضامن سدا
هئو ٻڌني خلق حسن ۽ هي ڏئي حلم حسين    واہ سو خلق و سخا ۽ واہ هي حلم و حيا
مظهر خلق و سخائي مصطفيٰ حضرت حسين    ۽ حسين ابن علي هو مظهر سير خدا
هئو محمد صورت ۽ هي مرتضيٰ شڪل و شبيہ    هڪڙو ساڳيو مصطفيٰ ۽ ٻيو مڙيوني مرتضيٰ
ٻئي رسول الله جا ريحان بستان جنان    ٻئي ولي الله جا طوبائي جنت جانفزا
ٻئي نبي جي گلشن اقبال جا نوري نهان    ٻئي علي جي روضہ اجلال جا نو گل ڪليا
ٻئي محمد جا جگر ٻئي مرتضيٰ جا جان و تن    جيئن نبي و مرتضيٰ حسنين تيئن نور خدا
هي خدا جا خاص هن لئي ٿيو زمين و آسمان    هين سبب دنيا و عقبيٰ هنجي دولت دوسرا

هـي بني قـنديل عـرش الله اعظم جا منير     هي بني كرسي جا سج چنڊجن ڪئون چوڏس سوجهرا

إنّ في الجنّات نهراً مين لبَنٍ إنواسطي     ۽ هئان ريحانتي فرمايو تيـن لئي مـصطفي

صل يـا ربّـي علي السبط النّبي الهاشمي     رب اوصلني بـا اهل البيت في يوم الجزا

رب صـلّ علـي محمد ثـم حيدر والبتول     صل يـا ربي علـي الحسنين سبط المصطفا

صل زيـن العابدين ثم علي الباقر امام     صل يـا رب جعفراً و الكاظما ثم الرضا

رب صل علي التقي علي النقي و العسكري     صـل يـا رب مهديا واغفر لهم اسرافنا

رب لا تـاخـذ علينا نحن متوسـل بهم     انت لا تـاخـذ لمن التوسّل بذيل الاصفيا

ربّنا او صلنـا بـهم و ارحم علينا حقهم

رب سترنـا بترك حق اصحاب الكيا

## بارڪ الله راحت آباد سنالڪ ملڪ سنڌ

بارڪ الله راحت آبـاد سنالڪ ملڪ سنڌ     سـا زمين هئي امن ۽ دائـم ز آفاتِ سما

سر زمينِ راحت ۽ آسائـشِ خاص و عوام     ڪشورِ امن و قرار و خوش هوا خرم فضا

ملڪ سڀ معمور ۽ آبـاد هر شهر و بلاد     جابجا چون بـاغِ جنت سبزه و گلزار هـا

سيرگـاهِ صادقـان خلوت سرائي عارفـان     مـامـنِ متوڪلان آرام گـاهِ اولـيا

بـارڪ الله شهر سيوهڻ سنڌ جـو دارالامان     آهـي دارالاوليائي سنڌ تـالس اصـل ڪا

شهر سيوهڻ جاءِ امن و شاهِ عالم جي پناه     شهر سيوهڻ ڪشتيءِ نوح و قلندر نـا خدا

شهر سيوهڻ جنهجو شهبازِ حسيني شهر يار     اي خدا هي شهر پـاور هئي دائم بـقا

واه سيوهڻ لعل جـو جهن ۾ حسيني لاڏلو     لعل گوهر جو بدخشان جت هي گوهر بي بها

لـعـل شهبازِ حسيني زبـدهءِ آلِ نـبـي     لـعـل شهبازِ حسيني قـدوهءِ آلِ عـبـا

لـعـل شهبازِ حسيني قـرة العين عـلـي     لـعـل شهباز حسيني پـادشـاهِ اولـيا

شاهـبـازِ اوجِ عظمت سيرگـاهِ لامڪان     هر دوعالم مرغزار و جاي قصرِ ڪبريـا

شاهبازِ قافِ قدرت عرش و ڪرسي آشيان     صيدگاهش قدس زيـرِ شهپرِ همت سـدا

ذوالجناحِ مصطفي هـو جعفرِ طيّار خلد     هـي فلڪ پرواز آ، هئو ذوالجناحِ مصطفي

رهبرِ راهِ شريعت هـادي اهـلِ طريـق     واقـفِ رازِ حقيقت معرفت جـو مـقـتـدا

صاحبِ صدرِ ڪرامت قطب اقطابِ زمـان     مالڪِ ملڪِ ولايت سلڪ جو مشڪلڪشا

قطبِ ڪامل غوث اڪمل عارف و واصل به حق     تـارڪ الدنـيا قلندر طالبِ مولا لـيـقا

ترڪ دنيا راس ڪلّ عبادةِ شيوه سندس     مَن له المولي لهُ الڪلّ آنجو عزّ و اعتـلا

ترڪ مولي لئي ڪيئين لذاتِ دنيا ڪل ترڪ     صدر سلطاني چـڏي ٿيو فقرِ بستر آشـنـا

ترڪ دنيا ڪيائين مولا لاءِ سو مولا مليس     دولتِ دنيا و عقبي سڀئي ڪيس مـولا عطا

تذڪرن ۾ هين طرح مذڪور ٿيو صادق بيان     سيد ابراهيم مروندي ولـيّ حـق لـيـقـا

شاه شمس الدين جو فرزند ڪامل قطبِ حق     صاحبِ سجاده ڪرسي بـه ڪرسي اولـيـا

سلڪ ۾ مروند جي هـو مقتدائي خاص و عـام     درگهِ عالي هـو دائم ملجا شـاه و گدا

بادشھ مروند جا ڪرسي بہ ڪرسي سڀ مريد　　شهريار و اهلِ شهر از صدق دائم سر بہ پا
سيد ابراهيم کي هو آرزو دنيا جو ترڪ　　تا قلندر ٿي ڪندس زهد و رياضت با رضا
عهدِ معصومي کئون مشغولِ اطاعت هو مدام　　شاه عابد ٿي عبادت ۾ جواني ڏينهن ڪٽيا
خلق عالم سڀ مريد و معتقد سڀ جان نثار　　۽ جواني جنتي هو جان نثارِ حق سدا
بادشاه ڪن بندگي ۽ مثل بندن جڳ غلام　　شہ زهر شاه و گدا يگانہ باحق آشنا
عشق مولا آن تي غالب ماسوا کئون بي نياز　　صاحبِ ڪشف و ڪرامت جذب مطلق بي ريا
هڪڙي ڏينهن آيا ٿي تنها راه قصرِ بادشاه　　ٿيو گذر ماڙيءَ ۾ پرئون ۽ آئي هڪ غيبي ندا
هو ڪلامِ قدس ليڪن هي مڪان جائي شهود　　صوتِ غيبي ظاهراً ٿي هن عبارت ۾ آدا
ڪاڙي ولي‌الله ڪامل والدِ خيرالولد　　امر ٿئي تا آئون بہ ٿيان حاضر حضورِ اوليا
شاه تنهن ڏي منهن ڪري فرمايو فرزندِ عزيز　　اسين قلندر ٿي ڪندا زهد و رياضت دائما
عشرتِ دنيا جو دل تي ناهي ڪو مرڪز خيال　　ڪيوسين حقَ جي ياد ۾ دنيا و مافيها فدا
هيت عبادت لئي اسانکي دار دنيا ۾ ظهور　　آئين ڪجو جنت ظهور آت آنجي نعمت خالدا
دارِ دنيا ناهي جائي امن و آرام و قرار　　آئين بهشتين سانجو جي آنجا آهن مرتبا
تڏ وري آواز آيو ڪاي ولي نعمت ڪريم　　ناهي جنت جاءِ طاعت ۽ عبادت جو سرا
دارِ دنيا آهي جاءِ طاعت و زهد و عمل　　هيت عبادت حق آدا هُت جنت و مولا لقا
اي ولي‌الله مشفق هي اسانجو آرزو　　آنکي هي دنيا و عقبي ۾ ٿي عنايت از خدا
آئين ٿي صاحب صدر ارشادِ رمِ مولا ڪريو　　۽ اسين ٿيندا قلندر هي اسانتي ٿي عطا
آئين مجو امرِ شريعت تا اسانجو ٿي ظهور　　اسين ڪندا سن هي اوهانجو وعده، صادق وفا
شان ۾ آهي اسانجي آلتوڪنّد سرالانبيا　　هي اوهانجو خاص ورثو ارث اسانجو ڪيو خدا
شاه فرمايو سڪوت ۽ پيو نہ ٿيو تڪرار ڪو　　۽ هليا اڳتي تن، تنها بہ وحدت آشنا
بادشاهِ شهر هو سلطانِ سنجر ڪرم ۾　　عادل و حق ترس و مردِ متقي و پارسا
ظاهراً صورت ۾ سلطان مملڪت مروند جو　　باطناً معني طلب تن با جهان دل با خدا
هو ڪنهين تقريب آن ماڙيءَ ۾ ويٺو ويجهڙو　　هني دريءَجو واٽ پر جت گذريو هي صوت و صدا
ٿي ٻڌئين پنهجي ڪنين هي سڀ سوال و سڀ جواب　　هي سيني تڪرار ۽ آخر سڪوت من‌الرضا
سو هو اصلي معتقد آبا و اجدادؤن مريد　　هن ڪرامت کي ڏسي ٿيو ظاهر و باطن فدا
شاه شمس‌الدين جي خدمت ۾ ڪيئن سڀ التماس　　سيد ابراهيم جو جڳي ڏنئين سيرِ خدا
آرزو ڪيائين ڪہ آن لعلِ گرامي جو صدف　　گوهرِ شهوار دُرجِ بادشاهي ٿي بجا
خسروِ مروند نسبت ڪئي شهرِ مروند سين　　شاه مروندي حسيني لعل ڏيکاريو لقا
وعده، صادق وفا ڪيئين ٿيو قلندر حق طلب　　تخت و تاج و بادشاهي شاه ترڪي ٿيو گدا
عالمِ اسباب ۾ ڪيئين ترڪ سڀ لذاتِ عيش　　دائما سيار در سير و سفر صاحب رضا
صرف ڪيئين زهد و رياضت ۾ سيني ايامِ عمر　　هر مڪان جائي رياضت زهد چِلا جابجا
هي خدا لئي ٿيو قلندر ۽ خدا ڪيو پنهجو خاص　　منصبِ شاهنشهي ڏني ڪيو دو جڳ جو بادشاه

دو جهان جاگير سيوڻ تخت سنڌ دارالامان ـ سائبانِ امنِ عالمِ بارگاهِ عرش سا
واه سيوڻ صدر صاحب تخت جو مسند نشين ـ روضئهِ عالي مٿئون جت افسرِ عزّ و علا
واه درگاهِ مقدس فضلِ رحمت جو محيط ـ در سوالي ڪونه خالي فيض بخشي دائما
آهي ايامِ حياتي جو نيشان چوگانِ دست ـ جيئن ھنڌم ڪوئي سعادت ني نه ميدانِ هدا
۽ گلوبندِ گرامي ڪوهِ قدرت جو ڪهڙ ـ آبِ شو آنجو مريضن کي بدم بخشي شفا
پيش طاقِ خاص پير سيد علي جي بارگاه ـ سو حضوري جو مصاحب ۽ وزيرِ باوفا
سيدِ عالي نسب فرزندِ سلطانِ يمن ـ شاهيءَ دنيا چلّي ٿيو شاه جو صاحب لوا
شاه تون دستار صاحب لعل تون ڪلنگي ڏني ـ توتي هي ڪلنگيون ضيا اي شاه سونهن ٿا سدا
شاه جي دستار زرڪش لعل جا زرين غلاف ـ گل ڦلن جا هار سونهن سر جواهر جا طرّا
لعل تو وٽ لعل گوهر هيري موتين جون نديون ـ شاه تون گوهر لٽائين لعل بخشين پر پريا
شاه جي درگاه ۾ دائم مداحي مدح خوان ـ ڪي پڙهن قرآن ختما ۽ ڪي صلوات و ثنا
شاه جي نوبت نقاره جي پنجهي عرشين ٿال ـ گوڙ ڪئون گهڙيال جي گردون جو گنبد پر صدا
شاه جا جهولن جهنڊا ۽ جلوه گر نوري نشان ـ طوغ و ماهي و مراتب بادشاهي سلسلا
صحن ۾ انڪاس عالي دستِ قدرت جو عَلَم ـ سو لواءالحمد صاحب جيئن خليفه جو لوا
شاه تون درياءِ رحمت لعل تون ڪانِ ڪرم ـ آئون سنڌ سيٺ سوالي شاه ڏس پنهجو گدا
شاه منهجي والدِ مرحوم ٿي نت عرض ڪيو ـ آئون ڪلر تون ڪنور گرتوڪيني ڪلر مئون ڪنور ڪيا
شاه آئون پڻ سو ڪلر تون ڪنور ڪر اي ابرِ فضل ـ گرچ هي ابرؤن نه ٿي، تو ابر ڪئون جڳباغ ٿيا
شاه ”ثابت ڪربلائي“ مدح خوان تنهجو قديم ـ ڪربلائي تي ڪرم ڪر بهرِ شاهِ ڪربلا

يا الاهي تا زمين و آسمان هئي برقرار
امن ۾ آباد رک هي لعل جي سنڌڙي سدا

## واه حفظ اهلهم حصن حيدرآباد حصين

واه حفظ اهلهم حيصن حيدرآبادِ حصين ـ تا بود محفوظ اين حيصن، حيصين، شهر سيما
بارڪالله حيدرآباد زهي حصنِ متين ـ يا رب اين حصنِ متين از هر فتن ايمن نما
قلعهءِ عالي بسر قصرِ آسمان هر ڪنگره ـ راس هر برجِ مشيد بابسر و جان العلا
آسمان ڪنگرن تؤن قربان برج برجن تئون نثار ـ نت هي ڪنگرا هئن قائم برج هرجا جابجا
ڪوٽ ڪنگرا هئن قائم برج برجا هئن نيت ـ ڪوٽ صاحب هئي سلامت تا فلڪ برجن لقا
واه شهرِ حيدرآباد بهشتي جلوه گاه ـ جابجا غلمان و ولدان حورياںِ خوشنما
ڪوچهءِ بازار ڪنعان و زهر سومه رخمي ـ مصر حسن و عشق هرجا جلوه گر يوسف لقا
نت هي شهر آباد هئي ۽ شهريار آنجو به شاد ـ شهريار و شهر رک نت شاد آباد اي خدا
شهريار سنڌ ڪشور صاحبِ صدر و سرير ـ سنگم الثلهم شاهِ صدر سلڪش دائما
صدر صاحب ملڪ مالڪ تخت وارث تاجدار ـ ظلِ خالق خلق پرور آيتِ فضل و عطا

خسرو عالي مکان خاقان کیوان پاسبان    داور دارا نشان شاه سکندر اعتلا
جم حشم حاتم کرم رستم توان بهرام جاه    ابر احسان روز دیوان صفدر روز وغا
زیب بخش صدر دولت زینت تاج و سریر    رونق تخت خلافت صاحب سیف و لوا
نافذالامر جهان صادق اولا امر زمان    سرور گردون مطاع داور گیتي کشا
آنکه گردونش مطیع و امر گیتي چاکرش    اهل گیتي در پناهش گشته از گردون رها
آنکه دائم آسمان سر بر زمین خدمتش    تابع امرش قدر فرمان بر رایش قضا
آنکه دولت بندهٔ درگاه اقبالش غلام    آستان بوس درش خیر و سعادت دائما
آنکه از حق نصرت و تائید هردم تو مدام    مهبط الطاف رحماني درش صبح و مسا
شاه وردي خان شجاع‌الملک غازي شیر جنگ    ناصر میدان بهادر فتحیاب هر وغا
میر میران معظم خان خانان کرام    میر ما فتح علي خان صاحب سیف و لوا
آنکه تیغش آفتاب رزم اختر سوز خصم    برق قهر خرمن اعدا چو تقدیر قضا
آنکه تیغش صیقل روئي زمین ازرنگ کین    بدر هلال برج دولت شد مه ظلمت زدا
آنکه تیغ اوست مفتاح در فتح و ظفر    مد در نصرت کشود و همچنان گیتي کشا
آیت وعد و وعید دوستان و دشمنان    دوستان را داد یاري کرده خصمان را فنا
تا شعاع مهر تیغش برده رنگ کین زدهر    شام غم دیگر ندید اهل زمین زیر سما
تا فروغ جلوهٔ خورشید تیغش کرده تاب    کوکب بخت عدو دیگر نزد سر در هوا
من بلد بیضاش گویم با عصاني خصم سوز    زو رخ گیتي منور زو سر اعدا فنا
با یدالله داده در دستش کلید اختیار    دست عالم پرورش افراخت آن دست خدا
یا رب این دست جهان‌پرور که صاحب‌سیف‌گشت    تا جهان باشد بماند بر جهان فرمانروا
یا رب این شاه بماند اخترکه چرخش رام باد    عمر خضرش بخش و اقبال سکندر کن عطا
تا فراز مسند اقبال صاحب صدر شد    کرده تسلیم و رضایش جمله امر خود قضا
عدل پرور معدلت گستر خدیو دادگر    صیت عدلش کرد محو آثار ظلم از هر کجا
شیر در صحرا شبان گشته نخچیر گاه    گرگ با بز غاله ها هم مشرب آب و چرا
اي نگین دولت از نام تو شد صاحب نشان    واي به مهرت راست شد طغرائي فرمان قضا
دولت و اقبال وجاهت باد دائم بي زوال    باهمین اقبال و دولت دائمت بادا بقا
آنچه به بود از کرم دادت خداي ذوالکرم    و آنچه به زین باشد آن هم بخشدت آن ذوالعطا
جمله نعمتهائي دیني دنیوي دادت کریم    نعمت اولاد هم یابي از فضل خدا
اي خدائي ذوالمنن بهر نبي و عترتش    صاحب اولاد کن این حامي آل عبا
اي خدا از بهر فرزند علي شاه شهید    صاحب فرزند کن این دوست شاه کربلا

«ثانیا» گفتي دعائي دولت میر جهان،
واین دعائي کربلائي شد قبول کبریا.

## اکنون اخوان عظیم‌الشان شه را نام‌ونام

اکنون اخوانِ عظیم‌الشان شه را نام و نام    هر دعائی خیر گویم بعد از مدح و ثنا
میر والا موهبت خانِ عظیم‌المرتبت    زورِ بازوئی ریاست دُرّةالتّاجِ علا
خان والا شان غلام علیؑ غازی نامدار    شاهِ عالم را برادر عبدِ شاهِ کربلا
حامی آلِ نبی غمخوارِ اولادِ علی    مخلصِ شاهِ شهیدان ناصرِ آلِ عبا
شیرِ میدانِ شجاعت صفدرِ اعدا شکار    ناصبِ رایاتِ نصرت فتح‌یابِ هر وغا
هر بصدرِ کامرانی آصفِ جم اقتدار    هر بسر بزمِ رزم سردان میر میدان جابجا
حق بفضلِ خویش با اخوان و فرزندِ عزیز    حافظ و ناصر مدامش باد با عزّ و علا

دولتِ دنیا و عقبیٰ بخت سعد اقبال و جاه،
هر دمش باد آفرین و دائمش بادا بقا،

## میر مقبول جناب حق محب پنجتن

میر مقبولِ جنابِ حق محبِّ پنجتن    ذوالکرم کرمِ علی خان بحرِ الطاف و عطا
صاحبِ اقبالِ اعظم سالکِ سیف و علم    مظهرِ اخلاقِ اکرم مصدرِ حلم و حیا
شاه دوّرانش برادر شاه دارنیش امام    هم جهان فرمان برش هم حامیش آلِ عبّا
اوست بسر صدرِ شرف فرمانده، فرّخ سَیر    فخر صدر و زیبِ مسند زینتِ عزّ و علا
بنده پرور عدل گستر دادگر مسکین نواز    معدنِ لطف و عنایت منبعِ جود و سخا
حق بجائی جاودانش بخشد و خیر آید    خاندانش دائما آباد تا روزِ جزا

یا رب از فضلِ خودش فرزند فرخ فال بخش،
صاحبِ اولاد و آلش کن بحقِ مصطفیٰ،

## میر میران معظم خان خانان کرام

میر میرانِ معظم خانِ خانانِ کرام    شیر دریا دل مراد علی سرورِ مرتضیٰ
آن محبِّ اهلِ بیتِ مخلصِ شاهِ شهید    شد باین اخلاص خاص از خاصگانِ کبریا
آن هژبر دست هیجا آن شجاعِ شیرِ رزم    صاحبِ سیف و علم سالارِ میدانِ وغا
بدرِ برجِ مکرمت مهرِ سپهرِ مرحمت    ابرِ فیض و بحرِ رحمت منبعِ لطف و عطا
سندِ اقبال را ازمقدمش جاه و جلال    صدرِ دولت را بذاتش زینتِ عزّ و علا
بازوئی شاهِ جهان و بندهٔ شاهِ دو کون    مالکِ مُلکِ جهان مملوکِ شاهِ دوسرا

یا رب از فضلِ عمیمِ خود بهر کامِ دلش،
فائز و محفوظ گردان حرمتِ آلِ عبا،

## دعا محب پنجتن میر محمد خان ټالپر

میر والا قـدر صاحبزاده‌ٔ عـالـي نسب    ذوالکرم میر محمد خـان ذوالعز و علا
مـاه برج فضل مهر مطالع عزو شـرف    هم جهان روشن ازوهم خانـدانش با ضیا
یا رب این ماهِ شرف کز برجِ دولت جلوه گر    مهر عـالم پـروورش کن تابود عالم بقا
یا رب این فرخ نهال گلشن جـاه و جلال    تـا ابد بـادا بهار و خـرّم و خندان ندا
یا رب این سرو خرامـان ریـاض سلطنت    بـاد سرسبز ابد بـا برگ بـار و میوه ها
سایش لطفِ خودت بر فرق او گسترده اند    عـالمي در سـایه اش آسـوده و ایمن نما
عمر خضرش بخش و اقبال سکندر کن قرین    حـرمت آل محمد ربّ و تقبّل دعـا
یا رب ایـن هر پنج میر احباب آل پنجتن    حـرمت آن پنجتن محفوظ داري دائـمـا
یا رب این هر پنج میر این دوستان پنجتن    بهر آل پنجتن جـانـي حمایت شد بجا
یا رب این نیکو جمال شد برائي اهلبیت    هم تـو حامي بـاش ایشانرا و هم آل عبا
یا رب این میران مومن حامي دین تواند    این اوالامـران دین کوردند دین حق بجا
دین حق کوردند هر جا ایـن گروه دیندار    امر بیدینان از ایشان گشته فـاسد بل فنا
دین ایشان دین حق ایمان ایشان مستقل    حـامـیـان اهل دیـن و نـاصـران انبیا
دین حق دین نبي دین علي و دیـن آل    دین ایشان است دیگر دین ندانند از کجا
آنچه حق فرمود پیغمبر نـمـود ابلاغ آن    و آنچه حسب‌الامـر پیغمبر علي میکرد ادا
آنچه بهر او نبي اذکـّرکـُم‌الله گفته بود    آنچه بهر او علي تـا زیست زد تیغ وغـا
آنچه بهر او نـبـي میگفت ایتوني دوات    آنـچـه بهر او علي میکرد دائـم جنگها
جملگي دارنـد بـاور بـرهـم ثـابت عمل    بـر ره حق راسخ و محکم بدیـن مصطفی
وحدت حق را مقّر و امر نبوت را مطیع    تـابع حکم امـامت بـا امـامـان هدا
واحـدالقهار را دانـنـد رب لا شـریک    و آنچه صاحب شرح گفت آنرا شناسد اهتدا
مـصطفی و مـرتـضی و اهل بیت طیّبین    آنچه ز ایشان امر شد فرمان برندش بیخطا
از علي تـا منتظر اثـنـا عشر خلفائي دین    بهر شان هستند امـام و غیر آنهالا و لا
غیر معصوم مطهر غـیـر نصي قـاطعي    کي امام دین شمارند اهل فسق و کذب را
کفش دوزو حائک و حجام شان نبود امام    کوفـي و شـامـي دمشقي را نیارند اقتدا
از نبي و از علـي و از حسین و از حسن    هرچکس افضل ندانند از ره صدق و صفا
با نبي و بـا علي و بـا حسین و بـا حسن    کس برابر کي شمارند العیاذ ایـن ادّعا
با نبي و با علي و آل هرکس دوست بود    دوستش دارنـد و دانندش ز اصحاب وفـا
بـا نبي و بـا علي و آل هرکس دشمن است    دشمنش دارنـد و هم دائـم کنندش لعنها
دوستان آل را دارنـد از جـان دوست تر    دشمنان آل را گـوینـد لعنت بـر ملا
دین شان این است هم این دین از ایشان یافت زور    غیر این دین دین نباشد نزد شان نبود روا
یا رب این هـر پنج میر نـاصر دین نبي    دوسـتـان پنجتن انـصـار آل مصطفی
حرمت آن پنج اطهر حرمت آن هشت و چار    آنچه بر باشد بده شان و آنچه به زان کن عطا

يا رب اين هــر پنج زاده حرمتِ آن پنجتن ، پنج پنج از فضل خود فرزند با عمر و بقا
يا ربِ از لطفِ بحقِ خــانــدانِ پنــجتــن ، خــاندانِ مير مــا آبــاد تــا روزِ جزا
يا رب آن ميرِ زمان را صد هزاران سال عمر ، يا رب اين شاهِ جهان را عمر خضر ابدي بقا
اين اولــوالامرِ جهان را آل و اولاد كثير ، خسروِ عصرِ زمان را حفظِ حق صبح و مسا
يا رب از "ثابت علي" زوار بپذير اين سوال ، عرض عبدِ كربلائــي بهرِ شــاهِ كربلا

ياكريم انت الكريم انا استلک من فضلک
استجيب ربّي دُعائي انت يتقبل دُعــا

## حمد حق هڪ جنهجي سڀ ڪا دولت دنيا و دين

حمد حق هڪ جنهجي سڀ ڪا دولتِ دنيا و دين ، جيئن ڪه پائينس تيئن ڪري الله بفعل ماشا
والدِ مرحوم منهجي مونسين هنير ڪيو بيان ، جيئن ڪه هو معلوم آنکي شرحِ حالِ ما مّضا
شهر ملتان هو وطن اصلي اسانجو از قــديم ، آت بزرگن جا مقام و مّولّدُ و مسڪن سرا
هم عزيز و اقربا مڪ مانڊ هم قومِ قريب ، ڪوه ۽ بــاغ و زراعت مسجدون ۽ مــدرسا
صاحبِ علم و فضائل جماء آبــائي ڪرام ، نعمتِ علم و هــدايت اِرث اصلي هو عطا
جيئن ڪه هڪ مسجد بہ نامِ سيدِ عبدالشڪور ، ۽ بــہ نــام سيدِ عيسيٰ مدرسو مشهور جــا
سيد عيسيٰ مدرّس منهجي والد جو هو جد ، صاحبِ مسجد آبــي منهجيٰ جو نالو چــالجا
منهجي ڏاڏي جو هو سيّد نور محمد اصل ناءُ ، تنهن تئون هو تابوتشاه جدّ فقر خرقو ٿيس عطا
بــادشــاهِ هند جي سرڪار مئون وجهِ معاش ، هــا مقرر شــرح عــظمائي اڪابــر ز ابتدا
پنهجي والد جي زبانئون منهجي والد نقل ڪيو ، جنهن سبب نقلِ وطن ڪيو قــسمتِ آب و هوا
آهي ڪــاول نالي قريہ شهر ملتان جي قريب ، آت اسانجي هئي زراعت ايم هــو اصل ڪا
پوڪ ٿي، کوهن تي ٿي، آت ڪيئي ڪوه ها پنهجي هڪ ، وجہ معمول و معافي تن مئون ٿي محسوب ٿيا
اتفاقاً هڪڙي ڏينهن هڪ ڪوه جو چڪ ويو ڦيرِہ ، نار پائي جا ٿيا بند پوک سنڍڙا پڻ سڪا
مون ٿي آن چرخي جي ڪاروبار جو ڪيو اهتمام ، ڪنهن ٿي چو ته پاسڏايو ڪنهن ٿي چو ٿئي ٿين پنا
چند روز آن حال ۾ گذريا زراعت خشڪ ٿيہ ، پاڪ چيت ڪئون چاه جي پڻ چاه جا ويا آسرا
نار جي لاءِ جو هو ڪڙمين ڪي سعيو دل پرسور ، پوک جي صورت تي سڀ ڪنهن ماه انڌا ٿي ڪئيا
آن ولا ۾ هڪڙي، درويشِ قلندر ڪيو ظهور ، صورتِ نورانــي و روحِ مجسّم خوش لقا
هر علائق ڪئون منّجير ڏ فرد مطلق محوِ حق ، صــورتِ معني وحــدت معنيٰ سِرِ خدا
شڪل درويشي ۾ ظاهر شوڪتِ شاهنشهي ، فــي الحقيقت بــادشاهِ دو جهان نامشِ گدا
سرخ رنگ و سرخ چشم و قامتِ بــالا بلند ، لاؤبالي ڪم سخن بي طمع بي رؤ و ريا
حال ظاهر ۾ تنہ تنها ۽ باطن سڀ ڪي ساڻ ، خلق ڪئون بيگانہ هــر جا ۽ بخالق آشنا
واردِ مجلس ٿي ڪيئين مسرور اهلِ بزم کي ، جيئن ڪہ جن مشڪلن جي مارڪي ۽ مشڪلڪشا
پوک جي خشڪي ۽ ويراني ڏسي ڪيئين لطف و رحم ، چاؤن هين چرخي جو حال ۽ ڪوه صورت آهي چا
پرتڪلم جيڪي فرمايائون سڀ هندي زبان ، ۽ ڪلامِ پر مهابت جئون ڪلامِ اوليا

تڏ سيني حالر حقيقت ڪئي سين خدمت ۾ بيان
ناهي خطرو آنجو ڪو سڀ خير ٿيندو عاقبت
قطعئہ ڪاغذ ۾ شڪلہ نقش قدرت جي قلم
ڪوه جو ٽڙ ڪونئي آنجي چڪ جي ٻاسي ۾ رکو
ٻوڪ ٻڻ آڏ سٽون لٿي ٻاٹي ڏيو تا اِنگهڙي
اسر جا مامور ٿياسين اعتقاد آٹي دُرست
مقصدِ آقصي اسانجو هو ڏسڻ تنهجو جمال
جلوهٔ نورہ جمالہ حق ڏٺوسين ٿيو يقين
مثنوي ۾ مولوي فرمايو هي فرخ ڪلام
اوليا را هست قدرت از الٰهٗ العالمين
اولياءَ الله جا عالم وسيلا واهرو
اي ولي الله ڪامل تو اسان سين ڪيو ڪرم
لطف ڪيئي ديدار ڏيکاريئي تسلي ٿي تمام
خوش تبسم ٿي نگاهہ فضل جون پلڪون ڪئي
امرہ دين آسان ناهي سو تہ ري مرشد محال
عرض ڪيوم تون پير ڪامل هاديءُ راهہ طريق
امر ٿيو جي اِن هدايت جو اٿئي خاطر خيال
ترڪِ دنيا راسُ ڪلُّ عبادةٍ ڪر اختيار
ترڪِ دنيا ڪر تہ ڪامہ دين و دنيا ٿي حصول
طالب دنيا ڪي دنيا ناهي زياده از نصيب
طالب مولا ٿي دنيا ترڪ ڪر تا بي گمان
آهہ اسانجي جاهہ تا توکي ڏسيون راهہ نجات
عرض ڪيوم ياشاه تنهجي جاهہ ڪاٿي ماگ ڪٿ
امر ٿيو آهي اسانجي جاهہ سيوهڻ شهر ۾
حسبہ ظاهر ڪر سڪونت آهي سيوڻ شهر ۾
عرض ڪيم سيوهڻ اچي ڪنهن جاهہ جو ٿيان جستجو
آن مڪانہ دلڪشا جو ماڳ منزل جو سراغ
روضئہ پُر نورہ رحمت قبئہ قدرت ظهور
آن مڪان جهڙو مڪان پيو ناهي بر رُوئي زمين
عرض ڪيم يا شاه موتي ڪشف ٿيو منزل نشان
امر ٿيو بس ان ڪئون اڳتي سيرُ جو بهتر سڪوت
جڏ نشان ٿيو ڪشف تڏ نام و نشان سڀ ٿيو حصول

سو سڻي فرمايو فانسق ازہ رهہ لطف و عطا
رزق هٿ رزاق جي ۽ صدق دل ثابت ڪجا
هو لکيل اصلي سو ڪيئون امداد چائون هي دُعا
نارُ ٿي نروار پاڻي ٿيندو جاري جابجا
حالہ اوّل ڪئون ۾ افضل ٿيندي از فضلہ خدا
چوسين اي وارث وسيلا تو اسان سين لطف ڪيا
هي سڀئي آنجي طفيل احسان ۽ افضال ٿيا
برحق آهن مظهرہ اسرار مردانہ خدا
سو تبرڪ لئي لکيم ٿي معاف ڪر فقرا وڏيا
تير جستہ باز آرندش بہ راهہ مدعا
مظهرہ اسرارہ خالق ڪُلُّ جا حاجت روا
پيرہ مرشد مٿهن پساٽي ٿين مريدن مقتدا
طالبِ دنيا تہ ٿيو ڪا دين مقصد ڪر دُعا
امر ٿيو هي امر دنيا سهل مشڪل ناهي ڪا
جڏ ڪري هادي هدايت تڏ ملي راهہ هدا
مونکي ڪر هادي هدايت آئون سندهہ اي شهر ڪدا
تا اچي ٿيو دائمي حاضر حضورہ اوليا
ٿي مهاجر في سبيل الله ڪريو وطنئون وِدا
طالب الدنيا مخنث طالب المولي فتا
طالب المولي ڪي هم دنيا و عقبي ٿئي عطا
هم ۾ دنيا شادمان هئين هم ۾ عقبي حق لقا
ٿي هدايت حاصل و محصول سارو مدعا
تا اچي ٿيان آستان پرسوز جناب اصفيا
آت اسانجي خاص منزل ۽ جهان سڀ زيرہ پا
باطناً هر جا اسانجو سير گاهہ خوش نما
جت سڙئين ٿي ڏرہ جلوه جمال جانفزا
ٿي تہ تهدل ٿيان اچي آن آستان جو جُبہ سا
فرشہ اسباب تجمل بادشاهي سلسلا
در چمن اهلہ زمين و ڪن سلام اهلہ سما
نامہ نامي امر ٿي تا وردہ دل هئي دائما
ناهي نطقہ اوليا ٿي آسر احڪامہ خدا
ٿيندي سڀ وقتہ ملاقات ۽ نشان خاطر نما

اُنهن جي ارشاد ڪيئون قصد طريق و شوق سير
جيئن ڪر عذر و التجا و عاجزي ڪئي سون ڪثير
ڪا گهڙي ساعت ۾ عيش و وصل گذري يا نصيب
ڏس پرين درشن پسايو دل وليِ ويا پاڻسين
دوست ڏني ديدار دل تني سان ديواني ڪري
دل چوي درشن ڏسان جيءَ چئي پرين جلوه پسان
باغ بستان ماڳ ماويٰ دل نه خوش ڪيا دوستري
عزم ڪيئن تاڪنهن سبب سوهڻ ڏي ٿي قسمت گذر
هند ڪئون نواب اعظم خان ٿي صوبو سنڌ جو
آنجو نوڪر ٿي ڪري سکهروٽي ۾ سامان سوٽي سنڌ
إِذَا أَرَادَ اللهُ شَيْئاً هَيَّأَ كُلَّ أَسْبَابِهِ
چند سال آنجي رفاقت نوڪري سرڪار هو
سنڌ صوبو بعد معزولي جسي هندستان هليو
دولت دنيا جي ٻئي اسباب ڪئون هو سرد دل
جهن جي منصوبي ۽ معزولي جو نامي اعتبار
يڪ هئيس سوهڻ جي ۽ ٿيو طالب راه طريق
جلد اچي سوهڻ رسيو ٿيو آستان بوس جناب
درگه عالي حضور اقدس و اطهر ڏسي
ٿيو نشان محبوب جي ماويٰ و منزل جو نشان
ٿي تسلي روح جي مقصود دل جو ٿيو حصول
هو گهڻي مدت ۾ سوهڻ ساڪن قرب و جوار
مير چٽن شاه ـ چٽن شاه و جعفر شاه پسر
تين جي خدمت بندگي حاصل ڪري روز نخست
آن ڪريمن شير شرمن نت ٿي ڪيا فضل و ڪرم
شاه جي روضه ۾ صبح و شام قرآن خوان مدام
عشق مولا ڪر لباس دنيوي ڪئون ٿيو نفور
غوث صمداني جو پوٽو پير ڪامل شاه ڪمال
هو ولي ڪامل و سڀ عمر زاهد متقي
عمر سڀ زهد و رياضت ۾ ز اول تا آخير
سڄو ڪئون پاهر عمر ۽ سڀ عمر تا وقت وصال
جيئن ڪم خادم خدمتي اڪثر معارف معتقد
از جواني تا دم پيري و انجام حيات

جيڪي چوئون هو سو چئي الله اڪبر چئي آئيا
دٿ جمي دامن ولي چوسن مو نئون ڪوبل لقا
وقت هجر آيو جيئن مي مي ملڻ جا قصد ڪيا
جيءَ جهنجي جوڳي مثل ۽ ڏوري ڏونگر جابجا
جيءَ جدائي ڪئون جهجي اسباب عشرت جا ڇڏيا
لنئون لڳي دل دوست جي جيءَ ٻئي نه جالي پرجندا
عشق غالب ٿيو گريبان گير واڳون دٿ قضا
تا غرض ٿي حاصل و مقصود دل جو مدعا
راه ملتان آيو ڪيئين لشڪر ڪن جي اقتضا
دستگاه دولت اسباب سفري سڀ سان هـا
مَنْ طَلَبَ شَيْئاً وَجَدَّ وَجَدَ يَهْتَدِي مَنْ يَشَا
تـا جلد معزول ٿيو حاڪم ۾ تقدير قضا
هنجي آخر سنڌ ۾ ٿـي قسمت آب و هـوا
جيئن ڏلائين دولت اقبال جو ڪمتر لـقـا
تنهجو عيش و عشرت آهي سڀ آمر رنج و عنا
سنڌ حاڪم هند ويـو هـي ٿيو براهم مدعا
لعـل شهباز حسيني قباءِ اهــل صـفـا
ڏس لڳو دل دوست جو تحقيق ٿيا ٻئر جا پتا
نـام نامي ۽ نشان ٿيو رمز راز اولـيـا
جان و تن جنهجي طلب هئي تين سين ميڙو ڪيو خدا
شاه جي ٻاڙي ڪچهريءَ ۾ مڪان و منزلا
هـا ڪچهري جـا سجادا لعل صاحب لاڏلا
سايئر لطف و ڪرم ۾ آنجي ساڪن هو سدا
اسر سين انجي ڪچهري خاص هئي مخلص جي جا
ٿـي پڙهيئون درگـاه ۾ وردو و طائف دائما
چو نبي الفقر فخري منصب اهـل صـفـا
صاحب سجاده مسند بـر ارشاد و هـدا
مستجاب الدعوة صاحب ڪلام هـر دعا
صرف ڪيئين ۽ هو سدا مشغول در ياد خدا
اعتڪاف و چله آن عابـد جا متواتـر رهيا
لڳ سواري خاص گهوڙا جڳ ۾ عزت جابجا
خير ۽ خوبي سين ڪيائين عمر آخر انتها

ليک هڪ منزل وطن کنون بعد کمتر ٿيو مقيم — هڪڙي هنڌ جاءِ اقامت ڪانهن دل ڪني اقتضا
ڪيتري مدت هو سيوهڻ ساڪن قرب و جوار — ساڪن فردوس اعلي دامن آلِ عبا
چند مدت بعد نؤ شهري جي ضلع ڪيئين گذر — هو قلان جي راج ۾ ۽ قتل سندس خادم هتا
عمر ڏينهن يادِ خدا ۾ صرف ڪيئين با آبرو — ۽ آني ٿيو واصلِ رحمت بس رضواني سرا

ربنا واغفرلنا ولوالدينا جدّنا
آنت مولانا و غيرک ليس من يغفير لنا

ٿيو قتلن جي راج ۾ آنجو مقام و مقبره — سرهي مڙني مومنن کي خالقِ هردوسرا
بعد آنجي والدِ مرحوم سيوهڻ کيو مکان — عمر مدت هو بحق مشغول با وردو دُعا
مشتغل قرآن حديث و علم عرفاني مقال — ذکر اذکارِ هدايت دائما يادِ خدا
مرد حق ترس و خدا دان بانيازو و باادب — خوش خصال و صلح کُل هند و مسلمان آشنا
شهر جا سادات عُظما و اکابر سڀ شفيق — اهلِ علم و معرفت سڀ يار مخلص آشنا
هند ايران و عرب سيّار وارد بسر مُکان — عالم و فضلائي عرفا صادر گويان دُعا
جو ڏسڻ وٽو سو ٿيو محظوظ حُسن و خلق کنون — جوئي آيو تنهجي خدمت کيائين ٿي ٻي رؤ و ريا
عمر مدت خير خوبي سين کٽي ٿيو رب وصول — خوبي دنيا و عقبي خير دائم ٿيو عطا
قربِ درگاهِ قلندر شهر پر دريا ڪنار — کيئين مکان مسکن و سوني مکان ٿي قبرجا
لعل شهبازِ حسيني بادشاهِ دوجهان — پنهجي دارالامن ڪيئي ٻک کام جاگيرِ گدا
صاحب درگاه جي در تي گذاريئن با ادب — لوه پارس لڳ لڳي ٿيو سون خالص بي بها

اي خدا هين صاحبِ درگاه ۽ درگاه کي
رک سلامت تا قيامت حرمت آلِ عبا

دوستان سنجو هي منهجو داستانِ شرحِ حال — ڪم جي قادر ڪريم هن عبد عاصيءَ سان ڪيا
اوّلاً جڏ وقتِ طفلي ٿي زبان جاري ۾ حرف — کلمئہِ توحيد کيم تعليم والد ز ابتدا
۽ ٻہ اقرارِ رسالت ۽ امامت جو قرار — والدِ ماجد ٿي پاڙهيم ڏني سبق صبح و مسا
مثل طوطي کيم ٿي تحصيل مدح و منقبت — هُئي نہ معني جي خبر حرف و عبارت حفظ ها
جيئن کہ جهندمراندلئي معصوم هڪ جيڏا صغير — اهل معنا جا مڙئي ٿي کيامين ميڙا معرکا
بار جيڏا دوست سرتا سيئي چوندا ها کہ هاڻ — رانسد جو وارو ويو پڙهنداسين مدحِ مرتضا
سونکي چوندا ها کہ پڙهہ مولا علي جا منقبت — ٿي پڙهيم جيکي پڙهيا ها مون بہ مدح و معجزا
تا سيئي معصوم منهجا معجزا مدحون سُڻي — بارک الله چئي کندا ها خير دائم جي دعا
تنهنتئون جڏ تکليف ٿي مکتب جي موجهسال عمر — پهرين آخوند عبدالرحمان جهن جي هُئي جنت م جا
هوسندم استاد کي ڏينهن تنهن تئون ويو حرمين ڏي — پوءِ مُلون ماکر پيو ٿيم هادي راهِ هتا
چار سيپاره کلام الله جا ان وٽ پڙهيم — تنهن تئون علمِ فارسيءَ جو شوق ٿيو سوزش فزا
فارسي خوانن جي مکتب جو معلم بي مثل — آخوند الياس محمد صوفي صاحب صفا
آنجي خدمت ۾ ڪريما جا پڙهيم کي چند بيت — ۽ نہ کا هُئي حرف ساڃهہِ دل نہ آکرين آشنا

آن وِلا ۾ قسمتِ آب و خورش جي حڪم ڪر — هڪڙو سيّد مرد صاحب علم نوراني لقا
جلوه گرِ نورِ نجابت گر ۾ نالّس شه چراغ — آري آلِ مصطفيٰ آهن چراغِ اهتدا
هند ڪنون آيو ڪونت سنڌ جي ڪيئين اختيار — منهجي والد جي ٿي ساڻس دوستي بي انتها
آنجي خدمت هڪ پڙهيم شق القمر جو معجزو — پيو ۾ ديباچو گلستان جو پڙهيم معني بنا
هڪڙي ڏينهن مونکي سبق وسريو ۽ آنکي ٿيو ڏمر — آن هنيو مونکي تماچو منهن ڪنون رت قطره وهنا
آن تماچي جو هٿ مون علم پاڻيءَ جيئن پيٿ — جنِ تماچو هڻي هدايت بل عنايت ٿي عطا
آنکنون پوءِ جيڪي ڏٺم سو سڀ پڙهيم ۽ ياد ٿيم — حرف ساڃهه ۾ مطالع ٿيو عيان اولا لثا
هر نعت مدح و مناقب شعر هندي فارسي — ٿي پڙهيم شيرين زبان سڀ ڪنهن سڻي ٿي ڪني ثنا
سيدِ صابرِ علي مرحوم جا هندي ڪلام — مرثيه هندي ڪلام و فارسي جا واقعا
ٿي پڙهيم ۽ ٿي لکيم ۽ شوق سڻون جوڙيم بياض — مرثيه خوانن جي صحبت هوس هر جا خوشنوا
شعر سکيڪو ٿي عنايت فهم دانش ٿي درست — هر زبان ٿي چيم تتبّع شعر مدح و مرثيا
شعر هندي جا تتبّع ٿي چيم هندي زبان — فارسي جا فارسي شعر و غزل خوش قافيا
شعر ۾ مخدوم نورالحق جو شاگرد هوس — آن پڻي آستاد منهجا شعر ٿي اصلاح ڪيا
عالمن جي معرڪي ۾ هوس هر مجلس عزيز — قابل و قابل پسند و عقل و دانش آشنا
شهر ساداتن جي خدمت هوم هر جا آبرو — سڀ جي خدمت ۾ پڙهيم ٿي منقبت ۽ معجزا
مير لطف الله قاضي شرع جو مسند نشين — آن سين هم مڪتب ٿي ڪيم تحصيل عربي قاعدا
مولوي مخدوم احسان عالم و حاذق حڪيم — آنجي خدمت ۾ به ٿيس درسِ هدايت اهتدا
آنکنون پوءِ مخدومنا محمد مرادِ واعظي — جنهن کي خالق ڏي جزائي خير در دارالجزا
تنهن کنون تحصيلِ تمامي علم عربي ٿيم حصول — سڀي خير آنجي کنون ٿيو اتمام نعمت از خدا
جڏ کم عربي عام ۾ پڻ ذهن فائق ٿيو ذڪي — علم تفسير و حديث و فقه ٿيو فهم آشنا
سنڌ سردارن جي هر سرڪار ۾ ٿيس روشناس — اهلِ دولت جو رئيس مجلس مصاحب دائما
جنهن جي خدمت شعر قطعه چئي دعا و وصف جو — ٿي گذاريم تنهن ٿي ڪيو بالوسع احسان و عطا
شعر چيم جڏ شاهزادو هو محمد سرفراز — مون قصيدا چيا سندس آن ٿي صلا امداد ڪيا
آن ٿي حافظ جا تتبّع نظم ڪيا رنگين غزل — مون ۾ سڄڻي شاعرن آن جا تتبّع ٿي چيا
مولوي مداح خاف الصدق محسن ٺٽوي — شاهزادي جو هو آستاد و اديب و بي ريا
آن جي خدمت شعر جي اصلاح لئي شاگرد هوس — آن محقق کنون ٿيم معلوم شعري قاعدا
آنجي سڀي اربع عناصر جو قصيدو خوب چيم — سڀ ثناءِ نعت و مدحِ حيدر و آلِ عبا
تنهجي مقطع ۾ اشارو مدح ۾ مداح جي — حق آستادي و شاگردي رکيم هنر بجا
تا دمد از باد مدح آتش بجانِ خارجي — خاڪ ثابت را چو مداح آبرو بخش اي خدا
نظم ڪيم خاصا قصائد شعر چيم رنگين غزل — قطعه و تاريخ سال و مدح و ذم شڪر و ثنا
سيد اسدالله سجاده حسيني شاه جو — هو حسيني صورت و سيرت حسن حيدر لقا
تنهن کي پيريءَ ۾ خدا فرزند فائق ڪيو ڪريم — ٿيو غلام نبي تولد گهر علي جي ڪاچ ٿيا

نؤ گلِ خندان ز گلزارِ علي تاريخ سال — آنجي خدمت جي گذاريم نظم ڪيم شعر و دعا
آن محيطِ مڪرمت فرزند جي تاريخ جو — سو صاو بخشُر ڪه جنهن جو نامي آخر انتها
پنهجي مجلس جو مصاحب ڪيائين باعزّ و شرف — ۽ به پنهجي جندَ سن ۾ ڪيئين سندم پارت سدا
ابتدائي غرّه ذوالحج کان تا ويهين صفر — هو سندس مجلس ۾ ذڪرِ ماتمِ آلِ عبا
آن سوا ٻارنهن مهينا معجزا ۽ منقبت — ها سندس دائم وظيفو جان ڪي خلقيو هو خدا
روضة الشهدا پڙهڻ جو مونکي منصب هو مدام — مرثين ۾ هوس آنون مثر خلقته آهلِ عزا
واقعه مقبل جا هر ماتم جي مجلس ۾ پڙهيم — مرثيه هندي پڙهيم مسڪين ۽ محزون جا
مون به هندي مرثين مسڪين جي ڪئي پيروي — ڪئي تتبع آها هندي جني ساٿيم جابجا
مرثيو سنڌي اڳهين هو ڪونه اصلي سنڌ ۾ — جي ڪو هو تا پڻ نه هو مشهور هنير هر ڪنجا
ڪي قدر ابيات سنڌي جو هو فائز مرثيو — سو گهٽو مربوط ۽ موزون پُر درد و بڪا
شعر سنڌي ۾ بنائين سيدالشهدا جو سوز — سڀ ڪو سمجهي ميرِ پڙهي سينو ڪٽي آن ماجرا
مونکي چئين ثابت علي هي شعر سنڌي دردناڪ — تون به سنڌي شعر ۾ ڪي چنج ماتم مرثيا
سون و ما توفيقي إلّا بالله إلاالله جني — سر رکي پڙهن چيم اي دين داور ڪج دعا
مرثيه اهڙا جني روئي رُناريندس جهان — تون پڙهي تبدن ڪندين تحسين مونکي سيّدا
اي خدا جا لاڏلا سردار سرور يا حسين — جوم پهريون مرثيو سو ٿيو قبولِ ڪبريا
تنهن تئون پيحد مرثيا مسڪين مقبل ترجما — ٿي جم جيئن مومنن سڀ ڪنهن لکي دفتر ڪيا
سنهجا مدح و مرثيه سنڌي نعت شيرين ڪلام — واقعه پُر سوز درد داغ شامِ ڪربلا
مومنن جي مجلسين مشهور ٿيا هر معرڪي — جنهن پڙهيا جنهن سڻائين روئي روئي منهن سرخ ڪيا
مرثين ۾ مون نه اڳهين در ڏني جي ڪيو سوال — [illegible] دولتِ دنيا و دين با مدعا
۽ به شامِ ڪربلا جو ڪربلائي ٿيڻ جي — دل ڪي هئي [illegible] اداس ۽ ساه ڪي هئي سڪ سدا
ٿي چيم يا رب نبي جي واسطي طوفِ نجف — حسرتِ حسين يا ستّار سيترِ ڪربلا
رات ڏينهن هو شوق شاهِ ڪربلا جو جي ۾ ڪي — دائما هو دل ۾ دردِ ماتمِ آلِ عبا
ڪڏ پڙهيم ٿي سيّدا ثابت علي تنهجو غلام — ڪڏ ٿي چيم يا شاه لگ الله سڏ پنهجو ڳدا
لا جرم مقبول درگه ٿي دعائي صبح و شام — آن سعادت جا ڪريم و ڪارساز اسباب ڪيا

إذ أرادَ الله شيئاً هيّئ ڪلّ اسبابه
ذالڪ الفضل العظيم الله يؤتي من يشا

سال اول ۾ جڏهن سرڪار جو ٿي روشناس — اهلِ دولت لئي ٿي چيم شعر و قصيدا جابجا
مر ڪنهين ارباب همت ڪئي مروّت مڪرمت — ٿيا مقرّر وجه معمول و معافيون پتوميا
سنڌ سرحد ڪئون سري تيئن ٿيا سندم معمول وجه — حاڪم و اهلِ عمل تي لازمانا جابجا
تنهن تئون جڏ ٿي دولتِ فتح علي خان مستقل — تالپر نيلي ڏٺي ٿيو صاحبِ تاج ولوا
جم نشان - رستم توان - خسرو مڪان بهرام جاه — خضر مقدم ذوالڪرم عيسي دم و يوسف لقا
دين پناه و دادگستر حامي دينِ نبي — ظلِّ خالق خلق پرور ناصرِ خلقِ خدا

شاه وردیخان شجاع‌الملک غازي شیر جنگ　　صفدر میدان بهادر داور گیتي کشا
تاب شمشیرش جگر هاي عنیدان آب کرد　　سرکشان دهر درپیشش فگنده سر بپا
سنڌ صاحب ٿیو مسخر کیائین ساري مُلک کي　　ملک مرجع ٿیو سندس دربار عالي ذوالعلا
جیکي جنگیون کیائین سڀ کنهن جنگ صاحب فتح ٿیو　　مون به مڙني شاعرن ٿي شعر فتحن جا چیا

وجه معمول و معافي واسطي سرکار ۾　　جڏ ٿي آیس ٿي ٿیم حاصل مراد و مدعا
جنگ فتحن جا قصیدا شعر سنڌي فارسي　　ٿي کچهريءَ ۾ پڙهیم ممدوح عالم جي دعا
جیکي ها معمول سابق سي ٻه سالم ٿي ملیم　　آن سوا پیا ٻن گهڻا سڀ وجه امداد و عطا
ذوالکرم کرم علي خان میر عالي منزلت　　سنڌ سروَر جو برادر رب رکي دائم بقا
تنهجي مدح و وصف جا چئي نظم ٿیس حاضر حضور　　آن کریم العصر مونسین کیا کرم بي انتها
ٿي مُرني ڀورين سرکار مُعلّا جاه جو　　ٿي ڏياريئن سالم و ثابت بسي حسب المدعا
تنهن ٿئون از روئي کرم کیئین نوکريءَ ۾ مشاک　　سا غلامان حضوري ٿیس حاضر خدمتا

بزم عالي جو مقرب خاص محفل جو ندیم　　باریاب حضرت مختار با عزّ و علا
آنجي لطف و مکرمت جو سر تي سایو ٿیو جڏهن　　رزق آسایش فراغت حال حاصل ٿیو عطا
جمله اسباب معیشت قوت اولاد و عیال　　دولت سرکار هر صورت فراوان فیض ٿیا
شوق شاه کربلا جو ٿیو گریبان گیر دل　　رات ڏينهن روئي ٿي کیم درگاه داور جي دعا
سا دعا ٿي مستجاب و ثاب پیاسین سڀ سوال　　مونسین قادر کیا کرم ڏاتر سندم سڀ ڏک کٽیا
شکر مونکي ٿي زیارت شاه شهدا جي نصیب　　کم ٿیم مقصد منهنجي جیکي گهریم سڀ ٿیم عطا

صلّ یا ربّي علي خیرالبشر بعده
سلّم اللّهم اهل البیت اصحاب الکسا

فضل سین ذوالفضل جي کُلّي جمیعت ٿي درست　　مون مُصمّم کیو بدل عزم سوار کربلا
همرکاب خسرو دوران بہ تقریب شکار　　شاه بندر ڏي ڪشش کئي قسمت آب‌وهوا
منزل اول تي مون سر تي عجب احوال پیو　　جن ڏڻو تین کي ٿي حیرت موتي جهڙا جوش ٿیا
عشق جي آتش آئي عاشق سمندر ٿیا سندس　　بره جو دونهون دکیو ء مچ محبت جا مٿا
برق جانسوز محبت خرمن آرام سوخت　　عشق نارٌ تندو قنع في القلب و احرق ماسوا
دل بره دونهون دکائي مچ محبت جو مٿو　　عشق آتش شوق شعلہ سیر کیو سوني سما
جيئن جڙي لٽنون جي لڳي پمن محبت ما گهکیو　　بادشاه عشق دار الملک دل کئي پنهجي جا
عشق آتش لئي سمندر جيئن ٿا کن عاشق آلیل　　شوق شعلن کیو شعاع پتنگن پرڻکي پر چنڊیا
عشق جي آتش ۾ عاشق خوش رهن مثل خلیل　　شوق شعلا نار موسي بل پتر بضا ضیا
عشق آتش لڳ آجاین عشق جن آب حیات　　شوق شعلا طالب دیدار لشي آب لقا
اي خدا هي عشق آتش کوثر و کاس طهور　　هیت بہ ڏي ۽ هٿ بہ ڏي کوناهي آتش وا

اي خدا هـــي شوق شعلا هي جلالي پرتوا    بَل جلالي خاص جلوه عين ديدار و لـقـا
سون ني رک متواتر آئون ٿو چوان زو ياکريم    تون ڪرم ڪر آئون چوان بـارک علينا ربنا
جڏ لڳي جي ءَ کي آداس ۽ تاب و طاقت طاق ٿيو    دل نه صبر و استقامت نڪا نــه نيڻن آشنا
دل ڪئون ويو صبر و قرار هي ءَ کئون آرام و سڪون    رات ڏينهن ذڪر زبان هڪڙو روئڻ پيا مرندا
پنهجي آقا کي اچي ڪيم عرض ڪاٿي بحر ڪرم    ذوالڪرم ڪرم علي خان و محب مرتضي
اي اميرِ نــامور اي صاحب صدر و شرف    وي ڪريم ذوالڪرم اي بحر الطاف و عطا
اي سعد برج ڪرم مهر سپهر مکرمت    اي سپهر مرحمت مهرِ منور مـنـه لـقـا
اي منهجا آقـــا بلند اقبال صاحب نيڪنام    آئون سنده نائب هليس هم طرف شاهِ دوسرا
اي سنده صاحب وني نعمت ڪرم گستر ڪريم    ذي نمک پرورده پنهجي کي زيارت جي رضا
سير منهجو موتي مشفق ۽ سدائي مهربـــان    آنجي خدمت مونکي دائم عزت بـــي انتها
آئون ٻه خدام حضوري بارياب بزم خاص    فهم و دانش بارو بيت و شعر ۾ صاحب ذڪا
ڪڏ دلاسو ڏئي چوي آج ناهي موسم سير ڪر    ڪڏ چوي هل حيدرآباد آنڪئون پوءِ رخصت رضا
مونکي هني راتيان ڏينهان لوري لڳي جي ءَ سين جڙي    جيئن ڪه بيراڳي آداسي يا ڪه جوڳي بينوا
ڪڏ چيم ثابت علي هل ڪربلا جو سير ڪر    ڪڏ چيم هل ڪربلائي ڏس شهيدِ ڪربلا
يار مخلص آشنا ڪو جني پري پرڏيهه پنڌ    ڪو چوي همت ٻڌي تا هل نه ڪر ويلو قضا
سون ٻه تهدل ڪئي تياري جزم ڪيو عزم سفر    همت مردان سين آهي دم بدم مدد خــدا
عاقبت با خير و خوبي فضل سين فياض جي    خسروي دربار مئون حاصل ٿي رخصت با رضا
خـــرچ نقدي آذوقو اسباب درڪار ســفـر    جيڪي مونطلوب تنهن کئون ٻن زياده ٿيو عطا
عامل بندر ني پروانو گهني بارت منجهس    حاڪم مسقط ڏي خط تنهن ۾ سفارش بيحدا
وقت رخصت خسرو خاقان ڪيوان منزلت    سوئي قبله سر نوائـــي رو ٻه شاهِ ڪربـلا
امر فرمايئون ڪه اي مسڪين زوار حسين    ڪيئي شه مظلوم جـو عزم زيارت مرحبا
تون خدا جي دوست جي فرزند جو پانڌي ٿئين    ٿيا سنده ساٿي خـــدا و مصطفي و مرتضي
جڏ رَسين روضه ۾ فرزنـــد رسول الله جي    در چمي سر در ڌري منهجي ٻه ڪورنش ڪج آدا
رت هنجون روئي جڏهن چهرو رنگي ٿين سرخرو    چئج سرور جو سنده صادق محب جانــفدا
يا بـــن خيرالمرسلين يـــا بـن اميرالمومنين    الصّلواة و السّلام عليڪ يـــا خيرالـوري
السّلام اي خير خلق الله جـــا خيرالولـد    السّلام اي خاص خلق الصّدق شاهِ اوليـا
اي تو بِرِ نعم الڪاثر مصطفي نعم المڪين    ڪاش من چون بوذرت بودم محب با صفا
اي تو برجاني محمد چون علي مسند نشين    ڪاش من چون قنبرت بودم غلام با وفا
اي نو مثل حيدر ڪرار تـــازان بـرعدو    ڪاش من چون مالڪ بودم بڪف تيغ و لوا
اي نو حبيب الله غالب را امير نـــامدار    ڪاش از حرب توسي بودم در آن دشت وغا
ڪاش چون بودم ز يثرب روبه بطحي ره نورد    در رڪاب ذوالجناحت بودمي حاضـــر شها
ڪاس چون ڪردي ز بطحي ساز ره سوئي عراق    مـن بجاني مسلمت ميڪردم آن خدمت بجا

تا بفرقِ دشمنت چون برق آتش مي زدم  تا چو سامِ مي شدم سيراب زان آبِ بقا
كاش چون در كربلا بودم بجنگِ اهلِ كين  من هم از اهلِ ضلالت مي كشيدم كينها
كاش چون بودم صف آراي سپاهِ مومنين  با سپاهت مي شدم من هم صف آرا جابجا
با سپاهِ جان نثاران پيش رويت صف بہ صف  مي ستادم پا بجا وُ مي زدم تيغِ وغا
گہ بہ عباس علمدارِ تو مي بودم قرين  گہ بہ دوُر اكبر و اصغر همي گشتم فدا
گاه چون حرّ و حبيب و وهب مي كردم قتال  گہ چو مختار و مسيّب مي نمودم كارها
حاليا اي جانِ پيغمبر تو رفتي زين جهان  من عثانِ دل بہرايت همچو فطرس در عزا
در جنان روح‌القدس با جنّد و بايت ماتمي  فطرس و من هرد و با اهلِ زمين شيون نما
اكنون از رويِ كرم‌عذّرم پذير و لطف‌كن  از غلامانِ خودت بشمارم از بهرِ خدا
گرچ دوُرم از بساطِ قرب و همت دوُر نيست  بندهٔ شاه شمائيم و ثنا خوانِ شما
آنچہ بہ دانستي از رويِ كرم كردي كرم  و آنچہ بہ داني هم از راهِ عنايت كن عطا
دولتِ دنيا و دينم دادي و پاينده دار  پيش زين هم هرچہ بهتر باشدم احسان نما
سايهٔ دستِ حمايت بر سرم گسترده دار  دستگيرِ دو جهاني باش اي دستِ خدا
اين جهان با عزّت و اقبال باشي ناصرم  و آن جهان تحتِ لواء الحمد خويشت بخش جا
اين زمان بر دشمنانم فتح و نصرت ده مدام  و آن زمان با دوستانِ خويش محشورم نما
اندرين دنيا بعون و نصرتم منصور دار  و اندر آن ماوي بعيش و عشرتم بغما ليقا
هم درين عالم بعينِ مرحمت بنگر بعبدٔ  هم دران عالم زِ رويِ مكرمت روئيم نما
هي سلام و هي سنيها هي نياز و هي ادب  سرورِ دنيا و دين لئي سنڌ صاحب كيا ادا
۽ بہ اخوانِ عظيم‌الشان آن سلطان جي  سيني جيا صدقوُن سلامِ عجز و صلوات و ثنا
بارياباںِ حضور و بزمِ اقدس جا نديم  خاص خيل و اهلِ خدمت بندگي كياوُن بجا
۽ بہ امراوُ آكابر ۽ مصاحب اهلِ بزم  سر نوائ جنهن سلام ۽ كيئون سجدا ۽ دعا
هموطن همراز مشفق خاص مخلص يار دوست  هكڙئ هكڙي هٿ كئي ٿي كئي دليئون
جانيئون دعا

كنهن ٿي چو اي ابنِ پيغمبر جا پانڌي رب آمان  كنهن ٿي چو اي كربلائي شال وسندين كربلا
سالِ عزمِ اين زيارت چون ز دل كردم طلب  آمد از سوُني دلم ثابت علي صادق ندا
ماه چوڏهن شهر شعبان سال ٻارنهن سئو ۽ آٺ  ٺياسين بندر كئون روانا راه دريا سيكڙ ٻريا
سوكلائي ڏڙني كئون ٺياسين روانا راهِ بحر  شاه بندر كئون بہ مسقط همرهِ حفظِ خدا
رات ڏينهن ٿي راه بحرِ شور كشتي قطع كئي  بحر بحرِ رحمت و كشتي سفينہ قد نجا
كر زبانِ بحر لهرن چو ٿي لا هم ينقذون  چو ٿي كشتي رحمت مِنّا متاعاً از خدا
بحر هو مثلِ صراط‌المستقيم پُل صراط  ۽ جهاز آن ۽ لِواء الحمد چون نقشِ لوا
بحر بحرِ فضل و احسان لجّہ لطف و كرم  نيز كشتي كشتئ نوح و خدايش نا خدا
مصطفايش ديدبان و مرتضايش بر سكان  مومنانش راكب و منزل رسان آلِ عبا

بحر گويد ڪشتيءَ ما جنس ها دارد عجيب    من محيطِ لؤ لؤ المرجان انوارِ هُدا
بحر گويد بهرِ اين ڪشتي خدايم خلق ڪرد    اي منم خسرو جانانِ سُونهي احبابِ خدا
واه دريا واه ڪشتي واه ڪشتي جا سوار    جي ڪريان ڪشتيءَ تئون قربان دل مشئون دريافدا
واه لهرون واه ٻيڙا جن هندورا جتي    دل نه لهرن ڪنون لُڏي لوڏو نه ڏي جي ڪي جفا
سئو ورهيه جو پنڌ پيري پل ۾ رسائي اي رفيق    رب رکي دائم بقا هي سير سونهارو سدا
هن محيطِ ڪرمت جي مدح ناهي منهنجو ڪم    جي ڪريان دريا سياهي آسمان دفتر لکيا
فرد فرد آن دفتر و ديوان جو هي دُرِ يتيم    سيني ڪ قطره ڪنون ڪم مدحِ آنجي پر نه ڪيا
۽ به هن ڪشتيءَ جي کهڙي وصف آهي جنهن جي حق    ناطقِ نصِ خدا جو مَن رڪب فيها نجا
وِٽو مهري مصطفيٰ اولي اميرالمومنين    ۽ حسن سرور سڪان بادبان حفظِ خدا
هي امام حسين جا پانڌي خدا پهچائي تڙ    هنکي حضرت فاطمه درگاه رب جي ڪئي دعا
فضل سين فياض جي مطلق جڏهن لهرون لنگهي    بندرِ مسقط ٿي اوّل منزلِ آب و هوا
آهي مُطرح ناله هڪ جا شهر مسقط جي قريب    قلعه قائم مقامِ دلڪش و فرحت فزا
آت ڪري منزل ملياسين شهر جي سلطان کي    مونسين خط ها بادشاهِ سندّ جا آن ڏي لکيا
هڪڙو خط سلطان ڏي پيو خط طرف خلفان جي    خط پڙهي خوشدل ٿي چئون اهلاً و سهلاً مرحبا
بهرين ميرِ نامور جي خير خوبيءَ جي خبر    تنهن تئون شڪرِ دوستي و دولتِ اخلاص ادا
قدوة الاطباءِ امجد سيد ابراهيم شاه    آن مسيح العصر جنهن هٿ ڪُل دردن جي دوا
هم حڪيمِ حاذق و هم صاحبِ صدر و شرف    سربع عالم درش هم درگهش دارالشفا
صاحبِ سجادهٗ و مسند امير ابن الامير    اهلِ دنيا را امير و اهل دين را مقتدا
جمله آمرائي زمان شاهِ سلاطينِ جهان    عزّ و تڪريمش بجا آرند با صدق و صفا
خاندانش از قديم اهلِ شرف اربابِ فضل    اي خدا اين خاندان آباد تا روزِ جزا
حاڪمِ مسقط جي هئي آن سين طريقِ دوستي    ۽ ٻه سڀ مُلڪين سندس مخلص ۽ يار و آشنا
مسقط و بوشهر و بصره سڀ سندس اخلاص ڪيش    ڪربلا جا صاحبِ سجاده خويش و آقربا
آنجو خط پڻ هو طرف سلطان ۽ خلفان جي    تنهن ۾ پڻ بيحد سفارش جي پلن جا پال ها
حاڪمِ مسقط خطن موجب گهڻو اخلاص ڪيو    عزت و تعظيم بيحد خدمتِ بي انتها
پاس سرڪارِ معّليٰ هر طرح عزت ڏني    طرف بصره جي روانو ڪيئين به اعزاز و عطا
بندرِ بوشهر ۾ اول گذر ڪيو آب و خورد    شهر شيعه ملحقِ شيراز و ايراني هُنا
بندرِ بوشهر زيبا بندر و جائي شگرف    ساڪنانش مومنان و حاڪمانش با هُدا
شهر جا بوشهر جي شيعه سڀني پاڪ اعتقاد    تن جو اقرار اللسانِ صدق دل سڀ ڪي بجا
شرع جا تابع شريعتِ مالڪن جا سڀ مطيع    دين لئي محڪم ۽ جن جو دين تن جا جانفدا
تيهن تئون بصره ڏي روانا ٿياسين رامِ بحرِ شور    هو جزيره خارق آنجا هڪ مقامِ دلڪشا
چار طرف آبِ محيط و وچ ۾ ڪوهين ڪوه و دشت    قلعه و قصر و منازل خوش هوا خورّم فضا
آت محمد حنفيءَ شهزادهٗ دين جو مقام    روضهٔ عالي ۽ درگاهِ معّليٰ ذوالعلا

ٿي زيارت جا مشرف ڪيوسين تربت جو طواف    هـــي طواف آوّلين ٿـيـو از جنابِ اصفيا
سڀ ڪنهين زوار با صدق و صفا قرآن پڙهي    فاتحهِ اخلاص چئي نفلِ زيـارت ڪيو آدا
مئ سعادت سر نوشتہ لوح ايمان ٿي جڏهن    ڪيوسين بسم الله پڙهي تحصيل درسہ مدّعا
يعني شامِ ڪربلا جو شوق روز و شب ٻہ دل    سڀ ڪا ساعت يا ابا عبدالله ادرڪني صدا
آن ڪئون اڳهين ٿي پڙهيم ڪڏ مرثيا ڪڏ منقبت    آنڪئون پوءِ هڪڙي ٻڌنيون جيم منقبت ۽ مرثيا
شهر بصره ۾ اچي خط ڏيئي حاڪم جي حضور    ٿي سون آنجي معرفت جيڪا طرف راهہ هـدا
بصري تيئن ڪارو ۽ اڳتي بحر شيرين آب صـاف    ٻئي پريون سڀ باغ نخلستان هر سو خوشنما
شهر قرني تائين هي بصره جو دريا هو ٻہ بحر    دجلہ بـغـداد ۽ بـحـرِ فـراتہ ڪربلا
دجلہ بغداد جي ٿـي راهہ راجع سوني اصل    ۽ فرات آبو ٿـي رڙهندو از زمينہ پر بلا
جي اسين زوار هاسين ڪربلا جا پانڌي سڀ    ٿياسين راهـئ راهہ سلطانـي رمہ شاهہ و ڳدا
اي خدا هي راهہ سلطاني ڪہ جهن ڪي موت چئون    آهي عمر جاوِدان هن رہ ۾ جي هئي رب رضا
شڪر پڙهندا وياسين چوندا آلصّلواة و سلام    يا حسين ابنہ علي اي جسم و جانِ مصطفيٰ
آلـصّـلـواة و آلسّـلام و آلتّحيّات و دُرود    يـــا حسين ابـنہ علي شاهہ شهيدہ ڪربلا
السلام اي نور حق محبوبِ رب جا نيڻ ٺار    السـلام اي مير ديـن شيرہ خـدا جا دلربا
السلام اي مصطفيٰ توڪي ٿي چو اي نور عين    السـلام اي مرتضيٰ ڪيو توتي جيءُ جانئون فدا
السلام اي ڪيو محمد توڪي مونڍي تي سوار    السلام اي تـوڪي زهرا لاڏ پـالـيـو لاڏلا
السلام اي ساقئ ڪوثر جا پيارا پياسا پٽ    السـلام اي شافعِ محشر جا ڏهنا ڏک پريا
اي جو تنهجو پر جهلي پينگهو ٿي لوڏيو جبرئيل    اي جو تو لئي مصطفيٰ فرزند پنهجو ڪيو فدا
اي جو تو لئي خلد مئون خلعت گرامي ٿي نصيب    نـوجـوان سيد بهشتي سڀ بهشتين جا ڀلا
۽ خدا خلعت ڏِڪائي توڪي ڪاريو عيش عيد    ۽ ٻہ سيرہ عيد ڪاريئي مونڍي چاڙهي مصطفيٰ
لئئ امانتمصطفيٰ جي جنهجي پارت ڪيئين مدام    ۽ نبي اُمت سين ٿي تنهجي سفارش ڪئي سدا
هئ امانت هائي پارت هئ سفارش هي سپرد    وائي اُمت وائي نيت وائـي وعدن جي وفا
وائي پيغمبر جي پـارت وائـي حالہ اهليت    آهہ اُمت جـي عداوت داد ڏي منهجا خـدا
جن لبن ۾ هو لعابہ لعلہ احمد جـو زُلال    سي آيا ڪن آلعَطش آبہ سنان سيراب ڪيا
جن چپن کي نت چمي زهرا ٿي ڪيو پرشهد و شير    تس پريا پائيءَ کي ترسن بحر پر تي هي ڀلا
ڪنهن کي چئي آئون ساقئ ڪوثر جو پٽ آهيان آيو    ڪنهن کي چئي آئون شافعِ محشر جو دانهين دلربا
اڄ مرڻ تا منهجا جاني مونکي پائي چو نہ ڏيو    پٽ ۾ پرزا منهجا پيارا رڻ لين تا لاڏلا
منهجا ماريو يار پاور سڀ ڪٺو منهجا قريب    پاتر پائنيا سڀ ڪٺايو پيارا پٽ سپہ ڪيو صفا
اي منهجي ناني جي اُمت آئون نبي زادو سندو    تنهن نبي زادن تي پنهجن ڪهڙي اُمت ڪئي جفا
آئون امانت مصطفيٰ جي منهجي پارت ڪئي رسول    هن وصيت هن سفارش جي ڀلا ٿـي هئ سزا
ڪڏ ڪئي هٿ تي علي اصغر چوي اي مسلمئو    آئون خطاڪار آن سندو هي طفل آهي بيخطا
مونکي اڄ ماريو سو آخر مونکي البت ڪٺندو آئين    سا قضا مون سڀ قبولي جا ڏئي جي هئي رضا

بر تہ ھن معصوم کي پاڻي پيارھو ھڪ ڦڙو  پُٽ اکين سين ڏسندو ٻيءَ ڪينہ ڏسي، آھي روا
ڪو نہ ڏي پاڻيءَ جو قطرو بلڪ پاڻيءَ جي بدل  تير جي پيڪان جو پاڻي پيارڻون ڏس عطا
طفل تيرن سين ٽيهاڻي ڪڙم جاني سڀ ڪُٺي  سرور دنيا و دين جو سرڪشن سر ڪيو جدا
سر وڏي سردار جو ڪيو ناڪسن نيزي سوار  تنھن ۾ سير سڀ ڪڙم جاني صف بہ صف نيزن چڙھيا
اڳ ۾ سر سردار جو پُٺ ۾ سپاھ بي سران  ھاھ شاھ سر جُدا ھيُ ھيُ سپاھ سر جُدا
اڳ ۾ اُمت جام جي فرزند جو سر سرخ خون  پُٺ ۾ ڪُنُنُنُم خُنُيُر اُمُت رت پريا روشن لقا
تين جي پُٺ ۾ عابد بيمار بـا اھلِ حرم  ڪربلا جـو ڪاروان سـالار آلِ مصطفيٰ
اي خدا ھي ڪاروان سالار ۽ ھي ڪاروان  ڏيھ ڏاڏائـون مدينو بيوطن بـروس ھليا
ھن کي ويرين شام ڏي ڪاھيو تون ڪر ڪو ڪرم  تون سندن واھون مديني وار بھر مصطفيٰ
ھي رسـولِ الله جا آھن جگر گوشہ عـزيز  آلِ سفيان ھن جـا دشمن ابتدا تـا انتھا
ھـي عليُ المرتضيٰ جـا ھـونراں بيوطن  معويہ بہ ھن جو ويري جنھن جي ھي جور و جفا
اي خدا ھن قافلہ کي منزل مقصد رسـاڻ  ساڻ عترت جو سلامت ني وطن ڏي واحدا
ھي سلام ۽ مرثيہ پڙھندا ۽ رُئندا رات ڏينھن  ھاسين راھي راہ دريا پيا بہ لنڪ زوار ھا
ھئي پريون بحرِ فرات از بصرہ تا حيلي ڪنار  سـاڻ زوارن جـا ھـا پيرن نـوارا جابجا
شھر حلي ۾ اچي ڪيوسين مقام خطرناڪ  اُت رھي ھڪ رات صبح ساڻ سانپاھا ڪيا
ٿي سـوار اسپ و اشتر ڪربلا ڏي قـافلو  ٿياسين حيلي کئون رواڻا راہ خشڪي سيڪ پريا
شھر ۾ حيلي جي آھي مسجد شمس از قديم  مسجدِ مـولا عـلـي و معبدِ آلِ عـبا
نفل شڪرانہ پڙھي محراب و منبر کي چمي  ٿي اجابت سـب دُعا حاصل ٿي ساري مدعا
ظھر و عصر آن ھنڌ پڙھي ڪيو قافلہ قصدِ طريق  ڪربلا پانڌي روان ٿيا رُوبہ شام ڪربلا
دشت ۾ اڌ رات داھو ڪيوسين باقي رُبع ليل  پنھنجر ھويون رات جو ڪاھيوسين با صدق و صفا
وقت صبح صادق آياسين ولي سا سر زمين  جنھن زمين لئي سڀ زمين و آسمان مخلوق ٿيا
سا زمين جت آسمان سجدا ڪري ھر صبح و شام  سا زمين جت عرش قربان ڪرسي و قدسي فدا
سا زمين ڪربلا جت ڪربلا شہ جو مقام  سـا زمين ڪربلا جت بـادشاہ ڪربلا
وہ زمين ڪربلا فردوسِ اعليٰ جـو شرف  وہ زمـيـن ڪربلا دارالـقـرار انـبـيا
خاڪ رہ آن سر زمين پاڪ چون حور و ملڪ  مثلِ سُرمہ ڪن اکين ۾ ۽ ڏسن نورِ خدا
ھو زحند چـار فرسخ سڙني دشتِ مـاريہ  ساڻي سرحد ارض حائر چار سُوني ڪربلا
وارد حـائر زمين ٿياسين دم صبح تخشُت  سڀني حيران وار ھر سُو وا حسينا ھئي صدا
سڀ ڪي ھئي سر خاڪ ماتم سرا ۽ سينو ھڻ ھئي  ھم گريبان چاڪ ڪيئون ھم سر ويني مُنھن رت پريا
سيني زوارن ٿي ڪي زاري روني رت زار زار  سڙني دشتِ مـاريہ ڪيو ماتمين ماتم سرا
ھي زمين ڪربلا ۾ ڪربلائين حشر ڪيو  ڪربلا پانڌي ويني سر رت پري سڀ ڪربلا
ڪربلا ۾ ڪربلائن ھيُ قيامت حشر ڪيو  ڪيائون عرصات قيامت عـرصہ گاہ ڪربلا
باغ و بُستان و سـواد شھر ٿيو مُند نظر  وايُ نخلستان جنت ٿيا نمايان خـوشنما

قبهءِ عالي دُرَخشان ٿيو چو خورشيد ازفلڪ — جيئن يدِ بيضا جو جلوو يا يَدُالله جو ضيا
سجدو قبهءِ تنهن قربان عرش و ڪرسي و فلڪ — رات ڏينهن روضي ۾ رهندا انس و جن لعلِ سما
قبهءِ انور سراسر نورِ ربُّ العالمين — روضهءِ اطهر تماسي رحمتِ ربُّ العلا
روضهءِ عالي قربيءِ سڀ ڪنهن رکيو سجدي ۾ سر — طاعتِ حق ڌڻي بجا قبلو ڏٺو اولا لنا
بابِ عباس علي کئون ٿياسين وارد شهر ۾ — تا درِ درگاهِ عالي سر بسه سجده آنحيا
داخلِ درگاهِ اقدس ٿيسي جي باب الحرم — سر رکي سجدي ۾ ڪيوسين حمدِ ربّاني آدا
سڀني زوّارِ حسيني زار و گريان بيقرار — ها امام حسين جي روضي ۾ رهندڙ جابجا
ها زيارت خوان اڳ ۾ سڀ جي هٿ رنگين بياض — پٺ ۾ زائر مقتدي هنهر ٿي ڪيئون حمد و ثنا
السلام اي وارثِ آدم صفي الله صفي — السلام اي نائبِ نوح و خليل و با وفا
السلام اي مفتخرِ موسي و عيسي جا شرف — السلام اي مصطفي و مرتضي جا لاڏلا
السلام اي مصطفي جا نور نرمل نيڻ ٺار — السلام اي مرتضي جا دوست جاني دلربا
السلام اي مصطفي توکي نيايو ناز سين — السلام اي مرتضي ڪيو توتي جان و جيءُ فدا
السلام اي فاطمه زهرا جا فرزندِ عزيز — السلام اي بنتِ پيغمبر جا گوهر بي بها
السلام اي سينئرِ پسرورِ محمد والسلام — السلام اي جانِ حيدر راحتِ خيرالنسا
السلام اي راڪبِ بُرّاق جا موٽڻي سوار — السلام اي صاحبِ معراج جا موهن ميٺا
السلام اي تنهجو خادم جبرئيل از جان و دل — السلام اي تنهجي غمِ فطرس هميشه در عزا
السلام اي سيد الشهدا شهيدِ بي ڪفن — السلام اي اَقطعُ الاَعضا قتيلِ سر جدا
سر مبارڪ نيزي سر جهلندن تي صلوات و سلام — سنهن منوّر رت پري تي رحمتِ رب العلا
تنِ مقدس پرزه پرزه لئي تحيات و درود — نقش پاڪ ري دفن پرخاڪ و خون ڪي پرصفا
سر هليو نيزي تي سبحان الذي اسرىٰ پڙهي — تنُ ٿي تڙڦيو پٺ ۾ چئي انا الهِ الرّجعا
هي سرِ سردارِ عالم هي تنِ جانِ جهان — سر جدا تن کي ٻه ترسيو تن کي ترسي سر جدا
صلِّ يا رَبّي علي جَدِّ الحسين و پا بيه — سنتمر اللّهم سبطيءِ احمدِ آلِ عبا

وَ العَنَ اللّهم مَن قَتَلَ الحسين و فتيته

وَ ادخِل اللّهم نارا مَن رَضي با مامضا

پڙهي زيارت نامہ و زاري ڪري ٿي ضعف زار — سر ضريحِ پاڪ تي سڀ ڪنهن رکي ڪيا ناليا
آن ذبيح الله جي سڀ ڪنهن ضريحِ پاڪ تي — ٿي رنو هي هي ٻه زاري واحسينا هُئي صدا
واحسينا واحسينا هُئي قيامت تهر ڪيئوڪ — واشهم واحسرتا هو شور منجهه ارض و سما
تربتِ اطهر جي گيرڌون سر ڪنيا سڀ ماتمي — روضهءِ رضوان کي ڪيو آن ماتمين ماتم سرا
قبر تي مقتول جي مومن ميڙن ڪاتيو ڪفن — لحد تي مظلوم جي سر منهن پٽن اهلِ عزا
آه پيغمبر جي پياري پٽ جا آيسا آتي — آهُ سو آنت ڌٽي ڪولي ڪٺو اهلِ جفا
آه فرزندِ رسول الله جيا پانڌي سر پٽن — آه دلبندِ علي جي زائرن ڪيا حادثا
ڪوڪوڙي هي هي حسينا ڪوڪوڙي هي هي امام — سڀ ڪو پنهجي حال حيران ڪنهن ڪسي
ڪنهن جي ڪل نه ڪا

هي محمد جو جگر هي، هي علي جو لاڏلو — هـي رسول‌الله جـو جانـي شافع روز جزا
يڪته ڪوفين ڪٺايو ري خطا شامين رنجيو — آه آمت جـو ڏٺـي آمت ستـايـو بيخطا
هي مديني جـو مسافر ڪربلا ۾ قتل ٿيو — واه مڪ جو ڏٺي پرڏيهه ماريو هي قضا
مصطفيٰ جو پـاڪ وارث واه مـاريو بيگناه — مرتضيٰ جو ملڪ مالڪ هي ڪٺو اهل جفا
هي جي اڄ هُئي مصطفيٰ تا ڏک ڪجي ڏهتي سدا — هي جي اڄ هُئي مرتضيٰ تا ڪيائين پٽ ڪٿي وسوڙا
ناهي نانس مصطفيٰ ڏهتي تي ڏک ڳنڍيو عظيم — ناهي بابس مرتضيٰ شيرن جي پارت ڪيئين سدا
هـاء پيغمبر جو ڏهتو ڏک ڏئي ماريو مُئن — هي علي حيدر جو پٽ ڪوٺي ڪٺائون ڏئي دغا
واءِ محبوب محمد جو نه ڄاتو قدر قوم — آنتي آمت ڏٺـي جـا ڪين حرمت حق ڏٺا
عـرش اعظم جو گـرامـي گوشوارو زينتي — پيو ڪري پرزا ٿي پٽ تي نبي ڪفن ني قبر جا
هُئي رسول‌الله تا ڏهتي کي پنهجي ڏي ڪفن — هُئي امير المومنين تا پٽ کي دفني پڙهي دعا
هي حسينا هي حسينا هي شه بي سر شهيد — هي حسينا هي حسينا هـي قتيل سر جدا
هي حسينا هي حسينا عرش و ڪرسي شور ٿيو — هي حسينا هي حسينا ها قيامت ڪڙڪڙا
وا حسينا وا حسينا هُئي صدائي خاص و عام — بـر زمين اهل زمين بـر آسمان اهل سما
وا حسينا وا حسينا هُئي صدائي انس و جن — ڪيو مڙي ملڪن ٿي ماتم هاء حورن حادثا
هڪ طرف جبرئيل ٿي ڪيو وا حسينا وا حسين — ٻئي طرف فطرس ٿي ڪيو هي هي امام مبتلا
هڪ طرف روح محمد ٿي رنو رت زار زار — هڪ سين مڙني مرسلن ٿي سر پٽيا سينا ڪٽيا
هڪ طرف روح علي ٿي لعل جي مڙه تي لڇيو — ڪڏهن چئين هي هي حسينا ڪڏهن چئين هي هي آها
لعنت و نفرين حق بـر قـاتلان اهلبيت — هر بر آنکس گويد اين ظلم و ستم دارد روا

صَلِّ يا مَنْ اَوْلاَ صَلَّيْتَ اَنْتَ عَلَى النَّبِي
اَوْ صَلِّ الْعِتْرَتِ صلواتي مع صَلَوَاتِكَ دائما

هي چئي سڀ ڪنهن ضريح اقدس و اطهر چمي — پاڪ پيري منهن رکي سر ساه صدقو ڪيئون فدا
پار پيراندي علي اصغر جي پيري سـر رکي — ٿي لڇيو سڀ ڪو ۽ ليٽيو ڄڻ ڪبوتر ذبح ٿيا
هي شهيد ابن شهيد و هي قتيل ابن قتيل — آه مظلوم ابـن مظلوم و صغير و بيخطا
آه پيغمبر جو پيارو مرتضيٰ جو سـن سوهن — گل ڪٺون وڻ ميواني ته به پوتا گل و ميوا مٺا
شير خوارو اڄ آسارو ڪان مـاريـو بيگناه — واءِ ناحق ناڪس معصوم لئي ڪيا ماجرا
السلام اي اصغر معصوم فـرزنـد حسين — السلام اي اصـغر مظلوم طفل بـي خطا
السلام اي قـرة‌العين نبـي نـور علي — السلام اي روح زهرا جـان شام ڪربلا
السلام اي نؤ گل گـلـزار خمسة‌الطيبين — السلام اي نـونـهـال گلشن آل عبا
السلام اي سرو نـو خيز گلستان رسـول — نـو بـهـار بـوستـان انبيا و اوليا
السلام اي برج رحمت جا مه و مهر منير — اي نبوت جي فلڪ جا مهر رخشان مه لقا
اي علي اصغر امـام حسين جـا نـورالبصر — اي علي اصغر شه مظلوم جـا سوهن مٺا
اي علي اصغر رسول‌الله جي ڏهتي جا جگر — اي علي اصغر ڪهي ٿي تنهجي ننڍپڻ جي قضا

هيءَ علي اصغر نہ مائيءَ نعمتِ دنيا جا ناز     هيءَ علي اصغر نہ ڇوڙيائي ويس طفلي جا وڳا
هاءِ اصغر قهر ڪيئي تنهڙو ٿي مارين بيگناهہ     هاءِ اصغر قهر ڪيئي ٿهري قضا رب جي رضا
هاءِ اصغر تنهنجو پينگهو واهہ تنهنجا راند ڏول     هاءِ اصغر تنهنجا چُوسا واهہ چولا رت ڀريا
هاءِ اصغر تنهنجو پينگهو رڻ ۾ خالي تو بنان     هاءِ اصغر ڪهر اڱڻ اڄ ڪين تنهنجا پيرڙا
هاءِ اصغر تنهنجون ڳالهيون هاءِ تنهنجون هونگڙيون     هاءِ اصغر لاڏ تنهنجا واهہ اصغر لاڏلا
هاءِ اصغر هاءِ اصغر تنهنجو معصومي جو موت     هاءِ اصغر هاءِ تنهنجي تنڊڻ جهڙي قضا
هاءِ اصغر آهہ تو لئي شهربانو ٿي لڇي     هاءِ اصغر آهہ تولئي ماءُ ڪيا اڄ حادثا
هاءِ اصغر آهہ توکي ماءُ ساري ٿي مري     هاءِ اصغر آهہ تنهنجو. پاءُ عابد ڪني عزا
آهہ اصغر آهہ اڄ توکي سڪينہ ٿي سڪي     آهہ اصغر آهہ اڄ تولئي ڀيڻين سر منهن پٽيا
آهہ اصغر آهہ اڄ تو ري ڀيڻين کي ناهي تاب     آهہ اصغر آهہ اڄ گهر تو ري سڀ ويران سرا
مَنْ قَتَلَهُ ﷺ مَنْ رَضَا حَقًّا عَلَيْهِ     قَتْلُهُ مَنْ كَانَ يَكْفُرُ لَيْسَ كُفْرًا بِالرِّضَا

كَانَ مَوْلَانَا عَلِي ابْنَ الْحُسَيْنِ وَعِتْرَت
رَضِيَ مِنْهُمْ رَبُّهُمْ قَالُوا رَضِينَا بِالْقَضَا

بعد طوفانِ اصغرِ معصوم پيرانديءَ طرف     سڀني ڪُلہ ڪُنجِ شهيدان يار جاني اقربا
منهن ضريحِ پاڪ شهدائي ڪيو سڀ ڪنهن ٿي چو     السلام اي ناصرانِ دينِ انصارِ خدا
السلام اي مخلصانِ مصطفيٰ و مرتضيٰ     السلام اي حاميانِ عترتِ آلِ عبا
السلام اي ياورانِ و بيڪسانِ ڪربلا     السلام اي جان نثاران و اسيرانِ بلا
السلام اي سرورانِ بي سر و سرتاجِ خلق     السلام اي تاجدارانِ جهان سر تن جدا
السلام اي آن ڪان رب خوشنود ۽ راضي رسول     مرتضيٰ مشڪور و خوشدل حضرتِ خيرالنسا
السلام اي آئين رسولِ ﷺ جا جاني رفيق     آئين اميرالمومنين جي پياري پٽ جا جانفدا
السلام اي آئين امام حسين جا ساٿي شفيق     آئين شہ مظلوم جا صادق عزيز و آقربا
السلام اي سر وڃائي سرها ٿيو سنسار ۾     ساٿ رو باهم سلامت پنهجي سرور سين الدّيا
هيءَ جي آئون بہ هوس آئين فوزتا فوزاً عظيم     بزمِ صديقين و الشهداء ۾ هُئي منهجي جا
هيءَ جي آئون بہ هوس آئين ڪلہ انهي ڪهسان ۾     آئين ڪُلہ ڪُنجِ شهيدان ۾ نہ منهجا ماڳ ها
هيءَ جي آئون بہ هوس آئين سرخرو خوني لباس     هوند ڏِسِجي آن ڪلہ شهادت ڪربلائي جي قبا
هيءَ علي اڪبر نبي جي شڪل صورت جو شبيهہ     هيءَ علي اڪبر علي جسو دوست جاني دلربا
هيءَ علي اڪبر محمد صورت و حيدر خصال     هيءَ علي اڪبر ڪجهن جو سٿ نہ خلقيو ڪو خدا
هيءَ علي اڪبر شہ مظلوم جاني نوجوان     هيءَ علي اڪبر جوان ماريو ۾ دشتِ ڪربلا
هيءَ علي اڪبر ڪہ جنهجو درد ماري ٿو مدام     هيءَ علي اڪبر ڪہ جنهجو سور ساڙي ٿو سدا
واهہ قاسم ڪتخدا جو ڪربلا ۾ ڪاڄ ٿيو     ڪاڄ سُون ٿيو قتل ٿي چاهي رهيا ٿي ڪتخدا
واهہ قاسم ڪاڄ تنهنجو واهہ چاهي تنهنجا چام     واهہ نوشہ تنهنجي شادي واهہ سيد سيهرا
معرڪہ ۾ ويانهہ مجلس گهر قيامت قهر ڪئو     ڪاڄ ۾ مينڌي مبارڪ سيج سڄ ويران سرا

۽ عبدالله شهزادو حسن سرور جو لعل ۽ قاسم گهوٽ جو ٿيو گهوٽ ڪڏ رب جي رضا
۽ محمد ابن عبدالله آن جو ڀاءُ عون جعفر طيار پوٽا مير جا ڀاءُ ڀلا
۽ عبدالله جوان فرزند مسلم بن عقيل پياسو ڪوفي ۾ ڪنئون هڻ هٿ ۾ وحڪم قضا
۽ جعفر بن عقيل و عبدالرحمان آنجو ڀاءُ سوڙ شاهه ڪربلا جا سوڙ ڪڏ ڪيئون سر فدا
فضل و جعفر عون بوبڪر عمر عثمان و آنس شير حق جا شاهزادا شه جا بازو آت آدا
تين سون ست هين هند ڪٺا عباس ڀائي ير ڪٺو ساقي ڪوثر جا پيالا واهه باني لني ڪٺا
سيد مظلوم جا سڀ قوت بازو قريب بادشاهه بي سپه جا سڀ بهادر جانفدا
پيار ڀائٽيا ڀائجا پيارا پسر جاني جگر يڪنه شاهين ستايا واهه ڪوفين قتل ڪيا
سپاهيءَ باونجاهه صحابي آن سوا صادق [illegible] سي سفينه نوح راڪب جن جي حق هو قدنه
سوني انصار رسول و سوني انصار علي سوني انصار حسين و سوني اخيار خدا

فَابْكُوهُمْ أَهْلُ بَيْتِي جَارِ بَنُوهُمْ أَهْلُ ظُلْمٍ
مَنْ قَتَلَهُمْ قَدْ لَعَنَ مَنْ ظَلَمَهُمْ قَدْ مَاتَجا

گنج شهدا جي طوافون بعد جمله زائران زير آن قبه طلائي نقل زيارت ڪيئون آدا
لقل نسفر شاهه شهدا نقل نسفر اصغرش نقل نسفر گنج شهدا با تحيات و ثنا
آس مرقد جي اچي ڪئي سون دعائي خير عرض سا دعا درگاهه رب جي ٿي اجابت بي ريا
تنهن تئون صند وقر حبيب ابن مظاهر ڪي چمي آن علمدار حسيني گرد ٿيا هين جانفدا
قتل گه جي لوح تي رئندي تي لڇندي رت رنو سر ورتي سينو ڪٽي ڪيئون هاهه حشري حادثا
مير جي مقتل تي مومن منهن پٽي ڪن هاهه هاهه خاڪ ماتم سر وجهي سڀ ڪنهن گريبان چاڪ ڪيا
هاهه هن هنڌ مصطفيٰ جو من موهن ڪوفين ڪٺو هاهه هت شير خدا جو شير مارئون ڏنو ڏکڙا
هاهه هن هنڌ هو شه مظلوم جو بي سر بدن هاهه هت ڪيو سرڪشن سر سرور دين جو جدا
هاهه هن هنڌ پرزه پرزه هو تن جان نبي هاهه هت روح علي جي رت منهن رڻ دريا وهيا
هاهه هن هنڌ قتل ٿيو مخدوم جبرئيل امين هاهه هت فطرس پرهه مڪوت ٿي سر منهن پٽيا
هاهه هن هنڌ ساڪنان عرش و ڪرسي ها حزين هاهه هت ساڪن تي ماتم ڪيو ۽ حورن حادثا
هاهه هن هنڌ زينب مظلوم زاري ڪيو ٿي جو هاهه ڪيئن ٿين سر جدا سردار اي منهنجا ادا
اي ادا سر تنهنجو سرور ڪنهن وڍي ٿيو سر آتئون تن ڇڏي رڻ تڙڦندو سر ويو ۾ معراج سما
اي ادا جي هوند ڏسي نانو ني هن حال سين ڏي جي هو بابو ۾ ڪيئن هوند اسانجي ولڪا
اي ادا تو ري اسانجو اڄ وسيلو ناهه ڪو يڪسن جا ڪارڻي ڪا واهه وارث لڳ خدا
اي ادا ڪنهن ڪي تو ۾ هرئين پنهنجا پرديهي غريب ڏيهه ڏاڏانو پري پرديهه ويرن هي جفا
تنهن مديني ڏي ڪري نانءَ نبي ڪي ڏانهن ڪيئن يا رسول الله هذا اِبنک حسين في العزا
يا رسول الله جدي خنديد هذا آخي قدقتل فان لي ماقي غيرک ناصرا
يا رسول الله ڏس ڏهني ڪي ماريو مدعين يا رسول الله ڏس عترت تي تنهجي ڪيئون جفا
يا رسول الله ڏس هي لاڏلو پنهجو حسين يا رسول الله ڏس هي پنهجو جاني دلربا

يـا رسول الله تنهجو لاڏلـو اچ ٿيو شهيد — يا رسول الله تنهجي دوست اچ ڪئي جنگ ودا
يا رسول الله تنهجو لاڏلو اچ ڪيائون قتل — يا رسول الله تنهجو دوست ماريئون بي خطا
يا رسول الله ڏس پنهجو پيارو جنهن لئي تو — پنهجو پٽ قربان ڪيو هين جي سفارش ڪئي سدا
يا رسول الله مـنـدا آهه مرسل مـساڙ ڪر — ۽ ٻيو پـڌ شير خدا ڪي وقت واهر جالجا
۽ نجف ڏي منهن ڪري ٿي چائين روئي زار زار — يا آيت قدر قتل اِبنڪ هذاڪ اَعلمڪ في البلا
يـا اميرالمومنين بـابـا پٽهن اچ ٿيو شهيد — اي ابا آهه پنهجي پٽ جو حال ڏس وا حسرتا
اي ابا ڏس تنهجي جانيءَ تي جفا ڪئي ظالمن — اي ابا ڏس تنهجي دلبر کي دغا ڏئي ڪيئن وڙهيا
اي ابا هـي تنهجو لعل لاڏلـو پيارو پسر — ڪيو ڪنهي تنهجو لعلن لعل لوهوءَ ۾ لٿيا
اي ابا هي تنهجو گوهر بي بها دُرِّ يتيم — گنج گوهر سڀ لٽائي ويو يتيمن جـو آجها
اي ابا هي جانشين تنهجو ۽ تنهجي جاءِ هو — سو چڙي مسند سڄي ٿيو پٽ ۾ پرزا دست و پا
اي ابا هي تنهجو نائب دين مسند جو ڌڻي — دين ويرن قتل ڪيو رس دين داور اڳ خدا
اي ابا هي ملڪ مالڪ پاڪ وارث تنهجو واهه — پڳ لڳن ناحق ڪٺو هاڻ ملڪ جا مالڪ ٿيا
ڪڏ حسن سرور ڏي منهن ڪيو سڏ ڪري سُتوني بقيع — تي چئين بيتاب ٿي آهه رس حسن موهي ادا
اي ادا تنهجي ادي، ڪي آهي ڪوفن قتل ڪيو — اي ادا تنهجي ادي جا ڏس ڏکن جا حال ڪيا
اي ادا پنهجي ادي جو حال ڏس جيڪي ڏٺي — پٽ ۾ پرزه پيا ڏٺي جاني جگر سڀ اي ادا
اي ادا پنهجي ادي جي حال جي ڪا ڪل اٿئي — آهه اچي ڏس ڪربلا ۾ پرزه پرزه پٽ ۾ پيا
اي بـرادر داري از حال بـرادر هم خبر — بي برادر ڪشتم شـد در ڪربلا بنگر بيا
اي بـرادر بشنو احوال بـرادر آنچه ديد — ديد در دشت بلا خويش و برادر سر جدا

يـا آخي هذا اخي قد ڪان بعدڪ وارثـي
لَيس لِي اليوم غيرڪ اَلغياث ادرڪ اخـا

قبر ڏي زهرا جي منهن ڪيو چو ٿي آن زهرا جي نور — الغياث اي ابـن خيرالخلق يـا خيرالنسا
اي امان خيرالنسا ڌيءَ خير خلق الله جي — ڏس پٽني ڪوفين ڪهايو بنا عزيز و اقربا
اي امان زهرا تون پنهجي پيءُ رسول الله کي — چؤ ته ڏهٽي کي ڏسي ڏک ڏک ڪٽي اولاد جا

وا حسينڪ فـي الصرا مقتول ذالڪ حوله
ڪلثوم من ڪان مين وڪندڪ صغيراً آوة تا

منظر هڪ هڪڙي منهن ڪيو چئين ٿي روئي زار زار — ها رسول الله جـي عترت ۾ حشري حـادثا
عابد بيمار ٻن نيزي تي پيءُ جو سر ڏسي — چو ٿي اي منهنجا ابا هي هي اساتي قهر ٿيا
اي ابا تو ري اسانکي قيد ڪيو اهل نفاق — اي ابا تو ري اساتي ظلم ڪيا اهل جفا
اي ابا تون قتل ٿين قسمت اسانجي قيد ٿيو — اي ابا تون رڻ رهين اسين شام ڏي رئندا هليا
اي ابا تو بيوطن ٿي ڪربلا ۾ ڪيو مقام — اسين سـديني جـا مسافر شـام پرڏيهي ٿيا
اي ابا تون سر بنا تنُ پرزه پرزه دشت ۾ — ني اسان قدرت ڪفن جي ني دفن رخصت رضا
اي ابا اڳ ۾ اسانجي تنهجو سر نيزي سوار — پٺ ۾ عابد کي آلن جي هٿ مهار و پياده پا

يا آبتِ انظر الي اِبنک حزّہ اهل العراق — اَضربوا الآشام يثرب حاربو بسا لمصطفیٰ
يا آبت آنا اِبنک المغلول في ايدي العصاة — کوفيون ساروا الي الشام اِحملو آسرا لنا

ربّ کنّا نعبدک مِن قبل کانو يعبدون
قوم کفرا مِن قريبٍ نحن نعبد دائما

هن طرح هو شورِ محشر در مقامِ قتل گاه — مومنن سر منهن پٽي ٿــي مرثيه اهڙا پڙهيا
بعد طوفِ قتل گه آيــاسين صحنِ پاڪ ۾ — فرشِ اقدس رت هنجون روني پريوسين جابجا
مرثيه خوانن جا حلقه هــا بگرد جٺل چراغ — سينه ڪٽيان صف به صف نهن خاڪ ماتم سر ڪليا
ڪي بدورِ جٺل چراغ و ڪي ٻه مسجد ماتمي — ڪي ٻه بابُ السّدرِ ها سوز و الم ۾ مبتلا
جابجا سينه زني ۽ مرثيه خواني جــا حشر — روضو هــو ماتم سرا پيا مرثيه ۽ واقعــا
روضهٔ اطهر جي سيراندي هــو منبر ماتمي — مجلسِ ماتم هئي آت دائمي صبح و مسا
مسجد و منبر ڏٺي جو مرثيه ماتم هــو آت — شرحِ احوالِ شهادت ٿي خطيبن ذڪر ڪيا
گلشنِ فردوس جو گلدستهٔ عالي هــو صحن — جهن جو جبرئيلِ امين نت بلبلِ دستان سرا
باب تي بيتُ الشّفاء جي ٿي ڪيوسين العطش — ساقئ ڪوثر جي پياسي پٽ جا دل تي داغ ها
صحن ۾ سر منهن پٽي وياسين ٻه سوني خيمه گاه — جت چڱڍي خيمن کي خالي ويا لڏي صاحب لِوا
خيمه گاهِ ابنِ حيدر خالي از صاحب سريــر — خيمه گاهِ آلِ احمد بي شهان ويران سران
واني خيمه خالي و خيمن ڏٺــي رڻ ۾ لٽين — واني مسند خالي و مسند ڏٺــي رڻ ۾ ڪٺا
واني خيمه خالي و خيمه ۾ مسندريِ ڏٺــي — واني مسند خالي و خيمان مڙني ماتم ســرا
واني خيمه واني مسند واني مسند جا ڏٺــي — وانــي مسند خالي و خيمه بمع دولت لٽيا
هاء هت ٿي شاه چو اي شهر بانــو الوداع — هاء هت هو شهربانو شورِ محشر ڪيو بپا
هاء هت ٿي شاه چو اي شهربــانو الفراق — هاء هت ٿي شهربانو ڪيا قيامت ڪوڪرا
هاء هت ٿــي شاه چــو اي شهربانو الوداع — هاء هت شهربانو منهن پٽي سيرِ دٽ هنيا
هاء هت زينب ٿي زاري ڪيو رُنو رت زار زار — سر رڪاين تي رکي چئين هي مُرونڙن منهجا آڏا
هاء هت ڪلثوم ٿي چو اي اڌ منهجا حسين — ڪا اسانجي ٻڻ ادا ڪيني واه وارث لڳ خدا
هاء هت بيء کي ڳراٽي پاتي سيني هٿ هڻي — ٿي سڪينه چو اي بابا چا ٿني رب جي رضا
هاء هت اصغر آيو رڻ ڏي ڪٺي ويو هو حسين — هت چڱڍي پينگهو سڄو اصغر رهيو رڻ هي ء قضا
هاء هت قاسم وني ساڙيو ٿي سب پنهجو سينگار — ٿي اڱڻ واري وسي سڄ سيج گهر ماتم سرا
هاء هت قاسم امان ٿي چو اي منهجا گهوٽ پٽ — گهوٽ پٽ تنهجي جواني چوٽ ماريس قاسما
هاء قاسم گهوٽ تون ڪنهن چوٽ رڻ ٿي چاڪ چاڪ — واه ميرل تنهجي مينڌي وانــي سيد سهرا
هاء هت زين العبا ٿي بيء کي چو بابا امام — ڏي رضا آئون ٻڻ وڃا جيڏي سندم سب يار ويا
هاء نت ناموسِ پيغمبر جا خيمه ٿيا نگون — هت عيالِ مرتضيٰ جا گهر لٽيا وارث ڪٺا
هئي بگردِ حجلهٔ قاسم قيامت قهر ڪوڪ — سر ڪليا منهن رت پريا سينه زنــي ۽ مرثيا
رت روئي نوشه جي حجله کي حينا بندي ڪري — ڪنهن ٿي ڳاياو ڀانهه سهرا ڪنهن ڪسن جا ذڪر ڪيا

عابد بيمار جو بستر ڏسي بيتاب ٿي — سر پٽي بي صبر و طاقت زار گريان ضعف تا
ڪڏ ڪجا وه سر رکي ٿي ناله و فرياد ڪئي — ڪڏ قناتن سين لڳي ٿي ڪياسين حشري حادثا
خيمه گاهن بعد ماتمدار بانو فوج فوج — سڀ سڃوني، درگاه عباس علي رنندا هليا
صحن ۾ عباس جي هو شور محشر آشڪار — جابجا وا حسرتا ۽ واه ويلا هئي صدا
ڪنهن جي واني وا حسينا ڪنهن جي واني وا حسين — ڪنهن ٿي چو يا مصطفيٰ فرياد رس بهر خدا
صحن ۾ عباس جي هو عرصه گاه روز حشر — هت زيارت نامها چون نامئہ اعمال ها
آه عباس علي شير خدا جو پهلوان — آه عباس علي مولا عليءَ جو دلربا
حيدر صفدر جو خلف الصدق فرزند عزيز — سيدالشهدا جو همدم حامي آل عبا
جعفر طيار جيئن ٿيو پاڻ تشون پنهجي نثار — هي علمدار حسيني صاحب سيف و لوا
خضر آل مصطفيٰ مونڊي ڪٽي پاڻيءَ جي مشڪ — ساقي ڪوثر جي پياسن لئي هليو ڪينئن وسُ وڏا
مشڪ لئي پاڻيءَ جي ماريو ساقي ڪوثر جو پٽ — شافع محشر جي آکهه هي آجايا قتل ٿيا
مشڪ لئي پاڻي جي ماريو خضر اولاد رسول — آل پيغمبر آيا العطش چوندا رهيا
واني پاڻي پر تسي پياسو قتل ٿيو عباس شير — واني خيمه ۾ سڪينه آچ مري چئي يا خدا
واني دريا پر تسي ماريو شاه عباس علي — واني اصغر آچ ڪئون ڦيرايون اکيون لب خشڪ ٿيا
واني رڻ عباس ماريو بي برادر ٿيو شهيد — هي حسين بي برادر جا برادر سڀ لڏيا
آه عباس علي بازو ڪپاني ٿيو شهيد — سيدالشهدا بيم آن بازو بنا ٿيو سر جدا
رهنند، عباس ۾ هنطرح روئي زار زار — در چمي سجدا ڪري ٿي چوسين صلوات و ثنا
السلام اي حامي آل پيمبر السلام — السلام اي ناصر دين خدا و مصطفيٰ
السلام اي بازوي فرزند حيدر والسلام — السلام اي جان نثار نورچشم مرتضيٰ
السلام اي شاه صديقان امير صالحان — يا امام مومنان صادق رفيق با وفا
السلام اي مرتضيٰ پٽ مصطفيٰ ڏهٽي جا پاڻ — راضي ڪيئي روح حسن خوشنود ٿي خيرالنسا
السلام اي سر فدا ڪيئي سرور مظلوم تئون — ڪيئي خدا مقبول و خوش ڪيئي مصطفيٰ و مرتضيٰ
مصطفيٰ و مرتضيٰ مشڪور تنهجي سعي ڪئون — توکي رڻ محفوظ ڪيئون با نعمت بي منتها
صاحب درگاه توکي صاحب درگاه ڪيو — تون به ٿي نور خدا ڪئون منعتبش نور هدا
واسطي الله جي شاها نگاه لطف ڪا — اي شهنشاه دو عالم شاه سڀ تنهجا گدا
مصطفيٰ جي واسطي ۽ مرتضيٰ جي واسطي — واسطي حسنين جي ٿيو حامي هردوسرا
هيئن چئي چاؤنٺ چمي ڪوسين بجا طوف ضريح — پاڪ پيري منهن رکي سينا ملياسين ٿي شفا
بنار پيرانديءَ پڙهي نقل زيارت با نياز — طرف سيراندي ڪياسين صدق منئون دست دعا

سا دعا ٿي مستجاب و سا زيارت ٿي قبول
جمله زوارن جا ٿيا حاصل تمامي مدعا

بعد طوف درگهه عباس جمله زائران — در مقام صاحب الامر آيا اصحاب هُدا
آت پڙهي نقل زيارت ۽ ڪري سجدا سلام — در مقام جعفر صادق هليا اهل ولا

جعفري مذهب جي آتِ صاحب مُعَلّيٰ جو مَقام    آتِ ٻه با صدق و صفا ڪيوسين سجودِ حق بجا
تنهن تئون شهرِ ڪربلا ڪوچه ٻه ڪوچه ڪيوسين سير    واه دنيا ۾ ڪيوسين سيرِ فردوسِ علا

واه شهر ڪربلا فردوس اعليٰ بر زمين    وه زمينِ ڪربلا برتر ز عرشِ ڪبريا
دربدر ڪوچه بڪوچه ٿي گهميس ۽ ٿي پڇيم    اي خدا هي خواب آهي يا پرين پڌرو لقا
ڪڏا ڪيو نموني ٿي چيم ”ثابت علي“ هي خواب ناه    شڪر ڪر اي ڪربلائي ڏس هي شهرِ ڪربلا
اي خدا پيهر ٻه ڏسندس ڪربلا جي شهر کي    ڪربلا جي شاه کي پيهر ٻه ڏسندس اي خدا
ڪربلا جي شهر کي ۽ ڪربلا جي شاه کي    اي خدا پيهر ٻه ڏسندس ڪٿي لکيو ڪلڪِ قضا
رَبّهِ و تَقَبَّل دعائي اَنْتَ خيرُ الرّازقين    اَحيني في الڪربلائِ سيّدي في الڪربلا
اَحيني في حُبّ مَن    قد قتل فيه و دفن فيه
و اَميتني في حُبّهِ    والحَشر مَعَهُ في الجزا

حشر جي ڪني سون زيارت رڻ ڏٺوسين جنگ جو    جت بهادر بوترابي تيغ ساري رڻ رهيا
جت رسول الله جي نائب جي سهڻون هيون صفون    جت ولي الله جي وارث جي هو لشڪر جو لوا
جت هئي اسدالله غالب جي اسد جي فوج پاڪ    جت هو حزب الله فائز جي شجاعت جو فضا
جت ڪٺا آلِ نبي جت ماريا اولادِ علي    جت علي و فاطمه جا لعل ٿي رڻ ۾ لڇيا
جت امام حسين جا فرزند ماريا بيگناه    جت حسن جا هوت ڪيا قتلعام ڪوفن بيخطا
جت علي اڪبر ٿي گهايل چو ٿي بابا العطش    جت ڪُٺي قاسم ٿي چو چاچا پڌم سر سهرا
جت علي اڪبر ٿي چو بابا اسانکي اڄ ڪُٺو    جت ٿي قاسم چو اي چاچا اڄ اسانجو ڪاڄ ٿيا
جت علي اڪبر ٿي چو آئون پيءُ اڳيئون ٿيندس نثار    جت ٿي قاسم چوڪه آئون چاچي اڳيئون ٿيندس فدا
جت علي اڪبر ٿي چو آئون اڪبرِ غازي شهيد    جت ٿي قاسم چوڪه آئون نوشاه قاسم ڪدخدا
هيءَ علي اڪبر ڪُٺو اي واءِ قاسم پڻ ڪُٺو    اڪبر و قاسم جي سنگت سوني رڻ قتلعام ٿيا
آه عبدالله شهزادو حسن سرور جو لعل    پاڻ قاسم گهوٽ جو ڪٽيئين گهوٽ ڪڏ سنگت وفا
هيءَ محمد ابنِ عبدالله ۽ آن جو پاڻ عون    جي امام حسين جا ڀائيج پلا منثار ها
آه عبدالله بن مسلم شهيدِ نوجوان    وڃيس ڪوفي، ٿيو شهيد آن ڪربلا ۾ ڪني قضا
آه مسلم جو آدو دل جان جعفر بن عقيل    عبدالرحمان آنجو پاڻ مولا علي جا ڀائٽيا
آه فضلِ بن علي و عون شيرِ حق جو شير    آه بوبڪر و عمر عثمان و جعفر جان فدا
آه عباسِ علي غازي علمدارِ حسين    آه آنس ابن علي مظلوم ڪڏ ٿيا مبتلا
هاه هي سڀ مصطفيٰ و مرتضيٰ جا نور عين    هاه هي سڀ شاه مظلومان جي آکهه اقربا
هيءَ جي اڄ هو مصطفيٰ تا ٿيو ميڻن لئي ماتمي    هيءَ جي اڄ هو مرتضيٰ تا ڪيائين آکهه لئي عزا
يا رسول الله ڏس رڻ ۾ سندهه لعل لڇن    يا اميرالمومنين ڏس پٽ سندهه پٽ ۾ ڪُٺا
يا رسول الله آه ذمتي کي پنهجي ڏي ڪفن    يا اميرالمومنين آءُ دفن ڪر هي دلربا
يا رسول الله آکهه تي اچي قتلعام ڏس    يا اميرالمومنين آءُ ڪر مدد نامِ خدا
يا رسول الله ڪوفين قتل ڪيا تنهجا جگر    يا اميرالمومنين شامين جي ڏس جور و جفا

۽ رسول الله هي تنهجو مجاور رڻ زهيو — يا اميرالمومنين نائب سنده کني جڳ ون

رَبّنا اَدْخِلنا بِفَضْلِكَ فِي الجنّان عِندَ النّبي
وَاحْشُرْ اللّهُمّ مَعَ اَبرارِ آلِ مصطفيٰ

هو ڏهين تاريخ روزِ قتل تنهن هي حشر عام — سڀ زمينِ ڪربلا هئي عرصهءِ روزِ جزا
روزِ عاشورا زمين و آسمان رت ڇڻيو — عرش آءِ قنديان ڪرسي ڪرُوبين ڪوڪرا
روزِ عاشورا بهشتين حشر ڪيا حور و ملڪ — بل تمام اهلِ بهشت اُن صحن ۾ ٿي سر پٽيا
روزِ عاشورا هو جبرئيلِ آمين خوني جگر — جملہ ملڪوتِ سما ها سرڪُليا منهن رت پريا
روزِ عاشورا هو روحِ مصطفيٰ بي صبر و تاب — رت رنو ٿي آنسين گڏ سڀ انبيا ۽ اوليا
روزِ عاشورا هو جانِ مصطفيٰ کي جوش و درد — هو نجف ماتم سرا شامِ نجف هو ڪربلا
روزِ عاشورا ٿي روحِ فاطمہ فرياد ڪئي — اي خدا ڪهڙي خطا منهجا مسافر رڻ ڪٺا
روزِ عاشورا حسن کي دل تي هو داغِ حسين — گڏ ٿي ڪينين قاسم جو غم گڏ اڪبر و اصغر عزا
روزِ عاشورا نہ هو روزِ قيامت هو صريح — شافعِ روزِ قيامت جو هو روزِ الوداع
هئي صدائي عام هر سُو الوداع ۽ الفراق — سا صدائي السوداع عرشين پهچي دائم نيدا
ڪنهن جي طاقت روزِ عاشورا جي ماتم جو بيان — ڪنهن کي تاب اُن درد جو هي درد هي هي بي دوا
ڇا درونِ روضہ ڇا بيرونِ بفرشِ صحن پاڪ — جابجا شورِ قيامت وا ستم وا حسرتا
کي بکردِ روضہ گريان کي بدُورِ جل چراغ — هٽ بياض و سرکليا سينہ پٽيا منهن رت پريا
ڪن جا منبر گرد حلقہ مرثيہ خوان سينہ زن — کي بہ صحنِ مسجد و محراب ماتم مبتلا
روضہءِ عالي ڪنون تا درگاهِ عباس علي — حلقہ حلقہ ماتمن جا ها قيامت ڪوڪرا
گڏ پٽي سر صحن ۾ سر منهن ڀريون ٿي خاڪ سين — گڏ ٿي ڪينون عباس جي روضہ ۾ حشري حادثا
صحن ۾ سر منهن پٽي عباس وٽ سينہ ڪٹي — ويا ٿي ارضِ خيمہ گہ ۾ سر وجهن خاڪ عزا
هٽ طبق مينڌي جا حجلہ گرد قاسم کهوٽ جي — ٿي هينئون پٽ تي پيالا سر هٿن سين ٿي پٽيا
ڪن ٿي مينڌي لاٿي درتي ڪن ٿي روني رت بستر کي — ڪن ٿي ڳايا ويانهہ سهرا ڪن شهادت شرح ڪيا
بسترِ زين العبا جي گرد هو انبوهِ عام — ڪنهن ٿي ڪئي بيمار پرسي ڪنهن ٿي فاتحہ قاعدا
حلقہ حلقہ اهلِ ماتم هو تمامي قتلگاه — بل تمامي شهر هو محشر صفت ماتم سرا
تا نمازِ عصر سارو ڏينهن روزِ حشر هو — بعد هر زوار ڪئي طاعات رَبّاني ادا
روزِ عاشورا جي مخصوصي زيارت جا شروط — جملہ آداب ڏسي ڪيائين بدستوري ادا
سا زيارت خاص ٿي مقبولِ درگاهِ صمد — جملہ زوارن جي زاري ٿي قبولِ ڪبريا

رَبّنا احشرنا بيوم الحشر في جيشِ الحسين
رب ارني مرّة اخري اسوادِ الڪربلا

بعد مخصوصي زيارت جي نيابت جا شروط — سڀ بہ آداب سُني ڪيم قاعدي موجب ادا
بهرين نامورِ صاحب سريرِ ملڪ سنڌ — شاه وردي خانبهادر جي نيابت ڪيم بجا
جي دعائون ۽ وظائف ها زيارت جي خصوص — سڀ پڙهيم دستور موجب جئن پڙهڻ تعليم ڪيا

منهنجي عالي ڀڄهي معروض ڪيم عرض و نياز    ٿيو نياز نامي، جو معروض موجب مُدّعا
غمزدي دوران غلام علي اميرِ نامور    تنهنجو ڀڻ امرِ نيابت امر موجب ڪيم بجا
ذوالڪرم ڪرم علي خان آن محيطِ مڪرمت    آنجو نامو ڪيم گذارش ۽ نيابت ڪيم ادا
مير والاشان مراد علي محبِ پنجتن    آنجو ڪيم عرض و پيام نذر صلوات و ثنا
تنهن تئون اڪثر مخلصانِ آلِ اطهر و اسطي    ڪيم زيارت جي نيابت با شرائط جابجا
پير و مرشد ڪعبه و قبله حقيقي منهنجو شاه    مير اسدالله جنهنجو هوس آئون ثابت گدا
۽ انهيءَ ڪامل ولي الله جا ها هي ڪلام    جي خدا مقبول ڪيا منهنجا مڙئي ئيا مدعا
آنجي خاطر ڪيم زيارت ۽ نيابت سڀ درست    سوڻ نہ ڪئي آنجي نيابت بلڪ هي ان ڪئي عطا
هو زيارت نامو آندم مير حيدر شاه جو    وه شفاعت نامو با مهر و نشانِ ڪربلا
۽ ٻيا ساداتِ ڪبارِ سنڌ سيوهڻ غيرهم    جن سين هئي رامِ نيازِ و بندگي منهنجي سدا
يار مخلص آشنا جي هئا محب و معتقد    مرثيه خوان ماتمي جن ڪي هئي جي قوم ڪيڪ سدا
ساري هڪ هڪ لئي زيارت ٿي ڪيم تا چند روز    جيڪي ڏينهن آت هوس اين طاعت ٿي ڪيم صبح و مسا
بعد فرضِ صبح ڪي ڏينهن هو اهوئي ڪارِ خاص    هر زمان حمد و ثناؤ دميدم وردو دعا
هادي؛ رامِ طريقت سيدِ عالي نسب    شاه محمد قطب ڪامل مرشدِ مولا نُما
تنهنجو ڪيم نقل زيارت هم دعائي مغفرت    خاندان آنجي به حق ڪيم خيرابديءَ جي دُعا
هم دعائي مغفرت ٿي ڪيم بحقِ والدين    هم سوالِ خير سرد بهرِ خويش و اقربا
هم حق همسائگان ٿي ڪيم دعائي مستجاب    هم وطن هم شهر هڪ هڪ لئي ڪيم خير از خدا
پاڪ پيري ڪي ولي هر هر ٿي سينہ منهن سليم    رَبِّ اَشفِقْ رَقَّبَتِي مين نگار ٿي چيم دائما
آن ضريحِ پاڪ کي پاڪر وجهي سينو کهي    ٿي چيم يا رب ارحم حقِ آلِ مصطفيٰ
شڪر حق سا سڀ دعا مقبول ڪئي قادر ڪريم    هم نيابت ٿي قبول و هم اجابت ٿي دُعا

رَبَّنَا إنكَ قريبٌ ليس من فضلكَ بعيد
ربِّ قرِّبْنِي بِفَضْلِكَ قُربَ آلِ مصطفيٰ

شهر جنت پيرجا سڀ سادات عظام و ڪرام    جنت الفردوس جا رضوان نوراني ليڪا
حاملانِ عرش عظمت عند مليڪ مقتدر    ڪرسي؛ قدرت جا ڪروبي مقرب رَبٌ جا
عرش جا ساڪن ۽ ڪرسي قرب جا ڪرسي نشين    عرش و ڪرسي ڀڻ چمن دائم زمينِ ڪربلا
ڪربلا ساڪن ۽ فردوسِ برين ماڙيءِ سنڌن    جنت الماويٰ سنڌن جاگير اصلي ڪئي خدا
سيّدِ مهدي شهر ستاني اعظم مُجتهد    عالم و صاحب ڪرامت متقي و پارسا
بحرِ علم و معرفت درياني فيضِ مڪرمت    صاحبِ درسِ هدايت اهلِ دين جو مقتدا
مير والاشان مسيح العصر ابراهيم شاه    مير مهدي مجتهد جو هو قريبي اقربا
وقتِ رخصت خط لکي آغا ڏي چيئين ثابت علي    چئج آغا مير کي ڪاي مير سن فا آشنا
غم نباشد گرترا ما پاد خاطر نيستيم    ليڪ يادت يڪدم از دلهائي مانبود جدا
تونداري يادِ ما داريم ما يادت مدام    دور نبوَد گرتو هم گاهي نمائي يادِ ما

ڪر اسانکي تون نہ ٿو ساريں تہ آنجو ناهي غم
تون سلامت سنڌ ۾ هُئين نزد شاهان سرخرو
آهي المڪتوب جو نصف الملاقات اصل تہ
مجتهد سيد علي فائق فقيہ بي نظير
مولوي عبدالحسين آغا چون آنکي سهڻي
سون نمايت نام نيان آن وٽ ۾ آن مشهورون کيون
۽ بہ الطاف و عنايت ڪان سنڌس شڪور ٿيس
سي امام حسين جا سڀ خدمتي خاصا غلام
سڀ نبي الله جي فرزند جا حاضر حضور
سڀ شہ مظلوم جي درتي عبادت ڪن مدام
فاطمہ فرزند جا سي سڀ سلامي صبح و شام
سهڻي صاحب مسند ارشاد و اعزاز و شرف
سڀ شہ لولاڪ فرزند جا دانا وزير
سڀ امير المومنين جي لعل جا اعلي امير
سڀ سين ٿيسون روشناسي سڀ جي ڪئيسون بندگي
ساقي بيت الساقيہ شاہ نور الله علي
نعمت الله شہ ولي جي سلسلي صاحب طريق
روضہ اطهر جي دائم رويرو آنجي نشست
خواجہ بخشش ولي جو صحن ۾ عالي مڪان
باب عباس علي ذُنهن شاہ ديدار علي
حق طلب سيد حسن شہ خيمہ گہ جو تڪيہ دار
بادشاہ دين دنيا جا گدائي در نشين
شاہ جي در جا گدا شاهان عالم جا امير
هي شهنشاہ دوعالم جا گدا دائم غني
سون سنڌس در ڪئي گدائي سڀ ملم جيڪي گهريم
جنهن ڪہ هي ظاهر ڪرامت ڪربلا ين جو ڪلام
تنهنجو مقصد مدعا ۽ عزم دل جو آرزو
جنهن ڪہ اکهين مرتضي مولا علي جي مدح ۾
هڪ ليگا حال حياتي ۾ زبان تنهنجو جمال
سوني دائم آرزو هو دل ۾ ۽ هر دم سوال
ٿيس زوار حسيني ڪربلائي ڪيو ڪريم
هم جمال بسنا ڪمال نائب خير البشر

پر اسانکي تنهجي سڪ هت آهي دل ۾ دائمي
اسين ڪريون در ڪاہ شاہ دوجهان تولئي دُعا
ناهي ڪاغذ ڪم ڪڏهن ڪو رقم سوني ڪربلا
منبع علم و عمل ڪان ڪرم بحر سخا
مولوي باقر جو فرزند آهل حق جو مقتدا
دستخط خاص ين سڀ ڪنهن مٿي نامن لکيا
سهڻي بحر فضل و رحمت ابر الطاف و عطا
تن جي خدمت ۽ غلامي فخر جملہ اوليا
تن جي منصب جي مدامي آرزو ڪن انبيا
تن جي طاعت جملہ مقبول جناب ڪبريا
صبح و شام آن لئي ڪري درگاہ ۾ زهرا دُعا
سهڻي سجادہ امام حسين جي درگاہ جا
سڀ رسول الله جي نائب جا نائب مهتدا
عالم ۽ سادات اڪمل وارثان انبيا
ساڪنان ڪربلا تي چئيسون صلوات و ثنا
ڪامل و قابل ۽ شاعر صوفي صاحب صفا
صحن ۾ درگاہ اقدس جي سنڌس جنت ۾ جا
طالب حق هر زمان حاضر حضور ڪبريا
صاحب سجادہ انجو هادي راہ هدا
شاہ جي درجو گداؤ ملجاي شاہ و گدا
تارڪ دنيا قلندر طالب مولا لقا
سي شہ لولاڪ ڪيا دنيا و دين جا بادشاہ
ڪن گدائي شاہ ڪئون شاهن جي ڪن حاجت روا
آنجي در جهن ڪئي گدائي سو ٿيو صاحب غنا
بل گهٽرن سنهجي ڪئون ين جي ڪي هو بهتر ٿيو عطا
سنهجي سر گذري ڪہ جهن ۾ ناہ ڪذب و افترا
تنهن هو جهن پر مرتين ۾ ٿي گهٽريم دائما دُعا
عرض ڪيم ڪتاي شاهن جيڪي تو جي تنهجو گدا
خاتمون با لخير ٿي منجهہ خاڪ پاڪ ڪربلا
بلڪ ڪرم ڪيو ذوالڪرم شاهن سڏيو پنهجو گدا
ڪربلا جي شاہ جو ٿيس ڪربلائي جا بقا
حضرت شاہ نجف مولا علي المرتضي

ٿيوم حاصل جوم هي مقصودِ اوّل هو سو ٿيو
عرض ڪيم يا شاه هي مقصودِ اوّل ٿيو حصول
جڏ زيارت دوره عتباتِ عاليءَ سڀ دُرست
جيئن نجف ۽ ڪربلا و ڪاظمين و سامره
جيئن چڱيءَ ماهِ محرم جي رَميا سين منجهه حضور
بعد ويهينءَ جي عليا زوّار سُوني، ڪاظمين
تنهن تئون سوي سامره ٿيو عزمِ سيارانِ دين
هئي دو منزل جي مسافت ڪربلا و ڪاظمين
تنهن تئون موني ڪربلا آيا سين ڪيو سين پيو طواف
هو نجف اشرف ۾ منزل سوني آيا ماريه
اُنکي آت عربي عبارت ۾ طواف دوره چئوڻ
سڀ جنّاين جي زيارت فضلِ حق سان ٿي نصيب
ڪرچ آهي ڪربلا ماتم سرائي دائمي
بر ۾ سڀ ڪنهن مُلڪ جا زوار عربي و عجمي
جي محرم ۾ آچن چاليهي تيئن ماتم زرِن
آئون ۾ آنسين هوس جيئن هو ڪهف اصحابن جو سگ
عشرهِ اوّل صفر جي ڪربلا آيا وري
نوڪري قسمت پنهوڙو همسفر موناڻ هو
ٿيو چوڻ پرڏيهه پنڌ ۾ مرض آهي موت شڪل
سون آئي پاڪر وجهي آنکي دلا۔و ڏني ٿي جو
تون چگو ٿي ڪيم سرمر آئون مران ۽ هت رهان
تونم مر تون و تون وطن مرپنهجي ٻچڙن کي ملين
تونم مرهت آئون مران هين هنڌ مرڻ سون ٿي گهريو
تونم مرهيت آقا مران هي منهجي ٻيءَ ڏاڏي جو ڏيهه
آقا فدا هن موت تئون هن تئون فدا منهجو آبو
آقا فدا هن موت تئون هي موت منهجي زندگي
آقا فدا هن موت تئون هن موت جو آقا طالبُو
آقا فدا هن موت تئون هي موت منهجي آرزو
ڪربلا ۾ موت ڪهڙو جو نبي وصل الحبيب
ڪربلا ۾ موت ڪهڙو ارجمند و خيرالمآب
ڪربلا ۾ موت ڪهڙو عند مليڪ مقتدر
ڪربلا ۾ موت ٿيو ٻانهو ڏئين حاضر حضور

نعمتِ آخري بخوبي خاتم منجهه ڪربلا
نعمتِ آخري ۾ آخر تو دروڻ ٿيندي عطا
يعني طوفِ هفت معصومِ مطهّر نبي آدا
نبي نبي ۽ ست امام ۽ شاهزادا آن سوا
ڏينهن ماتم جا مؤيني هاسين منجهه ماتم سرا
پنج راتيون هاسين آت درگاه مشغولِ دعا
سامره ٿيون چار راتيون قسمتِ آب و هوا
ڪاظمين و سامره ۾ آن قدر يا ڪي سوا
۽ سکهوني ساٿ ڪيو سعيو نجف ڏي ۽ هليا
ٿيو طواف سُورمي درگاهِ شاهِ ڪربلا
آنکئون پوءِ چاليهي تئين سڀ ڪو رهي ماتم سرا
۽ وري دورن ڪئون آياسين ۾ شهرِ ڪربلا
سڀ ڪو سال و ماه آن هنڌ آهي عاشوره عزا
رومي و ترڪي و هندي فارسي از هر ڪجا
تنهن ۾ دوري جي زيارت بعد هي ۽ ڪربلا
پٽ انکي مردن جي مردانِ خدا جو آشنا
هئي سا ويهين تيئن زمينِ ماريه ماتم سرا
تنهن کي ڪي نوراني ڏينهن اطلاق صورت دست نيا
واني ويچارا مسافر جن نه مؤه ٿي خاڪ ٿيا
تنهجو هي اطلاق مونکي هئي ته منهجو مُدعا
تون چگو ٿي ڪربلائي خاتم منجهه ڪربلا
مر. مران آئون هت ۽ ٻچڙن جو وطن واهي خدا
منهجي سڪ پرور پڄائي واه مطلب من گهُريا
آقا ۽ منهجو پيءُ ۽ ڏاڏو سڀني هن گهوار اعا
هن مرڻ تئون آقا ۽ منهجو پيءُ ۽ ڏاڏو سڀ فدا
آقا فدا هن موت تئون هي موت منهجو مدعا
عمر خضر آن تئون فدا هي موت مونکي با خدا
مونکي اي منهجا خدا هي موت بهتر از بقا
ڪربلا ۾ قبر ڪهڙي قربِ حق عينِ لقا
ڪربلا ۾ قبر ڪهڙي روضهِ رضوان سرا
ڪربلا ۾ قبر قربِ عرش قصرِ ڪبريا
ڪربلا ۾ قبر آقا جي ڪچهريءَ خاص جا

جت سلامِ عام جو ڪن آرزو خاصانِ حق   آت ڪچهري خاص هِنڌ هت آنجا ايڏا مرتبا
هت ڪچهري مصطفيٰ جي هت محمد جي نشست   هت ڪچهري مرتضيٰ جي هت خدا جو ٿئي لقا
ناهي هت منڪر نڪير ۽ ناهي هت حرفِ حساب.   هت مبشر چون طبتم فاد خلوها خالدا
ناهي هت خوفِ صراط ۽ ناهي هت دوزخ عذاب   هت ملائڪ نيت چون من دخله ڪان آمنا
هت عذابِ قبر نـاهي هت حسابِ حشر ناه   هت خدا و مصطفيٰ و مرتضيٰ جا معرڪا
الغرض ٿي چار ڏينهن آن سين مرض صورتِ هي   جيڪي ياسي ۾ هتا ۽ مون ٿي ڪيو سعي دوا
سيدِ ڪامل حسن شه خيمه گهه جو تڪيه دار   شاعر و صاحب ڪلام و فهم دانش آشنا
شعر ۾ پنهجو تخلص آن "حسن" سڏ اڱهين ڪيو   رمز اسرارِ حقائق اڪثر آنجا طبع زا
شاه جو ٻاڙيجو همسايه خدا جي عرش جو   سڀ قبول آنجا ڪلام و مستجب آنجي دعا
سو هو منهجو سنڌ جو واقف ۽ سيوهڻ شهر جو   منهجي تڪيه تي هو ڪي آن لطف سين رونق فزا
شاه جي درگاه سجاده نشين ٿيو روشناس   سردِ دانشمند ۽ سيڻار ٻي رو ۽ ريا
مون ۽ منهجي والدِ مرحوم سين هو مهربان   مون سندس تصنيف جا ڪي شعر قطعه ها لکيا
جت جنابِ ڪربلا جي تڪيه داري ۾ جو شرف   ٿيو مشرف منجهه حضورِ بادشاهِ ڪربلا
دائما هر ملڪ جا درويش زوّارِ امام   ڪن وٽس بستر ۽ نت طوفِ امامِ دوسرا
هي ۽ سڀ ڪنهن جي ڪري خدمت ۽ لطف و مڪرمت   سڀ ڪو ممنون ٿي ڪري هر ملڪ ۾ شڪر و ثنا
اڪثر اهلِ هند جا سيڻار درويشانِ حق   ٿيا ٿي سنڌ وارد ۽ هت ٿي سلام آنجا رسيا
مون ۾ جيئن ايندي ٿي ڪيو اوّل طوافِ عرشِ دين   گوشوارِ عرشِ اعظم جانِ محبوبِ خدا
قبله دنيا و عقبيٰ ڪعبه ڪون و مڪان   ڪعبه و قبله ڏٺي شاهِ شهيدِ ڪربلا
ٿي زيارت جو مشرف خيمه گه ڏي ٿيس روان   ۽ ٻه ها معلوم سونکي آنجي منزل جا پتا
جينهين عشق الله جي هر دست ٿي ڪيم دست بوس   مون سڃاتو شاه کي شه ٻڻ سڃاتو هي گدا
شير حق جي شير شرمن سگ سڃاتو پاڻهجو   خيمه گه ۾ عام مجرائي جي ٿي خاص ۾ جا
آن ٻڌي منهجي عبارت ۽ سڻي منهجا سوال   آرزوئي دل جو عرض ۽ جان و تن جو مدعا
امر فرمايو ڪه اي زوّار ٻس سڀ ڪي مليو   هيت ۽ هٿ ناهين پري يڪسان حضورِ اوليا
جي مقرب بارگاهِ قرب جا سي جت رهن   در يمن باشد بمن الله معي جا بجا
تون امام حسين جو زوار ٿين سڀ ڪي ميليو   آت ۾ زوّارن جو تون آهين غلامِ باصفا
خير و خوبي ۾ سين خدا توکي زيارت ڪئي نصيب   جنهن جا جيئي ٿي مرئيا ٿيئي آن ڪنون حاصل حق لقا
هاڻ رب توکي سلامت شال واري ني وطن   ساٿ ڙو ملندم سلامت با عيال و اقربا
جنهن جي سڪ مني توکي دائم تنهجو ڏٺي جلوه جمال   جن کي تنهجي سڪ ۾ ڪئي تو سين ڪنڌ نميڙو ندا
اي خدا توکي هي ٻرڏيهن جي ٻارت ٿو ڪريان   تو ٻنا ڪنهن کي ڪريان ٻارت اي ٻر ڏيهن آجها
اي خدا جن جا ٻري ٻرڏيهه تين کي کهڙو سڪ   ويا ٻري ٻرڏيهه تون واڳون ٻوائيو اي خدا
جن ٻرين ٻرڏيهه سي آوکا گذارن عمر ڏينهن   جي ۾ جهجهي تن تائي ۽ هينڙيهه سٺي سڪ سدا
توکي رب نيندو وطن ۾ ملندين جن کي تنهجي سڪ   تنهجي سڪ ۾ پرور ٻجائي تو سين ميڙي سڪ ٻريا

تون ۾ مرندين ڪين هت ۽ مي ۾ ٿيندو تندرست  تون ۽ مي همراه تنهجو پنهي جو حافظ خدا
تون ٿو چئين آئٌ هت مران ۽ آءٌ چوان تون وڃون وطن  تو کي رب واري وطن سون ڪربلا ۾ ڪئي دعا
سا دعا ٿي مستجاب ۽ ٿيو قبول آنجو ڪلام  منهجو همراه پڻ جيو منهجا ٿيا سڀ مدعا
سو سفر پڻ صاف ٿيو ٿيو منزل و مقصد وصول  هت حمايت ساڳ ٿيا ۽ هتَ به آنجا آسرا

رَبَّنا ارزقنا السلامته آنت خيرُ الرازقين .
سَلامٌ اللّهُمّ مَن سَلَّمَ عَلي آلِ العَبا

حاجي الحرمين حاجي دولت افزون ديندار  سيد صاحب جو هو ناظر ٿيو مقيم ڪربلا
هم جوار روضه سبط محمد آنجو ساڳ  مرتضي جي پٽ جي پاڙي ۾ خدا ڪئي آنجي جا
پڪ سيري سازي و اسباب عجائب دستگاه  حوض تهه خانه ۽ بنگلا بارگاهه دلڪشا
آهه در عالي ۾ صبح و شام نت حاضر سلام  قبله دارين جي ڪعبي جو طائف دائما
صبح جو اوّل سلام سيدالشهدا ڪري  ۽ ڪري دائم نماز صبح روضه ۾ ادا
آت پڙهي ورد و وظائف روضه عالي جي  شاه عباس علي در ڪري نت التجا
سرور دين جو سلام ۽ آنجي ڀاءُ جو سلام  اي ٽ سندس دائم عبادت هي ٽ سندس ورد و دعا
شاه ايران روضه عالي طلائي ڪار ڪيو  هن جڙايو سڀ رواق آئينه هائي با صفا
روضه عالي طلائي ڪيو شه ايران زمن  ناظر هندي به در ڪيو شيشه خانه خوشنما
ثابت منڌي ۾ آنجو نذر مقبول امام  سال تاريخ بنائي شيشه خانه ڪيو آدا
سال پارنهن سئو ۽ ڏهه ٿيا موجب ابجد حساب  هئي آيا هڪ سال جي آن ڪم ۾ آنجي اقتضا
جيسين روضي تي شه ايران جي هوندي معمرت  تيسين هي پڻ شيشه خانه ۾ ڪندو ڪار طلا
شاه ايران روضه عالي تي ڪيئي لک ڪيا نثار  هن به وٽس پهندي هزارن جا هزار آت خرچ ڪيا
حق جزائي خير بخشي تن کي جن جا هي نصيب  هم بدنيا سرخرو هم شادمان روز جزا
بنده خوش مذڪور جو ٿيو روز اوّل رخصتون  جنهن ۾ هرگز ناهي ڪذب و شڪ به آن ۾ نا روا
ذڪر معصومان اطهر ۾ مجال ڪذب ناه  آت ڪفي بالله شهيدا ڪهڙو دخل افترا
روز اول بعد آداب زيارت در چسمي  خيمه گاه ڏي ڪيم اقامت عزم با صدق و صفا
آن طرف جو ڏس پهچي از جانب بيت الحمام  در لنگهي درگاه جو ٿيس راهي بـراه مدعا
لڪ هر هر ٿي زنم ٿي دمبدم روضو ڏٺم  سنهن ڪري روضه ۾ هر هر ٿي ڪيم حمد و ثنا
ٿي چيم يا بن النبي بابي و امي بسا شهيد  قلبي و روحي فداڪ انت الامام المهتدا
قلبي و روحي فداڪ و جسمي و ولدي فداڪ  آنا فدا ڪلٌ فدا يابن الرسول المصطفي
يعني اي پيغمبر مرسل جا پٽ پيارا جگر  اي رسول الله جا فرزند جاني دلربا
آءٌ فدا توتئون ۽ منهجو ماءُ پيءُ توتئون نثار  منهجو جان و دل فدا اي توتئون سڀ عالم فدا
اي رسول الله جا فرزند پيارا پٽ حسين  آءٌ فدا توتئون ۽ توتئون سڀ فدا خلق خدا
ان ولا ۾ هڪ عرب بازيب و زينت عمده شڪل  خنجر زرين ڪمر عربي لباس خوشنما
سنهن ڪري سون ڏي ۽ منهجي سر ڏسي منديل سبز  سيد هندي چئي عربي عبارت ڪيئن ندا

جانين يـــا هندي شريف اسكت لا تعدالكلام
لا تقل يا بن النبي وَلَيس آبـــا احدِ رسول
يعني اي هندي مَ چؤ هر هر نبي جو پٽ حسين
جو خدا قرآن ۾ ناهي محمد ڪنهن جو پيءُ
ٿو پڙهي ٻيتاب ٿي ونڻس ڏکانيه ٿي چڙهي
آنکي چيم يا سيدي يـا شيخ يـا وجهِ العرب
ڪيف تمنع لا أقل هذالحسين ابـنِ النبي
هل قرات اوقل تعالوانَدعُ نزلت جنبذِ
مـــا هنا هلذالحسين و الحسن معه آحضر
قـــال الله ابـــنِ قـــال الصحابة ابـنـمِ
يا آبا احدِ نزل في حق من دونِ الحسين
ما آبا احدِ نزل فيِ زيد و نٿي حق‌الحسين
يعني اي صاحب عرب عالم يا مالڪ نيڪ مرد
ڪيئن ٿو چئين هرهر مَ چئو يا بن‌النبي‌يابن‌الرسول
هي ته بيشڪ آهي پيغمبر جو ڏٺو نورعين
ڪيئن پڙهو قرآن ۾ نازل ٿيو جڏ نَصِ صريح
إن ڪري هڪ هي حسين ۽ ٻيو حسن آنجو ادو
سي صحيح مصحف ۾ رب لکيا رسول‌الله جا پٽ
هي‌حسين آهي ڪجهن ڪي سڀ صحابن‌صبح‌وشام
سا آبا آحدِ جي آيت زيد جي هٿي ذڪر ۾
سا آبا احدِ جي آيت آن سوا ٻي سڀ جي حق
سا آبا احدِ جي آيت ڪل آمت تسي ادبه
پڙ ته هين جا ناءُ ۽ هن جا لقب ۽ ڪنيتون
ڏس حسن سرور جي ڪنيت ابو محمد ڪني رسول
۽ ابنسو عبدالله آهـي ڪنيتِ شـاهِ شهيد
جنهن جي ڪنيت آبو محمد سو محمد پيءُ سڏيو
هي محمد جي ابي جو اسمِ ڪنيت ۾ ابـو
هي محمد مير ڏٺو هـي پيمبر جـام پٽ
هين جي حق ابناءَ نا ابناءَ ڪم نصِ صريح
هي رسول‌الله جو ڏٺو هي حبيب‌الله جو پٽ
ان رسول‌الله جي پٽ جا جيترا هـونا امام
ابتدا آن ڪثون ولـي تا عسڪري و منتظر

ليم تقول ابنِ النبي ابـنِ علـي‌المرتضي
كان احمد جدہٗ قل يابنَ بنتِ المصطفي
بلڪ چؤ ڏٺو نبي جو جنهن صفت خلقيو خدا
ڪلهم آمت سنديس مرسل مؤن جـو مقتدا
درگهِ عالي جي ذر جا ها سَعلاً خوش ثنا
قلتَ قولاً فاسمعَ الآنَ إنا اجيبڪَ ڪلها
قال الله في ڪلامِ قد هو ابـن المصطفي
قل فمن ڪان‌الـمـراد آبناءَ ڪم آبناءَ نـا
ڪانـوا آبـنـاء‌الـنـبـي لااحد اكرم مينها
قـالهِ ڪلهٗ الصحابتهِ يـا بـن خير‌الانبيا
الحسين ابـن‌النبي ڪلهٗ عـلـي هلذا لفدا
نزلت الـيـاسين و طـاهـا هل‌آتـي و انما
جيڪي چئي مونڪئون ٻه پڙ آنجو جوابِ باصفا
يعني پيغمبر جو پٽ ڏٺس ڪي چئين ناهي روا
هين ڪي‌پيغمبر جو پٽ‌جي‌چيم ته ناهي سهو ڪا
قـل تعالواندعُ ۾ ابناءَ ڪـم آبناءَ نــا
ها محمد جي اکيئون ٻئي ڏٺا فرزندن جي جا
۽ سڏيـا سيئي صحابـن پٽ رسول‌الله جا
ٿـي چيو يـا بـن‌الرسول انت‌الامـام المقتدا
ذڪر ۾ هينجي آئي يٰسين و طاها هل‌آتي
هـن جـي و اللؤلؤ‌المرجـان إن حق إنما
هي صحيح ابنِ محمد جـو خدا ۽ مصطفي
تين جي معني سمجهه مضمونن جو ٻڌ ٿي آشنا
هن جي معني پيءُ محمد جو لڪن ان ٻر پڙهيا
يعني عبدالله جـو پـيءُ جو رسولِ مجتبي
جو آبنو عبدالله آنکي پنهجي ڏاڏو چئين سدا
اڏو ڏٺوڪيئن نه پٽ‌ڪيوجهن تي‌ناني‌پٽ‌خدا
هن ڪي پيغمبر جو پٽ مصحف ۾ فرمايو خدا
هين جي حق محڪم حديث أولادنا اكبادنا
بل سڀئي ٻوٽس امام ابن‌النبي سڀ ڪنهن ٿا
هڪڙي‌هڪڙي ڪي ٿي‌چئون يا بن‌النبي المجتبي
ڏس ڪتابن ۾ سڀئي يا بن‌الرسول آهن لکيا

اِيءَ عبارت جڏ بيان ڪيم آن عرب ڪسر سُني
يا حسين ابن الرسول انا عبدڪ ابن العبد وذا
يــا الاهي لا تفرق بيني و بيــن الحسين
شڪر الحمد اي خدا تون آمين رب العالمين
تون مجيب الدّعوات و تو ڪنئون اِجابت آسرو
اي خدا توهوُن اجابت اي خدا تو هي سين فضل
اي خدا منهجي دعا تو ڪئي اجابت فضل سين
اي خدا سون ڪئي دُعا تو ڪئي دُعا منهجي قبول
اي خدا سونکي پُسايئي پنهجي پيغمبر جو پٽ
اي خدا سونکي رسايئي نزد فــرزندِ رسول
اي خدا تو منهجي دردِ دل جو دارو ڪيو درست
اي خدا تو سونکي سڀ ڪنهن درد ڪنئون آجو ڪيو
اي خدا هــي دردِ شامِ ڪربلا آرامِ دل
اي خدا هي دردِ شامِ ڪربلا داروئــي دل
اي خدا هي درد منهجي دل کي ڪهڙجي دائمي
اي خدا هي درد سونکي دائمي دل تي وڏاهه
اي خدا هن درد ري سونکي مَ رک جان کي جيان
اي بلائي ڪربلا رک هر بلا کنئون منجهه امان
اي بلائي ڪربلا رک هر بلا غم ۽ عذاب
اي بلائي ڪربلا ٻـي هــر بلا ساحت بلا
شڪرِ حق مون ڪربلائي ڪربلا سائين ڏٺو
شڪرِ حق مون سيدِ مظلوم جي چائنٽ چمي
شڪرِ حق مون ڪئي زيارت ڪربلا جي شاهه جي
شڪرِ حق مون مصطفيٰ جي دوست جو ديدار ڪيو
شڪرِ حق سونکي زيارت ڪربلا جي ٿي نصيب
شڪرِ حق مون ڪربلا سيٺار تي ڪيو خوب سير
آفرين صد آفرين "ثابت علي" صادق محب
آفرين اي ڪربلائي ڪربلا شه جا غلام
آفرين اي جعفرين جــا واعظِ شيرين ڪلام
آفرين "ثابت علي" اي مرثيه خوانِ حسين
تنهجا مـــدح و مـــرثيا مقبول ٿيا درگاهه ۾
تو زيارت ڪئي رسول الله جـــي فرزند جي

چشم تر چئين هٿ چمي اَهلاً و سهلاً مرحبا
قلبي و روحي فداڪ ابي و اُمــي لڪ فدا
آحــيــيــنــي عندالحسين و اَمتني في الڪربلا
اي ڪريم ذوالڪرم تو سونسين ڪيڏا فضل ڪيا
ٿي اجابت جا ڪيم تو در ۾ دردوُن اِيءَ دُعا
اي خدا تون صاحبِ فضل و تونئي سامع دعا
اي خدا تو فضل ڪيو منهجي دعا جو مُدعا
اي خدا منهجي دعا سونکي ميلايا من ڪهڙيا
اي خدا سونکي ملايئي مـــرتضيٰ جو دلربا
اي خدا سونکي ڪڏايئي ساڻ ابنِ مرتضيٰ
اي خدا تو منهجي دردِ دل جي داور ڪئي دُعا
دردِ شامِ ڪربلا سون تي وقائع اي خدا
اي خدا هي دردِ شامِ ڪربلا دل جي شفا
اي خدا هي دردِ شامِ ڪربلا دل جي دوا
اي خدا هن درد ري جيرو نـــ خالي دائما
اي خدا هي درد آهي منهجي دردن جي دوا
اي خدا هن درد ري سونکي مَ سارج ٻي دوا
اي بلائـــي ڪربلا آهــــي عطائـــي اوليا
اي بلائـــي ڪربلا وَهه نعمتِ ٻـــي منتها
۽ بلائـــي ڪربلا ارثِ نـــبـــي و مـــرتضيٰ
ڪربلائي ٿيس آئـــون زوّارِ شـــامِ ڪربلا
شڪرِ حق مون پاڪ پيري سنهن رکي ٿي شڪر ڪيا
شڪرِ حق مون ڪئي ملاقاتِ شبيهِ مصطفيٰ
شڪرِ حق مون مرتضيٰ جي من موهن جو ڪيو لقا
آئون شهيدِ ڪربلا جو ڪربلائــي جانفدا
سير ديــدم سيرِ شهر در شهريـــارِ ڪربلا
اي مـــريدِ مـــرتضيٰ زوّار شـــامِ ڪربلا
توکي شاهِ ڪربلا تحقيق ڪيو پنهجو گدا
آفــريــن سڀ مرتضائين جا خطيبِ خوشنوا
چيئي امـــام حسين جا سڪين جهڙا مرثيا
توتي راضـــي ٿيو خدا ۽ مصطفيٰ و مرتضيٰ
مرتضيٰ جي پٽ جا پانڌي تنهجو سائي مصطفيٰ

فاطمہ فرزند جيسا زوّار صادق رب آسان    هُنَني حسن همدم سنده حامي حسين ڪربلا  
يا اللهي عز ۽ شان پنجتن جي واسطي    يا إللهي واسطي اطهار آل مصطفيٰ  
يا اللهي مصطفيٰ ۽ مرتضيٰ جي واسطي    يا اللهي واسطي خاتون جنت پارسا  
يا اللهي والد قاسم حسن جي واسطي    يا اللهي واسطي اصغر جي ٻالي سر جُدا  
يا اللهي حضرت زين العبا جي واسطي    يا اللهي واسطي دُرّ يتيم ڪربلا  
يا اللهي باقر جڳ مقتدا جي واسطي    يا اللهي واسطي صادق شہ اهل صفا  
يا اللهي موسيٰ مولا نما جي واسطي    يا اللهي واسطي عزّت ٻہ سلطان رضا  
يا اللهي صاحب تقويٰ تقي جي واسطي    يا اللهي واسطي حلم نقي ٻيا حيا  
يا اللهي عسڪري صاحب لوا جي واسطي    يا اللهي واسطي مهدي دين راہ هُدا  
ڪربلا جو سير ڪاريو ڪربلا زوّار ڪيو    هاڻ قادر ڪر حجازي مونکي بهر مصطفيٰ  
بعد طوف ڪربلا ٿياسين نجف ڏي رہ نورد    ڪربلائي جعفري ڪعبہ طرف حاجي هليا  
ڪربلا جو قافلو شهر نجف ڏي ٿيو تيار    شوق ٿيو شام نجف جو قافلہ جو رهنما  
ٿيو روانو ڪربلا جو قافلو سوني نجف    ۽ اڳيئون شام نجف ٿيو قافلہ جو پيشوا  
ٻي امام حسين جا زائر هليا ٻانهن طرف    ۽ شہ مظلوم جي ٻاٻي ٻہ هن ڏي حث ڪنيا  
سائو ٻاهر سلامت ڪربلا جو ڪاروان    ڪربلا سانئين ٻہ همرہ منزل مقصد رسيا  
چار فرسخ تي نجف ڪنون آهي هڪ قلعو ۽ شهر    آت نبي ذوالڪفل جي درگاہ عالي دلڪشا  
آت نجف پارؤن نظر آيوسين جلوہ نور جو    چنڊ ڪي سج يا دست موسيٰ يا يدالله جو ضيا  
جان ڏسون تا قبہ شير خدا ٿيو آشڪار    نور حق ٿيو جلوہ گر از مظهر نور خدا  
آسمان فضل جو چنڊ سج ڪہ جنهجي نور ڪنون    ٿيو زمين ۽ آسمان ۽ عرش ۽ ڪرسيءَ کي ضيا  
عرش آن هنڌ فرش درگہ ڪرسي آت بڪيابہ دار    آسمان دائم زمين بوس إنس و جان در سجده ها  
عرش چئي آڏ فرش رہ ڪرسي چوي ڪومون نہ ٻاڪ    آسمان چئي آءُ زمين وہ وہ زمين مرتضيٰ  
عرش فرش درگہ ڪرسي قرين زينہ اش    آسمان بوسد زمين گويد زمين زہ شان ما  
عرش ٿي قبہ تنون قربان قصر تنون ڪرسي نثار    آسمان صدقو زمين تنون سا زمين مولا جي جا  
قبہ مولا ڏٺوسين روضہ رحمت سرشت    درگہ شير خدا عالي جناب ڪبريا  
قبہ مولا علي وہ روضہ دارالسّلام    عرش اعظم جيئن منور مثل جنت جانفدا  
روضہ عالي ڏٺي زوار ٿيا سرّ بسر زمين    حمد ربّاني چئي شڪرانہ سجدا ڪيئون آدا  
تنهن تنون اڳتي ٿياسين راهي رو بہ روضہ مدحخوان    قلعہ عالي ڏٺوسين شهر قصرون خوشنما  
شهر جي قصرن تنون قربان خلد اعليٰ جا قصور    قلعہ عالي تنون صدقو ستّ زمينون تُنهن سما  
شهر داخل ٿي هلياسين شاہ جي درگاہ ڏي    ٿياسين الحمد آستان بوس علي المرتضيٰ  
شاہ دين شير خدا جو در چمي ٿياسين حضور    ڪعبہ ۽ قبلہ ڏٺو ٿي طاعت بر حق بجا  
خانہ زاد حق جو خانو گهر خدا چائي جو گهر    نائب مرسل جي درگہ ڪعبہ ۽ قبلہ نما  
ڪعبہ ۽ قبلہ ڏٺي جو مرقد ۽ آرامگاہ    ڪعبہ اهل زمين ۽ قبلہ اهل سما

جنهجوڪعبو جنهجوقبلوتنوجي هي ماڳ و مڪان  مرتضيٰ ڪعبہ ڏٺـي ۽ قبلہ هـردوسرا
ڪعبہ ۾ ڄائو ۽ قبلہ ڏنهن ورايئين قوم کي  صـاحبِ ڪعبہ و قبلہ سـالڪِ هردوسرا
گهر خدا جي ڄائو پيغمبر جي گهر مختار ٿيو  ڪئي خدا دلدل عطا مونڍي تي چاڙهيو مصطفيٰ
وه خدا جو خاص پيغمبر جو پيارو جان و دل  سو خدا و مصطفيٰ پاڻئون نہ ڪيو هڪ پل جدا
جو خدا مولا علي جو مصطفيٰ آنت الاخي  جو خدا إن لني ڪفي الله مصطفيٰ جو خندلبوا
إنّما و هل‌اتي ۾ ڪئي سندس خالق صفت  يُطهّر و تطهير تـي اولاد جي آنجي ثـنـا
جنهن‌ڪنهين آيت ۾ ذڪرِ مومن و ايمانِ دين  مرتضيٰ مخصوص مـومـن دين ايمانِ هُدا
مرتضيٰ مومن ۽ هر مومن سندو ايمان و دين  مرتضيٰ ايمان ۽ مـومـن سندس ديني سـدا
مرتضيٰ دينِ خدا و ديـنِ داورِ جو امام  مومنن جو دين و ايمان آهي حبِّ مرتضيٰ
مرتضيٰ آدم صفي‌الله جيئن صفوت جو صفي  بل‌ابُوالبشر آنـترابُ وَ بـوتـراب انجي ثنا
مرتضيٰ نوحِ نجي‌الله جيئن ناجي ذي نجات  نوح طوفان آندو هن هنڌ من رڪب فيهانجا
مرتضيٰ رب جي خليل‌الله جيئن خاصو خليل  مَن تي نار بَرداً سلاماً هيت نعيماً خـالدا
مرتضيٰ دائـم ذبيح‌الله جيئن راضي نام تي  جنهن جي حق مَن يَنتظر سو رامِ حق هردم فدا
مرتضيٰ موسيٰ ڪليم‌الله جيئن معجز ڪري  ذوالفقار آنجي سـدا سِر ڪافرن جي اژدها
مرتضيٰ عيسيٰ روح‌الله جيئن ذي زنـده ڪي  پوءِ نصيري ڪي ڪم تو جهڙا سندس سهسين بندا
مرتضيٰ دائود جيئن فولاد کي ڪونئرو ڪري  ڪوٽ خيبر جو پٽي ڏونگر ڏرن آنجي ڏرا
مرتضيٰ مثلِ سليمان صـاحبِ صدرِ سرير  سيدالثقلين نـائب انس و جن جـو مقتدا
مرتضيٰ يوسف لقا تختِ شرف جو تـاجدار  صف غلامن جيئن پڌون سب جڳ ڪري ڪورنش سدا
مرتضيٰ آهي محمد مصطفيٰ جـو خاصو يار  مصطفيٰ و مرتضيٰ کي پاڻ ڪيو باهم خدا
مرتضيٰ آهي محمد مصطفيٰ جو جان و تن  مصطفيٰ و مرتضيٰ ٿيا نفس واحد نفس ڪان
مرتضيٰ مسند جو وارث حاڪمِ روزِ غدير  مصطفيٰ مَن ڪُنتُ مولا چئي ڏنس تاج و لوا
مرتضيٰ معراج محرم رازدانِ جز و ڪلّ  مصطفيٰ چاڙهيو ڪلهي هو عرش و ڪرسي زيرِ پا
مرتضيٰ همراز و همدم با نبي نجوي ۾ بار  مصطفيٰ جو راز ڪيو ٿيو واقفِ رازِ خدا
مرتضيٰ کي مصطفيٰ چيو لحمڪ و لحمي مدام  مصطفيٰ و مرتضيٰ ناهين هڪ ٻي ڪئون جدا
مرتضيٰ مـولا علي صديقِ اڪبر صدق ۾  جنهن نبي تي صدق آندو سڀ ڪئون اوّل دائما
مرتضيٰ مـولا علي فـاروق عـادل عدل ۾  جهن شجاعِ عدل پرور حق و باطل ڪيو جدا
حـيدرِ ڪـرار سـيف‌الله سيرُ الله آه  حق اسـدالله غـالب چـون يـدالله‌العلا
مصطفيٰ جو نـائب و الله جـو مختارڪار  آن اولوالامرِ زمان تي سهسين صلوات و ثنا

رَبِّ اِعتِق رَقبَتي مِن نّارِ وَادخِل جنّتِڪ
حَقِّ مَن قسمِ الجنان وَالنّار في يوم الجزا

بابِ بابِ مصطفيٰ جي آستان بوسي ڪئون بعد  ٿياسين در داخل سَنَتڪ جو مَن دخله ڪان آمنا
پهرين پيراندي طرف ڪيوسين سجودِ شڪر حق  حق نما قبلہ ڏٺـي وٽ ٿيو سجودِ حق بجا

تنهن تئون پٺي هٿ ڏئي هيرئي جو سين صف بصف    هٿ زيارت نامه عربي جمله صلوات و ثنا
السلام اي سير سبحان رازِ رحمان السلام    السلام اي شير يزدان مظهرِ سِرِ خدا
السلام اي شاه مردان قوتِ پروردگار    السلام اي قدرتِ حق، حق صفت قدرت نما
السلام اي حق يدُ اللهِ فوقَ ايديهم جو    السلام اي تنهجي اسد الله غالب تي ثنا
السلام اي تنهجو سيف الله سِرُ الله نام    جائين بيت الله ديئين لله لشي تين لافتيٰ
السلام اي لا الاهون جاپيو الاّ لله تيو    ۽ تو الا الله لئي كيا لاالهي كُل لا
السلام اي تون رسول لله جو راسخ ولي    تو ولي لله كيا سڀ كم رسول لله جا
السلام اي تون رسول لله جو صادق رفيق    تو سڀني حقِ رفاقت ۽ صداقت كيا ادا
السلام اي تون رسول الله تڙن قربان ٿين    ماگ قرباني جو ٿئي آرام گاهِ مصطفيٰ
السلام اي جيئن كه اسماعيل بيت الله اڳيئون    ٿيو فدا تون پڻ فدا ٿين رسول الله اڳيان
السلام اي كيئي رسول الله لئي كفار قتل    قاتل الكفار جو تو كي خدا و مصطفيٰ
السلام اي مصطفيٰ جو تون بهادر پهلوان    مصطفيٰ جو دين كيئي دشمن دبائي جابجا
السلام اي مصطفيٰ جا دوست جهن جي دين لئي    ترك دنيا كيئي ۽ آخر دين لئي ٿين سر فدا
يا علي تون مصطفيٰ جو يار جاني دل جو دوست    يا علي تون مصطفيٰ جو هوت همدم دلربا
يا علي جيئن مصطفيٰ محبوبِ مرسل ربّ جو    يا علي تيئن تون به محبوبِ خدا و مصطفيٰ
يا علي جيئن مصطفيٰ جو آهي دشمن خصمِ حق    يا علي تيئن تنهجو دشمن لائقِ قهرِ خدا
يا علي جيئن دوست تنهجي سين خدا جي دوستي    يا علي تيئن تنهجي دشمن جو خدا دشمن سدا
دوستي تنهجي هدايت دشمني تنهجي نفاق    دوست تنهجا جنتي ۽ دشمن دوزخ سزا
تون قسيم النار و جنت ساقئ كوثر كرام    تون لواءِ الحمد صاحب جنتين جو پيشوا
تون امير المومنين ۽ حب سندهه حبل المتين    مومنن كي حب تنهجي مامئ هردوسرا
تون ئي يعسوبِ يقين ۽ عروة الوثقائي دين    اهل دين لي دوستي تنهجي يقين ڏي حق لقا
تون ئي سڀ جو دين و ايمان تون ئي كان سڀ جي نجات    جي گڏيا توسين پلا ۽ جي ڦريا توهؤن ڦريا
جي گڏيا تو گڏ مي توسين رب جا حاضر حضور    جي ڦريا تو كئون سي ڦرجي ويا سوئي تخت الثرا
جو مليو توسين سو تو كيو مصطفيٰ جو مجلسي    جو تڙيو توهؤن سو تڙجي ويو لدّائين كالهه جا

رَبِّ اَوْصِلْنِي بِفَضْلِكَ مَعَ وَلِيِّكَ بِالنَّبِي
وَاغْفِرِ اللّٰهُمَّ ذَنْبِي وَ اَعْطِنِي خَيْرَالجَزَا

هي جئي پائيزهِ مرقد ٿيا مشرف دستِ راست    سوئي محرابِ دوانگشتان دستِ لافتيٰ
ٿيا سين آن محراب دستي مرتضيٰ سين دست بيع    ٿي يد الله فوق ايديهم سين هي بيعت بجا
راس مرقد پسارِ ٿيا سين رو به يثرب سرفرو    صاحبِ يثرب تي هتهر چئيسون صلوات و ثنا
السلام اي فخرِ ذاتِ بنو البشر خير البشر    السلام اي خير خلق الله خير الانبيا
الصلوات و السلام عليك يا ختم الرُّسل    الصلوات و السلام عليك يا ختم السورا
السلام اي سرورِ عالم امام انس و جن    السلام اي افتخارِ جمله آخيارِ خدا

السلام اي عالم و آدم سنده نورون ظهور
السلام اي نور تنهجو اصل مقصود ظهور
السلام اي نور نوري سير سير ۾ تنهجو شان
السلام اي توسين سبحان الذي اسرار جو سير
السلام اي عرش ڪرسي تنهجي قدمن سين قرار
جي نه هئين تون تان نه هو هي عرش و ڪرسي آسمان
تون ئي مقصود خدا مطلوب اصل جز و ڪل
انبيا و اوليا در تنهجي ڪن عجز و نياز
اوليا سڀ تنهجي اُمت انبيا تنهجي اُميد
يا رسول الله اسين سڀئي تنهجا اُمتي
يا رسول الله اسين اُمت ۽ هي اُمت امير
يا رسول الله اسين اُمت وسيلي واسطي
روح پاڪ حضرت زهرا تي صلوات و سلام
الغياث اي فاطمه خاتون نبي جسي نورعين
اي رسول الله جا فرزند آه فرياد رس
ٿا چون فرزند تنهجي ڪربلا منون جني سلام
پٽ ٿي چوآئون پٽ رهيس سر جنهجو وير نيو وڍي
پٽ ٿي چو آئون پٽ رهيس نا وس جي اڄ توتي لڇ
چؤ رسول الله کي بابا نجف ڏي ٿيو تيار
ڪربلا ۾ قتل ٿيا هي نور تنهجا يا نبي
يا نبي هل ڪربلا جت تنهجو پرڏيهي پرين
يا رسول الله شاهه ڪربلا جا پڙ سلام
جنت البقيع طرف حضرت حسن ڏي منهن ڪري
يا حسن فرياد هي مارئيو سنده ڀاءُ حسين
يا حسن فرياد تنهجو ڀاءُ بيڪس ٿيو شهيد
يا حسن فرياد ڪوفين ڪربلا گهيريو حسين
يا حسن قاسم جا سهرا ڪاڻ گڏ ميندي جا ساٿ
يا حسن قاسم جو لڪان ڪاڄ يا شادي منهم
يا حسن تنهجي آدي، اڄ توڪي ساري چيا سلام
يا حسن اڪبر ۽ اصغر جا ۾ سرور سڻ سلام
يا حسن قاسم ٿي ڪورنش ڪني ۽ ٿي چيئين سرخرو
السلام اي سيد بيمار زيـــن العـابـديـــن

السلام اي ٿيو سنده نورون ظهور دوسرا
السلام اي تنهجي نورون ٿيو ظهور ماسوا
چو خدا الديث سڪي توتي هي عالم فدا
تو ٿي قرب قاب قوسين از جناب ڪبريا
تنهجي مقدم ڪيا منور عرش و ڪرسي تنه سما
عرش تنهجو فرش ره ڪرسي جا توهؤن قدر ٿيا
تون ئي محبوب خدا تولاءِ سڀ خلقيو خدا
اوليا اُمت سنده هي آرزو نت انبيا
تون نجات خائفان در موقف خوف و رجا
تنهجي اُمت پيشوا گڏ ڪني سون تو در التجا
سڀني منون توڏي تو مهرون پال اي پالين پلا
ٿيو وسيلو يا نبي اي توتي عالم آسرا
الغياث اي داد خواه حشر بنت مصطفيٰ
ڪربلا پانڌي آهيون آهه پنهجي پٽ جا پنج پتا
هي تنهجي فرزند ونؤن آيا ٿا ڪن فرياد ڪا
ها سڀني پوٽن ۽ ڏهٽن ساڻ آڪهه اقربا
تنهن سين گڏ پوٽن ۽ ڏهٽن چو اسين پرزه ٿيا
چو ٿي آڪهه اقربا پرڏيهه پرتين اسين هليا
اڄ علي دانهين سڪا پڻ جيڪي گذريو ڪربلا
ڪيو نجف ماتم علي تون ڪر مدينه حادثا
ڏس مدينه جي مسافر ڪيئن ڪوساني ڪربلا
ڪربلا ۾ ماڳ ڪيئن ۽ توکي ٿو ساري سدا
هن طرح ٿي چو سين ۽ ٿي ڪيا سين ٿهري ڪوڪرا
يا حسن فرياد هي قاسم نسم مائيا سهرا
يا حسن فرياد تنهجا پيارا رت ٿيا سر جدا
يا حسن فرياد شامن ڪاڄ ڪيو ماتم سرا
يا چوڻ ميندي ٿي مرٺون سر وڌيا، سهرا لٿيا
يا سپاهي جو پڙ جت گهوٽ گڏ چاهي رهيا
تون مدينه ڪي دعا قسمت اسانجي ڪربلا
چئون اسين بابي سين گڏ تون چنچ تاني کي دعا
مون سنده والد وصيت سڀ بجا ڪني جابجا
السلام اي مونس و غمخوار آل مصطفيٰ

سلام اي ڪاروان سالار، اولاد رسول    السلام اي نوح طوفان ديدهٔ آل عبا
حضرت باقر جي خدمت ۾ ڪيهاڙ دُرود    جعفر صادق جي درگه ۾ سهين صلواة و ثنا
حمزه و عباس ۽ ابوطالب جي روضه تي درود    هم بروح حضرت خاتون ڪبريٰ فاطمه
۽ ٻيا طائف سيد الابرار جا نورالبصر    قاسم و شهزادي ابراهيم جي ڪئي سون ثنا
سڀ خدا جا خاص مڪي ۽ مدينه جا مقيم    عين روش آن سڀ زيارت جا شرائط ٿيا بجا
يا محمد خذ بيدي يا سيدي منڪ المراد    يا شفيع المذنبين إشفع ذُنوبي ڪلّها

ربّ صلّ علي النّبي الهاشمي و آله
صلّ يا ربّي ڪذالڪ من هو اهل المصطفي

بعد يثرب ڪربلا ڏي منهن ڪري ٿيا سرخرو    سيني هنئر جيا سلام ۽ ڪيا قيامت ڪُوڪيا
السلام اي مصطفي جا جان جانان السلام    السلام اي مرتضي جا مهر تابان مه لقا
السلام اي فاطمه زهرا جا جاني السلام    السلام اي قوت بازوي شاهِ مجتبي
السلام اي احمد مختار جا پيارا پرين    السلام اي حيدر ڪرار جا موهن مٺا
السلام اي سيد ابرار جا آرام جان    السلام اي عترت اطهار جا دارون دوا
السلام اي ڏک پريا ڏمتا نبيؐ جا رڻ رهيل    مرتضي جا پيارا پٽ پرڏيهه ساريا پيخطا
السلام اي مصطفي جا ڏک ڏٺل ڏمتا شهيد    هي جي اڄ هو مصطفي تا هي سنده ڏڪڙا ڪٺيا
السلام اي اڄ نبي وٺو نهاري وات ڏي    اي مدينه جا مسافر ڪيئن سهائي ڪربلا
اي نبيؐ جا نور اڄ نانوي نهاري تنهجي وات    اي عليؐ جا هوت اڄ بابئي ڪيا ابئن جا آسرا
اڄ نبي تولئي نيايا مرتضي ڏي تو سُنجي    مرتضي توکي مڏي تو يسا ذبيح ڪربلا
اڄ نه ناهي تو بنا نانئن کي آرام و قرار    اڄ نه ناهي تو بنا بابئن کي جنت عيش جا
تنهجي ناني کي مدينه تو ملڻ جي اڄ اميد    تنهجي بابي کي نجف ۾ تو ملڻ جا آسرا
تنهجو نانو چئي خدا کي اي خدا وڇڙيا وراءِ    تنهجو بابو چئي الٰهي اَڻ جي پرڏيهه ويا
اڄ مدينه مصطفي توکي ٿو ساري رات ڏينهن    اڄ نجف ۾ مرتضي تولئي سڪي صبح و مسا
هت ابو سارئي ۽ جنت نانو نهاري واٽڙيون    اي ابي ناني پرين ڪهن پسار تنهجا پيچرا
آهٓ اڄ ناني کي ڏي ديدار جهن جي دل ۾ درد    آهٓ اڄ بابي جو هينڙو ٺار جهن ۾ مسج مٺا
آهٓ اجي ناني ڏي منهن ڏيکار پرڏيهي پرين    آهٓ اجي بابي کي ميل اي ڪڙم وڇڙيا موٽي آهٓ
صبر سوني آهٓ اڄ تو لئي محمد ماتمي    آهٓ وري وڇڙيا پرين توريؐ نجف اڄ حشر ٿيا
مهر موٽي آهٓ اڄ تولئي محمد ڏک پريو    آهٓ وري وڇڙيا پرين اڄ توري محزون مرتضي
اي مدينه جا مسافر جو وري نه آئين وطن    بيوطن پرڏيهه بيڪس ڪيئن وطن ٿيئي ڪربلا

ربّ صلّ علي النبي الهاشمي و آله
صلّ يا ربّي ڪذالِڪ مَن هُوَ اَهلُ الاِصطَفا

ڪربلا ڏي هينئن چئي منهن ڪيو سين مشهد جي طرف    صاحب مشهد جي هنئر چئيسون صلواة و ثنا
جو نبي تولئي سنّد فَمَن بَضعة مِنّي ۾ طوس    طوس ڪيو مشهور ڪرامت اي ڪليم ڪربلا

تنهن تئون گردِ تربتِ شيرِ خدا ڪيوسين طواف — ٿيو طوافِ ڪعبئہِ دين حجؔ ايمان ٿيو بجا
هي طوافِ ڪعبئہِ دين هي طوافِ عرش نور — واهہ حجہِ اڪبري جت حجہِ مقصد جو لقا
عن ڪنئون ڪعبہ کي شرف هي دُرّ ۽ ڪعبو صدف — مرتضيٰ ڪعبو اجاريو جهن ڪنئون قبلا راس ٿيا
مرتضيٰ ڪعبہ ۾ ڄائو رب جو گهر آباد ٿيو — خانہ اد حق ڪنئون ٿيا بيتِ خدا ۾ سوجهرا
مرتضيٰ گهر رب جي ڄايو بيتِ ربي راس ٿيو — بت پڄي ڪافر ڪئِي ڪيئين دين گهر بيتِ خدا
يا علي تون دين وارث ڪعبہ و قبلہ ڏني — تو سنواريو ڪعبہ قبلو تو ڪنئون جڳ قبلہ ڏٺا
يا علي تون جڳ جو ڪعبو قبلئہ ايمان و دين — اهلِ قبلہ سو جو تون قبلہ جو تابع ورنہ لا
يا علي تون قبلئہ دين اهلِ قبلہ تنھ پٺيہ — يا علي تون ڪلمئہِ حق ڪلمہ گو تو پٺ لڳا
يا علي سي اهلِ قبلہ جن جو تو قبلہ ڏي رخ — يا علي سي ڪلمہ گو جي تنهجا تابع ٿيا
يا علي تنهجا مخالف اهلِ قبلہ ڪير چئي — سي نہ هرگز ڪلمہ گو جي تو ڪنئون ڪلمو چئي ڦريا
يا علي جي تنهجا منڪر تينجو قبلہ ڪهڙو ڪم — جي ڦريا تو ڪنئون سي ڪافر تينجو ڪلمہ سان ڇا
يا علي جي تنهجا ويري سي محمد جا عدو — عادَ مَن عاداہ جن حق تن ولهين کي ڪل نہ ڪا
يا علي جي تنهجا ناهن تن کي ڪيئن مرسلؐ سين صلح — حربڪ وحربي و سلمڪ سلمي آنکي ۽ سري ويا
يا علي جي توسين جنگي سي نہ صلحي سين رسولؐ — تنهجي ويرين جو خدا ويري ڇڪيندڙ مصطفيٰ

يا علي انا عبدڪ ابن العبد حبّبڪ قائمـــاً
ڪُن شفيعاً عند ربڪ يــوم الجزا و ماجـزا.

عيٺن چئي ٿي منهن مَليائين آن ضريح پاڪ سين — ٿي وجهي بجري کي پاڪر چوسين رب اغفرلنا
ڪلہ بہ راستِ چپ ٿي ليٽيائين رکي منهن فرش تي — ڪڏ ٿي پرانديءَ ڪنئون هت چيوسين ارحم ربَّنا
دستِ چپ آرام گاہِ آدم و نوحِ نبي — آن طرف بهي بجا ڪيوسين سجود الحيا
ڀرين مسمومِ سدرمڪ حضرتِ آدم صفي — آئي صلواۃ و سلام الله چئي ڪئيسون ثنا
تنهن تئون شيخ الانبيا نوحِ نجي الله تي — سهين صلواتون چئي ڪياسين زيارت حق ادا
يا علي تنهجو نجف عالم ۽ آدم جي پناہ — عالـــم و آدم سنده سايہ ۾ آسودو سدا
يا علي تو وٽ اچي آدم کي آسائش ملي — بوالبشر تون بوتراب آئي رسائيتي مُدعا
يا علي تون بوتراب و بوالبشر جي تو ۾ آس — بوالبشر کي ٿي بهشتِ جاودان تو ڀر ۾ جا
يا علي تنهجو نجف عالم ۽ آدم جو بهشت — بل الذي آدم بهشتون ڪئي اچي تو ڀر ۾ جا
يا علي تنهجي نجف تي نوح طوفانِ نجات — تون سفينہ قدنجي سو نوح تنھ ٻيڙي چڙهيا
يا علي جڳ تنهجي دامن آڻ بہ تو دامن لڳس — اي دو جڳ جا آسرا لهہ سار منهجي سيدا
يا علي تنهجي زوارن جي زيارت تي قبول — تنهجو صدقو ٿي زيارت منهجي مقصد لڳ خدا
مرقدِ اطهر جي گردا گرد بـــر دوڙ ضريح — سڀ ڪنهين نفلِ زيارت تحتِ قبہ ڪيا ادا
ڀرين نفلِ نذر روحِ حضرتِ مولا علي — تنهن تنئون نفلہ نذر آدم نفل نوحِ باصفا
ترسہ نفلِ طاعتِ مقبول روضہ ۾ پڙهي — سجدهٔ شڪرانہ ها ڪياسين بہ درگاہِ خدا
مٺ ڪئي ڪئيسون دعا سا سڀ دعا ٿي مستجاب — غفَرَ ذَنبہٗ ما تقدم وما تأخّر ٿي رجا

بارگاهہ قدس گردي ٿـي گهڻياسين سرفرو — گردش عرش الله اعظم ڪيوسين طوف، حق بجا
روضہ عالـي محيطہ بارگـه هـرسو وسيع — هر طرف چون ڪوڪب آويزان قناديلہ طلا
روضہ عالي جو صحن، روضہ رضوان وسيع — هـر طـرف قنديل طلائـي مرصّع جـابجا
قبہ عالـي نشانہ قبہ عرش، عظيم — جوهر، قنديل سڀ چنڊ تن ۾ تارن جيئن جڙيا
عرش جا قنديل نوري جن ۾ گوهر شب چراغ — ڪرسيءَ قدرت جا تارا ٻَل ٻروءَ جاتہ العلا
ڪيئن چوان قنديل تارا جهڙ ۾ لک تارن جڙيل — ٻرج تارن جا چوان يا ٻرج سڀ چنڊ سين جڙيا
جيئن قنديلن ۾ جواهر تيئن تارا منجهہ فلڪ — جهڙا جلوه جوهرن تهڙا نـہ سڀ چنڊ سوجهرا
قرص قرص آلماس خاصو تخت تخت سوني تاب — ڪوڙين ياقوت و زمرّد بحرين موتين سر پريا
جانبہ محراب، مـرقد جت نشانہ اصبعين — قرص و بـاز و بند و آلماس و زمرّد جـابجا
سارو محراب، طلائي هـو مرصّع گـوهرين — معد ۾ لعل و جـواهر هـا جڙيا بي انتها
۽ دو شمشير، مرصّع نـذر شاهانہ زمان — چند قبضہ ڪار طلائـي ڪـار نـذر، آغنيا
۽ ٻہ صندوقہ مقدس تختہ طوبائـي خلّد — سر بسر قـدرت قـلم نقشہ ڪلام، ڪبريا
سر بسر صندوق نوراني تي سڀ قرآن رقيم — مصحفہ ناطق جي لوح، قبر تي مصحف بجا
راس صندوقہ مقدس تـي سـہ دستار، زرّي — هڪ طـرف دستار، حيدر ٻي طـرف ٻيئي آنبيا
هڪڙي صندوقہ مقدّس ۾ سيٺي جنت مقيم — آدم و نـوح و امـيرالمومنين شير، خـدا
گرد، صندوقہ مقدس خاص چانديءَ جي ضريح — هت ضريح، پاڪ ۾ سڀ قرص جوهر جا بجا
ڪيئي علم طوغ، مرصّع جن جا پرچم زرڪشي — ها لواءالحمد صـاحب جـا جلوي سلسلا
روضہ رحمت جي گِردڻ ڪيوسين حاجين جيئن طواف — چاه جو پاڻي چو زمزم ٻي لڏيـون سڀ صفا
جلچراغ، صحن، اقدس شـجـرہ طوبـيٰ شبيه — سر بسر شمعن سين روشن جهنجو عرشن ۾ شمّا
قبہ انور طلائي گلستہ طلائـي پيش طاق — جملہ طلائي ڪار قـصـرو بارگاهہ عرش سا
قبہ طلا اهيون ڪيو عرش اطلس پنهجو فرش — قصر جي پايہ سين ڪرسيءَ سر رکي ڪئي پنهجي جا
گرد، درگاهہ معلّيٰ فـرش، سرحد چار سو — هر طرف عـالـي عمارت زير و بالا قصر ها
جملہ جنـي ڪار رنگا رنگ پر نقش و نگار — گلشن، فـردوس جيئن دائـم بهار و دلڪشا
منهنجي قدرت ناهي لکان جيڪي آت نور، ظهور — آت خدا جو نـور جهن نـورڙن ظهور، ماسوا
هت اعبدت سو ڪہ جهن جو شان ماعينٌ رٌآت — هت محصل سو ڪہ ما خطرالفواد اي الجزا
ساقيءَ ڪوثر ٿو هت ڏي پر ڪري، جام، طهور — هت سقاهم ربّهم ۽ هت فـادخلوها خالدا

زب اعتق رقبتي من نار و ادخيل جنتک
حقّ من قسم الجنّان والنّار في يوم الجزا

ڪوفي آياسين ڏلي سين مسجد مـولا علي — مڪتب، حسنين مـاڳ و منزل، آل، عبا
پهلوئي مسجد زباب القصر ٿياسين در حضور — قصر شاهہ اوليا جت مسڪن و ماويٰ جي جا
وسعت، صحن، حويلي ۾ هو زمزم مثل، کوه — تنهجو ناڪ پير، علي آن عهد ڪئون اڄ تيئن بجا
آن جو پاڻي ٻي طهارت ڪئيسون طاعت جي طلب — پهلوئي منبر درون داخل ٿي ڪياسين سجدا

پهرين آياسين مقام آدم صفي الله جي — آت پڙهي نفلِ نماز ۽ ڪيوسون حمدِ حق ادا
پوءِ مقامِ نوح ۾ ڪيسون نياز و بندگي — سجدهٔ شڪر و ثنا ۾ ڪيسون در داور دعا
مالڪ ابراهيم جي ڪيسون عبادت صدق خاص — ماڳ تي موسيٰ جي ڪيسون طاعتِ ربّي بجا
معبدِ عيسيٰ تي ڪياسين جي عبوديت شروط — آمنو اي صحن هو هر جا مقامِ انبيا
مسجدِ ڪوفہ مقامِ انبيائي اوليٰن — تا نبي آخرين سڀ ڪنهن جي آت طاعت جي جا
مسجدِ مولا علي يا مسجدِ اقصيٰ چواڻ — جت تمامي انبيا جون زهد جايون جابجا
هر مقامِ انبيا تي جابجا طاعت ڪري — در مقامِ مصطفيٰ آياسين با صدق و صفا
مصطفيٰ جو آت مقام ۽ مرتضيٰ جو آت مقام — هر مقامِ خاص پنهجي جاءِ هڪ هڪ جي پرا
حضرتِ زهرا و حسنينِ مطهّر جا مقام — حضرتِ سجاد جا طاعت مصلّيٰ زهد جا
باقرو جعفر الي مهديٌ هادي يڪ بيڪ — هر مصلّيٰ و مڪان هڪ هڪ جو نالو رُو جدا
آري سڀ اطهارِ آلِ مصطفيٰ جي ها امام — مرتضيٰ سڀ جو امام آت سڀ ئي آيا هڪ پريا
مرتضيٰ عالم امام آن ڏي ئي آيا سڀ امام — هي امامن جو امام آنجا سلامي اصفيا
شڪرِ حق هئي رات جمعي جي ۽ چوڏهين چنڊ شعاع — ڪيسون سڀ رات آن مقاماتِ مقدس ۾ ثنا
بعدِ صحن آياسين قربِ منبرِ مولا علي — رُو بہ محرابِ هُدا ڪيوسين سجودِ حق آدا
مقتلِ مولا چميوسين آشڪبار و دلحزين — دور منبر ٿياسين قربان جان نثار و سر فدا
صبح تئين ڪيسون عبادت منبر و محراب گرد — بعد فرضِ صبح ٿيا زوار راهي اڳ پرا
جيئن زوّارن رسي مسلم جي روضہ ڏس بچيم — جئون حڪم باب الفيل ڏي آھ درگه آن ذوالعلا
درگہ مسلم عقيل و مرقدِ هاني شهيد — پئي بہ باب الفيل ٿيون تون هي زيارت ڪر آدا
آھ مسلم جي زيارت جو رهيو دل داغ سخت — اينهين سر نائي سلامٌ عجز چئي ڪئيسون دُعا
چوسين يا مسلم سلام الله عليڪ الي قيام — اي شہِ مظلوم جا صادق رفيقِ با صفا
السّلام اي سيّدِ مظلوم جا قربي عزيز — تو عزيزي ۽ قرابت حق تمامي ڪيا آدا
السّلام اي مسلم مظلوم جانبازِ حسين — جان نثارِ آلِ احمد ابنِ اخيٌ مرتضيٰ
السّلام اي ٿي مهاجر في سبيل الله هلين — اي نبيءَ جي سات جا پهريان مسافر مبتلا
السّلام اي توسين ڪوفين غدر ڪيو بيعت ڪري، — مُڪر سين ويساهي ويرن قتل ڪيئي ڏيئي دغا
السّلام اي بادشاهِ دين و دنيا جا امير — تو اميري حق آدا ڪيا حق ڏنئي نعم الجزا
السّلام اي هاني ابنِ عُروه مظلومِ شهيد — حاميٌ آلِ محمد ڪيئي حمايت حق آدا
تو حمايت آل جي ڪئي ٿيو خدا حامي سندھ — ڪيئي خدا دنيا ۽ عقبيٰ ۾ جليسِ مصطفيٰ
مصطفيٰ توکي جزا ڏي، مرتضيٰ ان ڪئون زياد — تو خدا ۽ مصطفيٰ و مرتضيٰ جي ڪئي رضا
مسجدِ شهدا ۾ آياسين ۽ آت پڻ ڪياسين نفل — پوءِ بہ صحنِ صعصعہ آياسين با صدق و صفا
آت مقام صاحب الامر آهي درگاهِ عظيم — آن مقامِ پاڪ ۾ ڪيسون عبادت ۽ دُعا
قربتِ شهرِ قديم و مسجد حنّانہ نام — آت بہ ڪياسين شڪر سجدا در ڏئي حمد و ثنا
هي معظم ماڳ هي چارئي قديمي مسجدون — از قديم آهن عبادت گاهِ خاصانِ خدا

هي معظم سجدون ۽ هي مڪرم معبدون
مڪڙو نقل ان هنڌ برابر آهي با نقل هزار
شڪر حق هر جا عبادت ڪئيسون باعجز و نياز
سوني آياسين نجف ڏي ٿيا نثار شير حق
ڪه بسر درگاه الٰهي سجده شڪر و سپاس
ڪه بدوز قلعه قربان روسزار يڪ روان
ڪوٽ تنون قربان ٿياسين شهر تنون ٿياسين نثار
روز جمعه سربسر در روضه رحمت نشان
سون زيارت ۽ نيابت جا شرائط يڪ بيڪ
شهر سار سنڌ ڪشور جي نيابت با نياز
جهڙي ڪه ڪيم مذڪور در ذڪر نيابت پيش زين
سون ٿي آت ڪيو حمد سمع الله تي هرسو سڻيم
مولوي محمود آغاي جهان شيخ الحرم
باب باب مصطفيٰ جو صاحب المفتاح فتح
ڪنت ڪنزاً مخفياً جي ڪنج جو صاحب ڪليد
صورت ملڪي و طوباڻي بهشتي سرو قد
آن جي خدمت نيٺي زيارت نامه مشهرون دستخط
حضرت سيد علي نجفي معظم مجتهد
سيد عالي نسب سجاده صدر شرف
آن محيط علم حق تصنيف ڪيا بيحد ڪتاب
فقه جا فتويٰ سنڌس منقول تي جاري مدام
طلعت نوري بنه رخ نور نجابت جلوه گر
آن سوا سهسين حضوري سيئي هڪ ٻي ڪثون زياد
هڪڙو هڪڙو فرد يڪتائي عديل و بي نظير
انبيا جو إرث وارث اوليا جو ارث بخش
انبيا جو فخر مفخر اوليا جو تاج سر
مصطفيٰ جي باغ جو گل باغ ايمان جو بهار
آسمان شرع جو سج جهنڪثون روشن سڀ جهان
آستان اقدس و اطهر جي سر منهن رکي
السلام اي شاهِ ما موسيٰ ڪاظم السلام
السلام اي حضرت موسيٰ ابن جعفر السلام
السلام اي قدوة آل محمد السلام

اصل ڪثون طاعت سڌائين انبيا و اوليا
جن مڪانن ۾ دعا بسي شبه مقبول خدا
هر مڪان ڪئيسون دعا مولا ڏنا سڀ مدعا
دميدم سر برزمين ساعت بہ ساعت سجدها
گه بہ سجود جهان سر برزمين و الخنا
گه بدشت در نجف در صنعم بيت الصفا
در چمپاسين سرگشتاسين صدق دل ٿياسين فدا
هاسين مشغول عبادت ذاڪر حمد و ثنا
ٿي ادا ڪيم ۽ سيئي آداب ٿيا آندم بجا
۽ سندس اخوان اعظم جا نياز ۽ دعا
با شرائط باش سڀ ڪنهين بجا ڪيم جابجا
سون ٿي آت جا ڪئي دعا آونئيت سؤالڪ ٿي ثنا
صاحب قفل و ڪليد درگه شير خدا
فتح ابواب سعادت جو دروازو دولت ڪشا
ڪنج آسرار خدا جو صاحب ڪنج غنا
در بهشت مرتضيٰ رضواني نوراني لقا
سڀ ڪي حاصل ڪيوسين خاطرخواه موجب مُدعا
عالم ربّاني و بحر علوم ڪبريا
دائم دين امامت جعفريّن جو مقتدا
علم تفسير و حديث و فقه شرحا شرح جا
جن ڪتابن تي عمل آهي سندس آت جابجا
صاحب تقويٰ و سرد متقي و پارسا
عهده دارو اهل منصب خاص خدمت با عُلا
صورت و سيرت ملڪ انس و ملڪ جا مقتدا
ورثه دار انبيا و إرث بخش اوليا
جان شاه اوليا جانان خيرالانبيا
مرتضيٰ جي ونٺ جو ميوه جهن جا سڀ ميوه مٺا
دين جي مطلع جو سه جهن ڪثون منور دوسرا
ٿياسين داخل صحن ۾ ۽ ڪئيسون صلواة و ثنا
السلام اي قبله دين ڪعبه هردوسرا
السلام اي آل فخر اطهار آل مصطفيٰ
السلام اي نقد جان مصطفيٰ و مرتضيٰ

سلام اي زبدة الاطياب، اطهر السلام
اي سنده والكاظمين الغيظ خالق ڪئي صفت
اي رسول الله جا نائب امام، اهلِ دين
اي جفاي قوم ڪئون سڀ عمر ڪاٽيئي صبر و شڪر
دشمنن جي جؤر ۽ ايذا تي صابر رهي
تنهجي تسليم و رضا مقبول ٿي درگاهِ حق
بزم صديقين و الشهدا ۾ ٿي تون رب حضور
توکي جهن ايذا ڏنا سي ٿيا خراب و مضمحل
تنهجا دشمن في السّعير و داخلِ نارِ سقر
اي رسول ﷺ جا فرزند تون عالم اسلام

السلام اي افتخارِ انبيا و اوليا
اي سنده هر او صيائن ڪئي نبيءَ سڀ کا ...
اي والي الله جا وارث شمسِ هردوسرا
توتي نت ڪيا آلِ عباس آه ايذاءُ جفا
جو هو ارثِ انبيا هئين تنهن تي راضي با رضا
نعم آجر الصابرين آخر ميليئي خير الجزا
عند مليڪِ مقتدر با اوليا و انبيا
انکي ٿيه بئس الجزا ۽ توکي سڀ نعمت عطا
هيت ۾ ٿيا ملعون هنت ۾ دوزخي ٿيا دائما
الصّلواة و السلام عليڪ از خلق خدا

توتي صلواة و سلامِ خالقِ اڪبر مدام
هم سلامِ جملهٔ مخلوقاتِ تا روزِ جزا

# خطبو

الحمد لله الذي و هو العلي ذوالعلا — ثم الصلواة علي النبي و هو الرسول المجتبا
صديق اکبر هو علي فاروق عادل هو علي — ذو النور بو السبطين علي لاغير مثل ها قضا
المرتضا صديقه سيف الصمد فاروقه — ذوالنور بوالسبطين آخ درڪل مدح المرتضا
صدق علي حقه قد فرق الباطل له — نور نبي ابنائه تنزلت تعالوا فيها
في هل اتي تعريفه في انما تو صيفه — بالمصطفا تعزيبه لا احد مثل في الورا
إن النبي يوم الغدير و الاه في جم الغفير — بيتٌ و منکم کم امير إن الامير المرتضا
إن الصلوات ليحبه إن الصيام لتوده — الحج اکبر طوفه رب اعطني درڪلها
الا المودت حقه ذو الحبله انتشيڪو — صلوا عليه و سلموا ابدا إلي اليوم الجزا
يا شير حق يا سر حق ڪيوتو ڪي حق بيشڪ بحق — تو حڪم ۾ چوڏهن طبق تو دين داور دين خدا
اي ساقي ڪوثر علي اي روح پيغمبر علي — اي دين جا داور علي هي دين تنهجو داورا
تون آهين ابن عم الرسول اسد الاحد زوج بتول — مع بغضه ليس القبول ان صيام صلي الاشقيا
تو دين داور دين ڪيو ۽ دين تو ڪلون درست ٿيو — تو بت يجي ڪعبو اڏيو ڪعبو ۽ قبلو تو اڏيا
تون ڪعبو و قبلو ڏٺي آڪي ڏنئي عزت گهڻي — جا تو ولي سا رب ولي تون خانه سامان خدا
تو ڪي خدا مختيار ڪيو سڀ خلق جو سردار ڪيو — تولئي گهڻو تڪرار ڪيو من ڪنت مولا مصطفا
من ڪنت مولا جو رسول آمبحت مولا ٿين قبول — تون عالم فرع و اصول تون مصحف ناطق ثنا
تون إنما تون هل اتي تون والقمر تون والضحي — يٰسين وطه تو ثنا تنهجي ثنا ڪئي خود خدا
تون شاهِ مردان السلام اي شيرِ يزدان السلام — اي دين و ايمان السلام تون دين و ايمان هڪا
اي دينِ برحق السلام ايمانِ مطلق السلام — حق جا محقق السلام تون حق حق تنهجو ڳدا
تو ڪي نصيري جو خدا اينهين هزاران جي سدا — اي هي خبر جالي خدا شايد خدا جي بن رضا
تون مالڪ ملڪ و ملڪ تو ڪم ۾ ارض و فلڪ — ڪيو شافعي بن ان ۾ شڪ يا تون خدا يا رب خدا
جي تون خدا ناهين تہ ڪيئن ٿيو حڪم تنهجو فرض هيئن — قرآن ۾ بن آهي اٿين تون ٿي يدالله مرتضا

تو ڪي يدالله جو خدا شيرِ خدا جو مصطفا — ڪيئن تو خدائي شڪ ٿيا تنهجو تون آهين بيشڪ خدا
مونکي اهو آهي محال تو امر ۾ شڪ جا مجال — شڪ ڪيڙو بي شڪ جمله حال تون سنهجو مولا مرتضا
وهو العلي رب العظيم نعم الولي مولي ڪريم — سي ميثي رسيا ڪي رحيم تو ڪي ڪيو باخود خدا
تون باخدا همنام ٿين مختارِ خاص و عام ٿين — ذوالفضل ۽ ذوالڪرم ٿين اي ذوالجلال ڪبريا
فرعون ڪي جن جو خدا فرعون سوڏا ٿيا فنا — تنهنجي خدائي ڪي سدا ٿو تونين چائين يا خدا
جن جو عزير ابن خدا سي عيسوين جيئن وياوچا — تنهجا خدائي خوش سدا وه وه نصيري تو سندا

شاهِ خدا يا مصطفيٰ يا مرتضا يا مجتبا — يا مرتضا يا مرتضا چئو تون خدايا ياخدا
سڀ خلق کيو تنهجو سلام تنهجا سلامي خاص و عام — ڪنهن جو خدا ڪنهن جو امام مون هنطرح ڪئي ثنا
تون مظهرِ حق ياعلي حق ڪيئن تون برحق ياعلي — اي حق مطلق يا علي ڪئي تنهجي حق الحق ثنا
يا مرتضا بهرِ حسن بهر حسينِ خون ڪفن — از بهرِ عابد سوني من چشمِ ترحم برڪشا
باقر جو صدقو بخش مون صادق سبب ڪر مهر مون — ڪاظم جي خاطر ذي خوشيون بهرِ رضا ڪر مون رضا
بهرِ تقي متقي بهرِ نقي و عسڪري — مهديؑ جو مونکي مقتدي ڪر اي تون منهجا مقتدا

ثابت عليؓ هر صبحدم چئي حمدِ حق مدحِ تو هم
تون ڪربلائي تي ڪرم ڪر بهرِ شاهِ ڪربلا

سنقهت

# مصطفيٰ و مرتضيٰ از امر رب العالمين

مصطفيٰ و مرتضيٰ از امرِ ربّ العالمين — ها تڏهن باهم جڏهن آدم هو بين الماء وطين
جڏ خدا آدم کي خلقيو ها بهر بئي نور پاڪ — حامدِ الله دائم راڪعين و ساجدين
تنهن تئون ڪيئون نقلِ مڪان از پشتِ آدم پشت پشت — طرف اصلابِ مطهر رحمهائي طيبين
مصطفيٰ ڪيو عنود خيرِ المتقين عبدالله ۾ — مرتضيٰ ڪيو صلبِ بوطالب مڪان نعم المڪين
بعد نقل از صلبِ بو طالب ۾ رحمِ پاڪ ام — مصحفِ ناطق هو ناطق سانُ آمي و آمين
تنهجو. ٿيو وقتِ ولادت ڪعبت الله ۾ ظهور — بيتِ ربي ٿيو صدفِ از بحرِ آن دُرِّ ثمين
ٿيو لعابِ لعل پاڪِ مصطفيٰ کئون جام نوش — سو سقاهم ربهم ثراب کيو ڪوثر ڏلين
خانه زادِ حق علي ابن ابيطالب امير — گهر خدا جي جائو پيغمبر نپايسو نازنين
سالڪِ راهِ خدا جنهجو سلوڪ سو وصلِ حق — آمي حيرت بهرِ جملہ سالڪين و واصلين
دين داورِ دارِ دنيا آيو تان پهريون ني ٻر — گهر ۾ آڪي جي رکيئن جو بيت رب العالمين
پهرين اک آئي ڏٺائين مُنهن رسول الله جو — من رآني قد رأ الحق ٿيو لقائي حق يقين
شربتِ آبِ بقا يعني لعابِ مصطفيٰ — نوش ڪيو اوّل هي جهن لئي نهرِ شير و آنگبين
عرصئہ ايجاد ۾ پهريون قدم در بيتِ رب — سيرِ عالم ۾ لقائي حق نگاهي اولين
ڏس تہ هي قطعِ منازل منزلِ اول ۾ ئي — بيتِ رب پهريون قدم پهرين نظر حاضرِ پرين
وه سلوڪ و سير وه ديدار وه وه وصلِ دوست — معنيٰ سير و سلوڪ و قربِ وصل اين است اين
چار ماه عمر ۾ اژدر کي چيري ڪيئين ٻہ ٽڪ — ٿيو علي حيدر لقب ۽ هو يدالله باليقين
وقتِ دعوت سڀ تي سبقت ئي سندس اسلام ۾ — سابق الاسلام دين و حامئ اسلام دين
دعوتِ اول ئي ۾ چو مصطفيٰ انتَ الوزير — مَن يئوازرني يدرين الله امير المومنين

تون وزير مصطفيٰ تون نائب خيرالوريٰ — صاحب متن كنت مولا تنهجي حق نص متين
انما جو تون ولي تنهجي ولايت فرض عين — هل اتيٰ جو تون ڌڻي تو لئي طهور و حورعين
تون بريدالله يطهر تون يدالله يا علي — يعرفون نعمة الله تون هادي للمتقين
تنهجي حق نصر من الله تنهجي حق فتح قريب — صاحب يسين طٰهٰ تون فتحنا جو ڌڻين
يا علي تون سير حق توکي نصيري چئي خدا — ۽ هزارو چئي خدا پيا پڻ هزاران هم چنين
يا علي تنهجو سڃاڻڻ ما عرفنا حقه — ۽ بس لا احصي ثنا ۽ تو ثنا اي شاهدين
تو خدائي ۾ وقوع شڪ خيال شافعي — مونکي شڪ ڪنون الامان آهه ثابت صدق و يقين
يا علي مونکي نصيرن ۽ هزارن تي حسد — هي جي آئون پڻ هجان نصيري ٿيان هزارنسين قرين
تنهجي روضي کي ملائڪ آسمان تئون اچن ڏسن — جيئن ڏسن سڄ چنڊ کي از روئي زمن اهل زمين
يا علي تنهجو نجف جنت جي جائي امن و عيش — نوح جو دارالامان آدم جو فردوس برين
تنهنجي زوارن کي تنهجي در تي رضوان چئي مدام — هٰذا م الجنات طبتم فادخلوها خالدين
يا علي زوار پنهجي کي وري در تي سڏ ۾ — پنهجي در تي رک گدا کي اي شه دنيا و دين
خاتمو بالخير ٿي منجهه خاڪ پاڪ ڪربلا — ڪربلا سائين سين ٿيان محشور روز آخرين
يا علي "ثابت علي" کي ڪربلائي ڪيو ڪريم
ڪربلا سائين جو صدقو سڏ هي بندو ڪمترين

---

# حق چڏي باطل ۾ لڳ حرص و هوا جيواسطي

حق چڏي باطل ۾ لڳ حرص و هوا جيواسطي — خودپرستي ڪيم ڪر اي دل خدا جيواسطي
دل جو ڪعبو عرش اعظم آنجي حرمت فرض عين — سعيو ڪر صدقون سدا آنجي صفا جيواسطي
ڪر مديني ۾ هلي تهدل محمد جو طواف — طالب حق تي رسول رهنما جيواسطي
روضئه شاه نجف جي ڪر زيارت نفل پڙه — ختم قرآن ذڪر شاه اوليا جيواسطي
تهدلئون صدقون سدا پڙه سهسين صلوات و سلام — روح پاڪ حضرت خيرالنسا جيواسطي
ذڪر ۾ زهر حسن جي زندگي سپ زهر چاڻ — رت هنجون نت رو شهيد ڪربلا جيواسطي
جي ڪهڙين روز جزا ۾ خوشدل و خندان رهان — جيسين جين زاري تون ڪر زين العبا جيواسطي
باقر علم لدني صاحب صراط المستقيم — هل ڪري سر پير اهڙي پيشوا جيواسطي
جعفر صادق جي روضي جي زيارت پڻ ضرور — مذهب و ملت ڌڻي ذي هل هدا جيواسطي
موسيٰ ڪاظم جي روضي تي هلي اکڙيون ڀر مَلَ — خاڪ آن درگاه جي وٺ توتيا جيواسطي
روضئه شاه خراسان تئون هلي قربان ٿي — شاه سر تسليم ڪر آن جي رضا جيواسطي
ان خير زاد التقويٰ پڙه تقي جي چوڻئه چشم — متقي تي هل امام الاتقيا جيواسطي
تون نقي ۽ عسڪري جي فيض ڪئون غافل م ره — محض آنجي ذات آن جود و سخا جيواسطي

يا الٰهي مهديءِ هادي جو ڪر جلدي ظهور — منهجي دل تڙڦي سدا آنجي لقا جي واسطي
يا علي يا ايليا يا بوالحسن يا بو تراب — منهجا مشڪل سڀ ڪريو آسان خدا جيواسطي
پنجتن جي ذات ربَ ڪئون پنج مطلب ٿو پنا — تون وسيلو ٿسي ڏيار آلِ عبا جيواسطي
ٻهرين ڪنهن مخلوق جو محتاج هر گز ڪيم هئان — بس نياز آنڪئون رکو پنهجي عطا جيواسطي
پيو سدا پنهجي عيال اطفال سين سرهو رهان — ڪلمءِ هئا آنڪئون جئدا مهرو ولا جيواسطي
ٽيون نہ ٿيان قرضي ڪنهن جو جي ٿيان ڪنهن پر ضرور — مونکي وسعت ڏي وري آنجي ادا جيواسطي
چوٿون هي مطلب اسين سڀ تندرستيءَ سين رهون — ڏک نہ ڪڪ بي جو ڏسون درد و دوا جيواسطي
پنجون هي جو دشمني مونسين ڪري نابود هئي — آنجو قابو ڪلمءِ هئي منهجي جفا جيواسطي
پنج مطلب دنيوي منهجا پنڌ و سڀ باجهہ سين — پنج مطلب ٻيا آئم روزِ جزا جيواسطي
ٻهرين منهجي دل ۾ هئي هر وقت حبِ اهلبيت — پنهجي قدمن سين رکو دارالبقا جيواسطي
پيو ڪنہ بخشي ڪريو تا ٿي سندم توبہ قبول — ڪونہ ٿي مون سر ڪبر جرم و خطا جيواسطي
ٽيون سندم سڪرات ويلي هئج حاضر يا امام — تون ٿي آت تلقين ڪج ورد و دعا جيواسطي
آئون ڏسان تنهجو جمال هي آهي چوٿون التماس — ڏيان سڪالو ساهہ مرڪي سہ لقا جيواسطي

پنجون پيراندي شهِ شهدا جي ٿي مدفن سندم
اسل ڪئون ايجاز "ثابت" ڪربلا جيواسطي

# رب ارني ثانيا ارض النجف و الڪربلا

رب ارني ثانيا ارض النجف و الڪربلا — يا خدا بنما بمن بارِ دگر آن روضها
يا خدا پهر بهي دکها مجکون وہ ميري مقتدا
اي خدا پهر ہ مون ڏيکار منهجا من گهريا
يا علي أنا اسائلڪ انت الڪريم اخ الڪريم — من گدائي درگهت اي مظهر لطفِ عميم
مين تيري در ڪا سوالي تو ميرا نعم النعيم
پير آئون پيناه تنهجو تون سندم صاحب سخا
نيس دين طه ما خالف بدينڪ يا علي — نيست اسلامِ هذا برعڪس امرت اي ولي
جس ڪو هي تيري عداوت اسڪي جڙ هوئي جلي
تنهجي دشمن جو خدا دشمن ۽ ويري مصطفيٰ
من اترڪ قد هداي من انڪرڪ ضال سبيل — منڪرِ حق شد محبت منڪرت خوار و ذليل
تجکو مانا حق مانا تسم رهي حق ڪا دليل
جن محمد صدقوا ... مومن جر. ڦريا تن ڪفر ڪا

حق اهل البيت ثابت ڪربلائي استنڪ حرمت آلہ نبي و مالڪ مُلڪ و سَنڪ
مجکون اپني ياد مين رکهنا دم آخر تلڪ
واسطي آلہ محمد سڄ سائل جي صدا

# يا اميرالمومنين يا شاهِ مردان يا علي

يا اميرالمومنين يا شاهہ مردان يا علي يا وصي المرسلين يا شيرِ يزدان يا علي
تون نبي ﷺ جو نائب سرِ سبحان يا علي تون ولي الله برحق رازِ رحمان يا علي
تنهجي طاعت فرض مطلق حڪمِ قرآن يا علي

مر چون مخلوق سڀ کو خالقِ اڪبر سندو پر نہ خالق تنهن کئون خوش جو خصم پيغمبر سندو
۽ سو پيغمبر پڻيو جو مُدعي حيدر سندو پس خدا جو سُنهہ جو ٻڌو عترتِ اطهر سندو
جن جو اهڙو صدق سي مومن مسلمان يا علي

جن مڃيو توکي بحق سي مصطفي جا آمتي مصطفي جا سي ئي تنهجا سڀ ئي رب جا رحمتي
جي نہ تنهجا سي نہ ڪنهن جا توڙي تهدل طاعتي تنهجا دشمن دوزخي نت لعن لائق لعنتي
تون ئي اسلام و هدا تون دين و ايمان يا علي

تو خدا جو دين ڪيو تو مصطفي جو دين ڪيو ۽ خدا ۽ مصطفي جو دين توکئون دُرس ٿيو
جو ڦريو توکئون سو مومن نامِ مرسل کئون ڦريو سو خدا کئون پڻ ڦريو تحت السڪر في النار ويو
تنهجو ڪوثر تنهجو طوبيٰ تنهجو رضوان يا علي

آهي حمزو پهريون اسد الله ۽ اسد الرسول ۽ تون حمزي کئون ٻہ وڌ هرجنگ ڪرّار و قتول
تون نبي جي هنڌ سُتين ڪيئي قتل ظاهر سرقبول يا ابو الحسنين دامادِ نبي زوجِ بتول
تنهجي ڀڳ تنهجا فدڪ جا باغ و بستان يا علي

تنهجي ڀڳ تنهجو مُصلو تنهجي مسند تنهجو تخت تو هٿي تيغون ڪئيو هي سڀ ڪي تنهجو ڀاڳ بخت
تنهجي ٻڌت حق فتح ڪاريو ڪوٽ خيبر جهڙو سخت عمر و عنتر جہڙا ڪئي تڏهو هر هيو ڪنهنجو نہ رخت
ڪُلّ ڪافر ٿيا مطيع عالم مسلمان يا علي

بدر ۾ تو حق بهادر لافتي الا علي ۽ اُحد نادِ علي ڪر ڪُلّ هرِ ڪيو جلي
پاڻ پائن کئون ٻڪا آت توکئون ٿي سڀ ڪا ڀلي ڪڏهن پهنڊڙ مُلڪ ولنڊڙ تون وصي و تون ولي
تنهجو امر و تنهجو نهي و تنهجو فرمان يا علي

جت کهنا فسر و ينفر آت غير فراري سندني جت ڪنار گوشہ گوشہ آت هي ڪرّاري سندني
ڪڙه پيچ ڪافر ڪٿون هر جنگ جونجهاري سندني مال و دولت ٻيا لکين اي ٻہ دُرس ديداري سندني
توکي ٿيو الفقر فخري ارثِ رسلان يا علي

جي چون مينا و منڪر تڏ به تون ماهر امام    بتشغيقاً جي سڻي تا پڻ تون شاڪر صبح و شام
جن ڦوٽي دنيا سي فاني دين تنهجو پر دوام    دوُر دوُرهِ دين و مذهب تنهجو تا روزهِ قيام
تنهجا احڪام و آمُر ۽ تنهجا ارڪان يا علي

تنهجو مذهب تنهجي ملت تنهجا احڪام و آمور    تنهجا تابع حق جا تابع سي بحق حاضر حضور
جي محب تنهجا سي مومن تين جي حق حور و قصور    جي سندهِ منڪر سي مشرڪ سي ني ڪُفّار و ڪفور
خصم تنهجو خصمهِ حق رُدِّ رسولان يا علي

اي سندم حامي حمايت اي سندم پشت و پناه    اي سندم وارث وسيلا اي سندم واهر ۽ واه
آئون سندهِ دَرَ جو گدا تون هردو جڳ جو بادشاه    ڏي ثنا خوان کي ميلو ڪرڪا نوازش جي نگاه
ايءِ خدا ۽ خلق سڀ تنهجا ثنا خوان يا علي.

يا علي "ثابت علي" تنهجو غلام ابن الغلام    سارو جڳ تنهجو غلام ۽ سڀ جو تون آقا امام
جي سندهِ تهدل غلام آنتي خدا راضي مدام    هي غلامن جو غلام آن ڳڏ ڪري تو در سلام
الصّلواة وَالسلام اي شاهِ شاهان يا علي

# اي تون سر حق جو مظهر يا امير المومنين

اي تون سرِ حق جو مظهر يا امير المومنين    حقّ نبي جو ڪيو تو همسر يا امير المومنين
تو نسي ماريو عمر و عنتر يـا امير المومنين    فتح ڪيئي خيبر ۽ بربر يـا امير المومنين
هڪ نسه خيبر جڳ سراسر يـا امير المومنين

هڪ نه جڳ تون هردو جڳ جو شاه آهين بادشاه    هڪ نه عنتر تو هزارين عمر عنتر ڪيا تباه
خيبر و بربر چه بَل چوڏهن طبق بخشئي الله    تون نبوت ۽ امامت جي فلڪ جو مهر و ماه
تـون محمد جـو بـرادر يـا امير المـومنين

تون نبوت جي نيابت توکي نائب چئي نبي    تون ولايت ۽ امامت تون ولي و تون وصي
جيئن رسول ﷺ برحق تيئن تون برحق يا علي    اي ولي الله برحق حق جو تون نعم الولـي
شهرهِ دينهِ حق جو تون دَرّ يا امير المومنين

يا امير المومنين ڪيو خود خدا توکي امير    آيه ما اُنْزِلَ اِلَيْڪُم تنهجي حق روزِ غدير
مصطفي من ڪنت مولا چئي ڏنو صدر و سرير    ڪنهن چوتون اصْحَت مولاڪن چيو مينا امير
تنهجو هرگز ڪونهِ همسر يـا امير المومنين

تون رسول الله جو همسر تنهجو همسر مصطفي    تون محمد جـو برادر تـو بـرادر مصطفي
ساقيِ ڪوثر تون ئي شافع به محشر مصطفي    مصطفي سين تـون برابر تـو برابر مصطفي
پيو نـه ڪو توسين برابر يـا امير المومنين

مصطفي خير الخلائق آهين تـون خير البشر    مصطفي وَ الشمس ۽ تون وَ الضحي و والقمر

مصطفيٰ طاها ڏني تون هَل اتي جو تاجوَرُ  مصطفيٰ جي تون ۽ تون جي مصطفيٰ پوڙنگ نورُ
آنجو شاهد رب ۽ داور يا امير المومنين

جيئن خدا يا مصطفيٰ تيئن مصطفيٰ يا مرتضيٰ  مصطفيٰ ۽ مرتضيٰ ٻن ائين دائم يا خدا
سن رآني قد رءَ الحق ذات خير الانبيا  لحمڪ و لحمي جو لائق تون عليٰ ذوالعلا
وه شرف لله اڪبر يا امير المومنين

اي يدالله فوق آيديهم مون ڪئي بيعت سندني  مونکي واعتصيمو به حبل الله ٿي دعوت سندني
اي هداللمتقين هادي سندم عترت سند  مون زيارت ڪئي سندني موتي عنايت نيت سندني
تون ني منهجو يار و ياور يا اميرالمومنين

ياعلي مونکي توسپ ڪنهن ڪاڻ ڪان بي ڪاڻ ڪيو  آنون نصيرن گڏ سندم آهيان هزارن سين گڏيو
ڪو ڪنهن جو ڪو ڪنهن جو آنون نسورو تو سندو  جيڪو باجم ۽ غفير اجماع آمت سين رليو
آنجو اجماع مون نسے باوَر يا اميرالمومنين

توڙي هُئي اجماع ۽ آمت تُوڙي هُئي جم ۽ غفير  منهجو اڄ حج الوداع ۽ منهجو اڄ يوم الغدير
هي لڄهو منبر ڪرجهن تي ڪيو نبي تو کي وزير  جنهن نبي من ڪنت مولا آنون چوان انت الامير
ڪنهجو تڪرار و مُنڪرُ يا اميرالمومنين

ڪنهن جو تڪرار و مُنڪر جو ڪري تڪرار ڪو  مُنهجو اقرار ۽ مُنڪرُ آهي جو اقرار ٿيو
سونکي اقرار التيان تصديق قلبي اصل جو  روز ميثاق ۽ ازل سي شبه منهجو توسين هو
سائين لڄ پالڄ يم محشر يا اميرالمومنين

يا اميرالمومنين "ثابت علي" سائل سندني  ڪربلا ني ڪربلا سائين جو دل گهايل سندني
مونه خوان ۽ حسين و مدح گو مائل سندني  تنهجو نجفي ڪربلا زوار ڪوٺايل سندني
تون ني آنجو ننگ پرور يا اميرالمومنين

# آهين الحق مظهر الله اڪبر يا علي

آهين الحق مظهر الله اڪبر يا علي  تون رسول الله جو بازو برادر يا علي
تون ولي الله برحق دين داور يا علي  ٿيو خدا ۽ مصطفيٰ تنهجو ثناگر يا علي
مونکي تنهجو سنهن ڪر تنهجو ڪونهي همسر يا علي

يا علي تنهجي يدالله فوقَ ايديهم ثنا  يا علي نصرٌ من الله تنهجي لشڪر جو لوا
انما منصب ڏني تون تاجدار ۽ هل اتي  صاحب ۽ يٰسين و طاها قل ڪفا و لافتا
تنهجي مدح و منقبت قرآن سراسر يا علي

رُڪعاً ۽ سُجداً تنهجي صفت ساجد امام  يُنفِقُونَ في سبيل الله تون اي ذوالڪرام

تنهجي همت بنتظر ۽ تنهجو مٿن بشري مقام    تون يدالله تنهنجو تي صلوات و سلام
تون گهرُ ڪهبو صدف اي پاڪ گوهر يا علي

تنهجي حب حبل المتين تون عروة الوثقائي دين    تون ني يعسوب يقين و تون هندالتعين
آيه ما انزل اليڪم تنهجي حق نص متين    صاحب من ڪنت مولا وارث تاج و نگين
ڪيئي نبي نائب چڙهي بالائي منبر يا علي

لحمڪ ولحمي جا لائق انت مني جو رسول    اي علي بابها تون علم فرع و اصول
ابن عم مصطفي شير خدا زوج بتول    اي جو تنهجي حب ري طاعت عبادت نا قبول
منهجي طاعت ذڪر تنهجو تا به محشر يا علي

اي خدا جي ڪارخاني جا تون صاحب اختيار    ڪيئي خدا و مصطفيٰ هه امر ۾ مختار ڪار
تنهجي حق جبرئيل چو هر معرڪي ۾ بار بار    لافتيٰ الا علي لاسيف الا ذوالفقار
تون خدا جو پهلوان تو فتح لشڪر يا علي

بدر ۾ تون اي بهادر هئين شجاع صف شڪن    احد ۾ تون اي اسد هئين شير حق شمشير زن
فتح ڪيئي خيبر ۽ بربر قتل ڪيئي اهل فتن    تنهجي تيغ و تاب ڪئون ؟ و دنگ دين ذوالمنن
دين داور شرع ياور حق جا ناصر يا علي

يا اميرالمومنين تون سر رب العالمين    آدمون اگهين تون هئين سادر جبرئيل آمين
عالم انوار ۾ ڪيئي آنڪي تلقين يقين    جيئين انا عبد ذليل اي جميل مه جبين
مظهر رب الجليل الله اڪبر يا علي

يا علي ثابت علي زوار تنهجو مدحخوان    ڪربلائي تنهجي شاه ڪربلا جو جانفشان
ڪربلا سائين جو صدقو تو گهري، امن و امان    عزت ۽ خير و سعادت آسروئي دو جهان
تو لواء الحمد ساية تا به محشر يا علي

# تون خدا جو خانه سامان يا اميرالمومنين

تون خدا جو خانه سامان يا اميرالمومنين    مصطفيٰ جو جان جانان يا اميرالمومنين
شاه مردان شير يزدان يا اميرالمومنين    سر سبحان راز رحمان يا اميرالمومنين
مومنن جو دين و ايمان يا اميرالمومنين

يا اميرالمومنين تون ڪلّ عالم جو امير    ۽ هر مومن مي جي تابع تنهجا مين يوم الغدير
جن غدير تي غضب ڪيا مي اڪر جو غفير    هو عزيز ذو انتقام الله قادر ۽ قدير
مون اهو ني عهدو پيمان يا اميرالمومنين

مون اهوئي عهد و پيمان مثل ميثاق ازل،    عهد ميثاق ازل تي مونکي رک ثابت عمل

ٻي ڇون مِنّا وَ مِنڪُم سڀ ٻي آخر ميرآجل   تو نبي جو آنتَ مِنّي ليس مِثلِڪَ في المثل
آنجو شاهد آهي قرآن يا اميرالمومنين

تنهجي حق قرآن ۾ قرآن ناطق تنهجو نام   تنهجي حق فرقان ۾ فرقان مطلق تو ڪلام
جو نبي خيرالبشر اي نائب خيرالڪلام   تنهجو منڪر قد ڪَفَرَ تون ڪُلّ عالم جو امام
مثل مرسل تنهجو فرمان يا اميرالمومنين

وقت مرسل جي ۾ تو مرسل اڳيئون فرمانروا   جو ٿي اَنفُسَنا ڪُم علي مرسل ۾ فرمان خدا
بعد مرسل جي ۾ فرمان تنهجو جاري تا جزا   تنهجا نا فرمان سڀ في النار وَ النّحت السرا
تنهجو فرمان نصّ فرقان يا اميرالمومنين

ڪيو خدا فرمان تنهجو فرض ۾ جملہ جهان   مثل فرمان رسولان اي آوَلُوا الامر زمان
مصطفيٰ توکي ڏني ميراث ڪُلّي مرسلان   سڀ نبين جو تون وارث والي ڪون و مڪان
تون اطيعوا الله جو ارڪان يا اميرالمومنين

قُل ڪفيٰ بالله شهيدا تون رسالت جو گواہ   تون ڪفَي الله القتال اسلام جو پشت و پناہ
انما جي امر ڪر تون بعد مرسل بادشاہ   بلڪ مرسل جيئري پڻ دائم وزارت دستگاہ
صدر ديوان مرد ميدان يا اميرالمومنين

صدر ديوان ۾ وزير ۽ زور ميدان ۾ امير   مجلسين مخاص نواز و خرخسن ۾ خشمگير
ڪڙہ پيون ڪافر ڪيهن ٿين صاحب صدر و سرير   ڪنهن جو تون اصبحت مولا ڪنهن جو نعم الامير
بخٍّ و من ڪُنتُ برهان يا اميرالمومنين

انما و هل اتيٰ تنهجي صفت تنهجي ثنا   بل سڄو مصحف صفت تنهجي ٿي صفتن ۾ شها
بلڪ في التوارت والانجيل مِثلُڪَ يا فتا   ڪُلّ مرسل جي مدد سِرًّا وَ جَهرًا سرمدا
جو رسول رب رحمان يا اميرالمومنين

آدمئون اڳهين تو ڪئي تعليم جبريل امين   ۽ ڀڃڻي قدرت سين ڀڃي هٿ ديو جا اي مرد دين
شير ڪئون سلمان بچايئي شير حق صد آفرين   ان مثل ڪيئي معجزا تو شه جا مشهور و مبين
جڳ لکيا دفتر ۽ ديوان يا اميرالمومنين

تون يدالله فوق ايديهم جو تاويل درست   تنهجي همت ۽ شجاعت ڪيا سڀني ڪُفّار سُسّت
جڏ تون ساماڻين سڪندر بخت تڏ روز نخست   ذوالفقار ۽ دلدل آني ۾ ڀڃڙي تو چيلهه چست
دين جو ٿيو دؤر دوران يا اميرالمومنين

يا اميرالمومنين "نائبت علي" تنهجو گدا   ڪربلا زوار شاه ڪربلا جو جانفدا
ڪڏ نجف ڪڏ ڪربلا ۾ نت پڙهي مدح و ثنا   ڪربلائي ٿيو ثنا خوان ڪوٺ واري ڪربلا
هوئي سدا تو در ثنا خوان يا اميرالمومنين

## صحي الله جو مظهر علي ابن ابيطالب

صحي الله جو مظهر علي ابن ابيطالب  رسولﷺ جو همسر علي ابن ابيطالب
وليﷲ دين پرور علي ابن ابيطالب  نبي جي شهر دين جو دَرُ علي ابن ابيطالب
ڪم جنهجو ڪهر خدا جو ڪهر علي ابن ابيطالب

علي ابن ابيطالب وليُ خالق اڪبر  علي ابن ابيطالب وصيّ نفس پيغمبر
علي ابن ابيطالب اميرالمومنين حيدر  علي ابن ابيطالب نبي کئون بعد جڳ سرور
ڪم جنهجو ڪو نہ ڪو همسر علي ابن ابيطالب

علي ابن ابيطالب صحي مطلوب هر طالب  علي ابن ابيطالب خدا جو پهلوان غالب
علي ابن ابيطالب سندم نت روح آئون قالب  علي ابن ابيطالب علي ابن ابيطالب
اميرالمومنين حيدر علي ابن ابيطالب

علي ابن ابيطالب هي ورد عرشيان دائم  علي ابن ابيطالب هي ذڪر قدسيان هر دم
علي ابن ابيطالب خلاصہ خلقت آدم  علي ابن ابيطالب جي نورون عالم و آدم
ظهور خلق و حق مظهر علي ابن ابيطالب

علي ابن ابيطالب جو ”ثابت“ مرتضائي ٿيو  علي ابن ابيطالب جو سائل ڪربلائي ٿيو
علي ابن ابيطالب جو هي بندو فدائي ٿيو  علي ابن ابيطالب جو شاعر با وفائي ٿيو
هي منهجو شعر سڀ دفتر علي ابن ابيطالب

---

## عالم خلق خدا سڀ ڪو خدا جو مدحخوان

عالم خلق خدا سڀ ڪو خدا جو مدحخوان  ۽ خدا سڀ خلق سوڌو مصطفيٰ جو مدحخوان
مصطفيٰ دائم ولائي مرتضيٰ جو مدحخوان  تون بہ اي مدّاح ٿي آل عبا جو مدحخوان
ڪربلائي ٿي شهيد ڪربلا جو مدحخوان

مصطفيٰ کي چئي خدا آفنديت منڪي يا حبيب  مصطفيٰ چئي مرتضيٰ کي انت مني يا نجيب
مصطفيٰ نصرٌ من الله مرتضيٰ فتحٌ قريب  مصطفيٰ و مرتضيٰ يڪجان ٻئي امر عجيب
مرتضيٰ مرسل جو، مرسل مرتضا جو مدحخوان

جئن خدا جي طالبن راهہ خدا جي ڪئي طلب  مصطفيٰ مهر و ولائي مرتضيٰ جي ڪئي طلب
تيئن خدا پڻ آهي عشق مصطفيٰ جي ڪئي طلب  مصطفيٰ و مرتضيٰ هڪ ٻي رضا جي ڪئي طلب
آن تي رب راضي جو هُئي آنجي رضا جو مدحخوان

نہ ر نوري سيرت سيرتي مصطفيٰ، کي چئي خدا لحمڪ و لحمي جوي نت مرتضا کي مصطفيٰ

مصطفيٰ ۽ مرتضيٰ ناهن هڪ ٻي کئون جُدا  هي نہ هڪ ٻي کئون جدا ۽ ٻئي خدا تن کڏ سدا
هي خدا جا ۽ خدا هن ذوالعلا جو مدحخوان
جهن خدا جي مدح ڪئي تنهن مصطفيٰ جي مدح ڪئي  مصطفيٰ جي مدح ڪئي جن مرتضا جي مدح ڪئي
مرتضا جي مادحن آلِ عبا جي مدح ڪئي  "ثابتِ" مداح شاهِ ڪربلا جي مدح ڪئي
ڪربلائي ٿيو شهيدِ ڪربلا جو مدحخوان

# هي تنهجي پاءُ جو زوار يا امامِ حسن

هي تنهجي پاءُ جو زوار يا امامِ حسن  شهِ نجف جو نمڪخوار يا امام حسن
سو تنهجو طالبِ ديدار يا امام حسن  سند ٿئي هميشہ هوادار يا امام حسن
ٻلي اچي ٿئي دربار يا امام حسن
خدا جي ناه سڏائينس مصطفيٰ جي حضور  اي مصطفيٰ جا حضوري تون مرتضيٰ جو نور
هي ڪربلائي حجازي ٿئي ٻہ شام و سحور  ڪري سلام جمي چؤنڪ هئي سدا مسرور
نثار اندر ديوار يا امام حسن
ٻہ صحنِ روضہِ اقدس ڪري نماز ادا  ٻہ نذر حضرتِ زهرا پڙهي صلوات و ثنا
طواف تنهجو ڪري ۽ اهو سوال سدا  ڪہ ڪربلا ۾ مقامي رهي ٻہ روزِ جزا
ٻہ بزمِ عترتِ اطهار يا امام حسن
هي تنهجي قاسمِ نوشه جو چاهي ارماني  هي تنهجي ڀائٽي اڪبر علي جو قرباني
بحقِ اڪبر و اصغر رسول جا جاني  سڏينس تا ڪري تنهجي ٻہ در ثنا خواني
۽ عرضِ دل ڪري اظهار يا امام حسن
اي مير مونس عباس همدمِ سجاد  بحقِ باقر و جعفر پنڄاه سن جي مُراد
حجازي ۽ مدني ٿيان سندہ ٻہ صدق ۽ داد  هي حجِ اڪبر "ثابت علي" مبارڪباد
تون مومنن جو مددگار يا امام حسن

# سدا هي تنهجو ثنا خوان يا امام حسين

سدا هي تنهجو ثنا خوان يا امام حسين  سندہ غلام غلامان يا امام حسين
ملوس تنهجي دروڻ دان يا امام حسين  تڪي نہ ٻيو در و ديوان يا امام حسين
تون سڀ جو سرور و سلطان يا امام حسين
تون نور خاصِ خدا تنهجو ناه ڪو ثاني  ۽ تنهجي نور کئون ٿيو عرش و ڪرسي نوراني

اي مصطفي جا جگر مرتضي جا دل جاني  جي دوست تنهجا سي دبني آهي ئي ايماني
تون سڀ جو دين ۽ ايمان يا امام حسين

خدا جيواسطي اي مصطفي اڳيون مختار  علي وصيءَ نبي جا تون صاحب دستار
سنڌ ملازم سرڪار اي سنڌم سردار  وري ڪهرائي تون رک در تي تا ٻه روز شمار
هميشه دست ٻه دامان يا امام حسين

هي منهجو دست ۽ دامن سنڌم سنڌم سرور  تون پنهجو پڳ‌ٽڳ رک پنهجي در تي تا محشر
فرات پاڻي پيسي ۽ پيئي هي شربت ڪوثر  رهي حضور جو فردوس عترت اطهر
سو تنهجو روضو رضوان يا امام حسين

هي تنهجو "ثابت زوار" ڪربلائي آهه  غلام شاهه نجف آهي مرتضائي آهه
ٻه دين جعفر از صدق دل صفائي آهه  محب شيعن يڪرنگ پيريائي آهه
تون نت ٿي تنهجو نگهبان يا امام حسين

## سنڌم دين ايمان صحي پنجتن

سنڌم دين ايمان صحي پنجتن  نبي و علي هي ٻهم جان و تن
بتول آمءَ حسنين ايمان من  خدا خلقيو آن لئي زمين و زمن
اهو ورد مون جيسين جان در بدن
نبي و علي و حسين و حسن

محمد نبي آهي نور خدا  عليءَ ولي زيب ارض و سما
بتول آم حسنين خيرالنسا  حسين و حسن قبلتين هدا
اهو ورد مون جيسين جان در بدن
نبي و علي و حسين و حسن

اهي پنج ارڪان ايمان جا  اهي پنج احڪام رحمان جا
اهي پنج گنج علم عرفان جا  صحي سِرءَ اسرار سبحان جا
اهو ورد مون جيسين جان در بدن
نبي و علي و حسين و حسن

نبي نور نوري نبوت ذاتي  علي سر سرير ولايت ذاتي
۽ حسنين الاّ المودّت ذاتي  سپني نزد حق قدر قدرت ذاتي
اهو ورد مون جيسين جان در بدن
نبي و علي و حسين و حسن

نبي السورا خاتم الانبيا   علي ذوالعلا سرور اوليا
امام حسن هادي حق نما   حسين ابن حيدر ذبيح خدا

اهو ورد مون جيين جانر در بدن
نبي و علي و حسين و حسن

نبي قاب قوسين جو قربدار   علي انت مني جو صاحب مدار
حسن سبط سيد عظيم الوقار   حسين آهي ريحان صدر الكبار

اهو ورد مون جيين جانر در بدن
نبي و علي و حسين و حسن

نبي آهي برحق رسول امين   علي آهي بيشك شهنشاه دين
حسن حلم و صالح المومنين   حسين علي قاتل المشركين

اهو ورد مون جيين جانر در بدن
نبي و علي و حسين و حسن

نبي عهد قوسي چوي هر زمان   علي فهو ربي چوي دل بجان
حسن بحر حلم و حيا جاودان   حسين آهي شاهنشه دوجهان

اهو ورد مون جيين جانر در بدن
نبي و علي و حسين و حسن

نبي روز محشر شفاعت كندم   علي جام كوثر عنايت كندم
حسن مير آن هنئ حمايت كندم   حسين آت بس رحم و رعايت كندم

اهو ورد مون جيين جانر در بدن
نبي و علي و حسين و حسن

نبي و علي هردو نور احد   حسين و حسن هردوسٓر صمد
اهي منهجي واهر اهي مون مدد   لكي منهجي لوح و قلم هي سند

اهو ورد مون جيين جانر در بدن
نبي و علي و حسين و حسن

خدايا بحق محمد رسول   بحق علي شاه زوج بتول
بحق حسن مون دعا كر قبول   حسين علي سين وري كر وصول

اهو ورد مون جيين جانر در بدن
نبي و علي و حسين و حسن

هي "ثابت علي كربلائي" سدام   پڑهي پنجتن جي صفت صبح و شام
ء آل عبا تي صلوات و سلام   اهو منهجو آغاز ء اختتام

اهو ورد مون جيين جانر در بدن
نبي و علي و حسين و حسن

# اٿم حمدِ حق ورد دائم مدام

اٿم حمدِ حق ورد دائم مدام ۽ نعتِ محمد عليه السلام
ثنا خوانِ عترت سندو آهي نام اهو منهجو ڪامون اهو سون ڪلام
رسالت فلڪ ٻرج ٻارهن امام
عليهم صلوات و عليهمُ السّلام

نبي ۽ علي خاص الله جا ۽ عترت سندن رهنما راه جا
خدا وٽ هي مختار درگاه جا اهي روشنيءَ مهر ۽ ماه جا
رسالت فلڪ ٻرج ٻارهن امام
عليهم صلوات و عليهم السلام

نبي شاهِ دين عرش و ڪرسي نشين ۽ ڪرسي ٻه ڪرسي امامانِ دين
سندن وصف والنجم نصِ متين نجوم الهدا آنجي مدحِ مبين
رسالت فلڪ ٻرج ٻارهن امام
عليهم صلوات و عليهم السلام

نبي آهي والشمس جو تاجور عليُ واسي آن مڪان و القمر
امامانِ دين ڪوڪب احدي عشر لهم ساجدين جمله جن و بشر
رسالت فلڪ ٻرج ٻارهن امام
عليهم صلوات و عليهم السلام

نبي آهي يٰسين و طاها شرف ۽ ٻن هل آتي آهي شاهِ نجف
يطهرّ ۽ تطهير عترت طرف لدنّيءِ ذاتي عارفِ لئو ڪشف
رسالت فلڪ ٻرج ٻارهن امام
عليهم صلوات و عليهم السلام

نبي آدمون اڳهين قربت قرين هنوز آدم آن وقت في الماء طين
علي ٻن هو آستادِ جبرئيل امين ۽ اطهار عترت ٻه سڀ همچنين
رسالت فلڪ ٻرج ٻارهن امام
عليهم صلوات و عليهم السلام

اهي ڪنتُ ڪنزاً جاصاحب ڪليد ۽ ملڪ مقرّب بقربت مزيد
سندن مدح ۾ آيو مصحف مجيد مٿن دائما رازِ رب الوحيد
رسالت فلڪ ٻرج ٻارهن امام
عليهم صلوات و عليهم السلام

نبي بحرِ وحدت جو دُرِ يتيم    علي دُرِ ڪعبه صدف وه شميم
سڳ آهي اسد علي و عظيم    ۽ عترت نبي نسزد رَبِ ڪريم

رسالت فلڪ بُرج پارهن امام
عليهم صلوات و عليهم السلام

اهي عرش و ڪرسي جا قطب المدار    انهن ڪنون لڌو عرش و ڪرسي قرار
زمين آسمان آن سبب آستوار    هي سڀ لال لولاڪ جا تاجدار

رسالت فلڪ بُرج پارهن امام
عليهم صلوات و عليهم السلام

خدا خلقي آن لاءِ سڀ ڪائنات    اهي مظهرِ ذاتِ حق پاڪذات
ڪريمُ النّسب ۽ ڪريمُ الصفات    سندن خاڪ در ڀسه ز آبِ حيات

رسالت فلڪ بُرج پارهن امام
عليهم صلوات و عليهم السلام

سندن حُبُ ايمانُ ۽ فرضِ عين    اطاعت سندن خلق تي فرض دين
مطيعن کي آهي زُحق زيب و زين    مخالف سندن حشر بساشور شين

رسالت فلڪ بُرج پارهن امام
عليهم صلوات و عليهم السلام

هي "ثابت علي ڪربلائي" سندن    شهه ڪربلا جو فدائي سندن
موالي محب مرتضائي سندن    تُسولاً ثي آلِ عبائي سندن

رسالت فلڪ بُرج پارهن امام
عليهم صلوات و عليهم السلام

# رهِ حق جو تون راهبر يا علي

رهِ حق جو تون راهبر يا علي    تون هم ذاتِ خير البشر يا علي
الهم ورد شام و سحر يا علي    ثنائي شبير و شبر يا علي

بنامِ خدا لهه خبر يا علي
بحقِ نبي ڪر نظر يا علي

تون بر حق خدا ۽ بسم امرِ نبي    خدا جو ولي مصطفيٰ جو وصي
زتن ڪنت و مولا بنه نصِ صحي    پيمبر جسي توکي نيابت ملي

بنامِ خدا لهه خبر يا علي
بحقِ نبي ڪر نظر يا علي

محمد جو اسد مصطفيٰ جو آمير — شهه مرسلين جو وصي و وزير
بنه برهان قاطع بـه روزِ غدير — تون نبي وارثِ تاجِ صدر و سرير

بنامِ خدا لهه خبر يا علي
بحقِ نبي كر نظر يا علي

سندءِ مدح مصحف ۾ كئي خود خدا — مندءِ شان ۾ إنما هل اتي
۽ يلسين طه جو تون مدعا — تون إنا فتحنا ۾ تون قل كفي

بنامِ خدا لهه خبر يا علي
بحقِ نبي كر نظر يا علي

يد الله غالب علي العظيم — سقاهم طهورا قسيم النعيم
صراط الهدا منبعِ مستقيم — امام المبين نعم مولي الكريم

بنامِ خدا لهه خبر يا علي
بحقِ نبي كر نظر يا علي

تون نعم الامام و تون نعم الامير — تون نعم الامير و تون نعم النصير
اليك العجائب اليك البصير — عليٌ علي كل شيءٍ قدير

بنامِ خدا لهه خبر يا علي
بحقِ نبي كر نظر يا علي

تون شيرِ خدا شاه دلدل سوار — شهءِ لافتي صاحبِ ذوالفقار
تون نصرٌ منّ الله جو تاجدار — تون مختار حق تنهجي هٿ اختيار

بنامِ خدا لهه خبر يا علي
بحقِ نبي كر نظر يا علي

خدا توكي هر آمر مختار كيو — نبي توكي ڏني صدر سردار كيو
سؤال مومنن عهد اقرار كيو — ز انمت مولا بـه تكرار كيو

بنامِ خدا لهه خبر يا علي
بحقِ نبي كر نظر يا علي

خدا كيئي تون قاسمِ خلد و سقر — نبي توكي چئي انت خير البشر
مخالف جي حق منْ آياقد كفر — اي يا خسرو دين شهه بحر و بر

بنامِ خدا لهه خبر يا علي
بحقِ نبي كر نظر يا علي

تون ني اوّل المسلمين يا علي — تون ني صالح المومنين يا علي
تون ني سابق السّابقين يا علي — تون ني افضل العالمين يا علي

بنامِ خدا لهه خبر يا علي
بحقِ نبي كر نظر يا علي

/ ۵۱

تون ئي يا علي مومنن جو امـــام
تون ئي يــا علي قبلئہ خاص و عام
تون ئي مظهرِ فيضِ ربِ الانــام
عليڪ الصّلوات و عليڪ الـــسلام

بنامِ خـــدا لهہ خبر يـــا علي
بحقِ نبي ڪر نظر يـــا عـلي

تون خير الخلائق تـون خير الأمَم
رسولِ خـدا جو تون فرزنـدِ عـم
اميرِ عـــربِ بـــادشـاهِ عجم
سپهرِ ســخـــا بحرِ فضل و ڪرم

بنامِ خـــدا لهہ خبر يـــا علي
بحقِ نبي ڪر نظر يـــا عـلي

خدا نـــاءِ ذي خير يـــا مرتضيٰ
مـــدد ڪر سچا پــيــر مشڪلڪشا
ايہ بحرِ سخا تُنهجو عالم گـــدا
اي يـــالـيــن پـــلا بهرِ آلِ عبا

بنامِ خـــدا لهہ خبر يـــا علي
بحقِ نبي ڪر نظر يـــا عـلي

بحقِ خـــدا ۽ بـحـــقِ رســـول
بـحـــقِ خـديجہ و زهـــرا بـتـــول
بحقِ حسن ڪُن دعـــايـــم قبول
بـحـــقِ حسينم نڳـــردان مـــلـــول

بنامِ خـــدا لهہ خبر يـــا علي
بحقِ نبي ڪر نظر يـــا عـلي

بـــہ زين العبا ۽ بـــہ باقر امام
بـــہ جعفر بـــہ ڪاظم عليهم السلام
بـــہ شـــاهِ رضـــا سرورِ نيڪنام
بحقِ تـــقـــي و نـــقـــي ذوالڪرام

بنامِ خـــدا لهہ خبر يـــا علي
بحقِ نبي ڪر نظر يـــا عـلي

بحقِ حسن عسڪري شـــاهِ ديــن
بـــہ مهدي هـــادي امـــام الـمـبين
شـهـــا حضرتِ حــرمـــتِ طيّبين
بـہ بخشم ڪرم سوئي عالم بـہ بين

بنامِ خـــدا لهہ خبر يـــا علي
بحقِ نبي ڪر نظر يـــا عـلي

شها مٿج "ثابت علي" جـو سوال
پـلا ڪر پلائي ۽ ڪر پنهجو پـــال
بحقِ نـــبـــي ڪر نـــوازي نهـــال
حسينِ علي سوڻ وري ٿيءُ وصـــال

بنامِ خـــدا لهہ خبر يـــا علي
بحقِ نبي ڪر نظر يـــا عـلي

# نورالهدا رسولِ خدا منهنجو مقتدا

نور الهدا رسولِ خدا منهنجو مقتدا　　مولا علي ولي ۽ سندم پير پيشوا
قنبر جو قنبر آهيان ۽ درگاهہ پارسا　　حضرت حسن حسين جو مداح مبتلا

مون ڪعبو ڪربلا ۽ سندم قبلو ڪربلا
۽ شام ڪربلا سين سدا منهنجي إقتدا

آئون محو مبتلائي حسين علي امام　　آئون شام ڪربلا تئون فدا آهيان صبح و شام
ڪيو ڪربلا ۾ ڪعبہ ۽ قبلہ ڏني مقام　　ٿيو مومنن جو ڪعبو ۽ قبلو هي والسلام

مون ڪعبو ڪربلا ۽ سندم قبلو ڪربلا
۽ شام ڪربلا سين سدا منهنجي اقتدا

حضرت امام ڪعبہ ۽ قبلہ ڏني حسين　　وہ مڪہ ۽ مديني جو نعم الڪين حسين
صاحب سرير دولتِ دنيا و دين حسين　　روزِ جزا ۾ وارثِ خلدِ برين حسين

مون ڪعبو ڪربلا ۽ سندم قبلو ڪربلا
۽ شام ڪربلا سين سدا منهنجي اقتدا

ڪعبو صدف ۽ تنهجو گهرُ والدِ حسين　　اُن گوهرِ خدا جو هي گوهر ۽ نورعين
بحرينِ مڪرمت جا هي مرجان لئو لئو عين　　انجو مثل حسن ۽ حسن جو مثل حسين

مون ڪعبو ڪربلا ۽ سندم قبلو ڪربلا
۽ شام ڪربلا سين سدا منهنجي اقتدا

يا حضرتِ امام حسينِ علي ولي　　يا سيدِ شبابِ جنان قرة النبي
برحق تون آهين مفترض الطاعتِ وصي　　نا جي سڀني جي تنهجي سفيني ۾ اي سخي

مون ڪعبو ڪربلا ۽ سندم قبلو ڪربلا
۽ شام ڪربلا سين سدا منهنجي اقتدا

اي انما جايطهروتطهير السلام　　هارون انت مني جا شبير السلام
تو لئي سرير عزت و توقير السلام　　جنت ۾ نهر از شهد و شير السلام

مون ڪعبو ڪربلا ۽ سندم قبلو ڪربلا
۽ شام ڪربلا سين سدا منهنجي اقتدا

اي تون امام تنهجي نسب مئون نبي جا نور　　عالي نسب امام سندم نورِ حق ظهور
صابر امام شاڪر و مشڪور ڪيئي شڪور　　حق توسين حاضرو تون بحق حاضر الحضور

مون ڪعبو ڪربلا ۽ سندم قبلو ڪربلا
۽ شام ڪربلا سين سدا منهنجي اقتدا

سجاد تنهجو سيد سردار ساجدين　　　زين العبا و زينت زهاد و عابدين
باقر بحر علم هدايت بشرع دين　　　مون اقتدا ڪئي جعفر صادق جي باليقين

مون ڪعبو ڪربلا ۽ سندم قبلو ڪربلا
۽ شام ڪربلا سين سدا منهجي اقتدا

والڪاظمين غيظ هي ڪاظم جي منقبت　　　آهي رضا تي واز خدا قرب و منزلت
حضرت تقيؑ متقي آن بحر مڪرمت　　　عالم اميدگاه بس دنيا و آخرت

مون ڪعبو ڪربلا ۽ سندم قبلو ڪربلا
۽ شام ڪربلا سين سدا منهجي اقتدا

اي نائب نبي و علي يا نقي امام　　　مون سامري جناب ۾ ڪيو تنهجي در سلام
تون عسڪري امام جو صدقو اي ذوالڪرام　　　مهدي جو منهن ڏسان اٿم آرزو مدام

مون ڪعبو ڪربلا ۽ سندم قبلو ڪربلا
۽ شام ڪربلا سين سدا منهجي اقتدا

يا شام ڪربلا علي اڪبر جي واسطي　　　قاسم شهيد واسطي اصغر جي واسطي
عباس عون فضل ۽ جعفر جي واسطي　　　ڪر مهر مون نظر هم لشڪر جي واسطي

مون ڪعبو ڪربلا ۽ سندم قبلو ڪربلا
۽ شام ڪربلا سين سدا منهجي اقتدا

"ثابت علي" هي تنهجو ثنا خوان يا حسين　　　هي ڪربلائي توتئون فدا جان يا حسين
تون ٿين سدام آنجو نگهبان يا حسين　　　روز جزا ۾ دست پدا مان يا حسين

مون ڪعبو ڪربلا ۽ سندم قبلو ڪربلا
۽ شام ڪربلا سين سدا منهجي اقتدا

## اي سبز قبا سرو گلستان سيادت

اي سبز قباسرو گلستان سيادت　　　تو سروؑ جو قاسم گل گلزار شهادت
ريحان نبوت تون نسي بستان امامت　　　اي روح نبي و علي و جان امامت

اي سبط نبي جان علي روح جي راحت
اي منهجا حسن مير تون ئي منهجي حمايت

اي سبط نبي سرور دين صاحب ارشاد　　　اي جان علي توڪئون دل و روح علي شاد
اي دين ڏني توڪي بقا از حق امداد　　　اولاد علي ڪشور دين تو قدم آباد

اي سبط نبي جان علي روح جي راحت
اي منهجا حسن مير تون ئي منهجي حمايت

اي صالح دين نبي اي صلح صفادار     اي حامئي اسلام سندھ حام حيا ڪار
اي ناصر ابرار علي دافع اشرار     اي مومن آثار سدا تنهجو خدا يار

اي سبطِ نبي جانِ علي روح جي راحت
اي منهجا حسن مير تون ٿي منهجي حمايت

اي صالح دين حامئي اسلام محمد     تو صلح ڪئون ثابت بحق احڪام محمد
تو دست نگين نبي و نام محمد     اي جان محمد بس تو آرام محمد

اي سبطِ نبي جانِ علي روح جي راحت
اي منهجا حسن مير تون ٿي منهجي حمايت

اي شير خدا لخت جگر شير خدا جا     اي نور خدا نور بصر شير خدا جا
شبير جا بازو ۽ شبر شير خدا جا     ڪعبي جي گهرُ جا اي گهرُ شير خدا جا

اي سبطِ نبي جانِ علي روح جي راحت
اي منهجا حسن مير تون ٿي منهجي حمايت

اي دين ڏني حُب سندھ دين ۽ ايمان     تو مدح ثنا دين ۽ ايمان جو ارڪان
اي دين ۽ ايمان سندم نائب سبحان     اي جان علي توتئون فدا منهجو دل و جان

اي سبطِ نبي جانِ علي روح جي راحت
اي منهجا حسن مير تون ٿي منهجي حمايت

اي سبزهٔ سيراب گلستان امامت     اي سرو سهي سنبل بستان امامت
اي رونق بستان نبوت ۽ ولايت     تون تاج امامت ڏني ۽ صدر ڪرامت

اي سبطِ نبي جانِ علي روح جي راحت
اي منهجا حسن مير تون ٿي منهجي حمايت

ڪيو شام شريرن جو مٿهن جورو جفا آه     ۽ تنهجي وفا وعده تي از حلم وحيا آه
آخر تہ انهي حڪم جو حاڪم بہ خدا آه     تو نعم ۽ خير آيندي پيش جزا آه

اي سبطِ نبي جانِ علي روح جي راحت
اي منهجا حسن مير تون ٿي منهجي حمايت

تون مالڪ نورٌ مين اٿين روز قيامت     تون شاه شباب عدن و وارث جنت
۽ تنهجو عدو هردوجهان لائق لعنت     اي رحمت حق توتي سدا ربٌ جي رحمت

اي سبطِ نبي جانِ علي روح جي راحت
اي منهجا حسن مير تون ٿي منهجي حمايت

اي صلح صفا صاحب تو صلح صفا ڪئي     تو صلح ڪو ۽ وعدي تي هر وقت وفا ڪئي
اي دين ڏني توسين دغائن تہ دغا ڪئي     ڏني زهر انهن شام سگن جورو جفا ڪئي

اي سبطِ نبي جانِ علي روح جي راحت
اي منهجا حسن مير تون ٿي منهجي حمايت

اي مونس، عباس تون سجاد جو همدم      بيمار ته سنده بزم ۾ محفوظ مڪرم
۽ جعفر، صادق بہ سنده مجلس محرم      اي پنجتني پنج گهر نور مجسم

اي سبط نبي جان، علي روح جي راحت
اي منهجا حسن مير تون ئي منهجي حمايت

اي سبط نبي آن ولي الله جو صدقو      اي جان، علي آن ولي الله جو صدقو
شبير ادا ڪرب و بلا شاه جو صدقو      آن قاسم، نوشاه سنده ساه جو صدقو

اي سبط نبي جان، علي روح جي راحت
اي منهجا حسن مير تون ئي منهجي حمايت

"ثابت علي" اي سرور، دين تنهجو ثنا خوان      چئي تنهجي ثنا و صفت از صدق دل و جان
شبير جو زوار ۽ قاسم آئنون قربان      سو دين ۽ عقبيٰ ۾ سنده دست بہ دامان

اي سبط نبي جان، علي روح جي راحت
اي منهجا حسن مير تون ئي منهجي حمايت

## نورين نبوت فلڪ شرع جا شمسين

نورين نبوت فلڪ، شرع جا شمسين      قطبين هدي مطلع ايمان جا قمرين
مڪي ۽ مديني جا مڪين مالڪ، ڪونين      سجاده نشين صاحب، حرمين شريفين

پيغمبر و حيدر جا ٻئي قرة عينين
نورين خدا حضرت، حسنين ڪريمين

حسنين ڪريمين امامين همامين      ٻئي صاحب، سجادهٔ حرمين شريفين
نجمين نبوت بہ نبي قرة، عينين      قطبين ولايت جا ولي والي ڪونين

پيغمبر و حيدر جا ٻئي قرة عينين
نورين خدا حضرت، حسنين ڪريمين

هي بحر، رسالت جا ٻئي لؤلؤ مرجان      بستان، نبوت جا ٻئي سنبل و ريحان
ٻئي برج، ولايت جا مه و مهر، درخشان      ٻئي صدر، امامت جا شه، دونئين يڪجان

پيغمبر و حيدر جا ٻئي قرة عينين
نورين خدا حضرت، حسنين ڪريمين

پيغمبر و حيدر جيئن ٻئي لحمڪ و لحمي      آن روحڪ روحي جا ٻئي دمڪ دمي
جو تنهجي محبن کي نبي سيلمڪ سيلمي      هي شهر علوم، علوي جا در، علمي

پيغمبر و حيدر جا ٻئي قرة عينين
نورين خدا حضرت، حسنين ڪريمين

حضرت حسن آهي نبي الله جو جاني     آن مثل حسين ابن علي حيدر ثاني
هي احمد و حيدر جا ٻئي نور نشاني     ٻئي قبلهٔ دين بادشهه ڪون و مڪاني

پيغمبر و حيدر جا ٻئي قرة عينين
نورين خدا حضرت حسنين ڪريمين

حضرت حسن آهي هنڪي احمد مختار     ۽ ساڳيو حسين ابن علي حيدر ڪرار
اٻنائي نبي هنڪي لکي نصّ ۾ تڪرار     ٻئي خير ولد سيرالنّوالد هم‌اطوار

پيغمبر و حيدر جا ٻئي قرة عينين
نورين خدا حضرت حسنين ڪريمين

خُلق حسن و خوني حسين احمد مختار     همت ۽ شجاعت ۾ حسين آهي چوڪرار
هڪ ناصر ابرار ۽ ٻيو قاتل ڪفار     ٻئي دين ۽ دنيا جا ڏٺي اَمت آذار

پيغمبر و حيدر جا ٻنهي قرّة عينين
نورّين خدا حضرت حسنين ڪريمين

وّالتين و زيتون سندن وصف ۽ توصيف     والشمس ۽ والقمر سندن مدح ۽ تعريف
لولاڪ ڏٺي جا هي ٻئي لائق تشريف     هي ٻئي ۾ شرف صاحب تصنيف ۽ تاليف

پيغمبر و حيدر جا ٻنهي قرة عينين
نورّين خدا حضرت حسنين ڪريمين

هي عرش ۽ ڪرسي جا ٻئي زينت و زيور     هي ارض ۽ افلاڪ ستون نجم منوّر
هي دين ۽ دنيا جا ٻئي دارو ۽ داور     هڪ ساقئ ڪوثر ۽ ٻيو شافع محشر

پيغمبر و حيدر جا ٻنهي قرة عينين
نورّين خدا حضرت حسنين ڪريمين

هڪ سبز قبا سرو گلستان امامت     ٻيو سرخ لقالالهٔ بستان شهادت
هڪ لئو لئو سيراب زبرجدين ڪرامت     ٻيو لعل بدخشان امامت ۽ رسالت

پيغمبر و حيدر جا ٻنهي قرة عينين
نورّين خدا حضرت حسنين ڪريمين

حق يطهر و تطهير سندن نصّ متين ڄڻي     ريحان جنان هن ڪي نبي قرب و قرين ڄڻي
في الجنت نهرمين لبن روح امين ڄڻي     جن و ملڪ و انس بصد صدق و يقين ڄڻي

پيغمبر و حيدر جا ٻنهي قرة عينين
نورّين خدا حضرت حسنين ڪريمين

هڪ ناني جي ٻاڙي جو مديني جو مقامي     ٻي شال سندس درّ جو هي سائل ۾ سلامي
ٻيو ڪرب و بلا سائين ڪه جهن لاءِ منّامي     زاري ڪري زوار هي دل سوز دوامي

پيغمبر و حيدر جا ٻنهي قرة عينين
نورّين خدا حضرت حسنين ڪريمين

اي نانيءَ جي ٻاڙي جا ٻرين منهنجا حسن مير — اي شير خدا جا شبر و ٻازوني شبير
تون حضرت شبير جو صدقو اي سندم پير — ڏيکار لقا عفو ڪر اِن عبد جي تقصير

پيغمبر و حيدر جا ٻئي قرة عينين
نور بن خدا حضرت حسنين ڪريمين

ثابت علي اي حضرت حسنين سندو سگ — مثل سگ اصحاب ڪهف زائر پڳ لڳ
اي منهنجا شهنشاه سندو عبد سڄي جڳ — هن عبد جو ٻنهي سرءِ ۾ عبدن جو سندم پڳ

پيغمبر و حيدر جا ٻئي قرة عينين
نور بن خدا حضرت حسنين ڪريمين

## خيرالوريٰ رسولِ خدا کي سلام ٿي

خيرالوريٰ رسول خدا کي سلام ٿي — مولا علي و آل عبا کي سلام ٿي
شهدائي دشت ڪرب و بلا کي سلام ٿي — شاهِ غريب حڪم قضا کي سلام ٿي

راضيءِ امر حق ۾ رضا کي سلام ٿي
مشهد ڌڻي امام رضا کي سلام ٿي

شاهِ غريب تابع حڪم قضائي حق — راضيءِ بارضائي خود اندر رضائي حق
حق راضيءِ رضائي امام رضائي حق — وه وه رضائي حق جي ميڄين اقتضائي حق

راضيءِ امر حق ۾ رضا کي سلام ٿي
مشهد ڌڻي امام رضا کي سلام ٿي

مشهد ڌڻي امام ڪه جهن طوس ڪيو مقام — وه طوس جو مڪين شه موسيٰ رضا امام
ٿيو طوس ان کي طور ڪرامت ۾ احترام — هي موسيءِ ڪليم خدا صاحب ڪلام

راضيءِ امر حق ۾ رضا کي سلام ٿي
مشهد ڌڻي امام رضا کي سلام ٿي

موسيٰ ڪليم طور علي طوس جو ڪليم — هو لن تراني و هي ريّ الحق نه ٻاڪ و بيم
هو واديءِ طوا ۾ نخلع بجا مقيم — هي ٻامليڪ مقتدر و مونس و نديم

راضيءِ امرحق ۾ رضا کي سلام ٿي
مشهد ڌڻي امام رضا کي سلام ٿي

سلطان دين امام رضا نور مصطفيٰ — شاهِ غريب آل عبا جان مرتضيٰ
هن لئي مديني منتظر آهي حسن سدا — ۽ رُو ۾ مشهد آن جي سبب شاه ڪربلا

راضيءِ امر حق ۾ رضا کي سلام ٿي
مشهد ڌڻي امام رضا کي سلام ٿي

هي نائب امور نبوت نبي مڪان — هي عالم رموز ولايت علي نشان
ٿي بضعت رسول نبي آن ڪئون شادمان — هي ضامن جزاء شفيع مواليان

راضي امر حق ۾ رضا ڪي سلام ٿي
مشهد ڏٺي امام رضا کي سلام ٿي

سلطان علي رضا گل گلزار پنجتن — شاهِ غريب عترت اطهار پنجتن
حسن پاڪ ذات ۾ هم اطوار پنجتن — هي ذات پنجتن هم اسرار پنجتن

راضي امر حق ۾ رضا کي سلام ٿي
مشهد ڏٺي امام رضا کي سلام ٿي

سلطان علي رضا سر ابصرار اهلبيت — هي اهلبيت برحق آثار اهلبيت
ناصر خدا خلاصه اطهار اهلبيت — هي راه حق مهاجر و انصار اهلبيت

راضي امر حق ۾ رضا کي سلام ٿي
مشهد ڏٺي امام رضا ڪي سلام ٿي

سلطان رضا تي آهي سدا مصطفيٰ جو پيار — آهي علي تي نت علي المرتضيٰ جو پيار
هردم حسن جو لطف شه ڪربلا جو پيار — زين العبا و جعفر آل عبا جو پيار

راضي امر حق ۾ رضا کي سلام ٿي
مشهد ڏٺي امام رضا کي سلام ٿي

آن تي رضائي حضرت باقر ۾ بيشمار — جعفر جو دين آن ڪئون بصد صدق برقرار
هي نور چشم موسيٰ ڪاظم نبي وقار — سلطان علي رضا ۾ شرافت علي شعار

راضي امر حق ۾ رضا ڪي سلام ٿي
مشهد ڏٺي امام رضا ڪي سلام ٿي

سلطان رضا جو آهي تقي متقي جگر — دانشم تقيٰ نور هدا تي سندس نظر
۽ عسڪري ۾ آهي سندس باه تاجور — مهدي هادي آن جي لقا لاءِ منتظر

راضي امر حق ۾ رضا کي سلام ٿي
مشهد ڏٺي امام رضا کي سلام ٿي

"ثابت علي" امام رضا جي ڪري ثنا — هي ڪربلائي آهي رضا شاه جو گدا
من جا رضا امام خدا ناء ڏي رضا — زوار ڪربلا ڏسي تو شاه جو لقا

راضي امر حق ۾ رضا ڪي سلام ٿي
مشهد ڏٺي امام رضا کي سلام ٿي

# آئون بندو خدا جو ۽ خدا منهجو وسيلو

آئون بندو خدا جو ۽ خدا منهنجو وسيلو    محبوب خدا جو ۽ سدا منهجو وسيلو
مولا علي و آل عبا منهجو وسيلو    ۽ بازوئي شاهِ شهدا منهجو وسيلو
ڪو ڪنهنجو ۽ ڪو ڪنهنجو پلا منهجو وسيلو
عباس علي شيرِ خدا منهنجو وسيلو

عباس علي شيرِ خدا جو جگر آهي    آن سي نبي الله جي دائم نظر آهي
سو حيدرِ ڪرار جو نورِ البصر آهي    هي قوتِ بازوئي شبير و شبر آهي
ڪو ڪنهن جو ۽ ڪو ڪنهن جو پلا منهجو وسيلو
عباس علي شيرِ خدا منهجو وسيلو

عباس علي هردوجهان همدمِ حسنين    عباس علي آهي وزيرِ شهِ ڪونين
هي قرتِ عينين علي سيد ثقلين    هي سرورِ ڪونين سندس دولت دارين
ڪو ڪنهن جو ۽ ڪو ڪنهن جو پلا منهجو وسيلو
عباس علي شيرِ خدا منهجو وسيلو

عباس علي آهي علمدارِ حسيني    عباس علي يار وفادارِ حسيني
پٽ حيدرِ صفدر جو سپهدارِ حسيني    انصارِ حسيني سر انصارِ حسيني
ڪو ڪنهن جو ۽ ڪو ڪنهن جو پلا منهجو وسيلو
عباس علي شيرِ خدا منهجو وسيلو

هي ابنِ علي آهي پيمبر جو پيارو    هي خضرِ لقا ساقيءِ ڪوثر جو پيارو
شبير اڌو حضرتِ شبر جو پيارو    هي خاصِ خدا خالقِ اڪبر جو پيارو
ڪو ڪنهن جو ۽ ڪو ڪنهن جو پلا منهجو وسيلو
عباس علي شيرِ خدا منهجو وسيلو

"ثابت علي" اي شاه مدينه در جو سوالي    تنهن پنهجي سواليءَ جو تون ئي وارث و والي
سڻ پنهجي ثنا خوان جي صدا اي شهِ عالي    محشر ۾ ميلان توسين ۽ سڪرات سڪالي
ڪو ڪنهن جو ۽ ڪو ڪنهن جو پلا منهجو وسيلو
عباس علي شيرِ خدا منهجو وسيلو

# عترت جا علمدار شها منهجي مدد ڪر

عترت جا علمدار شها منهجي مدد ڪر    تو دست علم الحمد لوا منهجي مدد ڪر
تو شاه جي آئون در جو گدا منهجي مدد ڪر    ترڪ پنهجي علم سايه سدا منهجي مدد ڪر

ابن علي حسنين آدا منهجي مدد ڪر
عباس علي شير خدا منهجي مدد ڪر

اي حمزهءِ اولاد علي شير بهادر — وي جعفرِ طيارِ حسين آخر دلاور
ڪيئي حيدري حملا ۽ ڪنئي ڪوفي جا لشڪر — ڪوفن ڪئون ڇڏائي اچي ڪر منهجي به واهر

ابن علي حسنين آدا منهجي مدد ڪر
عباس علي شير خدا منهجي مدد ڪر

يا حضرت عباس علي وقت مدد آهه — رس ڪاهي مدد ڪاڻ زمانو گهڻو بد آهه
ڏي غيب کئون آواز ڪم دشمن تنهجو رد آهه — زوارِ حسيني جو عدو ضايع و زد آهه

ابن علي حسنين آدا منهجي مدد ڪر
عباس علي شير خدا منهجي مدد ڪر

مون تنهجي حمايت سين هي دشمن تي ڏهايا — تو تين جا سلا ساڙي ٻنهي ٻاڙون وڃايا
هن قرم يزيدي تي سنده دوست ستايا — ٿيا ناصبي سب ناس ڏکين ڏينهن ٻنهي آيا

ابن علي حسنين آدا منهجي مدد ڪر
عباس علي شير خدا منهجي مدد ڪر

"ثابت علي" يا شاه سدا آهي سنده سام — سا سام سلامت رکين از آفت ايام
تو شاه کئون مداح گهري مدح جو انعام — يڪ گام زمين ماره جاگير ڪر انجام

ابن علي حسنين آدا منهجي مدد ڪر
عباس علي شير خدا منهجي مدد ڪر

## اي فوج جا سالار سپهدار حسيني

اي فوج جا سالار سپهدار حسيني — سالار سپهِ صفدرِ ڪرّارِ حسيني
هر ڪار تون مختار به سرڪار حسيني — دربار ڏني صاحب دربار حسيني

فرزند علي يار وفادار حسيني
يا حضرت عباس علمدار حسيني

تون شير خدا لختِ جگر شير خدا جو — ابن اسد الله تون نيت زور وغا جو
ٻي صرفه جان تو ڪيو بجا حق وفا جو — تون شاهِ شهيدان جو به هر حال رضا جو

فرزند علي يار وفادار حسيني
يا حضرت عباس علمدار حسيني

اي خضر لقا تون خاف ساقيءِ ڪوثر — تو سعي کئون مشڪور سدا آل پيمبر
ڪن تو لئي دعا آل نبي اڪبر و اصغر — ڪيئي روح نبي شاد ۽ خوش حيدر صفدر

فرزندِ علي يارِ وفادارِ حسيني
يا حضرتِ عباس علمدارِ حسيني

اي جعفرِ طيارِ علي تون اسدالله — يا ابنِ اسدالله تو حق حافظ و همراه
جعفر کيو نبي کان فدا پنهجو سر و ساه — تون ابنِ علي سان هلين ربّ جي درگاه

فرزندِ علي يارِ وفادارِ حسيني
يا حضرتِ عباس علمدارِ حسيني

اي شاهِ شهيدان جا علمدارِ شهيدان — آن قافلهٔ سالار جا سالارِ شهيدان
شبيرؑ آدا يارِ وفادارِ شهيدان — تون شاه شهيدان سين هلين يار شهيدان

فرزندِ علي يارِ وفادارِ حسيني
يا حضرتِ عباس علمدارِ حسيني

اي شير بهادر تون پيمبر جو علمدار — تون ابنِ علي حيدرِ صفدر جو علمدار
ٿئين شاهِ شهيدان جي تون لشڪر جو علمدار — تو هٿ علم الحمد تون محشرِ جو علمدار

فرزندِ علي يارِ وفادارِ حسيني
يا حضرتِ عباسِ علمدارِ حسيني

اي احمدِ مختار جي جاني جا علمدار — اي صفدرِ ڪرار جي ثاني جا علمدار
اي پنهجي ادي، قبلهٔ مڪاني جا علمدار — اي محرمِ اسرارِ نهاني جا علمدار

فرزندِ علي يارِ وفادارِ حسيني
يا حضرتِ عباسِ علمدارِ حسيني

اي تشنهٔ ديدار نه هئين تشنهٔ لبِ آب — هوالعطش آواز سنده وصل جو اسباب
ڪيئي ساقيِ ڪوثر مڏي ڪوثر مٿي سيراب — دريائي فرات آهي سنده درد ڪئون خون ناب

فرزندِ علي يارِ وفادارِ حسيني
يا حضرتِ عباس علمدارِ حسيني

تو درد فرات آهي سدا زار و خروشان — بلڪه ٻه خونِ جگران جوش ڪئون جوشان
ڪيو دشتِ بلا ۾ وطن شهرِ خموشان — ايِ انس و ملڪ درّ تي سنده حلقه بگوشان

فرزندِ علي يارِ وفادارِ حسيني
يا حضرتِ عباس علمدارِ حسيني

اي احمدِ مختار جا دلدار مدد ڪر — اي حيدرِ ڪرار جا منتار مدد ڪر
اي آلِ عبا فوج جا سالار مدد ڪر — اي شاهِ شهيدان جا علمدار مدد ڪر

فرزندِ علي يارِ وفادارِ حسيني
يا حضرتِ عباس علمدارِ حسيني

تون جنهجو علمدار آنهي شاه جو صدقو — رک پنهجي علم سايہ ۾ الله جو صدقو
جنهن ره تنون علين آئون پر آنهي راه جو صدقو — سر شاه سندم تنهجي سر و شاه جو صدقو

فـرزنـدِ علي يارِ وفادارِ حسيني
يا حضرتِ عباس علـمدارِ حسيني

ثابت علي اي شاه سندم در جو گدا آهه — زوار سندم تو تئون دل و جان سين فدا آهه
هٿان تنهجي علم ساڻ اِها منهجي صدا آهه — مٿي عرض سندم بهرِ خدا وقتِ دعا آهه

فـرزنـدِ عـاسي يارِ وفادارِ حسيني
يا حضرتِ عباس علـمدارِ حسيني

# السلام اي حجت ربّ الانام

الســلام اي حجـتِ ربِ الانــام — السلام اي ديـن دنـيـا جـا نظام
السلام اي قـائـم آلِ قـيـام — السلام اي مقتدائي خـاص و عـام

السلام اي حضـرت مـهـدي امـام
السلام اي صـاحب العصـر السلام

الســلام اي وارثِ آدم صـفـي — السلام اي نـائـبِ نـوحِ نـبـي
اي خليلِ حـق، تون موسيٰ جـو وصي — تـون مسيحِ ديـن بعـاسِ عيسوي

السلام اي حضـرتِ مـهـدي امـام
السلام اي صـاحب العصـر السلام

السلام اي امـرِ حـق سـرِ نهان — السلام اي حـجـتِ الله بيـگمـان
السلام اي تنهجي حـق نصِ عيان — السلام اي يـمـلاءُ الـرجعت بيان

السلام اي حضـرت مـهـدي امـام
السلام اي صـاحب العصـر السلام

السلام اي تـون محمد جـي مثال — السلام اي مرتضيٰ جيئن خوش خصال
اي حسن جي بـاغ جا نوريِ نهال — اي شهيدِ كربـلا جـا دُرِ لعل

السلام اي حضـرتِ مـهـدي امـام
السلام اي صـاحب العصـر السلام

السلام اي قـرة الـعينِ رسـول — السلام اي شـانِ تـو حيدر حصول
آخـري خلـفـائـي اولادِ بتـول — وقتِ رجعت تـو وري عزت وصول

السلام اي حضـرتِ مـهـدي امـام
السلام اي صـاحب العصـر السلام

اي حسن سيرت حسن پاڪذات    مهديؑ هادي شهه والا صفات
آهي تنهجي عصر عالم جي نجات    ڪج سندم واهر شها بعد از وفات
السلام اي حضرت مهدي امام
السلام اي صاحب العصر السلام

اي تون زين العابدين جو زيب و زين    تون شهه باقر جو برحق نورعين
تنهجي دعوت دين جعفر فرض عين    تنهجو ڪاظم منتظر در ڪاظمين
السلام اي حضرت مهدي امام
السلام اي صاحب العصر السلام

تنهجي رجعت لئي رضا ڪي نت رضا    ۽ تقي پڻ تنهجو مشتاق لقا
ٿو نقي ٿو ڏي نهاري دائما    عسڪري چئي آءُ اي صاحب لوا
السلام اي حضرت مهدي امام
السلام اي صاحب العصر السلام

يا امام العصر تا ڪئين انتظار    وقت آهي جلد سرور ٿي سوار
آءُ سر لاهي ڪر آشڪار    هٿ ڪري لاسيفؑ إلا ذوالفقار
السلام اي حضرت مهدي امام
السلام اي صاحب العصر السلام

اي امام منتظر تون حق جو نور    اي خدا جا نور ٿيو وقت ظهور
منتظر تنهجا پيا سڀ حضرت حضور    تا نه ڪو نصر؟ من الله ۾ قصور
السلام اي حضرت مهدي امام
السلام اي صاحب العصر السلام

اي شهه عادل مدد امداد ڪر    اي سندم عالم آجها ڪو داد ڪر
قتل ڪر دجال ملڪ آباد ڪر    ڏين دين حق جو تون ارشاد ڪر
السلام اي حضرت مهدي امام
السلام اي صاحب العصر السلام

دين داور دين حق کي ڏي رواج    حق ڏئي آءُ تنهجي حق هي تخت و تاج
ناهي عالم کي سوا تنهجي علاج    تنهجي مرضي جي موافق جڳ مزاج
السلام اي حضرت مهدي امام
السلام اي صاحب العصر السلام

سامري سرداب سائين آ شتاب    مون عريضي جو جواب با صواب
ٿي سوار اي سيد عالي جناب    آمر ٿي هي عبد هُئي حاضر رڪاب
السلام اي حضرت مهدي امام
السلام اي صاحب العصر السلام

يا امام منتظر بهر خدا | مونکي تنهجو انتظار آهي سدا
آئون سنده "ثابت علي" مسڪين گدا | شاه هن پنهجي گدا کي ڏي لقا
السلام اي حضرت مهدي امام
السلام اي صاحب العصر السلام

## مدح قلندر شهباز

# ايا شاه شهباز قطب ڪبير

ايا شاه شهباز قطب ڪبير | سپهر ڪرامت جا مهر و منير
سچا پير سيد پلا بي نظير
ڪرم ڪر قلندر حسيني امير

تون ئي قطب اقطاب عالي جناب | تون ئي رهبر راه صدق و ثواب
تون درگاه داور جي نت بهر ياب
ڪرم ڪر قلندر حسيني امير

تون ئي خاص خلقيو خداوند جو | تون پيارو پيمبر جي فرزند جو
شها نامور پير مروند جو
ڪرم ڪر قلندر حسيني امير

ڪريم النسب خاص خلقيئي خدا | جليل الحسب قدرت ڪبريا
تون ئي گوهر بحر آل عبا
ڪرم ڪر قلندر حسيني امير

تو سپ سير ڪيو لال لاهوت جو | مٺهن جلوه گر راز جبروت جو
تون محرم مقامات ماڪوت جو
ڪرم ڪر قلندر حسيني امير

تون آل نبي نسور عين علي | تون صاحب ولايت خدا جو ولي
پلا پير ڪج مون سان سپ ڪا پلي
ڪرم ڪر قلندر حسيني امير

هدايت بجو هادي ره حق نما | تون صاحب ولايت ولي خدا
سوالي نسم خالي سنده سيندا
ڪرم ڪر قلندر حسيني امير

تون درگاه داور جي اعليٰ امير　　تون صدر، ڪرامت جو صاحب سرير
ڪرامت ولي قطب ڪامل ڪبير
ڪرم ڪر قلندر حسيني امير

خدا توکي سڀ خلق سردار ڪيو　　محمد سندءِ امر مختار ڪيو
تو انوار، عرفان سڀ اظهار ڪيو
ڪرم ڪر قلندر حسيني امير

تون مختار سبحاني سرڪار جو　　تون محرم مٺي سِرِّ اسرار جو
تون واقف ولايت جي اطوار جو
ڪرم ڪر قلندر حسيني امير

تو تارڪ ڪيو اسباب سنسار جو　　تون عنقا طلبگار ديدار جو
تون صادق وفا عهد اقرار جو
ڪرم ڪر قلندر حسيني امير

خدا جي طلب ۾ تو جڳ ترڪ ڪيو　　عبادت سبب عيش عشرت ڇڏيو
رياضت ۾ ڪيني راه حق جستجو
ڪرم ڪر قلندر حسيني امير

خدا ناءِ ڏي خير درگاه کئون　　ٻڌيون منهجون بخشاءِ الله کئون
گدا خير دائم گهُرِي شاه کئون
ڪرم ڪر قلندر حسيني امير

شها مير فتح، علي خان سنده　　سو پرتو آئي سنڌ سلطان سنده
سو دائم ثنا خوان ۾ دل جان سنده
ڪرم ڪر قلندر حسيني امير

شها مير غازي غلام، علي　　سو صادق محبّ، عليءَ، ولي
رکيج مهر، اقبال آو منجلي
ڪرم ڪر قلندر حسيني امير

ڪرم بخش ڪرم، علي خان کي　　خدا کئون پڻي، پير فرزند ڏي
پاسي کئون پلو مير مقصد رسي
ڪرم ڪر قلندر حسيني امير

مراد، علي خان علي جو نصيب　　سدا بخت و اولاد هنجو سرسبز
سدا خوار هُئي هنجو دشمن عنيد
ڪرم ڪر قلندر حسيني امير

شها مير محمد امير زمان　　　بهر ايمان دائم زڪيءِ ڪامران
هج ڀائن سوين سڄ ڏٺي شادمان
ڪرم ڪر قلندر حسيني امير

زڪيءِ امين ۽ شر شيطان کئون　　　نگهبان آهي تنهن فسادان کئون
ڇڏائين ڇپي حرص ۽ عصيان کئون
ڪرم ڪر قلندر حسيني امير

شها پنهجي درويش کي دان ڏي　　　سخي پير مسڪين کي مان ڏي
هدايت ڪري دين ايمان ڏي
ڪرم ڪر قلندر حسيني امير

محمد ڪرامت علي همتا　　　بحرمت مروت حسن مرتضا
حسيني سبب گوهر ذقتا
ڪرم ڪر قلندر حسيني امير

تون نبي مظهر رحمت ذوالمنن　　　تمسون ٿي اشرف عترت پنجتن
تون ٿي سرو باغ حسين و حسن
ڪرم ڪر قلندر حسيني امير

تون زين العبا جو گرامي گهڙ　　　ٿي نام باقر جو نصور البصر
تون جعفر ۽ صادق خلف دل جگر
ڪرم ڪر قلندر حسيني امير

تون موسيٰ ڪاظم جو محبوب جان　　　شهه دين رضا جو تون روح روان
تقي مثل تقويٰ تقي عز شان
ڪرم ڪر قلندر حسيني امير

حسن عسڪري جو تون همدم حبيب　　　تون مهدي هادي جو مجلس قريب
تون عين نبي نور ٿرمل نجيب
ڪرم ڪر قلندر حسيني امير

مسيحا و موسيٰ خضر مقدم مها　　　سليمان ولا شام يوسف لقا
محمد خصالا علي همتا
ڪرم ڪر قلندر حسيني امير

گدائي تو يما شاه "ثابت علي"　　　فدائي حسين و علي ولي
بلا ڪر بلائي تون سڀ ڪيچ ٻلي
ڪرم ڪر قلندر حسيني امير

بسم الله الرحمٰن الرحيم

مرثيه

# هاءِ جڏهن ٿيو قتل مسجد ۾ شهه دنيا و دين

هاءِ جڏهن ٿيو قتل مسجد ۾ شهه دنيا و دين جانشينِ مصطفيٰ مولا اميرالمومنين
ساقيءِ ڪوثر وصيءِ رحمت اللعالمين خواجهءِ هر دوسرا برحق شفيع المذنبين
تاجدارِ هل اتيٰ ڪشف الدجيٰ عالم امام
لحمڪ و لحمي نبي جو جنهن تي صلوات و سلام

صاحبِ ياسين و طٰهٰ قتل ڪفا و لافتا مصطفيٰ مرسل جو نائب نامدارِ انما
مالڪِ من ڪنت و مولا خلق جو خيرالوريٰ مرشدِ جبرئيل ۽ مخفي معينِ انبيا
سو يدالله جنهن جي حق نازل ٿي از پروردگار
لا فتيٰ الا علي لا سيف الا ذوالفقار

وارثِ صدرِ نبي الله دائم مستدام واليءِ ملڪِ ولايت حاڪمِ دارالسلام
شاهه مردان شيرِ يزدان نائبِ خيرالانام رهنما خلقِ خدا حاجت روائي خاص و عام
جنهن ري نانءِ جڙ نه ٿي ڪئي نعمتِ دنيا قبول
مظهرِ سرِّ الهي محرمِ رازِ رسول

هت روايت ٿو ڪري راوي ۾ قولِ باصفا جڏهن علي ابنِ ابي طالب شهه ڪشور ڪشا
نهرواني خارجي ڪيا قتل سڀ شيرِ خدا ڪيائين جاري خلق تي دينِ خدا و مصطفيٰ
منڪرِ دينِ نبي هه تحت السڪر في النار ڪيئن
تابعِ اسلام صاحب سرورِ سرڪار ڪيئن

پڙ وريو ڪوفي ڏي جڏهن از فتح و نصرت مرتضيٰ شاهه اسدالله غالب ناصرِ دينِ خدا
سو شريعت ۽ حقيقت معرفت جو مقتدا رازدان رازِ طريقت سرورِ هر دوسرا
سو يدالله فوق ايديهم وليءِ الله ولي
بوالحسن بدرالدجيٰ نجم العلا مولا علي

هي خبر ڪوفي رسي سڀ ڪنهن ٻڌي ساري خبر فتح و نصرت سان اچي ٿو نائبِ خيرالبشر
وارثِ محراب و منبر سروران را تاجِ سر عالم و آدم جنهن جي نور ڪنهن ٿيا نامور
بوتراب و بوالبشر بدرالدجيٰ برتر علي
خازنِ گنجِ خدا را خسروان خاور علي

عبدالرحمٰن عرض ڪيو يا شاهه موتي امر ڪر تا منادي آهه ڪريان ڪوچه ۾ ڪوچه در ۾ در
چوطرف سڀ ڪو سڻي ۽ شور سارو سر بسر قوتِ زورِ يدالله اي شهه جنّ و بشر
زاهد و عابد سڻي مومن مسلمان نامور
شڪر حق صلواة پيغمبر تي پڙهندا دينورَ

شاه فرمايو وصي درڪار، خود هشيار ٿي جا قضا بيڪار هئي آن موجب، درڪار ٿي
هٿ ٻڌي حضرت کي چيائين تون سندم ستار ٿي عفو ڪر عصيان عاصيءَ کي شها غفار ٿي

شاه فرموده وصي شافع، محشر منم
خواجه روحم ولي ساقي ڪوثر منم

خوش ٿي ڪوفي عبدالرحمان آيو سرڪش ٿي سوار ڪئي منادي آن اچي ڪوچي ۽ ڪوچي نامدار
ٿي گهميو ۽ سير ڪيو انهي هئي دل بي اختيار ناگهان آنکي نظر پئي هڪڙي صورت نابڪار

باطناً بدحال ظاهر خوبصورت هئي ڪمال
بي ادب بي دين فاسق حسن جي صاحب جمال

سا ڏسي عاشق ٿيو سو ابن، ملجم بيحيا عبدالرحمان لعنتي ملعون ملحد بي وفا
ڪاذب و ظالم ۽ ڪافر جنهن تي لعنت ڪئي خدا خائن و منڪر منافق ٿيو عدوئي مرتضا

وان سن والاه بهر، دوستداران، علي
عاد سن عاداه بهر، منڪران، آن ولي

۽ پڇيائين آنکئون آهين ڪير تنهنجو نام ڇا آن چيو قطامه منهنجو نالو آهي ز ابتدا
مرتضا ماريا سڀئي منهنجا خويش و اقربا هاڻ وارث ڪونه ڪو منهنجو بچو از ذنهن قضا

ماري ڪافر سڀ ڪپايا تيغ حيدر شاه جي
۽ ڪپايا ڪل ظالم نعره اسدالله جي

جي هزار درهم قبولين مهر منهنجو باليقين ۽ ڪنيزڪ خاص خدمت ۾ عجب بازيب و زين
قتل ڪر سردار عالم جو اميرالمومنين ٿي سندم مطلب ۽ حاصل جي وڃي پورو ڪرين

تا سندم انجام توسين ٿيندو ٿيئي برقرار
منهنجا جائز عهد توسين آهن دائم پائدار

چيائين مولا مرتضا شاهنشه، عالي تبار آهي اسدالله غالب مظهر، پروردگار
مظهر، حق نائب، ختم الرسل دلدل سوار ڪنهن جي جرأت جو مقابل ٿي ۽ صاحب ذوالفقار

آن ولي الله برحق دين داور بي نظير
گمرهانرا رهنما ۽ بيڪسان را دستگير

مهر ڪابيني جا سؤ دينار توکي ڏيو ڏيان ۽ ڪنيزڪ خاص خدمتگار توکي آءٌ ڏيان
پيي مڙئي جان دل دلدار توکي ٿو ڏيان جب خواهش سڀ ڪا باور يار توکي ٿو ڏيان

آن سوا قتل، علي المرتضي امر، محال
ناهي ملڪالموت کي جنهنجي مقابل جي مجال

آن چيو مون مهر ڪابيني جا سڀ پئسا ڇڏيا ۽ ڪنيزڪ خاص خدمتگار جي دعوي نه ڪا
هڪ علي جي قتل کي ڪر مونسين جائز دلربا جنهن سڀئي ماريا اسانجا خويش و قومون اقربا

پوءِ سنده فرمان پذير آهه تون سندم فرمانروا
ورنه عاشق ناهين صادق آهين ڪاذب بيوفا

هيئن چئي آنکي مستغر ڪيائين با ناز و آدا ۽ شراب آنکي پياري چائين آلا تونئون فدا
آلا ڪلهن هرگز نہ ٿيندس توکئون دائم دم جدا خوش ٿي خدمتگار خادم تنهنجي خدمت ۾ سدا
منهنجو ٿي غمخوار هن غم ۾ اي منهنجا غمگسار
شاد ڪر آباد دائم لاء منهنجو انتظار

هيئن پڙهي آن رن کئون ٻڌ ٿيو حرامي لاجواب دل ۾ چائين قتل حيدر ڪار زشت و ناصواب
۽ سوا هن امر جي ٻي ڪار ناهي ڪامياب حال دنيا دست ڪر عقبي نہ چاڻان ڇا حساب
جي هجين مرد سپاهي تا مزا ڪر جان ڪي جين
سر کئون پوء سچ ٻڌ سرڄ آيري ڪنهنجي دنيا ڪنهنجو دين

هيئن چئي ۽ تيغ زهرآلود ڪئي در دم لعين ۽ لڪوي مسجد ۾ ويٺو بهر قتل شاهدين
ناگهاني بد بنا ڪي ننڊ نهوڙيو بر زمين تاڪ مسجد ۾ هلي آيو امام المتقين
زينت محراب و منبر شاه زيب عابدين
راڪعين و ساجدين و عروة الوثقائي دين

جان ڏسن تا غرق غفلت ۾ پيو آهي پليد ۽ ڪيئون بيدار آن ظالم کي از خواب شديد
۽ بلند آواز چائون بانگ مسجد ۾ بديد ۽ پڙهيائون نقل حق جو حق سين ٿيا حبل الوريد
و هوَ معکم انمّا ڪنتم سندن وصف و ثنا
و از خود و بيخود بري هر لحظہ دائم با خدا

شاه مسجد ۾ وڃي هئي ز خود ٿيو بي خبر طاعت معبود جي سجدي ۾ ٿيو ساجد بسر
سر مبارڪ تي اچي شمشير هنئين آن بد سير آت عمر بن عبدود جي تيغ جو هو زخم سر
ڪهاء ۾ شمشير جي شمشير زهر آلوده واه
سر مبارڪ ۾ وري ٿيو زخم ڪاري هاه هاه

تيغ ماري ويو ڀڄي آندم لعين ابن لعين واه ٿيو سجدي ۾ ساجد زخمي از اعدائي دين
شور پيو ارض و سما لرزڻ لڳو عرش برين هئي اميرالمومنين هئي هئي امام المتقين
در زمــــان حسنين ڊوڙي آيا از دولت سرا
هر طرف ٿيو حشر برپا حسرتا وا حسرتا

آيا سڀ فرزند حضرت جا ۽ اصحابي مڙيا بوذر و سلمان و قنبر خلق عالم تنهن سوا
سڀ قريشي هاشمي آل علي مجموع ٿيا در تي مسجد جي اچي انبوه ٿيو عالم نما
چائون ڇا انڌير آهي هاڻي ڪهڙو قهر ٿيو
مرتضا مولا علي زخمي ستمگر ڪهڙي ڪيو

مي ستمگر هي ستم ڪيو ظلم ڪيو ظالم تمام اهڙو دولهہ شاه شاهان خسرو عالي مقام
قهر ڪيئي ڪافر ڪتا هرگز نہ چاتئي انتقام ۽ سهايئي سر تي لعنت پنهنجي تا يوم القيام
خـالــدا في النّار ظالم بند هوندا بي حساب
ڪافر و ڪاذب تمامي دائـمـا اهل عذاب

ھٿ ھڻي حضرت حسن سر تي ۽ روئـي زار زار   ڇائين اي ڪونين قبلہ اي شہ عالي تبار
ھاڻ ھل دولت سرا ڏي ٿيو بہ آرام و قرار   زخم جو مرھم ڪريون خدمت ۾ ٿيون خدمتگذار
وٺيا ڪلهي فرزند شہ جا شاھ کي ھا شور شين
ھڪ طرف حضرت حسن ھو ٻيطرف حضرت حسين

گهر ۾ آندئون شاھ کي اھلِ حرم ۾ ٿي قيام   آھ ازواجِ مطھر آل و اولادش تمام
ٿيا مڙئي غمگين ۽ محزون صابر صبح و شام   آل ۽ اصحاب سڀ لشڪر ۽ چاڪر خاص وعام
جنّ و انسان و ملائڪ ٿيا مڙيئي بيقرار
حضرت حسنين سان مجموع ٿيا منجهہ انتظار

ويہ و ھڪم ماھ رمضان ٿي شھادت شاھ جي   ۽ رسالت ۽ امامت جي فلڪ جي ماھ جي
عـالـمِ عقبيٰ طرف منزل ولـيّ الله جـي   دين داور شرع ياور حق جي اسدالله جي
بادشاھِ ديـن و دنـيـا وارثِ صدرِ نبي صہ
لحمڪ و لحمي وصـيّ مصطفيٰ يعني علي

سو فنا فـي الله باقي ٿيو بقا بالله تمام   اوليا الله جـو تحتِ قـبـا يوم القيام
مصطفيٰ خـتـم النبي خيرالبشر خيرالانام   مـرتضيٰ خيرالخلائق شـاھ عالم جو امام
آنجي ماتم ملڪ ۽ ملڪوت ۾ ٿيو شورشين
ھي حسن سر منھن پٽيو ٿي رت رنو حضرت حسين

فضل ۽ جعفر ابوبڪر و عمر عثمان ويهي   ۽ محمد حنفيہ گڏ ٻئي عـون عـباسِ علي
خاڪِ ماتم شاھ جي فرزند سڀ ڪنهن سر وڌي   واءِ واويلا واحسرت وائي ھر ڪنهن وات ھئي
اھلِ عصمت ۾ سراسر ٿـي قيامت ٿـي قيام
خلد ۾ خاتونِ جنت سان حورن ڪيا حشام

جـنّ انسانن ۽ ملڪن حشر حادثا ڪيا   واسطي شيرِ خدا جي سڀ ڪنهين سر منهن پٽيا
فطرس و جبرئيل اسرافيل دائـم در عـزا   حضرتِ حسنين سـان غمگين غـم ۾ مبتلا
چوطرف ھـا مـاتمي انبوهِ عـالـم اژدھام
ڪنهن ٿي چو واحسرتا ڪنهن ٿي چوھئي يا امام

شاھ حسن المجتبيٰ جـوڙيو جنازو شـاھ جو   مـرتضيٰ مشڪلڪشا مـرور ذبيح الله جـو
شاھ عـالـم ھم نفس حضرت رسول الله جو   ۽ وڌئين صندوق ۾ لاشـو ولـيّ الله جو
پڙھي نماز و فـاتحہ اخلاص صلواۃ و سلام
بوھ ڪلهي آڻ تي ھليا چوطرف ڪانڌي خاص وعام

جڏھ ھلي سڀ شهر ڪنون باھر مڙي ڪينون اژدھام   شاھ حسن المجتبيٰ فرمايو فرخ ھي ڪلام
موجبِ امـرِ وصيت حضرتِ عـالـي مقام   اٿين ھلي سڀ فاتحہ خواني لئي گڏ ٿيو نيڪنام
آڻ ولي ھٿ ۾ مهار آڻ جي ۽ لاشي سان ويا
ناھي ڪنهجو امر اڳتي ٿـو تـنِ تنها ويا

ائين وهو شبير سان دولت سرا ذي دوستو آ سڪهوئي ٿو اچان آن وت اي يارو ياورو
عرض ڪيو يارن ٿي سيني هام هوڙد مادئو سونڪو هرڪز ڪڏهن ٿيو ڪنهجو هنير واقعو
آڪ روانو ٿيئي تُن تنها سوئي صحرا روان
۽ ورن ڪانڌي بنا دفن جنازه جي هتان
يا اميرالمومنين حضرت حسن عالم امام ڪيئن روانو ٿو ڪرين لاشو علي ذوالڪرام
خلق عالم ٿيا پريشان سرور عالي مقام ڪيئن ڇڏي اسين ٿيون روانا نائب خيرالانام
محرم راز امامت يا شه عالي جناب
ڪر زمين تي دفن زير خاڪ خاڪ بوتراب
يا اماني راز پنهاني سيئي ڪر آشڪار واقف سِرّ نهاني سرور عالي تبار
پوء اسين حضرت امام حسين سان خوردوڪبار ٿا وڃي مغموم ۽ محزون ٿيون در انتظار
شاه فرمايو وڃو هئي مرحبا سڀ ڪي تمام
ٿو اچي آنسين ڪريان آڳ در زمان مارو ڪلام
پوء سيئي شبّير سان ڪانڌي وري پٺ تي هليا ۽ تن تنها هليو لاشي سان حسن المجتبا
خلق جي ڪثرت ڪئون ٿيا تنها به وحدت آشنا ۽ ماڪ جبرئيل آندم آيو از عرش علا
خاڪ ماتم سر پر ۽ سر پا برهنه اشڪبار
چئين وليا مرشدا اي مظهر پروردگار
آن سان اسرافيل عزرائيل ميڪائيل ها رب جي پارؤن ملائڪ آيا سڀ بهر عزا
انبيا و اوليا سڀ سان ختم الانبيا دفن لئي آيا به نزد نوح و آدم مصطفا
مقتدي ٿيا انبيا ۽ ٿيو محمد مقتدا
ڪيئون جنازي جي نماز آدا بسوئي ڪبريا
بعد زان ڪيئون دفن حضرت کي به تعظيم تمام حضرت ياسين و طٰه ڪيو مزمل اختتام
روح قدسي ٿيا روانا همره خيرالانام انبيا و اوليا و سڀ ملائڪ خاص و عام
پوء امام المسلمين حضرت حسن شاه جهان
ٿيو روانو فاتحه خوان امير انس و جان
فاتحه خواني پر آيو غمزدن جو غمگسار سوره فاتحه پڙهي ۽ ڪيائون ختمون ختم ڪار
راز مخفي مومنن سان ڪيائون دردم آشڪار اهل ماتم ٿي پٺيا منهن سڀ ڪنهين خورد وڪبار
ته آيو آمنا امام العارفين خيرالڪلام
شاه حسن المجتبي سبط نبي خيرالانام
چئو سدا "ثابت علي" مولا تي صلوات و سلام مرتضي مولا علي شير خدا عالم امام
منزل هارون مين موسي محمد سان مدام بوتراب و بوالبشر خيرالورائي خاص و عام
قاسم نار و جنان بر حق شفيع المذنبين
ساقي ڪوثر وصّي رحمت اللعالمين

# کربلا جو وائي ڏاڍو واقعو

کربلا جو وائي ڏاڍو واقعو    هئي ڪلهن ٿيو ڪونه مهڙو حادثو
ڇا چوي ڪو شرح هن احوال جو    ڪنهن کي طاقت تا ڪري هي گفتگو
جهن ڪنهين هن درد ۾ ڪو ماريو دم
روئي ڪاغذ ڳاريو ۽ ساڙيو قلم

ٿو ڪري راوي روايت معتبر    هڪڙو هو اولي ڪنهين جو راهبر
اوچتو آن جو مديني ٿيو گذر    آيو جنهن منحلي محمد جو هو گهر
هڪڙي نينگر آت پيس ناگه نگاه
در اڳيان دلگير رنندي رخ بهراه

خط ولي هٿ ۾ سر در تي ڌري    طرف اولي جي اشارا ٿي ڪري
ضعف ڪنون آزار جي جڻ ٿي ڳري    پاڪ وچڙيا ساٿ ساريو ٿي مري
هٿ ڪنيو ۽ ٿي ڪري دل ڪنون دعا
اي آدا اولي اللہ اڳ اوري آ

تڏ هڏي اولي ڇڪي آٺ جي مهار    با ادب آيو آچي بيٺو ڏوار
چائين اي نينگر امان ڇنو ڪوڙي ڪار    ڇو ٿي رُئين ڪنهن دردڪنون هئن دلفگار
ڪنهن پليري ڪڙم جو آهين وياهَ
ڇاهي تنهنجو ناءَ ڪوڙو ٿيءُ ۽ ساءَ

آن چيو آئون آهيان اولاد رسول    ڏاڏو حيدر مرتضيٰ ڏاڏي بتول
هي بني هاشم جو محلو بالاصول    آن جي آئون مغموم آهيان دلملول
فاطمہ صغرا اٿي ڪيو منهنجو نام
ڏاڏي زهرا جانءِ مٺون منهجو تمام

هو سندم چاچو حسن سلطان دين    ساڳيءَ ناني ڏاڏي جي مسند نشين
بعد آن جي منهجو بابو باليقين    هو ٻيو ناموس نبي مونس معين
تنهن کي ڪي ڏينهن ٿياڪ سنهي ويو سفر
آن جو آيو ڪونه ڪو خط يا خبر

هينئن ٻڌم افواه ڪنون اولي آدا    ٻار ڪوفي ٿي ٻڌجهي ڪا ڪربلا
منهجي بابي ڪاهيو اوڏي هٿي قضا    هت وطن ويرن ڏنس ٿي ڏک وڏا
تڏ محمد جو مجاور هتت هٿي
ديسئون ويو پرديس پيوس دل ڪٿي

سون سڏيو توکي تہ اِن لئي آث سوار     منهن ڏئيم تنهجو پريو گرد و غبار
جيڪڏهن ڪا ڪربلا ۾ تنهنجي ڪار     تہ هي خط مهنجو ولي وٺون آن ديار
خط ابي کي ڏئي ہہ تعظيم، تمام
سر رکي سجدي چئج سنو سنو سلام

خط ابي کي ڏئي بخدمت هٿ ٻڌي     تہدليئون تسليم ڪج ۽ بندگي
چئج سرور ٻيبي صغرا تو سندي     نت نبي جي روضي هئي آهون ڪندي
توکي ساري ٿي ڪري دائم دعا
منهجو بابو سونسين ميڙين يا خدا

سيڏا صغرا کي آهي تنهجي ياد     ٿي ڪري ناني جي در نت داد داد
تون هلي ڪر آن جي دل با شاه شاد     چئي آبو آيم ٻُنيم مَن جي مراد
چاڻ ڪر اي مصطفيٰ جا نور عين
اينهين ساري مرندي چوندي يا حسين

۽ امان ٻانوءَ جي خدمت ڪج نياز     چئج ڪاٿي ٻيبي امان ٻيدل نواز
مونکي جيڻ ٻاليئي ٿي نت ٻا عزّ و ناز     تيئن وساري، ڪيئي سڪينہ ساڻ راز
هاڻ صغرا جي سڪينہ واسطي
ياد ڏي بابي کي ڪا واهر ڪجي

ٻي سڪينہ کي چئج ساء چائي پڻ     تنهجون ساهيڙيون نہ ڪائن تو ري ڪيڻ
ڪاڪي اصغر کي چئج ڪن ناز نيڻ     چؤ ابي کي هل مديني ساري ميڻ
آهٖ اصغر تنهجو پينگهو لوڏيان آهٖ
تون ابي کي ياد ڏيارج منهجو ناءٗ

۽ علي اڪبر جي خدمت ٻا ادب     چئج ٻيحد بندگي ٿي جان بلب
ڏينهن ڪوٺا گذريا ادا ڪهڙي سبب     نا خبر آئي نہ خط اي وا عجب
هئ وڃي پرڏيهہ لايوٗ ڏينهن ڪهڻان
آئون مسافر مانٺ ساريو ٿي مران

زين عابد سين ڪهڻي زاري ڪريج     اي آدا مهنجي ابي کي ياد ڏيج
اي ولهين وارث وطن وهلو وريج     واني سڏ صغرا جا يا سرور سڻيج
واني ٻابا واسطي الله جي
وَرَ وري روضي رسول الله جي

ڪج ڪهڻي قاسم جي حق مهنجي دعا     شال سرادو ٿين شهزادا آدا
کهوٽ ڪهر آئي وني ٿي ڪد خدا     سيج مائين سک وسين مٺيد سدا
پر آچي ميرل مدينہ ڪر ويانهہ
سر مٿين سائين ٿئي ناموس ناء

آهي چاچو مهنجو عباس امير    تنهنجي خدمت ڪج گهڻي ڪورنش ڪثير
چنچ چاچا هيئن ٿي چو صغرا صغير    تون ابي کي چئو ڪه با حضرت شبّير
فاطمه صغرا جو خط في الحال ڏس
هل مديني مير آنجو حال ڏس

جڏ پڙهو هي حال اولي سربسر    خط ولي هي هي ڪندو ويو نوحه گر
بيبي چو بس ڪر نه رو اي رهگذر    جو روني خط ني سو آئي بد خبر
آئون ته هي آئون آيدون ٿي تريان
هڪڙو پيرو شال بابي سين ملان

خط ولي خالي هليو موڙي مهار    ڪربلا ڏي ڪاهيو آن ناقه سوار
جي ڪنهين جاه ٿي ڏٺين گرد و غبار    ٿي پڇيائين شاه جي لشڪر جا پار
ڪو ڏٺو؟ حضرت حسين ابن علي
نورچشم فاطمه جان نبي

هاڻ اڳتي هن روايت جو بيان    آه صحيح مذڪور هنهر مومنان
هت جو هو سلطان دين شاه جهان    ڪربلا ۾ گهيريو ڪوفين ناگهان
تنهن کي ڪي ڏينهن ٿيا ڪه با اولاد و آل
دشمنن جي دست آهي خسته حال

جڏ محرم جي ڏهين تاريخ ٿي    سا شهادت شب جمع جي رات هئي
شاه پانن سين وصيت ويٺي ڪئي    ڪه اي منهجا مانڊو سڀني سنجو صحي
آئون صبح ڪندس هتي ڪوچ هتان
با تمامي اهلبيت و اقربا

آئيس جي مهنجا آهيو ساٿي ۽ رفيق    پانهر پانٽيا پانجا مشفق شفيق
آن ته سر پنهجا فدا ڪيا هر طريق    پر قضا ڪياسين پر بحر غم غريق
هاڻ جز حق ناهي ڪو مونس معين
فاصبيرو فالله خيرالحاڪمين

رات وني ٿيو صبح بل صبح قيام    روز ٿيو بل روز قتل ذوالڪرام
هر طرف ڪيو فوج اعدا اژدهام    ساحدان ڪوفه و اشرار شام
ٿيا مسلح صف به صف پياده سوار
شام ڪوفي جا ڪتا پاويه هزار

جنگ جا نوبت نقارا ٿيا شروع    حشر ٿيو مقتل ۾ مارو سٿو ۾ سٿو
آت منادي موت جي ني ڪٿو بس ڪٿو    رڪ جي بادل مينهن ٿي برسايو لهو
ها ڳڙن جيئن تير ۽ وچ جيئن تلوار
شاه ني تت شڪر ڪيا پر ڪردگار

هيڏي، سائي شاھ جا موجب ڪتاب     جملہ پاھتر ڄڻان ھا منجهہ حساب
تين ۾ ارڙھن اقربا عالي جناب     پيا مڙئي انصار، ديسن صادق صحاب
سي صحي راڪب سفينہ نوح جا
تين جي حق ھومِن ڪتب فيها نجا

واھ شہ جا اقربا جاني جگر     پاڻ پاڻيا پالجا پيارا پسر
واھ سڀ اصحاب آنجا نامور     ھر يڪي عالي نسب والا گهر
جن نہ منهن موڙيا ز تقدير الله
شاھ جي سر صدقو ڪيائون پنهنجا ساھ

واھ جڏ ڪوڪار پئي در ڪارزار     ڪيو ڪنهن، جو قصد باھم اھلِ نار
سنهيري آيا سُور شيرن جي شڪار     ٿي ڪٽن ڪاھيو حرم هرڻن جي ٻار
تاڪ پنهجي پنهجي واري سڀڪو شير
شام ڪوفي جي ڪٽن ماريو سٽير

ھاھ جڏ اصحاب ۽ انصار سڀ     ماريا موذن خستہ جان و تشنہ لب
آيو وارو اقربا جو ھئي غضب     تڏ آئيا آلِ نبي عالي نسب
تين بہ ھڪ ھڪ ڪياوڏا وِس پنهنجيءَ وار
تاڪ سڀ جانبِ ڪئي ٿيا جان نثار

ھاھ جڏ ٿيو ھيڪلو حضرت حسين     حيدر و زھرا جو ھئي ھيءَ نور عين
تهون بہ سائي ساري ڪيا ٿي شورشين     پنهنجو سر ٻن ڌڙ تي جاتئين مثلِ ڏين
تيتہ ڪري ھٿ ذوالفقار جانستان
ٿيو چُون حيدر ھر طرف حملہ ڪنان

ڪڏ ٿي ڊوڙيو ٻريئين ڪڏ ٻر ڀار     ڪڏ ٿي ڪاھئين طرف قلبِ ڪارزار
پٽتہ وڌائين ڪيئي پيادا ڪيئي سوار     ڌڙ ڌڙن تي ڍير ڪيئن ھر سو ھزار
حيدرِ ڪرار جي فرزند آھ
ھر طرف حملا ٿي ڪيا در قتلگاھ

جڏ ڏٺو ڪوفن تہ ڪنهن کي ناھي تاب     جو اچي، شہ سين مقابل ٿي شتاب
ھڪڙي سر ھن سيٽدِ عالي جناب     ڪيو خبيثن کي ھٿي خوار و خراب
تاڪ سرور ڪنهن پڄي، سڀ ڏور ٿيا
ڏور ٿي ڪافر ڪٽن جيئن ٿي پيا

ڏور ٿي شہ ڪنهن مٿن ڪئي مصاحت     ھيئن تہ ايندو شاھ ڪنهن ھاٿڪ جي ھٿ
ھين تہ ھڪڙي سر آجاڙي ساري سٽ     رڻ ۾ ريلا ڪيو وھائي، ريل رت
پس تہ ھاٿي چئو طرف گهيري آچوس
تير باران ۾ مگر ماري، ولوس

تڏ مٿن هي مصلحت دل سان مڃي،        شاهه کي جو ٿيو ٿيا بي لڄ لعين
تيرباران ڪيائون بنسر سلطانِ دين        تا جو ڪي سرور ٿيو سونهي زمين
تڏ لهي گهوڙي تئون گهائل ٿي پيو
ٿي دوزانو قبله رخ ويهي رهيو
آن گوڙي سرور نظر ڪئي دشت پار        تا مديني پار ٿيو هڪڙو غبار
جان نهاري تانڪيو ناقه سوار        هڪڙو اولي اوچتو ٿيو آشڪار
خط ولي هٿ ۾ ۽ روئندو ٿو اچي،
ڏورئون سجدا ۽ ڪورنش ٿو ڪري،
جهوڪي آڪ اولي اچي پيرين پيوس        هٿ چمي خط شاهه جي هٿ ۾ ڏنوس
تڏ ولي خط شه پڙهي روئندي پڇوس        اوئيا صغرا جو ڇنو ڇا حال هوس،
هاءِ مي خط سونڌي آندئي ڪنهن مڪان
هان سر گهوريان ۽ هيتر پيو ڇا ڏيان
اي ادا اولي تون ڇنو صغرا جو حال        منهجي سڪ هوندي جيئڻ جهون کي جنجال
هان ڪيئن سهندي يتيميءَ جو ويال        واڻي وڇڙيءَ جو نه ٿيو پيءُ سين وصال
هوءَ رهي بابي، ڪي هٿ سڪندري سدا
هيت اچي، سر تي مڃي رب جي رضا
خط ولي خيمي هليو حضرت امام        بيبي بانو سين حقيقت ڪيئين تمام
چائين صغرا جا سڪينه کي سلام        سڀ ڏنئين سجاد کي ساري پيام
پوءِ هليو گنجِ شهيدان طرف شاهه
چائين هڪ هڪ کي دعا در قتلگاه
ڀرين ڇئين عباس سرور کي سلام        تنهن تئون آنجي پاءُ اڪبر کي سلام
قاسمِ مظلوم بي سر کي سلام        سر ڏاڍيءَ معصوم اصغر کي سلام
تنهن پڇائئون سونهي روئندو آيو مير
ڇئين اچي اولي کي نيڻين هاري نير
اي ادا اولي هي خط مونکي رسيو        هو منهجي صغرا صحي سونڌي لکيو
سون سندس مضمون سڀ معلوم ڪيو        هان وراڻيءَ وارو جيئرو ناهي ڪو
هڪڙو آئون آهيان سو ٻئ پا در رڪاب
ڇا لکان صغرا جي خط ورندو جواب
هيئن چئي سرور ڪتابت منهن رکي        ۽ دلِ پُر درد منئون هڪ آهه ڪئي
سا ڪتابت ونئي گوڙهن ۾ گهري        ۽ لکڻ وارو به ويو هڪ هڪ هلي
هان قاصد خط جي ٿي کهڙي خبر
سر ڏنو صغرا جي بابي منجهه سفر

هيءَ ڏسي هي حال اولي آه ڪئي    رت هنجون رئندي ڪي رخصت شاه ڪئي
شاه خواهش رب جي خاطر خواه ڪئي    شمر ملعون ٿي تي قصدون ڪاه ڪئي

آيو خنجر هٿ ڪري، اڙ خارجي
ڪئي جُدا ڪافر سيرِ سردار جي

سر رکي سرور جو نيزي نابڪار    ڌڙ ڇڏي ڌرتيءَ تي خوني خاڪسار
رت جي درياه ۾ سو سڙه پيو هو نگار    گرد سڀ پاڻر ۽ پٽ پاڻيا ۽ پار

دين گهر سردار ويا گهمان ۾
نوح پڙي سان پنڌو طوفان ۾

هاه هي طوفان ڏس ڪنهن طور ٿيو    نوح جو طوفان تا سڀ ڪنهن ڏٺو
هٿ ڪئي پاڻي پليتَ هيت رت قهر ڪيو    هو ٿئي لوڏيا لهر هي پيڙو پنڌو

يا محمد داد ڪر بيداد ڏس
يا علي شير خدا فرياد رس

آيو آندم هڪ ڪبوتر دل ڪباب    پيو ڪري سرور مٿي بي صبر و تاب
ٿڪي رت ۾ پر رڱي ڪيئن مٿهن خضاب    ڪاهي ٿيو قاصد ولئي خط جو جواب

در زمان دانهين مديني ڪيو نزول
رت پريو رئندو رسيو روضي رسول

رت پريو رئندو ڪبوتر دل ڪنل    خابرو خط جو رسيو مرسل محل
ويٺو روضي تي اچي خسته خجل    قهر مٿون ڪوڪار ڪئين پُر درد دل

ٿڪي ۽ ڪوڪي ڪبوتر دلڪباب
در تي دانهين آندو خط ورندو جواب

پر ڇنڊي، روضي کي رت افشان ڪري،    فرش اقدس رت هنجون روئي پري،
در تي دانهين دانهن ڪئي سر در ڌري،    ويو بني هاشم جي محلي منهن ڪري،

فاطمه صغرا جي گهر ويٺو اچي
آن ڪبوتر قهر جي ڪوڪار ڪئي،

ڪن پئي صغرا جي ڪوڪر قهرناڪ    خنجر خوني جيئن دل ڪئي دانهن چاڪ
جان ڪبوتر جي ڏٺين حالت هلاڪ    تڏ ڪيري پٽ تي وڌائين سر تي خاڪ

چائين واويلا هي قاصد ڪنهجو آه
رت پريو رئندو پيو اپن حال تباه

هي ڪبوتر آهي قاصد ڪنهن سندو    جنون ڏرلي، ڏک مهنجي اچ طوفان ڪيو
هي مگر مهنجي ابي، خاطي مٿڪو    منهجي خط جو خابرو رهبر رسيو

جڏ نه متي ڪاغذ نه قاصد هو تيار
تڏ ڪبوتر رت رڱي ڪيئن نامه دار

آهه ٻڌي آئين ڪبوتر ڏي خبر ڏينهن گهڻا گذريا اٿي، ڪي منجهہ سفر
ڪا سُڻن ٿي ڪيئن صحي موٽڻ جي گهڙي ما نہ منهجون آهون دانهون ڪن اثر
شال ٻابو منهجو سوني گهر اچي
وائي جيءَ وڇڙيءَ جو پيرا ڳڻن ٻچي

جڏ ڪبوتر سين هي پيي ڪيو بيان تڏ ٻڪي ڪيا پر چنڊي آه و فغان
ڪهر اگهڻ رت سين رڱي ڪئين خون نشان آن گهڙي صغرا ٿي بيتاب و توان
چائين واويلا ڪبوتر قهر ڪيئي
هُنئي مڪر منهجو آبو ماريو ڏرٿي

آهه ڪبوتر چئو ابي جو ڇا هو حال ڪيئن ڏٺئي منهجي مسافر جو حوال
ڪهڙي هنڌ آن قاتلي ٿي ٿيو قتال ڪيئن رهيو رڻ ۾ نبي جو نونهال
تنهجي تڙڦڻ رت رڻن رهبر ڪئوم
جڻ حقيقت حال ٻابي جو ڏئوم

آن گهڙيءَ ٿي ام سلمہ کي خبر چائين ڏهڻيءَ کي ڪہ هڪدم صبر ڪر
آهي موڻ وٽ هڪڙو شيشو خاڪ پُر ـو ڪئي آهه تا ڪريون آن ۾ نظر
جي انهيءَ جي خاڪ رت هوندي تمام
تا صحي سرور ڪُٺو سمجهہ قتلعام

جان ڏسن شيشو تہ پُر خون آهي سب خاڪ سڀ رت ٿي پريو هو تا ٻلب
تڏ وجهي سر خاڪ چائون هيٰ غضب ماريو اڄ مظلوم ٿيو شاھ عرب
هيءَ نشاني ڪربلا جي خاڪ جي
هنئي سا اڄ سرور جي رت سئون سرخ ٿي

هيٰ بني هاشم جي محلي ٿي قيام واھ گهر مرسل جي ٿيو ماتم مدام
هيٰ مديني حشر ٿيو منجهہ خاص و عام ناهي طاقت هن بيان جي والسلام
يُرزقون فرحين ٿيا شهدائي دين
لا يضيع الله اجرالمحسنين

هيءَ مديني ٿي رنو سرور جي سور هند ۾ "مسڪين" ٿي، ٻلئيا هي ٻور
سنڌ ۾ "ثابت علي" ڪيا نفخ صور تن سين ڪڏ سيد علي ڪيا غم ڪلور
تن روئي، عالم رُنا ريا ٿي سدا
ذوہ بخشي ذات ڏيندڙ مصطفي

يا الهي واسطي حسنين جي آنجي ناني قبلہ ڪونين جي
آنجي ٻابي سيدالثقلين جي آنجي عترت داور، دارين جي
رحمت عظمي منجهون ٻاگهو ڏيار
و از ڪرم ڪبرا شفاعت ذي نهار.

# جڏ علي اڪبر به ڪيو قصدِ قتالِ ڪربلا

جڏ علي اڪبر به ڪيو قصدِ قتالِ ڪربلا شير جنگي جوش ڪيو عزمِ جدالِ ڪربلا
شاهه سمجهو آنجي خاطر جو خيالِ ڪربلا هٿ ڪٽي ڪيئين عرض رب کي شرحِ حالِ ڪربلا
چاهين جا رب جي رضا اسين راضي آهيون با رضا
آئون به حاضر پٽ به حاضر قد رضينا بالقضا

تڏ لهي گهوڙي تئون اڪبر اچي چميو شهه جو رڪاب عرض ڪيئين ڪاءِ قبلهءِ دين سيدِ عالي جناب
اي نبي ﷺ جا جاني نورچشمِ بوتراب سڀ فدائي ٿيا فدا هاڻ آئون به ٿيان آن ڪڏ حساب
اي جو توتئون مصطفيٰ فرزند پنهجو ڪيو فدا
آئون به ٿيان توتئون فدا تون منهجو ساڳيو مصطفيٰ

شاهه گهوڙي تئون لهي ڀاڪر وڌو فرزند کي ڳل ڳراٽي پائي دلبر دادليءِ دلبند کي
رت هنجون روئي چمي منهن پٽ جگر پيوند کي چئين ابا چا عُذر جي اهڙي وڏي خاوند کي
آهه اڪبر تنهجو منهن ساڳيو محمد جو جمال
هل محمد کي هلي ڏيکار منهن اهڙو سين لال

پنهجي آيل کي به منهن ڏيکاري وٺ موڪل مٺا ڇوڪرِ آئون بابي سين ويندس جانبِ دارالبقا
آئين رضا تي رهجو راضي جيڪي هئي حڪمِ خدا هي اولوالعزمن جو صبر اي اهلبيتِ مصطفيٰ
مصطفيٰ جو آل قتلِ في سبيل الله ٿيو
نعم اجرالصابرين جن هن بلا تي صبر ڪيو

تڏ اچي اڪبر امان کي چو ڪم آمنان الوداع آئون امان پنهجي ابي تئون ٿيندو قربان الوداع
اڄ ابي کي وڏهيو ويرڻ رڻ جي ميدان الوداع جي ابو ماريو ته اسين سڀ خانم ويران الوداع
آئون ابي تئون ٿيان فدا جي بخت جي امداد هئي
مر ابو جيئرو رهي هي خاندان آباد هئي

اڄ امان منهجي ابي جا يار ياور سڀ هليا پاڻ پٽ ڀائٽيا ۽ ڀائج دوست دلبر سڀ هليا
قاسم و عباس ڪڏ اڪبر ۽ اصغر سڀ هليا هن وڏي لشڪر ڏلي جا فوج لشڪر سڀ هليا
ڪربلا ۾ اڄ شهادت جو امان معراج آهه
تخت خالي تاجور رڻ ماريو گهر تاراج آهه

اي ڀڳي زينب ابي جي ڀڻ پياري الوداع تنهجا ڀئي پٽ ٿيا ابي تئون جان نثاري الوداع
قاسم نوشهءِ امان شه ڪاج واري الوداع ڪاج وارو رڻ ڪنو وڃهه سر تي واري الوداع
آئون به قاسم کڏ ڪسان مونکي رضا ڏيو صاحبو
مر خدا راضي رهي آئين ٻڻ رضا ڏيو صاحبو

الوداع اڪبر جي ڪيو اهلحرم ۾ حشر عام — سر هڻي پٽڻ تي چوڻ ٿيا ھي ٿهر ھي ھي قيام
چئي امان دامن ولي ھي ھي مرڻ وڃون ابن امام — چئي ٻڍي سر مٿهن پيٽي اڪبر اسانجي توتي سام

اي اسانجا سام سائين جڏهن تون ساماٿين آيا
اسين هلياسين شام ٻرڏيهي ۽ تون ٿين سر جدا

چئي سڪينه سر پٽي منهنجا ادا اڪبر مرڻ وڃون — چئي ٻڍي سر منهن پٽي ھي ھي ابا اڪبر مرڻ وڃون
بيبي بانو چئي منهنجا آڌر آجيا اڪبر مرڻ وڃون — جي تون وين تو ري اسين رڻ ۾ رليا اڪبر مرڻ وڃون

اي محمد جي نشاني ھي محمد جو عيال
ڪيم ڇڏ پرڏيهه پاڻئون ڪيم ڪر قصد قتال.

جڏهن قيامت ڪوڪ ٿي منجهه خيمه گاهه اهلبيت — عرش اعلي تي رسيو افغان و آهه اهلبيت
تڏهن ٻڌو آواز آنجو بادشاهه اهلبيت — ٿيو روان خيمه طرف پشت و پناهه اهلبيت

اهلبيتن چئو ٻڌي اي مصطفي جا نور عين
مصطفي جي واسطي اڪبر مٿان نين پيا حسين.

شاه چو والله اي ۽ تقدير رباني اٿو — منهجو اڪبر موٽسين هلندو حڪم سبحاني اٿو
اڄ ھي يوسف ثاني اسمعيل قرباني اٿو — ھي نبي منهن جي نشاني شام سيلاني اٿو

منهنجو اڪبر موٽسين هلندو شام سر نيزي سوار
قاسم و عباس ڪٿون پوءِ ڪين رهندو منهنجو يار

هيئن چئي پنهنجي هٿين سينگاريو اڪبر کي امام — لعل گوهر ۾ جڙيو آن پنهجي گوهر کي امام
سر عمامو گل قبا پهرائي دلبر کي امام — هٿ ڪئو بازو سپر ڏئي ان دلاور کي امام

چئين علي اڪبر ابا الله اڪبر تنهنجو يار
هل تون آئون ٻن تو پٺيئين ھس اي منهجا من قرار

سڪ ورندو رهجي ويو اڪبر چڙهي گهوڙي هليو — گهوڙي سرمو تن جو ڪلنگيون ڇڻو جوهر جڙيو
۽ سوار آنجو به سج بدر صفحه محشر ٿيو — اپرندي سو تڏهن ڪيئين چئون تنو قيامت قهر ڪيو

ڪهر جگر سازيئين ۽ رڻ سازيئين صف ڪنار ڪي
هن وهوڙي بار يا شمشير اهل نار ڪي

آه جڏهن شامين ڏٺو شمس الضحاني مصطفي — ۽ ڏٺو ڪونين ڪم آيو هم لقائي مصطفي
چئون *عمر کي ڪر ديا آهه ڏس بزاني مصطفي — موڙا منهن ماري مرڻ ڪر ويران سراني مصطفي

اي عنود مصطفي اي مصطفي جا امتي
مصطفي جي آل کي تو قتل ڪارين لعنتي

اي عمر ھي ڏس حسين ابن علي جو نور عين — ھي علي اڪبر اٿي فرزند دلبند حسين
آھي هم شڪل نبي ھي ماه شمس المشرقين — آنجو ڏاڏو مرتضا جو فاتح بدر و حنين

امتي چائين ۽ مارين مصطفي جا لاڏلا
مصطفي جو امتي ڪيئن ماري آل مصطفي

---

* يزيد جي لشڪر جو سپه سالار عمر بن سعد

اي عمر هن لئي خدا در مصطفيٰ فريادي آه   هن تي هي بيداد آن مرسل مٿي بيدادي آه
هي نبيءَ ۽ مرتضا جي خــانہ جي آبادي آه   هينجو بيت‌الله بطحيٰ هينجو يثرب وادي آه

هين ڪي جي ڪهندين تہ ڪمبو پڻ ڪندو ڪارو لباس
۽ مـــدينـــي ٿيندو مـــرسل مـــاتمي ڪر ڪو قياس

چو عمر هي قول برحق پر عـُمر دنيا طاب   هنجي دولت دين سو حاصل نہ ري رنج و تعب
پر عبيد ابن زياد اچ حاڪم ملڪ عرب   سو خزانا ڏئي چوي هان مرد ڪر عيش و طرب

هان جي دنيا جـي طلب تـــا دين دولت جـو جواب
۽ جـــي جنت جـي طلب تــاري رياست جو جواب

ٿي، ايا هي گفتگو آن ساڻ ڪئي آن نابڪار   تا علي اڪبر اچي‌هل من مبارز ڪئي پڪار
شير ڪئي شمشير هٿ ۽ چو قضا آن ڪارزار   لا فــتـــيٰ الاّ علي لا سيف الاّ ذوالفقار

صاحب دلـــدل جي پـوٽـي پـڙ ۾ ٿي جولان ڪيا
هـــا ملڪ مـــدهـــوش ڪروبـي بہ ٿـي قـربان ٿيا

مصطفيٰ جهڙي مهانڊي مرتضا جهڙي جـــوان   شاهدين شبّير جـو فرزند اڪبر پهلوان
ڪيئي ڪٽا ڪوفي ڪٽا آن شير حق سوره جوان   ڪيئي‌شامي‌شوم‌ڪياڻي‌النّار‌آن‌رضوان‌مڪان

جيئن ڪڙڪي بادل ۽ هنئي گردون جـو گنبد پڙ صدا
تـيئـن علي اڪبر بہ ٿـي الله اڪبر ڪئي نـدا

ڪڏ ڪڍي ماري، ميمنہ جي ماحدن ۾ مرد تيغ   ڪڏهن‌ڪاهيئن ميسره جي مشرڪن‌تي بيدريغ
سرڪشن جا سر وڍي، رڻ ۾ وسايئين مثل ميغ   آن زبردست جهان زبر و زير ڪيا هرجو ضيغ

جيئن ڪـہ ڏاڍس مـــرتضيٰ بدرو اُحـد ڪافـر ڪٽا
تيئن ٿـي اڪبر ڪربلا ۾ شـام جـا لشڪر ڪٽا

ساقيءِ ڪوثر جو پوٽو اُچ ڪئون جڏ بيتاب ٿيو   تڏ ولـد صالح وراڻي واگ والد ڏي وريو
چائين بابا العطش ڏس مونکي اُچ بيتاب ڪيو   آن جگر گوايل اي پنهجي جگر جاني ڪي چو

منهجا اڪبر آهُ ۽ تــون اُچ پـــنـي آيـا ٿيندا شهيد
هل تـــون ڪوثـر جـام پي هـنـهـر وٽـــي رب‌الوحيد

اچ نبي زادن تي ڪوفن ڪربلا پاڻي بند ڪيو   اچ علي اولاد شـــامن رڻ آڻيو قتل ڪيو
اي علي اڪبر ابا جڏ امر ربّي هيئن لکيو   تڏ رضا رب جي مڃي هر حـال ۾ راضي رهو

جڏ فلڪ جـــا بـاغ و بستان جڏ مـــدينـو منهجا مـــاه
آن مـــديـنـو ڪربلا آنـجـو فلڪ دـــي قـتـلـگـاه

منهجا اڪبر اچ مديني توڪي ساري، مصطفا   منهجا اڪبر اچ نجف توڏي نهاري، مرتضا
مصطفيٰ و مرتضيٰ جو اچ ابا ٿيندو لقا   جي، آهـــو آهين ابـــا جام طهورا پي پيئا

اي منهجا نــهـر لـــبـن جا سائين تنهجي اُچ ڪٺوم
آن ســـوا تنهجي جـــواني موت جي هن ســـچ ڪٺوم

هيءَ چئي هٿ منهن منڊي لاهي وڌئين اڪبر جي وات   سا نبي جي مُهر هئي سر چشمہ آب حيات
اڄ ٿي اڪبر جي ٻڪٽي پيءُ کي ڪورنش بڪذات   نور و انور ڏي ڪيائين روز روشن کي ڪاري رات
فوج تي ڪارو ڪڪر ۽ شير جي شمشير وچ
هو علي اڪبر ٻئي سج پر واني ويڙهيو جهڙ هو سج
ڀرين حملا ڪئون پر وڌ ڪيا حيدري حملا ڏوبر   قلب ڪهڙي ڪاهيو ان ناڪي بهادر شير ٻبر
اچي عمر بن سعد کي آن شير جو ڪر اي ڪيڏي ڪبر   ڏس مي تنهجا قهر وجرأت آل پيغمبر جا صبر
تنهجي گهوڙي جو ڪنڌيل کي پاڻي پيتو يا اڃو
آل پيغمبر نو هيئن مارين ستمگر تنين مڃو
اي عمر ڏس شافع محشر جو هي اولاد و آل   اي عمر اسين ساقئ ڪوثر جو اڄ ماريو عيال
ڏي اسانکي پاڻي اسين ڏينداسون ڪوثر جو زلال   جڏ اسانکي اسين ڇڏائيندڙ امت جا حشر حال
دوزخي ديوت ڪي ڏيج اسين بهشتي بادشاه
هئ بهشتي بادشاه هئين نہ ڪنهجن بيگناه
اي عمر هي فاطمہ فرزند فريادي م ڪر   اي عمر هن بيڪسن سين تون هي بيدادي م ڪر
مصطفيٰ جي خانہ جي ويران آبادي م ڪر   هي م ڪعبہ جا هرڻ ڪنهن هوڙي جلادي م ڪر
جڏ خدا قاضي ٿي پڇندئي حشر ۾ آنجو جواب
ڇا جواب آنجو ڪندين اي دوزخي اهل عذاب
هين نصيحت ڪئون پر اڙ گمراه نايو راه تي   چائين لشڪر کي آئين حملو ڪريو آن شاه تي
ڪلمہ گو ڪفار ڪاهيو مصطفيٰ جي ماه تي   مرتضيٰ پوٽي مجاهد في سبيل الله تي
آه اڪبر جي شهادت شرح جو مون ناهي تاب
صبر" ثابت ڪربلائي" ڪربلا غم ڪيو ڪباب

## جڏ ڏنو شہ جنگ جي ميدان جو قاسم کي جواب

جڏ ڏنو شہ جنگ جي ميدان جو قاسم کي جواب   تڏ لڳو تڙڦڻ او غيرت دار غازي داڪباب
هٿ ٻڌي آندم ادب سان ۽ چمي شہ جو رڪاب   پاڻ هين عرض ڪيو ڪاي نور چشم بوتراب
رڻ ۾ ڌو بيداد ۽ خيمي ۾ هي فرياد آه
ماما سائين پاڻ جي حق ۾ ڇا ارشاد آه
مڙڻ چمي سرور ٿي فرمايو اي مهنجا ٻئي جگر   مهنجي امان جائي زينب آهي آن لئي چشم تر
عمر جي انجي ڪماڻي آهيو آئين پيارا پسر   هوءَ او هانجا مئون ڏسي ٿي عمر ڏيئون آئي پسر
هي متان مونهجي ادي کي دل تي ائين ڪو داغ ڏيو
ڏک ڪٽي جيجل جو پنهجي ماسي جو سانگو ڪيو

جي اينهن ئي هتئي رضا آنجي اي منهنجا ڀاڻجو  منهنجي ڀروُن آئين وجي سر خنجر خوني جهليو
جهن طرح سونکي ٿا ڇنو ڀنهجي امان کي ٻڌ ڇنو  ڏسجو تا ڇا ٿي ڇوي اندم اوهان کي اي پٽڙو

ٿي ڀٽي، سينو ۽ مجسر يا آه و نعرا ٿي ڪــري،
يا ادي جا ڪــربلائي ڀنهنجا ڀيارا ٿي ڪــري،

آن جوان مردن تي جڏ هي ڳالهه ثابت ٿي صحي  يعني مامون ري امان رخصت نه ڏيندو جنگ جي
تڏ امان بيبي جي خدمت ۾ اچي هتڙا ٻڌي  هن طرح ڪيو عرض با عجز و نياز و بندگي

اي امان بيبي اوهانکـــي ڀنهجي دل ساڙڻ قــبــول
يا عـــلي يا فاطمه جي دل جگر گهائڻ قــبــول

آن نبي الله جي ڏهتي آن ولي الله جي نور  فاطمه زهرا جي جائي زينب صابر شڪور
هٿ رکي سيني تي چو اي منهنجي دل جا ٻئي حضور  مونکئون هي ڳالهيون ٻڇڻ بابا اوهان کي ڇا ضرور

اي پٽڙو مونکي نه ڀنهجي دل نه ڀنهجو جيءُ عزيز
مونکي دنيا ۾ ادي ري، ناهي ڪا شئي ڀي عزيز

تڏ ته فرزندن امان بيبي کي ڀنهجي هيئن چيو  اي امان مامي، جي صورت ڇا ڏسڻ جو حال ٿيو
يڪس و بي آشنا هتي رڻ ۾ آهي هيڪلو  يار ياور ويا مري پائن ٻه سڀ ڪنهن سر ڏنو

هاڻ ڪو سائي نه پانڌي جهن کي سورن سار آه
هاڻ پانئين پانجـــن ڀيارن ٻٽن جـــي وار آه

جي ٿا چئون ماما اسانکي ٿي اجازت جنگ جي،  تا چون ٿا آئين وجي امان کي ڇنو ڇا چئيوَ ٿي،
اي امان بيبي اسان جو عرض ائين مثع صحي  جي اوهان بخشو اسانکي ڪير ۽ رخصت ٻه ڪئي،

تا صــحــي ورنــه اها ساعــت انـــو درميان ۾
ٻٽڻ ميتا ڪيوَ تا آدو ماريـــو ڏسو ميدان ۾

اي امان تنجهو ادو شبّير جهڙو بادشاه  جنون سبب آهي اسانکي عزت و حرمت سدا
ڀنهنجي دل ۾ خوب سمجهو اي دل خيرالنسا  جي اسين جيئرا رهيا ۽ مامي سائين ڪٽي رضا

تا نه ڪا عزت اســانجي ٿي ڪـو آنجو شان آه
طـــوق ۽ زنجير آهـــي قيـــد ۽ زنـــدان آه .

زينب مظلوم هي ڳالهيون ٻڌي بيتاب ٿي  چئين اوهانجي حوصلي تي آهي رحمت رب جي
آئين ٿا مونکئون ڪير بخشايو ٻه عجزو بندگي  ڪير جو ڇا ذڪر منهنجو آتئون سر صدقو صحي

اي ٻٽڙ آئين ڇا ٻچو ٿا منهجي جسم و جان ڪئون
آئون اوهان سوڌو ڪريان سر صدقو ڀنهجي ڀاءُ تئون

ڪير مون بخشيو اوهانکي ٻر اوهين ٻهر خدا  قاسم و اڪبر ڪئون اڳهين ڀنهجا سر ڪاريو فدا
مون اوهان ٻٽڙن کي هن خاطر ٿي سک پاليو سدا  جا ڪمائي مون امان جي هن ڀلي ڪم تي بجا

مر ته جيجل منهن ٻٽي ۽ مر امان روئي مري
فاطمه زهرا جي دل خوش ٿي دعا آنکي ڪري

ٻاءُ جو اولاد آئون اولاد ٻنهجو ڄاڻنديس اڪبر و اصغر سين آنڪئون بعد پُٽڙا پرچنديس
ڏک اوھانجو دل تي سهنديس ۽ سياھو ٻڻ ڪنديس پر ادي، جو ڏک نه سهنديس آنھان ڪيئن جيئنديس

آج اوھين ٻنهجي مڙهن تي مونکي رت رُئندو ڏسو
پر امان زهـــرا اڳيئون آئين سرخرو مونکي ڪجو

تڏ چمي هنڙا امان جا ٻئي ولي رخصت رضا ماءِ صاحب جي اڳيئون آن ٻالجن هيئن عرض ڪيا
اي اسانجا ماما صاحب آسين سنده سرئون فدا ڪئي امان رخصت اسانکي آهيون ٻندا حڪم جا

هاڻ قاسم رڻ وڃي، ٿي ڪئون ٻئي ڪي حڪم ٿي
ٻالجن جو سر ٻي ٻنهنجي سر تئون اڄ صدقي ڪجي

شاه آندم آه ڪئي ۽ ٻالجن جو منهن چُميو ڄاڻين مون سونپيو خداڪي جي نه رهنده تا وڃو
آن جو آئون ذڪر، شهادت ڄا ڄوان اي مومنو ٻنهنجي ماءِ، جي اڳيئون سر صادقن صدقو ڏنو

واه جڏ ٻنـــي شاه جا ٻائـــج ٻه ماريا هاه هاه
قاسم و عباس و اڪبر ٻـــڻ سڌاريا هاه هاه !

يارو آن ٻيڪس جا جڏ سڀ يار ياور ويا مري دردمـنـدن جي دلاسي لاه گـهـر آيو وري
هاه حرمن هر طرف ٿي ناله و فرياد ڪئي شه اچي ڪئي سڀ سين آندم الوداع، آخري

اي ادي زينب امان زهرا جي پياري الـوداع
اي ادي ڪلثوم مُن ڀيڻن جي ساري الوداع

شهربانو الـوداع خاتـون، بي ٻر الـوداع اڪبر و اصغر امان ويو سر جو افسر الوداع
هي سڪينه پرتي هئي عابد جي مادر الوداع فاطمه ڪبرا ٻه پرتي جا ٿي ٻي ٻر الوداع

منهجي زين‌العابدين بيمار جي خدمت ڪجو
هي مديني نيندو آنکي آنجي آئين حرمت ڪجو

اي حسن سرور جي ٻيبي منهجي ٻاڀي الوداع قاسم، نوشه امان وئي آس تنهجي الوداع
فاطمه ڪبرا اٿي سا توکي پرتي الوداع آئون ۽ قاسم ڪڏ رهياسين وئون تون قيدي الوداع

اي ادي عـبـاس ٻيبي الـوداع هئي الـوداع
تنهجي اڄ عباس ٻڻ ڪئي الـوداع هئي الـوداع

هيءَ سڪينه الوداع تنهجي يتيمي الـوداع هيءَ سڪين ٻالي امان تنهجي غريبي الوداع
هيءَ م هيئن چورا ڇڄن امر، اللهي الوداع هيءَ م ٻيڪس رڻ رُلن واهر نه جن جي الوداع

الـوداع اي منهجا عـابـد شام پرڏيهي اسير
مير اڄ تو لئي مديني رت رُئن خـوردو ڪبير

هي وداع، آخري حرمن سڀي سر منهن پٽيا شاه جي ادرين ٻئي سڀ ڪئون چيو وا حسرتا
ٻيبي زينب زار روئي ٿي چيو سنهجا ادا منهجا ٻت تو تئون فدا آهه ٻڻ ادا توتئون فدا

آئون ٻه صدقو ڏئي ڇڪس توتئون ادا ٻئي نور عين
هاڻ ظالم ڄا تا ڄونئي اي، ادا منهجا حسـين

تون ۾ وچ هئي ھئي ادا توري ادبون اچ ڀيڪيون   هئي ۾ وچ وارث ادا توري آدبون ٻي وارثيون
هئي ۾ وچ هئي هئي ۾ وچ هئي هئي وڃڻ وايون ٻچيون   اي آدا تون وين ته آچڻ ۾ رليون توري ء آدبون
هئي ۾ رنندا رڻ ۾ چڏ رنندا ۾ پنهجا هيڻ رڻتار
چئون اسين هئي هئي ۾ وچ تون چئين وداع هوڙي ۾ وار

شه ٻه ٿي زينب سين زاري ڪئي ڪه اي منهنجي ادي   تنهنجي هي شفقت ٻجا ۽ تنهنجي الفت واقعي
تو ادي حق قرابت آچ آدا ڪيا سڀ صحي   پٽ ٻه ڪيئي قربان سون تئون سر ٻه تون گهوري رهي
پر ادي، سون سر ٻچڻ هي سڀ خيال خام آهه
قاتلن جو اچ فقط منهجي ئي سر لئي دام آهه

سون ادي ٿي تنهجا ٻنت توسين مديني ڪيا روان   سي ٻه مونسين گڏ رهيا تون تين جي ٻي وارث آمان
تون ادي ٻيي آمان گڏ ڪج مديني ۾ مڪان   آسين مقامي ڪربلا جا مصطفيٰ جا خاندان
خاندان مصطفيٰ جو ٿيو مدينو ڪربلا
مدعين سونکي مديني مئون لڏايو ڏني دغا

چؤ مديني مير ڪي آه ڪربلا جو شهر ڏس   ڪربلائن جو مدينو قتل جن جو قهر ڏس
چؤ حسن ڪي آه قاسم جو ٻه شربت زهر ڏس   ڏينهن گهٽا گذريا آدا آهه ڪا گهڙي پل پهر ڏس
فاطمه زهرا ڪي چئو فرزند تنهجا قتل ٿيا
هي نجف سائين جي آڪهه ني نجف ٻهر خدا

اي مديني جا ڌڻي تنهجي مديني جا مقيم   ڪربلا ۾ ڪيئون مدينو چڻ مقامي ها قديم
مونکي مڪته مئون لڏايو جن سا آوقوم غنيم   ڪربلا ۾ قهر ٿيا آه ڏس شهيدن جا يتيم
لڏ مديني مئون محمد چئو حسن هل ڪربلا
توکي ساري پيو حسينا ٻيءَ ڪي قاسم ڪد خدا

هي سخن فرمائي سڀ ڪي چئي وداع رڻ ڏي هليا   ٿي تنها هزارن قاتلن جي منهن چڙهيا
سر کئون پيرن تئين بدن ۾ گهاء جڏ ڪاري لڳا   اينوين ٿيو وقت نماز الله اڪبر ٿي ندا
تڏ سئي اسم خدا ثاني نبي الله جو نام
منهن ڪري، قبله طرف ڦيرايو گهوڙي جو لگام

گهوڙي، تئون تسبيح ۽ تهليل چئي آتريو امام   پار ڪعبي منهن ڪري، ويٺو نمازي نيڪنام
ٿيوهو زخمن کئون ضعيف از بس نه هئي طاقت تمام   تن ۾ قوت ڪانه هئي ٻيو ڪجي از ٻهر قيام
تڏ ٻڌي نيت چئي تڪبير ويٺو طاعتي
ڪعبه و قبله ڌڻي ٿي ڪعبه رؤ ڪئي بندگي

جڏ ٻڌي نيت عزيزو ويٺو قبله ڪعبه رؤ   منهن کئون جاري ذڪر حق زخمن کئون جاري هوا لهو
ڌاڻي ساڄي ٿي وهيون لوهو ء جون نورون سوبه سو   سو نمازي لعل هو لوهو ۾ پنهجي مو ٻه مو
چئين ٿي پنهنجي رب کي با عجز و نياز اي بي نياز
ٿي قبول آن رت ڀري جهوري سان هيءَ منهجي نماز

تنهجي هن طاعت تئون آئون قربان اي منهجا خدا    هو انهي طاعت جو مونکي آرزو دل ۾ سدا
يعني آهه سجدو ڪربان منهن رت رڱي روشن لقا    منهجي پيشاني جي رت ۾ سرخ هئي سجدي جي جا

شڪر يا رب اڄ تہ دل جو آرزو حاصل ٿيم
رت ۾ ٻڏو منهن سو مبارڪ آبرو حاصل ٿيم

منهجي جيئن بابي جي سر سجدي ۾ ڪئي شمشير ڪار    تيئين مونکي ٻڻ ملي سجدي ۾ هيئن خنجر جي ڌار
آئون سڌو سبطِ نبي فرزند صاحب ذوالفقار    حق سجدي جو سنڌو مون سر تي اي حق برقرار

سجدو سو چڱي جو سر سجدي ۾ ٻڻ قربان هئي
بندگي سا چڱي جنهن ۾ خنجرِ ٻُرانُ هئي

تو جو فرمايو سو منهجي حق ۾ ني ذبحِ عظيم    آئون سنڌو ذبحِ عظيم ۽ تون سنڌو حقِ قديم
آئون ۾ حاضر سر ۾ حاضر سر ني حاضر هي غنيم    مون رضينا بالقضا چيو اي خداوندِ ڪريم

تير هئي تلوار هئي يا خنجرِ خونخوار هئي
جيڪي قسمت هئي سو سڀ برحال ٻي تڪرار هئي

هي سخن چئي شوق مئون گهايل رکيو سجدي ۾ سر    طاعتِ معبود ۾ هئو ز خود هو بيخبر
خوب پاتئين ڪئون طرح خنجر گلي مئون ڪيو گذر    ڪيئن جدا ٿيو سر ۽ ڪيئن نيزي تي جهوليو نامور

هن قدر مشتاق هو يارو خدا جي راه جو
هڪڙي سجدي ۾ ويئي واصل ٿيو الله جو

راه رو، راهِ خدا اي يارو اهڙو چالجي    عازمِ مالڪ بقا اي يارو اهڙو چالجي
سر وڍين جو پيشوا اي يارو اهڙو چالجي    عاشقِ ذاتِ خدا اي يارو اهڙو چالجي

حق شناسو ڇا چوان ڪوڙو اوهان جو پير هو
ٿا چون جنهن ڪي فنا في الله سو شبير هو

جڏ رضائي، حق قبولي آن رضامندِ خدا    تڏ خدا پاروُن ذبيح الله ڪي ٿي هنپر ندا
آهہ اسماعيل ڏس منهجو خليلِ مصطفي    تنهجي هن فرزند فائق ڪيو سنڌو فديو ادا

تنهجي پدروُن هن اڄي سر پنهجو واريو اي ذبيح
هن تہ تنهجي ناءُ ڪي آهي اُجاريو اي ذبيح

هي ذبيح الله ٿيو پورين ٿي سجدي ۾ قتيل    ۽ پر اُنجو رت اسانجي راه ۾ ٿيو سلسبيل
هي ذبيح آهي اسانجو هي خليل ابنِ خليل    هي اسانجو صاحبِ قربِ ڪرامت بي عديل

ڏس تہ آن صاحب ادب جو ڇا ادب ڪيڏو نياز
ٿيو زمين تي ذبح ۽ هڪ پل نہ ترسيو دل گداز

جڏ ٿي اسماعيل ڪي هنپر خدا پاروُن ندا    رت هنجون رئندو هليو بيتاب سوني ڪربلا
پر لبِ نهرِ فرات آيو ذبيحِ ڪبريا    پرزه پرزه پيو ڏٺئين پٽ ۾ خليلِ مصطفي

آن تنِ گهايل تي آنجي ٿي قضا قربان ٿي
پڪي روئي ٿي آنجا هٿ چمي پيرين پئي

ٻر نہ آن ٻيڪس کي پنهجي ٻيڪسيءَ جوڪوخيال  ٻاڪ پنهجي ٻيڪسيءَ ۾ خوش هوسو حيدر جو لعل
ٻيڪس و ٻي سر ڏسڻي آنکي ذبيحِ ذوالجلال  رت روئي منهن سر ٻڌي ٻيحال ڪيئين پنهنجو حوال

تڏ سٺي آءُ ذبيح‌الله آنجو شور شين
سر ٻنان بيجان بدن تڙڦڻ لڳو حضرت حسين

دل ۾ سمجهائين جو هي موتئي آهه هنيو زار زار  منهجو بابو آهي يا نانو رسولِ نامدار
تڏ ٻڌي اسمِ محمد آن ذبيحِ باوقار  منهن ٻڌي، چو اي ميٺا محبوب منهجا نيڻ ٺار

نبي محمد نبي علي آئون آهيان منهجا نورعين
آئون ذبيح‌الله آهيان تنهجو ڏاڏو يا حسين

آن شہِ صاحب ادب آن خاصۂِ خيرالانام  تربيت ٿي ڪئي سدا آنکي محمد صبح و شام
واسطي تعظيم جي آن سرورِ عالي مقام  با تنِ بي سر آئي گردن جهڪائي ڪيو سلام

چائين ڏاڏا هي اوهانجو بار مون سر تي جو هو
شڪرِ حق سو مون سين آخر منزلِ مقصد رسيو

منهجا آئين آهيو بزرگ ۽ آئون اوهانجو خوردسال  مونکي لازم هو سلام آنجو ۽ تعظيمِ ڪمال
ڇو اوهان تصديع ڪئي اي مظهرِ عز و جلال  مونکي ٻڻ تصديع جي آنجي تلافي ٿي محال

هي نوازش هي ڪرم ڇا ڇئي اي منهجا نورعين
جو قدم آنجو زمين تي سوئي برچشمِ حسين

آن ذبيحِ راهِ حق آن بسملِ تيغِ جفا  آن نبي سين هنطرح ٿي گفتگو جڏ ڪئي بجا
آن تنِ بي سر کي اسمعيل چو منهجا ميٺا  تون ذبيح‌الله حسين آهين شهيدِ ڪربلا

آئون ذبيح ۽ تون ذبيح ابنِ ذبيح ابنِ ذبيح
آيتِ ذبحِ عظيم آن شان ۾ نصِ صريح

اي سعادتمند فرزندِ شہِ مشڪلڪشا  ڪنهن زبان سين ٿي آدا مونکئون سنده مدح و ثنا
گهر خليل‌الله جو ۽ خاندانِ مصطفيٰ  توسين روشن آهي اي چشم و چراغِ مرتضيٰ

هي ٻني گهر تو سنڀاليا تو سنواريا يا حسين
تو وڏن جا ناءُ روشن ڪيا آجاريا يا حسين

آڄ تو اي نورِ نبي ڪيو دين ڏاڏائو آدا  پنهجي ناني جي جا اُمت خاص بخشائيءِ سدا
آفرين سبطِ نبي فرزند شاهِ اوليا  راضي ڪيئي روحِ رسول ۽ حق جي حاصل ڪيئي رضا

اڄ تو ٻاٻا جيڪي ڪيو ڪنهن ڪئون نہ ٿي اي نيڪنام
ڪيئن نہ هُئين شيرِ خدا جا شير تون عالم امام

آن تنِ بي سر مين اِن ٻر چئي ذبيح‌الله نبي  چو خدا کي پنهجي يا رب هي حسين ابنِ علي
تڏ حسين ابنِ علي جي لاشي ٻي تڪبير چئي  منهن ڪري قبلہ طرف سا لاش پٺ تي ٻئي رهي

ڪو ڏٺو "ثابت عاٰلي" اهڙو نمازي ري، حسين
جهن کي سر کئون پوءِ ٻہ ري، سجدي نہ هو آرام و چين

# ڪربلا جڏ ڪاج سنهيو قاسم ابن حسن

ڪربلا جڏ ڪاج سنهيو قاسم ابن حسن کهوٽ ماءُ ڪيو پنهجي گهر اسباب شادي جو ٻڌن
بيبي بانو پنهجي گهر ڪيو شاهزادي کي دلهن ۽ قضا چـو سـر ٻڌي، ڪاٿي خاندان پنجتن
صاحبو هي ويانهه نـاهي هيئجو مـرثـون ناءُ آه
هي صبح رڻ مـاريـو اَج رات جهنجو ويـانهه آه

هن کي مينڌي ڇا لڳي هي لعل سڀ لوهو ۾ لال ۽ ٿا سر سهرا ٻڌو سو نيزي سر نوري نهال
بي قبا اَنجو ڪفن آئين مر ڏسو جلوه جمال اڄ دولهه جي دلهن سانڻ جو هئي هئي ڪهڙو حال
کهوٽ ماءُ چئي کهوٽ ماريو ڪاج گهر ويران ٿيو
سَس، چوڙي سينگار ساڙيو هين وَنيءَ جو وَرُ هليو

هن وني جي ويانهه گُل سونهي وڳي جو ڇا سڳڻ ساهري سياهو پٽر باباڻي گهر ٿهري ڀڃڻ
اَنجي ڪنج پانهين ڪٽي پيچ بڻ سنڌون لاهي ٻڌن سيج تي وارث وسايو شام ٿيو هنجو هاڻ
کهوٽ ماريو گهر لٽيو ۽ ڪڙم سـارو قيد ٿيو
اي خدا هي مصطفيٰ جي گهر ۾ ڪهڙو ڪاج هو

مصطفيٰ جي گهر ۾ شادي مرتضيٰ پوتي جو ڪاج ڪاج ۾ ٿيو قتل ۽ شادي نه ڪو شربت نه ڪاج
کهوٽ سر نيزي تي جهوليو رت ڀريو سهرن جو ساج آمين هئي هئي اَجاڙيو هاشمن جو رڻ ۾ راج
هاءِ ڪوفن قتل ڪـيـا مڪي مدني جـا امير
واءِ شامن شام نيـا آل محمد جـا اسـيـر

مومنان هو شاه کي قاسم جي شادي جو خيال تا اچي رڻ وڙهيو ويڙهيو ويرن باهم اولاد و آل
جڏ ڏٺئين سڀ ماريا ۽ قاسم به ڪيو قصد قتال چائين اي منهجي آدي جا مثل قاسم بي مثال
تون م مر توسين آدي، جو خانو سر آبـاد هئي
مر مران آئون تـون ۽ عابد صاحب اولاد هئي،

مهنجو عابد اَج آبا آزار ڪـيـو زار و زبـون تنهن نه شربت ني، دوا ۽ بڻ غذا ني، غير خون
سو جو اَج ٿيندو يتيم اي يار جاني منهجا تون آنسين آن احوال ۾ ڪو وره وانج بعد مون
منهجي پرڏيهي کي هي پرڏيهه نـي، قيدي ڪندا
اي يتيمان حسين آئين شـاڪـر و صـابـر بندا

هي حسيني قافلو ٿيو قتلعام آنـجـو مگر هـي مديني جـا مسافر شام ٿيو آنجو سفر
ستر صاحب اهلبيت اڄ آهـي بندي دربـدر هن نبي ناموس تي اي تنگ پرور ڪر نظر
اي ادي مهنجي نشاني هـي بـه اولاد رسـول
تنهجي خدمت ڪج متا منهجي نصيحت ڪر قبول

تنهجي سر سهرو ٻڌايان سهرو مالين منهجا شاهه  مونکي هي تنهجون مرادون شال ڏيکاري الله
سيجڙي تنهنجي سنواريان سيج مالين منهجا ماهه  تونهه جواني مالين تنهجا پنجتن پشت و پناهه

منهجا قاسم تنهجي آئون شادي ڪريان تون شاهه ٿين
اي حسن جا قطب تارا آءٌ تون منهجو ماهه ٿين

هي سندم ڪبرا ابا سهسين سکين پالي سدا  جنهن کي صغرا ساري چئي وڇڙيا ورائج يا خدا
اڄ آئِس رڻ ساريو ۽ اڪبر و اصغر ادا  تون ٻه جي ويندين تهن بيراڳ تو رڻ ڪر خدا

سر ٻڌي سهرو م ڪج ڪو سر ويائڻ جو خيال
تنهجي سر ناموس لڄ اي منهجا تــون لڄپال لعل

ڇو سا ڪبرا ڪئين ڪندي جهنجهو ابو رڻ ماريو  ۽ علي اڪبر جهو آنجو ادو رڻ ماريو
تون ٻه جي ويندين ته چوندا هــي ونو رڻ ماريو  تنهجي ماري پوها با سپ ڪڙم ويو رڻ ماريو

ٻيو نه پٽ مسلم جا مؤندا ۽ نه جعفر جا جوان
عــون ۽ عباس گـڏ هــي پهريــن منهجا پهلوان

هٿ ٻڌي هي عرض ڪيو قاسم ڪري سجدا سلام  منهجا اي بابي ٻچا ڏاڏي ٻچا چاچا امام
تنهجو فرمودو بحق تنهجو سخن خيرالڪلام  مونکي ڪهڙو عذر خواهي قيد خواهي قتلعام

قتل تــو گڏ عيد قــربان حج اڪبر جــو ثواب
قيد عــابــد گڏ الاهي قــرب و آجــر بي حساب

قتل تو گڏ حق وصال ۽ بابي ڏاڏي جو حضور  چئي حسن اي مهنجا همدم چئي علي اي مهنجا نــور
قيد هن قتلئون ٻه وڌ سر سپ ستم سهڻان ضرور  پيري پيادو پنڌ هلڻ منزل پيري پرڏيهه ڏور

هت آسين شــاڪر ٻندا امــر الاهي بــي عــدول
هت ٻــه صــابــر صبر وارا جا ٻئي ســا سر قبول

پر هي ڏس تعويذ بابي منهجي بازو ۾ ٻڌو  هي وصيت نامــه منهجي والــد مرحوم جو
هن لکي موجب عمل آن فرض جيئن فرمايو هو  ٻؤ جيڪي فرمان عالي ٻندي سپ منظور ڪيو

هي مرڻ تــو گڏ هــي سبحان الذي اسرا جو شان
۽ ٻــه هــي زنــدان سجن المــومنين انجــو نشان

کولي بازو مئون ڪڍي تعويذ کي واچڻ لڳا  جان ڏسن تــا دستخط خاص حسن المجتبيٰ
آهي قــاسم کي لکيو ڪــاي جان بابا قــاسما  هڪڙي ڏينهن چاچو حسين ايندو ٻدشت ڪربلا

آنــکــي آن دشت بلا ۾ ســر لکيو آهــي اجــل
آن اجــل ۾ آنسين گڏ آنــجــي جــزا خيرالعمل

آن اجل جي آنسين گڏ آنکي ابــا عمر ابد  هي اجل عمر ابد قـرب خدا و وصل جد
ورنه نوڙي عمر نوح آخر مڪان قبر و لحد  جيترو مر جالين ته پوهه تنهنجي جيئڻ جو ڇا آهد

آن شهادت جــي شرف جــو شيردل شيــرل شجاع
منهجي هو شبير سين ڪا ڪج وفـا وقـت وداع

جي جوي چاچي ڪم تون ڀنهجي آيي جو گهور سنڀال    ڇنو ايو ٿنهجو فدائي اصل حيران ٿنهجي حال
اڄ ابي جي جاءِ تون صدقو ڪندس سر ساه مال    آئون حسن جو لال ڏيندس ڀنهجي اڄ لوهو ۾ لال

سر وڏين زرتار سهرو سر علم تي ڪن سوار
۽ ٻه ٿي ڪمخواب خلعت ٻي ڪفن سر ڏڙ ڪئون ڏار

ٻس اي چاچا سائين ڏس صالح ولد جي ڀا صلاح    ڀنهجي والد جي وصيت ڪئون ٻيي وڌ ڪاصلاح
منهجا اي ڀالين ٻلا ڪا فضل جي فرما صلاح    آئون سندءِ فرمان پذير ۽ ٿنهنجي سپر جا صلاح

تنهجو قاسم تـوتئون قربان اي منهجا آقـا حسين
بعد بابي جي تـون ڏاڏي جي بجا چاچـا حسين

مونکي اڄ تو ڪڏ مرڻ منهجي سعادت سيڏدا    مر هي سر تن ڪئون جدا پر آئون نه ٿيان تو هڻون جدا
منهجو توسين ميڙو ۽ مومن چـوڻ صدقون سدا    قـاسم ابـن حسن آهـي حسيني جـانفدا

واسطي الله جـي مـونکي م ڪج پـائـون پري،
آئون پري تو ڪئون نه ٿيندس منهجي توري، ڪين سري،

شـاه فـرمـايـو ابا جيڪا رضا الله جي    تنهجي شادي تا ڪريان پوءِ جا رضا الله جي
تون ٻه جي ويندين نه وئون بابا رضا الله جي    آئـون اڪبر ٻن اجهي آيـا رضا الله جي

اسين رضا تـي راضـي اي منهجا رضـا راضي ابا
قـاتل و مقتول جـو آخـر خدا قـاضي ابـا

قاتلن جي ڪا اسان بابا نه هئي تقصير ڪئي    ـسي اسانجا آڻي هنجا اسين آل نـبـي
معويہ ٻنڌ ٻيڪنه ڪيا قتل اولاد علي    اي حسيني هـاتڪو آنجا يـزيـدي مُدعي

آئين ٻـسـ چئي نصرمن الله تيغ ٻـارڻ ٿيو تيار
آيـو ڪراڙن جـو وارو مـاڳ ٻـن دارالقرار

شير غازي شاهزادي گهوٽ قاسم کي امام    منهن چمي سيني ـسن لائي چو ٻه تعظيم تمام
اي حسن جا هوت حيدر جا جگر موہي مدام    عابد و اڪبر ڪئون وڌ ڪيم پيار توسين صبح وشام

تون ادي، جي جاءِ هئين منهنجي ادي جا نور عين
منهن ڏسي ٿنهجو مٺا ساڳيو حسن ٿي چو حسين

هل حسن کي ڏس ۽ چئو آيو اجهو ٿنهجو حسين    هٿ چمي حيدر کي چئو اڄ قتل ٿيو ٿنهجو حسن
مصطفي کي چنج آستڪوليو هو ٿنهجو حسين    آيوڪولي سو ڪڻي قصدون ڪئو ٿنهجو حسين

آڄ ۾ ڪنهن پاڻي نـہ پيارس آه لب تشنہ شهيد
يڪفن تـن يلقـن سـر جـانب عـرش مجيد

هيئن چئي موتن جو سهرو شملہ، دستار ڪيئين    چون ڪفن چاڪ گريبان خلعت زرتار ڪيئين
حيدر صفدر جو پوٽو جنگ تي تيار ڪيئين    صاحب دلدل جو پوٽو اسپ تي سوار ڪيئين

سيف سـوره هٿ ڪري الله اڪبر چـئـي هليو
قل ۽ الحمد دعـا ٻن شـاه ٿـي آن لئي پڙهيو

مشرقِ ميدان ۾ جڏ ان ماهِ تابان کيو طلوع    آفتابِ حشر جيئن خورشيد رخشان کيو طلوع
تاب ڇا تارن جو مه با تيغ بُراّن کيو طلوع    ماتِ مريخ و زحل انوارِ يزدان کيو طلوع

آن شيءِ شمشير نور افشان جو ڇا شرحِ شعاع
سچ چوي ٿـي سچ قيامت شمس محشر ٿي شعاع

حملهٔ اول ۾ ساريسائين عملدار، سپاه    مَيمنه جي ملحدن تي ڪئي بهادر شير ڪاه
في السقر والنار ڪيئين ڪوفي جا ڪيئي سکروسياه    شام شومن کي طرف تحت الثريٰ ڪيئين سر به راه

جيئن ٿي چئين تڪبير تيئن ڪفار کي تڪبير ڪيئين
جا قضا جي ڪار هُئي سي موجبِ تقدير ڪيئين

مَيمنه ماري ۽ ڪاهيو مَيسره تي شير مرد    شيرِ نر نامرد ماري گبر ڪيائين رڻ جي گبرد
چو عمر ارزق کي اي هر معرڪهٔ فرزانهٔ فرد    هن به آبِ تيغ تابِ آتشِ مقتل ڪئي سرد

هـي سوار ابرِ بلا هـٿ تيغ صد برقِ بلا
رعدِ غرانّ رکـي وسائـي آب و آتش برملا

هنڪي ڇـا افـراسياب ۽ هنڪي ڇـا اسفنديـار    ڇاهي برزو ڇـاهـي بيژن ڇا فرامرز الفرار
گيو هيتِ گوشو ڪري نرمي نريمان جو شعار    طوس جو ڇا تاب هيت گودرز و گرگين گيرودار

تو ڪٿون ٿـيءِ تدبير آنجي اي سپه سالارِ شام
ورنه هن رستم گهڻا رستم وڌا زالـن جي سـام

ساڳيو حمزه هي بهادر ساڳيو جعفر هي جوان    لا فتيٰ الاّ علي هن نوجوان جي منهن نشان
حيدري حملا ڪري، حسني حسيني پهلوان    هي ڪيو رڻ ڪو هو قلم آنجو ڇا شرح و بيان

ڏاڏي بدر و احد ساري عمر و عنتر کي ڪُٺو
هن به اي ارزق ته ڏس ڪيئن شام لشڪر کي ڪُٺو

ارزقِ شامي ڏٺو هي نور انور نوجوان    آهي اسدالله جو پوٽو يدالله جو نشان
دل ۾ چئين جو هيئنجي منهن پوندؤ نه بچندو بيگمان    توڙي ڪو فرعون هُئي، موسيٰ عصا آتش فشان

هي مچي رب جي رضا سر ڏي ته ڏي ورنه محال
ناهي ملڪالموت کي آنجي تقابل جي مجال

پڙ ڪٿون پائيين تا ڳـائي ڪيئين بظاهر عذر لنگ    چائين آئون ناميو بهادر هي نه منهنجو نام و ننگ
نوجوانن کي جڳائي ڪيئن پرين مؤسن سان جنگ    سي ڪو سينگن سان سونهي هي نصيحت سڻ نسنگ

اي عمر وڙهندن سين وڙهجي هي نه وڙهندڙ تون م مار
هي نه منهن مارڻ جو لائق هينجي ڏاڏي ڏي نهار

چو عمر هن نوجوان کيو ناس ساريءِ فوج کي    ڪنهجي جرأت تا جهلي ان مثل دريا موج کي
تون جو آهين مائلِ منصب اميري اوج کي    طاق ڪر طاقت کي هن ذوالعزم همت زوج کي

اي زبردستِ جهان زور آزمائـي، ڪا ضرور
ورنه هن زير و زبر ڪيو جڳ کي مثلِ نفخ صُور

جڏهن عمر هيٺن چو تہ ٿيو انوقت ارزق لاجواب  ها پڻئيل جا چار پُٽ جنگي بہ اڻام شباب
چئين وڏي پُٽ کي تون ونون هن شير جي رخ چڙ مشتاب  ڪيهر قاسم آنتي ڪيو حملو بہ شان بوتراب
توڙي ڪيئون هڪ ٻي تي حملا تا بہ آخر آن امير
ارزقِ شامي جي پُٽ کي ڪيو روان سوني سَعير

آنکي قاسم ماري هٿ ڪئي آنجي تيغِ زهردار  سيف پنهجي ڪيئين غلاف ۾ موڪيئي ڪئين آشڪار
پيو پُٽ آيو ڪهي، ڪيئين آنکي اڻ ياٿس جو يار  تيون ٿڪيل ڊوڙيو هو ٻن ني ٿڪر سر ڌڙ ڪئون ڌار
چوٿون ٻڻ ڪيئين چار ٽڪ آن پهلوانِ پنجتن
شيردل غازي غضنفر قاسمِ ابنِ حسن

جڏهن ڏٺو ارزق تہ چارئي پڙ ۾ پُٽ ماريا جوان  آنتي آن اندوه ڪئون اونداه ٿيو سارو جهان
چئين اچي قاسم کي ڪاي عربي بهادر پهلوان  تو مي چارئي شام جا ڪويا ڪٽا اي ڪامران
مي ۽ جا هٿ تنهجي ۾ ٿي منهجي وڏي پُٽ جي ترار
آن ڪهڻا ڪوپيا ڪٽا آن هٿ جا ماريا نامدار

شير چو آءُ تون بہ هن شمشير جو ڄڪ سمجهي ساءَ  تنهجا پُٽ جين پڙ ۾ اچ چوڙنگ ٿيا چارئي پاءَ
تون بہ تيئن آن ڪڏ اچي اي ڪبر ڪيدي جهل ۾ ڪهاءَ  هٿ جي همت ٻڻ تہ ڏس پوءِ تيغ جو ساراه تاءَ
ڏس تہ مي هٿ حيدرِ صفدر شڪن هوني جو هٿ
عمر عنتر ڪش شيرِ لشڪر شڪن هوني جو هٿ

آن پڌي ڪهوڙي جي تاني واڳ ڪيو جولان جنگ  نيزه بازي جا هنر ڪيئون پهرين در ميدان جنگ
ڪيئون پهرين هڪ ٻي تي حملا زور در ايوانِ جنگ  نا ڪهان قاسم جي ڪهوڙي کي انهي ڪهسان جنگ
نيزه، ارزق جي نوڪ آني تنئون ڪيائين ڪنر
شهسوارِ دين پيادو ٿيو ۽ ڪهوڙي ڪيو ڪنر

ارزق ان ڪرمي ۾ نيزو ماري ويو ڪهوڙو ڪڍي  ۽ امام حسين کي قاسم جي ڪل معلوم ٿي
چئين محمد آنس کي مي منهجو ڪوتل وٺون وٺي  ڏي تہ قاسم ٿي سوار ۽ ماري مي ڪافر شقي
آن اچي ڪهوڙو ڏنو رڻ ڪوپيو قاسم ٿيو سوار
۽ فلڪ تي چو ملڪ لا سيف الا ذوالفقار

اينهين ارزق آيو ۽ ٿيا هر دو باهم هم نبرد  هڪ ساعت ڪيائون هڪ ٻي سين دودستي دستبرد
آن ۾ قاسم آنکي چو اي شام جي ميدان جا مرد  تنگ تازي جو چئني هاڻي ڪبر ٿئين رڻ جي ڪرد
آن جو سر ناٺ ۽ ڪردن ۾ رسيس نيزي جو سر
سيٺ، هسوار ۽ ڪهوڙي جي پٺئون ڪيئين ڪنر

ارزق، شامي ڪئي شهزادو آيو طرف شاه  شاه سيني سين ميلائي، ڪئي نوازش جي نگاه
چائين نو وڙنا ونا هاڻ وڃون بسوني خيمه گاه  ڪر وداعِ آخري بيا اهلبيتِ بي پناه
اي پناهِ بي پناهان هي وداعِ آخري
پوءِ سر نيزي ۽ ڌڙ بيدفن خلعت رت ڀري

آيو قاسم خيمي ۾ خوشحال ٿيا اهلِ حرم    گرد سر صدقو ڪري چئون واه قادر جا ڪرم
وارثن ڄا سر سلامت جن تي شرمن جو شرم    گهوريو قتل و قيد اي پالين ٻلا رک تون ڀرم
سس ڏسي، سيهرو چوي، هي سر سلامت اي خدا
مُنهن چمي چئي ماءُ اي ٻَنَڙ تُنهجي واهر مصطفيٰ

ناني سر آن چو ٿي گل گهوڙها وهاني سرخ رنگ    اي نبي زاديون وليؒالله جو ناموس و ننگ
آئين ٿا چئو آئون آيو گهر پرنهجو گهر ميدانِ جنگ    ڏيو رضا رخصت وڃا رڻ تيغ ماريان بيدرنگ
مهنجو سر چاچي تئون صدقو سر جو ساٿي جانفدا
ڌڙ ٻه ڌڙ ڪلهه سڄ ۾ سنگت هيت ۾ هُت سڀ ڪلهه سدا

چئي امان ڪي اي امان هاڻ ڪير بخشڻ جي ڪا ڳالهه    جو گهريو تقدير ٿيو تدبير بخشڻ جي ڪا ڳالهه
سس ڪي چئي ساڻ سندم تقصير بخشڻ جي ڪا ڳالهه    عابدين ڪي چئي ڳلي زنجير بخشڻ جي ڪا ڳالهه
صاحبو پرتو خدا ڪي اسين هلياسين الوداع
آئين وَسُو عابد سين اسين ڪربل وسياسين الوداع

چئي امان مون ڪير بخشو منهجا جاني الوداع    سس چوي مون بخشو اي اڪبر جا ثاني الوداع
چئي وني، ڪا ڏيئي وڃ ٻنهجي نشاني الوداع    ٿيا رنارڻ ڏينهن ڪاڻ عمر فاني الوداع
اي محمد جي فاڪ جا ماه قاسم الوداع
آه نوُ وَرنا ونا نوشاه قاسم الوداع

آه قاسم الوداع ڪئي سر پٽيا اهلِ حرم    شاه نوورنا وداع ڪئي سر پٽيا اهلِ حرم
ڪاج گهر مرٺي مٿنهن ٿيا سرڪليا اهلِ حرم    واني قاسم ڪيو ٿي سر واريِ وسيا اهلِ حرم
صاحب الحرمين جي اهلِ حرم ۾ حشر ٿيا
آه ڪنون مرسل تي ڪنهن اُمت نه اهڙا قهر ڪيا

جينهين قاسم الوداع چئي ٿيو طرف رڻ جي تيار    سڀ ڪي منهن ڏيکاري، ٿيو شوقِ شهادت تي سوار
خاڪ سر خيمي جي در تي اهلِ عصمت اشڪبار    شير همت شمشير ساڙيئين شام لشڪر شعله وار
هيءَ بڪف برقِ بلا ۾ فوج خارج خار و خس
بهچندي ٻنهن تي ڪيرائيئين ڪنهن نه ڪئي پروي، هوس

صف پيادن جي ٻه سيج ڪيئين صف سوارن جي ٻه سيج    قلب ڪه تي ڪاهي ڪيئين ٽولي ڪفارن جي ٻه سيج
چئين عمر ڪي تو ڪئي نگري ٻي ديارن جي ٻه سيج    رب ڪندو ساري، و سين تنهجي پيارن جي ٻه سيج
اي ميويا ڦٽ تون ۾ تنهجو ري، ۾ طبرستان ڦيٽ
تون نه مومن ديندار ۾ ڪفر ۾ طغيان ڦيٽ

آمتي چائين پڙهين ڪلمو ڪنهن ڪلمو ڏٺي    ڪلمه گو ڪافر ٻلا چئو تو ڪي هي ڪهڙي وَٺي،
عمر ڏينهن فاني عمر ڏس باقي ٿوري ٻا گهٽي    آسين رضا تي حق جي راضي جا ٻٺي خاصي ٻٺي،
اي عمر ماريندي اسانجا پنج و دوده نامدار
جي، ڪي ڏانو هيٺ تہ بس آخر خدا واحد قهار

چو عمر اي شاهزادا ڇو ٿا ناحق ٿيو شهيد  آئين ڪريو بيعت ٻجا جو آمر ڪيو آهي يزيد
پوءِ اوهان امن واما‌ن ۾ آن جون جا گيرون جديد  ورنہ هي ميدان مقتل آهي ۽ سيفِ حديد
اي جوان مردانِ ديـن دنيا سڀئي صلح و صلاح
۽ جي آئين عقبيٰ جا طالب تا سندو حق تي نگاه

دين داور شاهزادي چيو ڪہ دنيا آهي ڇا  دولتِ دنيـا فـنـا عقبيٰ بحق دائـم بقا
سر ڏيون تا پڻ ڏيون پر ڪيم حق هردم بجا  حق بحق ثابت قدم حق آئـين همدم دائما
اي عمر آئين حق ڏٺـي تـون ڇو ٿو ناحق نامراد
معويہ پٽ لئي، ٿـو مـارين پنجتن جـا پاڪزاد

چو ڪماندارن کي ڪافر هان ڪہ هڻن تي تير بار  آه تيرانداز ٿيا چوگرد آت ناوڪ گذار
تا پريو تيرن سين سڀ کھوڙو ۽ سارو تن سوار  سربسر تيرن جي پر ڪيريءَ ڪنون ٿيو سيمرغ وار
آن همائـي اوج جنّت عـرش ڏي، پـرواز ڪيو
آنجو ٿـيو انجام ۽ آن جـي الـم آغـاز ڪيو

اڳ تي آن جي مؤمن تي ماتم اهلِ عصمت جو چوان  سر پٽڻ سينا ڪٽڻ سادات عترت جو چوان
يا بيان آنجي عـزيـزن جي بـہ همت جو چوان  ناهي طاقت شرح ان ساريءَ شهادت جو چوان
هي اهو سنڪالڊ ماهو جهڻ جي سُکن دانهن ڪئي،
تـوکي پڻ "ثابت علي" هي مـرثيہ خـواني مليہ

---

# ڪاڄ قاسم جو چوان اي يار يا مرٽي جو ماڳ

ڪاڄ قاسم جو چوان اي يار يا مرٽي جو ماڳ  صبح شاديءَ جو چوان يا سڄ سياهي جو ڏهاڳ
رات رتيهائي جي، ڪيئن ٿي، سيج مينديءَ جو سهاڳ  لعل کي لائيون ٿي مينديءَ قضاهي ڪيوني، راڳ
بـيبيون کھڙو پلا دل ۾ اوهـانکي ڏيـان آه
هي سندو نـوشہ صبح نـاني جي گھر مهمان آه

هي صبح سهرا ٻڌي سر مـاريـو ميدان ۾  سر ٻيو سهرن وڍيندا کھوٽ جو کھسان ۾
هي صبح هنبر ٿي، ويندو روضہ رضـوان ۾  سر جندا تن پرزه پرزه زخم ڪاريءَ جان ۾
بيبيون ڇو ويانهہ جي مينڌي ٿيون لايو مير کي
رات پرڻيون رڻ رهيو ڇو ٿيون ڇـوايو وير کي

مي ندا ناگه ٻڌي، دولهہ جي دل داغي، آمان  روئي، روئي، آن معرڪو جڏهن ٿي بيتاب و توان
ٻنهن اتي بيهوش ٿي ليٽڻ لڳي، سا سوز سان  جان ڏرسي، هن حال بيهوشي ۾ ٻيي بيڪمان

تا نہ سا مجلس نہ مينڊي هٿي نہ سا شادي شگون
گهر ۾ واري ٿي وسي سڀ اهلِ عصمتؑ سر نگون

هاهِ هنڌهر ها ستمگارن ستايا اهلبيت  مال و دولت لئي لعينن ها لٽايا اهلبيت
وارثن جا سر وڍي رڻ ۾ رلايا اهلبيت  ساڙي سڀ اسباب ها ٻنهن ۾ ٻٽايا اهلبيت

نبي قناتون هيون نہ پردا ۽ نہ ڪو دربان هو
مي نبي زاديون هيون مي هاهِ گهر ويران هو

هر طرف هتيءَ هتيءَ ڪري، ڊوڙي ٿي چانين چا ٿيو  تانظر آيس ڪہ سهرو ٻنهنؑ جو هونئنؑ ۾ پيو
تڏ ڪٺي سهرو جنهن آيل ٿي آت ارمان ڪيو  تاا گهيئون ٻنهنؑ ٻنهنؑ ۾ سرتي قار رت ۾ ٿي ڏ ڪيو

تڏ وجهي سر خاڪ خاتون لاش تي ليٽڻ لڳي،
ان اسان جي آہ ڪڪ ۾ قهر جي ڪاتي وهي

ٻنهن تي ٻنهن پاڻيئن تي پاڪر ٻاني، ٻنهنؑ ڪي پيار سان  ساہ ڪي صدقو ڪري همدم ٿي ان دلدار سان
تا اگهيئون آيس نظر هڪ بيي حال، زار سان  سر ٻنهي، سينو ڪٺي تي قهر جي ڪوڪار سان

لعل جي لاشي تي جنهن دم جيءَ ٿي ڪيئين ٻنهجو فدا
هت ڪٺي هر هر وقائيين ٿي خدا جا واسطا

مي ٿني احوال انجو ڪهوت جي ڪهابل امان  چانين سچ چئو تون اي بيي ڪير آهين ڪر بيان
آئون آهيان هين نول نوشہ جي مادر مهربان  منهجي هن مظلوم لئي جا دل سڙي ٿي سوز سان

ظاهراً زهرا جي هونئي جسي محبت توکي آہ
يکمان خيرالنسا بيبي جسي الفت توکي آہ

تڏ ڳري لاني لڳي تنهن سان رئي رت زار زار  چئين امان آئون چا چوان دردن جي ماري دلفگار
نانيءَ جنهن خيرالنسا خاتون جو ٿيو آشڪار  آئون اها مظلوم آهيان مصطفيٰ جي يادگار

ڪيئن ڪريان ڪنهنکي چوان آئون شاهزادي اي نُهنم
آئون حسن جي ماءُ ۽ قاسم جي ڏاڏي اي نُهنم

جڏ ٻڌو خيرالنسا جو نانيءَ ان ناشاد آہ  تڏ ڪيري ٻرين ٻني ڪيئن درد دل ڪئون داد آہ
چانين اي نورِ نبي سڻ منهجي مي فرياد آہ . مي جا هين اولاد جي مونکي عطا امداد آہ

تنهجي، ٻنهنؑ جو صدقو تنهجو سهڻي ساربان ٿي آئون
سڀ چماندر جي ڪماني تو دروُن قاربان ٿي آئون

مونہ گوڙي وياڻهہ جو هٿن لئي سنهايو هن گهڙي،  مون تنهين جي سرتي ٿي سهرو ٻڌايو هن گهڙي
مون نہ ٻنهجي لعل ڪي ٿي عطر لايو هين گهڙي  مون نہ هين ڪي سيج ساڻن لئي سنهايو هن گهڙي

هاهِ مي چا قهر ٿيو منهجي ٻنهي، تني چا ٻني
هين وني جي وياڻهہ مشون ڪهڙي رضا رب جي وڳي

ٻي ڪا هين جي حق ۾ هئي سختي لڪي ڪا ساه جي    يا نحوست هئي نظر ۾ پير جي ۽ ماه جي
تون جا ٻيبي آهين پياري ڌيءَ رسول الله جي    آهين همدم حيدرِ ڪرار جهڙي شاه جي

رات جاڳي تنهجي روضي ۾ اچي چونڪي ڏيان
تنهجي صدقي هين سڄڻ جي سر تي آئون سهرو ڏسان

منهن ڇمي ننهن جو چوڻ ٿي روئي، زهرا ضعف ۾    صبر ڪراي،منهجي همدم ڪيئن ڪريان آهُ دلجلي،
ڪيئن ڪريان هين ابر ۾ آهُ ٻي زبان بنتِ نبي    هن مصيبت نامه تي جا سُهر منهجي ٿي چنگي،

سُهر ماري ڪيئن قيران آئون مصطفيٰ جي نور عين
آئون رضا تي رب جي راضي آهيان ٻر قتلِ حسين

سون ته آمتاڻي اهي جي قتل ٻنت جو ڪيو قبول    تون به تهدل صبر ڪر متن ڪي م ڪج ٻنهجي ملول
اڄ صبح منپ قتل ٿيندا رڻ ۾ اولادِ رسول    ٿي ڪندو قاسم ڪفا ٿي، اڪبر و اصغر عدول

جڏهن ڪسي سڀ قتل ٿيندا رڻ ۾ هي سڀ نور عين
پوءِ امان ٿوني جو خنجر هوندو ٻر حلقِ حسين

جڏهن ٻڌو خيرالنسا ٻيبي ڪنون بانو هي ڪلام    ۽ ٻه ٿيو معلوم انڪي صبح جو سڀ قتلعام
تڏهن اٿي هشيار ٿي ڪيئن معرڪه ۾ هي ڪلام    ٻنتِ هٿو ٻيندي جا پيالا ڪئي پيو شربت جا جام

ڪنهن جي شادي ڪنهن جي مهندي ڪنهن وني جو ڪاڄ آه
نا صبح هي سهري وارو نا سندوَ سرتاج آه

ڇا چوان اي ٻيبيون هن معرڪه جي ماجرا    هي نه منهنجي پٽ جو ٻرٿو آهي مرٿو مڏعا
چو ٿا ميندي ۽ رڱيو هٿ پير منهجي، لعل جا    چو ٿا ڏيکاريو ڏکي ۽ ڪي جوڙي قاسم ڪڏ خدا

هنجي شادي ڪوڙ ميندي ڪوڙ هنجو وياهن ڪوڙ
مصطفيٰ مرسل جي ڌيءَ جو قول هرگز نا ڪوڙ

هيئن چئي سهڻي ڪي قاسم ڪي چئن لاڻي ڳيري،    آئون مٿهن قربان ٿيان سر ساه ڪي صدقو ڪري،
لعل جون لاٿون نهال ان ۾ ٻه هي آسون تري    مانَ انجي چانوَ ۾ ڪو عمر ٻئل ويهي رهي

جڏهن تون اي پٽ چانوَ وارو ٿين هي کهڙو ٿهر ڪيئي
چانوَ ۾ سونڪي وهاري اس ۾ چو واري ڇڏيئي

نا منهجي خدمت ڪيئي منظور نا محنت منهجي    وين امان رڻ ۾ رلائي ٻنهجي بابي سين ملي
سون ته اي فرزند تنهجي هن قدر خدمت ٿي ڪئي    جيئن ڪه ٻنهجي پيرزادي جي ڪري، ڪوبند ڪي

هيءَ امان هئي تنهجي دلبر جا امانتدار هئي
جيڪا هئي ما تنهجي اي پٽ خاص خدمتڪار هئي

ان کهڙي قاسم امان کي چو پري رت روئي نين    اي امان چاٿا ٿو جيڪي آهي حق الوالدين
جا اوهان ٿي، منهجي خدمت ڪئي ما منهجي سر تي ڏين    هئي رضامندي اوهانجي مون تي البت فرض عين

اسر ڪنون ٻاهر اوهانجي هي جگر ٻرٻان نه آه
هي حسن جي ٻاغ جو لالو ۽ نافرمان نه آه

پر امان ھن امر ۾ رک معاف مونکي ڏي رضا    آئون وصيت پنھجي بابي جي تہ آڻيندس بجا
توڙي ميندي لابو توڙي سر پڌايم سيھرا    آئون صبح چاچي اڳيئون سر کي ڪندس پنھجي فدا
آئون صبح چاچي اڳيئون ٿيندس شھادت شرفياب
ھي سندم ميندي پريا ھتڙا ۽ چاچي جو رڪاب

آئون جڏھن ٿيو ھوس يتيم آن عالم امڪان ۾    ٿي نبايس چاچي پنھجي دست ۽ دامان ۾
ھو صبح ٿي ھيڪلو مظلوم ھين ميدان ۾    آئون لڪايان سر کي ڪيئن ھن خانہ ويرانہ ۾
سر جھلڻ شمشير جو آيل وڏوني بار آ
ھي صبح سر منھجو ۽ چاچي جو منھجي تيار آ

ھئي اجا ھي گفتگو تا صبح جو تارو چڙھيو    پڙھي نماز صبح سرور ھيئن سڏي، سڀني کي چو
ھي جي منھجي سامھان ٿيا آہ اعدا جا ٿسو    پر فقط منھجي ئي سر جي آھي ھنکي جستجو
مدعا مونسين اٿن آئين چو ٿا سونٿي مارجو
ھڪڙي مون سر واسطي سڀ قتل ٿو ٿا ڪارجو

اي عزيزو منھجا جي ھوندہ رکو منھجي رضا    آئين وڃو مونکي ڇڏي آئون راضي ۽ منھجو خدا
نائي سر سرور اڳيئون ڪيو عرض آن اھل وفا    اسين ھڏنہ ھرگز نہ ٿينداسين تنھجي قدمن کئون جدا
جيسين دم آھي اسانجو دست ۽ دامن سندم
ڏس دامن مصطفيٰ جي آہ ھيت دامن سندم

آن جي حق ۾ چئي دعا آن بادشاہ ڪربلا    جڏ چڙھي گھوڙي تي آيو گھوٽ قاسم ڪد خدا
چائين آئون قربان ٿيان اي منھجا چاچا مبتلا    مونکي ڪر ارشاد تا پھرين سڀن آئون ٿيان فدا
ھي سعادت پھرين اولاد حسن تي ڪر بحال
پنھجي ھن پائتي کي ھي منصب نوازي ڪر نھال

شاہ چو مونکي ادي جي ھڪ وصيت ياد آہ    توکي رخصت رڻ جي ڏيان پوءِ منھجي سر بيداد آہ
پاڻ جي منھجي پلو آج توھون گھر آباد آہ    لعل گل ميندي لڳئي پر مَن سندم ناشاد آہ
سر سندم سھرا پڌي توکي مُنجا ميدان ۾
ڪيئن ادي کي منھن ڏيکاريان روضہ رضوان ۾

اي منھجا منٺار قاسم ھي نہ ٿيندي مون ھٿا    تنھجا تا آھن اجا ھٿ پيھر ميندي ۾ رتا
مير ھن ميندي جي ھٿڙن سان ۾ ھل مونسين ميٺا    مونسين ھل ھمراہ خيمي ڏي اي قاسم ڪد خدا
توڙي ھن دم ناھي حاضر آي آيا بابو سندم
سر سڄڻ تو سر تي ھي سھرو پڌي، چاچو سندم

پنھجي ھٿ ۾ ھٿ ولي آن نوشہ، ناشاد جو    شاہ خيمي ۾ اچي ڪلثوم و زينب کي چيو
آج ادي جي خاص خلعت ھنکي پھرائي، ڏجو    ۽ بہ ھنجي سر تي سھرو ويانھن جو آٿي پڌو
جا اوھانجي ھُئي مراد ۽ دل ۾ جو ارمان آہ
سا ڏسي وٺجو جو ھي گھر کا گھڙي مھمان آہ

جڏهن ٻڌين ٻهراٺي سر تي کهوٽ جي سهرو ٻڌو   شاهه کئون رخصت ولي خوشدل طرف خيمي هليو
جان وڃي مسند تي ويٺو رڻ ٻڌائين هڪ ٿيو   تڏهن وني، ٻنهجي ونيءَ کي هنطرح خوش ٿي چيو

هاڻ رخصت ڏيو راضي ٿي رباني راهه آئين
ٻنهجو حق بخشو اي بيبي سونکي لڳ الله آئين

آن ونيءَ ٻنهجي وني، کي هن طرح چو روئي زار   ٻنهجو حق سون توکي بخشيو سڀ اي سنهجا غمگسار
تنهجي خدمت ٿي ڪري، هڪ عرض هي اميدوار   هن نصيبن جي ڏکيءَ کي ڪا نشاني ڏئي سردار

آخر آن غم ۾ هو سو دولهه ڏکارو هاڻي هاڻي
آستين آنکي نشاني ڏئي سڏاريو هاڻي هاڻي

ڳل ڏسي شادي جي خلعت سر تي سهرو ويانهه جو   ڦاٽي آن چاچي جي ڇاتي ۽ جگر پرزه ٿيو
سر ڇپي ڇاتي سين لائي، شاهه شهزادي کي چو   سنهجي ٻاسي ۾ آچي، ويهه اي نئول نوشه ڏرو

هين وڃي ڪنهني سين ورنه سنهن طرف ميدان ۾ ڪر
آج آدي، سنهجي، جو گهر تون کهوٽ هنن ويران ۾ ڪر

جڏهن لڳو راوت رڻ کيو شاهه رخصت ڏئي رضا   پاڻ ٻن همراهه ٿي ۽ ڪي قدم رڻ ڏي هليا
جهن گهڙي قاسم قدم آن قتل جي رڻ ۾ رکيا   سعد جي ٻٽ سين ستمگر هن طرح ٻولڻ لڳا

پيو اچي آخر محمد جو قدم درميان ۾
شير حق حيدر جو پوٽو آيو آج ميدان ۾

سامهان تنهجي غلامن جي نه اڳهين ٿيا اسين   هاڻ هنير سامهان لڳ تنهجي ڪيئن ٿيون اي لعين
هي ته منهن ٻنهجا نه ٿا نيزن اڳيون سوڙين ڪرن   هي ترارن تي ٿا نت کهوڙا کهمائن باليقين

اي لعين اسين آتي، ٿيون ڪنهن سين تو لئي سامهان
واهه ڪيئن ٿيون مصطفي ۽ مرتضي سين سامهان

هنئي ايجان هي گفتگو تا گرم جولان ٿيو جوان   هڪڙي حمله سان ڪيرائين نابڪارن جو نشان
سعد جي ٻٽ کي ٿي سمجهائي ڪيو باري بيان   ڪر خدا جو خوف اي ناڪس نبي ڏي ڏس ندان

اي ڪنڌيل اڄ تنهجو گهوڙو هين گهڙي سيراب آهه
اڄ ڪئون آل مصطفي پاڻيءَ ٻنان بيتاب آهه

جهن جي ٻاپ جو خدا ڪيو ساقي ڪوثر خطاب   آن نبيزادن کي ترسائين پرائي، جام آب
جهن جي خاطر خلد ۾ جاري ٿيو جوزاب و شراب   آن وليءَ کي ڏين ٿو تون آنوقت پاڻي جو جواب

هي آيو آهي جو پيٺو ٻر لب دريا حسين
آهي آخر مالڪ دنيا و ما فيها حسين

آن آيجان انهر ٿي ڪيو هن قاتلن سين هي ڪلام   تا ڦري، چوڦير آيا شير جي افواج شام
توڪنيزي جي جنهن دم ڪم ڪيهر جو ڪيو تمام   چوڪري، گهوڙي تئون سرور منهن ڪري، سڏوني، امام

چا ڏسين ٿو وات سنهجي، آهه اي چاچا امام
آئون هليس جنت ۽ تون ٻي آهه چاچا السلام

هي صدا سرور سڻي جڏ ڪاهي گهوڙو رڻ هليو   جان ڏسي اَن نوجوان کي پٽ ۾ پٿرزا ٿي پيو
تڏ لهي، گهوڙي تئون ڪيابل لاشي ڇاتي ٿي لڳيو   چئين ٿي اي نوشہ ئولهي ڪهڙو مونسين ٿهر ٿيو
مونهنئون اکيين ٿي اُبا فردوس ۾ تنهجي برات
ساڻ هلئو هتين تہ هل هونڊ مونسين اي والاصفات
آخر اَن لاشي کي ڇاتي لاٿي چاچي چاہ سان   چئين اٿئي وڌتي وصيّت پنهجي بابا جي ندان
جيئن ٿي ڪيو دولهہ جي دکهن درد ڪئون آہ وفغان   تيئن ٿي اَن جي ماءُ پنهجو سنهن پٽي، ڪيو خونفشان
ڪيئن ڪريان هي سڀ حڪايت صبر ڪر "ثابت علي"
ناهي ڪنهن کي تاب و طاقت صبر ڪر "ثابت علي"

# ڪربلا رڻ ۾ قضا جڏ موت جي بازار ڪئي

ڪربلا رڻ ۾ قضا جڏ موت جي بازار ڪئي   جنس تيغ و تير و خنجر آڻي آتي انبار ڪئي
بوترابن اَن خريداري تي پنهجي، وار ڪئي   مرتضيٰ فرزند اَن سودي جي سٽ يڪبار ڪئي
شاہ جي واپار جي سڄو حقيقت هاءِ هاءِ
ڌار خنجر جي کڏائين ڏني سر جي، دولت هاءِ هاءِ
جڏهن علي اڪبر ڪہ آئون پڻ هي خريداري ڪندس   تيغ، جوهردار تي سر ناٿي سٽ ساري ڪندس
قاسم، نوشہ چوي آئون ڪاڄ تياري ڪندس   پنهجي ميندي معرڪي رڻ نهر رت جاري ڪندس
آہ اصغر ٿي تون ارهن تير هي تنهجي قرار
جيج ۾ سڀ گهوڙا ڪڏائي شام ڏي ٿيندي تيار
هاءِ يارو ڇا چوان آئون ڪربلا جو واقعو   ڪربلا مظلوم شاہ مبتلا جو واقعو
قتلعام، عترت، خيرالوريٰ جو واقعو   قيد و تاراج، عيال، مرتضيٰ جمعو واقعو
سر وڍيا نيزي چڙهيا ڌڙ بنهن تي بيدفنا رهيا
سر کليا ناموس قيدي شام ڏي رئندا هليا
آہ يارو جڏ حسين آيو بہ ميدان، بلا   ٿيو بيابان، بلائي هر بلا جو مبتلا
شاہ چو هن پٽ جو آهي ناءُ دشت، ڪربلا   ٿيندو هت سفڪ الدمائي عترت، خيرالوريٰ
آٿ وهاريو بار لاهيو اوٺيو سنهري ورهو
هي سفر هوسين تہ اٿين هت ٿيندو جيڪي حق لکيو
هيت اسانجي سر نوشت هي آهي از روز، ازل   جو اسانکي هيت رسي سو آهي ميعاد، اجل
هت اسانجو ٿيندو قطع، رشتہ، طول، امل   هيت اسين سڀ قتل ٿيندا هي اسان مدفن محل
هاءِ هيت ٿيندو اسانتي موت مارو دوستان
اَن قضا تي ري رضا ٻيو ناهي چارو دوستان

هت اسانجا سر ٻه وڍيا ٽنگيا نيزن تي سوار    هت اسانجا رڻ ۾ رُلندا پيڪرن سِيرَ ڌڙ ڪٽون ڌار
هت اسانجا سر ڌڙن کي ساري، رُئندا زار زار    هت اسانجا ڌڙ سرن ري، رت ۾ رُلندا خاڪسار

سر اسانجا شام ويندا شامين جڏ اينداوري
تڏ هي ڌڙ ٻن ڏئن ٽنگيا هيءَ خبر آهي ڪَري

هت نبي ناموس بي وارث ٿي رت رُئندا مدام    ۽ علي اولاد قيدي ٿي ٻه ويندو سوئي، شام
هيٺ حرم سر سَنهن پٽيي چونداڪر هي کوڙي قيام    آه اسين نامحرمن سُنهن دربدر رسوائي عام

يا زمين ڦاٽي تہ ٿيون زير زمين پرده پناه
يا اسمان سر ٻن اجل کي آمر فرما يا الله

هيئن چئي ڪيئون امر سيما ڪوڙيو اي خاصان حق    تابع تقدير ٿيو فرمان ٻر فرمان حق
حق اوهانکي داد ڏيندو ڏينهن جڏ ديوان حق    هاڻ صبروشڪر واجب اي رضا خواهان حق

حق اوهان تي راضي ٿيندو جيسي اوهين صابر بندا
اجر آن صبرن جو ڏيندو آئين جي سر صدقو ڪندا

هيءَ خبر ڪوفي رسي، معلوم ڪئي ابن زياد    چانين ڪمي جو هرڻ پيو دام ۾ حسب المراد
ڪوٺي سڀ ڪوفيءَ جا ڪُويا ۽ رئيسان بلاد    چانين اي نام آوارن عصر يا صدق و سداد

ڪو ڪندو همت حسين ابن علي جي جنگ تي،
آن تي جو منصب گهُري، سو ٻر مراد دل وٺي،

تڏ ڪنهو ڪنهن ڪين ۽ سڀ سرفيرو ٿيا لاجواب    ڪنهن ڪنهن هرگز ڪونہ ٿيو آنجو جواب باصواب
ني لڳان تڪرار ڪيو سڀني سين ان اهل عذاب    ڪنهن نہ ڪئي جرات ٻه جنگ عترت عالي جناب

آه آل مصطفي جو قتل آهي سخت ڪار
رنج پيغمبر عذاب حشر قهر ڪردگار

تڏ ڪچهري پاهري سڀني کي رخصت ڪئي لعين    ۽ عمر بن سعد کي خلوت سڏايوا هل ڪين
چانين توکي ري، ۽ طبرستان تي مون ڪيو تعين    ڏنڪ هي خلعت ۽ مرصع تيغ و اسپ و زرجي زين

آن سوا نقدي خزانو اشرفين پنجهه هزار
تي روانو ملڪ ڏي ڪر ڪامراني ڪامگار

امر ڪيئين فرمان لکجي ٿي *عمر نالي رقم    خلعت و شمشير و اسپ و واهه دينار و درم
ٿيو *عمر دل شاد ۽ چئين واه قادر جوڙيا ڪرم    تڏ ڏسي خوشحال جو ابن زياد اهل ستم

اي *عمر توکي هي منصب هڪڙي شرط آهي حصول
جي ٻڌيسن ڀرين ڪمر ٻر قتل اولاد رسول

---

* عمر بن سعد يزيدي لشڪر جو سپه سالار.

ڏس حسين ابن علي کي ٿيو حڪومت جو خيال    سو مديني مان ڪاهي آيو تا وٺي هي ملڪ و مال
۽ هي ملڪ و مال لئي جنگ و جدل امر محال    ٿي سپه سالار لشڪر ڪربلا و ڏيون ڪر قتال
آنجو سر آڻين وڃي تا تنهجي سرداري بجا
تنهجو منصب مستقل ۽ حڪم پائداري بجا

تڏ هڏي هي حڪم مثل مار ٿيو ٻر پيچ و تاب    چائين هي امر عظيم و ڪار زشت و ناصواب
قتل آل مصطفيٰ عصيان حق آبدي عذاب    خواري دنيا و عقبيٰ حسرت روز حساب
اُمتي ڪيئن پنهنجي پيغمبر جي عترت کي ڪُهن
جي مٿا ڪن اهڙا ڪم سي پاڻ ٿيو آخر مُٺن

سونکي رخصت ٿي وڃان گهر ۽ ڪريان ڪا مشورت    گهروڃي پنهجن ٻچن کئون ٻڌجان اي ڇا مصلحت
دين دنيا تي مٿن نقصان ڪُٺي منفعت    دولت فاني جي آخر ڪهڙي قدر و منزلت
توڙي عمر نوح هئي آخر فنا آخر فنا
گنج قارون هئي ته ڇا دنيا همه رنج و عنا

ان چيو ڏيون آهه سگهو ورندي ورائي ڪر بيان    جا صلاح ڪار بهتر سمجهي آهه سا ڪر عيان
جي مڃي فرمان ته ٿي فرمان روائي ڪامران    ورنه جيڪي ٿيئي عطا سو واري ڏي ۽ ٿي روان
هت نه ڪو جبر ۽ نه ڪو اڪراه تنهجو اختيار
جي گهُرين دنيا ته هي دنيا اٿئي اي بختيار

جي گهُرين دنيا ته هي دنيا جي دولت ٿي حصول    جي گهرجني دين تا ڏيون فقر فاقو ڪر قبول
دين دولت حشر ۾ ملندءِ جڏهن ٿي حق وصول    هي ڇا اجهاهت نقد حاصل آنجو وعدو ڪيو رسول
جي تون هئين مرد سپاهي تا مزا ڪر جان ڪي جيئن
سر ڪٽون ٻوهسج ٻئ م آيري ڪنهجي دنيا ڪنهجو دين

تڏ ڏڪي خلعت هڏي تيغ مرصع ٻر ڪم    ٿيو سوار اسپ بازرين لجام و زين زر
ري ولايت جي رياست جي رقم ٻر تاج سر    ۽ خزاني نقد جا ٻڌرا ڪٺائي آيو گهر
هي سر افرازي ڏسي سڀ ڪنهن مبارڪباد چئي
هين اچي پنهجن ٻچن سين ڪئي حقيقت حال جي

ها ٻٽيل جا ٻچ ٻه ٻئي با شوڪت و شان جلي    هڪڙي جو نالو محمد ٻي ٻئي جو نالو علي
چئون ٻلي آئين بابا واه بخشش جا ملي    چؤ سر افرازي جي صورت ڪر حقيقت منجلي
هي رقم ڪهڙي ۽ خلعت ڪهڙي ۽ هي مال ڇا
هي سرافرازي سبب ڪهڙو ۽ هي اقبال ڇا

چئين ڪه هي ري جي رياست جي رقم ٿي منهجي نام    هي ڇا سرافرازي جي خلعت ٻن ٻه تعظيم تمام
هي مرصع تيغ و زرين زين اسپ خوشخرام    هي خزانو نقد ٻهر خرچ فوج خاص و عام
ٻر هي تڏ حاصل ڪم ٻهرين قتل ٿئي آل نبي
ڪربلا ۾ مارجن بيڏوه اولاد علي

ننڍي ڄڃ جو نهاري، ٻيءَ ڏيءَ بابا هي ڇا    تون سڏائين امتي آنجو هي امت جا اجها
هي خدا و مصطفيٰ و مرتضيٰ جا لاڏلا    هنجو دعويٰ دار داور هنجو داور مصطفيٰ
هان متان آنسين وڙهين هتي هتي م ڪج اهڙو ستم
هي مسلماني نه پر ٻئل ڪافرن جو ٻئ نه ڪم
هان متان اهڙي ڪرين اهڙي نه ڪن مردانءِ دين    ڪافرن ٻئ هي نه ڪم هي ڪم نه ڪن نيڪانءِ دين
هي دو عالم جا ڌڻي سڀنون ڀلا شاهانءِ دين    دين دنيا تي م مٽ ره حق تي حقدارانءِ دين
دين دولت سڀ ڪا دولت دولتءِ دنيا فنا
دين ري، دنيا ۾ حاصل ناهي بل رنج و عنا
گهوريءِ هي دنيا ڪم جهن ۾ دين و دنيا ٿي زوال    گهوريو هي گهوڙو ۽ خلعت گهوري هي زر ۽ قيمتي مال
گهوري هي ري جي رياست گهوريو طبرستان محال    گهر ۾ ويٺو گهڻو خدا تا سڀ ڪين بخشي ٿين نهال
هي حسن ابنءِ علي سين ڪيم وڙهه پيدين م ٿي
دين ري دنيا نه ماندني ڪين تي پڻ ڪين م ٿي
هي خدا جو نور شاهءِ انبيا جو نور عين    فاطمه جو نور شاهءِ اوليا جو نور عين
هي حسن جو زور بازو مجتبيٰ جو نور عين    هي شهءِ دنيا و دين آلءِ عبا جو نور عين
هن جي منهن ۾ ڏس نه سڀ نورءِ الاهي جلوه گر
هن ڪنون روشن عرش و ڪرسي حق جو هي شمس و قمر
هن کي پيغمبر ٿي پاليو پنهجي سيني تي سدا    فاطمه جو ناز پرور مرتضيٰ جو دلربا
هي نبي جو لاڏلو هن تنون نبي ڪيو ڄڃ فدا    هي شهءِ اهلءِ زمان هي زينتءِ عرشءِ علا
جي خدا گهرجي نه وٺون آنجي رفاقت ڪر قبول
هن رفاقت ۾ خدا خوشنود ۽ راضي رسول
هي سدا هو صاحب المعراج جي موڍي سوار    هينجي سر دستارءِ مرسل صدر صاحب تاجدار
هي متان هي سر وڍين هي سر م ڪج ڌڙ کنون ڌار    هي م ڪج هن ڌڙ کي سر ري، خاڪ و خون ۾ خاڪسار
هنجي سر کي آهي سبحان الذي اسريٰ جو شان
سو م ڪج ڌڙ کنون جدا ۽ ڪج م بر نوڪ سنان
هي اٿئي نهرءِ لبن صاحب بهشتي بادشاه    سو م ڪج پاڻي پياسو هنجيءِ آج قهرءِ الله
هن ڪنون عالم جي شفاعت هن جو اصغرسان چاه    هو متان پاڻي گهري، تون تير مارين بيگناه
هي م پاڻي کي سڪائج هن ۾ ڪوثر جي اميد
نا اميد آنکي م ڪج رک ان ۾ محشر جي اميد
هينجو ثاني ناه ڪو هي بي نظير و بي مثال    هي جو سڀ کنون بي مثال و صاحبءِ فضل و ڪمال
هنجو قاسم پاڻيو بدرءِ شرف يوسف جمال    هنجو ڄڃ اڪبر علي شڪلءِ نبي حيدر خصال
هنجي هڪ هڪ اڪبر و اصغر کي چؤ روحي فداڪ
هي سڀئي نور؟ علي نور آنجو عاشق رب پاڪ

هنجي قاسم جو مٿ وڍي سر ڪر مٿ نيزي، تي سوار  هنجي نوشه نؤ ورن جا رت مٿ پر زلفن جا وار
هنجي اڪبر جو مٿ وڍي سر ڪر مٿ محشر آشڪار  هي قيامت سڄ ٿي نيزي پاند ساڙيندو ديار

هينجي اصغر ڪي مٿ تيرن تڄ ڪي ٻائي ڏي پليد
روح پيغمبر مٿ رنجع تـوڙي راضـي ٿـي يـزيد

هي اٿئي درياني رحمت سو مٿ دريا تئون آثار  هنجو عباس آهي خضر آل سو پياسو مٿ مار
جي سڪندر بخت ٿين تان وٺون مٿ سر پنهجو وار  هـــي سليمان خدائي ديو هن دعوي ۾ نار

هن سان دعوت ڪا مٿ ڪر هي پاڻ دعوت جو ڌڻي
هن ڪٿون بيعت ڪيم گهر هي پاڻ بيعت جو ڌڻي

هن جي بيعت بيعت حق هي اولوالامر زمان  هن جي دعوت، دين دعوت فرض بر جملہ جهان
هي نہ ڪو بيعت ڪندو نہ ٿيندو تابع ناڪسان  خواه ناڪس ڪن ڪي ناحق خواه ظالم ڪن زيان

پنهجو سر جي ڏي تہ ڏي پر هو سلامي ڪين ٿي
تـــابع حق، تـــابع امر حـــرامـــي ڪين ٿي

هي نندي پٽ جي نصيحت سڀ سڻي او بيحيا  سهن وڏي پٽ ڏي ڪري چائين ڪہ تون ٻن چؤ تہ ڪا
هن تہ ڏٺي هيٺون دل مهنجي گهائي دلربا  ڪو دلاسو توڪي هنئي تاڏي ۽ خاطر ڪر بجا

ورنہ هـــي خلعت ۽ اسپ و تيغ و زر واري ڏيـان
پنهجو سر ٻن ڏيان وچي پا پنهجي گهر ويهي رهان

تڏ وڏي پٽ چو آبا جيڪي نندي چو سڀ درست  پر هي زر نقد آهي ۽ هو وعده نامحڪم ۽ سست
هو بہ روز حشر حاصل جي لکيو روز نخست  سر نوشت بخت هرگز ڪس بہ هيچ آبي نہ شُست

هو جي مولا ڏي تہ ملندي هي ملي سا ڪيم ڇڏ
جيڪا قسمت ٿي سا وٺ آنڪئون زياده پئي مٿ هڏ

تڏ ٻنڌي چائين اسين مرد سپاهي سرفروش  رزق خاطر سرفروشي آهي ڪار اهل جوش
معرڪہ ميدان ۾ مثل شير ڪر جوش وخروش  تيغ ماري تخت وٺ ڪر خصم ڪي حلقہ بگوش

اي حفص تون وٺ رقم ٿي ري، رياست ڏي روان
هـــي *عمر ۽ ڪربلا هـــي تيغ ۽ قتل ســران

ٿيـو روان دارالامارت، جـــانب ابـن زياد  چو ٿـي ابن زياد آنڪي رئيس ري، بلاد
چؤ تہ ڪهڙي مصلحت ڪيئي دل گهرئي ڪهڙي مراد  تاج پهري تخت وهندين پا تڏي تي رب ياد

آن چيو آنـــون تـــابع فـــرمـــان ارشاد امير
آمـــر ٿـــي آئيان وڍي ڌڙ تئون سر حضرت شبير

---

* عمر بن سعد يزيدي لشڪر جو سپه سالار.

ڪربلا جي هيءَ مهم آهي *عمر تي آستوار ٿي مرد لشڪر جي تا ڪاهي وڃي دنهن ڪار
صاحب بسراق جي، اسوار سر نيزي سوار باهم خورد و ڪلان هُو تارا ۽ هي بدر وار

آلسي سڀ حاضر ڪري بابند ڍيان اهلبيت
۽ ڪري سڀڪي عيان جيڪي بيان اهلبيت

امر ٿيو ڪوفي جو لشڪر جمع ٿيو سترنهن هزار پنجهزار آن سان شامين جا به سرڪش ڪيا تيار
شمر و ارزق درعه جابر جعفيه ۽ نسي، يسار آن ۾ ڪي، سالار لشڪر ۽ ڪي مرد ڪارزار

ٿي *عمر سالار لشڪر ڪربلا ڏي ڪاه ڪئي
جنگ عترت جي مصمم آن ڪئنل گمراه ڪئي

هي عمر آيو ۽ دشت ڪربلا ۾ ڪيائين دُوم بادشاهِ بي سپه تي ڪيائين لشڪر جا هجوم
شاه کي پيغام سرڪش ڏي ڪم اي بي شرم شوم . ڪيئن اسانتي آئين ميڙي، اچ سپاه شام و روم

آسين مسڪينن جا مسافر جمله باهتر ڇٽان
تو اسان تورن جي مارڻ ڪاڻ ڇو آندا گهڻان

اي *عمر اسين اصل بيدل دل شڪسته دلملول دل شڪن دشمن خدا جا ڪر م جوش هڙا جهول
ڪي ادب ڪر آتي آسين عترت آل رسول جي اسان سين وڙهندين تا سڀ عذر تنهجا ناقبول

هي اسانجا خون ناحق ڪين بخشيندو ٿي خدا
جي خدا پائين ته خوش ٿي ڪر م هي سر ڌڙ جدا

هي سر لولاڪ چٽت هي سر ته سرداران دين هي سر تقويم احسن جي قبا شاهان دين
هن سرن ڪي سيني لايو مصطفيٰ سلطان دين هين ڌڙن کي لاڏ پاليو مرتضيٰ برهان دين

هي خدا و مصطفيٰ و مرتضيٰ جا لاڏلا
ڪر م هي سر نيزي سر هي ڌڙ م سٽ دشت بلا

اي *عمر هي شافع محشر جا پٽ محشر ڏٺي هنڪئون محشر ڇونڪو هي دين جو داور ڏٺي
اي عمر هي ساقي ڪوثر جو پٽ ڪوثر ڏٺي هنڪئون ڪوثر جون آسيدون هي امت ياور ڏٺي

هينڪي پياسو ڪيم رک هي لعل لب تشنه م مار
هي سيني دُر يتيم آنکي م دريا تئون آثار

ڇوه عمر جي سيني سچ آهه ليڪ آچ ابن زياد آهي حاڪم وقت جو سو شوخ طبع و پر عناد
جي ڪريو بيعت ته بهتر پوه نه ڪو شور و فساد ورنه هي ميدان مقتل عرصه، جنگ و جهاد

خواه سر نيزي، چڙهن خواه رڻ رهن ڌڙ بيڪفن
سر اسان نيٺان ۽ ڌڙ ڪنهجي قبر ڪنهجو ڪفن

---

* عمر بن سعد، يزيدي لشڪر جو سپه سالار.

شاه چو شڪر خدا حجّت اسانجي ٿي تمام    جو نصيحت جو هو حق ڪيو سن آدا بر خاص و عام
ري رضينا بالقضا هاڻي نہ بهتر ٻيو ڪلام    رب عادل سڀ تي حاڪم ڪنهجي ٻيو ٻہ تہ جا سلام

جن تي صلوات و سلام سڀ سلامي ڪيئن ٿين
خواه رڻ ڏاڙ بدفن ۽ سر وڍي نيزي ٿين

تڏ ڪري، قطع، اميد زندگي آل نبي    نرغہ اهل جفا جا ٻڌي اولاد علي
موت جا ٿيا منتظر صابر بندا شاڪر ولي    تشنگي ڪئون طئي، جي روزي ۾ ٿي ويئا متقي

آه جهن دم اڄ ڪنئون ٿيا بيتاب طفلان حسين
العطش ڪيو تي، لڳا ناموس نالان حسين

جڏ عذاب، اڄ ڪنئون تي سر ٻنهن تي ساريو اهلبيت    هاء پاڻي هاء پاڻي ڪيو پڪاريو اهلبيت
۽ اکين ٻنهجن ڪنئون هر دم رت تي هاريو اهلبيت    رت هنجون روئي تي سيني کي رڻاريو اهلبيت

اهلبيت مصطفي تي هر گهڙي هئي روز حشر
العطش هئي، ڪين ٻل هئي آتش ٻر شور و حشر

تڏ مجاهد في سبيل الله ٿيو صابر امام    آن مجاهد ٻن ڪمر محڪم ٻڌي بر قتلعام
امت سرڪش بجنگ عترت خيرالانام    ٿيا ٻہ ميدان وغا صف صف هجوم ازدهام

شام و ڪوفي جي شريرن هئي نہ ڪيو شرم و حيا
بيحيا بيدين تي، هي ديسن ڏاڙ سين وڙهيا

پس ڏهين ماه محرم روز جمعہ جنگ ٿي    عترت خيرالوريٰ تي دار دنيا تنگ ٿي
امت بي رحم بي ناموس ۽ بي ننگ ٿي    دلشڪستن جي ڏ ڪنئون ڏ ڪيارا بس دل سنگ ٿي

ڪنهن کي هرگز ڪونہ رحم آيو بر اولاد رسول
سرغہ بسمل جيئن تي تڙڦيا رڻ يتيمان بتول

ڇا جوان قاسم جو تڙڦڻ ڇا جوان اڪبر جو موت    ڇا جوان عباس ڪيئن ٿيو ڪيئن لڪان اصغر جو موت
ههڙو مارو ڪڏ نہ ٿيو ڪڏهن جا هم لشڪر جو موت    تا قيامت ڪين وسري هي شہ سرور جو موت

هن شهادت موت جو شرح و بيان آهي محال
ٻرزقون فرحين ٿيا شهدائي بزم ذوالجلال

آه يارو ڇا جوان آئون ڪربلا جو قتلعام    روز قتل ڪربلا هو بدتر از روز قيام
بل قيامت هڪڙو سج سر تي ڪندو تابش تمام    هت گهڻان سج نيزي سر جنجڳ ٻگر ساڙيا مدام

ڪنهن ڪنئون ٿي مذڪور ذڪر ڪربلا جو واقعو
ڪربلا مظلوم شاه مبتلا جو واقعو

آهہ "ثابت ڪربلائي" ڪربلا شہ جو غلام    ڪربلا جي شاه جو چئي مرثيو دائم مدام
ڪربلا زوّار ٿي ڪيئن شاه جي دَرَ جو سلام    آنکي شہ دارالسّلام خلد ۾ ڏيندو مقام

تنهجو هر دم ورد آهي يا علي و يا حسين
حق ڪندو محشور آنکي يا علي و يا حسين

# جڏ اڪبر مظلوم کي گهايل ڏسي گهوڙي

جڏ اڪبر مظلوم کي گهايل ڏسي، گهوڙي رڻ کي ڇڏي خيمي جي طرف منهن هليو موڙي
پر آهه جو اڪبر کي ڦٽن نيو هو نهوڙي ۽ هيٺ سي، لکي آنوقت ٻه او ويل وڇوڙي
ٻابي کي رسيو ڪين ڪريو وات تي فرزند
گهوڙو وري آيو نه وريو گهوڙي جو خاوند

گهوڙي جي ويل واڳ ڪيل زين جو زين پوش ۽ زين ٻه پاسي تي ڏريل ٻنهن سين هم آغوش
منهن رت پريو ٻنهن تي هئي خجالت زده خاموش هي حال ڏسي ڪيو شه سرور جي جگر جوش
چئين آه اي گهوڙا منهنجي اڪبر جي خبر ڪر
ڪيئي ڪاڏي سندم نور، نظر مون ڏي نظر ڪر

اي گهوڙا سنهين هئي منهنجي اڪبر جي سواري هئي منهنجي بهادر ڪئي طرف رڻ جي تياري
تنهن رڻ وڃي مقتل ۾ قيامت ڪري، ڪاري هو اهل جفا کي ڪئي رت نهر ڪئي جاري
سو ڪاٿي ڇڏي آئين اي اڪبر جا عراقي
چو نه آيو وري ٻابي جو فرزند فراقي

تڏ گهوڙي ڏسي شاه کي ڪيو نعره، جانڪاه ۽ سر سين اشارو ڪم هلو مونسين شهنشاه
اڪبر آيو مظلوم هليو گهوڙي سين همراه هڪ گوشي، مقتل ۾ ڏٺئين پٽ پيو ناگاه
آنوقت لڳي آنجي جگر ۾ جا ڪٽاري
سا پيا سو آيو چائي وڃا خالق باري

آت منهن ڪري خالق ڏي ڪئي مظلوم مناجات چئين اي منهنجا الله جا لاڙ بالي سندم ذات
ڪيئي صاحب لولاڪ جي عترت سين عنايات ٿيا شير شهادت جي شرف صاحب درجات
سڀ صاحب معراج جا سڀ صاحب معراج
هي نيزي چڙهيا سر صحي ثقلين جا سرتاج

اي منهنجا خدا هي منهنجو جاني علي اڪبر همشڪل نبي حيدر ثاني علي اڪبر
سو جاني هليو ڪٽڪ هئي ڪاٿي علي اڪبر سو جاني ويو مرگ جواني علي اڪبر
هي منهنجو علي اڪبر مظلوم ٻه ماريو
هي منهنجو نبي شڪل علي پيار سڏاريو

تنهن بعد مديني ڪري، منهن چو شه، مظلوم اي نانا نبي ڏس هي ستم ڪيا جي *عمر شوم
ڪيئي شام ۽ ڪوفي جا ڪٽڪ ميڙي ڦڪيل قوم ويا تنهجي مديني جا مسافر مري، مظلوم
پيا مرسل مدني منهجي اڪبر کي ڪٽائون
اڪبر کي ڪهي پانوي ٻي پر کي مٺائون

---

* عمر بن سعد يزيدي لشڪر جو سپه سالار.

اي نانا هي اڪبر هو سندم يوسفِ ثاني    هي ماهِ لقا منهنجو هو تو سندهن جي نشاني
تنهن تنهنجي نشاني ٻه ڇڏيو عالمِ فاني    سو جاني جگر ساڙي هليو ٻاٻي جو جاني

يا شاهِ رُسل ڏس اچي شبير جو احوال
شبّر کنون پوءِ توکي نسي پرتو هي سندم آل

اي نانا نبي مومنين اُمت آهي دغا ڪئي    خط مڪر جا خاطر لکي دعوت جي ندا ڪئي
ماڻ ڪوفي ڪنهن ٿا ڏس اهلِ جفا ڪئي    عهدن ۽ قرارن تي ولهين وه جا وفا ڪئي

مسلم کي مڪرم تنهن کي ڪُٺو ڪوفي ۾ ڪوفين
سڀ ڪُرم سين مونکي ٻه ڪُٺو شام جي شامين

اي نانا نبي اڄ منهنجا سڀ يار ڪُٺائون    هين تنهنجي مهاجر جا سڀ انصار ڪُٺائون
هين غمزده مغموم جا غمخوار ڪُٺائون    عباس جهڙا ٻانڙ علمدار ڪُٺائون

قاسم جهڙا پانڌيا ڪهي ڪيئون قهر حسن تي
اڪبر جهڙا ٻئي ماري مٿئون تنهنجي موهن کي

اي نانا نبي ڏس اچي هي منهنجو نواسو    هي تنهنجو نواسو آٿئي ٻالي جو پياسو
ڪي ٻالي پياري ڏجي دلگير دلاسو    ورنه هي پياسو هليو دنيا کنون نراسو

يا خواجهِ عالم هي سندم عترتِ اطهر
اڄ ماري ڪُٺا شام ڪنڪ اڪبر و اصغر

پوءِ رو ٻه نجف ڏي ڪيئين هڪ ناله جانڪاه    سا عرشِ علي تي سُٽي ملڪوت ٻه ڪئي آه
چئين يا وصيِّ احمدِ مرسل وليُّ الله    ڏس ڪوفي جا لابوفي ۽ هي شام جا گمراه

يا شيرِ خدا اڄ منهنجا سڀ شير ڪُٺائون
ويرنهه هي سندم ويسر رکي وِسر ڪُٺائون

هيئن چئي وجهي پاڪر ڪنيو پيءُ پياري پسر کي    گهوڙي تي اگيئون پنهنجي رکي پنهنجي جگر کي
سيني تي جهلي آن ٽن پيجان ڍلي سر کي    در تي اچي خيمه جي پڪاريئن سڄي گهر کي

گهر شام شهيدان جي مٿو شور حشر جو
ٻل حشر ٻه هڪ شمّه آهيءَ شور ۽ شر جو

اڪبر کي ڏسي اهلِ حرم ۾ ٿي قيامت    سر خاڪ وجهي منهن پٽي ڪيئون حشر علامت
هئي هئي علي اڪبر گلِ گلزارِ امامت    پٽي پٽ تي ڪري سرو سهي جهڙي سا قامت

ڪيو باغ نبوت جو اُمت آه خزاني
ريحانِ رسالت تي نه ڪيئون آب رواني

قاسم جي امان چئي منهنجا قاسم جهڙا اڪبر    اڪبر جي امان چئي منهنجا آذر اجها اڪبر
سر ڦوڙي پٽي منهن پٽي، چئي هئي ابا اڪبر    آزار سين عابد چوي هئي هئي آدا اڪبر

اڪبر جي ابي ٻن ٿي چيو منهنجا جگر آهه
ٻابي، جو جگر ساڙي، هلين پيارا پسر آهه

اڪبر کي شهيدن سين گڏي شاهہ شهيدان ڪيو عزم شهادت جو هوا خواهہ شهيدان
سو شاهہ شهيدان هليو همراهہ شهيدان ٿيو سيف ڪٺي هٿ سڱوني، جنگاهہ شهيدان
آن شير شهادت رسي سر نيزه جهلايو
پٽ صاحبہ معراج جي معراج ڪمايو

"ثابت علي" آن شاهہ شهيدان جو سلامي ۽ اڪبر و اصغر جو مدح خوان مدامي
۽ قاسم و عباس جي پڻ ڪيائين غلامي صدقو علي اڪبر جو ٿي ڪربل جو مقامي
اي ڪرب و بلا سائين تون سڻ آنجي دعا کي
پاشاهہ دو عالم هي ميلو ذبيح گدا کي

---

# مومنان ماه محرم آهي ماه اهلبيت

مومنان ماهہ محرم آهي ماهہ اهلبيت ٿيو شهيد آن ماه ۾ او پادشاهہ اهلبيت
هئي حسين ابن علي پشت و پناهہ اهلبيت ڪربلا ڏي ڪاهيو سرور با سپاهہ اهلبيت
سيد اهلہ جنان ٿيو طرف جنت جي روان
سر پٽين اهلہ زمين رت رنن اهلہ آسمان

پادشاهہ دين و دنيا ويو ڇڏي دنيا ديار يثرب و بطحي ڏٺي هئي هئي هليو دارالقرار
تخت شاهي تختہ تابوت ڪيو آن شهريار بزمہ عشرت حلقہ ماتم ٿي هر خوردوڪبار
جن و انسان ۾ عزا ملڪوت ۾ ٿيو شورشين
عرش و ڪرسي زلزلو هر سو صدا وائي حسين

نورچشمہ مصطفي ڪوفن سڏايو ڪربلا جسم و جانہ مرتضي شامين ستايو بيخطا
ڪلمہ گو ڪفار امت قتل ڪيا آلہ عبا ترڦندي ڌرتيءَ تي سِر نيزي مٿي چاڙهي هليا
صاحبہ معراج جي فرزند جو سر برسنان
ذڪر سبحان الذي اسري بعبده بر زبان

اڄ مديني مصطفي ٿو فاتحہ خواني ڪري آڄ نجف ٿو مرتضي ماتم مٿنهن ماني ڪري
حضرتہ زهرا پٽن لئي پاڻ ٿي فاني ڪري ڪربلا ۾ آئي خلدوّن خانہ ويراني ڪري
چئي وجهي سر خاڪ خاتون يا خدا فرياد رس
مصطفي فرياد رس يا مرتضي فرياد رس

ڪاڄ قاسم جو هنڌيہ جنت مٿون آئي فاطمہ نور عرش الله احمد جام جائي فاطمہ
رڻ ڏسي سڀ ڪڙم جي يڪسر ڪٽائي فاطمہ منهن پٽي، رت روئي سر واري وسائي فاطمہ
حشر ڪيا حورن ۽ روح القدس رضوان رت رنو
هئي بهشتين رت رنو غلمان و ولدان رت رنو

هاهه حورن رت رنو فردوس اعليٰ رت رنو حوضِ ڪوثر رت رنو ۽ سدره طوبيٰ رت رنو
عرش وڪرسي رت رنو ملڪوت عُليا رت رنو مصطفيٰ ڪـڏ مرسلن چئي وا حسينا رت رنـو
سـر ٻئي آدم صفي چئي نـوح چا طوفـان ٿيو
چئي خليل آئي ذبح اڪبر آئون مٿئنهه قربان ٿيو

مرسلن ڪڏ ماتمي ٿي مصطفيٰ چئي وا حسين مرثيه خوانن جي حلقي مرتضيٰ چئي وا حسين
سر ٻئي، سينو ڪٽي، خيرالنسا چئي وا حسين زندگي ٿي زهر حسن المجتبيٰ چئي وا حسين
آه عـابـد نـاتـوان بـا اهلبيت دردنـاڪ
هئي شهِ لولاڪ عترت سـر ٻئي ٿـي سينه چاڪ

وا حسينا چئي نبي هنج ۾ ڪري بي سر بدن وا حسينا چئي علي ٻرخون ٿـي ٻٽ ٻيڪفن
سر ٿـي قاسم جي سهرا وا حسينا چئي حسن غش ٿـي زهـرا ۽ دارلخلـد ٿيو بيت الحزن
ٿـي شهـادت آه فـرزنـد رسـول الله جـي
عـالـم عقبيٰ طـرف سنهڻي سواري شاهه جـي

ڪربلا قتلعام جي جڏ خلد مئون آئي خبر مصطفيٰ سڀ مرسلن ڪڏ ٻهربين ڪيا آن هنڌ حشر
تنهن تئون ڪانڌي ٿي عليا ۾ جت ڪٺا جاني جگر مصطفيٰ جوڙيـو جنازو مـرتضيٰ کوٽي قـبر
ڏني ڪفن ڪيئون دفن آت ٻنهجا سيڻي نيڻ لـار
حلقه مـاتـم ڪري بـاهـم رئانون زار زار

هئي شبيه مصطفيٰ اڪبر علي ابن حسين مرتضيٰ صورت علي اصغر حسيني نـور عين
اڪبر و اصغر جي ماتم خواجه بدر و حنين ٿيو گهڻو غمگين هو ارض و سما ۾ شور شين
آه مرسل جام جـسي عترت تـسي آمت قهر ڪيا
هي نـم آمت بـل هي مرتد بـدر ويري ٿي وڙهيا

واتي قاسم تنهجا سهرا واهه شادي تنهجي شاه خلعت شادي ڪفن ٿيو تاج صاحب ڪج ڪلاهه
تو تئون لک سرساه صدقو اي حسن سرور جا ساه اي شجاعت ۽ شهادت جي فلڪ جا مهر و ماه
تـسو وصيت والد مرحوم جـي تـسي ڪيو عمل
ورنه تنهجو عمر مشفق ڪيئن ڏسي سکهندو اجل

آه عبـاس علـي بـازونـي شاهِ ڪربلا جعفر طيـار عترت حـمـزه آل عـبـا
مشڪ سونهي ۾ ڪٽي ٿيو خضر آل مصطفيٰ ساقي ڪوثر جي پياسن لئي هليو ڪيئين وس وڏا
آه عباس عـلـي بـازو ڪپانـي ٿـيـو شهيد
شاه ڀـي بـازو ٿيو سو ڀـڳ ڪٽو قوم يزيد

آه يارو چا چوان آئـون ڪربـلا جو واقعو ڪربـلا مظلوم شـاهِ مبتلا جـو واقعو
قتلعام عترت خيرالـوريٰ جـو واقـعـو قيد و تـاراج عيـال مصطفيٰ جـو واقعو
سر وڍيا نيزي چڙهيا قرّ ٻنهن تي ڀي دفنا رهيا
سـر ڪليا نـاموس قيدي شـام ڏي رئندا هليا

آه زين العابدين ٿيو شام زندان ۾ اسير    تابع تقدير حق ڪيو صبر بر حڪم قدير
هي ثمر لولاڪ صاحب نائب صدر و سرير    اهل عصمت جي آئن جي واڳ با حال حقير
ڪاروان سالار عترت آل جو ٿيو ساروان
شال رب واري وطن ايءُ ڪربلائي ڪاروان

ڪربلا جو ڪاروان آندو مديني ۾ خدا    ڪيئين مديني مير سان سڀ شرح حال ڪربلا
مصطفيٰ اِنّا اليه الراجعون چو بر قضا    نعم اجر الصابرين جنت جزا ڪوثر عطا
انتقام انجو عذاب ظالمان يوم القيام
رب عادل آهي داور هو عزيزٌ ذُو انتقام

مخلصان عترت اطهار ليندا جنتي    دوستان اهلبيت از رحمت حق رحمتي
انجو دشمن دوزخي نيت لعن لائق لعنتي    پيو پڙهي ڪلمون ۽ قرآن تا بہ ناهي امتي
امتي سي جي نبي جي آل تئون هردم نثار
انجي بخشش حشر با آل نبي روز شمار

مومنان آن ماه ۾ رحلت ڪئي مير زمان    مير دين پرور خديو عصر شاه ڪامران
ذو الظفر فتح علي خان فتح و نصرت تو امان    رات عاشوري جي با شاه شهيدان ٿيو روان
هو محبّ خاص عترت خير خواه اهلبيت
ٿيو بہ ماه اهلبيت اندر پناه اهلبيت

آه شاه بي مثل فتح علي خان نامدار    زه سليمان و سڪندر تخت جمشيد اقتدار
زيب تاج و تخت و مسند سنڌ ڪشور شهريار    صدر سلطاني ڇڏي با شاه شهدا ٿيو تيار
مثل مختار و مُسيّب هو هوادار حسين
صاحب دربار دنيا ويو بہ ديدار حسين

ورهيہ ارڙهين عمر ٿيو هو سنڌ ڪشور بادشاه    سال چاليهين ۾ رحلت ڪئي شہ گيتي پناه
سلطنت ايڪيهہ سال او صاحب سيف و سپاه    سال ٻاويهين ۾ ٿيو او ماه واصل با الله
هو خدا جو خاص خاصان خدا سين ٿيو وصول
هيت ۽ هُت با حيدر و حسنين در بزم رسول

بيست و يڪم ماه رمضان هئي ولادت مير جي    جهن ۾ واقع ٿي شهادت شاه خيبر گير جي
رات عاشوري جي رحلت تابع تقدير جي    جهن ۾ جنت ڏي سواري حضرت شبّير جي
بادشاهي برقرار و تخت و مسند برقرار
تخت بخشي پاڻ کي داور هليو دارالقرار

يا الٰهي حرمت حضرات آل طيّبين    انکي ڪر مرحوم ۽ رک تون ثمر دنيا و دين
هو نبيءَ جو مجلسي هنجو علي ياور مُعين    آت نبي ناصرٌ سندس ۽ والي انجو باليقين
تون بہ "ثابت ڪربلائي" مرثيہ خوان مير جو
مصطفيٰ شافع سندم تون ماتمي شبّير جو

# سنيپو سوئي مقتل جي جڏهن سبطِ پيمبر

سنئيپو سوئي مقتل جي جڏهن سبطِ پيمبر ڪيئين پنهجا جگرِ ساڻ علي اڪبر ۽ اصغر
سي سامهون سرور جي جڏهن ٿي رهيا بي سر سير سبطِ پيمبر تي ڪهيو شمر هڻي خنجر
با خنجرِ خونخوار سرِ شاهِ دو عالم
ببرّيد لعين شمر ببين اين چه تظلّم

سرداِن خدا محورِ ثنا خالقِ اڪبر ۽ حمد و ثنا بعد چوان نعتِ پيمبر
آهَ خونِ جگر سان ٿو لکان موت جو محضر رهي خاڪ بسر جن و بشر جمله ڪي يڪسر
آندم ز قضا سر شهِ لولاڪ قاسم شد
با آه و فغانِ ملڪ افلاڪ بغم شد

ڪربل جو جڏهن قيد قتل شرح ٿيو يڪبار ٿيا جنّ و بشر جمله بسر خاڪ عزادار
جنّ قتل ڪرايو هو ولهين دين جو سردار سي ڪلمه گو ڪفار هم شام جا اشرار
ڪر دند جدا سر ز تنِ شاه مڪرم
در لرزه در آمد فلڪ عرشِ معظّم

جڏ آيو حسين ابنِ علي دشتِ بلا ۾ غوغاء آئيو حشر جو تڏ ارض و سما ۾
جئون آيو اسد حق جو ھلي ڪرب و بلا ۾ تياري ٿي هل مين جي ٻجا اهلِ جفا ۾
با آلِ نبي ڪرد عمر فتنهٔ نيرنگ
با تيغ و سنان ڪرد زمين قتل گهِ تنگ

ماريو لبِ دريا جي جوان شه جو برادر تنهن بعد ڪُٺن قتل ڪرايو علي اڪبر
بيتاب عطش ڪئون ٿي رهيو هو علي اصغر قاسم ۾ ڪُسي رت ۾ ھنڌي پنهجي ٿيو تر
سر ها بسر سنان رفت بدن غرق بخون شد
در خيمهٔ عصمت همه را فرق نگون شد

بسي دين عمر هاه ڪنا عترتِ حيدر بسي سر بسه زمين ماريه ڪئون سبطِ پيمبر
پڌوه سُٺن قتل ڪيو مرسل جو مجاور صفدر جي شجاعت ٿي ڏسي خالقِ اڪبر
بُر دند سوئي شام سرِ قبلهٔ عالم
در شش جهت افلاڪ شده آه و فغانم

سر سبطِ پيمبر جو شمر تن ڪئون قلم ڪيو ۽ سر کي وڌي تن ڪئون هو ٻر نوڪ علم ڪيو
سر آلِ محمّد جي سڀون هاه ستم ڪيو ۽ طوق گلي سرورِ حسينا جي ڪي خم ڪيو
در ماتمِ شبّير همه سينه دريدند
سر خاڪ جگر چاڪ دران دشت دريدند

عابد کي سڪينه جو ادا ڪيڏي ابو ويو عابد جو سڪينه کي ابو رڻ ذي مدارايو
بي دين عمر بير تنهجي بابي، جو جدا ڪيو اڄ آبو يتيمي جو سندم سر آئي سايو

امروز شمر کرد قلم سر پدرم را
بر نوکِ علم کرد سرِ تاج سرم را

جنهن وقت سڪينه ٻڌو عابد کان آبو مو يڪس ڪري ڪربل ۾ ابو مونکي ڇڏي ويو
سر منهن کي سڪينه پٽي جو هاءِ ستم ٿيو سڀ ڪڙم حسينا جو ڪٺو گهر نه وريو ڪو

سر رفت بمعراج و تن غرق بخون شد
افتاده ستون ڪعبه زمين زار زبون شد

الغرض شهنشاه تي هي حڪمِ خدا ٿيو سر سبطِ پيمبر ز قضا تن کئون جدا ٿيو
۽ طوق گلي عابدِ يڪس بي ندا ٿيو جن و بشر و حور و ملڪ حشر سدا ٿيو

ڪردند جدا سر ز تنِ بدرِ نبوت
بردند بسر غارت همگي صدرِ رسالت

القصه جڏهن ٿي رهي حضرت جي شهادت بي دين عمر آلِ نبي تي ڪئي قيامت
يڪبار ڪٽل صاف ڪيو گلزارِ رسالت ڪيو ظلم سان تاراج تڙبل تاجِ امامت

اي فتنه پر آشوب فلڪ غرق بخون شؤ
آثارِ قيامت شده يڪبار نگون شؤ

هٿ خنجرِ خوني ڪري خونخوار آئي آيو از تشنهِ حلقوم تي حربي ٿي هلايو
هئي حضرتِ شبير کي رڻ ۾ جو رهايو سر سبطِ پيمبر جو سنان سر تي چڙهايو

بر نوکِ سنان يافت سر رتبهِ معراج
تن گشته بي دفن زمين مارية محتاج

پٽ سعد لڳو عترتِ اطهر کي ستائڻ هي تخت نبوت کي لڳو رڻ ۾ لٽائڻ
عابد کي ڪري قيد هليو شام گهمائڻ عصمت شرِ مظلوم جي پرديس هلائڻ

بد ذات عمر قتل جگر بندِ علي کرد
شداد نسب شمر چه با آلِ نبي کرد

"ثابت علي" زوار سدا شرِ جي الم ۾ چؤ مرثيه "مسڪين" جيان سوز ۽ غم ۾
"محزون" ۽ "مقبل" جي طرح درد جي دم ۾ ڪاغذ ڳري ڳوڙها ٿيا قيامت ٿي قلم ۾

تقدير سرِ لوح و قلم نقش چنين ساخت
باشانِ شهادت همگي قرب و قرين ساخت

# هيءِ هيءِ نبي جي نور تي ڪيو ظلم ظالمن

هَيءِ هَيءِ نبي جي نور تي ڪيو ظلم ظالمن محبوب مصطفيٰ جو ڪُٺو هاڻي ڪافرن
سي ويا ڇڏي بهادر ڏُٺي ديس دشمنن تن جي عزا ۾ عالم افلاڪ رت رُنن

آهي عزا ۾ آنجي عزادار مصطفيٰ
ارض و فلڪ عزا ۾ دل افگار مرتضيٰ

سڀ جن و انس ارض و فلڪ آهي منجهه عزا ارواح اشڪبار ٻميءِ عرش ڪبريا
عرش خدا ٻه ساتي فردوس فاطما جنهجا ڪُٺا قريب ٿُٺن ڪولي ڪربلا

ارواح انبيا ٿا رُٺن زار مُنجلي
ٻا انبيا محمد و ٻا اوليا علي

هَيءِ هَيءِ رنجايو روح محمد جو تن مُٺن محبوب مصطفيٰ جو ڪُٺي قهر ڪيو آنهن
ناحق نبي جي نور تي ڪيا ظلم ظالمن ڪوفي ڪُٺايو ٻر ۾ نيٺ دوس دشمنن

ويا خارجي خراب ٿي دنيا و دين مُٺون
ٿيا سر وڍائي ٻي سر سردار جن هٿون

جڏ آيو ڪربلا ۾ مديني جو مقتدا ٻا عترت رسول ٻميءِ آل و اقربا
فرزند مصطفيٰ جو جگر جان مرتضا سوڌي سڙي امير تي حملا ڪري هليا

ابن زياد آل جو هو اصل مُدعي
تيار تنهن ڪيا ڪوفي جا لشڪر مٺن طمع

ڪولي عمر کي ڪوفي ۾ ٻا عزّ احترام خلعت ڏڪائي خوش ڪري تعظيم سان تمام
ٻاويهه هزار اظلم حيضي ولد حرام ڏياري مُڪائين مير تي ٻا لشڪر ظلّام

آيو جڏهن امير جي نزديڪ نامراد
سو يحيا لعين عمر نحس ابن سعد

ڪوفي مٺون سٺبري ڪافر ڪٺي ڪربلا ڏي ڪاه ٿيو سامهون ستمگر سرور جي ٻا سپاه
ويٺو اچي مقابل تي رو ٻه خيمه گاه ٻاٿي جهليو پليت سگ شام روسياه

اوّل پليد آل جو ٻاٿي اچي جهليو
آن يحيا لعين محمد ڪٺون مُٺهن ستّيو

ٻاٿي ٻجهليو پليد اچي شوم اهل شام ڪيا ڪربلا ۾ لشڪر ڪوفي جي اژدهام
آيا سڙي امير تي حملا ڪري حشام فرمايو هيٺن پوه ٻنهجي عزيزن کي آت امام

ٻارو ڏسو هي منڪر ٻي دين يحيا
جن ڪالهه منهجي ڪاڻ خيشن تي خط لکيا

سي آڄ وري آسانجي وڙهڻ لئي ٿيا تيار آيا ڪري عظيمت ڪوفي ۾ ڪارزار
ٿيا سامهان ستمگر هر سو سڙي هزار تي روبڪار رڻ ۾ قيامت جي آشڪار
مارو وڳا ۾ مقتل ٿيو ڪربلا ۾ ڪوس
قادر ڪهايو هاءِ ڪتون دشمن جي دوس

عالم ڏني هي واقعو عبرت پذير ٿيا هي گوشوارهٔ عرش جو هي خامسِ خدا
هي صابرِ بلا ۾ قضا راضي رضا هي برگزيده حق محبوبِ مصطفا
ريحانِ مرتضا هي محمد جو نورِ عين
فرزندِ برگزيده، خيرالنسا حسين

ڪونن ڪهايو ڪوفي ۾ ميدانِ ڪربلا ماريو مڪي جو مير سڀ آل و اقربا
خيما لٽيا خبيثن ڏني باهه بيخطا اهلِ حرم اسير ڪري شام ڏي هليا
ڏڙ پيڪنن چڙهي سڀ نيزن تي چاڙهي سر
ملڪوت ۾ قيامت حورن ۾ ٿيا حشر

هن حادثي جي حال جو ڪهڙو ڪريان بيان عابد اسير آل سين ڪوفي ڏي ٿيو روان
پياده آنن جي اڳيان هو بيمار ناتوان صابر ڏني هي حال تي ڪيو شڪر هر زمان
اهلِ نظارِ عالم هيا هر طرف هزار
نيزن تي سر ڪٽيا ڏني رت ٿي رُنائون زار

جڏ آيو اهڙي حال سان ڪوفي ۾ قافلو ڪوفي ۾ ٿي قيامت پيو شور زلزلو
هٿي هٿي نرڪنهن ڏٺو هو ڪڏهن ههڙو حادثو دشمن ۾ دوس آندم باهر ٿي رت رُنو
بيعت نه ڪئي بهادر صابر وڍايو سر
ٿيو شافعِ قيامت نيزي تي ناسور

صابر امام سر ڏنو عاصي امت جي ڪاڻ ماراڻي پنهنجا مير هليو رڻ ۾ سڀ رهاڻ
جن جي ٿي ڪئي محمد پارت امت ڪي پاڻ سي پارتون پليدن پاڙيون ۾ شوخي هاڻ
ڪيئن پارتون سي پاڙيندا جي هوندا لعنتي
هي لعنتي نه امتي هي آهن دوزخي

هي لعنتي نه امتي اعدائي انبيا هي ڪلمه گو ڪفار عدوانِ مرتضا
هاڻ صبر ڪر اي "ثابت" صلوات چئو ثنا تر اهلبيت عترتِ يٰسين وهل اتي
صابر امام ڪاڻ ٿا مومن روئن مدام
ڏيندن جزائي جنت فردوس انتظام

# شبير کي نت پيار هو همشکلِ نبيﷺ سان

شبير کي نت پيار هو همشکلِ نبيﷺ سان    اڪبر جيهو خوش وقت سدا هو نہ ڪنهين سان
صلوات پڙهي چوندو هو نت روحِ علي سان    ۽ رکندو هو اڪبر کي سدا پنهجي تہ جيءَ سان

چوندو هو ڪہ عابد جو ادو روئي محمد
اڪبر جيئن ڪٿيا رهندا ها گيسوئي محمد

ڏينهن رات سندم دل ۾ سدا آهي تہ ارمان    نسبت ڪٿي هن لعل جي شل ٿي ڪنهين عنوان
تيار ڪريان ويانهہ جو اڪبر جي آﷲ سامان    شادي ڪريان هن لعل جي دل منهجي ٿي شادان

هن منهجي اکين کي تہ خدا ويانهہ ڏيکاري
اڪبر علي سر سهرو تہ الله ڏيکاري

همشکلِ پيمبر تہ سندم دل جو هو پيوند    هي جانِ محمد ولي‌الله جو دلبند
هن شڪل خدا هنکي جڏهن ڏيندو ڪو فرزند    صلوات پڙهي سومن چوندا ڪہ خداوند

دنيا ۾ تہ هن لعل جو ڪو نسل ٿي رهندو
تصوير محمد جو سدا شڪل ٿي رهندو

هي خيال سدا رکندو هو نت سيدِ مظلوم    وارد ٿيو جڏهن دشتِ بلا ۾ شہِ مغموم
پيدين عمر شاه کي پالي ڪٿون ڪيو محروم    ڪيئين شام ستمگر ولي شبير جيءِ سر قوم

هئ سارئيون انصار حسين ابنِ علي جا
لب تشنہ ڪٺئون دلبر دلدار ولي جا

آنوقت جو شبّير وڃان آﷲ سٌوئي ميدان    اڪبر ڪيو اچي عرض ڪہ اي دين جا سلطان
سونکي ڏيو رضا تا مٿئہ اڄ آﷲ ٿيان قربان    تڏ منهن چمي اڪبر جو چيو شاهِ غريبان

صدقي ٿئي والد مٿئہ، قربان نہ ٿي تون
تون جانِ پدر آهين ۽ بي جان نہ ٿي تون

پسر جاتو ٿي شبير تہ رهندو نہ دلاور    تڏ چائين آبا هل تہ هلون خيمي جي اندر
آت آهي آبا تنهجي ڀڳي، منهجي جا خواهر    هي درد بيان هل تہ ڪريون آنسين سراسر

جيڪي ٻہ چون تو کي سو حق چائج فرزند
جو امر ٿئي آنجو سو بجا آڻج فرزند

ويو خيمہ ڏي اڪبر کي ولي سيّدِ مظلوم    ۽ وٺي هٿي خيمي ۾ آئي غمزده ڪلثوم
شبير چيو روئي ڪہ ادي چائي ٿيہ مغموم    اڄ منهجو جگروبو جلي ٿيو تو کي ڪيہ معلوم

اڄ جيرو سنئہ پاڪ جو پيڪس ٿي جليو آ
اڪبر ٻہ سندم رڻ ۾ مرڻ ڏس تہ هليو آ

ڪلثوم ٻڌي جو تـہ آدا ڪهڙي بلا آهہ هن ڳالهہ جي اڄ سر تي سندم ڪهڙي جفا آهہ
اڪبر جو قتل ڪهڙي ڪتل ڪاريو روا آهہ هـي احمدِ مختار جـو همشڪل سـدا آهہ
آءٌ ڪيئن چوان تصوير محمد جي ٿي فاني
همشڪلِ نبي منهجي تـہ مـاٿي نہ جواني

افسوس جو هن وقت ۾ نـي عون ۽ جعفر هڪ تنهجي فدا سر تئون ڪريان پيو مٿئون اڪبر
هوند ڀورين تصدّق ٿي رهان تو تئون اي سرور همشير سـنده آهيون ڀـني بـادلِ مضطر
ذي هڪ کي رضا تا ٿي تو مظلوم جي صدقي
اڪبر تئون ڪريو حضرتِ ڪلثوم کي صدقي

شبّير جو اڪبر کي ٻڌي جملہ هي احوال رخصت نہ ڀڳي ڏيندي تہ اڪبر کي ڪنهين حال
ٻنهي مادرِ غمناڪ ڪئون پنهجي ۾ تہ في الحال تـا ذي تـي رضا قتل جي يا ڀاڻ ٿي بيحال
اڪبر جي امان کي ٻڌي جو سرورِ مظلوم
اڪبر تہ چوي توکي سو سڻ بانوئي، مغموم

هڪ طرف هتي خيمي ۾ ٻني غمزدي تصوير سرور جي صدا ٻڌندي آئي هاهہ سا دلگير
ڪيئن عرض اچي ڇا ٿا چئو حضرتِ شبير شبير ڪئي بـانـوئي، مغموم سان تقرير
مقتل ڏي وڃان مرڻ لئي آڄ آءٌ ڪم اڪبر
تيرن جو نشان ڀورين ٿيان آءٌ ڪم اڪبر

بيبي جو ٻڌي هر دو طرف موئکي ٿي مشڪل ۾ منهجي تون اڪبر جي شها ٽوڙ نہ اڄ دل
لاچار ڪري صـبـر آئـي غمزدي بيدل سر ڌاڪ دجهي روئي ۽ اڪبر جي لڳي ڳل
شبير چيو رت روئي هـي ڇـا ڪيئي بـانو
هـي داغ جگر پنهجي تي تو ڇا ڪيئي بانو

تڏ چائين سندم دل ۾ هو هنوقت رهيو ڦيان قاسم جي امان تو تئون تہ قاسم ڪيو قربان
زينب ۾ فدا توتي ٻني ٻٽ ڪيا ۾ دل و جان آءٌ پنهجو فدا لعل ڪريان تو تئون اي سلطان
آءٌ ڪرچ دل و جان آهيان هن ماه جي صدقي
هي مـاه ٻيو مـادر تـو شـاه جي صدقي

هيئن چئي آئي پنهجي هٿين اڪبر کي سنواريئن ۽ مشڪ معطر سـان سندس زلف ڦناريئن
قـاسم جي طرح دولهہ اڪبر کي بـنـايئن ۽ تخت محمد تـي ٻـہ وارث کي وهاريئن
ٿـي چـائـين سندم اڪبر تصويرِ محمد
هٿ تنهجي ۾ آهـي اپـا شمشيرِ محمد

اڪبر علي اڄ منهجا تون ڪر رڻ ڏي تياري اڄ اسپ عراقي تي چڙهي ڪر تون سواري
اڄ آلِ نبي رت روئي ڪن تو لئي ٿا زاري هي ناني جي امت ڪيو اپا ڦهر ڦهاري
تـون چرخِ امامت جو اپـا مـاهِ منور
همشڪلِ نبي آهين اپـا دين جـو داور

اڪبر کي ڏسي سيني سان مغموم سلائي ۽ پنهنجي هٿين خلعت حيدر جي ڍڪائي
صمصام محمد جي ڪمر آنجي ٻڌائي ۽ گهوڙو سندس سارو جواهر ۾ جڙائي
حيدر جي زره پاڻ هٿين پنهنجي ڍڪايئين
شبير جو شملو علي اڪبر کي ٻڌايئين

اڪبر ڍڪي خلعت آئي سرورڪان ٿيو رخصت تنهن بعد ته آن غمزده مادرڪان ٿيو رخصت
سر نائي آئي زينب مضطرڪان ٿيو رخصت هي هاءِ ڪئي هنج ڪري اصغرڪان ٿيو رخصت
رخصت ٿي علي اڪبر هئي شرڪان وداع ڪئي
جبرئيل امين رت روئي ناگاه ندا ڪئي

گهوڙي تي چڙهي رڻ ڏي هليو يوسف شبير يعقوب جيئن رئندو رهيو پيءُ آنجو ته دلگير
اڪبر به علم هاءِ ڪئي هٿ ولي شمشير پٽ سعد ستمگار سان هن طرح ڪئي تقرير
هر نخل جنان رڻ ۾ محمد جو وڌايو
سر پنهنجي عمر تهر خدا سارو سهايو

ڪوڻ چو عمرڪي هي جوان گهوڙو سر آهي ۽ منهن ۾ سندس نور نبي جلوه گر آهي
ٿي برق بلا هنجي هي صاحب ظفر آهي رخ هينجي چڙهيو جيڪو عمر في السقر آهي
چهرو تو ملي هنجو بحق روئي، نبي سان
چئو هنکي قرابت ڪا رسول عربي سان

بي دين عمر هن کي چو هي صاحب افسر شبير جو دلدار آئو هي شير صفدر
هي جانشين علي آهي ته همشڪل پيمبر هي آهي ولي ابن علي جو علي اڪبر
جي هنکي اوهان ماريو ته شبير کي ماريو
ورنه صف اعدا کي ته هين سارڙي آجاڙيو

پٽ سعدڪان هن طرح ٻڌي ڪلمه گو ڪفار ٿيا تيغ و تبر هٿ ڪري سي جملگي اشرار
هر سو ٿي وڙهيا صف ٻڌي سي پوسر انڪار ڪئي حيدر ڪرار جيئن اڪبر ٿي آئي ڪلر
با شان علي ٿي وڙهيو همشڪل نبي جو
هر ضرب ۾ هئي ورد زبان ناد علي جو

اڪبر سان ڪتن ڪوفي جي هر طرح دغا ڪئي هئي اهل سقر ٻن علي اڪبر تي جفا ڪئي
تيون سان هٿي ساه جي طاقت به ادا ڪئي شبير کي شهزادي هئي آنوقت ندا ڪئي
بابا تون رسج اڪبر دلدار کي پنهجي
اڄ آخري ديدار ڏي غمخوار کي پنهجي

بيتاب هو زخمن ڪان ۽ اڪبر کي رسيو غش ڪيئي سر تي ها صفدر جي ڪيريا شام جا سرڪش
آواز حزين هي ٻڌي ٿيو شاه مشوش ۽ سيني ۾ شبير جي ڀيو شعله آتش
هئي: ابن علي رت روئي ڪيو نالئه جانڪاه
اڪبر کي سندم هاه ڪٿون يا ولي الله

ني الغور هليو فــوج ڏي ابــن اسدالله  بــي دين ٻيگــا شه کي ڏسي لشڪر روباه
۽ گهوڙي کي اڪبر جي تہ آنوقت ملي راه  گهوڙو ڪيئي هسوار کــي آيــو ز قتلگاه
خيمي جي رسي در تي ڪيئي گهوڙي تہ هڪ آه
اڪبــر جــو جنــازو ولــي آت آيــو بعيد آه

گهوڙي جي ٻڌي آه آئي زينب بہ في الحال  اڪبر علي گهوڙي تي ڏٺئين رت ۾ سڄو لال
هسوار هو زخمي ۽ سندس گهوڙو زبون حال  پيو در تي هو گهوڙي تان ڪري اڪبر بيحال
زينب جــو جگر ويــو جلــي ســر خاڪ وسانــيء
ڪلثوم بــہ رت رونــي آئي لاش تــي آنــيء

پاڪر وجهي پاڻئي جي تہ لاش تي ٿي نالان  بيتاب ٿي بيحال ٿي چئين منهجا دل و جان
شادي جو سندم تنهجي ابي کي رهيو ارمان  هيءَ تنهجي ڪئيءِ اڪبر بابو ٿيو بيجان
هي رت ولــي اڪبر جو ٻئي منهن تي مليو ٿيء
هي جان جگر آنجو بہ آن جل ڪٿون جليو ٿيء

آنوقت ويــو خيمي ڏي هــو سبط پيمبر  خيمي جي ٻئي در تــي نظر شاه کي خواهر
شبير ڏسي چو ڪہ اوهين نڪرو نہ ٻاهر  چو خاڪ وجهي ســر ٻئي شبير کي مضطر
اڪبر بــہ سندم مــارجــي اڄ ٻــت ۾ پيو آه
ڪهسان ڪــان گهــر خانہ زنــدان ٿيــو آه

شبير چيو آه آنجي سبب هتہ وري آيو  در تي نہ اچي خيمي جي  انهن خاڪ وسايو
خيمي ۾ ويــسي خاڪ وجهي حشر مچايو  آواز حزين ٻنهجو نــہ ڪوفــن کي ٻڌايو
ڪــج منهجي وصيت تون ٻــجا حضرتہ ڪلثوم
راضي ٿــي رضا حــق جــي تي با زينبہ مغموم

هي صبر سندم حضرت ڪلثوم تہ اڄ ڏس  هشڪل ٿيي قتل ٿيو مظلــوم تــہ اڄ ڏس
اصغر جو تيهيل تير سان حلقوم تہ اڄ ڏس  تنهن مونکي ڪيو جيري ٿي مرحوم تہ اڄ ڏس
آه راضي رضــا حق جــي تي جا حق جي رضا ٿي
مون وعدو وفــا ٻنهجو ڪيو آمت جي نجا ٿي

ڪئي حضرتہ ڪلثوم سان شہ صبر جي تقرير  ۽ هٿ ولــي رت روئي چيو حضرت شبير
خيمي ۾ وڃي وڃي تــلہ شاه جــي همشير  اڪبر جي ڇڏي لاش کي لاچار ٿي دلگير
هاڻ "ثــابتہ" غمگين نہ ڪر غم جو بيان تون
رهــہ آلہ پيمبر لئي سدا، گريــہ ڪنان تــون

# درد دل جي ڪثون سدا آهي پريشان عابدين

درد دل جي ڪثون سدا آهي پريشان عابدين    بابي جي فرقت ڪثون هتي هتي آهي نالان عابدين
پنهجي پائرن جي فراقئون آهي گريان عابدين    ضعف جي ڪثرت ڪثون آهي زار حيران عابدين
هي نہ تپ آهي تپ هجر فراق دوستان
آتش جانسوز آهي افتراق دوستان

واقعو ڪربل جو جڏ مظلوم کي آيو ٿي ياد    مثل مرغ نيم جان تڙفيو ۽ ٿي ڪيئين داد داد
سر ڀڃي سينو ڪٽي، ٿي چائين يا رب‌العباد    مونکي ويندو ڪين وسري جيڪي ڪيو شامن فساد
مونکي بابي جي تہ حرمت ياد رهندي دائما
بل نہ وسري ڪربلا جو واقعو مونکي سدا

مونکي اڪبر جو آهي داغ دل تي لالہ زار    روئي جيئن بلبل هجر گل جي تيئن آهيان نزار
ڪين وسري مونکي اصغر شاہ دين جو گلعزار    ناز پرور نازنين نازڪ بدن ۽ شير خوار
هاء اصغر هاء اصغر زار گريان ٿو چوان
آنجي فرقت ۾ سدا شام و سحر گريان رهان

مونکي قاسم ڪين وسري نوجوان و مہ لقا    زيب آغوش بتول و نورچشم مجتبا
ٿي نپايو آنکي بابي ناز سان صبح و مسا    ويو ڇڏي مون نيم جان کي هاء در رنج و بلا
هاء قاسم هاء قاسم مونسين ڪهڙو ٿهر ڪيئي
اي ادا اي منهجا همدم مونسين ڪهڙو ٿهر ڪيئي

تا لکن راوي تہ آهي معتبر سارو بيان    ها پسر يعقوب جا ٻارنهن جٿان سڀ پهلوان
ٿيو جدا يعقوب کئون يوسف جنهن دم ناگهان    جنهجي غم ۾ هو هميشہ زار محزون ناتوان
منهجو پيءُ يعقوب ۽ يوسف سڄڻ جو مقتدا
ناتو جنهجو هو مڙيئي مرسلن جو مقتدا

مونکي جڏ بابي جو سر ٿو ياد پئي نيزي سوار    باہ غم جي ڪثون ٿئي ٿي ٻن دل و جان پُر شرار
سر ڀڃي سينو ڪٽي هتي هتي چوان ٿي بيقرار    ڪاش مون بيمار جي ٻر جي لهن ڪا هوت سار
اي خدا آهيان يتيم آلِ ناتوان شبّير جو
تون وسيلو آهين سڀ ڪنهن حال ۾ دلگير جو

ياد ۾ اڪبر جي نيئن نير هاري ٿو مران    مصطفي جهڙي مهانڊي کي سنڀاري تو مران
مرتضي جهڙي برادر کي نهاري ٿو مران    نوجوان و مہ لقا کي هاء ساري ٿو مران
گوش ڪن اي آسمان تون منهجي هن فرياد کي
يا رسول الله ڏس شامن جي هن بيداد کي

هاءِ منهجي پاٽرن ۽ منهجي خويشن کئي وداع   آه هن احوال ۾ مونکئون عزيزن کئي وداع
مونکئون سڀ مائٽن مٽن يارن رفيقن کئي وداع   منهجي مڙني دوستن منهجي قريبن کئي وداع

الـغـيـاث اي مصطفيٰ فريـاد رس بهرِ خـدا
يـا عليؑ المرتضيٰ آ مونـکي رس شيرِ خـدا

مون ڏٺا قاسم کي سر سهرا ۽ سنبري ٿيو تيار   مون ڏٺو گهوڙي تي آن شادي جي خلعت سان سوار
مون چيو قاسم کي اي غازي غضنفر شهسوار   گهر ۾ هُئي هُئي گهوٽ والي ڪيئن ٿيئي تون اکئون ڌار

هڪ طرف مادر جي هٿ ۾ هئي ته دامن گهوٽ جي
سَس هٿي دلهن ٿي هُئي هُئي جواني چوٽ جي

جڏهن هليو ميدان طرف حضرت علي اڪبر جوان   شور پيو خيمي ۾ حضرت جي ۽ هو محشر عيان
آن شبيهِ مصطفيٰ ۽ مرتضيٰ جي هم عنان   هڪڙي جبلي ۾ ڪيو آن ڪافرن کي خسته جان

جنگ اڪبر جي ٿي ڪِرُوين هيئن ٿي چيو
سيني ڇاتـو ٿـي قيامت جـو عيان احوال ٿيو

جڏهن علم هٿ ۾ ڪري عباس غازي ٿيو تيار   تڏهن فلڪ تي چو ملڪ و الله مولا ٿيو سوار
هاءِ ڪوفن جڏهن ڏٺو عباس کي مشڪيزه دار   هڪڙو هو حضرت علمبردار ۽ ڪافر هزار

جنگ کئون عباس جـي شـورِ قيامت ٿيو عيـان
ڪنهن کي طاقت تا ڪري آن حال جو سارو بيان

تنهن کئون پوءِ سنبري هليو ٿي فاطمه جاني حسين   عابدين جـو قبله گاه ۽ مصطفيٰ ثانـي حسين
تشنه لب ۽ سر بڪف بر حڪم رباني حسين   نـاز پرور ناني جو ۽ مرتضيٰ جاني حسين

مون تـه بيحد سر هٽي ۽ ٿي رنـو رت زارزار
پـر نـه ٿيس مامور شه کئون در جهادِ ڪارزار

مون چيو سرور کي آقا منهجو ڪهڙو حال آه   تنهجو بابا عابدين اڄ حال کئون بيحال آه
منهجي تپ ۽ طبع جو هـي سرورا احوال آه   تشنگيءَ کئون جان بلب ۽ تپ کئون هي بيحال آه

پر يه هن حالت ۾ ڏي ميدان جي رخصت يا امام
مونکي دم هڪڙو مَ ڇڏ پاٺئون پري منهجا امام

ناهي ڪو غمخوار منهجو تـو بنا سردار اڄ   مڙني ظالم تند خوءِ آهـن مٿي بيمار اڄ
ڪنهن کي منهجي درد جي بابا نه آهي سار اڄ   هڪڙو تون آهين سو مونکئون ٿو وڃي غمخوار اڄ

الـسلام اي مصطفيٰ ۽ مرتضيٰ جـي دل جـا چين
عابدين بي پـر جـا بـابـا فاطمه جـا نـور عين

سرورا مون ۾ نه طاقت سارِبانيءَ جي نه آه   ضعف کئون تپ کئون نه قوّت ره رواني جي نه آه
درد منهجي جي تـه بـابـا هاءِ پاياني نه آه   تنهجي فرقت کئون نه منهجي دل تي شاداني نه آه

هـاءِ منهجي فـاطمه ڪبرا جـا بـابـا الغياث
هُنڌ هي منهجي آه هئي هئي منهجا بـابـا الغياث

آه سون بيمار بي پر جي تہ درماني نہ ڪا ـ ضعف منهجي جي ٿي هَنئي هَنئي ڪنهن کي حيراني نہ ڪا
هجر منهجي جي تہ هَنئي هَنئي آه پاياني نہ ڪا ـ توبناءِ شاهہ منهجي درد درمانـــي نہ ڪا
مونکي ڇهڙي حال ۾ هَنئي هَنئي نہ ڇڏ آقا حسين
دم پري پاڻئون نہ ڪر ڌدوي کي اي آقا حسين

اڪبر و قاسم ڪنون پهرين ڪر تون عابد کي تيار ـ ٿي شهيد اَنکئون اڳي هي تنهجو عابد دلفگار
روبرو تنهجي ٿئي تنهجي قدم تئون جان نثار ـ ڪر ڪرم بيمار جي هن حال تي اي شهسوار
هـــن ســرافرازي تــي بابا منهجي دل مائل تہ آه
بخش رخصت هن کي سرور هي سندم سائل تہ آه

ائين چئيو ٿا زين عــابد کي بہ آزار الم ـ قيد جي طاقت نہ آهي سارو تــن آهي سقيم
تو بنا سرور نہ هن تي ٿيندو ڪو هرگز رحيم ـ طوق گردن ۾ هٿين زنجير وجهندس هي غنيم
ٿيندا هـــن بيمار کي قيدي ڪري هنو شـام ۾
قيد جي سختيءَ ڪئون رُئندو هـــاهہ خاص و عام ۾

هاهہ طوق هنجي گلي جو آهي ڪيئن توکي قبول ـ هان سَڪيج هن کي ڪلہ اي منهجا حضرت دلملول
هي مٿهن اڄ ٿي فدا هن کي شهادت ٿي حصول ـ ۽ خدا جي راه ۾ ٿئي تنهجو فديہ بہ قبول
منهجا بــابــا ڪر مرخص خستہ دل بيمار کــي
ڪيم وجهہ ڪنهن بي تي هن بيمار جي تيمار کي

عرض عابد جو ٻڌي حضرت تہ بہ تڪرار ڪيو ـ ۽ ڳراٽي پائي پٽ کي سيني لائي پيار ڪيو
۽ چيائين اي ابا مون توکي اڄ سالار ڪيو ـ ساري اُمت ۽ حرم جو توکي مون مختار ڪيو
منهجي حق ۾ زخمِ خنجر هيئن لکيو پـــروردگار
قيد تنهجي حق ۾ آهـــي ســـرنوشت از ڪردگار

هيئن چئي هَنئي هَنئي هليو ميدان طرف حضرت حسين ـ فاطمہ جو ناز پرور مرتضيٰ جي دل جو چين
زينب و ڪلثوم ٿي دامن ورلي ڪيو شورشين ـ عابدين سينو ڪٽي واري وسائي ڪيو ٿي بين
بيبيون هَنئي هَنئي هليو اڄ فــاطمہ جــو نـــور عين
ويو لڏي از دارِ فـــانـــي مـــرتضيٰ جاني حسين

شہ چيو اي عابدين بيمار ٻي پر الـــوداع الوداع ـ زينب ادي امان جي همسر الوداع
الوداع اي مـــادرِ اڪبر ۽ اصغر الـــوداع ـ بي سڪينہ منهجي پرٽو جا ٿي بي پر الوداع
بيبيون هن منهجي عـــابد جي اوهين خدمت ڪجو
هي سندوَ ســـالار آهي هنجي ائين خدمت ڪجو

الوداع قاسم جي آمان منهجي ڀاڀي الوداع ـ تنهجو پٽ سونکئون بہ اڳ ۾ ٿيو بهشتي الوداع
توکي پرتي عابدين اُمت ني جـي الـــوداع ـ اڄ آبا بيبي سڪينہ تـوکي پـرتـي الوداع
آلا وڃي نـانـي سان جنت ۾ ڪندس تنهجي خبر
طوق تنهجي جســي ۽ بہ زنجير تنهجي جي خبر

شاهه عابد الوداع سالار قيدي الوداع مصطفيٰ جي آل جا غمخوار قيدي الوداع
ڏج ڏاسو بانو کي دلدار قيدي الوداع ٻي سڪينه پرتي هُئي بيمار قيدي الوداع

منهجي بابي توکي پرتي منهجا زين العابدين
پرتي توکي منهجي نورالعين هي ڪبرا حزين

آن وصيت پنهجي بابي جي بجا ڪئي مومنو هليو اڳ ۾ قافلي جي پير پيادو دوستو
سرکي آئي ڪربلا ڪيئن دفن هئي هئي پاڻرو منجهوم مدينې سڀ رسايائين حرم اي مومنو

رات ڏينهن مرثيا جسي در تسي ٿي رُنو زين العبا
ذهن بخشي ثانيءِ عليؑ کي تون صيلو زين العبا

## آيو جڏهن امام بميدان ڪربلا

آيو جڏهن امام بميدان ڪربلا گلگون ڏانئين ريگ بيابان ڪربلا
ڪولي قريب ٿي چيو سلطان ڪربلا ڪاي بيوطن گروهه اسيران ڪربلا

وا حسرتا بہ صبح يتيمان ڪربلا
وا غربتا بہ شام غريبان ڪربلا

سڀ يار ۽ رفيق ۽ سڀ دوست خاص و عام سڀ پانهنجا ۽ عزيز ۽ فرزند نيڪنام
پانئيا ۽ پانهنجا هم آل نبي تمام اصحاب پاڪ طينت و احباب ذوالڪرام

آن خسروان ملت و آن مالڪان دين
آن منجٿان حق بخلائق سر زمين

هڪ هڪ نبي جي باغ جو ريحان رحمتي هڪ هڪ عليؑ جي باغ جو طوبائي جنتي
خيرالنسا جسا نور حسن جسا حمايتي خاصان حق بہ روز قيامت شفاعتي

هر يڪ بہ برج فضل و سپهر بدر ڪاملي
هر يڪ بہ بزم عز و شرف صدر فاضلي

سڀني کي آت امام سڏي هنطرح چيو يارو اسانجي حڪم ۾ هو هنطرح لکيو
هن دشت ۾ اسانجو گذارو اچڻو ٿيو راضي رهو رضا تي ۽ منزل ڪري وهو

گرنام اين زمين بہ يقين ڪربلا بود
اينجا نصيب ما همہ ڪرب و بلا بود

جهونڪيو آئن کي اوئيو سنبرو اي سائيو    ويهي رهو مسافرو مسڪينو پانڌيو
مهمان موت جا ورهو اي يارو پائرو    سڀ آس ۽ اميد پڄائي بهادرو

اينجا بود ڪه تيغ بر آلِ نبي ڪشند
اينجا بود ڪه ماتمِ آلِ عبا ڪنند

هت رت اسانجا هارجي وهندا ٻه هر ڪنار    هت سر اسانجا وڍيا ۽ ٿيندا علم سوار
هت ڌڙ اسانجا پرزه ٿي پوندا ٻه ڪارزار    رُنندا يتيم هاءِ ته ٿيو حشر آشڪار

هَيَ هَيَ قيامتي ڪه برين خاندان رسيد
هَيَ هَيَ چه غم نصيب نبي زادگان رسيد

ٻاويهه هزار ڪوفي ۽ شامي جمع ٿيا    سردار عمر نحس ڪري جنگ تي هليا
جنهن دم زمينِ ڪرب و بلا جي مٿي رسيا    هَيَ هَيَ نه ٿو چئي سگهان جي ظلم هن ڪيا

وا حسرتا ٻه آلِ نبي ظلمها رسيد
چندان ڪه چشمِ پير فلڪ پيش ازو نديد

ڪافر ڪيرهِ تي سنبريا ٿيا صف ٻه صف تمام    معلوم ٿيو امام کي آن جو خيالِ خام
آيو اڳيئون امام ۽ ٿيو جن سين هم ڪلام    چئين اي ڪفار ڪوفيو و اي مشرڪانِ شام

آخر ڪه نورچشمِ رسولِ خدا منم
آرامِ فاطمه جگرِ مرتضيٰ منم

ڄاڻو ته آئون حسين آهيان خاصهِ خدا    فرزند مرتضيٰ جو جگر بندِ مصطفيٰ
پيءُ منهجو آهي شير خدا شاهِ لافتيٰ    منهجي امان کي بضعه منهي چو مصطفيٰ

بهتر برادرم حسن المجتبيٰ بود
شان و شرف ڪهِ هست مر او را ڪرا بود

ڄاڻو ٿا آئون امامِ بحق آهيان نامي شڪ    فرمان منهجو فرض ٿيو بر ملڪ فلڪ
حق منهجو مومنن جي مٿي آهي جيئن نمڪ    سلطانِ دين و زيبِ زمين زينتِ ملڪ

فردوس جائي اوست ڪه با ما بود رفيق
جنت سرائي اوست ڪه با ما بود شفيق

تنهن ڪئون سوا اوهين جي ميڙيا آهيو فوج ٿيءِ    ڄاڻو ٿا مون اوهانجي ٻه تقصير ڪانه ڪئي
سونکي اوهان لکيو هو ڪه آهه نائبِ نبي    بر حق اسان امام مڃيو توکي يا وصي

دانسته ايم رهبرِ راهِ هدا تويي
هم نائبِ نبي و خليفه خدا تويي

موجب سڏڻي اوهانجي آيس منهجو ٿيو شتاب    دعوت ڏيئي اوهانجي اسان ٿي ڏني صواب
هاڻي اوهانکي ڇا ٿيو هي ظلم هي عتاب    ڪيئن ٿا ڪريو اسان سين ڏسو حشر جو حساب

آخر ڪه ما زخلق شفيعانِ محشريم
و از خاصگانِ پيشِ خداوند اڪبريم

ڪوفي تمام ڪفر ڪئون انڪار ۾ پيا　　ڪَاي شاه خط آسان تہ ڪڍّھين ڪين ها لکيا
هاڻي بغير بيعت ٻــــي ناهي ڪا دوا　　بيعت بنا ۽ مرڻ بنا نَي صلاح ڪا

هــــر چند جـــانشينِ وصيِّ پيمبري
بيعت قبول ڪُن تُو بحقِ شاهِ سروري

بيعت قبول ڪينَ ڪري نائب رسول جو　　ويٺو رضا تي راضي ٿي مهمان موت جو
ٻان ۽ ٻانٽين کي سڏي شاه هيئن چيو　　يارو اسانجي آسر ۾ هو هنطرح لکيو

سر از رضائي حق نتوان يافت هيچگاه
زانروکہ نيست جز درِ او هيچ جا پناه

ياڻي ٻڌّي پليد ٿيا ڪيرہ تي تيار　　مارو وچائي موت جا ڪوفن بہ ڪارزار
ٻڇي ۽ ڀالو خنجر و سيف و علم ڪٽار　　تيرن جو مينهن ترار جي وچ ڦرتي ڏنڏڪار

ازدام هوه معرڪہ شد شورشِ پديد
دانست اهلِ چرخ ڪہ روزِ جزا رسيد

جڏ آج جو اهلبيت تي طوفان ٿيو تمام　　معصوم ٻچا جوان زبان خشڪ تشنہ ڪام
ٻاڪار ڪئون ٻچن جي قيامت مچيہ تمام　　فرياد العطش پئي در خيمہء امام

هيٌ هيٌ ڪجاستساقيٌ ڪوثر ڪہ شربتي
آرد بہ اهلبيت خود از روئي شفقتي

هيٌ هيٌ نبي جي باغ جا نوري نَول نهال　　هيٌ هيٌ علي جا راحتِ جان فاطمہ جا لعل
آج ڪئون آسارا ٿيہ هليا هيٌ ظلم ڪيا زوال　　ڪومائي گل ڪري پيا ٻنهن تي ٿي خستہ حال

بادِ خزان وزيد بہ گلزارِ اهلبيت
برقِ ستم رسيد بہ انبارِ اهلبيت

اصغر ڇهين مهيني جو معصوم شير خوار　　ٻاڻي بنان ۽ کير بنان ٿيو نپٽ نزار
اج ڪئون اکيون ڦيرائي، ٿيو ضعف بيقرار　　رت ٿي رنو رسول جي اولاد زار زار

از آه و نالهائي غريبانِ ڪربلا
شد عرصہ گاهِ حشر بيابانِ ڪربلا

جڏ فوج فاسقن جي ٿي تيار صف بہ صف　　هل مين مبارزہ ٿيو آواز هر طرف
جي پهلوان دين جا ها صاحبِ شرف　　اصحابِ نامدار ۽ سادات مَن عرف

ياران و ياوران و رفيقانِ رازدان
شاهان و سروران و اميرانِ انس و جان

ستر ڄڻان مهيٌي هئا همراه شاه جا　　ڀائر ۽ ڀائٽيا ڀائيجا فرزند دلربا
ڪوفي ۽ شامي ٻانٽ ۾ ٻاويهہ هزار ها　　اولاد سان علي جي منافق سڙي وڙهيا

خوفِ خدا ز خاطرِ خود دوُر ساختند
از بهرِ قتلِ آلِ نبي سخت تاختند

ڪوفي سڙيا ٿي ڪينڪي شامي وڙهيا شرير   هيڏنهن هي مير ٿي مٿا ھَٿَ تي پيا ٿي پير
جيڪي سنائون سر تي سو چاٽي سنڌن سرير   واري تي پنهجو وارو وڃائي ويا ٿي وير
تا آنڪه ڪس نماند ڪه سوئي وغا رود
جان دادن از براني ولئي، خدا رود

فرزند مرتضيٰ جو هو عباس نامدار   رب جي رضا تي سر ڏني ٿيو جوان جان نثار
جعفر جوان عون ۽ عثمان بزرگوار   سڀ هاشمي حبيب اميرانِ ذوالوقار
تن هائي شان بخاڪِ زمين خاڪسار شد
سر هائي شان به نيزهٔ قاتل سوار شد

قاسم جگر حسن جو هو پاٽيو حسين جو   نوشه نَوَل جوان جو چوڏهين جو چنڊ هو
هٿ نو عروس جو ڇڏي ۽ جنگ تي هليو   هَيْ هَيْ وڇوڙي وقت قضا پڻ ٿي هئي چيو
هنگامِ نوبهار گل از بوستان جدا
يا رب مباد هيچ ڪس از دوستان جدا

سهرا ٻَڌيِ مٿي تي هليو کهوٽ جنگ تي   شملو بناني شڪل ڪفن پيچ پاڳ تي
ڦاڙي ڪلهي ڪئون چاڪ گريبان ڪفن ڪري   گهوڙي تي زين تختهِ تابوت جيئن ٿري
آمد به رزمگاه قتالِ تمام ڪرد
در ڪشتگان به گنجِ شهيدان مقام ڪرد

نيزي تي نامدار جو سر هو ٿي شڪل ماه   هڪ طرف سهرا ٻي طرفئون ڪاڪلِ سياه
قاسم جي ماءُ جيئن ڪري نؤ ورنه ڏي نگاه   رت جون هنجون روئي چوي فرزند آه آه
قاسم مرا به هجرِ توتاب و توان نماند
چون در تو جان نماند مرا نيز جان نماند

هَيْ پنهجي پنهجي واري ٿيا جوان جان نثار   هو هيڪلو حسين رهيو ڪونه راز دار
اوتير پنو عيال ۽ ٿيو روڄ زار زار   اطفال ٿيا اسير جا دل خسته خاڪسار
افتاده جسماني شهيدان بروئي خاڪ
خاڪِ عزا فگنده بسر اهلبيتِ پاڪ

هَيْ هَيْ حسين هيڪلو مظلوم و مبتلا   مونس سڙيئي سير جا سرور شهيد ٿيا
مخدراتِ طاهرات ۽ ٿيو ماتمِ عزا   تنبوءَ ۾ سڀ يتيم رُنَن ٿا رسول جا
نزديڪ شد ڪه شورِ قيامت عيان شود
نزديڪ شد ڪه گلشنِ دوران خزان شود

هيڪل ڏسي حسين رنو رت آکيون پري،   بيمارئي ۽ بيوطني تي نظر ڌري،
هڪ هڪ يتيم کي ٿي رنائين لڳي ڳري،   زين العبا کي ڪولي وصيت آدا ڪري
چندان گريستند ڪه از گريه هائي شان
طوفانِ تازه گشت بروئي جهانيان

اصغر کٺي هٿن تي رُنو شاهه زار زار   سيني سين لائي سڪينه کي ٿيو باهو بيقرار
زينب ٿي ضعف حضرتِ ڪلثوم خاڪسار   آهُن ڪئون اهلبيت جسي ٿيو حشر آشڪار

وا فُرقتا ز فرقتِ شاهِ زمين زمن
وا غُربتا ز غربتِ اولادِ پنجتن

منهن ڪيو طرف مديني جي سلطانِ ڪربلا   چائين ڪه يا رسولِ خدا مير مصطفيٰ
آخر تنهن اهلبيت آسين آهيون تنهن سندا   ڏس هي جفا اسانتي جا ڪوفن ڪئي روا

فرياد يا رسول ز بيدادِ ڪوفيان
بيداد يا نبي ز ستم هائي شاميان

نانا اچي هي عترتِ اطهار پنهجو ڏس   اولادِ نامدار و شرفدار پنهجو ڏس
بادِ خزان سُٽيو سڀ گلزار پنهجو ڏس   ڪوفن ڪُٺو هي قافلي سالار پنهجو ڏس

يا ايُّهاالرَّسول تون احوالِ ما ببين
جور و جفائي قوم به اين حالِ ما ببين

قاسم قريب ڏس علي اڪبر اسير ڏس   عباس ڏس ٽُڪر ٿيو عابد اسير ڏس
سُڏڪن سڪينه جو ڏس اصغر صغير ڏس   معصوم يڪنه جو گلو کاڌو تير ڏس

قحطالرِّجال آلِ عبا شد به ڪربلا
هَيْ هَيْ چه گويم آنچه جفا شد به ڪربلا

سردار سڀ ستم ڪري ڪوفن ڪُٺا ڀي ڏس   مظلوم مير ظالم سين شامن سٽيا ڀي ڏس
۽ اهلبيت ڏي منهن موڙن مٺيا ڀي ڏس   هي اهلبيت آه لعينن لُٽيا ڀي ڏس

هَيْ هَيْ چرا به ڪربوبلا رو نمي ڪني
آرزم چنديڪ اين نظرِ سو نمي ڪني

تنهن بعدمنهن نجف ڏي ڪري چو علي جي لال   يا مرتضيٰ عليّ ولي شيرِ ذوالجلال
اولادِ نامدار تي ڏس ظلم جو زوال   ڪوفن قريب سڀ ڪُٺا هي، ڏس اسانجو حال

يا شاهِ اوليا بسوئي ڪربلا بيا
آخر حمايتي بڪُن اولادِ خويش را

آخر امام گهوڙي چڙهي ٿيو آجل سوار   مڙني ڪئون موڪلائي هليو طرفِ ڪارزار
ڪوفن هٿئون ڪُسي ٿيو سردار جان نثار   ڌرتي۽ تي ڌڙ ٿي تڙڦيو ۽ سر هو علم سوار

بسر نيزه شد سوار سرِ سرورِ زمان
خورشيدِ حشر تافت بروئي جهانيان

دلبند مصطفيٰ جو ڪُٺو واني ڪوفين   محبوبِ مرتضيٰ تي ڪيا ظلم ظالمن
فرزند فاطمه جي تي ڪيا ستم شامين   ماريائون خاصگانِ خداوندِ ذوالمنن

رُوئي فلڪ سياه شد از ماتمِ حسين
ملڪ و فلڪ شدند غمين از غمِ حسين

بس تاب ناهي تا چوان هن ظلم جو بيان  جـــي ظلم ظالمن ڪيا بـــر اهلِ خاندان
ڏيندن ســزا ستم جي خداوندِ اِنس و جان  دنيا تـــي دين وڃائـــي ٿيا خارجي خزان
روزِ جـــزا ســـزائـــي لـعيـنـان بـود عـــذاب
بـــاشـــد زحـــق نصيب مُحِبّـــان بسي ثـــواب

"ثابت علي" هي مرثيہ خوان تنهجو يا امام  تهدل جو آهي تنهجو غلامن سندو غلام
ڏي دان تنهنکي دين ۽ دنيا ۾ عزّ عـــام  ڪچ حشر ۾ حمايت آنجي تـون والسّلام
شـاهـا تونـي ڪہ اشـرفِ اولادِ آدمـي
نـورِ نـبـي و قبلۂ حـاجـات عـالـمـي

# سواري ٿي حبيبِ مصطفیٰ جي

ســواري ٿــي حبيبِ مصطـفـي جـي  ســواري ٿــي انيسِ مرتـضـي جـي
ســواري ٿـي قتيـلِ ســر جـدا جـي  ســواري ٿــي ذبيحِ بـا رضـا جـي
سواري ٿـي حسينِ مبتلا جي
سواري ٿي شهيدِ ڪربلا جي

رسـول الله جـي نـائـب جـي سـواري  ولـي الله جـي وارث ڪـئـي تـيـاري
چـڙهـي آلِ عبـا جـي فـوج ساري  زمـيـن و آسـمـان اونـده ٿـي ڪاري
سواري ٿـي حسينِ مبتلا جي
سواري ٿي شهيدِ ڪربلا جي

سواري ڪئي نبي جـي مونـڊي اسوار  ســواري ڪئي علي حيدر جـي دلـدار
ســواري ڪئي جـلا وطـنـن جـي آڌار  سواري ڪئي لکين جـي سـاٿ ســالار
سواري ٿـي حسينِ مبتلا جي
سواري ٿي شهيدِ ڪربلا جي

چـڙهـيـو اڄ جنـگ تـي شـاهِ دلاور  چـڙهـيـو اڄ جنگ تـي جـانِ پيمبر
چڙهيو اڄ جنـگ تـي جـانـانِ حيدر  مـديـنـي تـي قيامت شـور گهر گهر
سواري ٿـي حسينِ مبتلا جي
سواري ٿي شهيدِ ڪربلا جي

جهنڊا جهولن ٿا شاهه ڪربلا جا — علم طوق آيا ابن مرتضيٰ جا
وڄا نارو شهادت جي صدا جا — هليا هر طرف هُلڪارا قضا جا

سواري ٿي حسين مبتلا جي
سواري ٿي شهيد ڪربلا جي

مديني ۾ محمدّ ڪئي تياري — نجف ۾ مرتضيٰ بڻ ڪئي سواري
هلي سڀ هاشمن جي فوج ساري — ڪندا اڄ ڪربلا قتلعام ڪاري

سواري ٿي حسين مبتلا جي
سواري ٿي شهيد ڪربلا جي

چڙهيو براق تي سردار عالم — هليا سڀ انبيا همراه باهم
امير المومنين ٻيا اوليا هم — وڃن ٿا ڪربلا والله اعلم

سواري ٿي حسين مبتلا جي
سواري ٿي شهيد ڪربلا جي

چڙهيو براق مرسل واري پڳ ڦير — ڪئيو دلدل کي ڊوڙائي علي شير
وڃن اڪبر ۽ اصغر جو ولن وير — ڪندا اڄ ڪربلا شمر سين ڪيلو گهير

سواري ٿي حسين مبتلا جي
سواري ٿي شهيد ڪربلا جي

چڙهيون اڄ صاحب دلدل جون ڦيرون — وڃا ناهو ڪشيون ٻڌن تي پيريون
وسي رڻ وهنديون رڻ لوهو جون نهرون — ٿڙن تي سڙهه ڪيري ڌڙ ٿيندا ڍيريون

سواري ٿي حسين مبتلا جي
سواري ٿي شهيد ڪربلا جي

چڙهيو اڄ پاڪ پيغمبر جو پيارو — علي جي لاڏلي لشڪر سنواريو
نقارو ڪيو قضا ۽ هيڻ پڪاريو — اي پارو سر آڇي سرور تنهن واريو

سواري ٿي حسين مبتلا جي
سواري ٿي شهيد ڪربلا جي

قضا اڄ ذوالجناح آندو ڪري زين — شهادت سنج سينگاريو به تزئين
ولهو ڪنجڪ سلانڪ زار غمگين — هليا همراه سي سُڏندا ڪلهن ڪين

سواري ٿي حسين مبتلا جي
سواري ٿي شهيد ڪربلا جي

سوار ذوالجناح آيو شهنشاه — هليا پُٺتِ پانڌر پانڌيا سڀئي همراه
بهادر بو ترابي واري سر ساه — به عزم رزم چئون نصرٌ من الله

سواري ٿي حسين مبتلا جي
سواري ٿي شهيد ڪربلا جي

جڏهن ٿيو ڪربلا ۾ شھ جو ديرو      يزيدن ڪيو اچي چؤگرد گهيرو
سڏي سائين کي چيو سرور سويرو      اي يارو ڀائرو ڪو ڀال پيرو

سواري ٿي حسين مبتلا جي
سواري ٿي شهيد ڪربلا جي

اي يارو ڀائرو اڄ جنگ آهي      عزيزو وقت نام و ننگ آهي
زمين ڪربلا خون رنگ آهي      علي زادن تي عرصو تنگ آهي

سواري ٿي حسين مبتلا جي
سواري ٿي شهيد ڪربلا جي

اسانجو هي مڪان قتل آهي      اسانتي هت اجل ٿو سينگ ساهي
اسانتي ڪور ڪوفي ايندا ڪاهي      اسان پڻ ري رضا ڪو چارو ناهي

سواري ٿي حسين مبتلا جي
سواري ٿي شهيد ڪربلا جي

اسين اڄ ڪربلا ۾ قتل ٿيندا      ا تني اڄ يزيدي ڪاهي ايندا
اسانجا سر وڍي نيزن تي نيندا      يتيمان حسين اڄ سر پٽيندا

سوارق ٿي حسين مبتلا جي
سواري ڦي شهيد ڪربلا جي

اسين اڄ امر رباني مڃيندا      اسين اڄ صابرو شاڪر ٿي ويندا
اسان لئي اڄ حرم سر منهن پٽيندا      اسين هي داغ ٻنهجي دل تي نيندا

سواري ٿي حسين مبتلا جي
سواري ٿي شهيد ڪربلا جي

اسين اڄ ڪربلا جا ڪربلائي      ڪنداسين شام لشڪر سين لڙائي
۽ قاسم جي ڪنداسين ڪدخدائي      اسانجي هيت قضا شادي رچائي

سواري ٿي حسين مبتلا جي
سواري ٿي شهيد ڪربلا جي

اسين قاسم جي سر سهرا ٻڌائي      ڪنداسين ڪاڄ پوءِ جا رب کي ڀائي
اجلُ جي هت اسانجا گهوٽ گهائي      تہ صابر آهيون سر سهرا وڃائي

سواري ٿي حسين مبتلا جي
سواري ٿي شهيد ڪربلا جي

اسين قاسم جي اڄ شادي ڪنداسين      نبي زادن جي دل شادي ڪنداسين
علي اولاد اولادي ڪنداسين      حسن جي خانہ آبادي ڪنداسين

سواري ٿي حسين مبتلا جي
سواري ٿي شهيد ڪربلا جي

اسين اڄ ڪاڄ قاسم جو سنواري　　ڪنداسين معرڪا مجلس وهاري
قضا جي هٿ اسان مڙني کي ماري　　رضينا بالقضا چونداسين ڀاري

سواري ٿي حسين مبتلا جي
سوارس ٿي شهيد ڪربلا جي

اسين جي اڄ ڪندا اڪبر تي آرو　　نه رهندو ڪين هرگز هاڻ هارو
محمدؐ جهڙو منهن هي پاڪ پيارو　　ڏسي سگهندو مٿن جو ڪين مارو

سواري ٿي حسين مبتلا جي
سواري ٿي شهيد ڪربلا جي

علي اڪبر اسان کئون واھ ويندو　　علي اڪبر اسان کي داغ ڏيندو
علي اڪبر اسان جو ڏک نه ڏيندو　　هي منهجو لعل مون ٿي سان لڏيندو

سواري ٿي حسين مبتلا جي
سواري ٿي شهيد ڪربلا جي

علي اڪبر نبي جو نور انور　　علي اڪبر نبي جو ناز پرور
علي اڪبر نبي جو منهن منور　　نبي وٽ ويندو هي حيدر جو دلبر

سواري ٿي حسين مبتلا جي
سواري ٿي شهيد ڪربلا جي

علي اڪبر علي ڏي ڪئي تياري　　علي اڪبر علي جي فوج ساري
علي اڪبر ڪندو رڻ قتل ڪاري　　بهشتين سيج اڄ حورن سنواري

سواري ٿي حسين مبتلا جي
سواري ٿي شهيد ڪربلا جي

علي اڪبر محمد جي نشاني　　علي اڪبر علي جو پيار جاني
علي اڪبر نه ماني نوجواني　　هليو هي هي هٿي اڄ ڪنڪ ۾ ڪاني

سواري ٿي جسين مبتلا جي
سواري ٿي شهيد ڪربلا جي

علي اصغر به آخر اڄ نه ڄهندو　　علي اصغر جي حلقئون رت به وهندو
علي اصغر اسان ري ڪين رهندو　　هي لعل پيءُ جي مونهي تئون نه لهندو

سواري ٿي حسين مبتلا جي
سواري ٿي شهيد ڪربلا جي

علي اصغر ڪندو اڄ پينگهو خالي　　علي اصغر هاڻ ساعت سنڀالي
علي اصغر ولي لوهو جي لالي　　ڪندو هي لعل منهجو لاڏپالي

سواري ٿي حسين مبتلا جي
سواري ٿي شهيد ڪربلا جي

سڪينہ هٿ ابي کي ساري رُنندي    سڪينہ هيٺ روئي رت منهن کي ڌُندي
سڪينہ هٿ هنجون موتين جون ڀُندي    ابي منهن کي سڪي عابد کي چُمندي
سواري ٿي حسينؑ مبتلا جي
سواري ٿي شهيدِ ڪربلا جي

سڪينہ هيٺ ڪندي زينب سين زاري    سڪينہ هُئي سڪين ٻالي ٻياري
ڇوي هر هر وسائي سر تي واري    ٻئي هيءَ ڇا قيامت آهي ڪاري
سواري ٿي حسينؑ مبتلا جي
سواري ٿي شهيدِ ڪربلا جي

هي زين العابدين بيمار آهي    نبي جي آل جو غمخوار آهي
علي اولاد جو آڌار آهي    لٽيل جو ڪاروان سالار آهي
سواري ٿي حسينؑ مبتلا جي
سواري ٿي شهيدِ ڪربلا جي

هي زين العابدين اڄ قيد ٿيندو    مديني جو مسافر شام ويندو
لٽين جو قافلو سر ساڻ نيندو    جلاوطنن جو ڏک قادر ڪٽيندو
سواري ٿي حسينؑ مبتلا جي
سواري ٿي شهيدِ ڪربلا جي

اي زين العابدين تنهجو خدا يار    نبي و مرتضيٰ تنهجو نگهدار
اي پرڏيهي پرين وڃون لعل لاچار    تون صبر و شڪر ري ڪج ڪو مَ تڪرار
سواري ٿي حسينؑ مبتلا جي
سواري ٿي شهيدِ ڪربلا جي

خدا تنهجي وطن تي واڳ واري    محمد ٿو مدينہ توکي ساري
خدا ميڙي هي وڇڙيا شال واري    سنده نت وانڱيون نانو نهاري
سواري ٿي حسينؑ مبتلا جي
سواري ٿي شهيدِ ڪربلا جي

الٰهي آڻ عابد کي سلامت    نبي جي آل جي آنکي امامت
هي سيد صاحبِ صدرِ ڪرامت    هميشہ هُئي سلامت تا قيامت
سواري ٿي حسينؑ مبتلا جي
سواري ٿي شهيدِ ڪربلا جي

الٰهي قاسم و اڪبر جو صدقو    الٰهي عابد و اصغر جو صدقو
ڪرم ڪر آلِ پيغمبر جو صدقو    شبير و شبر و مشبر جو صدقو
سواري ٿي حسينؑ مبتلا جي
سواري ٿي شهيدِ ڪربلا جي

هي "ثابت ڪربلائي" تنهجو سائل شهيد ڪربلا جي غم جو گهائل
شهادت جام جو نت محو سائل مَ ڪيچ آنجو ذرو آميد زائل
سواري ٿي حسين مبتلا جي
سواري ٿي شهيد ڪربلا جي

# آهي سواري سيد عالي مقام جي

آهي سواري سيد عالي مقام جي آهي سواري سرور صدرالڪرام جي
آهي سواري ابن علي نيڪنام جي مَلَڪ و مَلَڪَ ۾ آهي صدا خاص و عام جي
آيو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
يارو آچو جو آهي سواري امام جي

آيو سوار ٿي شه دنيا و دين حسين آيو سوار ٿي مه عرش برين حسين
مڪي ڏٺي مديني جو نعم المڪين حسين پيغمبر و علي جو مٺو نازنين حسين
آيو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
يارو آچو جو آهي سواري امام جي

اڄ ٿيو سوار احمد مختار جو جگر اڄ ٿيو سوار حيدر ڪرار جو پسر
اڄ ٿيو سوار تخت ولايت جو تاج سر اڄ ٿيو سوار صدر امامت جو تاجور
آيو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
يارو آچو جو آهي سواري امام جي

يا مصطفيٰ سوار ٿي آيو سندئي حسين يا مرتضيٰ تون هل ڪه سڏاريو سندئي حسين
ڪفار ڪربلا ۾ ڪٺهايو سندئي حسين توڪٿون وڇوڙي رڻ ۾ رهايو سندئي حسين
آيو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
يارو آچو جو آهي سواري امام جي

آدم چڏيو بهشت ۽ ڪئي ڪربلا ڏي ڪاه آيو نجف ڏسي ته علي حال ڪيو تباه
هو نوح غرق موجن طوفان آه آه هئي هئي حسين ڪيو ٿا چون هاءِ يا الله
آيو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
يارو آچو جو آهي سواري امام جي

جڏ آيو ڪربلا ۾ حسين علي امام — جان علي سرور دل سيدالانام
آل عبا جي فوج بهادر ٻه اڙدهام — سڀ خاص و عام آيا ڪرڻ شاه جو سلام

آيو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
يارو اچو جو آهي سواري امام جي

پهرين حسين شاه کي پاڻئن سلام ڪيو — هڪ هڪ اچي سلام بصد احترام ڪيو
عباس هٿ علم ولي هنپر ڪلام ڪيو — اي شاه مون سلام سنده صبح و شام ڪيو

آيو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
يارو اچو جو آهي سواري امام جي

اي شاه هي سلامي سنده ٿو ڪري سلام — تنهجي سپه جو آهي علمدار يا امام
اڄ توتئون جان نثار ڪندس تهدليئون تمام — هي آرزو هئي دل ۾ سندم دائم و مدام

آيو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
يارو اچو جو آهي سواري امام جي

عباس جو سلام ولي شاه جو ادا — تون منهجو شير آهين علمدار جانفدا
تو حق برادري جا سيني ڪيا ادا ادا — هاڻ ڏس ادا اجل ٿو اسانکي ڪري نِدا

آيو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
يارو اچو جو آهي سواري امام جي

عباس جئي سلام هليو پنهجي صف طرف — آيو حسن جو هوت ڪري نذر سر بڪف
قاسم ڪري سلام چو اي صاحب شرف — منهجو شرف جي توتئون ڪريان پنهجو سر تلف

آيو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
يارو اچو جو آهي سواري امام جي

قاسم جو شاه منهن چمي چو هائي قاسما — اي منهجا نوجوان جگر وائي قاسما
منهجي جگر ۾ آهي سندئي جائي قاسما — تون ڪير و ٿون اي منهجو جگر گهائي قاسما

آيو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
يارو اچو جو آهي سواري امام جي

قاسم سلام تنهجو آيا ڪيو خدا قبول — توتي خدا جو راز ۽ راضي دل رسول
تون ڪير و ٿون مرڻ ۾ م ڪر مونکي دلملول — مر منهجو ٿي وصال توهم تويت وصول

آيو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
يارو اچو جو آهي سواري امام جي

قاسم ٿي چو اي چاچا مرڻ منهجي دل مراد — آئون هن مرڻ تي آهيان اي سرور امام شاد
جي تو بنان جيان ته سندم زندگي مباد — آهي ابي جي مونکي وصيت مدام ياد

آيو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
يارو اچو جو آهي سواري امام جي

آئون توکئون جان نثار ٿي ويندس حسن طرف  راضي ڪريان رسول ۽ خوش ٿي شهر نجف
جي آچ نه سر ڏيان ته صبح سر جو ڇا شرف  ڪنهن ڪي اجل ڇڏيندو ڪندو سڀ جو سر تلف
آيو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
يارو اچو جو آهي سواري امام جي
قاسم کئون بعد اچي علي اڪبر سلام ڪيو  ڪنّاي شاه مون سلام سنده صبح و شام ڪيو
تو دشت ڪربلا ۾ اچي بار عام ڪيو  مون بڻ سنده سلامي ٿي اِن هنڌ مقام ڪيو
آيو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
يارو اچو جو آهي سواري امام جي
اي شاه تنهجو اڪبر مظلوم چئي سلام  تو ڪئي سواري اي شهر ڪونين ذوالڪرام
تنهجا سلامي آيا ڪري اژدهام عام  سونکي به آن سلام جو ڏي عزّ و احترام
آيو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
يارو اچو جو آهي سواري امام جي
سرور چيو اي منهجا علي اڪبر جوان  اي منهجا نوجوان مٿنهن صدقو سر ۽ جان
جاني تون جان نثار رهين ڇا ڪريان بيان  سر تنهجو ڌڙ کئون ڌار ايا ڪيئن ڏسي سگهان
آيو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
يارو آچو جو آهي سواري امام جي
اڪبر کئون بعد عابد بيمار ڪيو سلام  بعد از سلام عرض ڪيائين ڪه بابا امام
تنهجو سلام ٿيو شرف فخر خاص و عام  منهجو به وٺ سلام آيا سيدالانام
آيو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
يارو اچو جو آهي سواري امام جي
بابا سلام عابد بيمار ٿئي قبول  ٿئي پنهجي جان نثار جو مقصود دل حصول
سر توکئون صدقو ڏيندو هي بيمار دلملول  راضي رهي رسول ۽ خوش ٿئي دلر بتول
آيو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
يارو اچو جو آهي سواري امام جي
سرور ٿي چو اي عابد بيمار و ناتوان  تنهجو سلام آهي قبول اي ابي جي جان
راضي رهج رضائي اِلٰهي تي جان ڪي تان  بيحد ثواب آهي آيا اجر صابران
آيو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
يارو اچو جو آهي سواري امام جي
عابد تون آهين قافلہ سالار اهلبيت  مون بعد آهين صاحب دستار اهلبيت
اڄ تنهجي سر تي آهي آيا بار اهلبيت  غمدار تين جو رهج تون غمخوار اهلبيت
آيو چڙهي امام ٿي ساعت سلام جي
يارو اچو جو آهي سواري امام جي

عنبر جـڏهـن تمام سلامين جـو ٿيو سلام ۔ تي زيـن ذوالجناح تـي هـوار ٿيو امـام
ٿيا جـان نـثـار جمله سلامي بـه اڙدهـام ۔ صلوات ۽ سلام خـدا جـا مٿـن مـدام
آيو چڙهي امـام تي ساعت سلام جي
يارو اچو جو آهي سـواري امـام جي

"ثابت علي" به اي شـهه سـرور سلام چئي، هـي ڪربلائي مـرثيه تنهجو مـدام چئي
مقبول ڪر هي عرض جو تنهجو غلام چئي، داخل تي تنهجي فوج ۾ هر صبح و شام چئي
آيو چڙهي امـام تي ساعت سلام جي
يـارو اچـو جو آهي سواري امـام جي

---

# ڪير پيئڻ وارو پٽ جنهجو مري ڪير ري

ڪير پيئڻ وارو پٽ جنهجو مري ڪير ري ۔ آنجي امان آنجي غم سـر پٽي روئـي مري،
تير ڳلي مٿون ڳنر جنهجي ٻچي ڪي ڪري ۔ لعل ڪئون لـوهو وهي چولو ۽ چوسو ڀري
آنجي امـان جـو جگر ڏسجي تـه ڪيئن ٿو جلي
کهڙي ئـي ڪاتي وهي ڪهڙو ئـو ڀالو لڳي

هي جو ڇهه ماه ماه سو علي اصغر جو حال ۔ تير سين کـايو ڳلو ڪڙتو ٿيو لوهوءَ سين لال
پاڻي جي هنج مٿون لهي آيو امان جو نهال ۔ منهن ڏسي جيجل چوي قدرت، قـادر ڪمال
ساقيءِ ڪوثر جو پٽ پاڻي کهري پٽ جي ڪاڻ
پـاڻـي، نه ڏين هو پليد رڻ ۾ ڪنهن سپ رهاڻ

ڪير نـه آيل ڪي آه پاڻي نـه بابا جي هٿ ۔ پاڻي گهرن تا ڪنهن نهر تي اعدا جي هٿ
هٿ ڪٺي جيجل چوي هيءَ منهجي مولاجي هٿ ۔ شير و شڪر لعل جام هئي منهجي لالا جي هٿ
اڄ نـه مـري منهجو لعل شـال اي منهجا خدا
آئون نه هئوان هيڪئون جـدا هي نه هئي پيءُ ڪئون جدا

۽ به پڦيس ڪي چوي اي منهجي اصغر پڦي ۔ تنهجا جيئڻ پٽ جوان جن ۾ تو سپ آس ڪئي
منهجي به معصوم ڪي ڪر ڪا دعا خير جي ۔ تينهجون مرادون ڏسان آئون به مرادن پري
گهر ۾ تون سپ جي وڏير سام سنده سارو گهر
حضرت زهـرا جـي تـون زينب خـسته جـگـر

حضرت زهرا ڪي چؤ ڏس اچي، اصغر صغير  نهر لبن خلد مئون آڻ پري جام شير
اي آدي، قاسم آمان تنهجو حسن پڻ امير  ساقي ڪوثر جو پُٽ پاڻي ڪي ڪي پناري ڪير

ڪير نه هئي تنا پلو پاڻي ته ڪي پنارجي
هيئن تـه نـه هجي ڳلي تير سين رت هارجي

هاءِ ڪـه حرم سڀ مرڻي روءِ ۾ مدينه وڃن  ٻـا نبي الله ڏس سر وجهي واريد چون
آڄ ڪٿا رڻ اهنيب پاڻي جهلايو پٽين  سر ٻـه وڍائن اجهي رڻ ڏي تا وارث وڃن

شـال ۾ وارث وڃن ورنـه هـي آل و عيال
ٻهرين سفر شـام جـو ٻـوه ڪا سـدني مقال

جڏ علي اصغر آمـان پُٽ ڏنـو بيتاب ٿيو  آڄ مري جڳ ڪٿون هليو جيئڻ ڪٿون سيراب ٿيو
آب اکين ڪٿون وهيو جنّ ڪٿون جگر آب ٿيو  ۽ جگر و جان ڪباب آن پڄي جي باب ٿيو

جـو ڏٺيو اصغر ابـي اي علي اصغر جي مـا
ڏي وٺـي اصغر وڃـا پـالـي پنان ٿـي گدا

پاڻي ٻنڻ ٿـو وڃا ۾ هئو مٿا مـان ڏٺين  پُٽ ڪٿي ڪڏ ٿيان گدا آئون شه دنيا و دين
آئون ڪريان عجزوسوال ۽ چوان اي اهل ڪين  واسـطـي الله جـي ٻهر شـر مـرسلين

مـونکي ڪي پاڻي ڏيـو منهجا آهيا آڄ مرن
ديـن ۽ دنيا ڏٺـي سر نـا ڪري سچ وڃن

هيئن چئي اصغر وٺي گهوڙي تي چاڙهيو امام  چائين اي ڪوفي جي قوم اي سپه اهل شام
منهجا ڪٿو سڀ قريب رڻ ۾ ڪري قتلعام  هاڻ اچهو منهجو سر عذر جو ڪونهي ڪلام

قـاسم و اڪبر تـه ويـو هڪڙو هي اصغر صغير
مـر هئي ونـدر وات جـي همره عـابد اسير

منهجو هـي اصغر صغير آنجو گنهگار ناه  مون ڪيو آنجو گناه ڪو ته مٿس ڀار ناه
رحم ڪريو ڪرج رحم اصل سندو ڪار ناه  نـام خدا پـاڻـي ڏيو فرصت درڪار ناه

نـام خـدا پـاڻـي ڏيـو ورنه هي اصغر هليو
جي هليو اصغر ته پوءِ آئـون نـه چوان پاڻي ڏيو

اي عمر آخر اسين شـافع محشر جـا پُٽ  چو تو ڪهين بيگناه ساقي ڪوثر جا پُٽ
معويه پُٽ لئي ڪهين حيدر صفدر جا پُٽ  تو ڪهين شبير ڪي رڻ ۾ ڪهين شبر جا پُٽ

خـون حسين و حسن راهِ خـدا ۾ نـثار
اڪبر و اصغر سميت آنجو اهو ڪاروبار

اي عمر روسياه تنهجو علي سـاڻ ويـر ۽ عـلـي اولاد جـي قتل تـي آهين دلير
ليڪ صبح حشر ۾ ٿيندين زبـردست زير  ٿيندو بعين اليقين سڀ ڪي صحيح سارو سير

ظالـم و مظلوم جـي ٿيندي جـزا و سـزا
آت اسـان جنت جـزا تـو ڪي سقرنـا سـزا

ڏٺ عمرِ نامراد منهن ڪري حرمل ڏي جو — آنڪي عبيدِ زياد روبرو تاڪيد ڪيو
جيسين نه بيعت ڪري تيسين نه پاڻي ڏجو — جي ڪري بيعت ته خوب ورنه هي سڀ سر وڍيو
هاڻ اوهان ڇا صلاح پاڻي ڏيڻ يا ڪُهڻ
آنجو جوابِ صواب آهي اوهان کي ڏيڻ

حرملهِ ٻـي پير آه تير رکيو منجهه ڪمان — اصغرِ معصوم جو حلق نظر ڪيو نشان
تير ڪمانؤن ڇٽو کهايو ٻچو ٻي زبان — ڳذري ڳلي مئون ٿيو ڳم ٻاپي جي ٻازو ۾ ڪان
ٻچي جو ٻازو تي سر ٻازو ۾ سر هئي ٻهم
تير جي پيوند ڪيا لحمڪ و لحمي بدم

تير ڏسي حلق ۾ اصغرِ معصوم جي — ڀالو جگر ۾ لڳو سرورِ مظلوم جي
ٿيو روان ٻازو ڪئون خون سيدِ مغموم جي — خيمه هليو خابرو ٻانوئي محروم جي
ڇئين آڇيءِ اصغر جي ماءُ هاڻ اڃي اصغر کي وٽ
پاڻي ٻي آيو پٽهئين طفل ٻه خون تر کي وٽ

پاڻي ٻي آيو پٽاءِ شربتِ ڪوثر جو جام — پيندي ٿي اڄ ٻـڪ لـڱي ڏاڏ وڏي سدام
پاڻي نه گهرندو وري طلب نه رکندو طعام — فاطمه ڏاڏي جي هنج آن ٻه قبوليو مقام
اي علي اصغر جي ماءُ تنهجو هي اصغر صغير
نهرِ لبن مئون ٻه ٻيءِ آيو آئي شهد و شير

جان ولـي ٻانو ڏسي، تا علي اصغر ٻه ناه — آنجو لبِ لعل خشڪ آب ڪئون ٿيو تر ٻه ناه
تير لڳو حلق ۾ ڏڪريو سندس ڦر ٻه ناه — ورَ ڪي چوي آهُ وريءِ جان ڏسي، تا ور ٻه ناه
ور ٻه هليو سر ڏيڻ گهر ٻه لٽيو مُدَّعِين
آه نبي آل تي قهر ڪيا آمين

جڏ علي اصغر آمان پٽ ڏٺو لوهوءَ ۾ لال — ڇا چوان ڇا قهر ٿيو ڪوڙو هو آنوقت حال
شال مِ ڪنهن پٽ جي ماءُ هئين ڏسي پٽ جو حوال — سر پٽي سينو ڪُٽي ضعف ٿي زار و زوال
ڪڏ چوي اصغر يتيم تنهجي مرڻ قهر ڪيو
ڪڏ چوي اڪبر جي داغ منهجو جيئڻ زهر ڪيو

اي منهجا اصغر آبا آئون تنهجي آيل آمان — تنهجو ڳلو کهايو تير هني مُنهنجي کهايل امان
ڪولي اکيون ڪي نهار ڏس هي ڏکايل امان — تنهجي مرڻ سُڃ ڪئيءِ سڃ هي ستايل امان
اڪبر و اصغر ڪُهيءِ هاڻي سڃڻ سڃ ڪئي
بانوئي ٻي ٻـر مُنهيءِ هاڻي سڃڻ سڃ ڪئي

بانوئي ٻـي ٻـر جو آه اڄ علي اڪبر هليو — آڄ ڪئون اکيون پوئي آه آنجو هي اصغر هليو
اڪبر و اصغر ڪئون بعد سيدِ سرور هليو — عابدِ بنديءِ سين شام قيد ٿي سڀ گهر هليو
قافلهِ ڪربلا شام هليو ٿيءِ آسير
آلِ نبي سين وڙهيا ڪوفي ۽ شامي شرير

شام رسيو قافلو شام ٿـي صبح، قيام سيدِ سرور جو سر نيزي تي سج حشر عام
ٿامون زمين رُڪ، فلڪ خلق جي طاقت تمام شافعِ محشر رسول وقتِ مدد والسّلام
وارِ مديني ڏٺـي عترتِ اطهار کي
ماريـ مشهد مقام "ثابتِ زوّار" کي

## اسلام اي نور انور السلام

السّلام اي نورِ انور السّلام　　السّلام اي ذاتِ اطهر السّلام
السّلام اي سرِّ داورِ السّلام　　مظهرِ الله اڪبر السّلام
السّلام اي شاهِ سرور السّلام
السّلام اي جانِ حيدر السّلام

السّلام اي صدرِ مصدر السّلام　　السّلام اي صاحب افسر السّلام
وارثِ تختِ پيمبر السّلام　　مالڪِ دستارِ حيدر السّلام
السّلام اي شاهِ سرور السّلام
السّلام اي جانِ حيدر السّلام

مصطفيٰ جا نورِ انور السّلام　　مرتضيٰ جا دوست دلبر السّلام
اِنّما جا پاڪ گوهر السّلام　　هل اتيٰ جا تاج برسر السّلام
السّلام اي شاهِ سرور السّلام
السّلام اي جانِ حيدر السّلام

اي محمد جي نشاني السّلام　　حيدرِ صفدر جا ثاني السّلام
فاطمه زهرا جا جاني السّلام　　قبلهٔ ڪون و مڪاني السّلام
السّلام اي شاهِ سرور السّلام
السّلام اي جانِ حيدر السّلام

السّلام اي سيد الشهدا حسين　　السّلام اي اسعدُ السّعدا حسين
السّلام اي مظهرِ مولا حسين　　بادشاهِ دين ۽ عقبيٰ حسين
السّلام اي شاهِ سرور السّلام
السّلام اي جانِ حيدرالسّلام

السّلام اي مُلک مالکؑ السّلام ‎ ‎ السّلام اي مير جا تارک السّلام
صاحبِ تاج و تبارک السّلام ‎ ‎ تـو امامت جي مبارک السلام
السّلام اي شاه سرور السّلام
السّلام اي جانِ حيدر السّلام

صدر وارث مصطفيٰ جا السّلام ‎ ‎ ملک مالک مرتضيٰ جا السّلام
رڻ رهايل ڪربلا جا السّلام ‎ ‎ گهر لٽايل ابتدا جا السّلام
السّلام اي شاه سرور السّلام
السّلام اي جانِ حيدر السّلام

السّلام اي صدر وارث ٻي سرير ‎ ‎ السّلام اي تخت تارک تخت گير
السّلام اي دين و دنيا جا امير ‎ ‎ السّلام اي ڪربلا تنهجو خمير
السّلام اي شاه سرور السّلام
السّلام اي جانِ حيدر السّلام

اي نبي جا ٻاگهه وارثِ سر جُدا ‎ ‎ اي علي جا ملک مالک جانفدا
تخت صاحب پنجتنؑ ۾ ٻرزا جا ٻجا ‎ ‎ صدر والي بيڪفن بيدفن ٿيا
السّلام اي شاه سرور السّلام
السّلام اي جانِ حيدر السّلام

هاءِ گهايل ڪربلا جا هاءِ هاءِ ‎ ‎ هيءَ ڪهايل ڪربلا جا هاءِ هاءِ
رڻ رهايل ڪربلا جا هاءِ هاءِ ‎ ‎ سڀ ستايل ڪربلا جا هاءِ هاءِ
السّلام اي شاه سرور السّلام
السّلام اي جانِ حيدر السّلام

سر وڍايل ظلم جا نيزي سوار ‎ ‎ مفت ماريل جَوُر جا سر دڙ ڪٿون ڏار
شام لشڪر جا ستايل اشڪبار ‎ ‎ اهلِ ڪوفي جا سڏايل وعده دار
السّلام اي شاه سرور السّلام
السّلام اي جانِ حيدر السّلام

هاءِ دريا تي اُڃايل هاءِ هاءِ ‎ ‎ هاءِ پاڻي جا تسايل هاءِ هاءِ
هيءَ اُڃايا رڻ ۾ ڏکايل هاءِ هاءِ ‎ ‎ تشنہ لب جڳ ڪٿون سڏايل هاءِ هاءِ
السّلام اي شاه سرور السّلام
السّلام اي جانِ حيدر السّلام

تنهجي اُڃ ڪيو ياد رت هاري فرات ‎ ‎ رت روئي پنجتنؑ تي ٿي سر ماري فرات
تنهجي اُڃ ڪيو ياد پاڪاري فرات ‎ ‎ اي اُڃايا توکي نيت ساري فرات
السّلام اي شاه سرور السّلام
السّلام اي جانِ حيدر السّلام

اي گـلِ سيرابِ باغِ مصطفيٰ — و آي نهالِ بوستانِ مرتضيٰ
تنهجا گُل کومايا اڄ پاڻي بنا — هاءِ پاڻي ناهي اندر ڪربلا
السّلام اي شاهِ سرور السّلام
السّلام اي جانِ حيدر السّلام

آهِ عباسِ علي کي پاڻي آڻ — پنهجي پاڻيءَ اصغر معصوم کاڻ
هيءَ سڪينہ کي تہ اڄ ڪنهن آهي پاڻ — هاءِ اڄ ساري ٿي رڻ ۾ سڀ زهاڻ
السّلام اي شاهِ سرور السّلام
السّلام اي جانِ حيدر السّلام

خضر آلِ مصطفيٰ کي پاڻي آڻ — شاهِ شهدا جا ادا کي پاڻي آڻ
ساقيءِ ڪوثر مٺا کي پاڻي آڻ — هاءِ اصغر کني وداع کي پاڻي آڻ
السّلام اي شاهِ سرور السّلام
السّلام اي جانِ حيدر السّلام

هاءِ پاڻي هاءِ پاڻي هاءِ اڄ — يا علي پاڻي تون آڻين هاءِ اڄ
ساقيءِ ڪوثر ٿـي ساڻي هاءِ اڄ — اڄ کني پياس تـي ٻچاڻي هاءِ اڄ
السّلام اي شاهِ سرور السّلام
السّلام اي جانِ حيدر السّلام

هاءِ قاسم گهوٽ تنهجي اڄ جو سُور — هاءِ قاسم تنهجي شادي نفخ صور
هاءِ قاسم تنهجو ماتم غم ڪلور — هاءِ قاسم تنهجا پَل پَل پون پور
السّلام اي شاهِ سرور السّلام
السّلام اي جانِ حيدر السّلام

هاءِ قاسم هاءِ قاسم تنهجو ڪاڄ — رڻ لٽايو ڪاڄ جو سينگار ساڄ
تنهجي مرڻي زهر ڪيو چاچين جو ڪاڄ — سر ٻڌي سهرو لٽائي رڻ ۾ راڄ
السّلام اي شاهِ سرور السّلام
السّلام اي جانِ حيدر السّلام

هاءِ اڪبر هاءِ اڪبر نوجوان — هاءِ اڪبر تو تئون صدقو سر ۽ جان
هاءِ اڪبر توکي اڄ ڪيو ناتوان — ساقيءِ ڪوثر سڏي سوني جنان
السّلام اي شاهِ سرور السّلام
السّلام اي جانِ حيدر السّلام

هاءِ اصغر هاءِ اصغر تنهجي اڄ — هيءَ مَ مُنهن ڪوماءِ گل جيئن ڪاڻي ڪَنج
ناهي پاڻي دَشت ۾ رڻ ساري رَڄ — تنهجي اڄ کني رڻ ۾ اصغر هاءِ سَڄ
السّلام اي شاهِ سرور السّلام
السّلام اي جانِ حيدر السّلام

هيءَ سڪينہ تنهجي اَڄ ساڙيو جگر | هيءَ سڪينہ تنهجي اَڄ ظلم و قهر
هيءَ سڪينہ آمر رب جو صبر ڪر | تنهجو صبر و شڪر آهي ڪارگر

السّلام اي شاه سرور السّلام
السّلام اي جانِ حيدر السّلام

عابدين بيمار تون پڻ تشنہ لب | تشنگي ڪيو توکي درتاب و تعب
شام پرڏيهي مسافر بي سبب | شال تو واڳون مديني واري رب

السّلام اي شاه سرور السّلام
السّلام اي جانِ حيدر السّلام

سيّدا "ثابت علي زوار" کي | اي شہ دنيا و دين ديدار ڏي
پنهجي در دائم سلامي ڪر سڏي | ڪربلا ۾ هتي ۽ نيت توکي چوي

السّلام اي شاه سرور السّلام
السّلام اي جانِ حيدر السّلام

# جڏ شہ مظلوم جا سڀ ماريا خويش و اقربا

جڏ شہ مظلوم جا سڀ ماريا خويش و اقربا | قاسم و عباس سوڌا اڪبر و اصغر ڪٺا
چائين هاڻ وارو اسانجو آيو جيڏي يار ويا | در تي خيمي جي آچي چئين آءٌ اي زين العبا

اهل عصمت عرض ڪيو ڪٺاي، قبلہ دنيا ودين
هيءَ غضب ڏس غش ۾ آهي تنهجو زين العابدين

شاه گهوڙي تئون لهي خيمي ۾ آيو اشڪبار | طرف سيراندي جي ويهي چئين ابي جا من قرار
آئون هليس عابدين تون هتہ آڪيون اي منهجا يار | هي نبي ناموس پرتئي توتي مڙني جو مدار

دل کي ڏبرج ڏي مِٺا ۽ هاڻ کي هوشيار ڪر
پنهجي بابي جو آيا اڄ آخري ديدار ڪر

تون خدا جي شير جو پوٽو مَ ٿي بيتاب آءٌ | جانِ من بيدار ٿي هي وقت ناهي خواب آءٌ
تو آيو ڪوليو اَجَلَ اَن ڪيو هاڻ اسباب آءٌ | منهجا اي بيمار بيحالي نہ تنهجو باب آءٌ

اي علي تون اڄ علي جي جاه زين العابدين
اَٿ علي ناموس پرتئي هاه زين العابدين

هي علي ناموس پرتني هي نبي جو آل ڏس    تنهجو بابو رڻ ھليو توڻ رڻ رهين جو حال ڏس
اي علي اولاد عابد آل تــي احوال ڏس    آٽ آبا بابي جي جاءِ پنهجو عيال اطفال ڏس
پي سڪينہ جي سفارش تــو ڪريان توسين گهڻي
هي يتيمہ ٻــي پــدر پرتي اٿي منهجا پسرپــسن

اي علي آج تون عليءَ جيئن هي علي اولاد ڏس    اي علي آج تون نبيءَ جي آل جو فرياد ڏس
هي ٿا ڪن فرياد تنهجو داد ۽ بيداد ڏس    تون دلاسو ڏين سون لئي رڻ آپو جلاد ڏس
چئو سڪينہ کي نہ رو ٻــابئين خدا ڏي ٿو وڃي
مصطفيٰ ۽ مرتضيٰ ۽ مجتبيٰ ڏي ٿــو وڃــيہ

چئو سڪينہ کي تہ آج بابٿن کي ڪولي ني قضا    هي خدا ڏي ٿو وڃي تون صبر ڪر رب جي رضا
تون مدينہ هل وري جت تنهجي ڏاڏي فاطمہ    تون هلي ڏاڏيءَ کي ڏس بابي وساني ڪربلا
اي علي سجاد هــيہ بيبي سڪينہ پرتــي هٿيہ
تون ابــي جي جاءِ ڪج قرب و قرينہ پرتي هٿي

منهجا زيــن العابدين بيدار ٿــي بيدار ٿــي    زينب و ڪلثوم پرتني تين جوتون غمخوار ٿي
قيد ويندن پيڪسن جو تون اجهو آڌار ٿي    هيءَ نہ ننڊ ويلو آبــا هشيار ٿي هشيار ٿي
بانوئي بيڪس جي پارت جنهجو اڪبر رڻ ڪسُو
مادرِ قاسم جي پــارت جنهجو گوهر رڻ ڪسُو

هاءِ زين العابدين بابي جي زاري ڏس آبــا    تو آبي آج ڪربلا ڏي ڪئي تياري ڏس آبا
آج نبي ناموس پالڻ پنهجي واري ڏس آبــا    هيءَ وڇوڙي ويل ڏس هي ننڊ نڪاري ڏس آبا
نبيءَ مدينہ پــار منهجا شــام پــرڏيهي اسير
آئون ۽ قاسم ڪربلا ۾ تون حسن گڏ سُنج مير

آہ جنهن دم عابدين بيمار صاحب هوش ٿيو    ۽ ڏٺين بستر تي بابو تــڏ ڪري همت آٿيو
ويهي سٺهن والدطرفسرنائيہ هنہرعرض ڪيو    آهي سڀ برحق بجا ۽ جيڪي قسمت جو لکيو
السّلام اي عابــدين بيمار جــا بــابــا حسين
تون هلين رڻ ڏي ۽ قيدي شام ڪاهيا يا حسين

سرورا سجاد کي توري رهڻ جو تاب ناہ    توڙي هٿي بيتاب تــا پــڻ انقدر بيتاب نــاہ
بابو سائين سر وڃائي پوءِ پوڻ سون باب ناہ    تو تئون سر صدقو ڪندس مون زندگي اسباب ناہ
هٿ ڪري عاصو ۽ آئون پڻ هوندو حضرت همرڪاب
ري عصا اڳ ۾ آئن جي ناهي بيطاقت کي تــاب

تون خدا جي شير جو فرزند صاحب ذوالفقار    ســو بعزمٍ قاتلو الڪفار ســرور ٿيو سوار
اڪبر و اصغرجو صدقو چئو تہ آئون پڻ ٿيان تيار    قاسم و عباس گڏ هٿي هي ٻہ تنهجو جان نثار
ســر وڃي نيزي تــي ۽ تڙ ڪربــلا ۾ بيدفن
هــي قيامت آہ بــابــا نــاهي طاقت منهجي تــن

Scanned with CamScanner

شاهہ فرمايو ڪہ عابد آهي جيڪي ڪيو قضا   تون رضينا بالقضا چئو ناهي چارو ريءَ رضا
صابر ۽ شاڪر ٿـي بابا جيڪا آڳي اقتضا   جيڪا سر آئي ســا ڳذري قد رضينا بالقضا

جان نـثـاريءَ ۾ سنده سجاد شڪ نـاهـي بحق
منهجا جاني جانفدائي آل جـو ٿيو تـدو تـسـي حق

جي ڏسين نيزي تي سر ۽ ڌڙ بہ رڻ ۾ بيڪفن   تا جڏهن آئين وري تڏ دفن ڪج ڏيني ڪفن
هاڻ سندرو ٻڌ سڄڻ اي جانِ بابا ڪر جتن   توڙي بيطاقت بدن ۽ توڙي هُئي بيتاب تن

تنهجي هـي هٿ ۾ مهار آهي اسيرن جـي آبـا
شال رب وارثـي وطـن اي ڪاروانِ ڪربـلا

جي ڏسين سر منهجو نيزي پنهجي سر تي بارہ چاڻ   پاڻ کي والد جو عابد صاحبِ دستار چاڻ
اي سندم لڄپال لائق سڀ ستم هموار چاڻ   آہ منهجي بيڪسن جو پاڻ کي غمخوار چاڻ

ســر وڃيـا گهر تـڙ لٽيا نـاموس پرڏيهي اسير
نعم اجـسر الصّابرين چئو جيڪا تقديـرِ قديـر

هيئن چئي سجاد کي فرمايـو سرور الوداع   اي يتيمِ ناتوان بيمار و بـي پـر الوداع
اي اسيرِ ڪربلا ڏس شام لشڪر الوداع   الوداع اي شـام پـرڏيهي مسافر الوداع

الوداع پـرتين، خـدا کي منهجا زيـن العابديـن
شال مندين مصطفي کـي منهجا زيـن العابدين

الوداع اي بانـوئي مظلوم بي پر الوداع   قتل ٿيا رڻ ۾ سنده اڪبر ۽ اصغر الوداع
فاطمہ زهرا جي نهن عابـد جي مادر الوداع   تنهجوچٽ پٽ تي ڪريوويوسرجوافسرالوداع

بي سڪينہ پر تي هُئي هـي نـاز پرور نور عين
هُئيءِ سندم حافظ خدا اي ننگ و نـاموسِ حسين

فاطمہ ڪبرا بہ پرتئي جنهجو بابـو رڻ هليو   آنجو آڄ قاسم ونو سهرا ٻڌي رڻ قتل ٿيو
الوداع قاسم آمان آڄ تنهجو قاسم رڻ ڪٽيو   مون ۽ قاسم سر وڃائي ڪربلا ۾ ماڳ ڪيو

تون حسن کي مون ۽ قاسم جـا چئج ساري سلام
اي مديني جـا مقامي ڪربـلا منهجو مـقـام

آہ زينب الوداع ڪلثوم جي پـارت آئئي   بي سڪينہ پرتي هُئيءِ معصوم جي پارت آئئي
منهجي زين العابدين مظلوم جـي پارت آئئي   هي سنده غمخوار هن مغموم جي پارت آئئي

الـــوداع اي ننگ و نـاموسِ پيمبر الــوداع
الـــوداع اي عتـرتِ زهـرا ۽ حيدر الــوداع

هاهہ سرور الوداع چئيءِ رڻ سڌاريو هاهہ هاهہ   اهلِ عصمت شور محشر جو مچايو هاهہ هاهہ
بي سڪينہ چئي ڪہ بابو ڪنهن ڪڏايو هاهہ هاهہ   هيءَ مگر مون سر وڇوڙي وقت آيو هاهہ هاهہ

هيءَ سڪينہ ساري مرندي آهٔ وري بـابـا حسين
تو بنا منهجي نـہ سرنديءِ آهٔ وري بـابـا حسين

هتيءَ سڪينه سر پٽي چئي هاه بابا هاه هاه   فاطمه سر منهن پٽي چئي هاه بابا هاه هاه
عابدين سينو ڪٽي چئي هاه بابا هاه هاه   دت عصا بستر لٿيءَ چئي هاه بابا هاه هاه
بستر و بالين منهجو آج تہ خاڪِ ڪربلا
اڪبر و اصغر سين گلجان ڪاٽيءِ قاسم ڪتخدا

زينبِ مغموم چئي هتي هتي مٿو ٽون منهجا ادا   سر پٽي ڪلثوم چئي هتي هتي ادا رب جي رضا
بانوئي مغموم چئي وا مصطفيٰ وا مرتضيٰ   آن سان چئي قاسم آمان وا فاطمہ وا مجتبيٰ
يا رسول ﷺ ڏس پنهجي مدني جا آسير
ڪيئون مدينو ڪربلا اي صاحبِ صدر و سرير

آه جدّ سرور جو سر نيزي تي چاڙهيو اهلِ شام   رڻ لٽين جو قافلو ڪوفي هلايو اهلِ شام
پهرين مقتل ۾ يتيمن کي پٽايو اهلِ شام   تنهن ٽئون ڪوفي شام ۾ آنکي سٽايو اهلِ شام
ٿيو اسيرِ شام هتي هتي ڪاروانِ ڪربلا
پيوطن پرڏيهه پسر وس پيڪسانِ ڪربلا

شام غربت مثل ٿيو صبح يتيمانِ حسين   صبح محشر مثل ٿيو شامِ غريبانِ حسين
صبح و شام انهر ٿي ڪئي فرياد طفلانِ حسين   اي خدا آهيون اسين ناموس نالانِ حسين
يا اسانکي ڪربلا نيءِ جت حسينءِ ڪربلا
يا مديني وار واڳون جيت اسانجو مصطفيٰ

دعوت المظلوم آهي مستجاب اي مومنان   نالئہ معصوم ناهي بي اثر اي دوستان
ڪربلا ڏي ٿيو روانو ڪربلا جو ڪاروان   بعد طوفِ ڪربلا سونيءِ مدينہ ٿيو روان
تون بہ "ثابت ڪربلائي" هل وري سوني حسين
تو مدينو ڪربلا ٿيو ساڪنِ ڪونيءِ حسين

---

## جنهن وقت ذوالجناحِ تٺون سلطانِ دين حسين

جنهن وقت ذوالجناح تٺون سلطانِ دين حسين   زخمن ڪٺون ضعف ٿي تيو سوني زمين حسين
بيتاب ٿي لهي پيو از صدرِ زين حسين   تڏ ڪعبہ رو ٿي ويٺو بخون تر جبين حسين
هر زخم ڪٺون چٺو نهرِ روان خون بروني خاڪ
خاڪِ زمينءَ ٿي سرخ سراسر بخونِ پاڪ

هردم ٿي چائين شڪرِ خدا جا گهڙي ساڻيہ   گهڙ ۾ خدا جي ڪنهن کي مجال آهي عذر جي
هت عذر نا قبول ۽ مقصود بندگي   تدبير ڪر ڪڏهن ڪنهن تقدير رد نہ ڪئي
بندي کي ري رضا بہ قضا ڪوني چارو ناه
حڪمِ خدا ۾ ڪوني ڪرڻ عذر وارو ناه

مونکي تہ هي قبول ۽ مون سرکي هي قبول  بل منهجي ساري سنگت و لشکرکي هي قبول
اکبر کي هي قبول ۽ اصغر کي هي قبول  سڀ اهلبيت و عترتِ اطهر کي هي قبول

جيئن جيئن بلا بمرتبہ تيئن تيئن شرف بلند
ديوانِ عدل و داد ۾ مظلوم ارجمند

ظالم جي ظلم کن تہ بہ داور تون دادگر  اهلِ جفا جي جور ۾ مون خوف و نہ ڪو خطر
جا سر ٻڌي سا سر سڻي فرمانِ حق بنہ سر  راحت ۽ رنجِ عالمِ فانيءَ همہ گذر
دنيا تہ سيجرين مومن مانجهاندي ماڳ آہ
صابر کي صبر و آجر سدائين سهاڳ آہ

هنبر خدا جي ياد ۾ مشغول هو امام  عمر ابنِ سعد سڏ ڪري چو ڪاٽ سر سپاهِ شام
کو سر وڍي حسين جو آلي وٺي انعام  ابنِ زياد جو هلي ڪوفہ ڪجي سلام
نيزن تي چاڙهي سر ڪريون اهلِ حرم اسير
زين العبا بہ حلقہٴ زنجير دستگير

ڪنهن ڪئون نہ ٽيو ڪہ سر وڍي آلي امير جو  نورِ نبي و شيرِ خدا جي شبير جو
برجِ شرف جي بدر ۽ مهرِ منير جو  تڏ عمر چو هي ڪم آهي شمرِ شرير جو
جئون شمر ڪي ڪہ هان سرِ شبير آڻجي
تان سڀ سرن سين ڪوفي ڏي نيزي رکي نجي

آو يحيا ٻڌي هليو حضرت حسين  پار خنجر ڪڍي ۽ سر جي وڍڻ ڪاڻ ٿيو تيار
هن حال کي ڏسي شہ مظلوم دلفگار  چئين ڪي خدا ڪئون ڏڄ ۽ ڪي ناني طرف نهار
هين سر کي ٻنهجي سيني تي لايو ٿي نت رسول
هن لعل لب کي کير ٻياريو ٿي نت بتول

اي شمر مون اوهانجي بہ تقصير ڪانہ ڪئي  آخر تہ امت آهيو اوهين منهجي ناني جي
مونسين ڀلا اوهان تہ ڪڏهن ڪانہ ڪئي ٻلي  هائي ٻنديِ جو ڪهڙو سبب جا اوهان ڪئي ٿي
إلا المودّت القربي جو ناہ ياد حق
ناحقّ ۾ اهڙا ڪر ڪہ ڪندو آنجو داد حق

اي شمر ڪر ڪي شرم خدا ۽ رسول جو  ٻنت مرتضي جو ماري ۾ ٿر گهر بتول جو
ڪو رحم ڪر تہ منهن ڏسي مون دلملول جو  رک خوف دل ۾ منهجي دعائي قبول جو
هي منهجي آہ عرش رسي ۽ خدا ٻڌي
فرياد منهجي فاطمہ ۽ مصطفي ٻڌي

اڄ در خدا جي ٿي ڪري فرياد فاطمہ  منهن سر ٻڌي ٿي مونکي ڪري ياد فاطمہ
آخر ڪڏهن خدا بہ ڪندو داد فاطمہ  جو بيگناہ ٿو ڪهين اولاد فاطمہ
فرياد فاطمہ جي متان پائين بي اثر
آن بضعہٴ رسول تني اهڙا ۾ ڪر قهر

اڄ منهجو مصطفيٰ جيهو اڪبر ڪُسُو ڪُٺل اڄ منهجو مرتضيٰ جيهو اصغر ڪُسُو ڪُٺل
قاسم حسن شهيد جو همسر ڪُسُو ڪُٺل عباس منهجو بازو برادر ڪُسُو ڪُٺل
منهجا سڀئي قريب ڪُهيءَ منهجي روبرو
هاڻ منهجي سر وڍڻ جي به آهه توکي آرزو

اڄ ڏس ته گهر رسول جي ڪهڙي قيام آهه خيمي ۾ اهلبيت جي ڇا حشر عام آهه
هت منهجو ڪربلا ۾ ڪُٺن گڏ مقام آهه اهلِ حرم جي حق ۾ سفر سوئي، شام آهه
هيءُ هيءُ مدينو ديس مسافر هليا ڇڏي،
ناموس دربدر ڪري دنيا مون وڃا لڏي،

اي شمر ڪي ته بانوئي بيڪس جو حال ڏس ڪي زينبِ ضعيف جو حالِ زوال ڏس؛
ڪبريٰ وتو به رڻ ڪُسُو آنجو حوال ڏس اڄ مُئي سڪينه ٿي ڪري پاڻي سوال ڏس
منهجي آهن ڪسي آهه ڪي پاڻي پنارجو
پوءِ مونکي پڻ جي ماريو اوهين ڇاڻو مارجو

اي شمر ڏس نماز جو وقت آهي بي نياز ڏي رخصتِ نماز پڙهان آخري نماز
بعد از نماز جي تون وڍين سر ته ڪهڙو ناز تون پنهجي ڪار ڪر ۽ خدا منهجو ڪارساز
حڪمِ خدا ۾ ڪنهجي مجال آهي دم زني
هٿ سرفرازي ابدي هي فرو تني

ساجد امام هيٺ چئي سجدي ۾ سر رکيو نيت ڪري نماز جي وٺي ٿي سجدو ڪيو
سجدو ايا هو پهريون ڪه قاتل به قصد ڪيو سلطان ساجدين جو ستمگار سر وڍيو
آندم پيو آهه عرش ۽ ڪرسي ۾ شورشين
هيءُ هيءُ شهيد ٿيو شهِ دنيا و دين حسين

جبرئيل مٿون پٽيو ٿي به ملڪوت آسمان واري به سر وسائي، بصد نالهٔ و فغان
طوبيٰ ڪئي برگ ريزي به هر شاخِ خون فشان بادِ سموم گلشنِ فردوس ڪيو خزان
حسرت ڪئون حوضِ ڪوثر ٿيو چشمه سار خون
زير و زبر زمين ٿي ۽ افلاڪ سرنگون

لرزڻ ٿيو آفتاب تهِ لرزه جي مثال هو ماهتاب داغِ جگر ڪئون در اختلال
بيتاب ٿي ڪيرڻ لڳا تارا خراب حال روزِ سياه رات جيئن ٿيو ضايع و زوال
خورشيدِ آسمانِ امامت غروب ڪيو
دورِ زمان تمام ٿيو آثار حشر ٿيو

ملڪ الجبال سر هٿي جبلن سين ڦاڙيو سر ديوانه وار خاڪ بسر هو بهشت وبر
ڪيو وحشيانِ دشت خور و خواب ڪئون گذر حسرت ڪئون سڀ ڇٽي پيا مرغِ هوا جا پَر
دريا ڇٽو ديگ جوش ٿي ڪيو ماهي دلڪباب
از بس هو حالِ عالمِ ڪون و مڪان خراب

حورون ڪري ٻه حشر هليون سوني، فاطمه  جان ڪي ڏسن تہ خاڪ پريو روني، فاطمه
هر تار تار گرد پر هر سوني فاطمه  رت جي هنجن ڪئون رت پريا گيسوني، فاطمه
فردوس فاطمه ڪي ٿيو ماتم سرائي عام
وا حسرتا حسين جهڙي هتي شورش، قيام

ڪنڌ ڳل لڳي، خديجه، خاتون ڪيا ٿي ٻار  ٿي چئين امان هي ڪهڙو قهر ڪربلا ديار
منهجا قريب سڀ ڪٽا آن دشت ڪارزار  ڪنهن ڪنهن جو ناءُ وٺي رئان سڀ خورد ۽ ڪبار
قاسم جوان ڪه اڪبر و اصغر ڪٺو جوان
يا ڪڙم منٽي، حسين ڪي صابر ڪٺو جوان ٩

مريم ڏي منهن ڪري ٿي ڪڏهن چائين آه آه  پيڏوه ساريو منهجو حسين آهي يا آلله
ڪڏ سر پٽي، صفوران سين با حالت، تباه  ٿي چئين ڪه مٺي، غروب ٿيو منهجو حسين ماه
ڪڏ هاجره سين ڪيئين ٿي بيان حال، ڪربلا
ڪيئين مرثيه مثال ٿي احوال، ڪربلا

حورن سين حشر ڪيو ٻه رنائين ٿي زار زار  واري سرين وساني ٿي ڪيئون حشر آشڪار
هر يڪ بہ حال، خود هم بيتاب و بيقرار  هٽي هٽي حسين ڪيوٺي وٺي، منهن ڪيائون ٻار
هٽي هاء فاطمه جو جگر ماريو بيگناه
هان فاطمه جو داد ڪندو حشر ۾ الله

شام، رسل سين جماء رسل روئني زار زار  ٿي چائون يا رسول خدا حڪم، ڪردگار
ڏهٽي جي تنهجي ڏک ڪئون اسين دائم اشڪبار  هي ڏک ڏکن نہ جهڙو الي حشر يادگار
بل حشر ۾ بہ ٿيندو جڏهن آنجو عدل و داد
ٿيندا هزار حشر نوان حشر ڪئون زياد

تنهجو نواسو يا نبيﷺ الله خدا جو نور  شير، خدا جو ساه ۽ زهرا سندو سرور
بي نور نامراد عمر نحس ڪيو ڏتور  بيڏوه ماريو آه سنده شاڪر و صبور
آن سڀ جفا تي صبر ڪري سر ڏنو حسين
سر رشتہ، رضا ڪي نہ ڪنهن پر ڇنو حسين

تنهجو حسين صابر و شاڪر شهيد ٿيو  سچ نيزي پاند آيو مگر حشر هي بہ هو
سر آن شهيد جو جڏ نيزي سوار ٿيو  هي قهر پٽي يزيد تو هي ڪهڙو قهر ڪيو
اي خانمان خراب تو مرسل جو خاندان
ڪيئن بيگنه خراب ڪري قهر ڪيئي نشان

يا مصطفيٰ تون هل ۽ اسين تنهجي همرڪاب  ڏهٽي ڪي تنهجي دفن ڪريون ٿي اسان ثواب
سر نيئون وڃي ۽ ڌڙ ڇڏي ڌرتي تي يا ڪيل آب  هان ڏني ڪفن ڪجي قبر، اين، بوتراب
هي تنهجو بيدفن شه، دنيا و دين حسين
ڪعبه جو ڪهف اهل، زمان و زمين حسين

هتيءَ رهن انبيا بہ شہ انبيا حضور  لک عذر خواهي آيا شہ اوليا حضور
ڇنون شاہ اوليا کي ڪہ اي نت خدا حضور  ڪل تون بہ ڪربلا ڏي شہ ڪربلا حضور
ڪيو ڪربلا ۾ تنهجي شہ ڪربلا مڪان
ڪربل هلي اسين ڪريون آئي نثار جان

هتي مڪہ ۽ مدينہ ولايت مڪين حسين  حرمين جو شريف دو عالم ڌڻي حسين
مڪئون مدينئون نڪري ملول و غمين حسين  سو ڪوٺي ڪربلا ۾ ڪئو اهل ڪين حسين
هتيءَ هتيءَ حسين تنهجي جو ٿيو ڪربلا مقام
مڪہ مديني آنءَ لئي ٿا سڀ رت رهن مدام

هي اوليا تہ سڀ ستي سيني تي هٿ هڻي  ڪيئون عرض يا علي هي سنڌ صدر جو ڌڻي
صدر و سرير سچ ڪري ڇنون جيڪا رب وٽي  جور و جفائي قوم سٺئين پنهجي سر گهڻي
ٻل ڪڙي سر نہ پنهجي بمع آل ۽ عيال
اولاد رڻ ڪپائي اسيري ڇڏي هي آل

اڪبر بہ رڻ ڪهائين اصغر بہ ڪيئين فدا  قاسم بہ ڪيئين ذبيح جيئن قربانيءَ خدا
سڀ ڀائر ڀائٽيا ڀاڻجا پيو ڪڙم اقربا  اصحاب باصفا و محبان باوفا
راہ خدا ۾ راضي ٿي ڪاريائون سڀ قتيل
هين ڪربلا ۾ ڪمبر آڇيو هي رب خليل

هتي هين خليل پنهجي کي ڏس ڌڙ ڪٽيون سر تہ ڌار  ٻي گور و ڪفن پيو ڌرتي تي خاڪسار
سر ٿي سوار نيزي هليو شام اشڪبار  هو هين لئي اشڪبار ۽ هي هن لئي بيقرار
سر ڌڙ مان سبب پڙهي قرآن ٿي ڪئي دعا
ڌڙ نيت ڌڻي کي چوٿي، ڪہ سر آڻ يا خدا

سر نيت اکيون پٽيو ٿي نهاريو بہ ڪربلا  ٿي ڌڙ کي ساري چائين ڪہ اي خستہ بلا
تنهجو وڇوڙو مونکي ٿو هردم کهي، ادا  هاڻ رب وراڻي تا ميلون اي آئون مٿهن فدا
يا رب وراڻي واڳ تہ وڇڙيا وري ملون
ڏينهڙا گهڻا اکيا وري دک پي جو مٿهن ڏسون

ڌڙ ٻئي وساني ڌوڙ تي هر لحظہ آہ ڪئي  ٿي چائين ڏور ويا تو ٻلا کهڙي ڪاہ ڪئي
آئون ٻئي سنڌہ رفيق مون هي عزم راہ ڪئي  پر پنهجي، وس نہ پوہ پس جا الله ڪئي
عابد کي رب وراڻي تہ مونٽي ميلون ادا
ورنہ ڪفن ۽ دفن جي مون ٻن نہ ادعا

تيسين نہ آئون ڪفن ڍڪيان جيسين نہ تون اچين  مون نا دفن جي وات ۽ پرڏيهہ ويا پرين
تو ري قبر ڏي ڪيئن وڃان مر پٽ ۾ ٿيان پٽي  تون آءُ تہ گڏجي ٿيون بہ مقام شرف مڪين
جي اڄ مدينو ڏور تہ ٻئي ڪربلا نہ ڪم
اي صاحب مدينہ سنڌني ڪربلا حرم

سر ٿي سدا سفر ۾ خدا کي سوال ڪيو يا رب ميلائي، تڏ سين مون هيئن خسته حال ڪيو
تڏ پڻ ٿي پنهجي دل ۾ هي دائم خيال ڪيو جي سر ملي، ته سڪ سمهان مون سڪ زوال ڪيو

اسري بعبده تي پڙهيو سر ۾ سير شام
إنا اليہ راجعون هو تڏ جو ان ڪلام

جڏ انبيا ۽ اوليا هنپر ڪلام ڪيو آن شاه اوليا جي اڳيئون حشر عام ڪيو
تڏ فاتحہ پڙهي ڪري ماتم تمام ڪيو شهدائي ڪربلا تي درود و سلام ڪيو

"ثابت علي" بس نيت چوي صلوات ۽ سلام
زوار ڪربلا کي ملي، ڪربلا مقام

# هن رئڻ جو رتبہ عالي اگر ٿي جلوه‌گر

هن رئڻ جو رتبہ عالي اگر ٿي جلوه‌گر ڪا عبادت ري رئڻ بهتر نہ چالي ڪو بشر
باه دوزخ جي اجهائي آه جانسوز جگر باغ جنت جو ڪري گلزار آب چشم تر

جين کي بارو آبر رحمت چوڻ سي آنجون اکيون
اٿين بهشتي جي اوهان هي نهرون نيت جاري رکيون

مومنا ماه محرم تعزيه‌داري ضرور شاہ مظلومان جي ماتم نالہ و زاري ضرور
اڪبر و اصغر جي غم هردم هنجون جاري ضرور قاسم و عباس لئي پڻ سر وسڻ واري ضرور

آه آن ماتم ۾ ڪجي، وس ڪارو ڪيو سدا
ڏس خدا خود ماتمي آهي امامن جو آدا

ٿو چوي راوي ڪہ جڏ جنگ احد ڪئون مصطفيٰ فتح و نصرت سين وري داخل مديني جي ٿيا
آت جي اصحابي شهادت جي شرف ها حق رسيا تين جي گهر گهر نالہ و زاري ٿي ڪئي اهل عزا

جان ڏسن حمزه جي گهر تا ڪو نہ ماتمدار هو
آن شهيدالله جي غم جو ڪونہ آت غمخوار هو

حضرت حمزه جي حسرت ڪئون حبيب ڪردگار رت هنجون جاري ڪري بيحد رُنائين زار زار
چائين گهر چاچي جي منهجي ناهي ماتم جي تنوار سڀ ڪو پنهجن کي سنڀالي ٿو روئي هر رشته‌دار

سڀ ڪو پنهجن لئي روئي، حمزه جو رُندڙ ناه ڪو
آنجي غم جو داغ دل رت روئي ڏُنڌڙ ناه ڪو

سعد انصاري هو حاضر آن ڏئو حضرت جو حال ۽ ٻُڌو آت جيڪي فرمايو رسول ذوالجلال
آيو انصارن جي گهر چئين مومنان انپر محال هر ڪوئي پنهنجن شهيدن لئي ڪري حزن و ملال

مصطفيٰ جو چاچو حمزه تنهجو ماتمدار ڪونہ
مصطفيٰ هن غم ڪئون غمگين ۽ سندس غمخوار ڪونہ

ٻڌرين گهر حمزه جي هلجي تعزيه‌داري ڪجي  عم خيرالمرسلين جو ماتم ڪاري ڪجي
مصطفيٰ غمناڪ آهي انجي غمخواري ڪجي  ٻوه ته پنهجن مائٽن لئي ناله و زاري ڪجي

آه اڄ حمزي جي ماتم مصطفيٰ ٿيو ماتمي
هي خدا جو دوست آن ڳڻ خود خدا ٿيو ماتمي

تڏ ميڙي عورات انصار آيون حمزه گهر هلي  رسم ماتمداري آن سڀ موجب دستور ڪئي
جڏ رسول الله انجو روڄ ۽ زاري ٻڌي  ۽ ڪيئن معلوم اِيءَ سڀ سعادت سعد جي

سعد جي حق ۾ دعائي، خير ڪئي خيرالانام
جئين خدا انکي رسائي روضه دارالسلام

مومنان حمزه جي ماتمدار حق ۾ هيءَ دُعا  جو حسيني ماتمي ڇئو تنهن جو ڇا اجر و جزا
هئو نبي جو چاچو هي فرزند جاني دلربا  هو نبي تنون ٿيو فدا هتنون نبي ٻٽ ڪيو فدا

آه جنهدم ڪربلا ۾ ٿي ڪٺون حضرت حسين
هو نبي جيڏرو ٿهوند ڪيئين هاه قوري شورشين

شاه جا جڏ ڀائر ماريا شاه چو شڪر خدا  اڪبر و اصغر سڌاريا شاه چو شڪر خدا
سڀ سائين سر ۾ واريا شاه چو شڪر خدا  پنهنجا سر تن پرزه ڪاريا شاه چو شڪر خدا

ٿيڙسي جڏن جيئن بلا تنين تئن ٿي شاڪر شڪر ڪيو
ڪربلا جي هر بلا تي صابر و شاڪر رهيو

آيو جڏ پنهجو ۾ وارو شڪر سجدو ڪيو امام  تائي سر قاتل اڳئون جئين جا رضا رب الانام
سر وڍي قاتل رکي نيزي تي ڪاهيو طرف شام  چو ڏسي سجاد سر اي منهجا بابا السلام

اي جو تو در يا آدب دائم سلامي جبرئيل
جبرئيل آئي سلام حضرت ربّ الجليل

هي سنده سو سير ڪه جنهن تي مصطفيٰ قربان هو  هي سنده سو سر ڪه جنهن تي مرتضيٰ قربان هو
فاطمه قربان حسن المجتبيٰ قربان هو  اڪبر و اصغر سين هي زين العبا قربان هو

هاڻ سر نيزي چڙهيا ۽ ڌڙ رهيا رڻ بيڪفن
هي سنده زين العبا يا حلقه طوق و رسن

مصطفيٰ ڪاٿي ڪه تنهجو سر ڏسي چئي هي حسين  مرتضيٰ ڪاٿي هي منهن انور ڏسي چئي هي حسين
فاطمه ڪاٿي هي زلف عنبر ڏسي چئي هي حسين  هي حسن ڪاٿي ڪه رت ۾ تر ڏسي چئي هي حسين

تنهجو سر نيزي ابا اسين سر کليا پٺ ۾ قطار
تنهجو ڌڙ رڻ بيڪفن اسين شام بندي بيوقار

ڪربلا ۾ قتل ٿيو تنهجو حسيني ڪاروان  خاڪ سر وسندا پٽيندا شام و ڪوفي ٿيا روان
پياده پا زين العبا آن ڪاروان جو ساربان  هٿ مهار ۽ سر نگون پيرين لڙن مون رت روان

آه ناموس نبي آل و عيال پنجتن
ٿيا بحق راضي ميانون جا رضائي ذوالمنن

ڇا ڇوان زينب جي زاري ڇا ڇوان ڪلثوم قهر  ڇا ڇوان بيراڳ بانو زندگي ٿي جنهجي زهر
دل ڪٺل قاسم امان جون پئي اکيون رت نير نهر  شام آيا طئي ڪري منزل ٻه منزل شهر شهر

جڏ ڏلو نيزي تي شامين نورچشم بوتراب
شام ٿي صبح قيامت آيو نيزي آفتاب

شام ڪافر ڪئي ڪچهري تخت ويٺو پر غرور  سرور مظلوم سر جو حڪم ٿيو آڻيو حضور
طاس سوني ۾ رکي سر شاه جو ڪافر ڪفور  عرض ڪيو اِملا رڪابي فضة ذهباً ضرور

هي سر ملڪاً ڪريماً مه جبين شاهِ جهان
حڪم سان تنهجي وڍيوسين واه ٿيو آخر زمان

تخت جي پايہ اڳيئون نافهم ناڪس ني رکيو  حضرت زينب ڏٺي هي حال ڪافر کي چيو
هي آهو سر جو نبي جي نت هو سيني تي پليو  بي ادب بيدين تو ڪيئن هن حقارت سين ڌريو

هاه قاتل قهر ڪيئي سر پئي غضب خاوند جو
هند پوٽي لئي وڍئي سر فاطم فرزند جو

معويہ پٽ لئي ڪهائي مرتضيٰ جو نور عين  اي يزيد بيحيا تو قتل ڪيو حضرت حسين
هي خدا جو نور ۽ ارض و سما جو زيب و زين  هن جي ماتم آهي اڄ عرش عُلا ۾ شورشين

هاه ڪوفن قهر ڪيا ساريا مدينہ جا امير
واه شامن شام آندا ڪربلا شہ جا اسير

سر ڏٺي بابي جو ٿي بيبي سڪينہ بيقرار  هئي! ابا هئي! هئي! ابا چوندي هلي بي اختيار
منهن رکي بابي جي منهن تي ٿي رنائين زار زار  وٺي سير جو رت اکين ڪُڙتي سين پنهجي بار بار

ٿي وڌئين سر خاڪ ۾ ٿي چائين اي بابا حسين
مون هي تنهجو سر ڏٺو تن تنهجو ڪاٿي بابا حسين

سر ڪٺي بيبي سڪينہ طرف بيبين جي هلي  چئين اجهو بابي جو سر اي منهجي امان اي ڦُڦي
اٿي نسو مونڏي اکيون آهي ڏسي تو بابا جي  ۽ ٻہ تو چئي مونسين هل منهجي سڪينہ لاڏلي

آهي تن ڪاٿي ابي جو هنج ڪٿي مونکي هلي
آهي آيسين وندي بيبون ڪانہ ڪا مونکي جهلي

پئي ڪچهري ڪوڪ ۾ عالم رنا ٿيا زار زار  عرش و ڪرسي ٿرٿرايا ٿي قيامت آشڪار
حڪم ڪيو ڪافر ولو سر هين هٿئون اي اهل نار  جڏ ولڻ ٿيا سر سڪينہ چو ٿي اي قوم ڪفار

هي سندم بابي جو سر سو آئون ته ڏيندس ڪين ڪين
جي ڪٺئين تن پڻ ڏٺو تا ڏيوم ڪوڏ س بااليقين

سر ته ڏينديس ڪين جي ڏس تن جو ڏيو احسان آه  سر ابي جو مون رسيو تن لئي هي تن بيجان آه
۽ جي تن پڻ ناهي ۽ سر پڻ ڏيڻ فرمان آه  تا هي منهجو سر ٻہ حاضر ني وڍيو قربان آه

آئي خنجر وڍ هي سر سر ملڪ ۾ مشهور هئي
وني مري بي بي سڪينہ پيءُ سين گڏ محشور هئي

اي ابي جا قاتلو جهن پر آيو منهجو ڪٺو ۽ ابي ڪلا اڪبر و اصغر ادو منهجو ڪٺو
مونکي پڻ ڪنهجوجوسڀ آڏر آجهومنهجو ڪٺو هڪڙي من بيمار ري ڀوجيڪوهومنهجو ڪٺو

هاڻ هن منهجي جيارڻ جو اوهانکي ڇا ثواب
سر مري پيءُ سين ميلان آن ري جيئڻ منهجو عذاب

آنجي زاريءَ تي به ظالم ڪونه هرگز رحم ڪيو هين ڏنوئي ڪين هڻ قهراً ۽ جبراً هنڪئون ڏو
ٿي سڪينه ضعف زانوءَ تي ڀڻي جي سر رکيو اينهين آن احوال بيهوشي ۾ بابي کي ڏٺو

سر بدن تي ناهي پيو سارو بدن ساڳيو حسين
ٿو ڪٺي هنج ۾ ۽ ٿو چئي آءُ منهجي نورعين

آئون اجهو آيو سڪينه ڇو ٿي روئين منهجي امان تنهجو بابو تونئون قربان ڇوٿي روئين منهجي امان
ڪيم ٿي هن پر تون حيران ڇوٿي روئين منهجي امان جي هلين تاهل تون مونسان ڇوٿي روئين منهجي امان

تنهجو بابو اي امان تولئي بهشتين بيقرار
تون نه هن زندان لائق هل ۽ ڏس باغ و بهار

ڳل ڳراٽي پاتي آت پيءُ کي سڪينه هيئن چيو اي منهجا پي سر آبا مون تنهجي سر کي هت ڏٺو
مون ڏنوئي ڪين پر مونکئون ڪسي جنهن شخص نيو توکي ڏيکاريان جي تون آنکئون ولين تان هل اجهو

منهن ڏسان تنهجو آبا آئون تنهجي منهن کي ٿي سڪان
تنهجي منهن تي منهن رکان جنهن لاءِ هر هر ٿي لچان

آه آن پي سر ابي ڇو پنهجي امان جان کي طفل کي معصوم کي بيتاب دل بريان کي
سهسين سک پالي ڏکن طوفان ڪئي تالان کي هنج هيريل سينه نپايل هجر جي حيران کي

اي امان منهجي سڪينه سر جو ڇا تڪرار آه
بابا جاني پي سرن کي سر جي ڇا درڪار آه

منهجو سر پيي سڪينه شمر ظالم نيو وڃي تنهن نئي جنهن کي ڏنو سومنهجو ويري ڏي نه ڏي
جي خدا عابد کي واري تا هي ويڙهيو سر گري ورنه هي پي سر بدن پڻ بيدفن رڻ پيو رهي

هاڻ هي سر شام زندان ڌڙ رهيو رڻ بيدفن
قد رضينا بالقضا ڪنهجي قبر ڪنهجو ڪفن

هل سڪينه توکي ڏاڏي فاطمه ساري آمان فاطمه تو لاءِ ٿي فردوس سينگاري آمان
هين رڻ تي تنهجي ڏاڏي رت هنجون هاري آمان ۽ به بابهن لئي ٿي حورن ساڻ اوساري امان

روضه رضوان ۾ ماتم سرائي عام ٿي
توکي ڪيئن شام غريبان قيد صبح و شام ٿي

اڳتي ناهي تاب آنجو خواب بيداري چوان خواب جو تعبير آنجو ناله و زاري چوان
عابد بيمار جو احوال بيماري چوان يا اسيرن جي جلا وطني جو ڏک ڀاري چوان

ڪربلا جي واقعي ڪيو دل جگر عالم جو خون
صبر ڪر "ثابت علي" اِنّا اِلَيہِ الرّاجِعُون

# ٽيو نيزي سر بلند سرِ سبطِ مصطفيٰ

ٽيو نيزه سر بلند سرِ سبطِ مصطفيٰ سڄ نيزي پاند ٽيو ٻه يتيمانِ مرتضيٰ
ڄڄ سر اکهاڙي ٻوڙيو ٻه ميدانِ ڪربلا آلِ نبي جي سوز ڪئون عرشن ۾ حشر ٿيا
ڪيئن آسمان گرم ٻه شڪلِ تنور هو
سڄ نيزي سر سوار محمد جو نور هو

هن سڄ جي سوز عرش ۽ ڪرسي ملڪ سڙن هن تي زمين نامي جي ۽ سر فلڪ سڙن
هن جنل ۽ جنس خلق سما تا سمڪ سڙن حورون بهشت ٻاه ٿيا چوڏهن طبق سڙن
ڇني جبرئيل منهجو تہ آڄ ٻال و پر جليو
تو لئي اي مصطفيٰ جا جگر دل جگر جليو

جڏ اهلِ شام اهلحرم جا تنبو لٽيا تنبو قناتون ساڙي ڏئي ٻاه ٻيحيا
آلِ نبي اسير ڪري شام ڏي هليا سر نيزه سر سوار ۽ تڙ دشت ۾ رهيا
عابد مهار هٿ ٻہ شتربانيءَ حرم
زندانيءَ حسين ٻہ قربانيءَ حرم

ڪڏ سر ڏسي ابي جو چوي بابا السّلام اي نيزه سر تون نيزه سوارن جي سر امام
هي تنهجو هنج نپايو هليو پياده پيا ۾ شام هن بي ڪجاوه قافلہ ٻندن جي تو تي سام
جڏ سر هو تن تي تڏ ۾ تو هٿ سر اسان ها آه
هاڻ نيزه سر ۾ هنجي سيرون ڪم نہ ڪج نگاه

ڪڏ منهن ڏسي حرم جا ڪري حشر حادثا ڇني هاء اهلبيت هي ناموسِ مصطفيٰ
هي اهلِ ستر ستر مديني جي مير جا سي سر ڪليا آلن تي چڙهي ۽ ۽ ڏي هليا
اي امتِ رسول ڪٿو عترتِ رسول
ڪيئن عترتِ رسول ڪهن امتِ رسول

اي امتِ رسول ڪٿو هاڻي اهلبيت سي آنجي وعده آيا سڏيل واڻي اهلبيت
هو مصطفيٰ جي ٻاڙي ۾ ماواڻي اهلبيت ڪيو ڪربلا ۾ قتل ڪري جاڻي اهلبيت
آن حق اهلبيت جو ٻرحق ٻجا نہ ڪيو
خوفِ خدا ۽ شرم رخِ مصطفيٰ نہ ڪيو

جڏ ڪربلا مئون آيو اسيرن جو قافلو مظلوم ڪربلا جي يتيمن جو قافلو
گهر ٻار ڙڻ لٽائي فقيرن جو قافلو ٽيو رو براهِ شام غريبن جو قافلو
هڪ قلعم گرد راه ۾ ڪيئون منزلہ نزول
آلِ نبي اسير و پريشان و دلملول

اُت ٻُڌي خبر مُصعَب ٻـا لشڪر عـرب سـَرن ۾ سر ورائڻ جي آهي منجهه طلب
اُن شهر جي هي دَير جو راهب هو با حسب سالار فوج آنڪي سڏي چيو ڪم ڇا عجب
اڄ رات ڏيـو اسـانڪي قلعه ۾ مڪان آه
احسان تُنهجو فوج تي هم حـاڪم و سپاه

اُن چيو ڪم منهجي قلعي ۾ ناهي مڪان فوج آئين ڀلا ته ڪير آهيو ۽ ڪهڙو نشان فوج
اُن چيو هي فوج شام نه ڪر پيو گمان فوج توسين اسين بيان ڪريون شرح و بيان فوج
بـاغـي يـزيـد سين هو ... ي جو بادشاه
اُن سان وڙهڻ چڙهيو هي سڀئي لشڪر و سپاه

سو بـادشـاه سـاري سپه سـان شهيد ٿيو هي آنجو سر علم تي ۽ تڙ دشت ۾ رهيو
هي آنجو قيدي قـافلو سـو شـام ڏي هليو آنجي ڪُمڪ سپاه عرب جي ڀر سعيو ڪيو
اِي۽ خوف آهي تا نه رسي ملڪ شـام فوج
راتاهو ڏئي عـرب اچي ڪن قتلعام فوج

اُن چيو اوهانجي فوج قلعه گرد جا ڪري، ۽ باهيون ٻاري چوڪي ۽ پهرو بجا ڪري
هي سر ٻـه سٽر مـر اچي قلعه سرا ڪري سر رات گذري خير سان پوءِ جا خدا ڪري
هي سر ته منهجي سرتي ڪري تخت تي قرار
هينجون لتون ۽ منهجون اکيون جنهجي هٿ مهار

آنـوقت سر امـام جـو صندوق ۾ رکيئون عابد عيال سان ٻـه راهب جي هٿ ڏنئون
راهب ۽ قوم تينجون گهڻيون خدمتون ڪيون صندوق سر جي سر تي ڌري دمبدم چيئون
اي هاءِ ههڙو حادثو ڪنهن شاه تي م هوءِ
صندوق سر غروب ڪنهين ماه تي م هوءِ

۽ ڀڻ ڏسي عيال جي صورت ۽ سخت حـال عابد جو مُنهن نه قيد جو مُنهن سو شڪسته بال
هٿن رحم ڪيو ۽ رت روئي چو اي قمر جمال شمس‌الضحيٰ جا نور م ٿيءِ ضعف ڪئون زوال
اي ماه تون نـه سـام فلڪ شمس مشرقين
تـون آفتـاب تُنهجو فلڪ سينئه حسين

پنهجي مڪان خواب جي ڀر هڪڙي جاهه ۾ صندوق ڪـي رکـي سُتو پنهجي سراهه ۾
اڌ رات شـور و غل پيو ارض و سماء ۾ راهب شـعـاع نـور ڏٺو سڀ فضاء ۾
جان خوب ڪي ڏسي ته سڀئي نور ۽ شعاع
آهـي بجائـي آن سـر شـاهنشه شجاع

ڪولي جي هڪڙي رخنه منجهئون ويهي ڪيئين نگاه صندوق ٿـي ڏٺئين سـر آن شاه مثل ماه
صندوق سـاري تخت ۽ سـر عرش بـارگاه سر تـاجدار چٽ ڏٺي دو جڳ جو بادشاه
ڪيو آنجي نـور خـانه صندوق فلق صبح
هي صبح روز حشر جي پهرين ٿي خلق صبح

هي زخم پر تي ڏيهي رهيو رؤ ڀوڻي، سر  آن سير جي گيرد حور و ملائڪ جو هُل حشر
ڳل سڀ جي ڪفني ڪاري، بسر خاڪ خون جگر  هئي هئي حسين ڪيو ٿي ڀڻيون منهن ٻچشم، تر
فطرس ۽ جبرئيل چوي هاه يا حسين
رضوان ۽ حور و غلمان صدا واه يا حسين
نا گاه ڳڙتو ٿي ندا يعني وات ڏيو  از اهل ماتم، شم، شهدا ڪنون ڀاسي ٿيو
وآي قوم، جن وانس اکيون پنهجون سڀ ڏڪيو  خيرالبشر جو نور بصر شام شر ڪُٺو
هي آنجي ڏاڏي، حضرت، حوا اچي، ٿي، آه
ڪفني سياه خاڪ بسر حالت، تباه
اهل، بهشت عورتون آن گيرد اژدهام  ام ذبيح هاجره آن ڪڏ ٻه حشر، عام
ڪلثوم آخت، موسيٰ عمران، نيڪنام  مريم ۽ آسيه ۽ صفوران مڙئي تمام
حوا سين هاه هاه ڪري ٿي ڪڍيائون پار
هئي هئي حسين ماريو ڪندو داد ڪردگار
آن بعد ٿيو خديجہ خاتون جو نزول  آن سان آئي بنت، نبي فاطمہ بتول
راهب اکين ڏٺو جو آڳهن امر ڪيو قبول  هاڻ حڪم ٿيو ڪه آيا اجهي عترت، رسول
راهب چڏي هي رخنو ٻري ٿي اي پير مرد
آئي رسول جائي اٿس ٻنت جو دل ۾ درد
راهب چڏي هي رخنو ۽ يڪ گوشہ ڪيو قرار  ڪنهن کي ڏٺين ٿي ڪين ۽ هو حشر آشڪار
زهرا ٿي چو اي منهجا جگر آنون جگر فگار  تنهجي تن، فگار ٿي نيت، ڪربلا ديار
سڀ ڏينهن تہ آس ۾ ٻني ٿي ڪريان چانو ۽ رُنان
سڀ رات تنهجي مڙه تي وڻان نانءُ ۽ رُنان
منهنجا شبير ڪڏ چئي شبير ٿي رُنان  ڪڏ چئي حسين ماريو هنجون نير ٿي رُنان
اصغر کي ساري ڪاٺي جگر تير ٿي رُنان  عابد اسير ڪاڻ ٻه دلگير ٿي رُنان
منهجي رُنڻ جو داد ڪندو رب، دادگر
هي تنهجو مڙه ٻه دفن ڪندو ڏڙ ميلائي، سر
آنوقت ٿيو هو راهب ترسائي، ترسناڪ  بيهوش ٿيو ۽ ٻنهن تي ڪري پيو ٻه روئي، خاڪ
آن حشر هُل جي شور ڪنون ٻيحد ٿيو ٻيمناڪ  جان هوش آيو تا ڏٺي سڀ صحن صاف و پاڪ
نئي حشر حوريان نہ غم و ناله، ملڪ
سرخ و سفيد ٿيو شفق، صبح بسر فلڪ
در ڪولي، سر امام جو صندوق منون ڪڍيئين  مشڪ و گلاب و عطر سين ڌوئي تخت تي رکيئين
رتجون هنجون روئي، ٿي، اڳيئون سر جي سرهيئين  منهن سر طرف دو زانو ٿي، سجدا ڪري چيئين
اي سر تون ڪنهن جو سر تون پلاڪهڙو بادشاه
تو بادشه جنو حور و ملڪ لشڪر و سپاه

اي سر تون ڪنهجو سر تون سڀني نور ڪردگار  سير تنهجي تاج سروري  اي سير تون تاجدار
ڇو تنهجا اهلبيت بس ڪيئون بند بيوقار  ڇو تو کي ڏڙ ڪئون ڌار ڪري ڪيئون عام سوار
اي سر تون سو جو موسيٰ و عيسيٰ ڪئي سلام
توريت تون وصيّ ۽ انجيل تون امام
چئو تنهجو چاهي، ناڻ ۽ تون ڪنهجو نور عين  هنج ڪنهجي ڳل جو هار ۽ زانو جو زيب و زين
تو ڪاڻ عرش و ڪرسي سماوات شورشين  سر چو ڪ آئون علي جو جگر منهجو ناڻ حسين
نانو نبي بتول امان ۽ آدو حسن
آئون پنجتن امام بحق نور پنجتن
راهب تون اهل رحم امين رحمت رحيم  هئي هئي! امان تي رحم نہ ڪيو امت غنيم
راهب اسانجو آيو وڏي عابد يتيم  نئي شربت و دوا نہ غذا سست تن سقيم
هي آمني اسانجا اسانکي ڪٺي هليا
هي سير ۽ هي عيال اسانجا جگر جليا
راهب ” هي سڀ ٻڌي ڪري صدقون سلام ڪيو  ستر ڇٽن سين سر ہہ سجود و نثار ڪيو
دين نبي جي دوستي آن ڪفر سڀ ڇڏيو  عابد امام هٿ پڙهي ڪلمون سو پاڪ ٿيو
”ثابت“ ہہ ڪلمون ورد زبان صبح و شام آه
واللہ ذڪر آل جو ڪلمون ڪلام آه

## آه جڏ اهل حرم ها شام زندان ۾ اسير

آه جڏ اهل حرم ها شام زندان ۾ اسير  جٺن ورهين عمر جي بيبي سڪينہ هئي صغير
آنکي از بس لاڏ سان سيني تي پاليو هو شبير  هئي، ابي جي ياد ۾ دلگير با حال حقير
رات ڏينهن هڪڙو روئن هي، سڪ ابي جي هئي، سدا
چيئين ٿي هر هر آه ڪيو بابي سين ميڙيندم خدا
هڪڙي ڏينهن پنهجي امان بيبيءَ جي هنج ۾ آن ٿيم  سر رکي زانوءَ تي ننڊ ڪا قدر ساعت ڪئي سقيم
جان ڏسي بيبي تہ آيو بابو، باشان عظيم  سر بسر نور الٰهي رحمت رب الڪريم
سر تي دستار نبي ڳل خلعت شير خدا
۽ سوار ذوالجناح صاحب براق مصطفيٰ
لا فتيٰ الا علي فرزند صاحب ذوالفقار  ذوالفقار مرتضيٰ آنجي ڪمر تي قربدار
هٿ بهشتي سيب خوشبو مُنهن مبارڪ گل آنار  ۽ لباس سرخ آنجو باغ جنت جو بهار
ليڪ گهايل آهي ۽ گهوڙو ہہ آنجو خونچڪان
ہر لهي گهوڙي تئون گهر آيو محمد جو نشان

هه هين صورت سڪينہ جڏهن ڏٺو بابي جو حال   سڀ لڳن ۾ تير ڪاري رت ڀريو روشن جمال
چائين بابا توسين ڇا ٿيو لال ٿين لوهو ۾ لال   هاءِ هاءِ بابا ڪيائين ۽ ٿي ٿي حوال
آئــون سندءِ صدقو سڪينہ اي منهجا بـابا حسين
تير ڪاري تن ۾ ڪائيون ڪاني آئين يا حسين

هيئن چئي بابي جي هنج ۾ آئي چئين هـيَ هـيَ ابا   هـيَ ابا هـيَ هـيَ ابا تون هيئن نہ ويو هئين ڪربلا
رت ڀريا ڪپڙا نہ هئي، چؤ ڪنهن ڏڪايئي هي قبا   تن ۾ اڳهين ڪين ها هي تير ڪاري ڪيئن لڳا
اي منهجا گهايل ابـا تون ڪر سڪينہ سين بيان
تون نہ اڳهين هيئن نہ هئين هي ڪهڙي ٿي صورت عيان

اي ابا توسين علي اڪبر بہ هو سو ڪاٿي، آه   ۽ علي اصغر بہ تنهجي هنج ۾ هو سو ڪاٿي، آه
تو جو قاسم گهوٽ جو ڪيو ڪاڄ سعيو ڪاٿي، آه   چاچو عباس علي ٻانئي تئون نايو ڪاٿي، آه
توسين ها زينب ڀڳي جا ڀٽ بہ حاضر همرڪاب
هئين ڪٿي لشڪر سين ويو ڇو هيڪلو آئين شتاب

اڪبر واصغر ڪي سڏ ڪر چاچي کي چئو آ وري   گهوريو آئون ٻانئي نہ گهرنديس مر وڃان آڄ سين مري
سون ڀڄر ٻانئي پيڏي سون روئي، عمر ٻيالي ڀري   سون اباڻ ري نــہ سرندي سر وڃي تا ٻن سري
منهجو سر صدقو ابـا تــو سر سلامت هئي، سدا
آءُ وري اڪبـر ادا گهر ســوٽ اصـغر لاڏلا

هاءِ تڏ سرورؑ سڪينہ سيني لائي پيار ڪيو   منهن سين منهن لائي وڏي سيڪ سون گرائي ٻانئي چو
اي امان ٻيبي سڪينہ ڇا چوان ڇا حال ٿيو   جيڪا سر گذري سا گذري ڏک لڳو ۽ دل سڙو
سر وڃائڻ جو نــہ هــو ارمان مونکي اي امان
آهي دائم دل ۾ تنهجو قبان مونکي اي آمــان

تن تڇيل تيرن سين پنهجو مونکي بابا ناهي ياد   اڪبر و اصغر بہ سون گڏ تين سين منهجو روح شاد
تنهجو ڏکماري ٿو مونکي هيئن نہ هئي، منهنجي مراد   تون اسير، شام آئون تو لئي ڪريان فرياد و داد
يا خدا ميڙيئي مونسين هيءَ نــہ وڇوڻ ويل هئي
يا وڃي ڏاڏي ڏسين جيت مصطفيٰ نــانــو نبي

اي امان ٻيبي سڪينہ ٻاءُ اڪبر رڻ ڪٺو ۽ ادي، اصغر کي تنهجي تير تارڙن ۾ لڳو
۽ سندءِ عباس چاچو سو بہ ٻانئيءَ ڀر رهيو   ۽ بہ قاسم ڪد خدا جو سر ٻيع سهرن ويو
منهجو لشڪر رڻ رهيو آئون تنهجي سيڪ آيس وري
هــي سندءِ خــوابہ و خيال آهــي ليقائي آخري

اڪبر واصغر ٿي جو تنهجي سڪينہ سڪ آئيون   قاسم و عباس ٿي، جو آءُ نہ تنهجو سنهن ڏسون
تنهجي ڏک ماريو اسانکي ناهي آرام و سڪون   هي نہ وڇوڙ ويل هئي، تو ڪئون م وڇڙيا شال هون
هي م هيئن ڇورا ڇڄن ڪنهجا م وارث هيئن مرن
رڻ ۾ وارث بــيــدفــن ٻــرڏيہ قيدي رت رئن

ڪيم رو منهجي سڪينه جي هلين تان هل آئي   جي آهي آهين آيا تا هل ۽ ڪوثر جام پي
وٽ هي سيب ۽ سنگهه امان هي آهي ميوو جنتي   توکي جنت فاطمه چئي آهه سڪينه لاڏلي

عمر ننڍپڻ ۾ امان هي ڏک ڏسڻ توکي محال
اي سکن ڀالي سڪينه آٿ آئي وقت وصال

هاڻ هنيو چئي آئيو ۽ ڪيو هاڻ سعيو امام   ۽ سڪينه دانهن ڪئي جاڳي ته ستو ٿيو تمام
جان ڏسي تا ناهي بابو جهن سين ٿي هئي همڪلام   خواب ۾ بابي جي هنج جاڳي ته هئي زندان شام

تڏ ڪيري هنج سئون امان جي خاڪ تي ليٽڻ لڳي
چيئين ٿي بابو منهجو آيو هو سو ڪيڏي ويو وري

هئي ابي مونکي ٿي چو منهجي سڪينه مونسين آ   هئي ابي ٿي چو سڪينه تنهجي سڪ ساري سدا
اي امان تون ڪيم رو آئون آيو تو خاطر آيا   سو آيو ڪيڏي وري ويو هي ته ناهي ڪربلا

نسي سڪينه ساڻ بابا ڪربلا ۾ ڏي مقام
تون شهيد ڪربلا آئون ٻن اسير اهل شام

اي امان بيبي آيو منهجو هو آيو هن گهڙي   ۽ ابي مونکي هو ٻنهجي سيني لايو هن گهڙي
۽ ٻه هڪ سيب بهشتي هو سنگهايو هن گهڙي   ۽ ادي اڪبر جي ڪلڃڻ لئي سڃايو هن گهڙي

مونکي چئين اصغر تو سارئي هل سڪينه لاڏلي
ٻر تي بالي جي سڏني تو چاچو عباس علي

آئون امان بابي ڏي ويندس جت آيو منهجو آمان   آئون امان اڪبر ڏي ويندس جيت ادو منهجو امان
آئون امان اصغر سين ملندس حڪم ٿيو منهجو امان   رات ڏينهن رب کي اهو ٿي عرض هو منهجو امان

اي آدا زين العبا کي تون ٻه چئو ٻنهجا سلام
آئون علي اڪبر کي چوندس تنهجا پيغام و پيام

اي ڀڳي ڪلثوم ڀڪس اي منهجي زينب ڀڳي   آئون ابي ڏي ٿي وڃان منهجو نياز و بندگي
بابي سائين کي اوهانجا عرض چوندس هٿ ٻڌي   آئين دعا مونکي ڪجو بابي سين واصل ٿيان وري

سائي تنڊ بهتر ڪه جهن ۾ هئي نه جاڳڻ جي جفا
هن جيئڻ کئون موت بهتر ٿيان نه بابي کئون جدا

هيئن ڏسي حال سڪينه ٿيا پريشان اهلبيت   طفل جو تڙڦڻ ڏسي ٿيا زار و حيران اهلبيت
هئي مچايو شور محشر زار و نالان اهلبيت   ڪربلا قتلعام جيئن ڪيو شور و آفغان اهلبيت

شام شد شام غريبان از غريبان حسين
صبح محشر شد ز فرياد يتيمان حسين

تو چوي راوي ته ٿيو سڀ شهر ۾ شور قيام   قتلگاهه ڪربلا جي مثل ٿيو سڀ شهر شام
شام ملعد تنڊ مئون جاڳيو چائين ڪهڙو حشر عام   هيءَ قيامت آهي يا ٿيو دور دنيا جو تمام

چائون آج بيبي سڪينه خواب ۾ بابو ڏٺو
هي قيامت ڪوڪرو تنهن خواب جو تعبير ٿيو

چانئين سر ٻانهن جو نيڙ ڏيکاريو آن معصوم کي  سر ڏسي ٻابي جو سر خاطر تسڪي انکي ٿي
ٺاس سوني ۽ رکي آنداڻون سر مظلوم ڏي  جئون اجهو ٻابو سڪينہ جنهکي تنهجي دل سکي
آه آن معصوم جي جڏ سر وڌي، تـسي ٿي نـگاه
مُنهن آبي مُنهن تي رکي ڪيئين آه ٿي تسليم ساه

مُنهن رکي ٻابي جي مُنهن تي ڪئي سڪينہ جگر وداع  پنهجي ٻابي سين ملي جيئن جنهن نہ هُئي اصلي جدا
جيئن ٿي کيا آنجي آسان آنلاه ٿهري ڪوڪرا  تيئن ٻڌين ٿي مُنهن پِٽيا ۽ زاري ڪئي زين العبا
ناهي طاقت تا ڪريان آنجو بيان اي اهلِ ديـن
صبر ڪر "ثابت علي" چئو نعمَ اجرُ الصّابرين

# قاسم وني کي وِيانهہ جي مينڌي ٿي لائجي

قاسم وني کي وِيانهہ جي مينڌي ٿي لائجي  رت جون هنجون گلاب ٿو گهر گهر وسائجي
سيني ۽ سر جو دف ۽ ڌُهل ٿـو وڄائجي  سائن سين سهرو راڳ ٿو پِٽڻ جو ڳائجي
يـا رب هـي سـر ۽ سهرو سلامت رهي سـدا
سهرو جدا نہ سر ڪٿون نہ سر تَن ڪٿون ٿي جُدا.

گهر گهوٽ ماءُ جي جج ڪري چاچائيون آئيون  ڀيڻون ڦڦاليون سائيون شهزاديون مائيون
گهوڙون گهُرن دعا سين ڪئي دست دائيون  حورن جا هـار وِس ڏئـي سپ ڏيرائيون
هن جج ما چاچي ماچـي تـہ ماڪوتِ آسمان
هت مڪڙو مڪڙو فطرس و جبرئيل ٿيو جـوان

جڏ وِيانهہ رات ٿـي ٻہ ٻيابان ڪربـلا  هـو آه شـمـع شعلہ شبستانِ ڪربـلا
ڪيو گهوٽ عزمِ حلوه بہ ميدانِ ڪربلا  نـوشہ ٽئون ٿيا نـثـار شهيدانِ ڪربـلا
صَهري ٻـہ سر نثار ۽ سُوٽـن ٻـہ سر نثار
جـسن سـرِ نثار ڪـا سي ڪندا سارو گهر نثار

قاسم جي مينڌي ڇا چوان سر جي مينڌي مهر  سهرن جا ساٺ ڇا چوان سپ سوز ظلم زهر
پرڏيهہ پرٿون ڪهڙو نہ پاڙو نہ گهر نہ شهر  پرٿي مٿون موت مرٿون عجب ڪارِ دورِ دهر
يـا رب هـي شادي جنجي پلا گهر امـام جي
جت گهوٽ ساري ڪٽُم سين مُنهن ڦتلعام جـي

ڪئي گهوٽ ڳل قبائي زري جماءِ لعل و دُرّ  زر تار چيرو پٽڪو بہ هيري ۽ موتي ٻهر
سانگو ڪري نہ سر جو چوي سهرو سر بہ ٻهر  ۽ چيرو پٽڪو خلعت و جنسار سارو ڦُر
پرٿيو حسن امـام جـو پُٽ گهر حسين جـي
ڦُر ڪاج گهر ڦرسو شـمرِ بـدر و حنين جـي

معلوم هو امام کي قاسم نہ رهندو گهر  انکي ابي جي آهي وصيت جو دل اثر
چئين اي حسن جا هوت حسينا جا دل جگر  مونکي بہ آن ادي جي وصيت بچشم و سر

زينب کي چئون آديہ سگهي خلعت حسن جي آڻ
سانڊي رکي مون ساه سين قاسم وني، جي ڪاڻ

خلعت جو بقچو آڻي رکيئون شاه جي حضور  آن شاه پنهجي دست سين پهرايو پنهجو نور
خيمہ ۾ آڻي تخت ويهاريئون بصد سرور  خطبہ ۽ عقد بعد پڙهيئون قل ۽ حمد سور

سر منهن چمي ۽ هٿ کڻي اخلاص سين امام
خطبو بہ شکل ختمي جي ڪيئون فاتحہ تمام

سهري کي موڙي منهن تي بہ سير شملي جئن رکيئين  خلعت جو ڦاڙي چاڪ گريبان ڪفن جئن ڪيئين
گهوڙي تي زين تختہ، تابوت جئن ڌريئين  جوڙي جنازي شکل تي سڀ جج سين سر پٽيئين

اي واءِ ڪڏ مَ هُئي ڪنهين سيهري جو هي نصيب
نالي مري ۽ سهرو پئي، هي مَ هُئي، نصيب

هُئي هُئي مَ هُئي نصيب ڪنهين سهري هي ستم  نالي مري ۽ سهرو پئي هي مَ هُئي ستم
هُئي هُئي مَ ڪنهنکي شال ڪو هن پر رسي، ستم  گهوريو ستم هي کهڙو ستم هيہ مَ هُئي ستم

قاسم خدا کي پهرئين آيا جا وني خدا
سون پڻ اها قبولي مڃا جا وني خدا

اي منهجا جاني هاڻ تون اِن شکل شان سين  اِن وياهہ جي وڳي سين ڪفن جي نشان سهين
وڃُون خيمي کر وداع نبي خاندان سين  اي منهجا نورچشم تون آمن و امان سهين

تو سين هتي خاندان بہ آباد هُئي، ابا
جي رڻ وڃي تہ آت بہ خدا ياد هُئي، ابا

خيمي ۾ آيو گهوٽ ٿيو سڀ گهر بهار باغ  ٿيو گهر نبي علي جو ميڙني لالہ زار باغ
گهر فاطمہ بتول جو فردوس وار باغ  حضرت حسن حسين جو خيمي هزار باغ

آن گلعذار کي ڏسي بلبل هزار بار
ٿي ڪيئين ڏناني خير هزاران هزار بار

آيل ٿي منهن چمي چيو اي جاني قاسما  هي تنهجي جيجي تو آتئون قرباني قاسما
يوسف جمال تنهجو نہ کو ثاني قاسما  تو منهن ڏلي ٿي مونکي تہ حيراني قاسما

چو چاڪ ڪيئي قبا اي ميئا منهجا شال جيئن
سيهرن جا پسن نہ پير پلا منهجا شال جيئن

اي منهجا سُهنا سائين سچن سهرو سر تي ڌر  موتين لڙهون بہ مُنهن تي رکي جاني جلووکر
توتئون فدا جي توتي جڙيا لعل ۽ گُهر  ۽ هي قبا جو چاڪ بہ ڪفني جو ٿي جگر

بچڙا سگهن پلا نہ ڪجن سهري سين ايا
چاکر گلو بہ شکل ڪفن ڪين ڪجي ميئا

سُني ٻڌ چوي آيا هي سڳڻ بد سڳڻ آيا سچ ٿي چوي آسان اي مٺا منهجا لاڏلا
تون شال سهرو مائين ۽ تو سر جي رد بلا تنهجون مرادون اڄ پنيون سهجون سڄڻ سدا
خانو حسن امام جو آباد تو سين هو
هاڻ ٻڌ حسين پنهجي به دولت دخيل ڪيو

۽ ٻڌ ٻڌين ٿي چو اي ادي جا جگر آيا امڙي ويانهه شال وسن سڀ هي گهر آيا
سچ ٿيون چون وڏيون هي سڳڻ ٻند مڪر آيا چڙهه تخت ويهه خوش ٿي تون ڪولي ڪمر آيا
اسين تو ٿيون گهوريون گهوريون پئي دل گهري مراد
آباد تنهجو خانو ۽ دولت سنده زياد

سڀ ڪڙم ڀيڻون مايون چون گهوٽ واه واه ڪمخواب جي قبا جو ڪلو چاڪ سهڻا شاه
سهرو به سونهين منهن جي اڳيون اي اسانجا ماه تو نيت رکي خدا و نبي و علي نگاه
اي شير مرد هي جي چڙهن جنگ تين جو شان
تون سيهرو سر ٻڌي ڪيئن چڙهين جنگ تي جوان

هي ڳالهيون سڀ ٻڌي ٿي ڏاڍو سڀ جي منهن ڏي مير آخر ڪلام آخري ڪيو هن طرح امير
ڪيائي صاحبو ته سمجهو ڪه آئون صاحب سرير اڄ هي شبر جو شير آئو فديه ٿي شبير
موجب لکئي حسن جي هليو رڻ هي نور عين
منهجو جنازو جوڙي منڪو آن طرف حسين

آئون رڻ ڏي ويندو چاچي جو ٿيندو فدائي اڄ آن ڪربلا امام جو آئون ڪربلائي اڄ
صورت جنازي شڪل جا مون هيئن بنائي اڄ سا مير ۽ سيهرو سيف وسائن سنبائي اڄ
آئون سيف ماري ٿيندو سرافراز سرخرو
هي شملو سر تي واري رکڻ جنگ جو شرو

اڄ مونکي چاچي جو ڪم آيا رڻ ڏي ٿي تيار تو رڻ سنده مقام آئنسي قبر ۽ قرار
ڪڙتي پلي ڪفن ڪري ٿي رو به ڪارزار گهوڙو جنازي شڪل ڌري زين ٿيه سوار
جهن گهوٽ خطبو ختمون سو منهن موت جي ڪري
سو سر قبا ڪفن ڪري تابوت جيئن ڌري

هي ٻڌندي سڀ جي ٻولي ڌري هاه هاه ٿي سڀني جي واه ويانهه جي گهر واه واه ٿي
شادي سراه سرني جي ماتم سراه ٿي ڇا ٿيو ڇا قيامت ڪهڙي بلاه ٿي
ٿي چائون سيئو سر پٽي هٿي هٿي جليا جگر
هيئن گهوٽ گهر آچي نه چون موت جي خبر

هاڻ گهوٽ رڻ هلڻ جي بيان باه ساڙي دل جيڪي ليئه ٿي جيجي آمان باه ساڙي دل
دامن ولي وني جي زبان باه ساڙي دل ساري حرم جي آه و فغان باه ساڙي دل
هين باه تي ڪيه آب اکين جو وسانجي
"ثابت" جو مرثيو پڙهي ماتم مچانجي

# ويانھ وڳي سان ڄڃھن رڻ ڪنُو قاسم وڃنو

ويانھ وڳي سان ڄڃھن رڻ ڪنُو قاسم وڃنو آنجي وٽيءَ رت رتنو ڀانھين ڀيجي منھن ھٽيو
منھن ڪري جيجل طرف ھٿ ڪٽي ھر ھر ٿي چو اي منھجي جيجل امان منھجو ونو رڻ ڪنُو
رڻ ڪنُو منھجو وڃنو آئون نہ وٽيءَ ٿي آمان
مھرو تہ سر تئون سندم لاھ اي بيبي آمان
اي منھجي جيجل امان منھجي ونی ڪني وداع آئون نہ وٽيءَ ٿي امان مون بہ جيڻ ٿي وداع
شال م جيجل جيئان منھجي اِھا ني وداع مونکئون وٽيءَ ڪني وداع مون ڪني اوھانکئون وداع
شال م وارث مرڻ ڀڻ ھي رتناھن امان
آئون وڃي فردوس ۾ فاطمہ ڏاڏي ڏسان
اي منھجي بيبي امان بابي ڪي منھجي ڪُھراھ ۽ علي اڪبر ادو ڪيڏي ويو آنکي وراھ
تو ڏکي ڪفني امان مونکي بہ ڪفني ڏکاھ منھجو ونو رڻ ڪنُو سيج تي واري وڃاھ
اي منھجا بابا حسين ماريو حسن جو نھال
اي علي اڪبر ادا ٿي تون م لوھوءَ ۾ لال
اي منھجي زينب ڀڦي بابي کي آئي خدا آئون ھوان منھجا ابا تون چئين منھجا اطا
آھ وري زينب ادا فاطمہ ڪبرا ابا فاطمہ فرياد ڪني داد ڪندو مصطفي
آھ اي نانا نبي ڪمت اچي ڏمنن جا ڏک
ڏس اجھو ڏاڏا علي سڪن ڀلين نامي سڪ
ڪنھنجو وڳو ڪيئن ڏکيان اي منھجي آئل اما تو ڏکيءَ ڪفني امان آئون بہ سا ڪفني ڏکيان
نير رڱاني رتنو ڏي تہ مٿي تي ڪريان مي نہ لٽا لاھيان جان کي جيان تا مران
ھئي م سڪيا ڏک ڏسن شال م وارث وڃن
ھئي م ڏکيا رڻ رڻن شال م وارث وڃن
سيج کي سانبھان امان چا ڪريان سينگار کي نٿ نہ ڦريءَ منھجي نڪ باھ ڏيان جنسار کي
ڳل ڪريان ڪفني امان ڀڻ ھي چندن ھار کي ھئي م وني، مٿيءَ چون فاطمہ جي ھار کي
فاطمہ ڏاڏي اچي فاطمہ جو حال ڏس
فاطمہ ڪبرا ونو ري ڪنُو احوال ڏس
اي منھجي بيبي امان مونکي وني سٿي چون منھجو ونو رڻ ڪنو تنھن لئي ڀڦيون رت رڻن
منھن کي ڦليز ني مليان منھجا تا وارث وڃن شال م وارث وڃن ھئي م سڪيا ڏک ڏسن
آئون بہ اوھان ڳھ امان سر تي وسايان ٿيءَ خاڪ
جيئن اوھين سڀ سندھا ڪ آئون بہ جگر چاڪ چاڪ

منهجون ٻچڙيون منهن پٽن آئون نه پٽڻ کين ڏيو    تون ٻه امان رت روئين آئون نه رئڻ کين ڏيو
هاڻ هي تنهنجي جو ڏک سر تي سهان کين ڏيو    کين ڏيو ڄيڄ جيئان روئي نه مران کين ڏيو

اي منهنجي آيل امان ٻاٻي کي منهنجي ڳهراءِ
لعل جو مڙه آڻ گهر گور لئي جنهن لعل لاءِ

اي منهنجي آيل امان مونکي سنواريندي ٿي ڪوه    مٿر کي ميندي امان مونکي سينگاريندي ٿي ڪوه
وياڻهو ڳو ڏٺي وٺندي مونکي وهاريندي ٿي ڪوه    رڻ ڪنئو منهنجو ونو مونکي سينگاريندي ٿي ڪوه

بيٺي ۽ ٻولي کي ٻاه ٻانهين ۽ ٻڙن کي ساڙ
هار ڦلن جا مَ ڏي هار ۽ هيرن کي ساڙ

اي منهنجي ٻيبي امان ٻاٻي کي چئو گهر اچي    لعل جو مڙه آڻ ڪٿي سيج آٿي ڦر اچي
مڙه کي مديني رساڻ فڪر ۾ سفر ڪر اچي    مونکي وني مٺي چون منهنجو ٻه ڏک پر اچي

فاطمه ڪبرا ونو فاطمه کي نئي رساڻ
فاطمه زهرا جي سام فاطمه ڪبرا آماڻ

اي منهنجا ٻابا حسين هٿين تون سلامت سدا    تو ٻه وڏي عمر هٿي اي علي اڪبر ادا
رڻ ڪنئو قاسم ونو آئين مَ وچو ڪربلا    شال مَ وارث مرن رڻ مَ رلن سر ڪٽيا

گهر ۾ ٿي ڪاري قيام رڻ ۾ ٻه هٿي قتلعام
آهه منهجا اڪبر ادا آهه منهجا ٻابا امام

اي علي اڪبر ادا سنوت جي مڙه کي سوار    اي منهجا عابد ادا تون هي جنازو سينگار
مونسين هي ميت ڪٿي هلج مديني ڏيار    فاطمه ڪبرا ونو فاطمه زهرا جي پيار

آئون وڃي ڏاڏي جي دَر چوڻث جمي سر ڦريان
آه ڪريان ۽ مران ساه سڪالو ڏيان

فاطمه ڏاڏي جي در سر کي ڦري فاطمه    فاطمه زهرا اڳئون آه ڪري فاطمه
کهوريو رناپڻ جو ڏک سو نه کهري فاطمه    هٿي مَ وني مٺي چون مر ته مري فاطمه

فاطمه زهرا تون سڻ فاطمه ڪبرا جي آه
فاطمه ڪبرا ونو رڻ ۾ ڪنئو ٻيگناه

فاطمه ڪبرا ٿي هڻن هر گهوڙي فرياد ڪني    تنا اچي قاسم امان داد ۽ بيداد ڪني
چائين حسن جا ادا منهجي ٻه سس ياد ڪني    آئون وڃي زهرا ڏسان بخت جيه امداد ڪني

فاطمه زهرا جي انهن نٿهن وئي آئي اجها
فاطمه پوٽي جو مڙه آندائين از ڪربلا

اي منهجا آقا حسين کهوٽ جو مڙه آڻ گهر    ڏير ڏکيءَ جا حسين کهوٽ جو مڙه آڻ گهر
فاطمه ٻابا حسين کهوٽ جو مڙه آڻ گهر    ٻهر خدا يا حسين کهوٽ جو مڙه آڻ گهر

اي منهجا قاسم ابا ڏس نه امان ٿي مري،
هٿي مَ وڃج کهوٽ ٻٽ آيل آهون ڪري،

ي منهجا قاسم آبا ڪي تہ امان ڏي نهار    هئي مَ ويچ کهوٽ پٽَ ويڻ جي واٽي مَ وار
تنهجي وني رت روني، هيٺن مَ ونيءَ ڪي رُنار    هي نہ وڇوڙي جي ويل، سڀ سڄي سر ترار
سر تي ترارون جهليون سڀ نہ ماٺيمي آبا
ڪٽ ٿئون لهي پٽ مٿين سڀ سنڀالي؛ آبا

اي منهجا قاسم آبا آئون تنهجي امان غريب    هي، نہ وڇوڙي جي ويل ونون مَ ڪَني جا قريب
رت روني چاچو چوي هوت حسن جا حبيب    نور سندم نيڻ ٺار نوشہ نرمل نجيب
هي مَ ويچ قاسما هيءَ نہ وڇوڙي، جي ويل
گهوريو وڇوڙيو آبا هيءَ نہ وڇوڙي، جي ويل

هيٺن چئي قاسم آمان لاش ڪي لايو ڳري،    منهن چمي مشار جو سهري ڪي سر تي ڌري
پيئين ٿي مَ مر تون آبا مر تنهجي جيجل مري    تنهجي مرڻ ويل ناه مونکي جيڻ ڪيئن سري
ڪيئن جيئي جيجل آمان جنهجو مري پٽ جوان
تنهجي جواني جو موت آهي آبا ڪٽڪ جو ڪاڻ

ميندي نہ لايئي هٿين. ٿين سڄو لوهوءَ ۾ لال    وڃانهو ڳوڪيئن ڏڪيئي جلوه، ڪيئي ڏٺي جمال
گهوڙي چڙهي رڻ هلين هي تنهجي سر ڪس جو حال    سر بمع سهرن وڃيو دشت ۾ ڏڙ پائمال
سر پٽاي سهرا آبا سر بہ وڃائن هي چا
سڀ سڄي گهر، چڏي سڀ بہ وسائن هي چا

هئي ڪٿو قاسم ونو هئي ڪٿو اڪبر آمير    قاسم و اڪبر جي بعد قتل ٿيو اصغر صغير
اڪبر و اصغر جي بعد رڻ هليو حضرت شبير    عابد بيمار پڻ شام هليو ٿي آسير
آل نبي ٿي آسير شام ڏي قيدي هليا
واه مديني جا مير ڪربلا ۾ قتل ٿيا

ڪربلا قتلعام جو جڳ ۾ سدا حشر عام    جهڙي مڪي ۾ قيام تهڙي مديني قيام
مڪي مديني ٿئي ڪربلا ۾ ڪيو مقام    آئون بہ وڃي ڪربلا ٿيندو مقامي مدام
شال مقامي ٿيان آئون بہ مقام حسين
هل وري "ثابت علي" بهر سلام حسين

# هاءِ حسين آيو جڏهن ڪربلا

هاه حسين آيو جڏهن ڪربلا    ڏٺي شہ مظلوم تي آت هر بلا
سخت سفر سور سراسر بلا    شام حرم ساڻ برابر بلا
ڪانہ بلا مثل غم ڪربلا
هاه بلا هاه بلا بر بلا

ڏيهہ رهيو ڏور ۽ پرڏيهہ پار     قوم سپهہ دشمن و سرڪش سوار
مير تي هليا لشڪرِ اعدا هزار     صلح تہ بيعت بہ ميدان قرار
ڪانہ بلا مثل غمِ ڪربلا
هاءِ بلا هاءِ بلا بر بلا

اُمتِ عاصيءَ جو خلل تي خيال     سدِّ نظر قتل ۽ قيدي عيال
صلح نہ بيعت ۽ هي امرِ محال     بيعت آنجي ڪٿون پلا تيرَ ڀالَ
ڪانہ بلا مثل غمِ ڪربلا
هاءِ بلا هاءِ بلا بر بلا

جي جوءِ آئين آمت اسين اهلبيت     آلِ نبي سالڪِ دينِ اهلبيت
چو تا ڪُهو دين ڏني اهلبيت     بدر ڪٿون هي اصل ڪُهين اهلبيت
ڪانہ بلا مثل غمِ ڪربلا
هاءِ بلا هاءِ بلا بر بلا

جي جوءِ ڪي پاڻي آچاين ڪي ڏيو     جي ڪُهو تا پاڻي ٻاري ڪُهو
طفل ڪٿي هٿ جوءِ هين ڏُنهن ڏسو     هُنن جا هٿن تير ۽ هنجو ڳلو
ڪانہ بلا مثل غمِ ڪربلا
هاءِ بلا هاءِ بلا بر بلا

جي جوءِ آئون شافعِ محشر جو پُٽ     هي آچو اصغر شرِ ڪوثر جو پُٽ
هي ٿو مري بانوئي بي پر جو پُٽ     هنجو غرض قتل پيمبر جو پُٽ
ڪانہ بلا مثل غمِ ڪربلا
هاءِ بلا هاءِ بلا بر بلا

جي جوءِ اڪبر بہ رُخِ مصطفيٰ     هينجو ڪهڻ ناهي آمت ڪيئي روا
جي جوءِ قاسم بہ حسن مہ لقا     هي جو چون توسين هي سڀ سر جدا
ڪانہ بلا مثل غمِ ڪربلا
هاءِ بلا هاءِ بلا بر بلا

جي جوءِ عباس آدو رڻ ڪُٺو     جان ادو پاڻ پلو رڻِ ڪُٺو
آل جو آڳر ۽ آچهو رڻ ڪُٺو     هاڻي هي مير منهجو سڳهو رڻ ڪُٺو
ڪانہ بلا مثل غمِ ڪربلا
هاءِ بلا هاءِ بلا بر بلا

سر وڍي نيزن تي نيئون شام ۾     اهلِ حرم هم نظرِ عام ۾
عابدِ بيمار نہ آرام ۾     آہ بہ اين جراتِ ابرام ۾
ڪانہ بلا مثل غمِ ڪربلا
هاءِ بلا هاءِ بلا بر بلا

شام رسيا آلِ نبي ٿـي اسير    شام ستمگر جو عجب دارو گير
ڪلهه ڇوي عابد جو هي والد شبير    ڪلهه چوي سـن تيغ سزا تيغ و تير
ڪانهه بلا مثل غمِ ڪربلا
هاءِ بلا هاءِ بلا پر بلا

جي ڇوي عابد امين آلِ رسول    هي سرِ مقبول خدا در قبول
هن جي لب لعل ۽ شيرِ بتول    هي نه سزا ول هي آمت جا عدول
ڪانهه بلا مثل غمِ ڪربلا
هاءِ بلا هاءِ بلا پر بلا

شام ستمگر ڇوي هن بنغيءِ ڪيو    هي چوي هي مُلڪ ڏٺي اصل جو
تو جو هي فرزند نبي جو ڪٺو    اصل ڪٿون هي صاحب هين صدر جو
ڪانهه بلا مثل غمِ ڪربلا
هاءِ بلا هاءِ بلا پر بلا

پاڻ تون باغي تنهن پلا اي يزيد    هنجي ابي پاڻ بخشو وعده وعيد
تنهجي ابي جي نه ڪي بيعت پديد    آهه آمت آلِ نبي ڪيا شهيد
ڪانهه بلا مثل غمِ ڪربلا
هاءِ بلا هاءِ بلا پر بلا

اي پسرِ هند پٽيل قهر ڪئي    فاطمه پوٽن جو ميڙو شهر ڪئي
عابدِ يڪس جو جهڙو زهر ڪئي    دين ڏٺي سين تو انڌا جبر ڪئي
ڪانهه بلا مثل غمِ ڪربلا
هاءِ بلا هاءِ بلا پر بلا

ڪين ستم تنهجا هي وبيرن ولهيا    حشر ۾ هي حشر تنهن جڳ ۾ پلا
"لبابتهِ" زوّار جا هي مرثيا    ڏين سدا ياد غمِ ڪربلا
ڪانهه بلا مثل غمِ ڪربلا
هاءِ بلا هاءِ بلا پر بلا

## جنهن کي هئي روز ازل کئون حق پرستيءَ جو خيال

جنهن کي هئي روزِ ازل کئون حق پرستيءَ جو خيال    سو هميشه طاعتي هئي توڙي صاحب خورد سال
دمبدم ساعت بساعت آنکي ذڪرِ ذوالجلال    هر زمان وردِ زبان نامِ خدا آنجي مقال
عمر ۾ ننڍپڻ جو ليکو ڇا هي او معصوم آهه
صائم و قائم بنهه يادِ قادر و قيوم آهه

عمر ننڍپڻ ۾ عبادت ۽ خدا جي بندگي    يا ڪري مرسل خدا جو يا ڪري آنجو وصي
سڀ ته هي؛ طاعت عبادت جا خدا جي خاص ڪني    سو هو سبط مصطفيٰ يعني حسين ابن علي

چا چوان آئون راه و رسم آن شاه عالي شان جو
هو ڇهن ورهين جو ۽ روزو رکيئن رمضان جو

لعل ڪي لائي ڳري، هنج ۾ ڪري اڙ نور عين    چو امان آئون تنهجي هن روزي تئون قربان يا حسين
ٿي م بي آرام اي آيل جا تون آرام و چين عمر ننڍپڻ ۾ ته بابا ناهي روزو فرض عين

هاء اي معصوم تو ڪا روزي جي قوت آيا
بڪ جو تو ۾ تاب ناهي آڄ جي ڪا قدرت آيا

آه آن جيجل جي هي زاري ۽ هي عجز، تمام    جڏ ٻڌو هنبر سراسر آن امام ابن الامام
عرض ڪيو اي منهجي امان بضعتِ خير الانام    مونسين فرمايو م هرگز روزه خواري جو ڪلام

مونکي بي روزي، ڏسي ساٿين ۾ پوندي هي؛ مقال
ڀاڻ روزي ۾ نبي تڏ ڪيئن نه هُئي روزي ۾ آل

هُئي اڃا هي؛ گفتگو تا جانبين اي مومنان    جو ڦريون سڀ جيون اکيون ۽ ٿيو سوار آسمان
نرگسِ باغِ نبي ٿيو نيم خواب آن تاب ڪان    آڄ ڪٿون غش ٿيو هُئي امان جو ناز پرور نا ڳهان

پٽ ڏسي غش ۾ چوڻ ٿي مصطفيٰ جي نور عين
هاء ڪي ڳالهاء مونسين کول اکيون منهجا حسين

جڏ نه ڳالهايو امان سين آن علي جي دلربا    رت هنجون رُندي هلي بابي طرف خير النسا
ٻئي ڪري بيتاب ٿي بيبي ٻه بانيءَ مصطفيٰ    جانين اي زهرا جا بابا منهجي گهر هل لڳ خدا

ڪر مدد يا مصطفيٰ مرسل حبيب ذوالجلال
غش ٿي ڦيرايون اکيون ڏس فاطمه جي نونهال

حضرت زهرا جي هي زاري ۽ هي جوش جگر    جڏ ٻڌو بابس رسول الله شاه بحروبر
هُئي حسينا چوندو ڊوڙيو فاطمه زهرا جي گهر    لعل کي پنهجي ڏسي بيتاب غش ۾ بي خبر

آڄ ڪٿون آن نازڪ بدن تي تپ حرارت جوش آه
بستر آرام تي تصوير جيئن خاموش آه

هيئن ڏسي بيتاب آنکي بادشاه مشرقين    فاطمه زهرا کي فرمايو پري رت روئي نين
ڪر حقيت حال جي مونسين بيان اي نور عين    ڪنهن سبب هن صورت آهي منهجو دلجاني حسين

چئين ابا اڄ آهي روزي سين هي تنهجو نور عين
آڄ ڪٿون ٿيو بيتاب منهجو لعل تنهجو نازنين

مصطفيٰ چو ڪيئن نه هُئي هي نور حق سبط نبي    ڪيئن نه هي روزو رکي هي آهي فرزند علي
هين کي پنهجي ساه ڪٿون وڌ پنهجي رب جي بندگي    تنهن ۾ هي توڙي مري توڙي بچي هي متقي

ني نظر هنجي مرڻ تي ني جيڻ تي ڌيان آه
منهجو هي فرزند فائق طاعتي سبحان آه

آخر آن ناني بہ سيني لائي پنهجو دلربا  منهن چمي چو ٿي اي منهجا روزه دارِ ڪبريا
عمر ننڍڙن ۾ ابا روزا معافي ڪيا خدا  جڏ خدا توکي وڏو ڪيو تڏ رکج روزا ابا

توکئون آلحق ٿي ادا سڀ حقِ تعاليٰ جو هي دين
هاڻ هي تڪليف توتي ناهي بابا فرض عين

لعل لبڙن تي زبان ڦيرائي ميرِ متقي  ٿيو چوڻ ناني کي پنهجي اي رسولِ ايزدي
قائم الليلي اسجو منصبِ آلِ نبي  صائم الدهري اسانجو ارث اولادِ علي

اسين نبي زادا سنده صاحب دل و روشن ضمير
ترڪ طاعت ڪيئن ڪريون جو اصل خلقت ۾ خمير

تو نبي جو آئون نواسو ۽ علي جو آئون پسر  ڪيئن نہ آئون روزا رکان آءٌ ڪنهجو مون کهڙو خطر
بندگي ۾ جڏ نبي زادن نوايو پنهجو سر  سوني سر سجدي ۾ توڙي سِرِ وسي، تيغ و تبر

موت جو وسواس ناهي بندگي مر ٿي، بجا
سر ڳلي خنجر وهي پر پئي رهي راضي خدا

هو ابا هي حرف منهن ۾ تا نبي جو نازنين  هنج ۾ ناني جي ڏري ٿيو ضعف پامالِ حزين
فاطمہ فرياد ڪئي غلطان ٿي بر روئي، زمين  ۽ رسول الله بہ روئي چو اي ربّ العالمين

رحم ڪر يا رب هي منهجو ناز پرور نين ٺار
تنهجي طاعت ۾ ڪري سر ساه ننڍپڻ ۾ نثار

رت هنجون منهن تي ڏسي محبوب جي رب الجليل  رحم فرمايو ۽ ٿيو فرمان بہ جلدي جبرئيل
چڪ طنابِ آسمان ڏي چرخ کي گردش طويل  ني، سکهو مغرب ڏي سج فرصت م ڪج آن ۾ قليل

تا رسول الله جي ڏهٽي جو ٿئي روزو تمام
منهجي هين محبوب جو محبوب کي اچ ڪائي طعام

تڏ سڻي روح الامين فرمان رب جو ٿيو روان  سج فلڪ سوڌو هڻي تي نيائين مغرب جي مڪان
سرورِ عالم نمازِ شام جي سڻندي اذان  منهن نواسي جو چمي فرمايو اي زهرا جي جان

آئون بہ روزو ڇوڙيان تون پڻ ڇوڙ اي منهجا حسين
اي منهجا معصوم عابد عارفِ مولا حسين.

تارو سانجهي جو ڏري آن آسمانِ عز و جاه  مصطفيٰ جي مهر پرور مرتضيٰ مولا جي ماه
عرش جي ڪرسي نشين و قبلهٔ عالم پناه  عرض ڪيو ناني جي خدمت چيئن اي محبوبِ الله

هي تہ منهجو پهريون روزو آهي نانا ٿي، قبول
مونکي ڪي هديو ملي، تا منهجو مقصد ٿي حصول

ناني چو آن قائم الليليٰ جو مون بخشيو ثواب  هي سنده هديو ابا اي جنتي سيد شباب
صائم الدهري جو منصب بخشيو بابس بوتراب  هي سنده روزي جي موڪ اي شاه عابد جانِ شاب

چو امان مون جا تلاوت ڪئي سدا قرآن جي
توکي بخشم اجر آنجو شاهدي فرقان جي

ناني ۽ بابي ۽ امان جون ڏٺي ھي شفقتون    ناز پرور ڪيو نياز ۽ ڳل وهايئن ٿي هنجون
چائين ھي آنجا ڪرم ھي مهربانيون آن سنديون    سڀ بجا پر آنسين ڪڏ ڪئي پهرين طاعت آھي مون

جنهجي طاعت ڪيم ســو آنڪئون زيــاده مهربان
ٿو ڪريان سجدا ۽ ٿو آڳي ڪئون پڻ هديو گهران

مصطفيٰ جو زاهد و عـابد خـدا جو طاعتي    پـارسا جو پـارسا ۽ مـرتضيٰ جـو متقي
سر رکيو سجدي ۾ آن سان ڪڏ نبي آن سان علي    حضرتِ زهرا ۽ آڳي در تي زاري زار ڪئي

عرض ڪيئون درگاه ربجي ڪيا ئي ڪريمِ ذوالجلال
موڪ روزي جي گهڙي، تنهجي نبي جـو نونهال

هتا اچا سجدي ۾ تا آيـو وڪيلِ ڪردگار    يعني جبرئيلِ امين فـرمـان ٻـر پروردگار
عرض ڪيو شبير جي ناني کي پيڪرِ رازدار    يا نبي. شبير کي چئو اي خدا جا روزه دار

تنهجي، نانـي جـي جا آمت جيڪي منهجا طاعتي
تنهجي هين روزي سبب بخشم اي منهجا متقي

هاھ جهن معصوم هيئن تنڍپڻ ۾ ٿي روزا رکيا    آڄ ۽ پڪ سڀڪي قبولي بندگي ٿي ڪئي ٻجا
جڏ ٻڌئين ناني ڪئون پنهجي قتل جي پڻ ماجرا    واسطي آمت جي پنهجي قتل لئي پڻ ٿيو روا

اهڙي عـالـمِ آسري اهڙي دو جڳ جي شـاه کي
هيئن ڪنهيِ آمت ستايو مصطفيٰ جـي مـاه کي

هاھ هـي ههڙو ستم ههڙو قهر ههڙو غضب    آمتِ عاصي تڏهن ڪيو هو نه جيئرو دوست رب
جي نه هئي ڪابوندپاڻيجڳ ۾ پڻتاڪنهن سبب    لعل رڻ لڳندا ۽ آڄ آڄ چوندا گهايل تشنه لب

جـي ڏلــو هــونـد شــافعِ محشر شفيع المذنبين
هوند بهشتون جامِ ڪوثر آئي چئين ٻي نازنين

ڇا جوان يـارو جڏهن ٿيو قتل سرور آه آه    خيمه، عصمت سرا ڏي ڪاهيو لشڪر آه آه
اهلِ عصمت ها جي خيمي ۾ سراسر آه آه    ٿـيـا اسيرِ ظـالـمـان ڏي داد داور آه آه

ٿي ڪيايون پار ۽ ٿي چيئون پري رت روئي نين
لٽين نبي زاديـون إلهي آهيون نـامـوسِ حسين

آه جڏ ڪنجِ شهيدان تي لٽين جو ٿيو گذر    هڪجو مڙهو آن مڙهن ۾ جنهن جي ڌڙ تي هو نه سر
آن مٿون هر هر تي آئيو آواز با جوشِ جگر    اي خدا مونکي تہ پنهجو ناهي ڪو خوف و خطر

قافلو قيدن جو پرتئي جهن کي ڪاهيئون سوئي شام
هي نبي ناموس ڏني هي: هي علي جو ننگ و نام

تڏ ٻڌي هي آه زينب آڻ تئون ڪيريو پاڻ کي    پاڻ جي بي سر بدن کي پاڻي پاڪر چائين ٿي
اي ادا سر تنهجو نيزي تن ۽ پرزه خاڪ تي    توکي ههڙو حادثو سرور نه ٿو پنهجو سجهي

ٿيئي اســانجــو فڪر اي پشت و پناهِ اهلبيت
توتئون آئـون قـربان ٿيان اي بـادشـاهِ اهلبيت

هڪڙو سو ڏينهن هو ادا روزي ۾ تون هئين سيدا  عمر ننڍپڻ ۾ رکيو تو پهريون روزو ابتدا
ناني ۽ بابي ۽ امان توکي ڪيا هديه عطا  تنهجي روزي لئي قبول آمت جا روزا ڪيا خدا

صبح کئون سيني جو سانجهيءَ تائين توسين پيار هو
مغفرت مقبوليت هئي ۽ سندءِ افطار هو

طفلي جو روزو رکايو توکي آمت هاءِ هاءِ  ڪيو سندءِ افطار جو سامان آمت هاءِ هاءِ
دادي ۽ بابي جون وانءُ روڪيون آمت هاءِ هاءِ  پاڻي خنجر جو پيارايو توکي آمت هاءِ هاءِ

آخر آن اهلِ ستم رڻ تنهجو رت هاريو حسين
طفلي جي روزي، سين با خورد و ڪلان ماريو حسين

عابدين جي پئي جڏهن آن لاش بي سر تي نگاهه  هيئن ڏسي بابي کي بي سر باتنِ زار و تباهه
سر وسائي، خاڪ ماتم چيائين بابا آه آه  پاڳ وارث پنهجو ڏس خود پياده يا سر بي ڪلاهه

هاءِ بابا هي تنهن هين بيمار جي ناهي دوا
حلقئہ زنجير ڪين بيمار کي بخشي شفا

اڪبر و اصغر سين بابا مهربانيون ڪيون تمام  روبرو پنهجي پياريو شربتِ ڪوثر جو جام
مون بہ ٿي چو آئون بہ بابا آهيان بيحد تشنہ ڪام  ڇو نہ پاڻ گڏ پيان هي جام اي بابا امام

مونکي فرمايئو ڪہ هين شربت جو تون ارمان م ڪر
صبر ڪر ۽ شڪر ڪر انت جو تون ارمان م ڪر

مونکي هو آزار ڪيو بابا ڪناري قبر جي  قبر ۾ تي هوس بابا ٿي سزا هن صبر جي
مون ٿي چو آئون ٿيان شهيد ناهيان باب انجبر جي  سر وسايان موت مينهن آن ظلم آفت آبر جي

ڏس هي بادل تنهجي رت وسندڙ جو خون باران بهار
آه ورچ ڳوڙها ڳڙا چئون رعدِ غران دلفگار

هو مٿي جي سور بابا مونکي اڳهين ڪيو زوال  ۽ رکيم سڀ بار سر تي هي غمِ آل و عيال
تن ۾ طاقت ناهي ڪين پيادو هلي هي خسته حال  هٿ ۾ قوت ناهي ڪين ڪاهيان مهارون سون سنڀال

هاءِ سون بيمار ۾ باقي تنهن کي بويان پساهه
ڪين چئي، هي واڳ هٿ سون ڪين ڪٽي، هي سخت راهه

تڏ شهِ مظلوم جي لاشي ڏسي آن لعل کي  عابدين افگار کي بيمار کي بيحال کي
با زبانِ حال چو آن صاحبِ احوال کي  صبر ڪر سجاد صابر ڏي دلاسو آل کي

منهجا عابد آئون ۽ تون راضي هئي رب جي، رضا
بيءَ شهيدِ ڪربلا پٽ پڻ اسيرِ ڪربلا

عابدين تو جهڙو عابد ڪنهن سبب دلگير آه  تو ولي ابنِ ولي جي حق ۾ ايءَ تقدير آه
هاءِ مظلومي ڪٿون آنجي منصب و جاگير آه  حلق تي خنجر ڳلي ۾ طوق هٿ زنجير آه

قتل جو ۽ قيد جو درجو برابر ڄاڻجئين
حلقئہ زنجير کي پڻ مثلِ خنجر ڄاڻجئين

هي جو اڄ آهي ابا توکي آڻن جي، هٿ مهار  سو اٿئي اُمت جي اڳواڻيءَ جو رشتو رشتيدار
ڇاڻڪن جا چاڪ پڻ ناهن ڪم از تير و ترار  هي ڪنڌا پيرن جا نيزي نوڪ آهن دلفگار
تو ڳلي جو طوق ڇا خنجر ڪٿون ڪم منهجا يتيم
جيئن ڳلو منهجو وڍيو تيئن پنهجي گردن ڏس سقيم

جڏ آيي جي لاش ڪٿون عابد ٻڌو هنيو ڪلام  تڏ هليو صابر ۽ شاڪر ڪيائين رخصت جو سلام
طئي، ڪري منزل به منزل آن امام ابن‌الامام  شهر ڪوفي ۾ رسيو بــا اهلبيت ذوالڪرام
شهر ۾ هـــي شـــور پيــو آيــا مديني جــا امير
وڻا آت وانون وئي ڪوفي جا سپ خورد و ڪبير

آن ۾ هڪ عورت هئي وڻي تماشي واسطي  تنهن ڏٺا اهل حرم هئي، هئي، آئن تي سرڪئلي
تڏ آئن وٽ آئي ۽ هڪهڪ کي روئي چائين ٿي  ڪنهجا بندي آهيو بيبيون کهڙي آهيو آن مٿي
ڪنهن لٽيا آهيو غريبـو هـــي اوهانجو حـــال ڇا
آنجا وارث ڪيڏي ويــا هي حـــال ڇــا احوال ڇا

بيبي زينب منهن ٻئي هنهر ڏنو آنکي جواب  وارثن ڇا ناءُ ڇا توکي ڏسيان آئون دلڪباب
مصطفيٰ نــانـــو نبي بـــابـو اسانجو بوتراب  فــاطمه زهرا اسانجي هئي امان عالي جناب
هڪ آدو منهجو حسن پيو حـي نبي جو نـور عين
جنهجو سر نيزي تـــي ۽ تڙ ڪربلا يعني حسين

ٿيو جڏهن معلوم آنکي هي محمد جــا جگر  آنجي امـــان فاطمه بابئس علي هو نـامـوَر
هيءَ امام حسين جي زينب ادي خسته جگر  تڙت پنهجي سر تئون چادر لاهي چئين باچشم تر
اي رســول الله جي ڌيئي، فــاطمه زهرا جي نـور
وٺ هي چادر سرکي ڍَڪ ٿيا عرش‌وڪرسي ۾ ڪلور

بيبي زينب آنکي چو اي نيڪ نيت نيڪنام  تنهجي هي چادر نٿين ۽ آئون اسير اهل شام
ڪا ٻڌائي قاني چادر ڏي تہ تنهجو احترام  نا تہ هيءَ چادر بہ نيندا جن ڪياسين قتلعام
اڄ ٻـــراڻـــي ۽ نٿين جو ناهي سونکي ڪو حجاب
يطهّر و تطهير جي چــادر جو منهن منهجي نقاب

آن نبي زاديءَ ايا آنسين تي ڪئي هي گفتگو  تا هليو ڪاهي آئن کي جيڏي ڪوفن قصدڪيو
اڳ ۾ سر نيزي تي هو اهل حرم پڻ گرد رڌ  وڃي رسيا دارالامارت جهن کي رب ويران ڪيو
ڇا چوي "ثابت علي" جو ڪو چوڻ جو تاب ناه
اي گدائي، ڪربلا هل ڪربلا تـــو بـــاب آه

# ساٿ ري سردار قيدي ڪربلا مظلوم جا

ساٿ ري سردار قيدي ڪربلا مظلوم جا سر ڪٺليا ماتم ڪندا جڏ شام ڏي رئندا هليا
ٿي ڇڏيوجهن ڪنهن ڪرهي بيوارث آهن ڪنهن سندا آن ٿي چئو آهيون مديني جا مسافر مبتلا
هي نبي ناموس جنهجو حال اڄ آهي تباه
سو حسيني قافلو هو جنهجو ساريو بادشاه
هو محمد مصطفيٰ نانو اسانجو نامدار حيدرِ صفدر جا سڀ آهيون عزيز و رشتدار
فاطمہ زهرا جي نورالعين جا خويش و تبار هي اسانجا آمتي جن ڪياسين بندي بيوقار
ڪربلا ۾ ڪيائون سڀ وارث اسانجا قتلعام
آنڪئون پوءِ قيدي ڪري ڪاهيئون اسانکي سوئي، شام
جڏ حسين ابنِ علي هن ساٿ جو سردار هو تڏ وڏو دسن قافلہ جو قدر ۽ مقدار هو
دائما جبرئيل در تي تنهن جي چوڪيدار هو ۽ ادب ڪئون سڀ ڪو آنجو خاص خدمتگار هو
اڄ امام حسين ڪي رڻ ۾ ڪٺائون هاءِ هاءِ
ساٿ ري، سردار آنجو قيد ڪيائون هاءِ هاءِ
اڄ حسين ابنِ علي جا آه آوارا اسير تا وڃن پرڏيهہ پر وس واه ويچارا اسير
شرم ڪئون نا محرمن جي ها مرڻ هارا اسير رات ڏينهن رئندا هليا سي حادثي سارها اسير
گوش ڪن اي آسمان آهِ يتيمانِ حسين
صبحِ محشر شد بہ بين شامِ غريبانِ حسين
وارثن جا اڳ ۾ سر نيزن جي نوڪن تي سوار تن جا ٻيڪس تن ٻڌي با حلقہ قيدين جيئن قطار
ھتّ ڪٿي هر هر مديني پار روئي، زار زار چئين ٿي اي نانا نبي ٻنهجن يتيمن ڏي نهار
جنجا سڀ والي ۽ وارث ساريا يڪسر يا رسول
قيد ويندن ٻيڪسن جي ڪر ڪا واهر يا رسول
جنهن نواسي ناز پرور کي ٿي سک پالئي سدا چئي، ٿي اي منهجا حسينِ نور عيني مرحبا
تنهجو تن دشتِ بلا ۾ پرزه پرزه سر جُدا گيرد سڀ ٻانر ۽ ڀَٽ ٻانئيا ۽ ٻاٿج اقربا
يا رسول الله ٻنهجي آل تي احوال ڏس
قيد ويندن ٻيڪسن جيءِ يا نبي فرياد رس
يا نبي تنهجي نواسي، نامور کي ظالمن سر وڍي ڏڙ خاڪ ۽ رت ۾ ڇڏي ويا بيدفن
تنهن تن بي سر کي نانا تون ني پهراني ڪفن چار تڪبيرِ جنازه چئي دفن ڪر با جتن
هاءِ هي مظلوم آهي دلربا تنهجو حسين
ڏني دغا ڪوفي ڪئنو اهلِ جفا تنهجو حسين

هَيْ حسين بيوطن هَيْ هَيْ غريب مبتلا هَيْ شهيد بيڪفن هَيْ هَيْ ذبيح سر جُدا
تنهجي ماتم ملڪ ۽ ملڪوت ۾ ٿيا غلغلا رت روئڻ ٿا روح ڪيو سڀ انبيا و اوليا

تنهجي غم کئون ٿيو زمين و آسمان پُرشور شين
هر طرف آهي صدائي وا حسينا وا حسين

لعل تنهجي لاش تي اڄ آهي نالان فاطمه سر وسائي خاڪ ويٺي زار گريان فاطمه
ڪربلا ۾ آئي از فردوس رضوان فاطمه تا ڏسي اولاد جو گنج شهيدان فاطمه

منهن جي دک هڪ جو هر هر ٿي ڪري فرياد و آه
رڻ ۾ ويٺي روئي دائم در ڏٺي جي داد خواه

ڪربلا جو قافلو جڏ آيو شهر شام ۾ شور ٿيو محشر جو گهر گهر خلق خاص و عام ۾
ڪنهن ڏٺو هو ڪونه اهڙو حادثو اسلام ۾ دربدر آل نبي اهل جفا جي دام ۾

آه آل مصطفيٰ ٿي آل سفيان جي اسير
خاندان مصطفيٰ اڄ قيد ڪيو شامي شرير

واه جڏ ملعون ملحد معويه پٽ بيحيا روبرو پنهجي گهرايا اهلبيت مصطفيٰ
تين جي اڳ ۾ طوق ۽ زنجير سان زين العبا تنهن پٺي سڀ اهل عصمت عترت خيرالورا

سرور مظلوم جو سر نوڪ نيزي تي سوار
سيج قيامت جو هو نيزي پاند عالم آشڪار

طاس سوني ۾ رکي سر سرور مظلوم جو شمرملحدشام حاڪم جي اڳيئون هي عرض ڪيو
هي مبارڪ سر رسول الله جي فرزند جو جنهجي تعظيم و شرافت شان ثاني ناه ڪو

تنهجو تنهجي حڪم سان هي ڌڙ کئون سر ڪيوسين جدا
آنجي خاطر خلد ۾ رت روئي روح مصطفيٰ

سر ڏسي بابي جو آت زين العبا ٿيو بيقرار هٿ هڻي سر تي ڪري هيْ هيْ رنائين زار زار
چائين اي پيغمبر مرسل جي موندي جا سوار جي ڏسي هوند هاه هن صورت سان نانوئي نامدار

اي آبا تو سر جهلائي نيزي سر معراج ڪيو
ظالمن تو بعد اسانجو خانمان تاراج ڪيو

اي آبا تو بعد آسانکي آه کوفن قيد ڪيو پيکنه بندي ڪري هيئن شام حاڪم ڏي مُنڪو
تنهجو سر منزل به منزل اڳ ۾ نيزي نوڪ هو پٺ ۾ عابد پياده پا ٿي سڀ ستم سر تي سٺو

ڇا جوان تو بعد ڇا ڇا ڏک ڏٺاسين اي آبا
گهر لٽياسين قيد ٿياسين شام وياسين اي آبا

ڏس هي تنهجو پيارو پٽ دلدار زين العابدين جهن کي ڪيو جور فلڪ هيئن زار زين العابدين
بنڌ آيو بيوطن بيمار زين العابدين قيدين جو قافله سالار زين العابدين

اي سر شاه شهيدان صابر و شاڪر امام
حاڪم زنجير سين مون سر نوائي ڪيو سلام

السّلام اي مصطفيٰ جا جانِ جانان السّلام  السّلام اي مرتضيٰ جا ماهِ تابان السّلام
فاطمہ زهرا جي دل جا درد درمان السّلام  تشنہ کامِ کربلا شاهِ شهيدان السّلام

السّلام اي سر گروهِ بي سرانِ کربلا
السّلام اي سر وڍين نيزي چڙهين جا مقتدا

السّلام اي عابدِ مظلوم جا بابا شهيد  السّلام اي مصطفيٰ مرسل جا فرزندِ رشيد
حيدر و زهرا جا جاني زينتِ عرشِ مجيد  واه تو سر ظالمن ڪيا ظلم ۽ ايذا شديد

اي نبي مسند جا مالڪ مرتضيٰ جا وِرثہ دار
ڪلمہ گو ڪفار آ‎ٿ قتل ڪيئي منجهہ ڪارزار

اي آبا تون سو حسين آهين ڪہ تو لئي مصطفيٰ  پنهجو پٽ قربان ڪيو ۽ توکي سڪ پاليو سدا
سو تون ٿين دشتِ مصيبت جو مقامي مبتلا  تشنہ لب دريا ڪناري سرڪشن ڪيئي سر جدا

السّلام اي مصطفيٰ و مرتضيٰ جا نورعين
السّلام اي فاطمہ زهرا جا دلجاني حسين

تنهن ڀڄائون منهن ڪري مجلس ڏي جائين اي يزيد  ڏس تہ ڪهڙا ظلم ڪيئي اي ڪافرِ سرڪش عنيد
هاءِ پيغمبر جا پيارا بيگنہ ڪارئي شهيد  حيدر و زهرا جي حرمت تي نہ پاڙيئي اي پليد

پنهجي پيغمبر جي عترت پنهجي پيغمبر جي آل
اي ستمگر سيئي پڪجا هڪ طرح ڪاريئي زوال

اي يزيد آخر آسين آهيون محمد جا جگر  حيدرِ صفدر جا آهيون لاڏلا پيارا پسر
فاطمہ زهرا اسان لئي هاءِ جنت ڪيا حشر  عرش وڪرسي ٿا ڪنبن هن سوزِ غم ڪنون سربسر

اڄ زمين و آسمان ماتم سرائي عام ٿي
اڄ نبي زادن ڪي هي زندان منزل شام ٿي

اي يزيد اڄ آهي دانهين در خدا جي فاطمہ  ٿي ڪري فرياد در تي مصطفيٰ جي فاطمہ
رت روئيءِ ٿي آه رڻ ۾ ڪربلا جي فاطمہ  آهي ماتم ۾ عزيز و اقربا جي فاطمہ

فاطمہ جي آه اڄ آکهہ آجاڙيئي اي يزيد
هي مسلماني جي پڙ ملحد نہ پاڙيئي اي يزيد

اي يزيد آخر اساتي تو هي ڪهڙا ڪوس ڪيا  حڪم سان تنهجيءِ آسان تي قهر جا قتلعام ٿيا
ڏڌ ڏڌن تي ڍير ٿيا ۽ رڻ ۾ رت دريا وهيا  سر وڍي آندائون ڏڌ آ‎ٿ خاڪ ۾ رلندا رهيا

جنهنکي پيغمبر ٿي پاليو نيت ڪري جيءَ سين جتن
تين جا تن پرزن تي پرزا پٽ ۾ پيا ها پيدفن

هي مبارڪ سير جو هين سيني سرن جو شاه هو  سڀ ٿا ڄاڻن ساه ۾ آنجي نبي جو ساه هو
مطلعِ نورِ نبوت جو منور ماه هو  مسندِ عز و شرف جو شاه عالي جاه هو

تنهن کي ظالم ڪربلا ۾ هيئن ڪهائي اي ڪتل
آن عمل جي عاقبت تيل نہ ترمي اي تڙيل

جيئن ٿي آن مظلوم هيئن زاري ڪري هي حال چو    تيئن ٿي آن مجلس ۾ خاص و عام ماتم روچ ڏنو
هٽ هڻي سر تي ٿي سڀ ڪنهن نالہ و فرياد ڪيو    ليڪ چارو هين مصيبت ماجرا جو ڪونہ ٿيو
ڪربلا جي صابرن سر تي سٺي رب جي رضا
آن تي چئو "ثابت علي" هر لحظ صلوات و ثنا

# بيدرد ڪٿون مَ پڇ غمِ دردِ دلِ يتيم

بيدرد ڪٿون مَ پڇ غمِ دردِ دلِ يتيم    دردِ دلِ يتيم ڪي جاڻي دلِ دونيم
عرشِ عظيم ۾ پيو ٿيت غلغلو عظيم    عابد يتيم و بيڪس بيمار ڪي غنيم
باهه ۽ پائر رڻ ڪهي قيدي ڪري عيال
نيا شام ڏي روانا ولي مصطفيٰ جو آل
هي مصطفيٰ جو آل ۽ هنُو آسترِ رسول    سو مصطفيٰ جو آل ڪٿو آسترِ جهول
آيا اصل عداوتي دوزخ ڪري قبول    هنَي هنَي حسين ڪي ڪٿهي ڪيئون قيدي دلملول
هٽ ڏئي مهار پيادو هلايائون عابدين
سڀ راه آن ستم سين ستايائون عابدين
هنَي مصطفيٰ تہ گهر لٽي برباد ڪي ڏسي    هنَي مرتضيٰ تہ قتل ٿيو اولاد ڪي ڏسي
هنَي فاطمہ تہ آل جي بيداد ڪي ڏسي    عابد اسير قيد ۾ سجاد ڪي ڏسي
ورنہ ڪنهين ڪي سار ڪفن ۽ دفن جي ڪا
هي بيدفن جنازو ڇڏي شام ڏي هليا
جڏ شام ويا تہ شام ستمگر ٻہ ڪيا ستم    سر تي ستم زدن جي سڄن ڪيا وڏا ستم
هي بدر وارا وير پڙيا جيڪي ٿيا ستم    عابد سين ڪيئين عتاب چيئين هي سزا ستم
هو مصطفيٰ سين بدر ۾ ڪيو ڪافرن قتال
هين ڪافرن جي وير ڪٿو مصطفيٰ جو آل
۽ چئين ڪہ اي حسين جا فرزند عابدين    سن سر جدا شهيد جا دلبند عابدين
پيغمبر و بتول جا پيوند عابدين    هي تنهجي حق ۾ قيد ۽ هي بند عابدين
هي سڀ جزا سزا جو ڪيئي آمر ڪٿون عدول
آن بيعتِ امامِ زمان چو نہ ڪئي قبول
عابد امام امر امامِ زمان سڻي    چيئين اي يزيد تون نہ امامِ زمان يقين
آهي امام عادل و عالم بعلمِ دين    تون لاَ يَنَالُ عَهدِي اي قومِ ظالمين
اي ظالمِ زمان تو امامِ زمان ڪٿو
هنَي قبلہ دو ڪون شہ انس و جان ڪٿو

هي سو امام آهي جو ﷲ ڪيو امام   هنجو ابو امام ۽ هنجو ڏاڏو امام
نانس نبيؐ جملہ نبين سندو امام   عابد امير تنهجو تو هٿ قيد ٿيو امام
اي قاتلِ امامِ بحق آہ قهر ڪيئي
منهجو امام ماري جيئن منهجو زهر ڪيئي

هي سر وڏيو جو تو ولي هن تخت تي رکيو   هي تخت هنجي ناني ۽ بابي ۽ ڀاءُ جو
هي تخت و تاج اصل انهي سر جو ارث هو   تو ڪيئڙي ورثي ارث امامت جو غصب ڪيو
ظالم تون پاڻ غاصب و باغي اي پليا
هي حق ڏئي بغي جي تو تهمت ڪري ڪئا

تون پاڻ جنهجو تابع ٿيءُ ڏاڏي اُتي   بيعت ڪرين سلام ڪرين آهُ لعنتي
هي هنهجي اُتين جيا ڪڏهن ڪين بيعتي   بيعت ڪنون تنهجي موت ڀلو ارث جنتي
هي جنتي امام شهِ دوجهان ڪٿو
اي دوزخي تو شهِ اهلِ جنان ڪٿو
هتي هتي تو نور چشمِ رسولِ خدا ڪٿو   فرزندِ فاطمہ جگرِ مرتضي ڪٿو
هي زور بازوئي حسن المجتبي ڪٿو   هي ڪرم سين شهيد شهِ ڪربلا ڪٿو
قاسم ڪٿو ۽ اڪبر و اصغر ڪُٺئي ڪٿل
هتي مصطفي جي ڪرم کي بڪمر ڪُٺئي ڪٿل

جي مصطفي اچي ڏسي هي سر وڏيو حسين   جي مرتضي اچي ڏسي ڏڙ رڻ رهيو حسين
جي فاطمہ اچي ڏسي مٿون رت ڀريو حسين   هوند سر پٽي ۽ رت روئي چئي هي هايو حسين
ڏسي هي حسين ماري رناريو رسول کي
هي داغ دل نہ وسري علي و بتول کي
اڄ هين حسين ڪاڻ بهشتين روئي رسول   هن پنهجي پياري لاءِ دلِ مصطفي ملول
هن لعل لئي ليءِ جگرِ حيدر و بتول   هن ڪم خدا نہ خوش هي سندہ عذر نا قبول
بيعت جو چڏ بهانو بغي جي مُ ڪر مقال
هي صرف ظلم و قهر و ستم ڪربلا قتال

هي سو حسين جنهن سين خدا پاڻ پيار ڪيو   هي سو حسين جنهن تي نبي پٽ نثار ڪيو
ڪافر تو ڪيهڙي ڏوہ هي سر ڌڙ ڪنون ڌار ڪيو   هن حق ڏئي هو فقر و فنا اختيار ڪيو
دنيا جي دعوي هتي ڇڏي آن دين جي امام
پيدين تنهجي هين تي عبث دعوي سلام
هي قتلِ اهلبيت هي بيدادِ ڪربلا   ظَهَرَ الفَسادُ آهي اي جلاد ڪربلا
هن يَسْفِكُ الدِّمَاءَ جي فرياد ڪربلا   آخر خدا ٻہ عدل ڪندو داد ڪربلا
نت ڪربلا جي قتل جا فرياد اهلبيت
ٿيا جن تي اهڙا قهر ۽ بيداد اهلبيت

هنجا ملڪ سلامي ۽ هنجا فلڪ غلام  ڏسي قبلھ دو عالم ڪونين جو امام
هين لئي ملڪ فلڪ ٿي رُئن حشر سين مدام  هن لئي زمين زمن ۾ عزا آهي صبح و شام

نت عرش و ڪرسي نالہ و فرياد يا حسين
هئي هئي شهيد خنجر بيداد يا حسين

هن رڻ ۾ رت حسين جو هر وقت جوش ۾  آن جوش ڪئون زمين و زمان نت خروش ۾
هي شور و غل هميشہ ۽ هر گوشہ گوش ۾  جان بيقرار دل نہ رهي ڪنهن جي هوش ۾

ڪي ڏس تہ ڪهڙا قهر و ستم ڪيئي اي نابڪار
ڌڙ ٻيڏفن ۽ سر وڍي نيزي تي ڪيئي سوار

هن ٻيڏفن شهيد تہ لوهو ۾ لال لاهہ  نيت عرش و ڪرسي ارض و سماوات واهہ واهہ
فردوس فاطمہ ڪري حورن سين هاهہ هاهہ  هي هاهہ هاهہ حشر سين عالم ۾ واهہ واهہ

روزِ جزا سين جڳ ۾ سدا ماتمِ حسين
هر روز قتل روزِ جزا ماتمِ حسين

هاڻ ڪر تون پنهجي دل ۾ ڪي انصاف اي يزيد  بيعت سلام ٻڌي جي ڇڏ لاف اي يزيد
ڪيئن توسين ٿي نبي علي دل صاف اي يزيد  هي معاملو نہ ٿيندو ڪڏهن معاف اي يزيد

هن پنج روزه دنياڻي فاني جو ڇا بقا
اي پنجتن جي ذات جا منڪر اي بيحيا

جي بدر وير چئين تہ سنده مصطفيٰ سان وير  سو تنهجي پيءُ صفين ۾ ڪيو مرتضيٰ سان وير
ڪيو ڪافرن جي وير شہ ڪربلا سان وير  ڪافر يزيد تنهجو هي آلِ عبا سان وير

هي وير ڪڏ نہ وسري خدا ۽ رسول کي
هي داغِ دل مدام علي و بتول کي

عابد امام آنسين جڏهن هي ڪلام ڪيو  مون تاب ناهي تا چوان جو حشر عام ٿيو
ڪوچہ بہ ڪوچہ شام ۾ محشر جو شور پيو  آخر جڏهن خدا گهريو تڏ سر وليءِ وريو

هين سر جو جيسين غور ڪندو ربِ دادگر
تيسين هي سر پڻن ۽ رُئن جڳ ۾ سربسر

هين سر وڍي جو غور ہہ آخر خدا ڪندو  هن گهر لٽين جي ماڻ نبي مصطفيٰ ڪندو
محشر ۾ ماتمن جي شفاعت بجا ڪندو  حق الحسين وعده، صادق وفا ڪندو

”ثابت“ هي تنهجا مرثيہ آهن محضرِ نجات،
اي ماتمي حسين جا هي دفترِ نجات.

# هيءُ هيءُ رڻ ۾ بيبي بانو سر تي خاڪ وسائي ٿي

هيءُ هيءُ رڻ ۾ بيبي بانو سر تي خاڪ وسائي ٿي　　شاهه حسين جي لاش تي ويٺي، نيڻن نير وهائي ٿي
آهون دانهون عرش رسائيو هنيئر حال سڻائي ٿي　　زهرا بيبيءَ جي ڌيهن پياري سائين ري رسيلائي ٿي

ڪانسي آهين مرتضيٰ علي شير امير
ڪوڙم سيني قتلعام ٿيو رڻ ماريو شبير

هيءُ هيءُ آئون شهزادي بيبي ڌيهن آهيان پيغمبر جي　　هيءُ سس منهجي فاطمہ زهرا سهُرم صفدر شير علي
هوم ۾ امام حسين حمايت جنهن جي دامن هيس لڳي　　سو اَڄ شير شهادت رسيو مون بي واهر ڪانءِ رهي

وارث ري بردبهه ۾ هيءُ هيءُ ڪيئن ڪندياس
سيد تنهجي قبر جي مجاور ٿينديـاس

روئي روئي رڻ جي واري ڪنهڪل جهڙي جوڙينديس　　لحد تي تنهجي لوڙ سنواري روضو عالي راس ڪندياس
تنهجي بيبي سڪينه جي دٿ چوٽري ڏيئي هنن جو نديس چوٽري ڏار قبر تي اماڻ آئون توتئون صدقو ٿينديس

پنهجي بيبيءَ تي اي اماڻ ويهي چوٽري ڏار
ويهه مجاور ٿي ويهون سائيهن جي دربار

مير مقام ڏسي جڳ تنهجو عالم ايندو زيارت لاءِ　　سڪر جي ضريح مقدس جوندو هيءُ هيءُ واويلاءِ
اي پيغمبر جا پٽ پيارا مير مدينو ماڳ سنڌياءِ　　هاءِ قضا ڪربلا ۾ آئي قتل ڪري رڻ قبر ڪياءِ

مدينـي ۾ مصطفيٰ تـوڪي ٿـو سـاري
ويـٺـو تنهجون واٽـڙيـون نـانئهن نهاري

سو ڪي تنهجي مجاور چائي ڇندا منهجي حقيقت حال　　چوندا مائي بيبي مجاور تو سر آيو ڪهڙو زوال
ويٺي رڻ واهي ٿي ۽ روئين واءِ ويائيني حال حوال　　چونديس سڻ اي صادق مومن منهجي مصيبت آهه حال

آئون ٿئون مرسل چام جي ڪسري جي پوٽي
هئيس امام حسين جي سهاڳڻ بيبي

سو هي منهجو سيد سرور هين رڻ ۾ هت ماريو آهه　　ڪوفين آنجو تخت امامت هن هنڌ غارت ڪاريو آهه
مون ٿيء قبر مجاور آنجي پنهجو وطن وساريو آهه　　موت ڏهاڙا ڪاٽڻ لئي هت ويهي وقت گذاريو آهه

جن جـا وارث مـارجـن ۽ جنجا لٽجن راڄ
ٽين ڪي سيج ٿي سفري وسندا ڪهڙا ڪاڄ

دٽي دٽي منهجو شاهه سونهارو دٽي هي منهجو سروالي　　هيءُ هيءُ منهجو افسر عزت جنهجو منصب هو عالي
سو سرور اڄ خاڪ ۾ ليٽيو مسند تخت ڪري خالي　　اڄ بانو جي بيجا ناهي هيءُ هيءُ اهڙي بيحالي

منهجا وارث تـو وڃي سـاڙيم سڀ سهاڳ
تنهجو سـاڙي ٿـو سدا بـانوءَ کي بيراڳ

هَيْ هَيْ منهجو اصغر جاني ڇهن مهينن جو ماريو　　ڪوفن ڪوري ڪانُ چلائي حلق منهن آنجي رت هاريو
منهجو لعل ڏسي رڻ لُڇندو مون نه ڪيڏو ٿي پاڪاريو　　آخر پنهنجي بابي سين ويو مون ڏي ڪين وري واريو

اصغر نـــاه الله جــي مــــون ڪهر مونـــي آه
توکي ساريو ٿي مريان هَيْ هَيْ تنهجي ماءُ

منهجا اصغر آءُ وري تون منهجا جاني موٽي آءُ　　پيارا ٻچڙا پريو پدو ٿين شال نه لڳندءِ ڪوسو واءُ
آنسوُ هاري اڱڻ ٻهاري توکي ساري تنهجي ماءُ　　پينگهو خالي هنج سکي سڃي جيئن جو ڪهڙو ساءُ

ڪنهجو پينگهو لوڏيـــــان ڏيـــي اورانـــــو
اصغر مـــاريـــــم اوچتـــو آوڙو ســــامانـــــو

اصغر تنهجون آسون اميدون آيل ڪي آهن آجا　　تنهجون دايون مايون تنهجا ساٿ ٿيون سانباهين آجا
جن ڪي تنهجون سڪائون مچيم سي سهيون ساهين آجا　　پير فقير پڇايون پنيون توکي ٿا سارا هين آجا

هنج ۾ ڏني هونگڙيون منهن سين منهن لائيم
پلڪين ڏري پيرڙا اکيـــن ۾ مانيـــــم

اصغر تنهجي پير ڪٿڻ جون گهرڙيون جوڙي　　سرتيون ساهيڙيون سڀ سڙي ڪاچ منجهه مجلس ورهائينديَس　　ڏينديَس
جڏ تون جاني مڪتب وڃڻين حمد پڙهي سڙهي ٿينديَس　　فاتحه يا اخلاص پڙهائي نذر نبي جو جوڙينديَس

پيغمبر تي پـــڙ ڏيان حسن روضي هــــارُ
شيرِ خدا تي چاڙهيان قـــاسن جي دستـــارُ

سو تون نندڙو ناحق مارين هَيْ هَيْ منهجا نندڙا پار　　هَيْ هَيْ نندڙا ناحق مارين هَيْ هَيْ منهجا نيڻن ٺار
جيرو جگر جلي ٿو جاني واه ڏمن ٿا نيڻن نار　　بانو تولئي حشر مچايو ڪن عرش پنڌي پاڪار

اصغر امان ڪي لـــڳــي ڪڪ ۾ ڪناري
شال مَ ويڙ جي ڪنهن وٽئون تو جيڏي ٺاري

آهَ علي اڪبر پي منهنجو نئي جواني ويو آهي　　ارڙهن ورهين جو سڀ پورهيو منهجو ضايع ٿيو آهي
تيغ ستم ڪئون پرزه پرزه ٿي هن ٻَٽ ۾ پيو آهي　　آنجي ڏاڏي فاطمه زهرا خلد ۾ ماتم ڪيو آهي

ساڪن سڙي ماتام ڪيو حورن چنا هــــار
لٽيا آل رســـول جـــا رڻ ۾ بــــاغ و بهار

هَيْ هَيْ قاسم هَيْ هَيْ قاسم هَيْ هَيْ　　هَيْ هَيْ ڪهوٽ ڪري ٿي بڻن جو سوني آءُ آتل ڪهوٽ
هَيْ هَيْ قاسم ماءُ پڪاري ٿي هَيْ هَيْ　　اٿموٽ
بيوارث جا وارث ٻچڙا آءُ امان جا آدر اوٽ　　شال مَ منهجا لعل لڳيني جاني ڪهوٽ جواني جوٽ

هَيْ هَيْ توکي قـــاسما ڏکن سين پـــاليوم
ابـــا تنهجي آســـري رَنـــاپـــن جاليوم

زين العابد تي ڪئي زاري آه حسينا آه حسين نور نبي جا هوت علي جا منهجا بابا شاه حسين
روز قيامت شافع آمت ياٻٽن رسول الله حسين پرڏيهن جا يتت ۽ ٻانها هر ويلي همراه حسين

بابا تنهجو عابدين شام هليو آهي
ڪوفن تنهجو قافلو قيد ڪيو آهي

بابا تنهجو عابد تولئي پنهجو سر صدقو ڏيندو تنهجي سر تئون صدقو ٿيندو توونئي رڻ ڏي ويندو
نا تہ آبا تو بعد نہ ڄاڻان منهجو مقدر ڇا ٿيندو يا ڪو رڻ ۾ ماري ويندو يا ڪو قيد ڪري نيندو

آج ناني جا آمتي اي ناني جا نور
تنهجو سر لاهي ڪندا يديني دستور

بابا توکي ماري ظالم آه اسانکي قيد ڪندا وڏي طنابون ڏاهي تنبو باهيون ڏئي گهر ساڙيندا
دولت مال اسباب لٽاڻي خزيون مفرش ڦاڙيندا هيرا جوهر ريشم پٽ ۾ لٽين لٽاڙيندا

اي فرزند رسول جا تسون عالم جو سرتاج
ڪوفي ڪافر آج ڪندا تخت سنده تاراج

بابا توکي ماري ظالم سر نيزي تي چاڙهيندا بابا تنهجا يڪس تولئي هئي هئي رڻ ۾ رت رنندا
هر هر منهن ڪيو پار مديني ناني نبي کي هيئن چوندا آه رس نانا واهر ويلو آهيون يتيم حسين سندا

مرسل نانا ساڙ ڪر آهيون تنهجي آل
پردو رک ناموس جو صدقو دولت مال

شاه ٿي چو اي منهجا جاني زين العابد چڏ زاري منهجو وڃڻ آج دشت بلا ۾ آهي عابد لاچاري
يڪس تنهجي بيماري ۽ جودل تي داغ اٿم ڪاري هاءِ يتيم ڪندي جاهئي ابي جي ڏي ۽ بياري

ڏاڍو امر الله جو ڪنهنجي چلي ڪين
ڏيريا آل رسول ڪئون هي ڪوفي بيدين

زين العابد قادر توکي البت صحت بخشيندو شال سکهوني صحي سلامت واري وطن رسائيندو
منهجا مسافر پار مديني توکي نانو نبي نيندو منهجو هن پرڏيهه ۾ پيارا ماگ مقام هتي ٿيندو

منهجا مرسل جام کي ساري چنج سلام
پرڏيهي پرتا آئني مير مديني جام

هنير عابد کي سمجهائي شاه شهيد تياري ڪئي گهوڙو خاص گهرائي درتي سرور عزم سواري ڪئي
دامن دست ولي آتسپ ڪنهن روني روني زاري ڪئي آخر شير شهادت رسو عالم اونده ڪاري ڪئي

"ثابت علي" صدق سئون چئو سيد تي صلوات
محشر ۾ تنهجي ڪندو نبي جام نجات

# خيمو خالي ڏسي سڪينہ روئي روئي چئي هر هر

خيمو خالي ڏسي سڪينہ روئي روئي چئي هر هر — بابو مونکي ڇڏي آيابو پاڻي خاطر ويو ٻاهر
ويرم لاٿئين وري نہ آيو واہ نہ ڄاڻا ڪهڙي خبر — دل ترسي ديدار کي منهنجي موٽي ملنديس ڪيئن پيهر

سارو ڏينهن سڪندي لنگهيو آہ منهنجا بابا
خاوند توکي خير سين موٽـائي مـولا

جيئن جيئن ڏينهن لڙي ٿو تيئن تيئن ڳل ڳوڙها ڳاڙي — در ۾ ڏيان ڏري تو خاطر ويٺي تنهجي وات نہاري
ٿي ڳران

نامخبر آج ايندين سون گهر يا ڪہ صبح ملندين مونسان — ناهي صبر صبح جو بابا آج تہ سڪندي آئون نہ مران

تسبيح تنهجي نانوءَ جـي ويٺي ورد ڪري
موٽي تنهجي ماڻ جـو دل ۾ ڏيـان ڏري

ٻاڻي ٻچڙ ڇڏي سون بابا منهن پنهجو مونکي ڏيکار — جهندم جيئرو توکي ڏسنديس تنهن دم ٻاڻي ڇادر ڪار
آج تي صبر ڪنديس آئون البت ٻاڻي ڪهرنديس — دل ترسي ديدار کي منهجي والي بابو واريہ وار
ڪين پيهار

آہ آيـا تـا سون آجي، تـو آئـي آرام
يا نہ تہ مرنديس ياد ڪيو نانوءُ سندہ ناڪام

ادو علي اڪبر بہ نايو تا بابي جي ڪا ڪلّ ڏي — ڪاڪو اسغر ساڻ ڪٺي ويو سوبہ وري نايو ڪهرڏي
ڪو چاچي عباس علي کي رڻ ۾ روئي وجي ڇوي — ٻاڻي جي سون ٻچر ڇڏي هاڻ آيو ادن کي ولي اچي

بـابـا توکـي ٿـي ڳهڻو سڪينہ سـاري
هـر هـر سر تي هٿ ٿي ويٺي ٻاڪاري

لهرون دريا جون نانگن جان آج سون ڏکيءَ کي — زهر ڀريون ڪنهن قهر منجهئون جڻ هر هر
ڪاڻڻ کي ٿيون اچن — ٿيون ڏسجن
وهن وهيہ ٿو ياوہ نديون واہ وچي کي ڪوڪر ڪن — ٻابي کي رب آڻي ناهيہ سور سيني ڏوڙ ٿين

آہ سکهو منهجا آيـا انـم تنهجـي آس
توکي سارہو ٿـي مران پـاڻيءَ ناهي پياس

ڪنهن کي ڪنّ جي ڳالهہ سڻايان ڪنهن کي — ڪنهن جي هنج ۾ لاڏ سين ليٽا ڪنهن جي
سيني لڳي سمهان — پنهجو حال چوان
اج ٻابي جو تخت ۽ مسندَ خيمي خالي پيو ٿي ڏسان — يارب وهلو وار ابي کي هر هر هيئن جهن لئي ٿي لڇان

اي منهجي ٻـي ٻـي امان ٻابي کي آڻـاہ
مونکي ٻـابي سين ميلاہ جيجل ٿورو لاہ

ادي علي اصغر جو پينگهو آيل خالي پيو آهي  ڪاڪو اصغر چئو ڪاڏي ويو جيڏي نهاريان ٿي ناهي
شايد بابس گهوڙي چاڙهي ٻاٺي ڪارڻ ويو ڪاهي  شال پرين ٿا ڪي ٻاٺي ٻناري لعل ڪي آڻي گهر لاهي
بــابــا نــانــو الله جي اصغر واري آڻ
واڻــون ڦلّن ڇانيان ڪاڪا تنهجي ڪاڻ
جيجل تنهجو اصغر جاني شال جواني ماڻيندو  گهوڙي چڙهي گهمڻ ويو آهي شال سلامت گهرايندو
بابو ڪٽي چٽي گهرايندم موٺي ڪين وري ويندو  ٻاڳ سهاڳ سدائين تنهجو آيل ويتر وڌ ٿيندو
راج ڏيائي ڪيم رومنهن ڪي خاڪ م لاءِ
ٻانهين پڙا چو ٻگني ســائــڻ سچ ڳالهاءِ
بابو منهجو آمان ٻي ٻي سچ چئو ڪيڏي ويو آهي  ۽ گهر ۾ هي ڪهڙو واقعو شور قيامت ٿيو آهي
تخت ولايت تاج امامت چو مٺڻ خالي پيو آهي  تو هي سر تي خاڪ وسائڻ ڪنهجو مرڻو ڪيو آهي
چو آســي اڄ زينب ٻڦي رونـــي، زار و زار
قاسم وٺي ڪوه تـــي ساڙي سڀ سينگار
آمان بابي ويرم لاٿي ڪهڙو واقعو آهي واهه  ٻانر سوڙت ٻڦات ۽ چاچا وياسپرڻ ڏي ڪاهي واهه
وسندا گهر ويران ڪري وياسانگ سرن ٿئون لاهي واهه  هَئي هَئي وڄي واٺي گهر ۾ نندي وڏي منهن آهي واهه
نــاهــي ڏاڏي فــاطم ۽ ڏاڏو عــلــي شير
آن ري اڄ اولاد جي واهر ڪندو ڪير
قاسم جو آئون ڪاڄ سنواريان ميرل ڪي مينڌي لايان  لعل ادي ڪي لائون ڏيئي ساٺ ڪري سهرا ڳايان
چاچين ماچين چامن جي ڪي ويس ٻتّن جا پهرايان  سرتيون ساهڙيون سڀ ميڙي ڪاڄ سنهم مجلس ٻايان
ويــر ادي ڪي ويانهه جي، مبارڪ ڏينداس
سيج ســنـــواري سيد جا سهرا ڳائينداس
شادي مبارڪ قاسم دولهه سهرا سلامت گهوٽ ادا  شال جڳين جين هوت حسن جا سيج سهج سڀ ماڻين سدا
آل نبي اولاد علي جو خانو ڪيو آباد خدا  شادي جي شاديائڻ جو ٿيو فلڪ ملڪ ۾ شور ٻيا
گهوٽ امان تون گهوٽ تئون گهورون گهمائيج
دايون مايون دوس جون اڄ ٻرتئون پهرائيج
ميرل تنهجي مينڌي آئي سر تي ٻڌو دستار زري  خلعت خاص ڍڪي شهزادا تخت جلوسي ويهه وري
نوشه نٽول ٻڌي سر سهرا ڪر مجلس ۾ جلوه گري  واه نغارا دولهه تنهجي در تي نوبت آه ڏري
چؤ ڏس چراغان ٿيــا شمعن ڪيو شعاع
چاچي جي گهر گهوٽ ٿيو قاسم شير شجاع
قاسم گهوٽ نٽول نوشه جي شاه جي گهر اڄ شادي آه  نور نبي جو هوت حسن جو هردو سرا جو هادي آه
حورن هار سينگار سنواريا عرش مبارڪبادي آه  گهوٽ وڃي رڻ گهايو هَئي هَئي گهوٽ امان فريادي آه
قاسم امان ٿـي، ڪري ڳل ڪنني ڪاري
ونــيــه، ويٺي سيج تـــي وســائـــي واري

اڄ دل گهايل گهوٽ امان جي آهي واني هئي هئي وڏ | هئي هئي وڏ کري ٿي هر هر گهوٽ ڀڳي رت ورنه روه
سهرا ٻڌي سر سيج نه ماڻي ٿي قاسم کهڙو ڪاڄ سربوه | پرڻي سڻون هي مرڻو ڪارڻي هئي هئي کهڙو تهر ڪيوه

هئي هئي قاسم گهوٽ کي رڻ ۾ ڪٺائون
سيڄون لهي گور سين لعل لڏيون لائون

هئي هئي قاسم سهرا تنهجا هئي هئي سيج سنده سردار | هئي هئي ميرل مينڌي تنهجي هئي هئي هوت ڦلن جا هار
واه ڇپر ڪٽ واه وهاڻا واه جواهر ۽ جنسار | تخت لٽائي سيس ڪٽائيٺي واه بهادر رڻ جونجهار

قاسم تنهجو ڪاڄ ٿيو ملڪن ۾ مشهور
پرڻي مرڻي جو سنده پل پل ساڙيم سور

زين العابد کي چئي هر هر اي منهجا سردار ادا | ننگ نبي ناموس علي جا پرڏيهي غمخوار ادا
تهلرزه ڪٿون بيطاقت ٿين عاجز ڪيئي آزار ادا | قادر شال شفا ڏئي ڪامل اي بيڪس بيمار ادا

محرم آل رسول جا سر حلقه سالار
مير مديني جا ڏئي واڳ وطن تي وار

آه ادا اڄ بابو ناهي اي بابي جا جاني جگر | تون ٿي ادا اڄ بابي وانگي ذبح سڪينه کي آڌر
بابو بابو ڪري لڇان ٿي هاه ابي کي ناهي خبر | ڪيڏي وڃا ڪنهن در ڪڏو ڪان واه قيامت هاه حشر

آه رس نانا مصطفي ۽ ڏاڏا شير خدا
ڪوفن اڄ قتلعام ڪيا سڀ ڏهٽا ۽ پوٽا

سرور تو در سدا سوالي آهي هي زوار سنده | مرثيه خوان و مداحي تنهجو محزون ماتمدار سنده
چانئڪ چميائين حاصل ڪيائين در آئي ديدار سنده | محشر ۾ ڪج تنهجي شفاعت جنهن آهي اقرار سنده

"ثابت علي" سيدا تو در کهڙي دان،
تون تنهن سين دارين ۾ آتا ڪج احسان۔

# آتش دل ڪٿون ٿو عابد روئي هردم خون ناب

آتش دل ڪٿون ٿو عابد روئي هر دم خون ناب | تا انهي آتش وجهي کي چشمه چشمن ڪٿون آب
پر نه هي آتش اُجهامي جهن جگر کي ڪيو ڪباب | جنهن مٿس پاڻي پوي تنهن تنهن ڪري تابش ۽ تاب

آه هي آتش نه آتش پل فراق دوستان
برق جانسوز بلائي افتراق دوستان

قتلعام ڪربلا جڏهن ڪيو ٿي آن مظلوم ياد | مرغ بسمل جئن ٿي تڙڦيو ڪيئين ٿي هردم داد داد
سر رکي سجدي ۾ روئي جئين ٿي يا رب العباد | آه ڪيئن عابد ڪٿون وسري، جڪي ٿيو ڪربل بلاد

تا قيامت ڪين وسري قتلعام ڪربلا
پل قيامت پڻ نه ڪم مثل قيام ڪربلا

آھ اڪبر ڪين وسري منهن محمد شڪل ماھ   آھ اصغر ڪين وسري سيدالشهدا جو ساھ
آھ قاسم ڪين وسري گل قبا زرين ڪلاھ   ھي نه وسرڻ جهڙا ھئي ھئي ڪين وساريان آھ آھ

موڪي پنهجو قيد وسريو حلقه زنجير ڀڻ
پر نه قتل آل وسري فرقت شبير ڀڻ

تا لکن يعقوب پٽ پارنهن چتان پهچن جوان   هڪڙو يوسف جيترو وڇڙيو ٿيو ھو بيتاب و توان
منهنجا سڀ يوسف ڪٿون بهتر مارياھڪ مقتل مڪان   سڀ جا سرنيزي ڏٺم ڌڙ رڻ ۾ خاڪ وخونچڪان

ڇو نه ان کڏ منهن آئون پڻ ڇو رهيس آنکئون جدا
هن وڇوڙي موڪي ماريو ڪين ڪريان منهنجا خدا

جڏ سر شبير موڪي ياد پئي، نيزي سوار   ۽ ٻيا ساري ڪٽم سر نيزي چڙهيا جي ٿيم سار
سر پٽي سينو ڪٽي بيحال ٿيان آئون دلفگار   سر وساني خاڪ ليٽان خاڪ تي ديوانه وار

ڪو دلاسو ڏي ته ڇا منهنجا دلاسا ويا لڏي
مون نه ان باني سڀجهي پيارا پياسا ويا لڏي

موکي جڏ اصغر جي اچ پئي ياد آچ آچ ڪيون سران   تير گهايل حلق ساري نت هنجون ڳاڙي ڳران
العطش عترت جي ساري آئون پري ماريو پران   هن وڇوڙي باھ ساڙيس ڪين لري دل تا لران

رات ڏينهن جيئن جيئن رنان تيئن تيئن هي آتش ٿيي آتي،
منهنجي خالق کي خبر جيڪي ٿو گذري مون متي

آھ منهنجي روبرو منهنجي عزيزن ڪئي وداع   چئي وداع ويا سر وڃائي شير غازي دل شجاع
لاابالي ٿي لٽايئون جيڪا هئي جنهن کي متاع   هي نبي زادن کي ناحق رڻ ڪٺو اهل نزاع

آئون ٻه هوند ان کڏ هليس هئي موڪي ٻهڻ ايءَ آرزو
هاڻ مون اڪ متي کي دائم ساري، آنجي گفتگو

جڏ ڏٺم قاسم کي سر سهرا ٻڌي رڻ ٿيو تيار   خلعت شادي ڪفن ميندي پري هٿ ڪين هتيار
مون ٿي چو آئون ٿون پئي ڪڏجي ٿيون نيزي سوار   گهر ۾ هئي هئي گهوٽ واٽي ڪين ٻڌان آھ دلفگار

هڪ طرف چئي گهوٽ ماءُ هئي منهنجا قاسم گهوٽ ووھ
ٻي طرف سس سر پٽي چئي هئي جواني چوٽ ووھ

جڏ علي اڪبر ٻه ميدان وغا جي عزم ڪئي   عزم رزم شاميان رڻ شير غازي جزم ڪئي
ان شبيھ مصطفي رڻ مرتضي جيئن رزم ڪئي   آخر ان مقتل ۾ ٻڻ ان با شهيدان بزم ڪئي

مون ٿي چو آئون ٻهڻ آدي جو ٿيندو ساٿي منجهه سفر
ان نه ساٿي سانگ ني پانڌي پنهجي ويو پنهجي سر

جڏ علم هٿ ۾ ڪري عباس ڪيو عزم جهاد   ٿي مجاهد في سبيل الله اڙ صفدر نژاد
مون ٿي چو آئون ٻڻ عَلَم سائين سنده اي پاڪزاد   ڪين هي سڀ سور سهندس اچ مرڻ منهنجي مراد

اچ سندم سڀ سائڻ ماريا آئون ٻه مر ان کڏ مران
ٻوھ متان سائڻن کي ساري عمر گهاري، ۾ گران

آه جڏ پيغمبر و زهرا جو دلجاني حسين   عابد بيڪس جو بابو مرتضيٰ ثاني حسين
شاڪر حق صابر تقدير رباني حسين   سر ڏيڻ سنهيو لثاني صدر سلطاني حسين
سون گهڻو سر منهن پٽي ڇو اي منهجا بابا امام
سونکي پاڻئون ڪيم ڇڏ اي رحمت رب الانام
مونکي ڏس بابا تہ ڪيڻ آزار ڪيو ماري ضعيف   مون بچڻ جو ڪهڙو امڪان هجڙو بيمار و نحيف
توسين گڏ سر ڏيان تہ سرهو پوءِ نہ هئان هجرڻ حريف   هن شرف کئون ڪر نہ محروم اي شريف ابن شريف
ٿـي شهادت جـي شرف سجاد پڻ صاحب شرف
ورنہ پوءِ هي تنهجو پيارو هوندو حيران هر طرف
سرورا سجاد تنهجو ڪيئن ڪندو تو بعد آه   هينئن آچ توسين هاڻ ري پي نہ ڪا واهر نہ واه
پنهجي تنمن ساڻ رک مونکي اي منهجا بادشاه   ورنہ پر وس پير پيادو ڪيئن ڪٽيندو شام راه
تنهجي عابد کي متان هي ڪين ڪن آٺ تي سوار
بلڪ پيادو پنڌ هلائن ڏئي آلن جي هٿ مهار
سرورا سجاد تنهجو سارواني ڪيئن ڪندو   با اسيران حرم او ڪارواني ڪيئن ڪندو
پياده پا منزل بہ منزل ره رواني ڪيئن ڪندو   هجر عمر نوح هي ايوب ثاني ڪيئن ڪندو
هاه تنهجو هجر هڪ ساعت هزاران سال مرگ
اهڙي مشڪل مرگ کئون مشڪل نہ هوندو حال مرگ
هاه هي مشڪل نہ مشڪل جنهجي آساني نہ ڪا   ۽ بہ تنهجو هجر هجران جنهجي پاياني نہ ڪا
تنهجي هجرون مرگ بهتر جنهجي درماني نہ ڪا   مرگ ساجا توسين گڏ ڪا زندگي ثاني نہ ڪا
مونکي اهڙي زندگي کئون پوءِ مَ ڇڏ تو گڏ مران
تون تو ڇئين تون جيئرو ره اِلاّ نہ آئون ڪنهن پر ٺران
قاسم و اڪبر کئون اگهين تنهجو عابد ٿي نثار   تنهجو سر نيزي ڏسي جي سر نہ ڏي تا ٿي مٽيار
کهوٽ سر سهرا پنڌائي ٿيو سنان نيزي سوار   ڇج بہ سپ گهوڙا ڪنڌائي ٿين نيزي نامدار
هن شريڪ شان کئون عابد مڙڻ جهڙو نہ مير
پر هي طوق و حلقہ زنجير پڻ امر شبير
تو ٿي چو هي طوق جيئن سجاد کي ڪيو سرفرو   تو سرآفرازي سبب هي صبر اجر ۽ سرخرو
۽ بہ هي زنجير جهن کئون هي ضعيف آنان بروَ   رشتہ حبل المتين حڪم با حق روبرو
وهئوَ معڪثر هين سين حاضر سو ٿئي ٿو سارو حال
هي آولئوالنہ زمن جو صبر و إرث آئمہ ڪار آل
بس هي طوق آنجي گلي جو ناه ڪي خنجر کئون ڪم   جنهين سر آنکئون جدا هي گيرد آنجي بار خم
في ۽ شهيدو ٻنا اسير الاٻن سير الاَب چہ غم   هي ٿيا نيزي سوار آنسين رفيق اهل حرم
منهجا صابر سپ برابر قتل و قيد ڪربلا
جيئي هي سر وڏئا ستم هي بند پڻ قهر و بلا

سر وڍيا سڀني جا سر نيزي چڙهيا سي سڀ قبول  بند ويا هر وقت ٻيڪس جان جيئن تا دلملول
پر نه هين پروس جيئڻ ڪنون موت بهتر حق وصول  ورنه عابد کهڙو عذر امر الاهي ٻيمقول
قاسم ۽ اڪبر ڪنون وڌ ڪيم پيار توسين عابدين
هئو شهادت موت مارڀا درد ڳارين عابدين

تون اجهو قاسم سين ڪڏ هئو نيزي سر تون پياده پا  تون اجهو اڪبرؑ سين ڪڏ هئو سر جنڊا تون بي ردا
هنجا ڌڙ دشت بلا ۾ بيڪفن تون بي عبا  چئو ڀلا تون ڪنهن ڪنون ڪم آئين سڀني کي ڪنون ڀلا
آئين سڀني نورؑ علي نور اي سندم نورالبصر
سر تون جيترو هئين ڪرين ساري دفن هي ڌڙ ۽ سر

هين سرن جي آهي اي سجاد نت تو ۾ نگاه  واري تون آئيندين آنکي جڏ گهرپو هوندو الله
هين ڌڙن کي دفن جي توري نه ڪا واهر نه واه  شال ٿي آسان مشڪل هي سفر ۽ سخت راه
اي اسيرن آسرا توتي اسيرن جو مدار
هن اسيرن سان هي سڀ توکنون ڪن قبرن قرار

اي ابا اڄ تون اسيرانِ حرم ڪڏ ٿي اسير  تون به ٿي اڄ آن اسيرانِ حرم جو دستگير
هي سدا ها صدر صاحب اڄ لٽيئن صدر و سرير  سي نظر نا محرمن جي هام ٻا حالِ حقير
هيڪي شامي شام نيندا سر برهنه بي وقار
پس تون پڻ آن سر برهنه سان خسته خاڪسار

توکي آن ڪڏ خاڪساري خوبي داربن آه  تون ٿو جانين هي عيالِ سيدالثقلين آه
اڄ ابا هين ٻيڪسن تي رحم فرضِ عين آه  جان ڪي بين تا آنجي خدمت توتي دائم دين آه
اي ابا سجاد تون ڪج نت سڪينه جي سنڀال
هي مٺان سونکي سنڀالي سر ٻڌي ٿي بي حوال

توتي ناموسِ نبي جو آهي سڀ ناموس ننگ  سر هي ڪوفي ڪن جفا سر ٿين شامي شوخ شنگ
سختي و نرمي سفر جي سڀ سهج سر تي نسنگ  اي نبي جانگ پرور ڪيم ڪج دل پنهجي تنگ
توکي هي سر ڪربلا نيڻا ۽ ڌڙ ڪرڻا دفن
هي عيال مصطفي ڪرڻا مديني جا مڪين

هي سفارش سڀ سڻي سجاد صابر ٻا رضا  ڪئي وصيت والدِ مرحوم جي سڀ ڪا ٻجا
سر به آندئين ڪربلا ڪيئين دفن پنهجا دلربا  پڻ مديني ڪيئين حرم تني همجوارِ مصطفي
پاڻ پڻ مرسل جي پاڙي ٿيو مقامي عابدين،
پنهجو "ثابت" پڻ ڪندو پنهجو سلامي عابدين.

# جڏ چڙهيو گهوڙي تي چئي الله اڪبر شهسوار

جڏ چڙهيو گهوڙي تي چئي الله اڪبر شهسوار  پُر غضب ٿيو هٿ وٺي لاسيفَ اِلاَّ ذوالفقار
عرش و ڪرسي ٿيا ڪنبڻ ۽ گاو ماهيءَ بيقرار  حضرت روح الامين ڪي پنهجا پَر ها يادگار
پُرشڪوهه تيغ دو سر هر وقت آنڪي ياد هُئي
قوم جيئن جهن جي ضربئون بيخ و بن برباد هُئي
آهه سو ياسين نسب لب تشنه منجهه دشتِ بلا  ٿي تنِ تنها شهه ڪشورستان ٿيو منجهه وغا
جيئن ڪم منجهه بيرالعلم ٿيو پُرغضب هو مرتضيٰ  ٿي تنِ تنها وڙهيو با قومِ جيئن بي حيا
تيئن حسين ابنِ علي ٿي پُر غضب گهمسان ۾
ٿي سوارِ ذوالجناح يڪسر وريو ميدان ۾
هيئن ٿڙي صمصام خالي از ميان روح الامين  منهن ڪري فطرس ڏي با جوشِ جگر چو باليقين
عاشقِ ذاتِ خدائي مرتضيٰ جو نازنين  ٿو ڪري دم آخرين اڄ ڪربلا سلطانِ دين
پُر غضب ٿي شير حق جو شير ٿيو درڪار زار
فاتحِ بيرالعلم جي هٿ ۾ تيغِ برق وار
اڄ وري فطرس عَلم ٿي تيغَ جنهن ڪافر ڪُٺا  خيبر و بربر حُنين و جنگلڪي ها جهن مُٺا
زَهرهءِ اعدائي دين دهشت ڪئون جهنجي ها ڦِٽا  بت پرستِ قوم جا سر جهن ڪئون يڪسان ها لٿا
اڄ وري دشتِ بلا ۾ هيءَ ٿي خالي از ميان
قوم جيئن جيئن ٿي شامن ۾ دُرخشان در زمان
اڄ ادا فطرس وري ڏسجي ته ڇا آسدار آهه  تير ۽ تلوار آهي خنجرِ خونخوار آهه
ذوالفقارِ جانستان هٿ شاهه جي خونبار آهه  پُر غضب ٿي ابنِ حيدر ڪاهيو منجهه اشرار آهه
ابنِ حيدر مثلِ حيدر ٿو ڪري اڄ نفخِ صور
پُرشڪوهه آن تيغ جو مونکي اگهن ٿو ساري سور
عرشِ اعليٰ تي قيامت اڄ مگر ٿي آشڪار  دشت ويران ٿو ڪري اڄ غرق رت ۾ شهه سوار
پُر غضب درياهه حيدر آهه پاڻيو هن ديار  ٿي زمينِ ماريه مثلِ بدخشان لاله زار
نوح جو طوفان ته هي طوفانِ عالي شان آهه
جنهجي هڪ شعلهءِ ڪئون پيو اڄ عرش تي گهمسان آهه
ڪعبهءِ روءِ ڪنهندا ڪُٺل اڄ بادشاهِ بوالحسن  ٿي ترابِ ڪربلا پوندا هي پاڪِ پنجتن
عاشق ذاتِ خدا هي هادي، اهلِ زمن  نائبِ ختم الرسل ماريندا ماجد بيوطن
صاحبِ دلدل جو دولهه هي دلاور نامدار
رَجل ڪرارِ وغا هي قاسم جنّات و نار

اڄ ذبح قطرس جو ٿيندو هاڻ هن دم ۾ عيان  ٿوڪري اڄ غرق رت ۾ ماريه بحرِ گران
هر طرف ڪيئي نهر رت جا موجزن ٿيندا روان  هاڻ هن طوفان بلا ڪنهن ڪنهن کي اڄ ملندي امان
ڳاو ۽ ماهي ٿـو ڄاڻان هــر ٻه اڄ ٿيندا قلم
عرش تـــي اندوه ٿيو لــرزڻ لـڳو لوح و قلم

جو ٻڌي، روح الامين کي روئي قطرس زار زار  ٿي رهي ڪون و مڪان ۾ حشر جهڙي رولڪار
هفت اقليمات تـــي اندوه ٿـي ٿيو ڏنڌڪار  ٻوڙجلدي ڏس تنهنجي هنل مين مبارز جي پڪار
نفخ صـــوري ۾ اڃـــي ڪو دم رهيو درميان آه
جيسين جيئرو پنهنجي سر هي شاهِ عالـــي شان آه

اڄ وڃي ٿو لا اُبا لي ٿي شــهِ ڪشورستان  بوترابي ٿـي ترابِ ڪربـــلا ۾ جـانفشان
تيغ شاهِ آلِ عمران ٿي درخشان در زمان  تيغ جي تابش سندس سڀ انس و جن ڪيا بي امان
امتي ختم الرسل جا هي ٿا ڪن قهر و غضب
شافعِ روزِ جزا پنهجو ڪنهن ٿا تشنه لب

خانهِ ڪعبه جو ڪبوتر سر جهڪا شوبانِ شام  شام شڪرا ٿي ڪيريا شهباز جي سر با حشام
آل عمران تشنه لب پڪجا ڪئن ڪيا تمام  پيو يزيدي دام ۾ ابـــنِ علي عـالـي مقام
عرشِ اعظم ٿو ڪنبي شه جي ڏسي اڄ عزم کي
پيو سماجي سير ســڪ انهي ڏســـي اڄ رزم کي

ٿي ڏٺو ڪنهن درجهان ڪو مثلِ حيدر تيغ زن  آه اڄ ابـــنِ علي ٿيو مثلِ صفدر تيـغ زن
فـــاتحِ خيبرالعلم جيئن ٿيو غضنفر تيغ زن  پيو هزارن ۾ تنِ تنهائي ســرور تيـغ زن
هيئن هزارن ۾ هئن ڪنهجو نـه ڪم صمصام آه
تيـغ جـــي آنجـــي اڳيئون تيـغِ جهان گمنام آه

ٿي وڙهيو سرور ٻه ميدان گه يمين و گه يسار  اسپِ جولان باز جو عرشِ علا تي ٿيو غبار
رت جي دريا ۾ شناور ٿيو شهِ يٰسين شعار  ســر تي دستارِ محمد جي ٿيءِ رت ۾ گل آنار
هڪڙي سر حيدر جو پٽ اڄ مثلِ حيدر تيغ زن
ٿـو هزارن سين وڙهـــي تنها ٿـــي سرور تيـغ زن

ابر ۾ تيغِ سنان جيئن هي شهِ شمس الضحيٰ  دشت ۾ ظلمات جي اڄ ٿيو درخشان پر ملا
آفتابِ حشر ٿي منجهه عرصه گاهِ ڪربلا  دار دنيا ۾ يڪايڪ ڪيائين اڄ محشر نما
سرڪشن جا سيف ڪئون صفدر جي ســر پرا ٿن ٿيا
موجزن دشتِ بـــلا ۾ بحرِ خون جريـان ٿـــيا

ٿيو تــنِ تنها هزارن ۾ ســوارِ ذوالجنـــاح  تاجدارِ مصطفيٰ ۽ مرتضيٰ جـــو مهر و ماه
ٿيا ڏسي غمگين ملائڪ انس و جان با اشڪ و آه  ناطقِ نصِ خـــدا ٿيو شان ۾ آنجي گواه
نن ڏينهن جو تشنه لب هـــي جانِ حيدر پاڪذات
قتل ٿا ڪن ڪلمه گو اڄ آنڪي ٻـــر نهرِ فرات

هنجي سر دستار مرسل هي شہ عالي تبار  شان و شوڪت انجي آيو منجھ ڪلام ڪردگار
زينت عرش علا ارض و سما جو گوشوار  انجي دم ڪئون هو جهان ۾ دين احمد برقرار

پنهجي حق تي رهندي ثابت راھ حق ۾ ٿيو ذبيح
قتل انجو آهي هن امت ڪئي طغيان صريح

جڏهن هزارين قوم ڪاذب ٿي چڪا رڻ خاڪسار  ڪوفي ۽ شامي دمشقي ٿي رهيا سڀ خوار زار
سڀ سڃيا پيدين پکا آندم چڏي سا ڪار زار  تڏهن عمر بن سعد چو انکي سڏي اي اهل نار

منجهه نماز روز جمع آهي ڪا باقي گهڙي
مڪڙي سير هي هيڪلو سر وڙهه ايندو هٿ وري

تير باران ۾ جڏهن عالي نسب ٿيو خون تبار  قاسم خلد برين لب تشنه رت ۾ ٿيو فگار
جسم آڄ خيرالبشر تيرن تهي ڪيو پرچه وار  تڏهن ڪريو گهوڙي تئون گهايل دوش احمد جو سوار

خانه ڪعبه جو ڪبوتر ڪعبه رو ٿي پيو ليهي
آن تن نازڪ بدن مئون رت جا دريا ويا وهي

آه سو مظلوم جڏهن مقتل ۾ بسمل ٿي چڪو  شمر ملعد جي هٿئون سو قتل اڪمل ٿي چڪو
دشت ويران ۾ روانو رت جو هي جل ٿي چڪو  خاڪ و خون ۾ سبط پيغمبر ملي حل ٿي چڪو

هني لٿيو صدر نبوت هني ڪٽو سرور علي
انتي صلواة و ثنا چني دائما رب جلي

نبي رهي طاقت بيان جي دل جگر بريان آه  انس و جان اهل سما سڀ جمله سر عريان آه
العطش جي آگ ڪئون دل هر ولي جريان آه  انجي ماتم مصطفي سان هر نبي گريان آه

سر وڍي نيزي ٽري ويو شمر لاش ڪي ڇڏي
لاش مظلوم ڪئي مقتل جي گيل تر تي لٽي

ڪعبه رو ٿي پيو رهي لاشو ڍڪي گلگون ڪفن  پيو سمهين مقتل جي گيل ترتي سوني نازڪ بدن
انکي ني پروا ڪفن جي ۽ نه ڪو فڪر دفن  سر هليو سوني سما پهر سلام ذوالمنن

ساري خلقت ۾ خدا جي ناه ڪو اهڙو شهيد
جنهجي سر نيزي چڙهي ڪئي طاعت رب الوحيد

ٿي خبر فردوس ۾ خيرالنسا کي هني غضب  شير پرور تنهجو مارپو ڪربلا ۾ تشنه لب
العطش جي آگ ڪئي آڄ تنهجي اکهه جان بلب  ٿيا گرفتار بلا امت جي منجهه تاب و تعب

هي پڏي ظلم و غضب هني ڏي رسول الله جي
حشر محشر ۾ ڪري رنندي هلي سا دلجلي

خاڪ سر ختم الرسل تي ڪربلا ڏي ڪاه ڪئي  شير حق باهر ولي و اوليا ٿي آه ڪئي
شير حق حيدر جي هٿ رب جي رضا سرساه ڪئي  خواهش حق جي هم آن شاه خاطرخواه ڪئي

انبيا و اوليا ڪيو ڪربلا ۾ اڙدهام
لاش گيل تر ڏسي ڪيئون منهن پٽي وا حشر عام

جڏهن ذبيح، راه ٿيو او بادشاه، بوتراب  ٿي تراب، ڪربلا پيو ماهتاب، بوتراب
منجهه تراب، ڪربلا هي ڪم ٿيو ماه، بوتراب  عرصه گاهه ڪربلا ٿي حشر گاهه بوتراب

تشنه لب دريا ڪناري ڪعبه رو ٿي پيو ڪُسي
تير ۽ تلوار جو مينهن آنجي سر تي ويو وسي

صبر ڪر "ثابت علي" هي درد، شاه ڪربلا  برق، جانسوز بلا آهي نه ڪا آنجي دوا
پيو آتي دريائي ظلمت منجهه زمين، نينوا  غرق ڪئي طوفان بلا جي ڪشتي آل، عبا

آه آن ڪشتي جو لنگر لاشه، ابن، علي
غرق ٿيو دريائي، رت ۾ آه سو صابر ولي

# حضرت عباس غازي هو علمدار، حسين

حضرت، عباس غازي هو علمدار، حسين  پاڻ بازو ڀائر ڀل يار وفادار، حسين
جڏ ڏٺين سڀ ماريا غازي رڻ هوادار، حسين  چائين هن جنڱا تون ٻن سرڪار، دربار، حسين

آن علمدار، حسيني فوج جي صاحب تيرا
جو لواء الحمد سائين ڪي بعجز و التجا

اي سندم سردار صاحب اي سندم آقا امام  اي سندم ڪعبه ۽ قبلا توتي صلواة و سلام
منهجا سائي ويا ۽ آئون ٻن تنهجو ٻانڌي بالتمام  امر ٿي آئون رڻ وڃان منزل پري پرڏيهه شام

صاحب المعراج سبحان الذي اسرا جو نور
تون لنگهائين هن لنگهن ڪئون راه باريڪ است و دور

ساٿ سارو ويو لڏي آئون ساٿري پوءِ ڪيئن پوان  موڪل تون منزل رسائج وات هنجي ٿو وڃان
تنهجي اڳ ۾ سر ڏئي ٿيان داوري دار الامان  منزل ساوآني جنت راحت، روح، روان

راحت دنيائي فاني ٿيان پيڏي دار القرار
تو تئون سر قربان ڪري ٿيان تنهجي تن تئون نثار

شاه فرمايو ڪه اي منهجا علي عباس شير  قوت، بازو بهادر مونس و دانهه دلير
ڏس دغابازن جي دعوت ويرين جو مومنين وير  شام و ڪوفي جي شريرن منهجا ماريا سڀ مشير

منهجي هن مارڻ تي موذن اژدهام، عام ڪيا
سڀ ستمگر شام جا پيدين باغي يحيا

تون مرُ وڃ منهجا آدا ٿي منهجي عابد سين آسير  سڀ ميون سر تي ٿي صابر حڪم، تقدير، قدير
منهنجو سر نيزي تي نيندا شام ڪوفي جا شرير  واه اڄ ماريندا ملحد منهجا سڀ خورد و ڪبير

ڏس عمر ڪيو بند پاڻي اهل، عصمت اڄ مرن
ساقي، ڪوثر جا پيارا تشنه ڪاريا آهين

هُني ڏهين تاريخ عاشوري جي تقدير خدا  شمس محشر ڪيو طلوع منجهه قتلگاهه ڪربلا
ڪلمہ گو ڪافر مڙي آيا ٻنهه ميدان وغا  هو عمر بن سعد آن لشڪر جو حامي بيحيا
شام و ڪوفي جا ستمگر ميڙي آيو مير تي
نور چشم مصطفيٰ شير خدا شبير تي

هيءُ ڪري ناڪس نڪارو سامهون ٿيو شاه سان  مصطفيٰ جي مهر پرور مرتضيٰ جي ماه سان
ڪربلا ۾ قهر ڪيا ويرن وَلهيءُ الله سان  هيءُ وڙهيا سوذي مڙي ناحق نبيءَ الله سان
ساقيءُ ڪوثر جي پيارن کي پيٽيل پاڻي نہ ڏي
۽ وهاريو فوج پيادن جي تڙيل پاڻيءَ مٿي

چؤطرف چوڪي وهاري خارجي خورسند ٿيا  هي سيهل پانياڻن جن ايذاءِ آل مصطفيٰ
سي صحي ايذاءِ عترت صابر و شاڪر رهيا  مرتضيٰ جي آل تي ڪوفن وڏا ڪيا
آئون ڪريان ڪهڙو بيان آن حادثي جو حسب حال
هڪ طرف ايذاءِ عترت ٻيطرف جنگ و جدال

تاقيامت ڪين وسري ڪربلا جي ڪارزار  جا جوان عباس جي شرح شهادت شرح وار
شاه جا جڏ پاڻ ماريا يار جاني غمگسار  هو حسيني فوج جو عباس ڪيو نامدار
جڏ ڏٺين اڄ آل عترت ڪي هٿي حيران ڪيو
۽ عزيزن شاه جي خدمت ۾ سر صدقو ڏنو

تڏ هاي آيو بخدمت شاه جي او جان نثار  هو ڪهڙون دلگير اڄ ڪئون آل جي منجهه انتظار
چائين سرور آسر ٿي تا لاهيان دل جو غم غبار  تا وڃي پاڻي وٺان يا سر ڏيان ٿيان پرار
آل جو ايذاءُ عترت مونکي ڏک ساري ٿو مير
عترت آل نبي ٿيا اڄ مڙن خوردو ڪبير

هي ٻڌي عباس ڪئون سرور رنو رت زار زار  منهجا ڀاور ويالڏياءِ اڄ مون وٺون سڀ منهجا يار
شام ڪوفي جا ستم ڏس اهل ڪوفي جا قرار  ٿي لکيا جن ڪالهه ڪوڙا خط خبيثن شرح وار
در غم آبادي جهان بي يار بودن مشڪل است
غم زحد به گذشت بي غمخوار بودن مشڪل است

تون ادا وَتون منهنجي عابد سين وري سُوني وطن  توفدا ڪيو منهنجي سر تئون پنهجو صدقون جان و تن
وَر ز تقدير قضا ٿي شام ڏي قيدي هلن  آنسين ٿي همراه هل اي منهجا بازو با جتن
تو ڪئون وڇڙڻ اڄ ادا مونکي ڪهڙون آهي محال
ٻر هي ڏس اهل ستم جو ظلم بر آل و عيال

منهجي عابد کي ادا تو بعد هت قيدي ڪندا  آنسين ٿي همراه هل اي منهجا بازو با وفا
صابر و شاڪر ٿي رهجو جئي رضينا بالقضا  منهجي هي ماوائي منزل قتلگاهه ڪربلا
هي ٻڌي عباس چو اي هردو عالم جا امير
تو ٻنا جڳ ۾ جيڻ مونکي مناسب ناه مير

آئون آدا سر تو اگهئون ڏيندس ٿيندس سُرخرو    جيئن ڏنو سر سهجي پاڻ صدقون تنهجي روبرو
مونکي ٻن آهي آدا اڄ سر ڏيڻ جي آرزو    سر ڏنـي سرهو ٿيان سردار تنهجي روبـرو
منهنجو سـر صدقو ادا پـر تـو سلامت سير سدا
تنهجي اگهه ۾ ٿئي شهادت جو شرف مونـکي آدا
مصطفيٰ ۽ مرتضيٰ کي تنهجا ساري ڏني سلام    آئون وڃي سيراب ٿيان ٻي شربت ڪوثر جو جام
هيئن ٻڌي عباس کئون آن سرور عالي مقام    رت روئـي فرمايو فرقت ۾ امام ابن الامام
اي آدا هـي هـي آدا اڄ آهـي ايـام وداع
هاءِ رهندو ڪونه ۽ هڪ هڪ ٿي ويندو مون وڌاءِ
پر هي ڏس اڄ اهل عصمت کي هٿي حيران ڪيو    خاندان مرتضا سوڌن سڀئي تـاراج ڪيو
هيءَ قيامت قحط پاڻي ڪربلا ۾ ڪونه هو    آل پيغمبر تي عسرت اڄ جو هي واقعو ورتيو
ٿـي ڏنـا ايـذاءِ آل مصطفيٰ کي اهـل شام
هيءَ آئيا پـا رڻ ڪهايـا اهلبيت ذوالڪرام
تڏ ٻڌي هي حال ٿيو عباس پاڻي کي روان    شور پيو ارض و سما ۾ ٿي قيامت آنـزمان
ٿي رنو ملڪن ۽ چيو امـر الٰهي الامان    وڃا سڀ واڏون جهلي پاڻيءَ تي لشڪر بيڪران
۽ ڏنـي آئـي سڪينہ مشڪ خالي مير کـي
نـورچشم مرتضيٰ شير خـدا شبير کـي
تڏ هلي آيو ۽ چئين پاڻي جي رخصت مونکي ڏيو    پنهجي پيغمبر جي عترت اڄ مرَ ماريو مونڏيو
آن اوهانجو ڏوہ اي ڏک ڏيندڙؤ تا ڪونہ ڪيو    خط لکي قاصد منهجي پيڏوہ تا ڪوٺي ڪئهو
آل نـبي ايـذاءَ عـترت هـي قيامت قهر آہ
اڄ مرن آل نبي پيو سـارو جـڳ سيراب آہ
هيئن چئي غـازي هلي آيو بميدان وغـا    ڪنهن کي جرأت ڪانہ هئي جوٿئي مقابل شاہ سان
آت ۾ ساري فوج پيادن جي غضنفر ڪئي فنا    پؤ ورائي واڳ لشڪر ۾ وڏي شيرل شجا
ماري سڀ مردود موڏي دشت ڪيئين دريائي خون
تـڏ پهچي سڀ ڏور ٿيا شير خـدا جي شير ڪئون
ڏوم لشڪر جي موڙي ۽ پني وڃي دريا تي دانهن    هو غضنفر شير غازي هيڪلو منجهہ رزم گاہ
مشڪ پاڻي جي ڀري ٿيو روبرار خيمہ گاہ    آت اچي ويرن ورايو شام ڪوفي جـي سپاہ
ماري سڀ مـردود ڪافرڪيا بهادر بـرقـرار
ٿـيا تواڻـي تـڙ ڇڏي پيدين بـاغـي بيوفـار
غرض آن ڪوفين جو آهي قصد پاڻي تي ڪيلو    عمر ڪوفي مصطفيٰ جي آل جو پاڻي جهليو
سڀ ورائي فوج لشڪر آئي ڪوفن ڪوپ ڪيو    آل جو پاڻي جهلائي ڪافرن هي قهر ڪيو
هئي آچـي ويـرن ورايـو آل جي انصار کـي
مينهن تيرن جـو وسائون جنگ ۾ جونجهار کـي

ڏهه هزارين فوج لشڪر مڪڙي سر آو نامدار  پيو وري ڪاهي ڪٽڪ ۾ شير غازي شهسوار
آهي آنجي شان ۾ لاسيفَ اِلاذوالفقار  جيئن مبارز جنگ ۾ ماريا گهڻا ڪافر هزار
سو بهادر دين داور ڪنهن جي مارڻ جو نه هو
پر سڀجي امرِ الهي سر ڏئي صابر رهيو
آنجي همت ۽ شجاعت جو ڪو نه آهي اِنتها  دار دنيا ويو ڇڏي ٿيو داوريِ دارالبقا
سر ڏئي ٿيو سرخرو سڳائي آلِ مصطفي  منصبِ اعلي ۽ عزت يافت از لطفِ خدا
هاڻ اڳتي ڇا چوان هن حادثي جو حسب حال
صبر ڪر "ثابت علي" هي مختصر ناهي مقال

# آج فاطمه فردوس ۾ ڪئي آهي تياري

آج فاطمه فردوس ۾ ڪئي آهي تياري  جبرئيل آمين پنهجي هٿين جوڙيِ عماري
بي بي ڪئون پهچون ڪيڏي سنده آهي سواري  جيئن سير پڇي سينوڪٽي ڪفنيڪري ڪاري
آئون ڏيءَ نبي الله جي ناموس وصي جو
چاليهو ڪنديس پنهجي حسين ابنِ علي جو
بيڪفن و دفن خاڪ ۾ مڙه پياري جو پيو آه  ۽ شام ڪئون عابد ولي سر آنجو وريو آه
۽ غسل جنازي جو سندس وقت به ٿيو آه  ڪوثر ڪئون علي مشڪ ڪلهي پاڻي هليو آه
جبرئيل ڪي چئين شافعِ اُمت ڪي خبر ڪر
هل پنهجي هٿين پنهجي حُسينا جي قبر ڪر
يا سرورِ عالم آئي بُراق تي چڙهجي  ڏس ناقه تي خاتون جي محمل به تي مڙهجي
ڪين عابدِ مظلوم سين هٿي هٿي ڪري ڪڙهجي  ڪين سر وڏيو ڏهئو ڏسي هي مرثيه پڙهجي
گهر ميهرِ نبوت جو مليو خاڪ ۾ هئي هئي
سر خاڪ وسيِ عالمِ افلاڪ ۾ هئي هئي
۽ چنج حسن ڪي هلي ٿي ڪانڌي آدي جو  ڪي ٿل ۽ مزمل پڙهي ڪا فاتحه ڏي جو
قاسم چوي آئون پڻ ڪريان ديدار آبي جو  ڪو ڪاج ۾ جلوه ڏسي سير سهري وڏي جو
اڪبر ڪي ڪري گنجِ شهيدان جو مقامي
اصغر جي ننڍي قبر آهي پهر ۾ نشاني
ماتڪن ڪي به چئيِ آئين به هلو مير جي ماتم  آن شيرِ خدا جي ميٺيِ شبير جي ماتم
دنيا آجهي هر درد جي دلگيرِ جي ماتم  پڙدوه ڪٽل تابعِ تقدير جي ماتم
ڪا زين عباسين به هلي زاري ڪري جا
غمديده مظلوم جي غمخوار ڪري جا

حورن کي ٻه چئي آئين ٻه هلو سيائي پٽر آه   ٻانو ۽ سڪينه آئسي اڄ سخت قهر آه
ڪلثوم ۽ زينب جو ٻــــــو احوال بتر آه   قاسم جي وني؛ جو ٻه پريو خاڪ سين سر آه
آن گڏ هلي آڄ آئين ٻـــــــ تـــــم سر خاڪ وسايو
هڪ هڪ سين هلي منهن ٻٽي رونـي گهري لايو
هٿي هٿي جڏ عابد ولـــي سر شاه جو آيو   ۽ سر کي هٿن تــي رکي ڏڙ ٻـار سڏايو
سر ڏڙ سين ملائڻ جو هو سجاد کي سعيو   تڏ ڏڙ آئي دانهون ڪري عابــد سين آلايو
چاليهين ڏينهن ٻــعــد آيــا آئين ســفــر ڪئون
سر ٻو ملي مر ڀهرين ملين ٻيءَ کي تون سر ڪئون
اي منهجا ميٺا تون سفرِ شام ۾ ڪيئن هٿين   ۽شام جي سرڪش اڳيئون آن گام ۾ ڪيئن هٿين
هيءُ اهلحرم سين نظرِ عام ۾ ڪيئن هٿين   آزار ٻه هٿيءِ سخت تون آرام ۾ ڪيئن هٿين
ڪيئن هٿين منهجـا مظلــوم آيــا آه آيــا آه
مون ناهي خبر ڇـا ٿـي مٿيهن گذريو سندم ساهُ
هٿيءِتوسين سڪينه ٻه کي مونکي ٻه ٿي ساريئين   هٿيءِهٿي آباهٿيءِهٿيءِآبا ڪيئن ڪيونٿي ٻڪاريئين
هٿيءِ ٻانوئي ٻيکس ٻرکي مونکي ٿي سنڀاريئين   قاسم جي وني؛ کي ڪو دلاسو ٿي ڏياريئين
ڪا زينب و ڪلثوم جي زاري ٻـــــ اثر نــاڪ
کي قوم مٿن رحم ڪيو اي منهجا جگر چاڪ
تڏ عابدِ مظلوم ٻيٽي منهن وڌي سر خاڪ   سر خاڪ وجهي خاڪ تي ليٽڻ لڳو دل چاڪ
بيتاب ٿي چئين ڪيائي جگرِ صاحبِ لولاڪ   ڇا ڇا چوان جور و ستمِ گيردشِ افــلاڪ
تون سر ڏنـــي صابـــر ٿـــي هلين جانبِ جنّت
مون شام مسافـر ٿـيــي هــو نيت وقتِ قيامت
هڪ سختي آزار ڪئون بيطاقت و بي تاب   تپ لرزه ڪئون لرزان و طپان بيخورُ و بي خواب
ٻيو آلِ پيمبر جـي اسيري ڪئون جگر آب   ٿيءِ موت ڪم ٿي ڇونڪو ٿي زندگي اسباب
مــون اهڙي عذابين ٿـــي سنده هجــر ۾ جاليو
آن بعد اسيرن کـــي ٻـــــــ سورن ٿـي سنڀاليـو
ڇا شامؔ جون سختيون چوان ڇا راه جون سختيون   ڇا راه ۾ آن قافلــــــ جي ڪاه جون سختيون
ڇا قافلـــــ جي نـــالئہ جانڪاه جون سختيون   ڇا قوم جون سختيون ۽ اسان آه جون سختيون
"ما اُوذِي" آن قـــوم جـــو ايـــذاؤ ستم هـــو
ايـــذاؤ ستم آلِ پيمبر تـــي نـــــ ڪــم هـــو
۽ شام ۾ آن شام جي سرڪش نه ڪيو شرم   هو آلِ پيمبر تي جگر جوش ڪئون دل گرم
هرگز نه ٿي ٿيو تنهجي يتيمن تي ڪڏهن نرم   نــي خوفِ خدا ۽ نه نبي آل ڪئون آزرم
ڪڏ چائين ٿي هي بدر ڪئون هنئــا وير وڏن جا
ڪڏ باغي ۽ سرڪش چئي ٿي چائين هي ڪين جا

ڪڏ چائين ٿي هي سرورِ عالم جو ڏوهٽو   هي حيدر و زهرا جو دلآرام دلاسو
هي اُمتِ عاصيءَ جي شفاعت جو هو ڪاسو   هي نهر لبن صاحب ڀائيءَ جو پياسو
ڇو باغي ٿي ڪيائين بغيءِ هين حد جفا ٿيءِ
جو بيعت حاڪم نه ڪري آنين سزا ٿيءِ

موڙ جو ٿي اي ملعون اسين ۽ تنهنجي بيعت   اسين عترتِ اطهار ۽ تون ناني جي اُمت
تون اهلِ ستمگار آسين مالڪِ جنت   بيعت ڪٿون سنده سوٽ ڀلو واهه شهادت
هي ناهه سزا بل ستم اولادِ علي تي
حق ناهي رضا جيڪي ڪيئي آلِ نبي تي

هيئر ٻڌي اُن شوم ستمگر سڏيو جلاد   جنهن ها سر شبير سين ڪلهجي سر سجاد
حاضر هو فرنگيءَ جو وڪيل اُن ڏسيءِ بيداد   جنهن هي ستم و قيد ڀلا ڪنهن ڀلي اولاد
هن سر ۾ نه سڀ نورِ خدا جلوه‌گر آهي
۽ هنجي ٻيهن جي ٻه آهن آثر آهي

آن جو هي اسانجي نبي الله جي عترت   هي سر شهِ مرسل جو ڏوهٽو شهِ اُمت
هين باغي ٿي بيعت نه ڪئي ڪئين دعوي نياڪت   تڏ سر وڍي آندئون ۽ ٿي ناموس تي ذلت
آن چو اي لعين آه لعين چاهي سنده دين
تو دين ڏٺي پنهجا ڪٿا ڪهڙو رکني ڪين

هي تنهجي نبي آل تون جنين بيعت حاڪم   هن دين جي دعوت ۽ تون جنين دعوتِ حاڪم
وه مذهبِ حاڪم ڇه عجب مياٽت حاڪم   سادات نبوت تون جنين قوتِ حاڪم
اي حاڪمِ ده روزهٔ دنياڻي ڏني آه
تنين دين ۽ دنيا ۾ رکيا رانده درگاه

در ڏيڙ ڪليسا خرِ عيسي جو سُم آهي   سو ساڳيو ڪي ويکو خبرِ راست به ناهي
هر ساڪ ڪٿون هر قوم اچيءِ ڪعبه جيئن ڪاهي   سڀ ڪو اچيءِ سجدا ڪري نوبيءِ سرؤن لاهي
تون پنهجي پيمبر جو ڏوهٽو ٿو ڪهائين
۽ آنجي وري ناني جي اُمت ٿو سڏائين

جڏ آن ڪئي شفاعت تڏ ٿي تنهجي خلاصي   ٿيو عذر ڪٿون آنجي ٻه خجل خلق ڪٿون عاصي
ڪئي آلِ پيمبر جي پڙتل عفو معاصي   صد شڪر جيڪا رب وٺي سڀ خاصئه خاصي
تي شام ڪٿون رخصت ۽ مدني جا مقامي
سر تنهجو وٺي آيا سنده تڙ جو سلامي

تڏ سر کي وٺيءِ لاشه سين لائي ڪري عابد   بابي جي سر و تن کي ميلاني ڪري عابد
سر پنهجي آئي خاڪ وساني ڪري عابد   محشر جي طرح شور مچائي ڪري عابد
پانئين ڪم ڏني ڪفن ڪري دفن جو سعيو
تا غسل جي خاطر علي ڪوثر وٺي آيو

۽ احمد مرسل سين ٻـ سڀ انبيا همراه ٿـيا غسل جـنازي ۾ رفيقان علي شـاه
ملڪوت و سماوات ۾ ٿـيـو غلغلو، آه ڀـرائي، ڪفن ڪيئون قبر صاحب درگاه
، صف صف ٿـي پڙهيئون آه نماز شـه مظلوم
ڪيئون دفن دل و جـان نـبـي ميّت مرحوم

پوء عابد مظلوم سين ڪيئون فاتحه خواني ني فـاتحه خـواني پر محشر جي نشاني
حورصات قيامت جيئن ٿـي فـريـاد و فغاني رت روئـي چيئون اي نـبي الله جا جاني
بيجرم و خطا تـولي ڪٺو اُمت غـدار
اي اُمت عـاصي جـا شفيع و شـه ابـرار

جبرئيل ٿـي چو اي نـبي الله جـا دلبـنـد اي حيـدر صفدر جا جگر فـاطمه فـرزند
سڀ ملڪ ڏٿـي دين ۽ دنيا جا خداونـد ڪئي توتي جفا اهل جفا اي منهجا خـاوند
مـون پيڪيو سنده لـوڏيو ٿي ذيت عرش علا ۾
اڄ تـوکي ڏٺـم سر جدا هين دشت بـلا ۾

حيدر به ٿي هـي هـي ڪري چو هاه آبا هاه اي منهجا دل و جـان و جگر واه آبا واه
بابي جا آبا آٺ ۽ ابي سـاڻ ڪي ڳالهاء ڏس تنهجو آبو تو لـئي آيو رت روئي تو لاء
هـي هـي آبا هـي هـي آبا هي ڪهڙو قهر ٿيو
بيـڏوه ستمگر هـي مٽيهن ڪهڙو سـتـم ڪيو

سر سينو پٽـي چو ٿي حسن هاه ادا هـاه اي منهجا ادا تنهجو ادو تـوتـئون فـدا هاه
ڪيئون خنجر خونخوار سين سر تنهجو جدا هاه اُمت جي جفا ڪهڙي مٽيهن بـار خدا هاه
مون پنهجو تـه قاسم بـه سنده ڪيو هـو فدائي
هي سر به سنده صدقو تـو ڪئي ڪهڙي جدائي

حورن به ڪري حشر ٿـي چـو هـاه حسينا سر خاڪ وجهي چائون ٿـي صد واه حسينا
زهرا ٿـي چيو ضعف ٿـي تـو لاء حسينا اي لعل ڪـي آيل سين بـه ڳالهاء حسينا
آئـون تنهجي امـان فـاطمه فـردوس کئون آئي
اي خاڪ ۾ پيا تـو لئي مـون سر خاڪ وسائي

چئو اڪبر مظلوم سنده ڪاٿـي حسينا ۽ اصـغـر معصوم سـنـده ڪاٿـي حسينا
قـاسم ونـو مغموم سـنـده ڪاٿـي حسينا پـو لشڪر مـرحوم سنده ڪاٿـي حسينا
اي منهجي وڏي ڪوڙم ڏٿـي ڪوڙم ڪٺهايل
هن ڪوڙم مئون ڪو ٻئي بچيو با سڀ ڪٺا گهايل

چئو تنهجي ڳلي ڪيئن وهيو هي خنجر خونخوار ڪيئن سر وڍي نيزي ڌري، نيئون ڏڙ ڪئون ڪري ڌار
ڪيئن شام سفر سر تي لنگهيو ڏڙ بنئون دلدار ڪيئن ڏوڙ ۾ ڌرتي تي پيئين سر بنان سردار
هئي سـر جي نظر نـيزي تـي ڏڙ پـار سـدائين
ڏڙ ٻئي ٿـي ڏٿـي ڪي چيو مـولا تـون ملائين

ڪڏ زينب و ڪلثوم سين زهرا ٿي ڪئي زاري ڪڏ بانوئي بيڪس سين ڪليثين ٻار ٿهاري
قاسم جي ونيءَ ڪاڻ قيامت ڪري ڪاري سر سينو پٽي، سر تي وساپائين ٿي واري

گهر سرورِ ڪونين جي ٿيو شورِ قيامت
هئ شامِ ولايت جو لٽيو صدرِ امامت

عابد ٿي چيو اي منهجا ٻابا شهِ مظلوم اي شاڪرِ تقديرِ خدا صابر مرحوم
سجاد ڪي ڏس ٿنهجي غمِ هجر ڪئون مغموم جيڪي ٿي مٿس گذريو سو سڀ رب کي معلوم

ٻر حڪمِ قضا ۾ سو رضا ري نہ هٽي، دمِ
حق مالڪ و مختار ڪي ڇا درد ۽ ڇا غم

آن بعد آئي ڪيائون وداعِ شهِ سرور ٿيا پار مديني جي روان آلِ پيمبر
جڏ آيا مديني شهِ مظلوم جا ٻي ٻر سڀ شهر ۾ پيو شورِ قيامت جو سراسر

روضي ۾ رسولِ مدني جي ٿي قيامت
تا روزِ قيامت نہ ميٽيءِ آنجي علامت

اي "ثابتِ زوار" تون ڪر مرثيہ خواني هين مرثيہ خواني ۾ تون مسڪين جو ثاني
مسڪين سين شه توکي ڪندو خلد مڪاني ٿيءِ زندهٔ، جاويد بہ اين نام و نشاني

مقبول سندء مرثيہ اي مقبلِ شهدا،
ٿيءِ حشر ۾ محشور تون در محفلِ شهدا.

---

# ڪري زاري ٿي زينب چو ڪہ اي منهجا ادا هئ هئ

ڪري زاري ٿي زينب چو ڪہ اي منهجا ادا هئ هئ م وَ تون رڻ ڏي اي رڻ رلندن يتيمن جا آجها هئ هئ
چوي شہ آئون ويجا جيڏي مسندم سڀ يارويا هئ هئ اوهين ٻرتو اي پرڏيهي سندو حافظ خدا هئ هئ

خدا لڳ ڪيم ڪهڙ زينب جيئڻ منهجو جفا هئ هئ

اجهي اڄ منهجي مارڻ لئي وڃن ميدان ۾ مارو هليا همراه ويا ٻاٽر وڃيا عباس جا ٻازو
ڪسيءِ قاسم جيهو جاني مري اڪبر جيهو مہرو جيئڻ سون ڪيئن جڳائي توهي جڳ ڪنهن سان نہ نباهو

خدا لڳ ڪيم ڪهڙ زينب جيئڻ منهجو جفا هئ هئ

اسان ڪيو ڪاڄ قاسم جو سو قاسم ڪئن خدا ماريو ۽ عبدالله ٻي ٻائس جان حسن المجتبيٰ ماريو.
علي اڪبر نبي صورت سندم يوسف لقا ماريو ادو عباس اسدالله ابنِ مرتضيٰ ماريو

خدا لڳ ڪيم ڪهڙ زينب جيئڻ منهجو جفا هئ هئ

هي ڪوفي ڪلمہ گو ڪافر ڪٺئون ناحق نبي زادا هي شامي اصل ٻي شرما علي اولاد جا اعدا
اسانجا سر ڪندا نيزن چڙهي ٻيلفن ڏڙ صحرا نبي ناموس جي قيدن ڪي نيندا شام واويلا

خدا لڳ ڪيم ڪهڙ زينب جيئڻ منهجو جفا هئ هئ

اسانکي هڻ سڏايو هو سڏائي ڪيئون ستم هيءُ هيءَ — اسين وعدي وفا آيا نه ڪيئون ڪو آنجو غم هيءُ هيءَ
ڪنهن پاڻي بنا پياسا نه ڪن ڪو ظلم ڪم هيءُ هيءَ — پڄهي نت العطش عرشين جي آهون ڪن حرم هيءُ هيءَ

خدا لڳ ڪيم ڪهڙ زينب جيئڻ منهجو جفا هيءُ هيءَ

سڪينه نت سڪين پاڻي سندم چئي العطش بابا — ڏسيءِ عباس آچ مرندي وڃي ماريو لبءِ دريا
لڳي اصغر کي جڏ هيڏکي هليو رڻ جانبءِ اعدا — سندم پاڻي ڪهڙڻ هيءُ هيءَ هڻن هو تير بي پروا

خدا لڳ ڪيم ڪهڙ زينب جيئڻ منهجو جفا هيءُ هيءَ

جي قاسم سر ٻڌم سهرا سو سر سهرن سين نيزي سر — ڏٺيءِ جي ڳل وڳو ڪهنبو سراسر پنهجي رتم تر
ونيءَ سر تي وسي واري ٻنهي سنهن لاهي زر زيور — جوان ڇا حال جيجل جو نه ڳل ڪفني نه چادر سير

خدا لڳ ڪيم ڪهڙ زينب جيئڻ منهجو جفا هيءُ هيءَ

سندم ڪبرا جي ڇا صورت سندس اڪبر ادو ماريو — ۽ اصغر هنج هريل آنجو ٻه پاڻي لئي آڇيو ماريو
اجهاڪا ڀَل نه ٿي ٻني وائيءِ ابس ان رڻ هليو ماريو — ٻڌو آنوقت ويچاريءِ ونو ويو رڻ ڏي سو ماريو

خدا لڳ ڪيم ڪهڙ زينب جيئڻ منهجو جفا هيءُ هيءَ

اسان ڪيو ڪاج قاسم جو سنواري معرڪا مجلس — قضا ڪيو موت جو مارو هليا سڀ همدم و مونس
اسان ٻڻ سر جي سڀڪا قضا سين ڪنهن جو ڪهڙو وس — ڪفن گردن ٻهٽ ڪاتي هليا سڀ خانمان يڪس

خدا لڳ ڪيم ڪهڙ زينب جيئڻ منهجو جفا هيءُ هيءَ

چوَ نمونکي تون بيعت ڪر ڏهي خود بيعتي اصلي — نبيءُ الله جو آنون نائب هي آخر امتي اصلي
نبي زادا تہ آمت جا نہ هرگز طاعتي اصلي — شهادت بيعتون بهتر مراتب جنتي اصلي

خدا لڳ ڪيم ڪهڙ زينب جيئڻ منهجو جفا هيءُ هيءَ

اسانکي هن اطاعت کئون عبادت جو شرف بهتر — ٻنيءِ آمين جي بيعت کئون شهادت جو شرف بهتر
نبوت جو شرف بهتر امامت جو شرف بهتر — ۽ هتي وَس گذارڻ کئون شجاعت جو شرف بهتر

خدا لڳ ڪيم ڪهڙ زينب جيئڻ منهجو جفا هيءُ هيءَ

اسان ڪربل وسن کي نت مديني مصطفيٰ ساري — هي سر نيزيءِ چڙهيا تن کي نجف نت مرتضيٰ ساري
هي بنديءِ شام ويا سي فاطمہ خيرالنسا ساري — سيءِ رب وهلو وطن واري سندن "ثابت" سدا ساري

خدا لڳ ڪيم ڪهڙ زينب جيئڻ منهجو جفا هيءُ هيءَ

## چنڊ چڙهيو ماتم جو موتي تي قيامت تي قيام

چنڊ چڙهيو ماتم جو موتي تي قيامت تي قيام — هيءُ وري جهوليا جهنڊا نڪريا نشان آيا امام
ڪربلا ڪاهيو ڪيلي ڪوڏ ون ڪرڻ لشي تتلعام
هاشمي هاتيڪ هليا هيءُ هيءَ ڪري حملا حشام

آهي عاشوري مهينو اصل کئون ماتم جو آهه    هي ٻَئي، آدم جي حصي آيا ڏم ڏينهن ڏک جا آهه
توڻ ٻه آدم ٿي آدا ڪي رو ته راضي ٿي آلله
هن رَنّ روز، جزا خوشدل ٿي ڪلندا خاص و عام

هي هنجون هيڪ ُهيڪ ُ آئي ماڻڪ موتي منهجا يار    تَنهن جي قيمت قدر چائي ڪونه ڪو ري، ڪردگار
آنجو مُلهه ملندهه صبح فردوس جا باغ و بهار
پوک ري پاڻي نه ڦَٽندي رو ته آکو ڏي انعام

آهي ڏاڍو ڏينهن قيامت جو ڪتابن ڪئي خبر    خلق سب عرصات تي آڻندي ڪري، هَلّ ۽ حشر
نَي ڪفن ڪنهڪي نه ڪنهن کي ستر جامو سر ٻسر
پنهجي پنهجي حال هَيْ هَيْ هوندو حيران هر ڪدام

هڪ طرف دوزخ تپي ڏيندو ڏوهارن کي عذاب    باه جي زنجير ظالم بند هوندا بي حساب
ڪُوڪَنَدي، ڪافر ڪندا يا لَيتَنَي، ڪُنتُ تُراب
يا رسولُ الله رَس اي جڳ اجها عالم امام

جنهن ڪنهين هن جڳ ۾ ڪئي نامحرمن جي منهن نظر    آتا ڪيون نرگس جين نڪري سر ڪان ايندس منجهه سقر
جب ٿيي هوندي مگر جين جَنهن ڪلا ۾ ڪيا گُذر
نار جي نانگن جا هوندا لاپ ڪيندن منهن لڳام

سب ڪنهين کي پنهجي اعمال جو هٿ هوندو ڪتاب    جيڪي ڪيئين جرم و خطا ۽ جيڪي ڪيئين اجر و صواب
ٿيندو آت ميزان ۾ تحقيق تِيلُ تِيلُ جو حساب
ساهي ۽ ڏاڻي ڪئون شاهد هوندا حاضر اڙدهام

سڀ ڪو آت پنهجي عمل نامي کي پڙهندو پنهجي وات    ساري سڀ پنهجون ٻڌيون ري عجز ٻي ڪندو نه بات
ڪو ڪنهين کي ڪم نه ايندو هوندي سڀڪنهن پنهجي تات
پنهجو پوکيو سب ڪو لڻندو توڙي پُختم توڙي خام

هَيْ گهٽائي گهوٽ دل تي داغ، حسرت لاله وار    نَوّ ورن نوشه ڪم جن هٿ پير مينڌي جا سينگار
خاک مئون اٿندا ۽ هوندا درد، دل ڪئون بيقرار
قهر، قهاري ڪئون سب ترسان ۽ لرزان لا ڪلام

هَيْ ٻَنّن ڪئون ٻي ٻري هونديون ڏيٽر ماٽرن ڪئون ڏار    پاٽر پاڻن ڪئون جدا ميت مائٽ هڪٻي جا نه يار
پيمر پيغمبر ٻه وانفسي ڪندا ٻي اختيار
مصطفي وا امّتي چوندو تضرّع سان تمام

آپ تَشُو رڪبين ۽ ڏرتي لومجين لُوهيندي پير    سڀڪوسيني تنهن ڪهر ۾ پنهجي ڀَڏندو ڪاني گهير
ڪو ڪنهين کي ڪونه پچندو رحمت، غفار غير
سب جي سج سر نيزي پاند، ايندو ڪري تاپش تمام

خلق هن خواريءَ ۾ بيڪسر ٿيندي بيتاب و توان  سڀڪو واويلا ڪندو ۽ آهه فرياد و فغان
قَدْ ظَلَمْنَا رَبَّنَا پڙهندا ۽ چوندا الامان
رَبَّنَا فَاغْفِرْ لَنَا يا ذُوالڪرم رَبُّ الانام

حڪم ٿيندن حق جو آدم ڏي وڃو ٻهر دعا  تا صفي الله سندو محشر ۾ ٿي مشڪل ڪشا
تڏ سڀئي آدم ڏي ايندا درد ڪٿون دانهون ڪندا
رت روئندي چوندا اي ڏاڏا اڄ اسين سڀ تنهنجي سام

اي آبا عالم جا اڄ احوال ڏس اولاد جو  داد رس ڪر داد فرزندن جي هن فرياد جو
ڪر ڪا وارث واهه اڄ ويلو اٿئي امداد جو
ڏک ڪٽي روئن جو ڏاڏا ڪيرُ تو ري منجهه قيام

آنکهڙي آدم صفي سڀني مٿان ڪندو آهه سرد  چوندو اي اولاد منهنجا ڇا چوان آئون دل جو درد
مون تي پنهنجي مٿهن وڌي اصلي گنهگاريءَ جي گرد
سا مون اڄ کهڙي مجال آن رهگذر ۾ پايان ڪام

آئون ڏوهاري ڪيئن ٻين جا ڏوهه بخشايان پلو  ڪيئن پريشانيءَ ۾ پنهنجي ٿيان ٻين جو پرجهلو
مونکي طاقت ناهي ۽ هي سُور ڪنهن سهي ڪي سليو
جهن ڪي جرأت هئي جو ٿي حاجت روائي خاص و عام

تڏ مڙني محروم ٿي آدم وٽئون ايندا وري  ايندا هر مرسل جي دَر آزادگي گهوان گهري
تا ڪنهين ڪٿون ڪانه هن دردن جي ٿيندي دلبري
ڪو ڪنهين جي درد جي هرگز پرڙيندو ڪونه هام

امر ايندن سڀ وڃو سردار عالم جي جناب  تا محمد مير جي ڪرمن ڪٿون ٿيو سڀ ڪامياب
آئون دعا آن دوست جي مهرون ڪندس سڀ مستجاب
آن شفيع المذنبين جا سڀ قبول آهن ڪلام

تڏ ٿي سڀ اميدوار ايندا محمد مير ڏي  رحمة للعالمين وارث وسيلي وير ڏي
چوندا اي عالم آجها ڪا عاصين دل ڏير ڏي
هلج مرسل معرڪي ڏک ويل واهر ڪر وريام

تڏ هلي حضرت ڪندو هٿ پائڻ عرش عظيم  سر رکي سجدي ۾ چوندو يا خداوند ڪريم
عفو فرما يا ڪريم العفو ذوالفضل العظيم
ناهي تنهنجي عفو ري آگا خلاصي خاص و عام

رحم ڪر لَا تَقْنَطُوْا مِنْ رَحْمَةِ الله جي سبب  لطف ڪر لاتايئسو جي واسطي وقت تعب
وسعت رحمت جو صدقو لاهه غربا تئون غضب
يَغْفِرُ اللهُ الذُّنُوْبُ آهي سنده صادق ڪلام

امر ايندو رب جو ڪڻ سر مير سجدي ڪنون مٿي، ناهي ڪو محبوب مرسل مون اڳيئون تو هئون مٿي
دوست دستار، شفاعت آهي تو اصلئون سٿي
جيئن تون راضي تيئن ڪندس ڪو شڪ نہ چائج اِن ۾ چام
نور نوري آهين ناميا تون سندم نرمل نجيب سيرُ سيرّي آهين سرور هر زمان همدم حبيب
ان سبب آفنديت مُلڪي آهي تُنهجي حق عجيب
فضل سين فايض فتُرضي آهي تُنهجو احترام
وئون وجي فرزند پنهجي فاطمہ زهرا ڪي آڻ آہ آنجي عدل جي هي سر قيامت خلق ڪاڻ
سر تہ انجي عدل جي ٿـي روبرو تُنهجي رهاڻ
سر تہ نبرن يا نبي جي ڪربلا ٿيا قتلعام
ايندو آندم قبر تي بيبي جي باڻس مصطفيٰ چوندو اي فرزند اٿ ڪر عرض امت جو ابا
آءٌ مظلومن آسان وٽ پنهجي صبرن جي جزا
تُنهجي صبر و شڪر ڪئون آهي شفاعت انتظام
تڏ اٿي ايندي طرف عرصات جي بيبي بتول هوندي مظلومي ڪئون دلبندن جي پنهجي دلملول
چوندي بابا چيا چوان اي ربِّ عالم جا رسول
هي آيا حق منهجي ڏس جيڪي ستم ڪيا اهلِ شام
يا نبي ڏهئي تہ ڏس ڪيئن ڏک ڏني ماريو مٿن منهجا سپ مظلوم ڏس ڪيئن قتل ڪيا ڪوفن ڪٺن
يڪنہ بابا رنجائيءِ آهيان ان رب ڪئون رڻن
يا نبي ناحق سندم عترت سين ٿيا ايذا تمام
هيئن چئي هَئي هَئي ڪندي هٿ پائڻ عرش الله چوندي داور داد رس اي داد رس عالم پناه
اي خدا ڪهڙي خطائون ڪيو تنڙين مون گهر تباه
ظالمن چو ظلم ڪيا اولاد سين منهجي تمام
هَئي حسن منهجي ڪي موذن زهر ڏني ڪيو سبز تن جهن جو جيرو پرزه پرزه ٿي ٻرون ٿيو از بدن
انڪئون پوه ڪوفن ڪٺو هَئي هَئي حسين خون ڪفن
پائن پانئين پائجن ڪڏ ڪربلا ۾ قتلعام
هَئي سندم مظلوم ماريا ڪولي ڪوفن ڪربلا گهر چڏائي رڻ ڳهرايا دشمن ڏيئي دغا
طفل پانيءَ کي تيسائي تير حلقن ۾ هڻيا
سالڪن سين ملڪ جي ناحق رڙهيا نيمڪ حرام
تا چون راوي ڪہ حسب الحڪم قادر بي قصور جبرئيل آڻيندو اندم ناقہ، نور از حضور
ٿي سوار ان تي ڪندي عرصات ڪئون زهرا عبور
حورون حاضر خدمت و غلمان وَ ولدان سب غلام

هٿ عصا روح الامين اڳ ۾ ٿي چوندو وات ڏيو ۽ اکين پنهجن کي ٻڌ اي اهل محشر سڀ ڏکيو
پنهجي پنهجي منهن تي سڀ ڪو رهگذر کٿون ڏور ٿيو
ٿــي اچـي عــرصات خــاتــون دختر خيرالانــام

ٿي اچي عرصات اڄ خاتون جنت پارسا جهن جي حق چو مَنْ اذاها قد آذاني مصطفي
بيگنه آمت رنجائــي هــائــي مظلومــن جـي مــاءُ
در ڌڻــي جـي داد خــواه اولاد ســين پنهجي تمام

هڪ طرف هوندس حسن ڪيو زهر جهن کي سبز تن هڪڙو سنو ستر ٽڪر جيري جا دامن ۾ دڦن
ٻــي طرف هوندس حسين ۾ خــون ڪفن ٻــي سر بدن
هٿ رکي سر در ڌڻــي دانهين هليو ٻــي سر امــام

هڪڙي هٿ سر پنهجو پرخون خنجر خوني ڪيو هاه ٻي هٿ تي علي اصغر جو لاشو سر ڍڪيو
رت ڀــريــو نــانــي جو جُبّو گُل ڪفن پهري هليو
ڀــرزه ڀــرزه تــن ترڇيل سير هــو ٻـه نيزي اژدهــام

سر ٿي ڌڙ کٿون ڌار صابر صبر جالي سڀ جفا نوڪ نيزي کي ڪٿهو ناني جو چاتو نامدار
ڌڙ ٿي هنج نــانــي جي سجهي ٻر ڪامل ڪيو قرار
ڌڙ جــو ٿيو معراج مقتل سر جــو نيزي سير شــام

سو سونهارو سير ڪر رب صلوات چئي جنهن تي سدا منهن رکي منهن تي ٿي نت چو ناني ميرل مرحبا
هــاءِ سو ڪولن ڪهايو ڌڙ کٿون ســر ڏيئي دغا
سر رکي نيزي تــي ڌڙ ڌرتيءَ ڇڏي ويــا ٻــي نظام

سر ٿي ڌڙ کٿون ڌار سر نيزي چڙهي چوهئي فراق ڌڙ ٻـِي ٿي ڌرتيءَ تي تڙفي چو ڪيـهَئي هَئي افتراق
هين ڪي هَن جــو داغ حسرت هَن کي هينجو اشتياق
هينجو رت دائــم روان هنجون اکيون ٻر خــون مُدام

سر ٿي ڌڙ کي چئو آدا وڇڙياسين ويرل وا نصيب هي لکي لوح و قلم هنير ڪٿائي ڪٿي قريب
جيءَ ميليا جانــي مُ وڇڙن هين ويورڙي ڪر عجيب
شــام رت رنُدس آدا تُنهجي ويورڙي صبح و شــام

سر ٿي چو ڌڙ کي آدا هَئي هَئي ستم تقدير هَئي تنهجي قسمت ۾ ڪُسڻ هو تيغ جي تڪبير هَئي
ورنه مون وس تنهجي خدمت تيل نه ڪيو تقصير هَئي
ســر لکئي تنهجي ٿــي صابر ٿــي سٺم زخمن سهام

سر ٿي سُبحان الذي اسريٰ پڙهي نيزي جهلي ڌڙ ٿــي چــو إنا اليه راجعون رت ۾ ٻڏي
سر کي قسمت هو سفر تنهن ري رضا ٻي ڪانه ڪئي
ڌڙ ٻــه پنهجي دفن لئي سجاد کي ســاريــو سدام

سر ٿي، چو منزل بہ منزل شام ڏيو منهجو سفر  نوڪ تي نيزي جي مصحف پڙهندو رهندس رهگذر
ڏڄ ٿـــي وڇڙڻ ويل چـــو اي منهجا همدم هتيءَ تهر
مـــون مديني مـــٿون لـــڏي ڪيو ڪربلا مقتل مقام

جڏهن وڃڙيو سر ۽ ڏڄ محشر ۾ ملندو امر سان  تڏ اچي عرصات آڻندو ڏڄ ۽ سر سڀ خونچڪان
پـــاڻ پٽ پـــاڻيا ۽ پـــاڻ نـــامور سڀ نـــوجوان
ڪِرد سڀ ڪنج، شـهـيـدان خـــاص خيل، ذوالڪرام

هڪ طرف منهن مصطفيٰ جهڙو علي اڪبر امير  رت پـريـو روشن لقا مـــاه شرف بدر، منير
ٻـــي طـــرف هنج ۾ ڍليـــو لاشـــو علي اصغر صغير
پٽ ۾ قـــاسم ڪتخدا سڀ جڄ سين سنهري آيـــو جام

هاڻ هن صورت ۾ جهندم حشر ۾ ايندو حسين  تڏ ڏسي نانس نبي هتيءَ هتيءَ ڪندو يا شورشين
چـــوندو بـــابـــا مرحبا اي روح روحـــي نـــور عيـــن
چئو آبـــا مون بعد ڇـــا گذريو مٿنهن صـــابر امام

اي ابا مون ڪيو مٿنهن فرزند کي پنهجي فدا  ۽ بہ نت اُمت سين ڪيم ميٺڊ سنڌم يارت سدا
هـــاڻ هي مـــون بعد ميرل سر تـــي جاليئي سڀ جفا
مـــون سنڌم دردوُن سـدا ٿـــي رت رنـــو دارالسّلام

اي منهجا مئار مـــوهن مير مظلومان حسين  نـــاز پرور نـــاني جا مهندار محرومان حسين
عـــابـــد و اصـغـــر آجـهـا غمخوار، مغمومـــان حُسين
اي آبا ڏک تنهجي ڏس مون سر ڪئي اَج ڪاري قيام

پـــر آبـــا اُمت جو اَج احوال ڏس آهي تباه  تنهن ۾ تون آهين آبا داور جي درگهہ داد خواه
خـــون بها ڪئون آهـــي اَج تنهجي خلاصي جـــي پناه
تـــون شهادت شڪر ڪر مـــون ٿـــي شفاعت انتظام

حضرت خاتون کي اِڻ چوندو ڪم بابا صبر ڪر  جيئن ٿي صبروشڪر ۾ سڀ عمر جاليئي خون جگر
هـــاڻ پڻ هن امـــر ۾ حڪم قضا تـــي ڏيـــان ڌر
خـــون بها بخشين تـــہ ٿي بند خلاص، خـــاص و عـــام

پس تہ جڏ بيبيءَ ڪئون بخشائيندو بابس خون بہا  تڏ سزا اهل، ستم کي ٿيندي ظلمن جي جزا
جنت، فـــردوس اعليٰ هـــوندي جڳ والين جـــي جـــا
آن ســـوا فـضـل، الٰهي بـعـد عـفـــو، انـتـقـام

مجرمـــان، اُمت، مـــرحـــوم کي ٿيندي نجات  مومنن کي مَر هي جنت ماڳ، جي ملندي برات
ماتيمين کي مصطفيٰ حسنين ڪـٿـون ڏيـــاريـــندو ثات،
تين مين ڪڏ "ثابت علي" ميڊڦون ڪندو سجدا سلام.

# اي خدا جا لاڏلا سردار سرور يا حسين!

اي خدا جا لاڏلا سردار سرور يا حسين مصطفيٰ جا ساه نيڻ ٺار دلبر يا حسين
مرتضيٰ سهنجو نياڻي جيءَ برابر يا حسين
ظالمن ناحق رنجائيءَ واهه پر پر يا حسين

تنهجو نانو مصطفيٰ سردار جمله مرسلن مرتضيٰ بيءَ تنهجو شير، حق امام انس و جن
قدر تنهجو ڪربلا ۾ ڪين ڄاتو ڪافرن
وٺي مٿي چوڌار ٿهري ڪار لشڪر يتا حسين

ننڍڙي ڏينهن توکي نبي پنهجي ڪلهي تي چاڙهيو منجهه مديني تي گهميو تو شاهه ڪئون دلشاد ٿيو
جابر انصاري ڏٺي هن حال ۾ توکي چيو
وه ڀلي گهوڙي چڙهين اي نيڪ نينگر يا حسين

منهنڪري تنهن ڏي نبي فرمايو اي جابر نهار آئون ڀلو گهوڙو آهيان ۽ هي ڀلو آهي سوار
هي پرين آهي گهڻو پيارو اگهئون پروردگار
هي شرف تنهجا اول ڪئون تا ۾ آخر يا حسين

ترڪ دنيا راس ڪل عبادت، اختيار ڪيو نتر ۽ فاقو مڙهوني پاڻ تي هموار ڪيو
ٿي مجاور مصطفيٰ جو دين تي اظهار ڪيو
ٿي، گذاريو گوشه، خلوت ۾ يڪسر ۾ يا حسين

دشمنن جي دؤر ۾ تيت ڀي رهڻ دشوار ٿيو ظالمن جي ظلم ڪئون وطنئون لڏڻ لاچار ٿيو
طرف مڪي، جي مسافر ٿي هاڻ اختيار ٿيو
رت رنو توکي ٿي مڪن مسافر يا حسين

تنهجي وڇڙڻ ڪئون مديني ۾ قيامت ٿي قيام روڄ پيو گهر گهر ۾ غمگين ٿيا مڙيئي خاص و عام
جڏ اچي روضي ۾ ناني جي ڏنوهه رُنندي سلام
مصطفيٰ چو آءُ دل جا دوست دلبر يا حسين

اي جگر جاني خدا جا لاڏلا پيارا پسر وير ڪئون وير جي ويچارا مسافر خون جگر
دشمنن جي دؤر ۾ تو سر لکايو هي سفر
مڙس ٿي هن محنتن ۾ رهڄ صابر يا حسين

نور نيڻ ٺار ناني تي نياڻي ناز سين رات ڏينهن تنهجون رضائون ٿي ڪيئن سيءِ راز سين
ظالمن جي ظلم ڪئون سيرين سفر جي ساز سين
الوداع هي، هي، نبي جا پٽ مسافر يا حسين

موڪلائي مڙني کئون مانجهي مسافر ٿي هليو   مير مڪي مٿون مديني کئون مهاجر ٿي هليو
ٿي رضا تي راضي ڪعبي جو مجاور ٿي هليو
خلق خوش ٿي چو ڪه آه سردار سرور يا حسين

ڪوفين ڪوڙا نياپا ٻٽي ٻه ٻٽي توڏي مُڪا   ڪ اي امام المسلمين ڏهٽا نبي جا هيڏي آ
تنهجي قدمن جي اسانکي آرزو آهي سدا
تون امير آهين اسين سڀ تنهجو لشڪر يا حسين

قاصدن جو قاصدن تي هو مڙني رستو لڳو   ٻٽي ٻه ٻٽي نامن تي نامن جو اچي انبوه ٿيو
توکي جو رتبو شهادت جو ازل کئون هو لکيو
هي جفاؤن هي بلاؤن ٿيون مقدر يا حسين

تي رضا تي راضي ۽ سيد سفر جو ساز ڪيو   هُن دغابازن جي دعوت جو مڃڻ لاچار ٿيو
اهل ۽ اطفال سڀ هادي ڪري همره هليو
اڳ ۾ عزرائيل ٿيو سونهون مقرر يا حسين

قافلا سالار امت قافلو ڪاهي هليو   هُن طرف ڪوفن ۽ شامن جي ڪٽڪ ۾ ميڙ ٿيو
موت ۽ تقدير هئي حالت ڏسي هڪ ٻي کي چو
هٿي ڪٿهن ٿا ڪوهي ڪعبي جو ڪبوتر يا حسن

شاه بازِ آشيانهِ جسم و جانِ مصطفيٰ   مرغ دست آموزِ حيدر گوهرِ خيرالنسا
بلبلِ دستانِ باغِ انبيا و اوليا
ظلم جي ڦاهيءَ ۾ ڦاٿو واهه ڀر ڀر يا حسين

هٿي هليا ڪوفيا ولهن جي واعدن تي ور ڪري   هُو سيني سنبريا مسافر مير تي لشڪر ڪري
هي هليا هُنجي هدايت ڪان ڏک ڀرسر ڪري
هو آيا هنجي عداوت ڪان يڪسر يا حسين

منزلن تي منزلون ڪاهياؤن ٿي تا ازقضا   ٿيو گذارو قافلي جو بر زمينِ ڪربلا
شاه جي گهوڙي جو اٽڪيو پير پٽ ۾ هٿي بلا
شور پيو ارض و سما ۾ مثلِ محشر يا حسين

شاه چو هين پٽ جو ڇا هي، ناءُ اي يارو ٻڌايو   عرض ڪيو يارن ڪه آهي ڪربلا ناءُ هين سندو
شاه جڏ هين ڪربلا جو ناءُ يارن کئون ٻڌو
پيو لهي گهوڙي تئون چئين الله اڪبر يا حسين

آوليو جهوڪيو آلن کي ساٿيو سنبري ورهو   هين اسانجي قافلي جو پير هين پٽ ۾ پيو
جنهن ۾ سر وڃبا ۽ سڀ اسباب لٽبا جنوبجو
ٿيءُ ٻچن جا مرندا، پاڻن جا برادر يا حسين

ھاءِ ھين پٽ ۽ رفيقو رت اسانجا ھاربا  مير ٿي مظلوم ھين موذن ھٿون ھيتِ ماربا
واءِ سر وڍيا ۽ گھر لٽبا ۽ تنبو ساڙيا
سار پاڪاري ڪندا ھتِ خاڪ برسر يا حسين
مصطفيٰ جي باغ جا وڻ ھيت وڍيندا ھي وڍيل  مرتضيٰ جامن موھن سڀ ڪوئي ڪُھنداھي ڪُٺل
طفل پاڻي کي سِڪائي تير ھڻندا ھي تڙپيل
ھي ڪندا قتلعام ھيت اولادِ حيدر يا حسين
مسلمِ مظلوم جا معصوم ھت مرندا تمام  جعفرِ طيار جي پيارن جا ھت ٿيندا مقام
ڪور ڪوفي ھت ڪندا ھن قافلي تي قتلعام
شوم شامي ھت ڪندا سردار بي سر يا حسين
بار بگشائيد ڪه اينجا خونِ ماخواھند ريخت  آبروئي ما به خاڪِ ڪربلا خواھند ريخت
ھر گلِ ڪز باغِ دين است از جفا خواھند ريخت
از تگرگ تير و برقِ تيغ و خنجر يا حسين
پيو لھي گھوڙي تون سرور آنڪه رضا بقضا ڪري  موت جو مھمان وڃي خيمي کي برپا ڪريو
ڪور ڪوفي شوم شامي سڀ آئيا حملا ڪري
ھي ھليا موذي ميڙي مارڻ مسافر يا حسين
وير کي ويڙھيائون وچ ۾ جنگ تي ٿيا جانگير  سامھان ٿيا شير جيءِ ڪوفي ڪتا شامي شرير
موت جا مارو وڳا جنگي نقارا ۽ نفير
ڪربلا ۾ ٿيو ڪسڻ جو ڪوس اڪبر يا حسين
يا ستم جا سيلھ چائن يا رنجاين جا جگر  يا جٺا چائن شھيدن جا ويا تيغ و تبر
آئون نه چاھان ڪيئن چوان ھن ماجرا جي سربسر
ناھي طاقت تا لکان ھي حال يڪسر يا حسين
خابرو ٿيا موت جا خبرون رسائن شاھ کي  اِڻما جي باغ جي نخل بُريدهٔ الله کي
گلشنِ ايمان جي ريحانِ رسول الله کي
ڪاٽي نبي جا نور نيڻن ٺار دلبر يا حسين
ھينطرف قاسم ڪُٺو ھُن ھنڌ علي اڪبر ڪُٺو  ھينطرف عباس مو ھُت عون ۽ جعفر ڪُٺو
ھيت ڪيرياٰ مسلم جا پٽ ھُت احمد ۽ اصغر ڪريو
سڀ لڏيا ساٿي آئي تون ٻلي سفر ڪر يا حسين
بانِ ياٺين ياڃن سيني لڏيو آٿ تون به لڏ  سر وڏائي پاڻ کي پنھجن پيارن ساڻ گڏ
ڪربلا ٿي شھر خاموشان اجي ھيت تون به اڏ
شھر ريءِ سردار ڪونھي آءُ سرور يا حسين

جڏهن لڳ ڪهائي پنهنجا وارا ٿيا سهڻي مٿي خرو هيڪلو ٿيو شاه حملو ڪيو ڪٿن از چار سو
مينهن ۾ تيرن جي جڏهن ٿيو شاه زخمي مُو ٻه مُو
ضعف ٿي پٽ تي ڪريو گهوڙي تئون سرور يا حسين
هر طرف نيگريست جز حق آشنائي را نديد خويش را مي ديد تنها زار آه مي ڪشيد
تادم آخر شد و شمر بد اختر در رسيد
از پئي قتلش ڪشيده تيغ و خنجر يا حسين
آخر آن مظلوم جو سر شمر ظالم ڪيو جدا چاڙهي نيزي تي ڪيائون قوم جو قبله نما
سر شهيدن جا جڏهن نيزن مٿي چاڙهڻ لڳا
حشر ٿيو نيزي چڙهيو خورشيد انور يا حسين
وا ڪرد آلوده زلفن جا ڪري لوهو ۾ لال رت پريو منهن ڪيو مديني ڏي نبي جي نونهال
يا رسول الله ڏس پنهنجن پيارن جو حوال
ٿي لکيئي جن جي وصيت ڪاڻ دفتر يا حسين
پاڪ پيشاني ڪه جنهن کي ٿي چميئي نت چاه سان برزه برزه ٿي رهي تيرن تيکن جي تاڪ سان
رت پريا چپ جي ڪڏهن چمندو نه ڍائين ڍاڪ سان
ظالمن ڪيا ضايع و خسته ٻه خنجر يا حسين
هي جثو جنهن کي ڍڪائي خلعتون ٿي خوب تر سر لٿي لاشي کي نيئي ڪامل ڪفن ڏئي دفن ڪر
مينهن جا قطرا ڪه جنهن تي ڪين سهندو هئين مگر
تير باران تنهن تي ڪيو ڪوفي جي لشڪر يا حسين
هي سنهارو سير ڪه سينو تنهنجو جنهنجي جاءِ هو دت حمايت جو سندئي جنهن سر سدا قرندو رهيو
هاڻ خولي خر ڀڄي جي نيزي سو جهلندو ڏسو
يا محمد ناز ڪر ٻـي ڪانهي واهر يا حسين
صبر ڪر "ثابت علي" هي واقعو آهي وڏو سر جي مظلوم سر کي نيزي تي معراج ٿيو
هي ذبيح الله ڪرڏن ڪافرن ڪولي ڪٺو
ٿيندو سڀ اُمت جو شافع روز محشر يا حسين
راه مهرش رو ڪه بس باشد ترا اين رهنمون هر ڪجا ذڪرش بود از ديده بڪشا جوئي خون
از دل بريان بگو إنا إليه الراجعون
تا دهد از دست خويشت جام ڪوثر يا حسين

# شاهه رڻ سنهيو ۽ فرمايئين عزيزان يا نصيب

شاهه رڻ سنهيو ۽ فرمايئين عزيزان يا نصيب    اي نبيﷺ جا ناموس نالان يا نصيب
جيسين هو سنجوڳ قسمت هو ٻه سامان يا نصيب
هاڻ سڀ پرتوُ خدا کي حق جو فرمان يا نصيب

جان‌حياتي‌دم‌هوتا هڪ هڪ‌سين ڪيم‌مهر و وفا    دوستن سر ساهه صدقو دشمنن صلح و صفا
هاڻ تيا هي سر تي سنهري آيا هي اهلِ جفا
بس رضا رب جي قبول ۽ ڪهڙو درمان يا نصيب

ناني بابي بعد مون ناني جو هي ناموس تنگ    پنهجي‌وس‌هرگزنه‌ڪيم‌ڪنهن‌طرح‌ٻيو‌دل‌۾‌تنگ
هاڻ نيرنگِ زمانه هن طرح ڏيکاريو رنگ
آهه دائم ناهي يڪسان ڪارِ دوران يا نصيب

هاڻ‌سڀ‌ڪنهن‌پنهجي‌قسمت‌سڀ‌ڪنهن‌پنهجو‌نصيب    ربؐ خالق سڀ جو رازق‌جاوٽيس‌ساسڀ‌عجيب
مون رَضِينا بِالْقَضا جنهن سر ٻجو حڪمِ حبيب
ڪين جي سر خنجر ۽ ڪين حق قيدِ زندان يا نصيب

مون کي آج ناني جي اُمت ماري سر نيزي ڌري    بابي جي دستار ۽ ناني جو جُبّو رت ڀري
پنهجي پيغمبر جي هن ناموس کي قيدي ڪري
قَدْ قَتَلْنَا الْقَوم چوندا ٿيا پشيمان يا نصيب

خيمہِ عصمت لٽي باهيون هي ڏيندا پيا    عابدِ بيمار جو بستر بہ نيندا حق هٿيا
ڪهر لٽين جي اڳ ۾ هي سر يا برهنہ پياده پيا
چوندا هي آلِ رسُل صبرِ رسولان يا نصيب

۽ هو سُبحانَ الّذي اَسريٰ جا سڀ معراجدار    ۽ اوهين لولاڪ صاحب صدر جا سڀ تاجدار
غير ذي زَرْعٍ جا وادي راج جا آئين راجدار
ڪين جا سِر سر نيزي ڪين سر سينہ عريان يا نصيب

آئين جي صُبّت اَلْمَصائِب جااوهين صاحب‌عزا    آهيو ما آوذيءِ رَضِينا جا طلبگارِ جزا
جي ڪي يُؤْذُونَ الرَّسول، الله آنکي ڏي سزا
سڀ جو محشر داد حق ذوالعدل و احسان يا نصيب

عدل ڪر قاتل سنده لَعنتو عنايِ لفظ اَلْمسيح    فضل ڪر ۽ سڀ خليل ۽ سڀ مسيح ۽ سڀ ذبيح
مثل يوسف جسي صبيح ۽ مثلِ محمدؐ جسي مليح
آن تہ سڀ کئي ختم ز اول تا بہ پايان يا نصيب

ڪهيعص آه ذڪر ۾ آنجي بيان  آه قد ظهر الفساد؛ قتل آنجو ٿيو عيان
ڪلمہ گو ڪفار آمت ڪوفيان و شاميان
قتل ڪيئون عترت پڙهي ڪلمہ ۽ قرآن يا نصيب

جي هي سر نيزه تي سبحان الذي اسريٰ جو شان  جي هي ڏڙ پيڊفن تا اِنّا اِليہ آنجو مڪان
هن تي سڀ هموار هي صابر ۽ شاڪر در زمان
جيڪا سر گذري سا گذري سيئي گذران يا نصيب

جي هي قاسم گهوٽ ٽڙ ورتہ ۾ ماريو ناهي غم  آنجي شادي ۽ شهادت ۾ نہ تِل ڪو ترس دم
سيرہ ٻڌي سهرا ۽ سر نيزي جهلائڻ هينجون ڪم
آنکي ڪڏ براق ڪڏ نيزن جي نوڪان يا نصيب

هي علي اڪبر نبيؐ الله جي صورت شڪل شان  منهن ڏسي بابس ٿي چو هي منهجي ناني جو نشان
جي هي سر نيزه تہ نيزه ٻاندر سچ آتش فشان
جنهجي تنو ڪئون عرش و ڪرسي سيئي سوزان يا نصيب

هي علي اصغر جو هو نهرہ لبن جو شير خوار  ساقيؐ ڪوثر جو پوٽو جي آيو ماريو نہ عار
هي سدا قسمت تي قانع روزه دار ۽ فاقہ دار
هن لبن ڪڏ شير ۽ ڪڏ آبہ پيڪان يا نصيب

آج جي عباسہ علي ڏسي خضرہ اولادہ علي  مشڪ مونڊي پاني ٿي دريا تي دريا دل ٻلي
ٻر تي ٻني بازو ڪپائي رڻ رهي تا ٻڻ پلي
جعفرہ طيار پوئو سڀ تي شادان يا نصيب

آه جڏ سرور سيڏاريو الوداع چئي آل کي  آل تي احوال پيو هيؐ هيؐ ڏسي هن حال کي
سر ٻيئي، ٿي چائون آنَ لولاڪ صاحب لعل کي
آه اي لجپال ڏس حالہ يتيمان يا نصيب

ڪڏ مديني منهن ڪري، فرياد ڪن وا مصطفيٰ  ڪا اسانجي واه ڪر اي عالمن جا آسرا
ڪڏ نجف پاسي نهاري چوَن يا شيرہ خدا
ڪر خدا خاطر مدد آج وقت احسان يا نصيب

هڪ طرف قاسم وني نٿ لاهي سر واري وسائي  ٻيطرف ٻانهين پيچي چئيہ بيبي بانو هاء هائي
ڪنهن جي وائي وا حسينا ڪنهجي وائي واه وائي
خاندانہ مصطفيٰ هو خانہ ويران يا نصيب

ڪڏ چون عابد کي اي بيمار اولادہ رسول  پنهجي بيماري سين ڪر تيمار اولادہ رسول
تو بنا اج ناه ڪو غمخوار اولادہ رسول
اي رسول الله جا جاني ڪهڙو درمان يا نصيب

آه جڏ سرور کي ماري سر وڍيو اهلِ شام ٿاڦلو ڦيدين جو ڪوفي ڏي ملايو اهلِ شام
سِڀني سر نيزي تي چاڙهي شام ڪاهيو اهلِ شام
حشر ڪيا حورن ڏسي حالِ يتيمان يا حسين

عابدِ بيمار کي چئون وٺ اُٺن جي هٿ مهار شانُ شهزاداڻو ڇڏ ڪر ماروانـي اختيار
جيئن ٿي اُن مظلوم هيُ هيُ ڪيو رُنو رت زار زار
تيئن ٿي چئون ڇڏ زاري و ضعفِ ضعيفان يا نصيب

منهن ڪري بابي جي سر ڏي چئين ٿي اي بابا امام ڏس هي تنهنجي عابدين کي ڪيئن ستايو اهلِ شام
تنَ ۾ طاقت ناهي ڪا ٻلُ، ٿيو توانائـي تمام
سر مري توکي ملان ٿي مشڪل آسان يا نصيب

سر ڏسي ٻيءُ جو سڪينه چئي اي نيزي جا سوار آهُ ٻه تنهنجي هنج هرپل ڪا منهنجي ٻن جهولي جي وار
ڪيئن ڳلي خنجر وهيو ڪيئن رت پريا گيسن جا وار
اڄ نه مون تو هنج نه جهولي وائي هجران يا نصيب

ڪڏ ڏسي اڪبر جو منهن چئي اي منهنجا سوهڻي آدا تو آدا مونکي اي جئين ٿي سڪن پاليو سدا
ڏس سڪن پالي سڪينه ڏک ڏسي چئي يـا خدا
آڄ اسان صبحِ وطـن شامِ غريبان يـا نصيب

ڪڏ ڏسي قاسم جي سر ڏي سر پٽي چئي هاه هاه هي منهجو نوشه آدو نو ورنه ماريو واه واه
گهر ونـيِ سينگار ساڙي سڀ تـي واري وساه
کهوٽ سر سهرا ٻڌي رڻ کهايو گهمسان يا نصيب

ڪڏ ڏسيِ عابد جي صورت چئي هي آزارِ اسير اي نبي جي آل جا وارث امير ابـن الامير
شال رب وارثي وطـن اي دل ڏکين جا دستگير
هل مديني مير گهوريو شام زنـدان يـا نصيب

صبر "ثابت ڪربلائي" ڪربلا غم نا تمام ڪربلا جو شاه سرور شاڪر و صابر امام
تون ٻه چئو اُن شه تي صبح وشام صلوات و سلام
نيعم آجرُ الصّابرين چئو حڪم سبحان يا نصيب

# حسين ابنِ علي جو غم محمد مصطفىٰ جاڻي

حسين ابنِ علي جو غم محمّد مصطفيٰ جاڻي وٽّيا اُنجو ابـو مولىٰ علي المرتضيٰ جاڻـي
حسن جاڻي هـي غـم يا حضرتِ خيرالنسا جاڻي
ويا هي گذريو جنهن تي سوني شاهِ ڪربـلا جاڻي

حسين ابن، علي آهي رسول، الله جو جاني  حسين ابن، علي آهي نبي الله جي نيشاني
حسين ابن، علي آهي محمد مير جو ثاني
حسين ابن، علي جي قدر رتبي کي خدا ڄاڻي
حسين ابن، علي لئي مصطفيٰ فردوس ماتم ڪيو  حسين ابن، علي لئي مرتضيٰ بيحال ٿي غم ڪيو
حسين ابن، علي جي غم دل، عالم کي برهم ڪيو
حسين ابن، علي جو درد عالم لا دوا ڄاڻي
عزيزو جڏ حسين ابن علي حيدر جي گهر ڄايو  نبي ڏنهن خوش خبر جبرئيل جنت مؤن ولي آيو
محمد شڪر چئي ريحان روحي، آن کي فرمايو
سو هن ريحان روح، مصطفيٰ کي مرتضيٰ ڄاڻي
عزيزو مصطفيٰ ريحان پنهجو هو سڪن پاليو  عزيزو مصطفيٰ آن ذي ٿي دائم مهر مؤن پاليو
سو هن ريحان روح، مصطفيٰ تنهن قهر مثون جاليو
ڪم جنهن قهر و ستم کي تا قيامت جڳ سدا ڄاڻي
نبي آذڪرٗ ڪمٗ الله چئيٗ ٿي آنکي اهليتي جو  خدا آبنا ءنا آبنا ڪم حق آنجي نازل ڪيو
وفي، الجنات، تهرا مين لتبن، آن واسطي خلقيو
خدا جو سنهن ڪم هي مذڪور سب خلق، خدا ڄاڻي
عزيزومصطفيٰ پٽ پنهجوهن پياري تئون قربان ڪيو  عزيزومصطفيٰ جي پنهجوهن تئون صدقه، جان ڪيو
عزيزو مصطفيٰ هين جي محبت فرض ايمان ڪيو
سو هن محبوب، پيغمبر جو منصب مرتضيٰ ڄاڻي
عزيزو هيڪي پيغمبر ٿي چو اي دل جگر جاني  عزيزو هنکي حيدر ٿي چو اي مرسل جي نيشاني
سو هي مرسل نشاني ڪربلا ٿيو واٺي قرباني
ذبيح الله عترت آنکي جمله انبيا ڄاڻي
عزيزو جڏ هي ريحان، محمد ڪربلا آيو  بهشتي نهر جو مالڪ سنن پاڻي کي ترسايو
عمر ملعد کي آن سرور سڏي هين طرح فرمايو
اي ابن، سعد نحس اي رسم مڪو نا روا ڄاڻي
هي پاڻي مومن ومشرڪ تي خالق ڪيو حلال آهي  يهودي گبر و ترسا سڀڪو سيراب، زلال آهي
۽ ڏس هين ساقي ڪوثر جي پياسن تي زوال آهي
اي ظالم هين ستم کي سارو جڳ جور و جفا ڄاڻي
عمر اڄ مصطفيٰ جي آل ٿو پاڻي کي ترسائين  عمر اڄ مرتضيٰ اولاد ٿو بيڏوه مارائين
عمر ايذائي آل: مصطفيٰ سب سيهل ٿو پسائين
ڪو آخر شرم ڪر ڪافر ڪنهي، مرندين خدا ڄاڻي

عمر باغِ فدڪ جا هن ميٺن ميوا نہ کاڌا هئا  عمر مُحسن جا ڏُک هن دلڏکوين کي برڏاڍاهئا
عمر هي دعويٰ ميراث مسند ڪئون سڏاريا هئا
هي وارث مصطفيٰ جا تين جو ورثو مصطفيٰ ڄاڻي
عمر هي فاطمہ فرزند آهن توتي فريادي  عمر هن پيڪسن تي ڪيم ڪر پيڏوه بيدادي
عمر آلِ محمد جي مَ ڪر ويران آبادي
مديني مالڪن جو درد دشتِ ڪربلا ڄاڻي
عمر هي مصطفيٰ جا رحمتي ريحان روحي ڏِس  عمر هي مرتضيٰ جا ڪالسّفينہ مثل نوحي ڏِس
عمر آلِ نبي جي آه هر شام و صبوحي ڏِس
عمر عالمُ سنده اهڙي مسلماني کي ڇا ڄاڻي
عمر تون دوزخي زقّوم لئي طوبيٰ وڃائين ٿو  عمر تون اميّن لئي آلِ هاشم سڀ ڪُهائين ٿو
عمر تون معويہ پُٽ لئي علي عترت ستائين ٿو
نبي تنهجو مڪان في النّار وَالتّحتُ الثّريٰ ڄاڻي
عمر جو يا حسين ابنِ علي ٿي بہ رضا راضي  بنا بيعت نہ پيندين پاڻي هنيرِ ٿيءِ قضا قاضي
تون بيعت ڪر اجي اي شاهِ چِڙ لايذڪرالمّاضي
خدا ڄاڻي ٿو شاميءِ توتي پاڻي ناروا ڄاڻي
حسين ابنِ علي جو وَ تون ڪنا تون ۽ تنهجو شامي  نبي الله جي نائب ڏنهن مَ ٿي بيعت جو پيغامي
اسانجي بيعت آهي دين جيءِ نعمت جي اتمامي
هي اَتْمَمْتُ عَلَيْكُم نِعمتيءِ کي انڌا ڄاڻي
عمر بيعت اسانجي فرض ڪئي قرآن ۾ خالق  يَدُ اللهِ فَوقَ اَيْدِيهِمْ اسانجي ٿي ثنا صادق
يُطَهِّرُكُمْ ۽ تَطهيرا اسانجي آيتِ ناطق
اسانکي اِنّما ڄاڻي اسانکي هَل اَتيٰ ڄاڻي
عمر ڪيئن ٿو ڪرين تڪليف بيعت جي اسانکي تون  سڀائين ڪين ٿو ڪافر اسانجي عز و شان کي تون
ڪرين ٿو قطعُ ڪر اُميد فردوسِ جنان کي تون
تہ سِجْنُ المُؤمنين دنيا بہ نسلِ انبيا ڄاڻي
حسين آندم عزيزن کي سڏي فرمايو اي يارو  عمرَ دنيا قبولي آئين قبوليو دين ديندارو
عمر دوزخ سهايو ۽ اوهان جو جنتين وارو
اوهان جي درگہِ عالي کي جڳ دارالشفا ڄاڻي
اي يارو اَج اوهين پياسا ٿيءِ جنت ڏي سڏاريندو  اوهان پياسن کي پاڻي ساقئ ڪوثر پياريندو
عمر آخر اوهانکي تيشنہ لب بيتاب ماره ڇندو
عمر آنجو ڪهڻ ٿو فرض واجب بي قضا ڄاڻي

عمر آنکي کهائي سر وڍي نيزن تي چاڙهيندو عمر خيما لٽائي آنجو سڀ اسباب ساڙيندو
عمر هرگز اوهان تي رحم کو قطرو نه آڻيندو
رَضِينابِالقضا چنجو قضا آنجي رضا چائي
حسين تشنه لب جايار سڀ لب تشنه دل بريان سڀئي سرورجون ٻالهيون ٿياڪين کئون رت هنجون گريان
اکين کئون آن آداين جي ٿي کيو خون جگر جريان
سندن خون جگر اڄ سرور خونين قبا چائي
عزيزو روز عاشوره عجب روز قيامت هو نبي الله جي نائب جو به روز استقامت هو
حسين ابن علي جو صاحب صدر و کرامت هو
پڙهي نَصرٌمِنَ الله ٿيو صف آرا لاڻي چائي
بهادر بوترابي هاشمي ٿيا صف به صف تيار فلڪ تي لا فتي اِلاّ علي جبرئيل کيو تڪرار
فَرِيقٌ فِي الجَنَّة فَرِيقٌ فِي السَّقَر اشرار
وڙهيا بيصرفي جنجو ذکر عالم دائما چائي
نبيﷺ جي آل تي کوفي جي لشکر قتل کيا کاري سياه شام اولاد عليؑ تي کئي ستمگاري
حسيني فوج هَيْ هَيْ کربلا ۾ قتل ٿي ساري
سزا آن ظلم جي محشر ۾ عدل کبريا چائي
شها "ثابت علي" زوار تنهجو کربلائي ٿيو هزاران شکر تنهجي کربلائن جو فدائي ٿيو
محب و جعفري شيعو موالي مرتضائي ٿيو،
نبي چائي، علي چائي ۽ شاه کربلا چائي.

# اي مومنو مڙي ٻڌو هي خون ماجرا

اي مومنو مڙي ٻڌو هي خون ماجرا سبٽون ٻاو خدا جو هو محبوب مصطفيٰ
آنجو وصي شير خدا مير مرتضيٰ
آنجا جگر حسين و حسن سلامُ هما
اهڙا ٻئي شيهر کرامت جا آفتاب اهڙا ٿي آسمان ولايت جا ماهتاب
پيغمبريﷺ جي باغ جا ريحان ۽ گلاب
هڪ اِنّما سرير ۽ ٻيو هل اتي ثنا
حضرت حسن امام زمن نور پنجتن هين ظالمن جي ظلم کئون ٿيو سبز پيرهن
حضرت حسين سيد مظلوم خون ڪفن
کونين کنئو دغا ڏني در دشت کربلا

تاجر هو ڪڙو روم ڪئون آيو مديني ۾ يعني ڪہ مصطفيٰ سندي بيت السڪينہ ۾
آن گوهرِ الله جي خاصي خزينہ ۾
دار السّلام اهلِ سلام از رهِ هدا

جڏهن شهر ۾ اچي ٿيو واقف ز حال چال ماڻهن ۾ مصطفيٰ جي ڳڻائين ٿي قيل و قال
آيو ڏسڻ حبيبِ خدا جي سندو جمال
عنبر ۽ عود نذر ڪري ٿيو مشّرفا

فرمايو آنکي مير ڪہ هان ڇا هي تنهجو نام آن چيو ڪہ سرورا آهي عبدالصّنم غلام
فرمايون آنکي جي ڪرين اسلام جو سلام
عبدالوهاب ناءُ رکونئي، رونئي، عزّتا

عبدالوهاب چيو ڪہ ڏٺم جڏهن ڪري نگاه تا هي آهو نبي آهي نورِ مهر و ماه
عيسيٰ ۽ جهڙي عزّ ڪئون پسِ غيب ٿيو گواه
توريت ۾ پسان جهنجو شرف آهي بيحدا

ڪلمون پڙهي يقين منجهون ٿيو سو دينار تهدل غلام عترت و امجاد الاڪبار
ٿيو معرفت جي سوج سُون سيند گهڻو نثار
ڪوثر جا جام بزم ۾ پارڻين ٿي پرت جا

هن حال ۾ حسين و حسن ٻئي نبي جا نور آيا اڱڻون رسول جي ٿيا حاضرالحضور
فرمايو آن ٿي لنهو ڪئون ٻلڪ از رهِ سرور
نانا اسين ٿا ڪشتي وڙهون ٿي تون منصفا

فرمايو مصطفيٰ ڪہ اچو هر دو نورِ عين جانِ حسن امام پيارا جگر حسين
ڪشتي اوهان جي حال مناسب نہ فرض عين
آئين ٻئي خدا جا خاص آهيو مرتبي وڏا

قطعا لکي اچو نہ ڏسون خط ڪنهن سندو خط ڪئون ٻنهي جي آهي چڱو پس جو هُئي چڱو
هُئي زور ٻهي تنهين جو وڏو ٻئي، جي زور ڪئون
آهي اوهانجي حال جو انصاف ايءُ ابا

لعلن لکي پسي قطعا آندم ڪيا تيار ناني کي ڏني چيائون ڪہ نانا ولي نهار
خط جنهجو خوب زور ۾ ڪر تنهجو اسوار
هت ۾ ولي ۽ صبر ڪيو شافعِ جزا

دل ۾ چيائين جي تو چوان خط حسن جو خوب آزرده ٿئي حسين ۽ هي ٻي امر عجوب
برعڪس هين چوڻ نہ آئي، صبر ڪر ايوب
هڪ ٻي ڪئون ڪو نہ ڪم ٻئي خورشيد عرش جا

پنهنجي جو منهن ڇمي ۽ چيو مير مُلڪ جي آهي آهيان آبا نسب ميائان ٿو خط کي
آئين اٿي وچو علوم لدني جي علم ڏي
تا خط ڏسي اوهانجو ڪري نياء مرتضيٰ
آيا امام شير علي ڏنهن نياز سُون ڪيئون ڳالهه خط لکڻ جي ابي ساڻ ساز سُون
چائون ڪه اي ابا ڏس هين خط کي راز سُون
خط جهنجو خوب زور بس تنهجو زيادتا
مولا به دل ۾ سمجهي ڪيو فڪر فرصتون ڪنهن کي پلو چوڻ ۽ ڏلو پي کي عزتون
اٿي گوشوار عرش ۽ ڪرسي جسا عظمتون
خاصوني جبرئيل سندو جنهجي خدمتا
جئون خط پنهنجي جو آهي ابا خاص خوش رقم ليڪن اوهين بخدمت خاتون رکو قدم
جنهجي لکي، ڪي خاص جئون از ره ڪرم
قوت بس تنهجي آهي وڏي پسي جسي قوتا
آيا اڳيئون آمان جي اٿي نور نيڻ ٺار احوال پنهجي عرض سندو ڪيائون آشڪار
خط ڪنهجو خوب آهي چؤ اي نور ڪردگار
خط جهنجو خوب زور بس تنهجو زيادتا
خاتون خط ڏسي ۽ ڪيو دل ۾ هي خيال هي اٿي خدا جا خاص نبي جا نوَل نهال
هڪ کي پلو چوڻ ۽ ڏلو پي کي هي محال
ڪنهجو رنجائيان روح رکان ڪنهن سندي رضا
پنهي جو منهن چمي ۽ ڳري، لائي پيار سُون چئين خط اوهان پنهين جو آبا خاص خلق ڪئون
ڪنهن ۾ سماي ڪين پلو ڪنهن ڏلو چئون
هڪ حرز جان خسته ۽ بيو نورچشم ما
ست موتي آئون نثار ڪريان ٿي اوهان مٿان آئين اٿي وجي چٽو ته ڏسون ڪنهن گهڻا چٽيان
بس جهنجي هٿ ۾ آيا گهڻ پي ڪنئون گهٽان
قوت بس تنهجي آهي وڏي پسي جسي قوتا
خاتون جيئن گهڻ وئي، کهوري، وڌا پري، ڊوڙيا آئي حسين و حسن دل وڏيء ڪري
ني هڪ جي هٿ ۾ آيا گهڻ ني ڪنيا اٿي
ٿيو حڪم جبرئيل کي بسرسيدره منتهي
هاڻ جبرئيل ڊوڙ وڃي هڻ تون امڙو پر جنهن سان وڃئون به ٽڪر ٿئي پورو هي گهڻ
اڌ هنو ڪٽي ۽ اڌ ڪٽي هنو لاڏلو پسر
تا خط ۽ زور پنهي جو هُئي حسب مُدعا

تڏ جبرئيل پر هٿي گوهر ۾ نڪر ڪيو خاتون هي ڪرم جو خدا جو مٿن ڏلو
دوسن ڪي ڏني دلاسو آسان چاه سنون چيو
بابا اوهانجي امر ۾ انصاف ڪيو خدا

آئين ٻئي ٻلا ڍلو نہ جڳاني چوڻ ڪنهين آئين گوشواره عرش ۽ ڪرسي جا زيب و زين
اٿين ٻئي نهال گلشن پيغمبري و دين
اٿين آسمان علم جا خورشيد ارتضا

آئين ٻئي يگانہ مَرَجَ الْبَحْرَيْنِ جا گُهرَ ريحان مصطفيٰ سندي شجرين جا ثمر
ڪ ٻي ڪٿون ڪنهن ڪي وڏ نہ چوان ڪم ڪنهين مگر
آئين ٻئي ٻلا ڪہ جن سندي رب ٻي رکي رضا

يارو ڏسو تہ جنجون رضائون رکيون رسول ڏک ۾ ڏسي ڪڏهن نہ سٺا حيدر و بتول
رب ٻهي رکي رضا نہ ڪڏهن ٿي ڪيا ملول
اهڙا گُهرَ ڏسو تہ ورائين ڪين شڪر ڪيا

هڪڙي کي زهر ڏيئي شريرن شهيد ڪيو آندا ۽ جيرو جنهجو ٽڪر ٽڪر ٿي پيو
هَيْ هَيْ حسن شهيد زهر سي لڏي هليو
رنسندو رهيو حسين چڏي سون مر وچ ادا

هي سو حسين جنهجي شرف جو حساب ڪونہ جهن جهڙو اوج عزّ جو هو آفتاب ڪونہ
تنهن جهڙو باه ظلم ڪٿون ٿيو دلڪباب ڪونہ
گهيري ۾ دشمنن جي گرفتار ڪربلا

پائن ۽ پائنين کي ڏسي سرندو روبرو فرزند ۽ قريب ٻئا رت ۾ مٿو ۾ مٿو
تيرن جو مينهن ترار جي وچ هر چهار سو
لب خشڪ تشنہ ڪام جگر خستہ مبتلا

تنبوءَ ۾ شاه جا ٿا رُنن دوست دلربا ٻنهي ۾ ڪٿا قريب ۽ سرور شهيد ٿيا
هيڏنهن حسين رُنندي حرم ڪٿون ڪري وداع
هوڏنهن خبيث خوش ٿيا ٿيو شاهُ بينوا

هَيْ هَيْ حسين هيڪلو گهوڙي چڙهي هليو پيارن ٻنهن روئي ڪري دامن وٺي چيو
پر پر اماڪي هيڪلو بابا ستان چڏيو
هَيْ تون هلين اسين ٿيا مظلوم مبتلا

زين العبا ٻہ بستر آرام بيقرار خاتون اهلبيت جگر خستہ خاڪسار
قاسم جي ماءُ تهر مٿون ڪوليا مٿي جا وار
ماتم زدا چون لڳا هَيْ وا مصيبتا

هيءَ باغ ۾ رسول جي، بادِ خزان لڳي، سادات اهلبيت جي صف واڪي قتل ٿي،
پس آس ۽ اميد جيئڻ جي پڄي رهي
اهين ٿيا اسير شاه کي ڪولي هلي، قضا

آخر امام گهوڙي چڙهي ٿيو اڄل سوار، وڃي ڪئون موڪلائي هليو طرف، ڪارزار
رڻ ۾ اچي ۽ نيزو هٿي ۾ هڻن تي آستوار
ڪوفين کي چيو امير ڪه اي قوم، پُر دغا

دستار مصطفيٰ جي مٿي منهجي سر ڌرو پيارو پسر حسين محمد رسول جو
مهنجو ڪُهڻ اوهين جي مٿي ٿا رَوا رکو
هي خون ڪهڙي دين ۽ مذهب ۾ ٿيو روا

هيئن چئي امام حملو ڪري، ڪافرن مٿي سڀ ڄڄئون تمام ڪري ڪوفين مٿي
هنطرح جو قتال ڪيائون ڪٿن مٿي
جيئن شير ٻڪرين ۾ ڪري قوت قوت ٿا

هڪڙي ئي حملي شاه جي ڦيريو ترار کي ڪيئين خاڪسار خاڪ ۾ شامين هزار کي
ساري هزار چار ڪُٺايئين ڪفار کي
زخمن ڪئون ضعف ٿي ڪريو گهوڙي تئون هيءُ بلا

ڪوفن ڪٺن مڙي ڪري ويڙهياڙن ويرکي سوڌي مٿا سيئي آيا مارڻ امير کي
لعنت خدا جي شمر منافق شرير کي
خنجر ڪڍي امام تي آيو غضب منجهان

سوٽد جو سينو جهن تي محمد هو منهن مليو ڌڙو سنگدل ستمگر ملعون آچي چڙهيو
هن ظلم کي نبي جي نول نور جيئن ڏلو
چائين ڪه هيءُ يتيم ڇڏيم يار دلربا

قاتل کي چائين ڪي تہ خدا جو تون خوف ڪر آخر آهيان اوهان جي نبيؐ جو پلو پسر
هي سينو سو ڪيہ جهن تي محمد مليو ٿي سر
ڪيئن تنهجي دل ٿي جو چڙهين آج آئي بيحيا

آج ڏينهن جمع جو آهي ۽ خطبہ جو وقت ڏس مون تنهن نبي جي نور جو هي حال سخت ڏس
جيرو تہ پرزه پرزه ۽ دل لخت لخت ڏس
تنبوءَ ۾ ڏس يتيم رُئن ٿا رسول جا

جي آمتي رسول جا آهن سي هين مهل خطبا پڙهي، ڪندا هوندا صلوات جا شغل
مون تنهن نبي جي پُٽ کي تون ڪيئن ٿو ڪُهين ڪٺل
رت ٿو روئي رسول، ٻڌي منهجي ماجرا

هر چند آن امام شهہ انس و جن جيو  آن يحيا لعين ڪنهن سان ٿي پڌو
سيد جو سر خبيث خنجر سان جدا ڪيو
نيزي تي چاڙهي ڪيائون مٿي وا تظلما
طوفان ظلم جي ڪيو دنيا ۾ ڏنڌڪار  ٿيو ڪربلا ۾ حشر قيامت جو آشڪار
ارض و سما ۾ لرزه شده عرش آشڪار
سج چنڊ سياه ٿيو ز غم شاهه ڪربلا
هي هي ڪنائون قافلہ سالار انس و جن  پر پر ڦرياؤن سات محمد جو ظالمن
پوڙياؤن پيڙو رت ۾ نبي جو منافقن
مارياٿون بادشاه عرب و عجم سدا
ميرل ڪي ماري سر ڪٽي ڪافر هليا ۾ شام  چاڙهي هليا آلسن مٿي آل نبي تمام
زين العبا ابي کي ڏسي چوڪم آلسلام
بابا حسين تنهجو هي عابد ڪري وداع
هي هي ابا اسانکي ڇڏي تون اڪي هلين  ڏک ۾ ڏسي اسانکي وجي تون سڪين ڪلين
هي هي نڪر نڪر ني ۽ رت ۾ ٻڏي رهين
ٿي ظلم جا اسير آئين شام ڏي هليا
جي هوند نبي اچي ڏسي هين تنهجي حال کي  مجروح رت ڀريو ڏسي تو نونهال کي
جسي سر بنا آچي ڏسي تنهجي حال کي
تا هوند سڀائي ڪيئن ڪري ماتم جا ولولا
بس تاب ناهي تا چوان هي ماجرا تمام  جو ظلم ظالمن ڪيو پر عترت امام
لعنت ڪريو يزيد تي اي مومنو مدام
جنهن هي ستم روا رکيو پر آل مصطفي
"ثابت علي" جو آهي سدا تنهجو يا حسين  از صدق دل هميشہ فدا تنهجو يا حسين
ديدار جو سوالي سدا تنهجي يا حسين
ڪر مهر تنهن تي نام خدا بهر مصطفي

# مومنان نت جنهن جي حق فرمايو مهرؤن مصطفيٰ

مومنان نت جنهن جي حق فرمايو مهرؤن مصطفي  آهل بيتي ڪالسفينة من رڪب فيها نجا
آنين ڪني بيشڪ بني آمين عداوت اصل کان
سي ورلهيا الشجرة الملعون آهن ابتدا

قاتلِ عمارؓ في النار آهي حضرت جي حديث    پس تہ جن ڪيو قتل آنکي سي صحيح خوار و خبيث
سن تہ جڏ صفين جي ٿيا جنگ تي شامي حريص
مرتضيٰ سين معويہ ڪيو بغي باغي ٿي خطا
صف بصف سيني ستمگر سرڪشي ڪئي شاه سين    تني گڏ ڪئي ڪير بوالحسنين اسدالله سين
هڪڙو لک پاويھ هزار آجهل ڪڍيا گمراه سين
هڏي هو نوي هزار مومنن سين مرتضيٰ
ٿي پئي لشڪر وڙهيا هڪ ٻي سين سانده چار ماه    آن ۾ ڪي اصحاب اعظم قتل ٿيا منجهہ قتلگاه
جيئن آويس قرني و عمار ياسر جهڙا شاه
پيا ٻيا بيحد بيگنه مومنين هٿئون مقتول ٿيا
ٿا چون راوي ڪہ هو عمار ياسر مرد پير    هڪڙو سؤ پنجاه عارفؓ عمر هئي وقت آخير
هڪڙي ڏينهن حضرت عليؑ کي چائين اي عالي امير
آج اسان پڻ جزم ڪيو عزم جهاد اشقيا
جي وجي وعظ و نصيحت سين ورايم قوم کي    تا هدايت کر هلي ايندا حقاني وات تي
۽ جي پر تقدير سر امر الاهي پڻ رسي
تا شهادت جو شرف ٿيندم صحي جنت جزا
هيئن چئي همت ڪري ڪامل ٻڌي تصدؤن ڪمر    ۽ پرن تي پيچ واري پاڳ جو ڪوليئين نظر
ٿي سوار آيو طرف ميدان جي نر نامور
تا مجاهد في سبيل الله ٿيو مرد خدا
چئين اچي شامين شريرن کي ڪہ اي شومان شام    مرتضيٰ مَنْ ڪُنْتُ مولا آهي عالم جو امام
اِنَّمَا جي امر ڪر والا ولي خاص و عام
اَنْتَ مِنِّي لَحْمُكَ و لحمي پڻ قول مصطفيٰ
هي سڀئي چائو ٿا حضرت جون حديثون آنجي حق    پس ڏسي وائسي ولهيو آنسين وڙهو ٿا حق نہ حق
دين جي داور جا دشمن چو سڄي ٿيو مستحق
آه تنهن سين ٿا وڙهو جنهن سين وڙهيو ويندو وڃا
هي آيو الحسنين احمد چام جو آهي آخي    مصطفيٰ مرسل جي مسند جو صحي وارث وصي
هي وڙهڻ ڪفرؓ صريحاً نصِ طغيان و بدي
حربُكَ و حربي ٻڌي ڪيئون وار حربي هر وغا
آل بوسفيان جي پرچڻ لئي رسايو ٿا رسول    هند جي بنت لئي نبي ناٽب سين جنگي ٿيو جهول
دوزخي زقوم لئي شجر المبارڪ ڪيو ملول
انبؓ ڪيئن ماندو آندا پوڪيو پر ڪاؤ ڪنبا

حيڻ بدبخت مروان صفلي، طيش کائي ماريو تير — آن سگ بي پير سرڪش پٽ تي ڪيريو مرد وير
آه آن اصحاب عالي قدر تقدير قدير
سير مجي صابر سفر ڪيو جانب رضوان سرا

قتل قتيلو في سبيل الله ٿيو صاحب جمال — ليڪ بل احياءٌ عند رب ٿيو فرخنده فال
مومناً متعمداً ڪيو قتل آن قوم ضلال
آنجا قاتل خالداً في النار فرمايا خدا

جيئن ٿيو عمار ياسر وعظ چوندو رب وصول — هول و شمشير و سير شامي سڻي ٿيا دل ملول
قاتل العمار في النار جن پڌو هو ڏنهن رسول
چاوُن پشڪ ٻر غلط ٿيو اجتهاد و ادعا

معويه ٿيو مجتهد جو پاڻ کي سمجهه اجتهاد — اجتهادوُن ٿيو جهاد آنسين ٿيا اهل فساد
هن وڙهڻ ڪفرو صريحاً آهي ۽ بغيه عناد
يفهمدو فيها يقيناً آهي هي مفتڪ البدنا

جڏ ڏٺو آنسين ڪم خاص و عام جو رايو قريو — تڏ ڪري تدبير ڪوڙي معويه هي مڪر ڪيو
چائين آنين سمجهو صحي هي خون ناحق ڪنهن ڪئون ٿيو
تا چئي عمار جا قاتل ٻيا قول مصطفي

جي نه هوند آندس علي هت پاڻسين همره ڪري — تا اوهان هٿ هيئن نه ڪڏ مظلوم ٿي ناحق مري
هي آنهيءَ ماريو جنهين آندو مرڻ تي دل ڌري
سؤ وڙهين جو پير مرد آندو علي وقت وغا

شام شامين هن شرارت قول جي تصديق ڪئي — بيحيا باغي وري سنيريا وڙهڻ تي سوئر ٿي
جڏ اميرالمومنين هيءَ ڳالهه سرڪش جي سڻي
ثرت آن تاويل ڪئون ٿيو خشمگين شير خدا

منجهه جواب آنجي معظم مير هيئن چائي سڪو — ڪ اي ڪثل گمراه هي تاويل تو برعڪس ڪيو
جي صحي عمار جو موڻ آندي موڻ تي خون پيو
تا جڏهن جنگ احد تي ٿيو منصم مصطفي

تڏ امير عصر حمزو هو نبي نيو پاڻ سان — سو شهادت جي شرف ٿيو جنگ جنت ڏي روان
هند وحشيءَ کي بوعده وصل خود ڪيو شادمان
آن ستمگر سيدالشهداء کي ماريو ڏني دغا

هند آن هاتڪ جو جيرو کائي جڏ خوشحال ٿي — هيءَ خبر هن حادثي جي مير مرسل کي رسيه
تڏ نبي رت روئي آنجي حق ٿي نت نفرين ڪئي
چاوُن وحشي قاتل حمزه سقر اوڙهي سزا

هاڻ تون تحقيق ڪر حمزه جو قاتل ڪير ٿيو   هند ۽ وحشي ڪہ جن هي ڪيھر ڪامل قتل ڪيو
يـــا محمدؐ ميـــر جهن ســـردار ســـوره ساڻ ٿيو
ڪر آنڌا انصاف ٿي هن خون جي ڪنهن ڪٿون خطا
پس تون مومن ڪر تہ آنجي عقل (انصف) تي نگاه   جي تون حق ناحق نہ سمجهين ٿين تون رسوا روسياه
تين پڻهين جي پاسداري نـــاهي نيڪي نيڪ خواه
مَن تَشَبَّهَ قَـــوم فَهُوَ مِنْهُم جينس بـــا جنس آشـــنا
مرد مومن نيڪ نيڪي، لوڙهي بد آخر بدي   آهي عملن ڪر جزا عقبي ۾ وعدو ايزدي
جي چوي ڪو ڪلمہ گو ڪافر نہ هي تا سُڻ صحي
لفظ ڪفر آهـــي لغت ۾ حق لڪائـــڻ حـــرڪتا
آهي حق دين خدا ڪي جنهجي دعوت مُرسلان   جن مڃيا مرسل سي مومن پار حق سي ٿا ميان
۽ بـــہ جن انڪار ڪيو آنجو ســـي ڪافر ليڪجن
تـــوڙي عـــابـــد هُئن تـــا بِن عَبَدَهٗ الاَصنَام ٿيا
پس تہ جدّ مرسل جي منڪر ڪي ٿو ڪافر چنجي پس   آل مرسل جو عدو ڪافر نہ چوندو ڪهڙو ڪس
جن تي چاڙن ڪلون ٿي سو قتل ڪيو قوم آبس
هن جو طمع دين و ايمان ناهي ڪنهن مذهب روا
مصطفيٰ مرسل صحي محبوب حق جو آهي حق   آنجي فرمودي سين آهي مرتضيٰ نائب بحق
حق سين ناحق ٿي وڙهيا جن ڪئي دل عالم دوشق
هـــان مـــتـــان اَلمُومنين اخواني آن ڪي چئين ادا
جي ۽ چئين سرور جو سالو آهي مامو مومنن   ڏس تہ سو سالو نبي جي سوٽ سين ٿيو پڙنن
هھڙا مـــامـــا مـــون نـــہ گهرجن جي نبي زادا ڪُهن
ڪنهجا سيٽ ملحد مٽي مون جن تہ هھڙا ڪوس ڪيا
ڪير خال المومنين چئي تنهن ڪي جنهجو هھڙو حال   مـــومنن خاطر محمد ابن بوبڪر آهي خال
هي نہ خال المومنين هي خـــال خصم بـــد خصال
خـــال خيرون خال آهي، خـــال چشم بـــي ضيا
چـــو نبي اِنّا تـــارڪ فيڪم ڪتاب الله و آل   آنسين جن هوندو توسل سيئي ناجي نيڪ فال
ڏس تہ هي مصحف ڪٿون منڪر آل ڪي ڪيئون خستہ حال
تينجو ذڪر ظلم تا ڪي ڪيئن ڪندا دست دعا
رب رحمانا رحيما ڪا هدايت ڪر آســان   تـــا صراط المستقيم حق تي ٿيون راسخ روان
راه اَنعَمتَ عَلَيهِم غيرالمَغضُـــوب الاَمـــان
ربـــنـــا آمـــيـــن يـــا الله يـــهـــدي مَن تَشَاءُ

يا علي "ثابت علي" سائل جو سيد منڻ سوال دين و ايمان دان ڏي مهرون نوازي ڪر نهال
هڪ لڳان حال حياتيءَ ۾ ڏسان تنهجو جمال
خاتمون بالخير ٿئي منجهه خاڪ پاڪ ڪربلا

# شاهه ٿيو هيڻ چئي هسوار خدا ڪي پرتا

شاهه ٿيو هيڻ چئي هسوار خدا ڪي پرتا اي يتيمان دل افگار خدا ڪي پرتا
بي دل و بيڪس و بي يار خدا ڪي پرتا
عترت احمد مختار خدا ڪي پرتا

امر الله جو هيڻ هو ڪم اوهين ۽ اسين سڀ ڪربلا ۾ ٿئي گرفتار ڏسون رنج و تعب
سو لکيو تا ٿئم ڏريو هاءِ ستم وائي غضب
ڪيئن ڪريان ٿو جوان لاچار خدا ڪي پرتا

منهجا سڀ يار اڳيئون منهجي فدا ٿيا هڪ هڪ منهجي پائن ۾ ته سر پنهجا فدا ڪيا هڪ هڪ
پائنيا پائج فرزند هلي ويا هڪ هڪ
هيڪلو مون ڇڏي سڀ يار خدا ڪي پرتا

دل ۾ افسوس هو عباس علي جي غم جو داغ ٿئي داغ وڇوڙو ٿئي لڳو قاسم جو
مون ٿي سعيو ڪيو شاديءَ جو قضا ماتم جو
دل جون دل ۾ رهيون دلدار خدا ڪي پرتا

پرزه پرزه ٿيو ڏسان جسم علي اڪبر جو سر بنان ڌڙ ٿو ڏسان عون جو ۽ جعفر جو
آج آسارو ڪيو احوال علي اصغر جو
مائٽن ڪي جيو آن پار خدا ڪي پرتا

پس جو اي بيڪسو ڪو ناهي اوهانجو والي ري خدا جي ڏسي، رَبي ڪي اوهانجي عالي
مونکي ڪولي ٿي قضا پر ڪري مون بي حالي
آئون به تيڏنهن ٿيو تيار خدا ڪي پرتا

روز اوّل ڪئون جو تقدير ۾ هيڻ هو مقدور سو نصيبن جو نوشتو ته ڪري ڪين قصور
منهجي سڀ ڪڙم قريبن جو مرڻ هيڻ هو ضرور
سر جهلي خنجر و تلوار خدا ڪي پرتا

آخر الامر جو هئي وقت وداع جو آهي موت مون سر تي آهو سينگ ستم جي ساهي
الوداع چئي ٿو وڃا آئون ۾ قضا تي ڪاهي
مون مهو امر ٿڃا پار خدا ڪي پرتا

قيد ڪونن جو ٻه سر پنهجي آبا ڪج تون قبول  جور شامن جو ٻه سر سهج آبا ٿي مرّ ملول
جڏ وري آئين وطن تي ٻه سر قبر رسول
اي جيلا وطـــن عــزادار خدا کي پــرتــا

تڏ زيارت ڪري روضي جي چيچ رڙئي زار  يــا رســول عــربــي تنهجو حسينا دلدار
ڪربلا ۾ سڏي ڪونن ڪٺو باخويش و تبار
مونکي غم ۾ ڇڏي غمخوار خدا کي پــرتا

واڻ ويندي جو ڪنڪ قهر جو سر تي آيو  تنهجي اولاد تي ڪينون جور و جفا جو سعيو
هو نه هن طرح ۾ تقدير ۽ رب جـو رايــو
هڪڙي هنڌ سپ ٿيا هموار خــدا کي پرتا

سـرورا قــافلہ ســالار ڪٺانــون تنهجو سيدا ســاٿ سلامت جـو لٽيائون تنهجو
خيمي کي ساڙي سپ اسباب ڦريائون تنهجو
ســر وڍائي ويــا سردار خدا کي پــرتــا

هيئن ٻڌي اهل حرم ۾ پيو فرياد و فغان  وا حسينا چئي سپ اهل حــرم ٿيا نــالان
خيمي ۾ شاه جي ٿيو شــور قيامت جو عيان
شاه چو سپ کي ٻه تڪرار خدا کي پرتــا

هٿ مٿي تي هٿي حرمن ٿي چيو واويلا  ڪين ٿي وا فاطمہ چو ڪن ٿي چيو واجدا
ضعف ٿــي عــابد مظلوم چيو وا آبتــا
مونکي عــاجز ڪيو آزار خدا کي پــرتــا

اي ابــا منهجي جسي ۾ نــہ ذرو طاقت جو  تا تحمل ڪري تو بعد غم و محنت جو
داغ دل تي نہ سهي ٿو سگهان تو فرقت جو
سر جهليان خنجر و تلوار خـــدا کي پــرتا

شاه مظلوم ڳري، لائــي چيو اي فــرزنــد  تون ٻيي جو آهين نــائب ۽ علي جو دلبند
توڙي مون بعد رهين قيد ۾ ڪونن جي تون بند
صبر ۽ شڪر رکج ڪار خـــدا کي پــرتا

آخــرالامــر وصيت ڪري سيني کي امــام  منهن چمي عابد مظلوم جو با شوق تمام
سيني سان لائي سڪينہ کي ڪيائين هي ڪلام
اي يتيمان دل افگار خـــدا کي پــرتــا

هليو گهوڙي تي چڙهي شاه شهيدان رڻ ڏي  کي لڳا پيرين پوڻ وڃتو ڪينين دامن کي
واڳ گهوڙي جي وٺي بانوني بيڪس چو ٿي
اي سندم سيد ســـردار خدا کي پــرتــا

خاڪ ماتم جي مٿي ۾ وجهي سڀ آلِ عبا واءِ ويلا ڪندي ۽ شاهه ٿيو سڀني ڪئون جدا
الـــوداع شه ڪئون هُنڌيءِ سڀني چيو واويلا
چو قضا شه کي ڪم آهه يار خدا کي پرتا
جڏهن گهوڙي چڙهي فــرزند نبي جو آيو عمر ڪوفيءِ ڏسي ڪيو جنگ جفا جو سعيو
شاهه جيئن ميههن ۾ تيرن جي چڙهي ڇيرايو
چــائين سڀ مونس و غمخوار خدا کي پرتا
شاهه هو هيڪلو ۽ هُو ها هزارين مردود تير ڪاري لڳا ۽ زخــم ٿـيـا نامَعدُود
حڪم سين حق جي ٿيو جامِ شهادت موجود
پيالو پي چائون ڪم سڀ يار خدا کي پرتا
شمر ملعون ڏلـــو شـاهه کي ڪِرندو بيتاب هٿ ڪري خنجرِ خونخوار هليو اوڏي شتاب
جيئن ڏٺو شاهه شهادت ۾ ٿـي معراجِ صواب
سر چيو ڌڙ کي ڪم ٿي ڌار خدا کي پرتا
ڌڙ ڪئون ٿي ڌار چڙهي نيزي تي سر ڪيو جولان عـارفن تي ٿيو معراج امـامت جـو عيان
هاڻ طاقت نه اٿم تا ڪريان هِن ڏک جو بيان
سرها ٿيا ســر ڏئي سردار خـدا کي پرتا
آهي "ثابت علي" از صدق ثنا خوانِ امام تهدليئون شاهِ شهيدان جي غلامن جو غلام
مدح خواني جو گهڻري شاهه ڪئون پنهجي انعام،
آن جا ڪمَ اندڪ و بسيار خدا کي پرتا.

# ٿيا ڪربلا ۾ محشر فرياد يا رسول

ٿيا ڪربلا ۾ محشر فــريــاد يــا رسول لهه ســار تين جـي سرور فرياد يا رسول
ور ويــر ويل واهــر فــرياد يــا رسول
ذي اهلبيت آذر فــريــاد يــا رســول
اڄ ڪربلا ۾ ڪوفن گهيريو سندوءِ گهڻر ويرن حسين وڙهيو وارث تـون وهلو وَرُ
هت ڏهتا پوتا تنهجا تـه سڀ ويا وڍائي سر
سر ڪئون سچا ٿيا ســرور فرياد يــا رسول
ميرن ڇڏيو مدينو پـه ڏهتن وير ويرين مڪي ٿـيـا مڪين ڏنــي ديس دشمن
ســي ڪوٺي ڪربلا ۾ ڪُٺا هام ڪوفين
ســاريــا سنڌءِ مسافــر فرياد يــا رسول

آڄ ساڻ تنهجو سيد منهين اڪبر جهڙو آهه لنجن تا لعل تنهجا تون آن قافلي ٻي ڪاهه
ڪهڙي بجاءِ بند مئون بيمن تنون هڪ مڙ لاهه
اي نـور نبي پـرور فـرياد يا رسول

سرور تنهن سر وڏائي ميني رڻ تا رت رڱن ڪهڙي بجا جي تن جا سي تن لئي تا رت رڱن
هو پـرزه پـرزه پٽ ۾ هي سر ٻڌي هڻن
هتي ٻـي سرن جـا ٻـي گهر فرياد يـا رسول

سر تن جا نيزي نوڪ ۾ هين سڀ اگهاڙا سر منهن هڻن جا رت پريا ڏسي هين مليا ڦٽلهر
هين داغ هنجي، دل تي ۽ هين هڻن لئي ڪيا حشر
هڻن ڪفن هين نـه چـادر فرياد يـا رسول

هو ٻـي هليا آجايا ۽ هـي ڪيا آسارا آڄ وارث وڏائي سر ويا سر هين جي ڪيائون سڃ
پاڻي جو ڏس ٻچن تا ڏسيو رڻ جي روءِ رڃ
آهه ٻڌ ٻچن جي پـاڪر فـريـاد يـا رسول

مـرسل جـوان مـاريـا جـاني جگر سندا ميرل نه سڄ ماڻي نه ڪنهن سهرا سير ٻڌا
سڀ نـوجوان نـوشه ڪوفين سـڏي ڪٺا
آسـون پٺيون نـه اڪبر فـرياد يـا رسول

پينگهن ۾ جي پليا تي سي ٻڻ آڄ ڪيا آتاب ماڻن جا من ٻه تن لئي ڪسي ٿي ٿيا ڪباب
سلين مليا آجـايـا سي آخر رسيا نـه آب
آهه ڏس هي حـالِ اصغر فـريـاد يـا رسول

قاسم جي ڪاج جي ٻه تـه ٻڌ مير مـاجرا سهرن ۾ سر وڏائي ڪيئين ڪاج مئون قضا
هڪ طـرف زلف وار ۽ ٻـي طرف سيهرا
ڦڙ ٻنهن تي برسنان سير فرياد يـا رسـول

سڀ چاچي ماچي چام جا ميٽ مانٽ مير جا ميرل مبارڪون ڏني ڪيئون جان جيءَ فدا
سي گهوٽ ڪلهه تہ هيڪ هنڌ رب جي رضا رسيا
وه ويـانهن وائي هوڪر فرياد يـا رسـول

گهر گهوٽ جـي قيامت رڻ پرس جي پچار وه ويانهه وائي ورنهه هتي هاءِ هٽ هٽيار
لعاڻ ڪي لائون لهنديي حورن چنا ٿـي هار
سڄ سيج رڻ وسيو ور فـريـاد يـا رسـول

هتي سڀ ڪو گهوٽ پرڻجي پنهجي وطن وري، هي گهوٽ ڏس تہ گهر ڇڏي سير ٿو سفر ڌري
اي وائـي سر نوشت ۽ تقدير ڪيئن ٿـري
هٽ ڪنگڻ حلق خنجر فـريـاد يـا رسول

ورنهه ۾ ونؤن وني، ڇڏي ميرل تون سيج ساڻ   آسون اسان جون اڄ ڀڃيون جي ڪيائين تنهجي ڪاڻ
سهرن ۾ سر وڃڻ جو سنده چام کهڙو جاڻ
رُنندا ۾ رول در در فـريـاد يـا رسـول
هيٰ هيٰ سڪينه سير ڏسي، سرور جو ڀرستان   ٿي چائين هائي چا ٿيو آچ منهجي بابي سان
مونکي نه ڏو ڪٿي اڄ پولي نه ڏو مُنهان
آهه ڏينس تـون ڪا آڌر فـرياد يا رسول
پاٿر پليرا شاه جا جن هُئي تـه هيءَ اُميد   عباس و عمر و جعفر و عثمان و عون و زيد
کهورون گهمائي گهوٽ ٿئون ٿيا سرخرو سفيد
کهسان ٿيا هـي سپ گهر فرياد يا رسول
عمر ابن سعد ڪيا وڙا اچ ڪربلا ۾ ڪوس   مونس مڙيئي تنهجا ڪُٺئين سپ دَسائي دوس
حرمت ڏي تنهجي هاء نهاريو نه آن نحوس
نـاحق ڪٺائـون گوهر فـرياد يـا رسول
اچ ڪربلا جو قـافلو ڪوئي ڏو ڪاهجي   اچ سـاٿ تنهجو شـام طرف ٿيو سياهجي
يا وير تين جي ور ڪري پوهڻون ڇڏائجي
يـا دفن ڪر هي دلبر فـريـاد يـا رسول
يا ڪفن ڏئي دفـن ڪر جاني جگر سنداء   يا سامُون تيهجون سيِّد قيدؤن اچي ڪياء
مـرسل طرف مـديني جي نـاموس کي وراء
هل تـون ۽ ڪوٽ حيدر فـرياد يـا رسول
بس تاب ناهي تـا چوان هن سوز کي سدا   صـلـوات بـر محمد و بـر آلـہ الثنا
"ثـابت علي" جـي سيِّد ڪر ماڻ مصطفيٰ،
ڏي صحت تينهن کي سرور فـرياد يا رسول،

# شاه جي تابوت سين اچ مصطفيٰ رُئندو هليو

شاه جي تـابوت سين اچ مصطفيٰ رُئندو هليو   مير جي مظلوم مڙه سين مرتضيٰ رُئندو هليو
حضرت زهـرا سين حسن المجتبيٰ رُئـنـدو هـلـيـو
هيٰ خدا جو سُنهن ڪم آن ڪڏ خود خدا رُئندو هليو
شـاه جو تـابوت آيـو انبيا ۾ روچ پـيـو   مرتضيٰ جي روچ ڪئون سپ اوليا ۾ روچ پيو
عرش و ڪرسي زلزلا ارض و سما ۾ روچ پـيـو
جن و انسان و مـلڪ هر يڪ جـدا رُئندو هليو

آدم و نوح و خليل و موسيٰ و عيسيٰ تمام مصطفيٰ ۽ مرتضيٰ گڏ ڪياؤن هئي هئي حشر عام
ڪو چوي هئي هئي حسينا ڪو چوي هئي هئي امام
همره تـابـوت هر يڪ مبتلا رئـنـدو هـليـو

هئي حسينا هئي حسينا مصطفيٰ اڄ ٿو چوي هئي حسينا هئي حسينا مرتضيٰ اڄ ٿو چوي
وَهُوَ مَعَڪُمْ اَيْنَمَاڪُنْتُمْ خدا اڄ ٿـو چوي
سڀ جي روح القدس اڳ ۾ هٿ عصا رئندو هليو

هائي ما اُوذِيَ نبي المصطفيٰ اڄ ٿو چوي هائي صُبَّتْ لِلمصائب مرتضيٰ اڄ ٿو چوي
هائي قَدْ ظَهَرَ الْفَسَادُ اِن پـر خدا اڄ ٿـو چوي
هائي هن سَفِڪَ الدِّمَاءَ لئي جڳ سدا رئندو هليو

شاه جي تابوت جي دستار جون ڪانگيون زُغا هائي ڪلنگيون رت پريون ۽ واڱي چهرا رت پريا
قاسم نوشه جي مڙه تي هـائـي سهرا رت پـريـا
جاجي ۽ ماجي نه سڀ ڪو سر جـدا رئندو هليو

شاه جي تابوت سين اڄ سيج قاسم گهوٽ جي تنهجي پٽ ۾ لعل جي لاشي تي ڪانڌن ڌوم ڪئي
جاجي ساجي رڻ رهيا چيچ شـام ڏي رئندي هلي
آنجي اڳ ۾ هـائـي عـابـد پياده پـا رئندو هليو

ڪنوجي واڱي واه قاسم ڪنهجي واڱي وا حسين واه اڪبر واه اصغر هئي حسيني نـور عين
قـاسم و اڪبر امان ڪيا هـائـي مهري شوروشين
اهل عـصمت سـاڻ روح مصطفيٰ رئـنـدو هليو

هـائي قاسم گهوٽ جو تابوت سينگاري هليا سر جدا سهرا جدا ۽ رڻ ۾ سهرا رت پريا
جاجي سـاجي قتل ٿيا سـر آنجا نيزن تـي چڙهيا
رڻ ڪُنن جـو قـافلو تـي بـي ردا رئندو هليو

واه قـاسم تنهجا سهرا واه تنهجي سيج سُڃ هائي اڪبر نوجواني هائي اصغر تنهجي آڄ
هئي سڪينه صبر ڪر هائي پري هيت رڻ جي رڄ
سـاقـي ڪوثر نه آل و اقـربـا رئـنـدو هليو

هائي اڪبر تو جواني هائي اڪبر نـوجوان هئي جواني تو نه مائي توتئون صدقي سر ۽ جان
هائي اڪبر نـوجواني هـائـي اصغر بـي زبان
اڪبر و اصغر جـي غـم زيـن العبا رئندو هليو

هائي زين العابدين اڄ اڪبر و اصغر هليو قـاسم و عباس سـاريـو شاه سرور رڻ رهيو
قـافـلو آل عـبا جـو شـام پـرڏيهي ٿـيـو
قـافـلہ سـالار عـابـد پـا رضـا رئندو هليو

يا محمد آل جو آ قافلي سالار ٿي يا علي المرتضيٰ اولاد جو آذار ٿي
آل تي احوال ڏس يا مصطفيٰ غمخوار ٿي
اڄ سندم اولاد هن ظلم و جفا رُنندو هليو

يا رسول الله پنهجي آل تي احوال ڏس يا عليؑ المرتضيٰ اولاد جو آ حال ڏس
سر وڍيا نيزي چڙهيا ڌڙ دشت ۾ پامال ڏس
تين سين ناموس نبي و مرتضيٰ رُنندو هليو

يا نبي فرياد رس يا مرتضيٰ فرياد رس بنتِ ختم المرسلين خيرالنسا فرياد رس
يا حسن فرياد رس يا مجتبيٰ فرياد رس
داد ڏي داور عيالِ مصطفيٰ رُنندو هليو

يا خدا فرياد رس يا مصطفيٰ فرياد رس يا علي المرتضيٰ بهرِ خدا فرياد رس
زين عابد چئي اي بابا تون ئي آ فرياد رس
ڏس هي پنهجو دلربا ٿي مبتلا رُنندو هليو

سدا "ثابت علي" زوار تنهجو ماتمي هي سندءِ مسڪين و غمگين تنهجو محزون و غمي
چنع ناني ڪي هي منهجو مرثيه خوان دائمي
ڪربلائي ڪيو ٿي يادِ ڪربلا رُنندو هليو

# ڪربلا جو ڪاروان سالار زين العابدين

ڪربلا جو ڪاروان سالار زين العابدين رڻ مئون راهي ٿيو مدينه پار زين العابدين
قبر تي بابي جي روئي زار زين العابدين
جو ٿي هر هر بادلِ آفگار زين العابدين

اي منهجا بابا مديني جا مسافر الوداع ڪربلا ڪوئي ڪهائي شامؔ لشڪر الوداع
ٿا چون توکي سندم ناموس بي پر الوداع
الوداع چئي بيڪس و بي يار زين العابدين

الوداع اي مصطفيٰ جا نور نرمل نيڻ ٺار الوداع اي مرتضيٰ مولا علي جا مٽن قرار
الوداع اي فاطمه زهرا جا جاني غمگسار
ڏس هي تنهجو لاڏلو دلدار زين العابدين

ٻچا چوان تو بعد بابا ٻچا اسانجو حال هو قيد هو زنجير هو حسرت پريو احوال هو
هيڪسي ۽ بند ۾ ساعت به ساعت سال هو
آن سوا عاجز هو ڪيو آزار زين العابدين

سر آبا هو تنهجو اڳ ۾ نوڪ نيزه تي سوار   تنهن پٺيان تنهجي يتيمن ٿي رنو رت زار زار
تنهجي پردين جي اڳ ۾ پير پيادو هٿ مهار
هو لٽين جو ڪاروان سالار زين العابدين

تنهجي سر نيزه تي سُبحان الذي اسريٰ ٿي چو   مون به تنهجو سر ڏٺي هر لحظ واويلا ٿي چو
قد رضينا بالقضا سڀ عترت عظميٰ ٿي چو
ڪيو ٿي صبر و شڪر جو اقرار زين العابدين

اي آبا سر تنهجو اڳ ۾ سر وڏين جو هو امام   قيدين جي قافلي جو منهجي سر هو اهتمام
مون ٿي تنهجي سر کي هر هر سير نوائي ڪيو سلام
هو سدائي خاص خدمتگار زين العابدين

اي ابا تنهجي سڪينہ توکي ساري ٿي سدا   هٿ هڻي سر تي ٿي هر هر چائين اي منهجا خدا
هائي منهجو بابو مونکئون ڪهڙي قسمت ڪيو جدا
اي ادا بابي جي لهہ ڪا سار زين العابدين

اي ابا جدّ شام وياسين شام حاڪم جي حضور   آن ۾ ظالم ظلم تعدي ۾ نہ ڪيو ڪنهن پرقصور
اهل عصمت سڀ سڏائي تخت ويٺو پُر غرور
چائين هي زندان آيا زار زين العابدين

تنهجي بابي مونسين دعويٰ بادشاهي جي ٿي، ڪئي   آن سبب آخر اوهانجي سر تي هي آفت رسي
هاڻ هن صورت ۾ ڏس آخر تہ ڪنهن جي فتح ٿي
ڪنهن جي سچ ٿئي سروري سرڪار زين العابدين

مون ٿي آنکي چو ڪہ اي ملعون ملحد نابڪار   فتح تنهجي ناهي فاسق جائي فخر و افتخار
پنهجي پيغمبر جو نائب قتل ڪاريئي خاڪسار
ڪيئي يتيم و بيڪس و بي يار زين العابدين

هائي پيغمبر جا پيارا ڪربلا ۾ قتل ٿيا   ساقئ ڪوثر جا جاني خاڪ ۽ رت ۾ رليا
تنهجا بيڪس اڄ ڪئون هي هي العطش چوندا رهيا
آنجي حسرت هو اکين خونبار زين العابدين

اي ستمگر ڏس تہ آخر مصطفيٰ سان وير ڪيئي   ڏس تہ اي دشمن خدا جا پنهجو دشمن ڪير ڪيئي
بار لعنت جو منافق پنهجي سر تي ڍير ڪيئي
آهي دانهين در ڏئي حقدار زين العابدين

اي يزيد آن فتح تي شادي م ڪر سن ڳالهہ ڪن   جي ستم تو ڪيا اي ڪافر دين دشمن سير پڻ ان
سي يهودين ڪيا نہ نصرانين نہ ئي ڪنهن ڪافرن
حشر ۾ توسين ڪندو تڪرار زين العابدين

اي يـزيد اِنَ دولتَ، دنيا تـي نـاهي اعتبار  سُکَ ۽ ڏک هن ماڳ ۾ مانجهاندي جا آهن ڏينهن چار
ڏس تـہ ڪنهن جي آهي دائـم بـادشاهي برقرار
پَڌ تـہ منصب جـيءِ ڪري گفتار زين العابدين

منهجو بابو مصطفيٰ جو صـاحبءِ دستار آهہ  سو خدا جـي ڪارخاني جـو سدا مختار آهہ
دؤر دؤر آنـجـو هميشہ مُلڪ ۾ چـوڏار آهہ
آهي صـاحب سِڪـہٗ، سـرڪار زيـن العابـديـن

ڪئي خدا طاعت اسانجي فرض سڀ ڪنهن ياب ۾  ۽ بہ ڪئي نـازل اسـانجي اِنّما القاب ۾
ٿـا پـڙهـن خطبا اسـانجا منبر و محراب ۾
آهي دائـم ديـن جـو سـردار زيـن العابدين

اسين رسول الله جـا آهيون جگر گوشہ شهيد  اسين رضا تي آهيون راضي جا وٺي رب الوحيد
پنهجي حق تي رهجي ثابتؔ سر ڏناسون اي يـزيد
چـا ڪري تـوهين تـڙپل تڪرار زيـن العابدين

هيئن چئي مظلوم هُنيءَ هُنيءَ ڪيو رُنو رت زار زار  پئي ڪچهري ڪوڪ ۽ شورءِ قيامت آشڪار
وا ستم وا حسرتـا جو غلغلو هنڌ هـر ڪنار
هـو آبـي جـي ڏک ۾ مـاتمدار زيـن العابدين

تڏ ٿي آن خارج خجل رخصت ڏني مظلوم کي  ڪربلا مظلوم پُٽ آيـو ابـي جي قبر تي
قبر تـي بـابـي جي رونـي هنطرح زاري ڪري
هُنيءَ روانـو ٿيو مـديـنـي پـار زين العابدين

اي امامءِ دو سرا "ثابت علي" تُنهجو غلام  شاهَ زين العابدين چئي تو تي صلوات و سلام
پنهجي فدويءَ تـي نظر ڪر يـا امام اِبن الامام،
اي دو عـالم جـا سـچـا سـردار زيـن العابـديـن۔

# ڪاروان سالار ري جڏ ڪربلا جو ڪاروان

ڪاروان سالار ري جڏ ڪربلا جو ڪاروان  شام جون سختيون ڪٽي سوئي مدينہ ٿيو روان
چـو اچي جبرئيل مرسل کي ٻہ فـريـاد و فغان
يـا محمد اڄ مدينہ شـورِ محشر ٿـيـو عيان

يـا رسـولؐ الله اچهي آيـا يتيمانءِ حسين  ڪربلا ۾ قتل ٿيا اڪثر عـزيزانءِ حسين
يـا نبي آيـا سـنـدم بيڪس غـريبانءِ حسين
تين جا ٻي وارث وري آيـا وڃهين ٻهرءِ آمـان

هيءَ خبر روحِ رسول الله ٻُڌي ٿيو بيقرار مصطفيٰ ۽ مرتضيٰ باهم رُنو رت زار زار
ٿي خبر خيرالنسا کي ماريا تنهجا نينگار
فاطمہ فرياد ڪئي فردوس ٿيو ماتم مڪان
اينهين آيو ڪربلا جو ڪارواني عابدين ڪاروان سالار ري ڪئي ساروان عابدين
هي حسين ابنِ علي جو يار جاني عابدين
ڪربلا ۾ جنهجا ماريا يار جاني سڀ جوان
هي نبيءَ جو ڪاروان سالار زين العابدين هي عليءَ جي سات جو سردار زين العابدين
هي يتيمن جو آجهو آڌار زين العابدين
ٿي يتيم آيو ابي جي درد ۾ زاري ڪنان
ڪربلا جو ڪاروان سالار زين العابدين ڪربلائي سات جو سردار زين العابدين
ڪربلا مئون آيو رُئندو زار زين العابدين
يا رسولَ الله هي تنهجو ڪربلائي ڪاروان
سر هٿي در تي وجهي سر خاڪ ماتم آن يتيم سنهن ڪري ناني ڏي ڪئي فرياد گهائل دل دونيم
يا رسولَ الله اسانتي ظلم ڪيا اُمت عظيم
يا محمد الغياث از ڪوفيان از شاميان
يا نبي ڪوفين اسانکي قتل ڪيو منجهہ ڪربلا يا نبي شامين اسانکي قيد ڪيو ڏيئي دغا
يا نبي ماريا سندء محبوب جاني دلربا
آن مديني جي مقيمن ڪربلا ۾ ڪيو مڪان
يا نبي تنهجي مدينہ جا مسافر رڻ رهيا وريا مديني مئون لڏي تين ڪيو مدينو ڪربلا
ڪربلا ۾ ٿا چون سڀ تو تي صلوات و ثنا
تون بہ مرسل ڪربلا هل جت سندء سڀ خانمان
يا نبي هن تنهجي مدنيين ڪربلا مئون چئي دعا هئو مدينئون وڃا لڏي توکي مديني هاڻ ڇا
تون بہ مرسل ڪربلا هل تو مدينو ڪربلا
ڪربلائين ڪربلا ۾ ڪيو مدينہ جيئن مڪان
يا نبي تون لڏ مدينئون ۽ حسن ٻئي ساڻ ڪئي ڪربلا ۾ آءُ ۽ منهين ماتمن جيئن هٿ بہ هڻ
هي ڏٺي ڏڻ ري سڄا ۽ ري ڏٺين ويڳاڻو ڏڻ
ڏڻ ڏٺي آءُ ڏڻ آجيہ ڇڏتام از دستِ سڳان
توکي شاہِ ڪربلا ڇا مهين صلوات و سلام ۽ ٿي چئين يا خير خلقِ الله يا خيرالانام
ڪربلا ۾ ڪيا اسانتي آهہ اُمت اژدهام
چئو طرف آيو اي نانا ڪاهي لشڪر بيڪران

يا نبي ڪوفن اسانتي ٻورين پاڻي بند ڪيو  يا نبي شامن اسانکي قتل ڪيو ۽ قيد نيو
يا نبي ويرين سنڌ سڀ خـــانـمان رڻ ۾ لٽيو
ڌڙ ڌڙن تي ڍير ڪيئون سر نيائون ٻر نوڪ سنان

يا نبي تنهجي، حسين، ناز پرور ڪيو نياز ۽ ٿي چئن نانا اسانتي آهي اڄ سوز و گداز ۽
تون ٿي مرسل ڪر اسانجي واه توسين رَبّ جو راز
اي خدا جـا خـاص محبوبِ رسـولِ رازدان

يا نبي تنهجي نـواسي جـا سيئي نورالبَصر  پاڙ پٽ پاڻتيا ۽ پائج دوست جاني دل جگر
پٽ ۾ ٿيا ٽڪرڙن تـي ٽڪرڙه ويا وڍاڻي ٻنهجا سر
ذڪر قاسم جو ڪريان يا حال اڪبر جو ڇوان

يا نبي قاسم ٻه سر سهرا ٻڌائي ٿو سـوار  سر ٻمع سهرن وڍاڻي نيزي جهوليو نـامدار
هڪ طرف زلفن لٽيون ٻـي طرف سهرا تـار تـار
واڻي سهرو رت ٻـريـو ۽ واڻي زلفِ خونچڪان

يا نبي اڪبر ٻه قاسم بعد عزمِ جنگ ڪئي  تنهن ٻـسور هـٿ سر ڏئي روئي، زمين خون رنگ ڪئي
قاسم و اڪبر جي حسرت زندگي سڀ تنگ ڪئي
سر ٻڌي، قـاسم اسـان ۽ رت روئـي اڪبر آمان

يا نبي قاسم ۽ اڪبر بعد اصغر ڪئي آداس  ڪيو ٻهانو موت جو معصوم ٻاڻي جي پياس
ويا لڏي سڀ لعل لائق هئي ٻئي ڪنهن جي نه آس
واه قـاسم واه اڪبر واه اصغر بـي زبـان

يا نبي بـازو وڍاڻـي ويـو علي عباس شير  مَشڪ لئي پاڻي جو پياسو ماريو دريا تي دلير
سـاقي! ڪوثر جي پياسن جي لهي اڄ سـار ڪير
اَلعَطَش چوندا ويـا مي قـاسمِ خُلد و جنّان

يا نبي قـاسم ۽ اڪبر اصغر و عباس ويـو  يا نبي هڪ هڪ سنڌ جاني جگر رڻ قتل ٿيو
هئي حسين ابن عليؑ جو ڪاروان ٻڪ جا لڏيو
ڪاروان ســالار ســاريئون ۽ لٽيائــون ڪاروان

يا نبي تنهجو حسيني ڪاروان سالار و آل  جنهجا ٿيا سڀ ڪارواني پٽ ۾ ٽڪرڙا پائمال
ڪربلا ۾ قتل ٿـيـو ڏس آل تـي ظلم و زوال
ڪاروان آنجو ولـي اڄ آيـو عـابـد سـاروان

يا نبي هن ڪاروان جو ڪاروان سالار ٿي جنجا سڀ سردار ماريا تينجو تون سردار ٿي
اڄ يتيمن جـو اي نـانـا تـون آجهو آڌار ٿـي
بـي امـانن جو ضمان اي وارثِ دارالامـان

يا نبي هن بي امانن کي امان و آمن ڏي  حادثي مارين جي حضرت تون حمايت ڪر سگهي
ويا لڏي وارث ۽ هي تو وٽ امانت ويا ڇڏي
سا امانت رک امن ۾ اي رسولِ مهربان

يا نبي ٿي مهربان هي تنهجا بيڪس دلملول  دل ملولن کي دلاسو ڏيج اي رب جا رسول
تنهجي وڇڙين کي خدا ڪيو توسين اڄ واري وصول
تين وڇوڙين کي وطن ۾ رکج يا آمن و امان

يا نبي هي ڪربلائي ڪر مديني جا مُقيم  ڪربلائن جا اٿئي هي درد گهايل دل دونيم
اي محيطِ فضل و بحرِ رحمتِ ربُ العظيم
الصّلوات وَالسّلام اي قبلهِ ڪون و مڪان

يا نبي "ثابت علي" کي ڪربلائي ڪيو ڪريم  تنهن کي شاهِ ڪربلا ڪيو نجفي از لطفِ عميم
تون حجازي ڪر سگهي اي رحمتِ رب العظيم،
ڪربلائي ٿي حجازي اي امامِ مرسلان،

# جڏ ڪربلا ۾ ڪوفن ماريا امام پيارا

جڏ ڪربلا ۾ ڪوفن ماريا امام پيارا  چو شاه هاڻ هلجي ويا سڀ لنگهائي وارا
ٿي ضعف زين عابد چو ماري آه نعرا
دل ميرود ز دستم صاحبدلان خدارا

هئي هئي مر ونڻون حسينا سجاد بابا سرور  سيني سين لاه سڪينه اصغر کي ڏي ڪا آڌر
ڪنهن سين ٿو پرتين ڪامل هي ننڍڙا ناز پرور
پر وس ڇڏي مر ڇيهاه پرڏيهه پنهجا پيارا

هئي هئي ابا اسانجو اڄ حال سخت آهي  تنهجي وڇوڙي وارث واويلا وقت آهي
غم جوش ڪئون دل و جان چون لخت لخت آهي
ڏس رت روان اکين ڪئون تو فرقتئون فوارا

اڄ تو اڳئون تہ آءٌ پڻ تهدل نثار ٿينديس  هن مرض ڪئون اي مشفق رڻ رستگار ٿينديس
مائٽن سين پنهجي ماندس پارن جو پار ٿينديس
سائئون نہ پوه پوندس ويا جيئن پرين پيارا

قاسم جي حق تہ ڪاڇئون هئي موت جي مبارڪ  سڀ چاهي ماهي پڻ ٿيا سر گهوري تن ڪئون تارڪ
مي تا صحي سگهيا ٿيا سڀ نڪر ڪئون ٿي فارڪ
سون تين جي فڪر فرقت نيڻن وهايا نارا

جاني جوان ماريو اڄ هي عليؑ اڪبر  جنهن نور منهن نبي جان همت پريو چو حيدر
سونهن سين گڏ ڀڄائن ڪيو ڪربلا ڪُسيءَ گهر
سر منهنجو گهر ٻه ٽيتر هڻي جت ڪرم ڪيا آتارا
اُن گڏ جيءَ، تو اڳيئون اڄ صدقي ٿي سر تهِ ڏيندس  تا ٻيوطن ٿي پروس ڪوفن جي قيد ويندس
آهڙي عذابئون جاني آخر اوهان ڏي ايندس
جاويد تا ٻر جيئندس ٻس ڀوڻ ڇا پيارا
آندم امام مظلوم سجاد سيني لايو  جنهن آهه عابدين اڄ اهڙو ني وقت آيو
پر ڪهڙو وس جو قسمت اِنَ پر هو رب جو رايو
تقدير ٽئي نہ تبديل مَر سَؤ چلائي چارا
اڄ آل مصطفيٰ جو هين امر هو مُتَّقر  اڄ عترتِ علي جو گهمسان ٿيو سچو گهر
راضي رهي رضا تي خوش ٿي ميهوسين خنجر
هيت ڏک ڏاسين سُب سک نيرتوُن ڪري، نظارا
هاڻ شير شُڪر ڪر تون ۽ ره رضا تي راضي  سنهنَّ سر تي سب بلائون ڇڏ امر اعتراضي
ٻائهي جڏهن پيمبر ٿيندو قيام قاضي
هي ويهر ساري وٺندو محشر ڪري دوبارا
دنيا جو دؤر ڏک سک مانجهاندي ماڳ آهي  راحت ۽ رنج آنجو بيشڪ بقاءَ ناهي
امر قضا ۾ آسين ٻس ڪير سنئو ساهي
هيت دوست دم بخود ٿي ڪر عاجزي اِشارا
هتڪڙي سر ٿي ماريا هنا لڪَنجنين سين لشڪر  هيت رهنت پنهن هئي، ويا ڪيني بادشه ٿي ٻي سر
آئينہ، سڪندر جام جم است بنگر
تا ٻر تو عرضہ دارد احوال مُلڪ دارا
ڇا قيد و قتل دنيا ڇا ذوق عيش و عشرت  ويندي رهامي البت هيءَ رات حزن حسرت
روز جزا ۾ آخر هي رنج ٿيندو راحت
تنهن راحت ابد جا پهچن رنجن ڪنارا
ڪن زير دست توکي ظالم ٿي گر زبردست  تا ٻڻ تون آسين عابد سر صبر ۾ رکج ست
آسائش دو گيتي تفسير اين دو حرف است
با دوستان مروّت با دشمنان مدارا
خوشحال ٿي ڪٿع ايءَ زاري ۽ زير دستي  سب ڀائج سر بلندي ۽ عاجزي وَ پستي
هنگام تنگدستي در عيش ڪوش مستي
ڪاين ڪيمياني هستي قارون ڪُند گدارا

هي زيد ۽ مُٺني آهن حسن جا جاني قاسم ۽ عبدالله بعد آهن آدي، نشاني
ٻن جي تون پرورش ۾ ڪئي جُود و جانفشاني
نيڪي بجائي ٻاران فرصت شمار يارا

سر منهجو نيزي جهلندو تون پرين پيادو ٿيندين هوندئي مهار هٿ ۾ ڪوفي ۽ شام ويندين
اهلِ حرم ٻيهر آخر سوني مديني نيندين
هي ڏينهن ڏکيا سڪيائي، گذري ڪندا گذارا

هيئن چئي دعا گهرياؤن رب کئون ٻه چشم خونريز يا رب نبي جو ناموس بچاءِ وطن ٻه پرهيز
ڪشتي شڪسته گانم اي باد شرط برخيز
باشد ڪه باز بينم آن يار آشنا را

تنهن بعد ڪئي تياري فرزند مرتضي جي محشر جو هل مچايو آت آلِ مصطفي جي
رنندن کي وقت رخصت چو شاه ڪربلا جي
اي ٻيڪسو ٻس آخر ڪهڙا اسر سين آرا

الغرض آيو مقتلِ او سروّرن جو سرور سردار ڪل سرور آلِ عبا جو افسر
ڪيو ماعدن مقابل آت تيغ و تير و خنجر
آن تيغ و تير و خنجر ڪيا ورير سر تي وارا

واري تي واري ويرن ڪئون واه وَس وڌائي تا شربتِ شهادت تقدير جوڙي آئي
شبير شادمان ٿي آت اِيءَ زبان هلائي
هات الصبوح هبو يا ايها السڪارا

قاتل ٿي قصد ڪيو تا سرور جو ڪم سگهاري هُني هُني قضائي چو ڏس ڪنهن کي ٿو ڪير ماري
جنهن من موهن جو سر هي تا اهل ٿو آتاري
هن منهن چو ماهِ تابان هن دل چو سنگِ خارا

شرحِ شهادتِ شه هي ناهي اهڙي جرأت جنهن سان جوڙي ڪنهن پر مرسل جي ڪيئين مصيبت
ما آوڙيءَ نبيءَ چو هن حادثي ۾ حضرت
جڏ جبرئيل ڪيو هو هي راز آشڪارا

بيشڪ انهن ڪئون برحق آهي نجاتِ عالم بل حجتِ شفاعت مومن کي آنجو ماتم
هن جوش خون جگر ڪيا جن و ملائڪ آدم
سڀ ڪنهن سُٺي ستم هي هُني ڪيئون لباس ڪارا

بس هي بلا جفا سڀ آن عين هُيون عطائون جيئن جيئن ٿي جور جاليئون تيئن تيئن ٿي شڪر ڪيائون
تنهن صبر شڪر آخر لوجي، پرين لڏائون
جنهن ڪيا ٻنهي جهانين سڀ مُلڪ مٻاڪ وارا

"ثابت علي" تون صدقون صلواة ۽ ثنا چئو  شهدائي ڪربلا جو سوز ۽ الم سدا چئو
مانع ڪي چئو هي ماتم ۽ رب جي رضا چئو،
گر تنهن نسي بندي تغير ڪن قضا.

# يارو عجب قوي هو تقدير جو لکايو

يارو عجب قوي هو تقدير جو لکايو  جنهن ڏينهن امام ڏيرو ڪوفي طرف سنڀايو
تنهن ڏينهن عمر ٻالو آت پرچي هو جو آيو
مسلم کي هاڻي ڪوفن ڪوفي ۾ هو ڪُهايو

سرور حسين سنبريو جڏ ساٿ کي سنڀاڻي  مڪي مٿون مير نڪتو مڙني ڪئون موڪلاڻي
ڪوفي ڏي ڪاهيو ڪامل اطفال سين آڻاڻي
ڪوفن ٻه ترڪڪ ۾ سنبرڻ جو ڪيو هو سعيو

هيڏنهن حسين هادي ڪئي آنجي حق هدايت  هُن دل رکي دغائون داور کي ڪئي ٿي دعوت
ڪيئي خط لکيا خبيثن آقا ڏي از عداوت
شير خدا جو فرزند ڪوفي ڪٺن ڪُهايو

مسلم کي هاڻي ڪوفن ڪوفي ۾ قتل ڪاري  سرور مٿي سنڀايو سُورن ڪٽڪ سنواري
بيدين ڪاڻي ٻازي دنيا تي دين هاري
آونڌن عذاب محشر سر تي سري سُهايو

تاريخ ٽين ذوالحج مڪي مٿون مير ڪامل  منزل ٻه منزل اِنهر ڪاهيو امام اڪمل
سورهين مهيني جنهن جاهه آن ماه کي ٿي منزل
هڪ شخص ڪوفي پارؤن آن وات سر ٿي آيو

سرور پڇس سڏائي ڪوفي جي ڪا خبر ڏي  هُن چو اي شاه برحق سر ساه توتئون صدقي
ڪوفي ۾ ماريو ڪوفين مسلم کي منهجي ڏسندي
سر شام ڏي وڌي ويا ڌڙ ڪوٽ تئون ڪيرايو

فرزند تنهجا في الحال حارث کي هٿ جي آيا  تنهن تين فرات پر تي اني ڪونڌ نيئي ڪُهايا
ابن زياد آو ٻن جڏ روبرو ڪهڙايا
تڏ حادثو حشر جو عالم جي سر هو آيو

اني نونهال نوري بستان مصطفي جا  ٻئي گلعذار گلرو گلزار مرتضى جا
اني مهر و ماه ڪامل افلاڪ انما جا
تين مير صغير سن ۾ هئي ڏينهن اجل جو آيو

مسلم کئون بعد موذن توتي ٻه ڪئي تياري    هاڻ وڃڻي وينا ويري صحرا جي واٽ ساري
تو تنهن طرف اي ڪامل ڪين وهلو واڳ واري
دنيا تي دين وڪئي هُن توهڙن سُنهن ڦيرايو

سرور جڏهن سڻي سڀ هين حال جي حقيقت    معلوم ڪيئون مڙباني اهلِ دغا جي دعوت
مسلم جو موت ٻڌندي ٿيو ڪئوڪرو قيامت
آلِ نبي سفر ۾ ماتم جو هُلُ مچايو

پئي ڪوڪ قافلي ۾ وا مسلما جي وائيءِ    اولاد مرتضيٰ جي سر خاڪ ٿي وسائي
مسلم ٻنهن منصتم لاچار ڪئي لڙائي
سرور ٻه سوڻ جي ڏک سر جو ڏيڻ سهايو

صابر هئا بلا تي راضي رهيا رضا تي    شاڪر مجين قضا تي راضي رهيا رضا تي
نيت خيمه ڪوڙي وينا جان دل ڌري جفا تي
تا منحو ٿي مجيائون تقديرِ رب جو رايو

جنهن دم امام آيو رڻ ڪربلا تي ڪاهي    ڪوفي قريب جائين هي هنڌ اسانجو آهي
هاڻ هيت ڪريو اقامت ٻڌندن تئون بار لاهي
پروس ٿي موت جو مينهن هيت وبهي سر وسايو

هت ڪور ڪوفي ايندا سر تي اسانجي سنيري    شامي شرير هين جاه ايندا اسان تي آسري
حرمت ۽ حق اسانجو ويندو ولهين ڪي وسري
هنپر قلم قضا جي منجهه لوح هو ليکايو

هيت آلِ مصطفيٰ تي ٿيندي قيام قائم    اولادِ مرتضيٰ تي هيت ٿيندي سرڳ ماتم
فرزند فاطمه جا هيت ڪُهندا هاني ظالم
مظلوم ٿي مجيندا جيئن هوندو رب جو رايو

بستانِ انبيا جا وڻ هيت وڍيل وڍيندا    گلزارِ مصطفيٰ جا گل هيت گُڏيل سَنهندا
هت سر وڏائي سرور تن پرزه پرزه ٿيندا
هت رت يتيم رُنندا جن سر ستم هي آيو

پاويهه هزار پيدين ڪوفي ۽ شامي ڪافر    عمر ابنِ سعد تين جو سردار ٿي ستمگر
ڪاهيائون ڪربلا تي ڪارڻ حسين سرور
سيٺ ڪي سامهان ٿي موذين حشر مچايو

ماهون ڇتهين محرم ڪاهيائون ڪربلا تي    ٿيو ويس ويرين جو اولادِ مرتضيٰ تي
خيمه هنيا خبيثن جڏ دشت پر بلا تي
پائي ٻه تت پليدن بيداد سين ٻڌايو

جڏ العطش جو آواز اطفال ڪئون هو آئندو   آل نبيءَ ۾ اَج ڪئون هو حشر عام مچندو
پاڪار ڪئون ٻچن جي هو عرش و ڪرسي ڪنبندو
جِنّ و ملڪ اکين ڪئون رت ريل ڪيو وهايو

هِنّيءَ هِنّيءَ امام زادا معصوم پاڪ پيارا   جڏ تڙڦندي طپش ڪئون اَج ٿي ڪيا آسارا
عاجز اکيون ڦيرائي وسري ٿي وين اشارا
اولاد جي عذاب ماٺ جو مَنُ منجهايو

اصغر صغير هِنّيءَ هِنّيءَ پيارو امام فرزند   منهن ماه جان منور دائم ابي جو دلبند
جڏ اَج ڪئون ٿي آسارو چپ هوني ڪيئين اکيون بند
اهل حرم ٿي آندم محشر جهو هُل مچايو

فرزند مرتضيٰ جي پيغام ڪيا ڪئن ڏي   عباس جاني اڪبر چاڙهي مشڪائين تين ڏي
چو از رو يگاني عمر ابن سعد سگ کي
ڪاني ڪولي تنهجي ڪوليو آئون انطرف ٿي آيو

ناساڻ لڪي لعينوَ سونکي وطن ڇڏايوَ   ڪوڙن ڪيئاٽن تي مونکي سفر سڏايوَ
مسلم مڪرم اوهان ڏي سو ٻهرين هين ڪُهايوَ
هاڻ منهجي سر وڌڻ جو سيئون ڪريو ٿا سعيو

مون تا اوهانجي مونبيو تقصير ڪانهِ ڪئي هِنّي   نانا جو ٿي مجاور سڀ دعويٰ مون ڇڏي هِنّي
دعوت ڪري دغا ڏيو ايءَ رسم آن سندي هِنّي
ورنہ اي بيوفاؤ مون آنجو ڇا وڃايو

اي عمر نحس تو ڀيءَ هو سعد ابنِ وقاص   جنهن پنهجو سر فدا ڪيو نانا اڳيئون بہ اخلاص
ناني بہ ڪيو نوازي خيلِ صحاب مئون خاص
تون تنهجو پٽ اي ملحد مون سر تي سنهري آيو

ڪيہ خوف ڪر خدا جو ڪيہ شرم ۽ حيا ڪر   آل نبي جي حرمت اي بيوفا بجا ڪر
محشر جي معاملي جو انديشو اوّلا ڪر
تنهن بعد مونسين سوڏي هين ويرَ کي وڌايو

جڏ شير شاهزادا آيا عمر جي ديري،   ناميئن ٿي ڪئي نصيحت آن سونرکي سويري
تڏ خارجي خجل ٿي چو منهن لعين ڦيري
چاٿان ٿو سڀ هي سچ آ جيئن شاه چئي هلايو

مسند جو مصطفيٰ جي وارث حسين آهي   کو ناهي تنهجو ثاني تنهن ۾ بہ شڪ نہ آهي
جو تنهن سين سامهون ٿي اڄ شرم لڄ کي لاهي
روزِ جزا ۾ رسوا ٿيندو پسي ڪمايو

پر اڄ عمر کي آخر دنيا ۾ ڪم ڏمن سان  جي آخرت جا طالب تن چاهي هين ڪمن سان
هاڻ قلب ڪيائون ڪارا غفلت ڪڏي غمن سان
دنيا تي دين وڪڻي هين لوڀ لالچايو

اڄ معاويه جي پٽ کي دنيا جي بادشاهي  سو ڏني وڏا خزانا ۽ سانڍي ٿو سپاهي
تنهن ٿو طرف ڪياسين از بهر رزم راهي
ورنه اي والي ديـن تون فاطمه جو ڄايو

شير خدا جو فرزند خيرالوري جو جاني  مالڪ ٻنهي جهانين حضرت حسن جو ثاني
جو تنهن سين ڦرندو تڪرار في‌الحال ٿيندو فاني
پر دم جهلي ڏيوٽن منهن دين کئون ڦيرايو

جنهدم اچي وکيان هي ڳالهه شه سين ڪيائون  تڏ شاه چو اي يارو تڪرار سچ چيائون
جن دين ڏني دنيا تي دوزخ قبول ڪيائون
تن کين ٿي هدايت جن کي ڏٺي ڏرڪايو

آخر ڏهين محرم جمعه جي ڏينهن ٿي جنگ  ڪوفي ۽ شامي ڪاهي ڪيئون ڪربلا زمين تنگ
سيد سين سامهان ٿيا نامرد ڪاٽي نيرنگ
مارو وڄائي موذن مقتل ۾ هل مچايو

ستر ڇٽا سيني همراه شاه جا ها  پاٽر ۽ پاٽئيا پائچ فرزند دلربا ها
ارڙهن عزيز هيا سڀ اصحاب اقربا ها
جن صدقون سر سيد تئون صدقو ڪرڻ سنڀايو

واري تي پنهجي واري لعلن ٿي ڪئي لڙائي  هڪ ٻي کئون بعد تين جي ڪوفن ٿي ڪئي ڪٽائي
جڏ سڀ محب موالي ٿيا جانفدا فدائي
تڏ آل مصطفي جو وارو وڙهڻ جو آيو

اول پسر علي جا سرور جا ڀاٽر دل جان  عباس و عمر و جعفر بوبڪر و عون و عثمان
ٿيا جان نثار جاني سر ڏني ره رام سبحان
سر ڏيئي سرها ٿيا سڀ جن سير اجل هو آيو .

پاٽن کئون بعد پاٽئيا پيارا جگر حسن جا  احمد ۽ عبدالله جا ٿيا وارا سر وڃڻ جا
ٿي سر وڃائي وڃين تن پرزه ڪاريا تين جا
راضي رهي رضا تي تين پنهجو سر وڃايو

قاسم ڏٺا جي ڪسندا اڙ بيگناه ڀاٽر  رت جوش ڪيو اکين کئون اندوه دل کئون آبتر
چاچي کي چائين روئي موڪل ڏي مونکي سرور
اڄ ڀائرن بعد منهجو آهي جيئڻ اجايو

انون ٻڻ آدن ڏي ويندس جنهن واٽ ويا هو جاني  سهرن ۾ سر وڏائڻ پانڻ سين سنهجي باني
مون شادي هين جو ماتم مون ڪاڄ هين جي ماني
هي شادي ۽ هي ماتم مون سر مبارڪ آيو
گهوڙي تي گهوٽ سنبري ڪئي زين زرنگاري  سهرا ٻڌائي سر سين ڪيئين ڪربلا تياري
رنڊي ونيءَ ڪئون وڇڙي ڪئي جنوان جان نثاري
سهرن سميت دولهه سرهو ٿي سر وڏايو
جڏ ٻانر ٻانئيا پانڃ سرور جنا سڀ سڏاريا  اڪبر ۽ اصغر آن جا ڪوڙين ۾ قتل ڪاريا
جڏ سڀ جگر ۽ جاني سوڌن سڙيئي ماريا
تڏ ٿي حسين تنها خيمي طرف سڌايو
زين‌العبا سين وڃي والد ٿي ڪئي وصيت  لاٿي سڪينه سيني بابا رُنو ٻه عترت
اهلِ حرم ۾ آندم ٿيو ڪُوڪرو قيامت
آخر شہِ الوداع چئي سڀني ڪئون موڪلايو
رنندا ڇڏي يتيم ۽ سرور ٻه رڻ سڌاريو  مقتل ۾ ڪيائين مارو غازي وڃائي وارو
شبير جي شهادت مذڪور آهي پانرو
راضي رهي رضا تي صابر ٿي سر وڏايو
جيئن سر وڏائي سرور ڪيو معرفت جو معراج  ٿيو انبيا ۾ اڪمل سڀ اوليا جو سرتاج
هو مالڪ دو عالم ڪونين ۾ پنُس ڪاڄ
تنهجو شرف شهادت حقَ هين روشن وڌايو
"ثابت علي" اي سرور تو در سدا سوالي  ٿيو مهربان تنهن تي وارث وسيلا والي
محشر ۾ ڪج شفاعت آنجي اي شاهِ عالي،
دنيا ۾ تنهجو ڏک ڪنڌ ڇهوُن اچي ڇڏايو.

# جنهن وقت عبيدالله عمر نحس سڏايو

جنهن وقت عبيدالله عمر نحس سڏايو  سرور جي وڙهڻ ڪاڻ ستمگر ڪيو سغير
تڏ سپه جو سالار ٿي آن ڪوفي مئون ڪاهيو
دنيا تي ڏني دين ڪٺي ڪين ڪمايو
پٽ سعد جي پروانو ولي رِيَ، جي رياست  تنهن ڪاڻ تڙيل سر تي سٺي، لوڪ جي لعنت
چو ابن زياد آنکي ڪم آج هلَ ڪري همت
تا ڪوفي ۾ ٿي قدر صبح تنهجو سوايو

پنجاهه هزار اشرفي امداد ڪيائينس گهوڙو ۽ سروپاءِ بمع ساز ڏنائينس
ريءِ ۽ طبرستان جو سردار سڏيائينس
في الحال مٿي ملڪ جو پروانو لکايو
پروانو پليد هٿ ڪري، زر ساڻ کڻيائين خلعت ڍڪي گهوڙي چڙهي منهن گهر ڏي ڪيائين
دنيا جو ڏڪيل دوڙ ڏسي دين وڪيائين
محشر جو مٿي معاملو سڀ سر تي سهايو
گهر آيو ٻچن ساڻ پليد ڳالهه ڪرڻ ڪا ته ڏوڙون ڏسي، دوڙيا پٽ ونڊر ورلهي جا
خوش حال ٿي چاوَنس ٻلي آئين اي بابا
هي گهوڙو ۽ زر ڪنهن ڏنسي اڄ توکي ڦرايو
آن چو اي، ٻچڙو چا چوان آئون آن سندو اقبال تڪرار سندوءِ طالع اڄ آهي به اجلال
هٿي، ريءِ، جي، رياست جي طلب مونکي مه و سال
اڄ تنهن لئي عبيدالله به هو مونکي سڏايو
پنجاهه هزار اشرفي ۽ گهوڙو بمع ساز هٿيار ۽ خلعت ڏنسي هنطرح رکيئن راز
سڀ سپه جو سالار سڏي، چيائين به اعزاز
مٿون تنهن جون مهربانيون ڏسي سر ته نوايو
پر اي ٻچڙو هي گهوڙو ۽ هي ملڪ ۽ خلعت هم عزت و تعظيم آهي مال ۽ دولت
هڪ شرط ملي آنکي ڪم اڄ سڀ ڪري همت
ڪنهن طرح حسين ابن علي ماري ڪپايو
اڄ معاويه پٽ مسند اقبال تي آهي تنهن ساڻ حسين ابن علي سينو ٿو ساهي
برهم ٿي نه بيعت ڪري، ۽ قصد مٿون ڪاهي
مڪي ۽ مديني مٿون ڪهي، ڪوفي تي آيو
ڪين ٿورن ماڻهن سين ڪهي، ڪربلا پهتو تيت جاءِ ڏسي جنگ جي خيما هٿي وڌو
اڄ آن لشي عبيدالله ڪياي قصد ڪٽڪ ڪيو
تنهن گهوڙو ۽ زر ڏيئي مونکي حرب هلايو
نينگر ننڍي هي ڳالهه ٻڌي آه ڪري چو هئي هئي ابا هئي هئي ابا اڄ توکي هي چا ٿيو
چاڻين ٿو حسين ابن علي جو رسّيا رتبو
هئي مرندي پيرءِ م تو پليد ڪوڙ ڪمايو
هند پوني لئي هئي هئي ٿو مٿين ڏهنو نبي جو ڪين معاويه پٽ لئي ڪنهن فرزند علي جو
چا صدق رکيئي تين تي پڙهين ڪلمون جنين جو
صد حيف سنچا دين جو گهر تو ته وڃايو

دوزخ جي ڏوهہ لئي ڏو وڍين نخل نبيءَ جا ۔ ٻر ٻر ڏو ٻيرو ٻوڪين ڪيو سروَ علي جا
گل ڪوهين ڪنڌن ڪاڻ گنڏيل گلشنِ دين جا
چؤ لعنتي ڇا لڌئين تو ٻچ ڪنڌ ڪوايو

تو نار سقر جي تہ نپاڳا سٽيءِ سر تي ۔ ڪو عار جو ٻئ عيب نہ آيئي ڏي نظر تي
سڀ لوڪ جي لعنت بہ قبولين ڏو قبر تي
هين جنت ڪئون اي نامرد توکي ننگ نہ آيو

دنيا ۾ دغاباز ستمگار سڏائيئي ۔ دم ڪوڙا جهلي ڪفر ۾ اٿي دين وڃائيئي
تنهن بعد صحي قهرِ خدا سر تي سهائيئي
ڪو فڪر قيامت جو اوندا توکي نہ آيو

هئي هئي تون حسين ابن علي سين ٿو وڙهين واه ۔ هي مسندِ اقبال ڪتئل ڪنهجي آهي جاه
ٻڌين تون بيعت ٿو گهرين ڪنهن ڪئون ڪنهين لاه
ساڄين اڳيئون سردار ڪلهن سر نہ نوايو

اڳ قافلہ سالارِ عرب سيد سادات ۔ جنهن ناءَ تي مومن ٻہ چون صدق سئون صلوات
اُن صدق ۽ صلوات جا سڀ حق ٻيي بد ذات
لعنت جو تڙيل طوق تو سر پنهجي سهايو

هاڻ ماڻهو مڙئي توکي دغاباز چون ٿا ۔ هر وقت هي ڳالهيون پڙهي سڀ لعنت ڪن ٿا
تا حشر محب تنهجي ستم رت ٻيو روئن ٿا
تنهن داد جو دل ۾ ڪو ستمگر اٿئي سعيو

مسند جو محمد جي حسينِ علي وارث ۔ پنجتن ۾ پنجون پاڪ امامِ صحي ثالث
تون تنهن سين وڙهي ڏيندين تڙيل تا ابد اخبث
ڪنهن لئي ٿو ڪُهين ڪنهن کي رکين ڪنهن جو ٿو رايو

سعد ابنِ وقاص آهه ڦولهيا تنهجو جو پيءُ هو ۔ اُن سرورِ عالم اڳيئون سر پنهجو فدا ڪيو
سو عشره مبشر منجهون صحي اهلِ جنان هو
اُن راهِ جنان ڏي تو سفر هنار سڌاريو

ڪ ئي ڪالهہ ڪتل سامرِ مظلوم سين بيعت ۔ تنهن ڳڌ نہ سري مُنهن لڏئي هئي ڪري همت
اڄ آيو حسين ابنِ علي جنهن کي ڏني دعوت
دعوت ڪري دوسن جي ڪُسڻ توکي تڙايو

هئي هوڙي حڪومت ڪئون حيا واهہ ڦولهائي ۔ هن ڪهوڙي ۽ دولت ڪئون ٻلي ديس ڳدائي
هن جيئڻ ڪئون مردود چڱي مرڻ جي وائي
آثار ٻہ از عار پڙهي تو تہ ڀلايو

ڪي ٻَرج پشيمان ٿيو توبه ڪري تڪرار هي گهوڙو ۽ زر گهوريو، هي خلعت ٿي ڪرني خوار
ٻڻ رَي، جسي رياست جي اٿئي عارُ مَعَ النّار
ڦيٽ ڄڻُ جو جيئڻ جنهن تي هُوئي لوڪ هَسايو

تنهن بعد تو خط پنهجي هٿين ماه لکيئي ٿي ناهن تي لکي نامه ۽ رهبر به مَڪني ٿي
ديوث دغاباز مڪر ڪوڙ ڪيئي ٿي
دعوت ۾ دغا ڏيئي تو سرور کي سڏايو

نينگر ننڍي ٻيدين کي بيحد ڪئي نصيحت پانيائين ڪم ٻڙ ڪائي ٻچي، جنگ جي نيّت
سنهن موڙي وڏي کي جيئن ڪا تون چئو مصلحت
هين تنهجي ننڍي ٻاءُ تہ ٻڙ ڏيئي پڇايو

آن چو اي ابا جيڪي ننڍي جو سو سڀئي سچ ۽ جيڪي عبدالله ڏنو ڪوڙ مڙيئي ڪچ
ٻر هي ٿو ميلي هٿ ۾ هنو ڳالهين جو اٿئي ڳچ
هيت زر چڏي ڳالهين تي آدي، وقت وڃايو

اچ تنهجون آميدون پنيون ٿيو سپه جو سالار خلعت ڍڪي، خوشحال ٿي رَي، ملڪ جو سردار
تون ڪاه ڪنڪ سان طرف جنگ جفاڪار
مون تنهجو ٿيو نائب وڃي پرديس ڏيهايو

آنوقت وڏي پٽ جي وني ڳالهه ولهي، ڪي سنهن موڙي ننڍي ڪئون چئي آحسنتُ وڏي کي
پروانو ڏني ري، جي رياست جو رکيي کي
نامرد کي نائب ڪري تنهن ترت هلايو

ٻاويهه هزار اظلم ڪينين پاڻ سين همراه ڪئي ڪاه ڪلي قصد ڪنڪ شوم طرف شاه
جڏ ڪاهي رسيو ڪرب و بلا تي ڪنڏيو گمراه
تڏ سامهون سرور جي تنبل طبل وڄايو

خارج لهي خيمه هنيا دريا جي ڪناري ٿيو سامهون سرور جي صفون ترت سنواري
دريا تنئون ڏڪيل آهَ اهلبيت آناري
پاڻي ٻس پٽيل هئي ڪري، بيداد پڌايو

آخر ڏهين تاريخ محرم جي ستيه جنگ ڪيو ويڙهي ولهين شاه کي چوطرف ڪري تنگ
خر ڪوفيه مڙيا ڪين کي ناڪس ڪري نيرنگ
سگ شامي وڙهيا شرط ستم جو ڏڪري سعيو

ٿيا آل نبي جمله جلا وطن مسافر اصحاب ۽ انصار بمع خويش و برادر
ٻانئيا ۽ بلا پاڻيئا پٽ اڪبر و اصغر
ڏڪ ڏڪ کي ڪٺي قتل ڪري رڻ ۾ رلايو

هئي هئي جڏهن ٿيو هيڪلو فرزند عليءَ جو ٿيو قتل اڳيئون جنهجي سيني ڪرم نبيءَ جو
جنهن وقت رهيو ڪونه وفادار وليءَ جو
تڏهن آه ڪري شاهه اڪين نير وهايو
جابر ۽ جهون ٻئي هليا هئي هئي تڪي هٿيار مالڪ ۽ ٻار آيا ڏسي زره جو جنسار
اسرد ۽ ڏرع ٻوڙيا ۽ ڪپڙن جي ڪري وار
سيرُ ڪاٺ شمر سخت ڪري خنجر ڪڍي آيو
هئي هئي انهيءَ احوال جي ڪوئڻا چوي تقرير جي سر تي سنا ستم شريرن هٿئون شبير
آخر شهه مظلوم سهي رب جي تقدير
سر راضي رضا تي رهي صابر ٿي وڍايو.
هئي هاءِ ڪٿئون قافلي سالار دو عالم ٻر ٻر ٿي ڦريو ساٿ نبيءَ جو مڙئي ظالم
گهر سيد ڪونين جي سوڍين وڃهي ماتم
عترت ڪسي علي شير جي پرديس پٺايو
هاڻ سڀ چئو آن سيد سادات تي صلوات نورالبصر احمد مختار تي صلوات
جان و جگر حيدر ڪرار تي صلوات
صلوات و سلام آن تي خدا عرش چوايو
”ثابت علي“ اي سيد تو دَر جو سلامي ڪج مير سنديس ساڙ منجهون ميهر مدامي
ايمان ۽ اولاد جو ڏي دان دوامي،
محشر ۾ صحي پنهجي غلامن سين گڏايو.

---

# مصطفىٰ چو لحمڪ و لحمي به شان مرتضىٰ

مصطفيٰ چو لحمڪ و لحمي ٻه شان مرتضيٰ هو حسين آن لحمڪ و لحمي جو دائم دلربا
پس تم جيئن آن دلربا جو سر ٿي کيو تن کئون جدا
پڇ تم آن ٻي پير ڪئون هي ڪنهن تي ڪيئي ظلم و جفا
هو حسين آن احمد مرسل جو سو جاني جگر جنهن مٿي قربان ڪيائين پانهجو پيارو پسر
چائين مسون تسا پنهجي پٽ جو غم قبوليو پنهجي سر
حيدر و زهرا جو ڏک هئي هئي نسم سهندس تين بنا
هو حسين آن نور نرمل جو نواسو نيڻ ٺار ۽ هو ابراهيم پيغمبر جو پٽ جيءَ جو قرار
هڪڙي ڏينهن حضرت جي هنج ۾ گڏ هئا ٻئي غمگسار
هو خدا جو دوست خوشدل تين ميڻن جي محبتا

ڪڏهن ڏٺي جو منهن سيني سين لائين سڪ گهڻي ڪڏهن پيشاني پٽ جي شڪر ڪيئن ٿي ڏرڏي
هر دو عالم کي آڄاريو جنهجي پيرن جي ڌڙ
سي سڌا محبوب پنهجي نور سڀون خلقيا خدا

در زمان جبرئيل ڊوڙي آيو از نزد الله چائين اي سرور سڀنهارا هر دو جڳ جا بادشاه
احمدا اڄ پنهجي پيارن سين وڏا ڪيئي پيار واه
پٽ جنهن ڏٺو جنهن لاڏو سڪون سڀ سيئڊا

هاڻ تا هينطرح آهي حڪم حق جو ڪارگر تا هي تنهنجا شير شهزادا ٻئي جاني جگر
آل ۽ اولاد ڀڪ جا ڪڏ نہ هوندا تنهجي گهر
احمدا روز ازل هنپر قلم واهيو قضا

هي ٻئي گوهر گرامي نور نامي بي نظير هي ٻئي برج نبوت جا مه و ميهر منير
ڪڏ نہ هوندا تنهجي گهر اي هر دو عالم جا امير
سرورا آهي صحي اي آمر رب جو ابتدا

هاڻ توکي هين پنهي اسرن ۾ آهي اختيار هن پنهين منون هڪڙوني دل ۾ ڏئي رک برقرار
هن منون هڪڙي سر صبح ايندي قضا ڪاهي قهار
سو صحي پنهجي هٿين پوري ڪندين فاتح دعا

هتي پڙدي هي حڪم حضرت هاشمي هڪ آه ڪئي چائين جا رب جي رضا مون سڀ مٿي سر ساه ڪئي
جا ولي سا واه مون خواهش سندني دلخواه ڪئي
ري رضا تڪرار ناهي تنهجي والي واه ڪا

فڪر ڪيئون في الحال دل ۾ تا تہ ڪن ڪنهن کي قبول چائون جي پٽ نذر ڏيندس پنهجي سر ڏيندس ملول
۽ جي ڏٺو ڏيان تہ رئندي فاطم زهرا بتول
۽ علي رئندو حسن هتي هتي ڪندو آئون تين سوا

دل ۾ آئي هي دليل آن سرور عالي جناب منهن جي پٽ جو چئين لرجع الي لخيرالماب
هنج ڪئي حضرت حسين ابن علي بوتراب
چائين جا رب جي رضا هي آئون ۽ منهجا پڇا

ڏس تہ ٻي ڏينهن آه ابراهيم سر آيو آجل پيارو پيغمبر جو پٽ روشن رسالت جو هو ڦل
جو قضا آن کي ڪم اي حضرت جا جاني مونسين هل
آڄ تون مونسين هل صبح ڏٺس بس ايندو ڪربلا

آه ابراهيم پيغمبر جو پوريو پنهجي هٿ صبر سين شاڪر رهيو لاچار نيئين روئي رت
تنهن پنجائون جي ڪڏهن ڏٺو هو ڏسندو ويٺو سٽ
چوندو هو آه اي جو توتئون پنهجو پٽ مون ڪيو فدا

يا ابـــا عبدالله ابـــن بوالحسن سلطان دين مـــرحبا زيـــن السادات العلي زيب زمين
حبذا حضرت حسين ابـــن امـــيرالـــمـــومنين
آهه پلي آئين جو تنهجي آئـــي آئـــون سرهو سدا

اي منهجا منثار دل جي درد جا دارو سندوم ناز پرور ناني جا مون سايہ سک سارو سندوم
ڏينهن قيامت روئـــي ڏک آمت جـــا ڏيکارو سندوم
آهه نيچ جائين جو تنهجي جـــائـــي آئون اجڙبس آبا

آهه منهجا مـــن موهن جـــانـــي جگر نور نظر اي نبوت جي چمن جـــا لالہ رخ خوني جگر
ســـرو بستان شـــرف نخل امـــامـــت جـــا ثمر
آهه جاني جيءَ جيئين تو جيئري مون سب سور ويا

ڏس سو ڏهنو جنهن تي پيغمبر جو ايڏو پيار هو تاکہ پنهجو پٽ به آن کامل مٿي قربان کيو
تنهن سوا امت مٿي ايڏيون پـــارتون ڪيئين روبرو
ڪڏ ٿي جيئين ابناءنا ڪڏ إنما ڪڏ هل اتي

ڏس سو ڏهنو بعد آن نـــاني جي آمت بيگناه ڪربلا ۾ ڪيئن ڪنو ڪولي بمع اولادآه
خاندان مصطفي تڙپلن تـــہ ڏس ڪيئن ڪيو تباه
ڏس تہ ڪيئن سب پارتون پاريون پليدن تنهن ٻنوا

هاه پيارو ڇا جوان آهه ڪربلا جو قتلعام جنهن گهڙي گهيريو شرين شاه کي افواج شام
هئي وهـــا مقتل ۾ مـــارو ارڙلـــن ڪيا اڙدهام
شير جي مارڻ لئي سنهريا شـــام ڪوني جا ڪتا

آه جڏ عمر ابن سعد آيو ڪره تي ٿي تيار عترت اطهار جي حـــرمت ٻڏائـــي نابڪار
سامهون سرور جي تـــي جوڙي صفون پيادا سوار
هـــر طرف هل مين مبارز نـــامرادن ڪئي نيدا

تت تڙين ڪئي تير باران شاه تي با شور و شر چوطرف تيرن جو مينهن هئي هئي وسائين پنهجي سر
تنهن ۾ وچ جيئن ٿي ڪيئوريا خنجر ۽ تلوار و تير
آن ٿي آن خنجر ۽ تلوار و تـــبـــر ۾ شڪر ڪيا

هئي جو پهريون تير ماريو عمر ڪوفي پنهجي هٿ تنهن لڳي پيشاني پوريءَ مؤن وهايو ريل رت
شاه چو ڇا چوندين اي ملحد صبح ناني جي سٽ
جنهن تي مون لئي ڪالهہ چو اولاد نا آڪبادرتا

اي منهجي ناني جي آمت آئون نبي زادو سندو آئون مؤن جو مقتدا والي ولي زادو سندو
وارث مـــحـــراب و منبر وه وصـــي زادو سندو
منهجي طاعت آن مؤن تـــي فـــرض فرماني خدا

ڪالهہ ناني مونتي قرباني ڪيو فرزند کي    اڄ اوهين ڪينئن ٿا ڪُهو اُن دوست جي دلبند کي
ڇا صحي ڇوندؤ صبح خيرالبشر خاوند کي
جنهجو ڏهٽو هينطرح ڏک ڏيئي مارينو موذيا

اي عمر اڄ ٿو تڪين تون هند پوٽي جا پيار    مصطفيٰ جا لعل اُن لئي ٿو ڪُهين اي نابڪار
معويہ جي پٽ مٿي زر باسي خجرا ڪيئي خوار
حيدر و زهرا جي پيارن سين مَ وڙهہ هيٰ هيٰ ورلهيا

اي عمر هي انمَّا جي باغ جا آهن نهال    هي حديقہ هل اتي جا. گلبدن نؤ خط و خال
سي مَ اڄ هھڙي ستم اڄ سين پٽيل ڪر پائمال
ساقيٰ ڪوثر جا وارث ڏس تہ اڄ مارئني انڌا

اي عمر مون تا اوهانجي ڪانہ هٿي تقصير ڪئي    مون مجاور ناني جو ٿي صبر جي تحرير ڪئي
آن امامت جي تمامي ملڪ جي تسخير ڪئي
تہ مديني مون لڏي منڪہ هليس جڳ مقتدا

ڏيت ہ ڪوفيونتي، ہ پٽي، ڪيو مونڏي پيغام و پيام    چار سؤ پنجهہ ڪتابت بيا مواهير و تمام
۽ وڪيلن تي وڪيلن ڪيا وڏا وَس خاص و عام
ڏني دغا دعوت ڪري ڪولي ڪنهو ٿا ڪوفيا

تڏهي ڳالهيون سپ پڌي چو پنهجي لشڪر کي عمر    ڪاي سڪان شام و اي ڪوران ڪوفي في النستر
شيرِ حق حيدر جو پٽ آهي حسينِ نامور
تنهن سين طاقت ناهي ڪنهن جي جو وڙهي ٿي هم وغا

ڪرج هي والا ڳهتر اڄ ڪنون آمارو آهي اڄ    پا ڪہ هي ہ سين نسب وطنؤن آوارو آهي اڄ
پٽن پائٽين پانجن آنجي سڏاريو آهي اڄ
پاڻ پنهجي سر ہ تين لئي ٿو ڪري ڪنهن دم وِدا

پر ٻي هيءَ حيدر جو پٽ شيرِ خدا جو آهي شير    سامهون تنهن جي نہ سگهندو ڪو وهي دانهہ دلير
تير باران ۾ مگر گهوڙي تؤن چڙهندو هيءَ ڇپير
هي پڌي هر سؤ آئين قبضا ڪمانون دست ڪيا

هاءِ هڏي هڪڙو سر اُهوڏي ورلهين پاويہ هزار    هڪڙو هي سينو سپر هوڏي، هزارين تير بار
جنڌ جهڙيءَ تيرن ڪنون توراني ڪيريو اؤ شہ سوار
تہ مديني پار نيوتڏي ڪيائين ناني کي نِدا

چائين پا ناٿا نبي ڏهٽي جا ڏس سجدا سلام    سر جو سجدي ۾ وڌائڻ هٿي اوهانجي رسم عام
ما مون پنهجي سر قبولي هاڻ لهہ توتي مدام
جا سندم پابي جبي هٿي ميراث ما مون تي عطا

براي نانا آئون او هاڻ ڏي منهن ڪريان هن ڪاڻ ٿو　پنهنجي اُمت جي هٿئون هيءُ حال ڏهني جو ڏسو

پس ته آئون هي تيرخنجر هن هٿئون اڄ ڪان جوئو

صحي صبح منهجو ۽ هيتجو نياڻا ٿيندو تو اڳيا

جيڪي اڄ منهجي جسمي ۾ گهاءَ ڪيا تيرن تجي　پاڪم جنهن خنجر جدا ڪيو سر ڪي سيني ڪئون ڪمي

سو مون صابر ٿي سٺو سڀ، ڪڙم سين سر ساه تي

تا نه ڪو چئي رُڪ ڏسي شبير رڻ ترسيو تو

هيءُ پنڌي مي حال چو روح، نبي اي منهجا نور　آفرين رحمت لنَندُ اَحسَنتَ صبر ڪم يا صبور

پنهجي لائق لعل تو ڪنهن امر ۾ نا ڪيو قصور

بس ميٺا معراج ڪيئي اي هـر بـلا جـا مبتلا

۽ ته بابا اسين جـسي اسمعيلي آهيون از ازل　حلق، ڪاڻي اِئن ڏيڻ ايءَ رسم آنجي هر محل

پـس تون چئي اِنــا اِليہ الراجعون حيدر ڏي هـل

تنهجا ميت جنت ۾ اڄ سڀ تا سيڪن توڪي آبا

هيءُ وصيت ڪن، ڪري ڪامل خدا سين ڪم ڪيو　تا نصيبن جي نوشتن سان جو خنجر حلق هو

سر رڪيئين سجدي ۾ سو سجدي ۾ هئيءُ ويريءَ وڍيو

نوڪ نيزي تي رکي ڪيئين سهر، محشر رخ نُما

سر لڳو نيزي تي سبحان الذيٰ اَسريٰ پڙهن　تڙ لـڳو ڌرتيءَ تي تڙفڻ ڌرتي يڪسر ٿي ڏڪڻ

حورون هيءُ هيءُ ڪيو هليون ماتون، جنت سين ڪڍهن

ڪيو ميڙي ملڪن ٿي ماتم دانهن پئي اَرض و سما

جڏ پنڌي فردوس ۾ هيءَ ڳالهه حيدر ۽ حسن　ڪربلا ۾ اڄ سندو ڪوفين ڪٺا سڀ من مومن

هـيءُ عليا رئندا ڪندا هئيءُ هئيءُ حسينـا پيوطن

پيوطن هــي پيڪفن ڪولي ڪٺا اهلِ دغـا

هڪطرف حيدر هليو هيءُ هيءُ ڪندو ڏک درد سين　پيطرف حضرت حسن ٿي رت ر تو رخ زرد سين

تين سين زهرا ضعف دل سر منهن پري سڀ گرد سين

آيا تينهن جاءِ جت سندن جانين ڪسي، ڪئي، پنهجي جا

هن پنڌ وهوءت ڪم اڄ ڪوفين ڪٺو حضرت حسين　هيت ڏسن تا هڪڙي هنڌ گهمسان ٿيا سڀ نورعين

تڏ چمي هڪ هڪ جو منهن رت روئي ڌوتئون پنهجا نين

قد رضينا بِسا القضا چئي ڪيائون دوسن ڪي دعا

سرورا ”ثابت علي“ آهي صدا سائل سندو　در پيو دامن لڳو نت مدحخوان مائل سندو

سيدُ الشہدا جي دردون آهي دل گهايـل سندو

تنهن ڪي آئين دارين ۾ سڀ درد ڪئون آجو ڪجا

# شاديءَ مبارڪون اي نول گهوٽ قاسما

شاديءَ مبارڪون اي نوٽل گهوٽ قاسما سهرا سلامت اي ورنٽ ويهر لاڏلا
تون سهرو مائين سر تـي ۽ تو سيرَ جي رد بلا
سڀ چاهي ساهي تنهجا ٿا ڪن توکي هيءَ دُعا
آيل هني آسيد منگي جـا مـراد ســاءَ سهرا ٻڌي سڄڻ ڪي تون هل هوت جي وهاءَ
لعلن ڪي لائـون ڏيئي وُنـيءَ وٽ وهـاري آءَ
آبــاد ڪيو الله سُڪيو ڪـوسر سـنڌ سـدا
آسون آسيدون تنهنجون تـہ ڀرور پڄائيون ڀهراه آج پربت مٿون دلـبـر جون دائيون
آج گهر تـہ گهوٽ سـاءَ جي سڀ سيٽون آئيون
قـاسـم آمـسـان مبارڪون ڪيريون ڏنثي خـدا
چاهي تہ آبا جج ڪري ميرل ڪي ميندي لاءِ ساري سهاڳڻ ڪي سڏي ساٿ لـئي سنباه
ڪهورون ڪهمائي گهوٽ ڪي خاصي خيلعت ڏڪاءِ
ٻڌ موڙ سـر سڄڻ جـي ۽ ڪر دوست ڪي دُعا
شربت پيار شوق مٿون چاسـن جـي چاهنن گهرسيج ڪي سنباه تـون ميرل جي ماهئن
گـــل ڀانـد ڪر قـبـاءِ پـيـارا جبنن تينن
آج تنهجون مَن مـرادون پنيون حسـب مُدعـا
قاسم جو ڪربـلا ۾ حسين علي جي گهر آج ويـانهه جـو وڏو ٿيو سامان سـربسر
حورون ماڪ فاڪ مٿون هليا جج ڪري آيـر
آج گهر رسـول جـي آهـي شادي و عيشرتـا
قاسم جو چاچو ڪوڏون سنواري ٿو ڪاج ڪي نيت منهه معرڪي ۾ هلائي ٿو هاج ڪي
ڪهوڙي تـي چاڙهي گهوٽ سينگاري ٿو ساج ڪي
ڀـاڳين ڀليرو ڀـاڻٽيو آج ڪيائين ڪـد خـدا
موتين ۽ مانڪن ڀـري هيرن طبق هـزار ملڪن مبارڪون ڏني ڪوڙين ڪيئون نثار
چوڏس چـراغ بـند ٿـيا مشعل ٿـيا بيشمار
شاديءَ جـي شادماني جـا واجـا وجـن لـڳـا
خطبو پڙهي خطيب ۽ آمين ڪئي امـام مائٽن مبارڪون ڏني ڪيئون اژدهام عام
ڪوڙين ٿي ڪورنشون ڪيون سهسين ڪيا سلام
قـاسم جي ڪاج جـي ٻنـي ڪوڪار ڪربلا

جڏ تخت تي چڙهي ڪيئين جلوه جلوس جو  منهن آرسي مصاف ۾ هڪ ٻي جو ڪيو ڏٺو
ناگاه طرف رڻ جي ٿيو آواز اوچتو
ڪائي عترتِ نبي ڪو رهيو آهي جانفدا
جڏ شير شاهزادي، جي ڪن پيئي هيءَ تنوار  ڪنوني، ڪمر ٻڌي، ۽ ڪيو قصد ڪارزار
دامن وٺي وئي ءَ ٿي چيس روئي زار زار
ڪاٿي شير شرم سيّد سردار آسُودا
اي منهجي سر جا افسر و اقبال الفراق  سيد سنده سهاڳ جو افسوس اشتياق
هين ڏک بيراڳ جي تہ ڪيس لال لايطاق
وارث سنده وڇوڙي ڪٺيس هاءِ قاسما
قاسم وڌي، ٿو ڪڏي ڪمر قصد مٿون ٻڌي  آئون ڪيئن تڳان تو بعد ڪيئن جاليان دل جلي
اي واٿي سر نوشت نصيبن جي هيئن لکي
هي ڪاڄ مٿون قيامت ڪاهي ڪندي قضا
هي تخت چڙهندي بخت جو سرمايو ساڙيو ڀاڳ  نت نڪ ڇهائين سر تئون ڏليو سايہ، سهاڳ
هڪ ساعتِ سهاڳ مٿون ٿيو عمر جو بيراڳ
ساري عمر بيراڳ ۾ ڪيئن جاليان قاسما
قاسم ٻڌي چيو ڪہ اي ٻانوڻي غمگسار  وس پنهجي آئون نہ وڃڙي هليس توهڻ ٿي تيار
هنو ڏس قضا ٿيءِ ڪوٺي، ڪہ آءُ شير ٿي شڪار
ڪونئن ڪٿن وڃي سٽيو ميدانِ ڪربلا
شيرِ خدا جا شير ٻچا جيڪي ها تمام  ڪوٺي جي هين ڪٺن تہ سڀني ڪاريا قتلعام
هاڻ آئون ۾ پنهجي واري، هليس سڀني چني سلام
آڄ تا اجل شڪار ۾ ڪيئي شير هيتر ڪٺا
هن حال ۾ ٻڪايڪ خيمي ۾ پئي ڌوم  قاسم جي الوداع تي ڪيو اهلِ حرم هجوم
شورِ قضا مچيو، ٿيو شادي شگون شوم
خطبي مٿون هاءِ ختمون ٿيو ماتم مبارڪا
گهر گهوٽ ۽ ڪنوار جي، ٻڌڪي جي ٻڌيءَ ٻڪار  خيمي ۾ اهلبيت جي ٿيو حشر آشڪار
هڪ طرف گهوٽ ماءُ ٿي ڪوليا مٿي جا وار
ٻي طرف ڪنوار ماءُ ڪيا ٻار قهر جا
قاسم مَ ونڻن ڪمر ٻڌي ميرل مَ موڪلاءِ  هيئن لعل لاٿون لهندي نہ سهرن ۾ سر وڏاءِ
سيجون لهي سڄڻ مَ وني ڪي وڇوڙو لاءِ
جاني جواني مائين مَ ڪر قصدِ ڪربلا

آج وير تنهجي وبانهہ جا مسر سهرا ڳانجن  مر سيٽن سڄڻين ڪاڄ جون ڀاڃيون ورهائجن
رنڊي چڙدي ونـــي نـــہ وجهي سر وڍائجن
تختون لهي ٻــہ تختہ، تــابوت ڪرم جا
آخر آجل جي گهوڙي چڙهي گهوٽ رڻ هليو  ڪنهن واڳ ڪنجڪنون ولي منع ٿي ڪيو
رنڊي رڪاب سير هٿي هڪ هڪ ٿي هيٺ چيو
هئي ڪاڄ هئي قيامت هئي وبانهہ هي ودا
آيــو طرف امــام جي قــاسم ٻڌي، ڪمر  چاچي کي چائين روئي ڪہ اي شاہ بحر و بر
موڪل ڏي مونکي تا وڃان ويا جيڏي سڀ جگر
آئون ٻيو جگر جليو وجهي ڪڏجان ٻہ اقربا
آج منهجا اقربا تــہ سيئي ويــا وڍانــي ســر  مون ڪين جڳائي تخت ورهن گهوٽ ٿي پنهجي گهر
ڪين سهرا سر ٻڌان جو سڄڻ سڀ ويا سفر
سڀ چاچي ماجي منهجا تہ مونکي ڇڏي هليا
سڀ ماجي منهجا مير ۽ سڀ چاچي منهجا چام  ڪي چاچا ڪي ڀاڻا ڪي سر سوڻ نيڪنام
جاني جگر آدا تــہ ڪٽن ڪاريــا قتلعام
ڪين گهوٽ گهر ويهي ٿي جئدا، تنهن جماعتا
سڀ سڱڻ منهجي ڪاڄ جا اڄ برخلاف ٿيا  موڙن جي بدروڻ موت جا مينهن وڄ ٿي سر وسيا
مٽ مائٽ چاچي ماجي تہ سڀ سر وڍائي ويا
هاڻ منهجو هيت ورهڻ ٻہ نہ سونهي ٿو سيدا
ٻڌيءَ ســرگــذشت ســرور مظلوم جڏ سٺي  ڀائٽي جو سر بغل ۾ ڪري رت هنجون روئي
چئين وائي ســر نوشت نصيبن جي هيٺن هٿي
هئي ڪاڄ هيءَ قيامت ڪاهي ڪندي قضا
قاسم قريب سڀ هليا هاڻ تون بہ ٿو هلين  رڻ پيارا رت رليا ۽ وجهي تــون بہ ٿو رلين
جي ڳهاءَ سر جهليائون سي ٿو تون بہ سر جهلين
سهرا ٻڌائي سر تــــي هلين سر ڏيڻ آبــا
جڏ گهوٽ ڪڏجين پنهجيءَ مائٽن سين منجهہ مقام  منهجا ٻہ نائي، ڏاڏي ڪي ساري چئج سلام
آئون بي ٿو تو ٻئيءَ آجان ڪا دير ڀائنج ڪام
آج پنهجي ڪُل ڪڙم سين ملندس ٻہ مصطفي
بس تــاب ناهي تــا چوان هين سوز کي سدا  صلوات ٻــمــر محمد و ٻــمــر آلــہ، ثــنــا
”ثابت علي“ جيءَ سيد ڪر ساز مصطفي،
ڏي صحت تنهنکي ســرور ســردار لڳ خدا،

# زينب منهن ڪيو پار مديني ڇني هر هر اي نانا نبي

زينب منهن ڪيو پارمديني ڇني هر هر اي نانا نبي   پانم حسين هليو رڻ ڪاهي ڪچ واهر اي نانا نبي
اڪبر و اصغر تـا سب اڳهين ٿيا ٻي سر اي نانا نبي
هاڻ هي وارث پڻ نـہ وريو ۽ اسين در در اي نـانا نبي
نالي بابي بعد اسانجو وارث شال سلامت هُئي   اسين سڀ هن جي هٿ ۾ مرون ۽ هن کي حياتي برڪت هُئي
۽ جي حسين ٻـہ هليو بهشتين قيد اسـانجي قسمت هُئي
نـاهي مـدينو ديس مسافر شـام سفر اي نـانـا نبي
هُئي قاسم جي ڪاج جو ڪوڏيو منهجو ادو مر   پنهجي ادي جو گهر ٿو وسائي سو شادي جو
ساج ڪري
ڪاج ڪري
اهڙو ادو اجهال جيئي جڳ پـرڻـو ڪيو ٿو راج ڪري
جي هي راج ڏٺي رڻ مـاريو سچ سب گهر اي نانا نبي
شال سڪينہ ٻيءَ ڪي نہ سڪندي جنهجو ابي ۾ ساه سدا   پاڻي ڳراڻي سيني تي ليٽي ننڊ ۾ ڇني آ منهجا ابا
واري وطن تـي واڳ ورائع اڪبر و اصغر جـا ٻـابـا
جنهن کي مديني سـاري صغرا ڪري حشر اي نـانـا نبي
بيبي بانو اڪبر امان اڪبر و اصغر لئي ٿي لُڇي   سر وارث ٻڻ رڻ ڏي سڻيس قهر جي ماري ڪين ڪُڇي
ڪنهن کي چوي آئون نُهن مرسل جي پنهجن ڏاڙون ڪو نہ پڇي
اُمت مـرسل جي ڪئي عداوت ڪيائـون قهر اي نانا نبي
قاسم ماءُ کي سهرن سايو دولهہ جو سر نيزي سوار   دائين مائين ميندي آندي گهوٽ جو ٿيو گهمسان گذار
وني وسائي سيج تـي واري سـاڙي سڪ جو سب سينگار
نـاهي اسان زهرا کي سگر هي خلد خـبـر اي نـانـا نبي
دريا تي عباس کي ماريئون ڪير آڃن جي سار لهي   اصغر پاڻي ڪاڻ ڪٺائون پاڻي گهرڻ ٻن ڪير ٻهي
ساه نيڏڪ نڪري تہ ٻندو سر جيڪي سهي شل سو مؑ لهي
ڦاٽ زمين ڏي جـاه تـہ بهتر جيئڻ قهر اي نـانـا نبي
فاطمہ ڪبرا جي بابي کي شال سلامت آڻي الله   جنهن کي مديني فاطمہ صغرا ونئي ساري، منجهہ صباح
هـسـاه حسين کي وڙهيو ويـسـرڻ رس فرياد رسولؐ الله
شمر و عمر اڄ شام ڪئون آندا ڏرس لشڪر اي نانا نبي
آلہ نبي تي اُمت عاصي هئي هُئي قهري قهر ڪيا   لعلؑ عليءَ جا رڻ ۾ لڄن ٽا پرزه پرزه پَٽؑ ۾ پيا
فاطمہ جا فرزند ڪنهي سب سر نيزن تـي چاڙهي هليا
ڪنهن کي نہ سعو دفن و ڪفن ئي نڪر، قبر اي نانا نبي

آج آمياڻ ۽ مروانين ڪڙم نبي جو ڪيو قتلعام  اڄ معوياڻن عترت حيدر هيءَ هيءَ ڪيا تاراج تمام
هاڻي بزيدن ڪٽا حسيني داد ڏي داور واڻي قيام
سر ٻه وڍيا ۽ گهر ٻه لٽيا هين شمر و عمر اي نانا نبي

ڪوفين لکي دغا جا نامه ڪوئي ڪوڙن ڪئي نه وفا  شامين شرم خدا ونبي جو ڪونه ڪري، ڪيو جور وجفا
پڙهي ڪلمون سادات ڪٺائون ڪيئون ڪلمه جو حق نه آدا
پڙهن نماز ۽ ڪنهن امام هي ڪهڙا بشر اي نانا نبي

عابد کي آزار جي سختي ڪيو بيحد بيطاقت آه  پيرين پيادو هلڻ جي هيءَ هيءَ آنهي ڪهڙي قوت آه
شام مسافر وار مديني حضرت وقت حمايت آه
"ثابت" مرثيه خوان تي ڪج ڪا ميهر نظر اي نانا نبي

---

# شه کي چو زينب ٿي روئي زار اي منهجا ادا

شه کي چو زينب ٿي روئي زار اي منهجا ادا  منهجا آڄ ماريا سيئي غمخوار اي منهجا ادا
پائر پٽ پائٽيا بہ ٿيا ميسار اي منهجا ادا
تون بہ سينهين سر ڏين سردار اي منهجا ادا

اڄ ادا تنهجا سيئي دلدار رڻ رت چاڻ ٿيا  پائر پٽ پائٽيا ۽ پالجا مانٽ مٽ رڻ ۾ رهيا
اڄ اسان بوارثن جا واءِ وارث سڀ ويا
ناهي نانو مصطفيٰ مختار اي منهجا ادا

اڄ ادا خالي رهي مسند رسول الله جي  اڄ ادا ويران ٿي دولت ولي الله جي
اڄ ادا تو سر قبولي جا رضا الله جي
هيءَ سڃي ٿيم سروري سرڪار اي منهجا ادا

اڄ ادا تنهجو علي اڪبر ٻه ڪوفين قتل ڪيو  اڄ ادا تنهجو علي اصغر بہ سير لاڙي هليو
اڄ ادا عابد ٻه تنهجو ضعف ڪئون بيحال ٿيو
آهه سکينه جي بہ لهه ڪا سار اي منهجا ادا

اي ادا تون پنهجي پرڏيهن کي پروس ڪيم چڏ  جن جا والي سڀ لڏي ويا تينجو تون والي ملڏ
اي يتيمن جا آجها آهه معرکي جو منتهه آڏ
ڪر ڪا قاسم ڪاڄ جي گفتار اي منهجا ادا

اي ادا هي جا ستم جا ظلم جا بيداد آه  واڻي ويران ٿيو مدينو ڪربلا آباد آه
سوٽ جي سنهن مصطفيٰ جو آل ۽ اولاد آه
تا ڪنهن هي ڪلمه گو ڪفار اي منهجا ادا

اي ادا اڄ سير اسانجي نـاهي نانو مصطفيٰ    اي ادا اڄ هين بلا ۾ نـاهي بابو مرتضيٰ
اي ادا اڄ نـاهـي امـان فـاطـمہ خـيـرالنسا
ڪنهن کي ڏو پرڏين ٿي تنهڙا پار اي منهجا ادا
اڄ ادا آلِ نبي جو چٽٽ ڪيري پٽ ٿي پيو    اڄ ادا مولا عليؑ جو تخت و مسند سڀ لٽيو
اڄ ادا تـو سير لٿي، گهر دين جـو ويـران ٿيو
ٿيـو زمـيـن و آسمان آنـڌار اي منهجا ادا
اي ادا اڄ ڪربلا ۾ ٿـي قيامت ٿي قيام    اي ادا اڄ ٿيو زمين و آسمان ۾ حشر عـام
هـر طرف آهـي صـدائـي وا حسينا وا امـام
ٿـي پنجون، نيت عـرش ۾ پاڪار اي منهجا ادا
اي ادا اڄ تنهجي سر نيزي جهڙي معراج ڪيو    اي ادا تو بعد ڪوفن گهر سندم تاراج ڪيو
تو ادا قـاسم جو ڪهڙو ڪربلا ۾ ڪاڄ ڪيو
گهوٽ سير نـيـزي ۾ گهر پاڪار اي منهجا ادا
اي ادا اڄ گهوٽ سيرُ نيزي تي جهولي نامدار    هڪ طرف سيهرا لڏن ٿا ٻطرف زلفن جا وار
اي ادا اڄ گهوٽ جـي گهر ٿـي قيامت آشڪار
گهوٽ مـاءُ ڪـوليا مٿي جـا وار اي منهجا ادا
اي ادا قاسم وني ؑجي تڪ مٿون نٿ ٿي لاهجي    تو سهاڳڻ جو سينگاريل تخت مسندُ ڍاهجي
رڻ ڪٽن جو قافلو ڪوٺـي طرف تـر ڪاهجي
سڀ لـٽـائـي جـوهـر و جـنار اي منهجا ادا
اي ادا اڄ ڏس تہ قاسم ماءُ ڪفني ٿي ڪري    اي ادا اڄ ڏس تہ ڏک ۾ شهربانو ٿي مري
اي ادا اڄ ڏس تہ زينب تـوسين زاري ٿي ڪري
هئيُ مَ ونئون بيـوارثـن غمخوار اي منهجا ادا
اي ادا اڄ شهربانو جو محل سـاري سهاڳ    اي ادا اڄ فاطمہ تنهن جو مَ لاهج تخت پاڳ
اي ادا اڪبر امـان ٻيي ملائـي هل بيراڳ
بـيـڪـن جـا ڪاروان سـالار اي منهجا ادا
اي ادا اڄ تنهجو سر نيزي تي جهولي نامدار    اي ادا اڄ تنهجا ٻيڪس تو پٺيءَ قيدن قطار
تو ري اڄ هئيُ هئيُ هلياسين شام رنندا زار زار
سـر ويهـا نـيزي چڙهيا سـردار اي منهجا ادا
اي ادا اڄ پنهجو زيـن‌العابـدين بيمار ڏسُ    اي ادا هين بياري پٽ جو ضعف ۽ آزار ڏسُ
نـاتـوان مظلوم ڪي نـامـوس جو سنهندار ڏسُ
آ دلاسـو ڏيـس ڪـو دلـدار اي منهجا ادا

اي ادا اڄ تنهجي، اُمت توکي ساري چئي سلام  راتڏينهن رت روئي، مومن تنهجو ماتم ڪن مدام
آئي ادا آهي سنڌم "ثابت علي" تهدل غلام،
تنهن کي واري، ڪربلا ڏيکار اي منهجا ادا.

## حسين ڪاڻ مديني ۾ مصطفىٰ ٿو روئي

حسين ڪاڻ مديني ۾ مصطفيٰ ٿو روئي  امام آهه وري تو لئي مرتضيٰ ٿو روئي
حسن ٻه آه ڪري چئي، ادا ادا ٿو روئي
هي ظلم و قهر ڏسي، عرش، ڪبريا ٿو روئي
حسين ڪاڻ ملائڪ ٿا زار زار رُئن  بهشتن حورون چئي هار بيقرار رُئن
۽ عرش و ڪرسي جا آرواح اشڪبار رُئن
زمين زمن ز غم، شام، ڪربلا ٿو روئي
حسين ڪاڻ ته ڪعبي لباس ڪارو ڪيو  ۽ ڪعبه رت روئي زمزم جو پاڻي ڪارو ڪيو
اجل امام کي جڏ قتل جو اشارو ڪيو
اجل رُنو ملڪالموت پڻ سدا ٿو روئي
حسين ڪاڻ مديني ۾ اڄ قيامت ٿي  مگر امام جي آئي خبر شهادت جي
نبي نجف ڏي ڪري منهن چيو ٿي آهه علي
علي ٿو آه ڪري شام، اوليا ٿو روئي
حسين ڪاڻ مديني ۾ ڪيو نبي ماتم  حسين ڪاڻ نجف ۾ علي کي آهي غم
حسين ڪاڻ حسن زهر ٿو پيئي هردم
نبي جدا ٿو روئي ۽ علي جدا ٿو روئي
جڏهن امام حسين آه ڪربلا آيو  سپاه اهل ستم ڪيو قتال جو سعيو
سڏي امام عزيزن کي هيئن ٿي فرمايو
اي يارو هي جو سنڌو آل و اقربا ٿو روئي
اوهين ولي ويو هن بيڪس غريبن کي  محمد عربي جي ميٺن قريبن کي
سلام منهجا ٻه چئجو وڃي حبيبن کي
ڪه آنجي سيڪ ۾ هي مظلوم مبتلا ٿو روئي
حسن جي هوت کي چائون ڪه آهه اي قاسم  تون وڃ مديني ولي پنهجو پاڻ اي قاسم
سنان سري، ميي، اڄ تنهجي ماءُ اي قاسم
هي تنهجو چاچو ڏسي، تنهجي سر جفا ٿو روئي

حسن جو هوت چوي آئون حسين تنهن تان قربان  جي امر جنگ جو ٿــي تا ٻــہ تابع، فرمان
تون رڻ ۾ قتل ٿين ۽ سارو ڪڙم ٿئي گهمسان
هي ساھ توتئون فــدا ڏس هــي جانفدا ٿو روئي

تون ڪنڌ خدائي ڪري پنهجو خانو ڪر آباد  ادي جي خــانــہ جي آبــاد تــو مبارڪباد
جي آئــون مــران تــہ هي بيمار عــابد، نــاشاد
نيٺي مــديني رســائج ڪہ مصطفيٰ ٿــو روئــي

هي گهوٽ چئي ڪہ اِجها منجهي ڪد خدائي ٿي  هي سهرو مــر تــي ٻڌم ساعت، جدائي ٿي
سرن جــو قتل ۽ سهرن جــي اڄ ڪٽائي ٿــي
هــي هنجو سهرو وڃــو سر ڏنــي سدا ٿــو روئــي

هي سهرو سر تي ٻڌي آئون تہ گهر ۾ رهندس ڪين  هي قتل سر تي ڏسي اهڙو سور سهندس ڪين
اجل جي گهوڙي چڙهي دل کي لوڏي لهندس ڪين
اجل بــہ عزم ڏســي منهجو دائما ٿــو روئــي

امام چو ڪہ اي منهجي ادي جــي نيشاني حسن جــا هوت حسين، غريب جــا جــاني
مــڃان ڪرين اي مِٺا منهجي خــانــہ ويــرانــي
هـــي سارو خانہ ڏسي تــوکي ڪتخدا ٿو روئي

حسن امام جــي فــرزنــد قــاسم، نــوشاہ جڏهن چيو ڪہ اسان ناهي تو بنا ڪا واہ
حسين چو ڪہ ابــا تنهجو هئي، خــدا همراہ
قضا قضا نــہ ٿئي تــوڙي ڪو سدا ٿــو روئي

حسين منهن ڪري عباس ڏي ٿــي فــرمايو  ڪہ اي ادا توگهڻو ڪيو اسانجي سڪ سعيو
هــي ڏک وڇــوڙي جو سر تـــي ادا جهلي آيو
هي تنهجو پــاڇ ڏسي توکي مبتلا ٿــو روئــي

ادا تــون منهجو علمدار جــانفدا آهيــن  تــون منهجو قوت، بــازو ۽ بــا وفا آهين
اي خضر، آل، نبي تــون اُجــو ادا آهــيــن
هي تنهجي اڄ ڏسي، ڪوثر تي مرتضيٰ ٿو روئي

ادا هــي تنهجو ادو ڪربلا ۾ ٿيندو شهيد  هي مونکي قتل ڪندا سر بہ نيندا سُوني، يزيد
تــون وَتــون مديني ادا حــافظت خدائــي وحيد
مديني سڀ کو سنڌہ يــار و آشنا ٿــو روئي

هي شاہ ڪنون ٻڌي عباس آہ و زاري ڪئي  ڪہ اي امام تو اڄ هاڻ جي تياري ڪئي
مــون تنهجي گر نــہ علمدار جــان نثاري ڪئي
تہ ڪير چــوندو ڪہ عباس چئي، ادا ٿــو روئي

ادا هي تنهنجو ادو توتئون سر فدائي ٿي   تون ڪربلا ۾ رهين هي ٻه ڪربلائي ٿي
خدانخواسته مون توکئون ڪي جُدائي ٿي
چون هي تنهنجو علمدار تو بنا ٿو روئي
غرض امام ٿي هڪ هڪ کي سيني لائي چيو   ڪه اي عزيزو هي حڪم قضا جو هو سو ٿيو
وڃو ته وقت اٿو جي وڃو ته سر ٿا ڏيو
اوهانجي حال تي هي زار بينوا ٿو روئي
عزيز شاه جا ها شاه تي سرگهارا ۽ گيرد شاه جي جيئن گرد ماه جي تارا
سي سوڻ ڀائجا ڀائٽيا ۽ ڀائر ڀنٽ پيارا
ڪو يا خدا ڪو چئي يا محمدا ٿو روئي
امام سين کي فرمايو آفرين يارو   صبح اوهانجي ۽ منهجي وصال جو وارو
جڏهن حسين جي هوتن تي موت ڪيو مارو
حسين سر ڀٽي چو يا خدا خدا ٿو روئي
ڪنهين طرف ڏسي قاسم جو سر ۽ سهرو جدا   ڪنهين طرف علي اڪبر چوي ٿو آه آبا
ڪنهين طرف ڏسي عباس ڀنٽ ۾ ٿيو پرزا
حسين ڀڻ چئي هئي هئي ادا ادا ٿو روئي
جڏهن ڏٺائين ڪه قاسم ٻه ويو وڃائي سر ۽ ماريو حضرت عباس قتل ٿيو اڪبر
حسين هائي هليو رڻ ڏي هنج ڪئي اصغر
ٿي ضعف زين عبيا چئي ابا ابا ٿو روئي
حسين هائي وڃي رڻ ۾ سر وڃايو وائي   حسين هائي سيني سانگ رڻ لٽايو وائي
حسين هائي ڪري صبر سير سهايو وائي
حسين هائي هليو جهنگي جگ سدا ٿو روئي
حسين امام جو غم آهي دوستان ڀاري،   حسين امام جي ماتم قيام ڪئي ڪاري،
حسين ڪاڻ هي "ثابت علي" ڪري زاري،
هي ڪربلائي ڪري ياد ڪربلا ٿو روئي.

## قاسم جي چاچي ڪئي دعا مينديءَ مبارڪ قاسما

قاسم جي چاچي ڪئي دعا مينديءَ مبارڪ قاسما   قاسم امان چئي يا خدا مينديءَ مبارڪ قاسما
شاديءَ جا شاديانه وڄيا مينديءَ مبارڪ قاسما
هر سو مبارڪ ٿي صدا مينديءَ مبارڪ قاسما

قاسم جي ميندي آئي اڄ هر سو مبارڪ ٿي ندا دولهه جي سير جي دائي اڄ جهن ڪئي دلين جانئون دعا
سر سر ڪي ميرل ماءُ اڄ جا سيئين ڪئي سرهي خدا
ٿيا آنجا مطلب سن ڳهريا ميندي ۾ مبارڪ قاسما

قاسم جي ميندي ۾ معرڪي آيو مدينئون مصطفيٰ نوشه جي سهرن سان ٿي آيو نجف مئون مرتضيٰ
ميندي ۾ مبارڪ چئي حسن سهرا سلامت يا خدا
چئي حضرت خيرالنساءٓ ميندي ۾ مبارڪ قاسما

قاسم جي ميندي ۾ جي منهن آيو نبي آيو علي قاسم وني ونئي وٽهه خيرالنسا خلدئون هلي
شادي مبارڪ يا حسن چئي هر نبي و هر ولي
چئي مصطفيٰ ۽ مرتضيٰ ميندي ۾ مبارڪ قاسما

هي تنهجي ميندي قاسما ڪيو ڪربلا ۾ حشر عام هي تنهجي سهرن سيڏا ڪئي ڪاڄ گهر ڪاري قيام
ملڪ و فلڪ ٿيا ماتمي حورن بهشتين ڪيا حشام
جنن و بشر ۾ ٿي ندا ميندي ۾ مبارڪ قاسما

قاسم جي ميندي هئي قهر نوشه جا سهرا هاءِ سور قاسم جو پرڻو موت ڏک ميرل جي ميندي نفخ صور
هي ڪاڄ تنهجو قاسما هي هي قيامت غم ڪلور
هي تنهجي سند سيڏا ميندي ۾ مبارڪ قاسما

قاسم جي ميندي ۾ جا سڳڻ هي هي سيائي جا ستم قاسم جي سهرن جا سڳڻ قاسم جو پرڻو سوز و غم
ميندي منهن ۾ فاتحه ڪهر منهن پٽن اهل حرم
چاچي ۽ ماچي سر کليا ميندي ۾ مبارڪ قاسما

قاسم جي ميندي ٿي اچي سڀ جاچي ماچي گهور ڏين قاسم کي سهرا تا ٻڌن رڻ مان مست ٿا قتل ٿين
لائون لهي وٽ قاسما ٿا ڪربلا سائي سڏين
هل تنهجا سائي سڀ لڏيا ميندي ۾ مبارڪ قاسما

قاسم جي ميندي ۾ نبي سڀ انبيا سين رت روئي قاسم جي سهرن لئي علي سڀ اوليا سين رت روئي
قاسم جي ميندي ۾ حسن خيرالنساءٓ سين رت روئي
خيرالنساءٓ چئي يا خدا ميندي ۾ مبارڪ قاسما

قاسم جي ميندي ۾ حسن هي هي گريبان چاڪ ڪيو قاسم جي سهرن ۾ حسين اڄ سر وڍائي قصد ٿيو
قاسم کي لائون ڏئي امان هي هي ٻڌين سير منهن پٽيو
قاسم نسم سائيا سهرا ميندي ۾ مبارڪ قاسما

قاسم کي ميندي ٿي لڳي ڪيو سر ڏيڻ سعيو حسين قاسم کي سهرا تا ٻڌن گهوڙي چڙهي آيو حسين
قاسم وٽني لائون لڏيون رڻ قتل ڪرائيو حسين
هي هي حياتي ڪئي ودا ميندي ۾ مبارڪ قاسما

قاسم کي مينديءَ تي لڳي عباس سرور کئي وداع   قاسم کي لائون لهنديءَ سڀ ڪڙم ڪسر ڪئي وداع
قاسم کي سهرا ٿا ٻڌجهن اڪبر ۽ اصغر ڪئي وداع
سڀ چاچي ماچي رڻ ڪيئا مينديءَ مبارڪ قاسما
قاسم جي مينديءَ ڦهر ڪيو قاسم جي مينديءَ تي قيام   قاسم جي سهرن ڪيو ستم قاسم جا سهرا قتلعام
قاسم جون لائون هئي غضب گهورون ڏني هئي هئي امام
رت روئـــي چئي زيـن‌العبا مينديءَ مبارڪ قـاسما
قاسم جي مينديءَ ۾ حسن اچ ڪربلا ڏي ٿيو تيار   سهرا ٻڌائي گهوٽ کي ڪيو شير قصد ڪارزار
ٿي ۾ زيـــن آيو ذوالجناح رڻ سنيو صــاحب ذوالفقار
روح‌القدس چئي لائتي مينديءَ مـــبـارڪ قـــاسما
قاسم جي مندي ماهه هيئن ”ثابت علي“ زوار چئي   تنهن ڪربلائي جي دعا سڀ ڪا خدا مقبول ڪئي
ٿيو مرثيه خوان ۾ حسين مسڪين و محزون و غمي،
چئي، رات ڏينهن صبح و مسا مينديءَ مبارڪ قاسما.

---

# اڄ مديني مصطفیٰ چئي هيءِ حسينا هيءِ حسين

اڄ مديني مصطفيٰ چئي هئي حسينا هئي حسين   اڄ نجف ۾ مرتضيٰ چئي هئي حسينا هئي حسين
فـــاطمہ خيرالنساءَ چئـي هئي حسينا هئي حسين
هاهه اڄ آن ڪلّ خدا چئي هئي حسينا هئي حسين
مصطفيٰ ۽ مرتضيٰ چئي هئي حسينا هئي حسين   فاطمہ ۽ مجتبيٰ چئي هئي حسينا هئي حسين
هاهه اڄ آن ڪلّ خدا چئي هئي حسينا هئي حسين
هاهه اڄ خالق خـــدا چئي هئي حسينا هئي حسين
يا نبي هئي هئي حسينا هئي حسن   يا علي هئي هئي حسينا هئي حسينا هئي حسين
يــا وصي هئي هئي حسينا هئي حسينا هئي حسين
قـــيد ۾ زيــن‌العبا چئي هئي حسينا هئي حسين
مصطفيٰ اڄ ڪئي مديني فاتحہ خواني حسين   مرتضيٰ اڄ ڪئي نجف ۾ تو مرڻ ماني حسين
فاطمہ فـــريـــاد ڪئي چئي آهه جگر جــانـي حسين
رونـــي حسن‌المجتبيٰ چئي هئي حسينا هئي حسين
يــا نبي تنهجو حسين اڄ ڪربلا ۾ قتل ٿيو   يا علي تنهجو حسين دشت ۾ بلا ۾ رڻ رهيو
فـــاطمہ تنهجو حسين سفيڪ الدمـــاءِ ۾ قتل ٿيو
تنهن کي اهل ڪربلا چئي هئي حسينا هئي حسين

يا نبي ڏس ڪربلا ۾ قتل ٿيا تنهجا جگر  يا علي ڏس پرزه پرزه ٿيا سنده نورُ البصر
اي خدا ڏس فاطمه فرزند سير ٿيا جسي قهر
آج عيالِ مصطفيٰ چئي هي حسينا هي حسين
آج عيالِ مصطفيٰ جو شام ٿيو قسمت سفر  آه اولادِ عليءَ جو ڪربلا ۾ ٿيو شهر
اڄ زمينِ ماريه ۾ ٿيو قيامت جو حشر
آه اڄ آلِ عبا چئي هي حسينا هي حسين
آج مديني کئون محمد ڪربلا ڏي ڪاه ڪئي  آج نجف ۾ مرتضيٰ فرياد ڪئي ۽ آه ڪئي
ڪربلا ۾ هاءِ رحلت ڪربلا جي شاه ڪئي
آه اڄ زين العبا چئي هي حسينا هي حسين
ڪربلا جو شاه هي هي ڪربلا ۾ قتل ٿيو  مصطفيٰ جو ماه هي هي ڪربلا رڻ ۾ رهيو
مرتضيٰ پسن آهِ پنهجو ڪربلا ۾ مُلڪ ڪيو
مصطفيٰ ڪڏ مرتضيٰ چئي هي حسينا هي حسين
هي حسن سرور ٻڌو اڄ ڪربلا قاسم جو ڪاج  تنهن ۾ سهرن جو سنواريو خلد ۾ سينگار ساج
ڪاج ۾ قاسم سيڏاريو رڻ لٽائي پنهجو راڄ
چاچي ماجي سر جدا چئي هي حسينا هي حسين
يا حسن قاسم ۾ هي هي ڪاج ۾ ڪئي الوداع  لال لائون لهندي سپ تاراج ڪئي چئي الوداع
الوداع ڪئون آنجي ساري ساڻ ۾ بني الوداع
ساڻ سرور الوداع چئي هي حسينا هي حسين
هائي قاسم ڪاج تنهجو هاءِ قاسم الوداع  هائي قاسم شير غازي هئي غضنفر دل شجاع
هائي سسر سهرا ٻڌي ۽ قتل ڪيو اهلِ نزاع
هائي سيهرو سير بنا چئي هي حسينا هي حسين
هائي اڪبر تو جواني تنهجي جواني داغِ دل  هائي اڪبر تنهجو منهن مرسل نشاني داغِ دل
هائي اڪبر تنهجو منهن هي ڪڪرِ جي ڪاني داغِ دل
هائي عابد بينوا چئي هي حسينا هي حسين
هائي اڪبر وائي اڪبر هائي اڪبر وا حسين  هائي اصغر وائي اصغر هائي اصغر وا حسين
اڪبر و اصغر بنا بانو ٿي بيمر وا حسين
هٿ ڪئي سوني خدا چئي هي حسينا هي حسين
هي سڪينه صبر ڪر امرِ قضا تي ٿيو رضا  هي سڪينه صبر ڪر حڪمِ خدا حڪم خدا
هائي اجرِ الصابرين نعم الجزا نعم الجزا
هي سڪينه مبتلا چئي هي حسينا هي حسين

آہ زیـــن العابدین اي آدمِ روحِ رســـول نـــوح طوفـان دیندڑ عترت یتیم و دلملول
آہ ایـــوبِ عـلــي یـعقـوبِ اولادِ رســول
تینهن جي غم آلِ عبا چئي هيُ حسینا هيُ حسین
اي شهیدِ کربلا "ثابت علي" تنهجو غلام هيِ غلامِ کربلائي تنهجو سائل یا امام
کربلا کولینس تا هئي تنهجيِ در تي صبح و شام
شاہ جي در تي گـدا چئي هـيُ حسینا هـيُ حسین

# اي هائي حسینا اي هائي حسینا

اي هــائــي حسینـا اي هـائــي حسینـا اي وائــي حسینا اي هـــائــي حسیـنـا
ٿیـــو ارض و سـمـا ۾ غوغـائــي حسیـنـا
اي هـــاء حـسـینـا اي وائــي حـسیـنـا
متکر ۾ قیامت اي هــائــي حسیـنـا هــيُ کهڙي علامت اي هـائــي حسینا
ٿــي تنهجي شهـادت اي هـــائــي حسیـنـا
اي هـــائــي حسیـنـا اي وائــي حسیـنـا
ٿیو شـــور مدیـنـي اي هـــائــي حسینا محشر جـي قرینـي اي هــائــي حسینا
کیئون آهئون آمیـنـي اي هـــائــي حسینا
اي هـــائــي حسیـنـا اي وائــي حسیـنـا
رت روئــي پیمبر اي هـــائــي حسینـا هــر هــر چـوي حیدر اي هائــي حسینا
ٿـیـو زهــر حسن گهر اي هـــائــي حسیـنـا
اي هـــائــي حسیـنـا اي وائــي حسیـنـا
کئي فاطمہ فـریـاد اي هـائــي حسینا هــي چـا ٿیو بیداد هـائــي حسینا
گهر سب ٿـیـو بـربـاد اي هـائـي حسیـنـا
اي هـــائــي حسیـنـا اي وائــي حسیـنـا
ٿــي کرب و بـلا ۾ فــریــاد حسینا ٿـیـا آلِ نبي تــي بـیـداد حسینا
خـنـجـر کـئي آیـا جـلاد حسیـنـا
اي هـــائــي حسیـنـا اي وائــي حسیـنـا
چـئـي آلِ پیمبر اي هـــائــي حسینـا چـئـي عترتِ حیدر اي هـائــي حسینـا
ویـو اکبر و اصغر اي هـــائــي حسیـنـا
اي هـــائــي حسیـنـا اي وائــي حسیـنـا

قاسم جي امان کي ڏاغ حسينا     اڪبر جي امان کي ٻيراڳ حسينا
هي تنهجا لُٽياؤن سڀ باغ حسينا
اي هاني حسينا اي واني حسينا

ڇني ٻانوني ٻيدل اي هاني حسينا     اڪبر ٿيو گهايل اي هاني حسينا
آج زندگي مشڪل اي هاني حسينا
اي هاني حسينا اي واني حسينا

قاسم لڏيون لاٿون اي هاني حسينا     اڪبر کي ڪٽاٿون اي هاني حسينا
ٻانو کي مُٺاٿون اي هاني حسينا
اي هاني حسينا اي واني حسينا

اصغر ٻه آداسو اي هاني حسينا     ٻانيءَ جو پياسو اي هاني حسينا
کو ڏيج دلاسو اي هاني حسينا
اي هاني حسينا اي واني حسينا

عباس ٻه ماريو اي هاني حسينا     آن پياسي پڪاريو اي هاني حسينا
کي پاڻي پياريو اي هاني حسينا
اي هاني حسينا اي واني حسينا

عباس علي جي لهه سار حسينا     دريا تي ڪيائين آلبغار حسينا
آ پار حسينا آ پار حسينا
اي هاني حسينا اي واني حسينا

عباس جا ٻازو ڪيئون ڏار حسينا     جي تنهجو علمدار آ پار حسينا
اي پار حسينا صدبار حسينا
اي هاني حسينا اي واني حسينا

قاسم کي ڪٽاٿون اي هاني حسينا     سهرن کي لٽياٿون اي هاني حسينا
سيج سيج ڪياٿون اي هاني حسينا
اي هاني حسينا اي واني حسينا

تون آلِ نبي جو سردار حسينا     اولادِ علي جو آثار حسينا
اج تنوري سڄو ٿيو سنسار حسينا
اي هاني حسينا اي واني حسينا

اڄ تنهجي يتيمن تي ڪيئون قهر حسينا     ٿي زندگي آنکي آج زهر حسينا
تيرن ڪئون وَهايئين رت نهر حسينا
اي هاني حسينا اي واني حسينا

اڄ تنهجي ڳلي تي تڪبير حسينا    عابد جي اسيري تقدير حسينا
عابد کي وڌائون زنجير حسينا
اي هائي حسينا اي وائي حسينا

هيءَ تنهجا ڪٺائون سڀ يار حسينا    سڀ تنهجا لٽيائون جنسار حسينا
هيءَ قتل ڪيائون انصار حسينا
اي هائي حسينا اي وائي حسينا

هيءَ باغ نبي جو ٿيو رڻ ۾ خزاني    حيدر جا ڪٺائون سڀ دلبر جاني
هي آلِ عبا تي ڪئي ظلم زباني
اي هائي حسينا اي وائي حسينا

اي "ثابتؔ" مسڪين ڪر مرثيه خواني    تون آلِ نبيءَ جو ڪر درد بياني
اولادِ علي جو تون بندهٔ جاني
اي هائي حسينا اي وائي حسينا

# ڪربلا ۾ هائي يارو هاءِ هاءِ

ڪربلا ۾ هائي يارو هاء هاء    ٿي قيامت دوستدارو هاء هاء
چئي علي حيدر جو پيارو هاء هاء
هاء يارو هاء يارو هاء هاء

ڪربلا ۾ شاه ماريو هاء هاء    ڪربلا ۾ شه سڏاريو هاء هاء
روئي عابد جڳ رئاريو هاء هاء
هاء يارو هاء يارو هاء هاء

ڪربلا ٿيو موت مارو هاء هاء    مرتضيٰ ڪيو آه نعرو هاء هاء
اڪبر و اصغر جو وارو هاء هاء
هاء يارو هاء يارو هاء هاء

هاء مرسل جي نشاني هاء هاء    حيدر و زهرا جو جاني هاء هاء
ويو لڏي از دارِ فاني هاء هاء
هاء يارو هاء يارو هاء هاء

ڪربلا ۾ آهِ ڪامي يا نبي    ڪربلا ۾ آهِ يا مولا علي
ڪربلا ۾ ڪوڪ آهي قتل جي
هاء يارو هاء يارو هاء هاء

ڪربلا ۾ شاهه آيو ٿي قيام     شام ڪوفي جي ڪٽن ڪيا اڙدهام
چو عزيزن کي سڏي هنپر امام
هاه يارو هاه يارو هاه هاه

اي عزيزو هي مقام ڪربلا     هي مڪان محنت ڪرب و بلا
هيت لکيو آهي سَندوَ سَنيڪَ الثريا
هاه يارو هاه يارو هاه هاه

اي عزيزو هي مقام قتلعام     هي مديني جي مقيمن جو مقام
هيت ڪندا ڪوفي ۽ شامي اڙدهام
هاه يارو هاه يارو هاه هاه

يار لاهيو جهوڪيو آتُ اوٺيو     سات جي منزل ڪريو اي سائيو
هي سفر آنجو انهيءَ حد تائين هو
هاه يارو هاه يارو هاه هاه

هت سفر آنجي اچي ڪئي انتها     هاڻ هي آنجو وطن آهي سدا
آنجو آچ مڪو مدينو ڪربلا
هاه يارو هاه يارو هاه هاه

ڪربلائي ٿيو اي مڪي مالڪو     ڪربلائي ٿيو مديني صاحبو
ڪربلا آنجو مدينه ۽ مڪو
هاه يارو هاه يارو هاه هاه

آنکي آچ مڪي ملائڪ تا رُئن     آنکي آچ حوررون مديني ۾ حشر ڪن
ڪربلا ۾ آنکي ويڙهيو دشمن
هاه يارو هاه يارو هاه هاه

ڪربلا ۾ قتل ٿيا آل نبي     رڻ رهيا اي واهه اولاد علي
آه تقدير ازل هيئن هُئي لکي
هاه يارو هاه يارو هاه هاه

هاه هيت آل پيمبر ٿيا شهيد     هاه شامن ڪيا مٿن ايذا شديد
آل جو قتلعام ۽ ڪوفين جي عيد
هاه يارو هاه يارو هاه هاه

هيت وڃايون هُئي نبي جا نَونهال     هيت ڪٺاؤن مرتضي مولا جا لعل
هاه هت ڪيا ظالمن ظلم و زوال
هاه يارو هاه يارو هاه هاه

هي زمين، ڪربلا آهي بنام    آلِ پيغمبر جو هي دارالسّلام
هت علي اولاد جو ٿيندو مقام
هاءِ يارو هاءِ يارو هاءِ هاءِ
هيءَ زمين، ڪربلائي پُر بلا    هي زمين دارُالقرارِ انبيا
هيت جون نيت انبيا ۽ اوليا
هاءِ يارو هاءِ يارو هاءِ هاءِ
واه "ثابت ڪربلائي" تنهجا بخت    ڪربلا شه جا ڏٺا تو تاج و تخت
مرثيا تنهجا ٻڌ سڀ دل سوز سخت،
هاءِ يارو هاءِ يارو هاءِ هاءِ.

# هاءِ جنهن مظلوم جو سڀ ڪُڙم ٿيو هو قتلعام

هاءِ جنهن مظلوم جو سڀ ڪُڙم ٿيو هو قتلعام    ڏيهنءَ ڏاڍائو ڏسي، ڪولي چڙهي وهندو مدام
پنهجي سائڻن جون ڏسي ساڙيون سڃيون ويران مقام
ڪين نہ دل ڪَسندي روئي رت سو نمائو صبح و شام
هي خرابي خانہ ويراني سُئي ڪنهن مير مڪر    هو امام حسين جو زين‌العبا پيارو پسر
جڏ مديني ۾ چڙهي ڪولي تي ڏسندو هو شهر
رت ورن رُندو هو سائڻن جون ڏسي ساڙيون مقام
جن ڪچهرين ۾ سدا هڪ هڪجي در دربار هئي    جن حويلن ۾ هميشہ سروري سرڪار هئي
تين گهرن بيوارثن حرمن جي نت ٻاڪار هئي
تينجون ٻاڪارون ٻڌي رُندو هو ساڙيءَ ۾ مدام
رات ڏينهن رُندي گهلن جو ماس ويو هو سڀ ڳري    نت رهي بيٺڪ ٻلي جي ڇت جي ڪوليءَ جي دري
تنهن ڳري مئون ٿي وهي هڪ نهر پاڻي رت ڀري
هوس هردم ياد دل ۾ ڪربلا جو قتلعام
هڪڙي ڏينهن هڪ شخص ٿي ڪُوچي مٿون آيو بيخبر    نا ڳهان ناريءَ جي هيٺون ٿيو آچي آنجو گذر
پيو آنهي جي پٺ تي اڙ پر پرندو پاڻي ڪي قدر
پر نہ هو پاڻي مگر هو ديگ جوش، دل جو جام
منهن مٿاهون ڀي مروّت ٿي چيائين ڪا ٿي فلان    مون ڏٺو تو ڪي ڏنو ڏاتر مٿي ماڙيءَ مڪان
پر جو هي پاڻي وڌني پر پرندو مون تي اي جوان
پاڪ هو يا شڪ پريو سچ چئج اي صادق ڪلام

هڪڙو تـا جام سندم داغي ٿيو ڏٺئو پيو  پيو نہ چاڻان ٿو ڪرهي پاڻي هو ڪنهن حمام جو
ڪل لڱن جي ڪاڻي دل ڪئون دونهون آتش جـو آئيـو
باہ جي بارش ڪري مـون سر تـي ڪيو پاڻي جو نام

حضرتہ سجاد سمجهو تـاڪہ آهـي اجنبي  منهجي هن ۾ پرندي آس جي مٽي ڪا پوند پئي
منهن ڪڍي چانئس ڪاٿي بـنـدا خـدا جـا متقي
مـاجرا پـاڻيءَ جي پُڇ آهُ تـا ڪريان توسين تمام

اهلہ عصمت سب ڪناري ٿيا سڌائيون شخص ڪي  روبرو حاضر ٿيو حضرت اڳيئون ماڙيءَ مٿي
چانين هي پـاڻـي جو نيت منهجن اکين ڪئون ٿو وهي
هي دونهون آهي جو هين مئون ٿو آئي هر صبح و شام

جيئن توهين ۾ پرندي پاڻي ڪي ڏلولوهوءَ ۾ لال  پاڪ آهي شڪ پريو هر ڪزم ڪج تنهجو خيال
نت هي پاڻي ٿـو ڪري سٺنهجن اکين ڪئون انتقال
هنطرح هـردم هي جـاري آهـي از بـالائـي بـام

هين ورهيہ ۾ سونتي گذريـو حادثو آهي عظيم  آئون امام حسين جو هڪڙو پسر آهيان يتيم
ڪربلا جـي سـر زمين تـي نـاحق از قـومہ غنيم
بـا قريبـن قتل ٿـيـو آهي آبـو منهجو امـام

هي جو هين گهرہ ۾ تون مونکي ٿو ڏسين رنندو آدا  هيت منهجي پاپي ۽ پائن جا هتا نيت معرڪا
پيو بہ گيردا گرد هين گهر جي هي سپ ويـران سرا
هئيون منهجي چـاچن ۽ سؤتن جون حويليون بـا حشام

هن حويلن مئون بہ سپ سـردار سرور ويـا لڏي  مير مانجهي ٿيا مسافر محل ماڙيون ويا ڇڏي
ڪربلا ۾ بـيڪـنـہ ڪـوفين ڪهايـا سپ سـڏي
مـون بنا مـڙنـي ڪي مـوذن ذبح ڪيو يڪجا تمام

نا تہ هين مـردن ڪي ڪنهن پاڻي پياريو آچ اندر  نا تہ ميرن جي ڌڙهن تي ڪنهن ڪئي غم جي نظر
پـرزہ پـرزہ ٿـي پـيـا ٽڙيا ڌڙن تـي ڌڙ ۽ سـر
ڪيڏي سر ۽ ڪيڏي ڌڙ ڪنهجو ڪفن ڪنهجو مقام

نا ڪنهين ڪئي قبر نا ڪنهن ڪي پرواني ڪفن  نا ڪنهين ساريو سفر وهلو وساريائون وطن
راضي ٿـي رب جي رضا تـي سر ڏنـا تين سـرورن
سر ڏنـي سـرخـا ٿيا رب پـرڙي سپ نـاموس نـام

ڪرچ هين ڪهسان ۾ بٺتي نہ هٿي منهجي قضا  پر نہ چاڻان ٿو تہ ڪيئن جيئرو بچئس منجهہ هين بلا
شـايـد هـن خـاطـر بچئس تـا ٿـيہ اسيرہ مبتلا
قيد ۾ ڪوفن ۽ شـامـن جـي وڃان پـرڏيهہ شـام

جنهن منافق منهجو بابو يگنه ڪيو هو شهيد  خارجي خيمي ۾ آيو سونتي باشورِ شديد
سون تہ هٿن ملعون کي چيو ڪاٽي ڪتا قومِ يزيد
سونکي پڻ تيئين مارجئين ماريئي آيو منهجو امام

هٿن منافق منهجي مارڻ ۾ نہ ڪيو ڪنهن قصور  پر ڪنهن بي ڪيو سون بيمارجي بستر کئون دُور
چاڙهن سر جيئرو هلي هي شام حاڪم جي حضور
خاندانِ خاص منسون هڪڙو بچيو آهي امام

شام ڪوفي جي لعينن ٿي لٽيو اسباب سڀ  اهلبيتِ مصطفيٰ تي هو قيامت جو تعَبَ،
ڪور ڪوفي شوم شامي غافلان از غضبِ رب
خاندانِ مصطفيٰ تاراج ڪيو تڙيلن تمام

مال و دولت سڀ لٽي موذي مڙي، بڪ جا ٿيا  پنهجي لشڪر جي ڪتن جا مڙهه سڃائي ٿي ڪنيا
جي اساڻجي معرڪہ جا ٽڙ ڏڙن تي ها پيا
سر وڍي سڀني جا ٽڙ پنهنن تي ڇڏي ويا بي نظام

سر سنهارن جا جڏهن نيزن جي نوڪن تي چڙهيا  سڀني سبحان الذي اسريٰ جي آيت ٿي پڙهيا
ٿيو شهادت جو شرف مَردن وڏا معراج ڪيا
يُرزَقُونَ الرِّزْقَ سَرْمَد فائِزُونَ ازْفَوزْتام

سير سنهارن جا جڏهن نيزن جي نوڪن تي چڙهيا  ٿي قيامت عام سڀ خورشيدِ محشر جا ٿيا
ڪربلا ٿي عرصہ گاهِ حشر سج نيزي چڙهيا
اِقْتَرَبَتِ السَّاعَة وَ شَقَّ الْقَمَرْ و احشر عام

سر آئي جو سڀ سرن ۾ هو مڙين جو پيشوا  سڀ جي اڳ ۾ ٿي امام الله اڪبر ڪئي ندا
نقل معراجي ۽ قرآن ختم ڪيو تنهن مقتدا
منهن مديني ڏي ڪري چائين اي نانا السلام

السلام اي نانا آهيان دلربا تنهجو حسين  لعل لعل لاڏلو سر تن جدا تنهجو حسين
سر ڏني صابر رهيو رب جي رضا تنهجو حسين
توکي ٿو پرڻي اي نانا تنهجو هي ناموس نام

سون اي جو سر ڏسي ٿي چو اي بابا السلام  نامور نيزي چڙهي معراج ڪيو اي نيڪنام
تون چڙهين نيزي اسين قيدي ٿيا تو ري تمام
قيدين جو پيشوا آئون، سر وڍين جو تون امام

السلام اي يادگارِ مصطفيٰ سرور حسين  مرتضيٰ جا من موهن خيرالنسا جا نور عين
تنهجي ماتم ملڪ ۽ ملڪوت ۾ پيو شورشين
عرش و ڪرسي ٿيا تزلزل ٿي قيامت ٿي قيام

جي نہ هوس آن خيل سين منجهہ قيد کوفين جي آيا   تا جنازو تنهجو هوند ساري سنواريم سيڊا
ڀڙهي نماز و نفل هوند کيم قبر تي قرآن ادا
فاتحہ خوانيءَ ۾ وڃان ها مير تو ماتم مدام

رت هنجون روئي ڇهن رڻ جي مٽيءَ کهگل کري   لحد تي هوند لوڙہ کيم تو ماہ کي منزل کري
قبر تي قبّو اڏائي ٿي مجاور دل ٺري
هوند ٻهاريدار هوس جان کيءِ جيس ٿي ماہ عام

هن پٽن پاڻن جا مڙہ هوند هيئن ڇڏيان ڪين بيدفن   پرزہ پرزہ پٽ تي پيا تا لال لوهوءَ ۾ لڇن
وس نہ ويچاريءِ کہ تا ميڙي کري يکجا دفن
تا ڪم هئي ڪنج شهيدان مڙن ميرن جو مقام

اي علي اڪبر ادا عابد جوي تو الوداع   مون نہ ميرل پاڻ وَس پٽ ۾ ڇڏي شيرل شجاع
شام جي شامن ڪيس نيلين وجهي اهلہ نزاع
رويرهن تنهجي ويوڙي شام رنندس صبح و شام

اي علي اصغر ادا تون لعل لالن لاڏلو   ڪانَ سين ڪوفن سنڌہ هيئن بيکنہ گهايو گلو
نير گهرندي تير ڪنهن بي پير هڻي توکي هنيو
جنهن ستم جي سيلهہ سين ڪئي عمر اصغر جي تمام

هاءِ قاسم ڪين ڪريان ڪوناهي ميرل سنهجو وَس   گهوٽ تون گهايل رهين منجهہ خاک خوني خار وخس
خامتہ شادي ڏکي سهرا ٻڌي ڪيني جوان جس
سر بمع سهرن وڃائي ڪاڄ مٿون ڪاريءَ قيام

گهوٽ تنهجي گهر امان سهرا سنواربندي رهي   وير گهر تو لئي وني کي سَس سينگاربندي رهي
تون وڃي نائين وري سب ڪاني سماربندي رهي
خطبي مٿون ختمون ٿيو شادي مٿون ٿيو ماتم مدام

چام تنهجا چاچي سپ تو گهوٽ گردوڻ صف بہ صف   مير تا شادي مبارڪ چوڻ آئي چؤ طرف
سپ تو ڪَڏ هڪ معرڪہ ۾ هيت تراڻ ڪيا تلف
واہ قاسم ويانهہ تنهجو واہ چاچي تنهجا چام

سر تو سنهڻي گهوٽ جو نيزي تي جهولي نامدار   هڪ طرف سهرا لڙڪن تا ٻيطرف زلفن جا وار
چؤ طرف چاچين جا سر سوڻن ۽ ڀاڻن جي قطار
لعل کي لانون ڏني سب جيع سنيوڙي طرف شام

الوداع اي اهلہ مقتل ڪربلا آنجو وطن   اسين ٿياسين آلہ بوسفيان جا بندي با رَسن
جان وري جيئرو وريس تا سب ڪندس ساري دفن
حالَ هيڏي حادثہ ۾ ڪنهن مٿي ناهي سلام

هنطرح چوندو ۽ رئندو موڪلائي مڙني کان قافلو آلِ نبي جو طرف ڪوفي ٿيو روان
جيڪي منجهه تقدير هو سو سڀ ڏٺوسين بي گمان
سر نوشت نصيب جي ڀارڻ پئي تا عمر تمام
هاڻ تا هن حادثي ڪرڻ بعد آئون بيڪس يتيم جان وري آيس وطن باجانِ خسته دل دو نيم
تا انهي طور آهيان آئون هين حجري، ماڙيءَ ۾ مقيم
رات ڏينهن رت ٿو رئان منجهه ياد مائٽن جي مدام
هڻن مواليءَ هين مصيبت جو ٻڌو جيئن هي بيان تيئن رئو جيئن در زمان ڪيئي نهر نارا ٿيا روان
هين رئڻ ۾ رت رنو سڀ ملڪ ملڪوت انس و جان
سو رئڻ روزِ جـزا ٿيندو شفيع خاص و عام
سيّدا "ثابت علي" تنهجي غلامن جو غلام تهدليئون تو در لڳو دائم سوالي صبح و شام
مدح خوانيءَ جو گهري، انعام آقا عزّ عام،
ڪر نهال نگاه سين تون يا امام ابن الامام.

# جنهجي حق جبرئيل چو هر معرڪي ۾ بار بار

جنهجي حق جبرئيل چو هر معرڪي ۾ بار بار لا فتيٰ الا عـلـي لا سيف الا ذوالفقار
آنجي اج اولاد سين ٿي ڪربلا ۾ ڪارزار
هيڏي باهتر ڄڻان هوڏنهن ويهن باويهه هزار
ٻڌ سي باهتر جي ڀاويهن هزارن سين وڙهيا سي سڀئي هڪ هڪ خدا جا خاص نيڪوڪار ها
ڪي نبيءَ ڏهٽا عليءَ جا پٽ ۽ پوٽا لاڏلا
ڪي سچا صادق صحابي آل جا انصار يار
ويهه ٽن تين ۾ نيسورا نور پنجتن پاڪ جا لعل گوهر لاڏلا آن صاحبِ لولاڪ جا
زيب و زينت عرش و ڪرسي ارض ۽ افلاڪ جا
عترتِ آلِ پيغمبر اهلبيتِ ذوالوقار
ٻهرين پيارا پٽ اميرالمومنين جا آڻ امير آسمانِ عزّ و عظمت جا مثلِ ميهر و منير
ٻيا جي ٻارنهن ٽن سي ڪي ڀائٽيا ولي جا بي نظير
۽ ڪي پٽ ڪي ڀائجا ڪي مائٽ ڏکسک جا يار
ٻيا جي ٻاونجهه صحابي صاف دل صادق عمل جنگ جا جونجهار رڻ راوت بهادر بي مثل
جنجي حق ۾ هئي سعادت امر حق ڏنهن از ازل
سي جوان طالع نبي جي آل تنئون ٿيا جان نثار

آن ۾ اوّل سڀ سرن جو تاج سير سَرور حسين   مصطفيٰ ۽ مرتضيٰ جو مَن موهن دلبر حسين
كربلا جي هر بلا جو صابر ۽ شاكر حسين
جنهن سڄي سِنڌ جي صبر ۽ شڪر جا ناهن شمار

تنهن تئون پيو ڀڳڻ بهادر شاهه عباس علي   صف شڪن صفدر شجاع ۽ زور بازوئي، علي
فضل ۽ جعفر عون ۽ بوبڪر ۽ عمر عثمان ولي
هاشمي حيدر نسب ڪامل قريشي ڪامگار

هيٺ تا ڪن هن حال جي راوي روايت معتبر   ٿيا ڏهين ماهه محرم جي هي حاديثا حشر
شام ۽ ڪوفي جي شريرن شاهه سين باشور ۽ شر
صف بصف سڀني سڄين ڪيو قصد قتل ڪارزار

سرور مظلوم پڻ پنهنجي رفيقن کي چيو   يارو اڄ هر حال صبر ۽ شڪر تي راضي رهو
جيڪي هئي حڪم قضا سڀ سر تي صابر ٿي سهو
تا سندو هي صبر هئي تا يوم محشر يادگار

واهه ٻئي لشڪر مقابل ٿيا وڃيا ناقو نفير   ذَرِس فَرِيقٌ فَارفِي الجَنَّۃِ فَرِيقٌ فِي السَّعِير
حسبنا الله چئو حسيني نَاصِرٌ نِعمَ النَّصِير
نَامُورٌ نَصرٌ مِنَ الله چئي آئيا بر عزم ڪار

حُرٌ همت پُر جو هو ڪوفي جو ڪئيو نامور   وَهُ رياحين زاد رستم دل شجاع ۽ شير نر
تنهنکي لرزو پيو ليڪين تڙڦن لڳس جسم ۽ جگر
منهن ڏسي مُضطرب جيس چائين ادا ٿي هوشيار

تون ته هيڻن هر گز نه ترسين جوان ڪنهن جنگاهه ۾   مرد هئين هر معرڪي سر منهن سڀ ڪنهن ڪام ۾
اڄ مگر آل نبي جو رُڪ ڏلئي هين راهه ۾
بوترابين جي بهادر پٽ ڪنئون ٿين هيٺ بيقرار

حُرُ تڏهن هئي هئي ڪري مصعب کي چواي منهنجا پاهه   بوترابين جي ٻه پٽ جو هو ٽيڪو تحقيق تاهه
پرسون اڄ هين پنهي ڪنڪن جوءِ ساري ڪيو سماهه
هئو پٽلا آهن بهشتي هي نياڳا اهل نار

هِنطرف جَنَّاتِ تَجرِي تَحتِهَ الاَنهَار ڏِس   هينطرف ٿولي ٿڪين جي فِي السَّقَرِ وَ النَّار ڏِس
جيڏي پائين تيڏي ٿي تنهجي جزا تکرار ڏس
پنهجي عملن ٿيءِ ادا روز قيامت رستگار

هيڏي دنيا ۾ دغا تين سين هي دوزخ تو امان   هوڏي، داور دين جا جن لئي بهشت جاودان
سون بهشت اختيار ڪيو جيڻي رڻ ڏي راوت ٿيو روان
ايءِ اسلم حسين شه کي ڪيئين سلامن سو هزار

پيرين پيادو ٿي شه مظلوم جيَ سرَ صدقي ٿيو   سر رڪاٻ تيَ رکي چئين سرورا مون ستم ڪيو
هاڻ تو هٿ نؤ مسلمان ٿيَ مون ميرَ در تي قربو
ڪر سندم توبهه قبول اي سيّدِ عالي تبار
شاه چو اي حرّ رحمت رب جي هئي تو سر سدا   جو تون اڄ صدقون ٿئين آلِ نبيءَ جو جانفدا
حقَ سنده توبهه قبولي ڏين حق سڀ ڪيئي آدا
لا يُضيعُ اللهُ اَجْرَ المُحْسِنِين اي حق گذار
حرّ ٿي خوشحال آندم ڪنوڙيڪاهيوڏنهن قتال   ڪيئي پهلوانن جا سر سوره سٽي ڪيا پائمال
آت رَسي مصعب ٿيس همراه جاني حسب حال
چئين آدا مونکي به تو هٿ ڪئي هدايت ڪردگار
ٻئي بهادر پهلو ٿي جنودؤن جٽا جنگاه ۾   هر طرف حملا ڪري ڪاهيئون ڪهڻا ميرَ گاه ۾
تاڪه سر ڏني سرها ٿيا صادق سبيل الله ۾
پڙزقون فرحين فائز لا يموتو يادگار
تنهن ڪئون پوءِ فرزند حرّ جو نوجوان ثالث علي   تنهن به آلسّبرالتّوڪتدمتير ”الا“ يي آت ڪيوجلي
آن ڪئون پؤ غزّهغلام آنجي به رڻ ڪئي ڪنلبلي
هڪڙي هندّ چوڙنگ ماريا مي حسيني چار يار
پؤ زبردستِ جهان يعني زُهير ابنِ حسان   نامور آسدي نسب ڪنوٻو ڪيلي، ڪوڏيوجوان
ٻنٽ، وڏئين پنجنهه سوارن کي سٽي، آن پهلوان
ڪاٽي نوّي زخم ٿيو جنٽي تني جهوري جان نثار
آن تئون عبدالله عمرڪلبيجيٻنٽ رڻڪاڪئي   تنهن به آت تقدير رب جي سڀ مٿي سر ساه ڪئي
پوءِ بربريءَ بير بانڪي رڪ آئيءَ تؤن راه ڪئي
سوٻنِ آن راهئون رسيو ڏنهن رحمتِ پروردگار
آن تئون وارو وهب عبدالله ڪلبيءَ جو رسيو   سوٻه نؤ پرئيل پهلوان رڪ جٽي رڻ ۾ رهيو
آت عمر خالد جي ٻنٽ آزديءَ به سير ايثار ڪيو
ٻنٽس خالد بن عمر ٻن ٿيو لنگهي لهرن ڪئون پار
آن تئون سوره سعد صادق حنظلي ٻٽ هو امير   طالبِ مولي تميمي وه بهادر بي نظير
عمر عبدالله ٻن آن ڪلّ وڏو ڪيو دار و گير
مي دلاور دين جا غوڪن ڪئي ڪيا خاڪسار
آنڪئون پؤ وقاص بن مالڪ جو وارو ٿيو وغا   تنهن سين ڪلّ ماريو سريع ابنَ عبيد اهلِ وفا
تنهن تئون مسلم عوسجه ٻنٽ ٻوڙيو اسدي دَر غزا
هو امير المومنين جو پهلوانِ نامدار

تنهن ٿئون پٽ مسلم جو موبي رڻ ڏي راوت ٿيو روان    تنهن ٻه ماري ملحدن کي جان نثاري ڪئي جوان
آت هلال ابن نافع ٻن ڪئي تصدوُن ڪمان
ترت تيرن جي عدد انجام ڪيئين آشي ڪفار
عبدالرحمان ابن عبدالله يزدي آنکئون بعد    ري الاويو چئان حق ڏنهن هليو بابخت سعد
تنهن ٿئون يحيٰ بن سليم سازني رڻ مثل رعد
ٿي وسيو ويرين تي هر سو جيئن سحاب شعله بار
آنئون آيو عبدالرحمان ابن عروه نامور    واه غازي غضنفر دل شجاع و شير نر
ساري چاليهن چئن کي ڪيئن روان سوئي سقر
رحمت غفار غفاري کي ڪيو غفران شعار
آنئون مالڪ انس پٽ هو مالڪن جو مقتدا    ٿيو سعادتمند صادق جانب حق جانفدا
آت عمر ابن مطاع آيو ڪري سوره صدا
جنگ جي جونجهار جنٺرءَ ڪيا وڏا وس پنهنجي وار
تنهن ٿئون ڪاهيو قيس بن منبهَ بهادر بي مثل    سو به راوت رڻ رهيو آخر مڃي آمر اجل
شاه مظلوميان حسين ابن علي ٿي آن محل
هڪڙي هڪڙي لئي رنو مي مي بحسرت زارو زار
هٿ سڄي ٻارون ڏسي سرور ته هڪڙو نوجوان    دشت ٻارون ٿو اچي اسوار سوني ساز سان
هٿ ٻڌي حضرت جي خدمت چائين يا شاه جهان
السلام عليڪ يا ٻن مصطفيٰ سيد سچار
منهجو نالو نامور يا ٻن امير المومنين    آهي هاشم عتبہ پٽ وقاص پوتو پاڪ دين
عتبہ سي اخلاص آهي سوٽ منهجو باليقين
بيونکي اڄ مانئيءَ ڪئون آنجي تو اڳيئون تو بهه هزار
هئو ته آڄ آهي عندونيءِ خاندان مصطفيٰ    آئون سڄي صدقون ٿو ٿيان صدقو اڳيئون آل عبا
آنهن کيءَ اڄ ري قبولي سون ڏئيون دار البقا
هيئن چئي همت سين هاتڪ ڪاهيو ڪوبي ڪارزار
اچي عمر کي چائين سڻ اي سوٽ ڳهلا منهجي ڳالهہ    بيام پيغمبر اڳيئون سر ڏيئي ٿيو قربان ڪالهہ
منهجي پيءُ مرسل سين ڪئي آندم عداوت ڪل حال
تن جا پٽ برعڪس ٿيا آهيون به عالم يادگار
يُخرِجُ الحَيَّ مِنَ المَيِّتِ ڪيو سو نکي اڄ خدا    يُخرِجُ المَيِّتَ مِنَ الحَيِّ آهين تون اي بيحيا
ڪي ڀڄين پٽئون سڄا ۽ ڪي سڄن پٽئون وڏيا
ننگ هئن نامرد مئي جو ناهي توکي نابڪار

هيٺ جنهن حملا ڪري هاشم ڪُنا ڪيئي پهلوان    ڏهه ڏهن تي ڏير ڪيا هر سو ستّي سوره جوان
تا هزار آسوار ويرن وچ ۾ ويڙهيو ناگهان
چئن طرف ٿي چاهه سين شمشير هڻين اُن شهسوار
فضل فرزند علي ڪاهي رسيو آنجي ڪُمڪ    پيا ٻه آنسين ننوّ چئان ها نامور صاحب نمڪ
تين مٿي ٻن ٽن هزارن ڪاهيو ڪوفي جي ڪٽڪ
سي ننوّ ٿي ناميان نبي جي آل تئون ٿيا جان نثار
فضل ٻن ڪيو فرض سر تي سر ڏيڻ سرور اڳي    تا ڪم سر ڏئي سرخرو ٿيو حيدر صفدر اڳي
مير جي پائن مٿون پهرين آن ٻلي ڪيو سر اڳي
شاه چو اِنّا اِلَيْهِ الراجعون رت روئي زار
فضل ڪي في الحال موذي ماري هاشم تي هليا    تا تڪين تي ٽي هزار آن هڪڙي سر پيٽليا پئيا
آن پس آن ۾ هر طرف همت وڏي حملا ڪيا
شير پيئي شربت شهادت جو هليو دالقرار
آنکئون پوءِ آيو حبيب ابن مظاهر شير مرد    آن ٻني اسد بهادر ڪيا گهڻا رڻ گرد گرد
سيف ماري سرخرو ٿيو ظالمن منهن ڪيائين زرد
تا بفرحت فرد ٿيو ڏنهن گرم و سرد روزگار
آنکئون پوءِ آجو ڪيل بوذر غفاري جو حرير    ٿيو عذاب دهر ڪئون آزاد دانشور دلير
پوءِ يزيد ابن مهاجر جوان جعفي مثل شير
رڻ گجي گهمسان ڪيا ڪوفن ڪئن پر ڪيو شڪار
آنکئون پوءِ پيو انس ابن معقل اصبحي    تنهن ٻه سر سرور مٿي صدقو ڏنو صادق صحي
آن تئون عابث شوب پٽ عاقل ٻه عزم رزم ڪئي
آنسين ڪلُ سوذّب غلام آنجو پس هو همراه يار
انکئون پوءِ حجاج بن مسروق جعفي ڪئي همت    هو امام حسين جي لشڪر جو بانڪو با عزت
سيف پن حارث سريعي رت وهايو ريل رت
هم عبيد ابن سريع اندم ٻه سرعت ٿيو سوار
انکئون پوءِ آجو ڪيل هو زين عابد جو غلام    حافظ قرآن و قاري طالب حق تُرڪ نام
تنهن سعادت جو سبق خوشدل ٿي ڪيو ختم الڪلام
خير جو ٿيس خاتمو ختمون پڙهي ڪيئين ختم ڪار
حنظلي پٽ سعد عجلي عارف پاڪ اعتقاد    شام ڪوفي جي شريرن کي ٻواعظ اجتهاد
ڪيو ٿي آگهه ڏنهه عذاب قوم نوح و قوم عاد
تا آنڌن ان سپ عذابن جا قبولي ڪيا قرار

پوءِ يزيد ابنِ زياد آيو ٻنهه اخلاصِ مزيد سو يزيدن نابڪارن شيرءَ ماري، ڪيو شهيد
سعد عبدالله جعفي ٻئي ٻـــــئي اقبـالِ سعيد
سيدِ مظلوم لئي سر ڏيئي ٿيو سرهـو سچار

پوءِ جنادهِ ابنِ حـارث آيو انصاري امير آنسين عمر ابنِ جناده نوجوان رڻ ماريو مير
آنئون مُرّي، بن ابيءِ مُرّي، غفاري ڪئي بڪير
سي دلاور دين جا خوڪن ڪُنهيءَ ڪيا خاڪسار

پوءِ محمد ابنِ مقداد آيو مقتل ۾ ڪهي آنسين عبدالله ابـن بـودجـانـه ڏوڙ ڪئي
تنهن جي ڪهڪ ڪاڻ ڪاهيوسعد قيس ابنِ ربي
اشعث وعتنطهٗ عمر حماد قرطي ڪامگار

ٻهرين ٻئي اصحاب ها عالي نسب والا حسب پيا چهه ٽي ها مرتضيٰ مولا جا مولا باادب
سي آئي عالي همم صابر ٿي ماريا بي سبب
تين بهشتين لئي ٻئي آئي بهشتين ڪيا بهار

هي سڀئي هن حال تائين پورا ٿيا پنجاهه تن جي مدد لئي مير جي ٻي سر ٿي ماريا بيوطن
تين سوا باقي بچيا ميت مائٽ آڪهه ويهه تن
تين ۾ سترنهن ها سگيا هڪڙو ٻانهو ۽ ٻه يار

واهه اصحابن تنهون وارو آلِ پيغمبر جو ٿيو عرش و ڪرسي آسمان لوح و قلم لرزڻ لڳو
شير حق جي پٽ ۽ پوٽن جو اجل ٿيو اوچتو
شام ڪوفي جي ڪتن سي شير ماري، ڪيا شڪار

ٻهرين عبدالله پٽ مسلم اچي چو السلام ڏيهه رخصت رڻ وڃڻ جي اي سچا سرور امام
جيئن ابي اول ڏنو تو لاءِ سفر ۾ شاد ڪام
آئون ٻه تيئن اول عزيزن سئون سنڌهه ٿيان جانثار

هيئن چئي حضرت سين عبدالله غازي ڪئي ودا سنهن سنئي سوره سگايا سر ڌڙن کنون ڪيئين جدا
بعد بيحد حرب جي اڙ نـوجوان ٿيو جانفدا
پنهجي بابي ڏنهن بهشتي ويو ڇڏي دنيا ديار

آنئون چـاچـو آنجو جعفر بن عقيلِ هاشمي آنرسي ڪُوپي ڪلي، جي ڪانڪئي ڪنهن ۾ ڪمي
عبدالرحمان بن عقيل آن ڪلا اچيءِ ڪئي همدمي
سي ٻه ٻئي همدم حقيقي هڪڙي هنڌ ماريا مئيار

آنڪئون پوءِ پانج ٻلي جا عترتِ خيرالامم جعفرِ طيـار پـوٽـا هـاشمي والا همم
سـو محمد ابـنِ عـبـدالله جعفر ذوالڪرم
حيدرِ صفدر جـو ڏهٽو آنضلِ عـالـي تبار

پيو بہ آنجو پاڻ حضرت عـون عالي قدر هو جن جوانن امر حق جو سر تي صابر ٿي سَٺو
سر ڏيڻ ۾ صادقن کنهن تفاوت ڪونہ ڪيو
آنتي هُئي تڪرار نت صلوات رب جي بيشمار

پاڻجن کئون بعد پاڻٽن جزم ڪيو جنگاہ جو سر ڏيڻ ۾ صادقن سانگو نہ ڪيو ڪنهن ساہ جو
ڇــا چوي شــاعر شجاعت شرح عبدالله جـو
شــاهدين جــا شاهزادا شهر دين جــا شهريار

آہ عبدالله رڻ جـونجهار جنگي ڪيو جـدال شير شهزادي بهادر ڪيو وڏو ڪُوبي، قتال
ماري ڪيئين سؤ ساحدن جا لعل ٿيو لوهو ۾ لال
تا بہ هو پنجهہ سوارن گهيريو نــرغي نامدار

آت محمد آنس ؐ ڪاهيو آنجي ڪهمڪ لئي ڪيهر ؐ ۽ آسد بن بودجانہ ٻن ٻَڌي قصدؤن ڪمر
۽ بہ بهروزان بلتي ڪيا مٿي حربن حشر
هيہ حسن سرور جو پانهو پل پريو دو ۽ ٻہ يار

هي ٿئي ڪُٺا جڏهن رڻ ڪامي ڪهمڪ لئي رسيا تين گهٽن جا سر وڍيا ۽ ڪيئي دلاور ٻن ڏسيا
مي مــدينـي جــا مسافر بيوطن ڪربل وسيا
آہ عبدالله پسن تين گــڏ مريہ ٿيو غمگسار

واہ جڏ ڪونن ڪيو عبدالله شهزادو شهيد هُنيُ حسن سرور جو پُٽ ناحق ڪٺو قوم يزيد
آن گهڙي قاسم بہ ٿيو ونهجي جيئڻ کئون نا آميد
بام فرقت پاڻ جيہ ساڙي جگر ڪيُو جان فگار

چئين آجيہ چاچي کي سرور ذيم رخصت رڻ وڃان؛ پاي نبي جا نور تنهجي نذر سر صدقو سَهان
هيڪڙا ٻيون ميت ويا مري پيا تا مرڻ آسرن اهان
آئونہ مٿرتين گڏ مران اهڙي جيئڻ کئون مونکي عار

مير چو ميرل کي اي منهجي ادي جا من موهن نورؐ نيڻ لنارؐ نيڪوڪار قاسم بن حسن
تون مَ ونؤن تا منهجو هُئين، تو هٿ رکفن سعيو دفن
ڪيج ڪفن ڏيئي دفن مونکي ميڻا چاچي جا يار

منهجو زيـنالعابدين مون بعد اچ ٿيندو يتيم سو اٿي آزار جي سختي کئون عاجز ۽ سقيم
آنسين گڏ همراہ ٿسي هر حال ۾ رہ مستقيم
هيہ نبي ناموس نيہ، پهچاہ پيغمبر جي پهار

تڏ مي گالهيون ڪن ڪري قاسم وري خيمي هليو سر رکي زانوءَ تي آن ارمان کئون بيتاب ٿيو
تا بہ الهامہ اللهي آن پرينءَ کي يــاد پيو
هوس بــازوءَ ۾ ٻڌو تہ بہ ڏ هڪ طومار وار

سو ٻڌي پنهنجي هٿين آن لعل لعل لئي لکيو    پنهنجي دستين پٽ جي هو بازوءَ ۾ آن ٻڌڻ ٻڌو
چئين ابا وٽ هي وصيت ناسون سون تو لئي لکيو
ڪج عمل تنهن تي جڏهن ميرل پوني مشڪل جي ڪار

خوش ٿي قاسم کوليو آن تعويذ مٿون طومار کي    ٿيو پڙهڻ تهدل سين والد جي وصيت وار کي
جان ڏسي تا آهي ڏس بابي جو برخوردار کي
ڪاڏي ابا قاسم جڏهن ٿي ڪربلا جي ڪارزار

آت ۾ ترسج تون ابا تيغ و تبر جي تاو کئون    ڪج فدا فرزند آت چاچي اڳئون سر چاو کئون
ڏک ۾ مائٽن کي ڏسي سپ سکو سارج ساو کئون
تا ملندءِ سپ ڏک ڪٽي، ڏاتر ڏني سک سؤ هزار

اي ابا قاسم تون آندم سر جو صرفو ڪيم ڪج    آن سفينءِ، نوح ۾ صابر ٿي چاچي گڏ چڙهج
سر ڏني پار پهرين لعل لهرن کئون لنگهج
ورنه طوفان اجل ڪيئي ٻڏا ٻوڙيا ٻرڪنار

آنکوڙي قاسم ٻه ٿيو بس خرم و خوشحال شاد    رت روني سرور اڳئون ڪيئين درد دل کئون داد
چائين چاچا ڏس هي ڪر پنهنجي ادي جو امر ياد
آئون ٻچا آئيندو والد جي وصيت پنهنجي وار

ڪين مڙندس معرڪي کئون ڪين وهندس گهر ۾ آءٌ    ڪين ڏسندس ڪڙم ڪسندو ڪين مرندس شرم آءٌ
ڪين ٿيندس ٻيءَ اڳئون پنهنجي خجل محشر ۾ آءٌ
تو اڳئون مرندس ۽ ٿيندس سرخرو روز شمار

هتي ٻڌي هي حال سپ هتي هتي ڪري حضرت حسين    سر ولي پاڻي جو پاڪر ۾ رنئين با شورشين
منهن چمي چئين اي مٺا موهن نبي جا نور عين
هتي آبا اڄ منهنجي ساري، ڪڙم ڪيا هڪڙا قرار

اڄ منهنجا اصحاب ويا سپ مون اڳئون چئي الوداع    يار ياور مائٽ مٽ ماريا سڀئي شيرل شجاع
ڏنهم نبي زادن نهاريو ڪين آن اهل نزاع
پنهنجي پيغمبر جي عترت سين وڙهيا هي بيوقار

هاڻ جي تون پڻ وڃي تين سان ڪڏهين رڻ ڪجي    تا سچڻ مون سر تي مشڪل ايندي تنهجي موت جي
آئون ٻه تو ري ڇا ڪندس دلدار پوءِ دنيا ۾ جي
هل تون آئون پڻ تو ٻنهي آبس اجهو اي منهنجا يار

پنهنجي بابي کي سچڻ ساري چئج منهنجا سلام    تو ته اڄ آنجي وصيت سر ڏنو اي نيڪنام
مونکي پڻ آهي وصيت وير جي تو لئي تمام
پهرين سا پاريان ۽ پوءِ جا سر ٻنهي سا برقرار

هيئن چئي ڪوٺيئون علي اڪبر ۽ عباس علي  چاؤن اڄ قاسم جو آهي ويانهه وقت واصلي
آنجي شـادي ۽ شـهادت آهي تقدير جلي،
ويانهه خطبو موت ختمون ڪڏ پڙهيس پروردگار

خاص خلعت گهوٽ کي پهرائي ڪيئون شادي شگون  سر ٻڌي سهرا وهاريئون تخت با بخت فزون
خيمي ۾ خطبو پڙهيو آن خانه دين جي ستون
چئي مبارڪباد خوشدل ٿيا سڀئي خوردوڪبار

واه قاسم گهوٽ جي شادي جو سڻ شرح و بيان  ٿـي وڃيا چـوڌس نغارا آه فـرياد و فغان
رت هنجون مينديءَ سڱي سير گهوري چاڙهن ٿي ڏنا
ماءُ سَس سهرا ٿي ڳايا وائي سهرا وائي هار

واه مسند جا وهاڻـا واه سيج ۽ سيج بند  هئي ڇپر کٽ هئي ڇپريون هئي حويليون هاه هنڌ
وائي تاج و تخت هي هي تاج خاوند تخت وَنڊ
واه شادي واه مرثون جنهن دليون ڪيون داغدار

جڏ ڪري جلوو چڙهي سر تخت ويٺو تاجور  آرسي مصحف ۾ منهن هڪ ٻي جو ڪويل ڪيئون نظر
لعل کي لائون ڏني چو چاچي اي منهجا جگر
هي وصيت هئي ادي جي جا ابا ڪئي اڄ مون ڏار

گهوٽ هي گهر ٻار تنهجو هي سنده ناموس و نام  ڏيهه ڏاڏائون مـدينو رڻ مسافر تو مقام
سيج تئون لهي خاڪ سمهندين جڳ وداع ڪر والسلام
ڪر تيا ڦاڙي ڪفن ڪنج شهيدان ۾ گذار

آنگهڙي  مقتل مـؤن هڪ آواز آيـو اوچتو  ڪاڪي حسيني هاتڪو ڪو آهي جيئرو سر بچو
باڪ هڪ هڪ قتل تي سڀ خاڪ ۽ رت ۾ رکيو
جي ڪو آهي تا اچي سنگراند سوره تي سوار

آنگهڙي قاسم آئي ڪنوبي ڪلي ڏي ڪاه ڪئي  هٿ هٿي دامن ۾ دلهن دردر دل ڪئون آه ڪئي
ڪاڪي منهجا سرتاج ڪا منهجي ٻه تو و رَ واه ڪئي
تون هلين ميرل مرڻ آئون ڪيئن گذاريان ڏک چمار

شاه شهزادي کي چو اڄ ٿو اجل مونکي سڏي،  موت چئي قاسم اچي سَر سر وڃي هين ٻر ۾ ڏي
پس تہ آئون ٻڻ ٿو وڃان هي تخت ۽ مسندڇڏي
آهي وعدو وصل جو محشر ۾ هڪ ٻي سين قرار

هيئن چئي قاسم هليو رڻ ڪاهي بانڪو ٻير زور  گهوٽ آت گهمسان ڪيا ٿي قتل گه ۾ شير ۽ شور
ڪيئي هزارن کي هٽائي ڪيو غضنفر دل ۾ غور
تان جي هئي هڪ جام باقي جو تہ سڀ ماريان ڪفار

ماري ڪيئين سؤ ملعدن جا آيو شيرل شاه ڏنهن    چيئين اچي چاچي کي سرورمونکي تنهجي سرجو سُنهن
جام پاڻي ھڻي تہ پيہ هوند مير مر مرڪايان مُنهن
پيا تہ سڀ موذن کي ماريان پيا مري ٿيان مُهتدار

شاه چو اي شير منهجا هاڻ متان بيتاب ٿين    ساقيءِ ڪوثر جي هٿ اچ ترت تُو سيراب ٿين
اچ شهيدن جو ابا تون نامور نواب ٿين
دار دنيا ڇڏ ۽ ٿي شهر بقا جو شهريار

هن بشارت ڪئون ز بس شهزاده، دين شاد ٿيو    موٽي مقتل ۾ دوباره ٻوڙي همت سين هليو
ڪيهر قاسم رڻ ڪجهہ ڪوڏن ۾ ڏاڍو ڪوس ڪيو
صف بہ صف سوره سٽيائين ڪه يمين و ڪه يسار

شير جي شمشير ڪئون شامن مچايو شور و شر    پاسنڪي ڪوڏن ڪنن جا ڪيهر جي قوت ڪئون ڪر
هيڪ ڪئي سين ڪيئين درا ماري ڌڙن تي ڌڙ ۽ سر
هٿ هڻي ڪُوڙي ڪنايا پڻ سٽي پيادا سوار

ڪيئي ڪُٺا ڪوڙي جا ڪئُوپا اُن ڪي جي پهلوان    ڪيئي بہ سرڪش شام جا ماريا مديني جي جوان
ڪيئي بهادر بُوترابي آلہ سفيان بي آسان
اچ علي پوتي وڌي سر معويائن مار مار

هاشمي هاتيڪ علم ڪيا آلہ آمين جا نيڪون    فاطمہ فرزند هيند زادن کي ڪيو زار و زبون
آن حسن سرور حسيني دوست فاضل ذوالفنون
ڪيو يزيدن نابڪارن کي خراب و خوار و زار

پتر جو هو مطلوب آنکي سر ڏيڻ سرهو ٿيڻ    پاڻُن بعد آزڪو تي پاڻين جڳ ۾ ري جانين جيڻ
تڏهن هي سڀ ڏڪ ڏسي سؤڪو سياڻئين سر ڏيڻ
سر ڏني سائٽن ميليو پائن پاو يارن جو يار

واه قاسم تهر ٿيو سر ڏني سجڻ بي سر ٿئين    پرزه پرزه ٿي پيارا خاڪ ۽ رت ۾ رڱين
ڌڙ ڇڏي ڌرتيءَ تي دولهہ سر ولي نيزي چڙهين
هڪ طرف سهرا لڏن ٿا پيطرف زلفن جا وار

هئي اماں اوساري آنجي کهر ۾ قاسم کهوٽ ووه    رت روئي چاچو چوي هئي هئي اٺل اڻ موٽ ووه
جسم جا چاچي چون هئي هئي جواني چوٽ ووه
هئي جواني هئي اجل هئي ويائهہ هئي مرلي مدار

واه قاسم بعد پاڻر شاه جا بيتاب ٿيا    کهوٽ رڻ کهايل ڏسي چاچن جا جيرا آب ٿيا
بيقرار و خستہ خاطر بيخور و بيخواب ٿيا
ڪيو شجاعن دين جي عزم شهادت استوار

ٻيون ٻوبڪرِ علي آيو ٻہ ميدانِ وغا   آئتون عمر ابنِ علي ڪيئي ڪٺا قومِ دغا
آئتون عثمان بن علي ٻڻ آسرِ حق ڪئون ما طغا
آئڪئون پوءِ عونِ علي ڀڻ ٿيو روان رضوان جي پار

آئتون جعفر بن علي جونجهار جنگي جنگ ڪئي   آئتون عباسِ علي روئي زمين خون رنگ ڪئي
پر جڏهن عترت نبي جي آج هئي دل تنگ ڪئي
شاه جو عباس کي ڪائي شبر غازي شهسوار

ساقيءَ ڪوثر جا پٽ آهہ ڏس آيا اهلبيت   خضر آلِ مصطفيٰ لب تشنہ تاپا اهلبيت
تنهن سوا اهلِ ستم هئيءَ هئيءَ ستايا اهلبيت
پيا آدا کي آڻ پاڻي پيا وڃي ڏي سر سچار

مشڪ مونڊي ۾ ڪئي آسريو علي عباس شير   ماري موڙن کي ڀڃائي آيو دريا تي دلير
مشڪ پاڻيءَ جي ڀري سر ٿيو ڀڄائي وات سير
چؤ طرف چؤڙان آجي ڪئي تنهن تي چوڏس تير بار

مشڪ تي مونڊي ۾ ٻرزا پاڻي ويو ٻڪسر وهي   گهوڙو ڀڻ گهائل ٿيو اسوار پيادو پيو لهي
پير پيادو ٿي بهادر تيغ چؤ طرفي هڻي
هڪڙي سر حملي ۾ ڪيئي سؤ خارجين ڪيئين خاڪسار

هڪڙي هٿ شمشير ٻي هٿ هو بهادر کي علم   هئيءَ علمدارِ حسيني وڙهيو آن اهلِ ستم
تاڪ هڪ ٻي تي ڪيئون ڪامل جا بازو ٻئي قلم
جعفرِ طيار جيئن عباس جا ڪيئون عضوه ڌار

اقطع الاعضا ڪئي آندم طرف سرور صدا   يا حسين ابنِ علي اي وائي ادرڪني آدا
ڏس تہ ڪيئن رڻ ڪيو مٿهن عباس سر پنهجو فدا
هاڻ اچي ڪوثر جو پاڻي پيج اي لب تشنہ يار

جي ٻڌي آواز هئيءَ هئيءَ ڪيو حسينِ دلحزين   ڪاهي آيو پاءِ جي موڙہ تي امام المسلمين
جان ڏسي تا پرزه پرزه هو برادر بر زمين
تڙ زمين تي سر علم تي روح رضوانِ ديار

جيئين آدا هئيءَ هئيءَ ٻڪي اج تو مئي، منهجي ڪمر   لعل چاالذت جيئڻ جي جڳ ڪئون وڇڙي هڪڙي سر
آئون ٻہ جيئندس ڪين جاني تو مري ملندس مگر
پيا ڪندس مهڙي جيئڻ ڪئون جڳ ڪئون وڇڙي دلفگار

آت محمد آئي هي آهون ٻڌي بيتاب ٿيو   شاه جي سوزش ڏسي هن جل ڪئون جيرو آب ٿيو
پٽ تي ٻئي ڪيئين آه منجهہ بحرِ فنا ناياب ٿيو
آنجو هو إن طور رتبو ويو لنگهي لهرن ڪئون پار

ڀائر ڀائٽين بعد ٿيو پيارن پٽن جو موت وقت   هيءَ علي اڪبر جو ٿيو فرزند شه جي فوت وقت
تنهن ٻه رڻ سنهي سڄاتو هي هاڻ جو هوت وقت
تنگ تـازيءَ جـو ڪـشائي ٿيو شهادت لئي سوار

هو علي اڪبر جو سنهن ساڳيو محمد مير جو   حيدرِ ڪرار پـوٽـو پيارو پٽ شبير جـو
رڻ ڏي راوت ٿيو روانـو آيـو وارو ويـر جـو
سوبه ات وارو وڄائي ويـو ڇڏي دنـيـا ديـار

ها هين دم ناهي ڪو مظلوم مونس ڪوئي ڪس   جو اچي داور جي هن بيداد ۾ ٿي داد رس
هاءِ همدم ويا هلي جانب ڪري سڀ جوان جس
جس جوانـن کي جـي ٿيا آلِ نبي تئون جان نثار

شاه اندم آهه ڪٿي ۽ ٿي رڻ تئين ساري رفيق   يار ياور دوست دلبر هم نفس همدم حقيق
مير لئي ٿيا موت جي دريـا ۾ سي غـازي غريـق
ويا لنگهي لهرن ڪٿون لائق لعل ڀرين ڀور ڀـار

هاءِ جڏ ٿيو هيڪلو هي امامِ دين حسين   مصطفيٰ جو من موهن خيرالنساء جو نورعين
ساري سائي پنهجو سر ڀن ٽڙ تي ڇاتئين مثل دين
سوبـ سنهو ستر ڏيـئـن لئي سيدِ عالي تبـار

اهلِ عصمت جي خبر لئي آيو خيمي ۾ امام   تـا نبي ناموس کي تهدل تسلي ڏي تمام
واهه خاتونن ڏسي خوشحال ٿي چيو خاص و عام
آءُ اي ٻـي وارثـن وارث نـبـي جـا ورثـه دار

آءُ اي وارث وسيلا ڪا ولهين جي واهه ڪر   پنهجي ٻرڌن جي ٻارت سين رسولِ الله ڪر
قيد ونـدن ٻيڪسـن تـي يـا محمد ڪاهه ڪر
ڪهر لٽين ناحق ڪٽن جي ننگ ڏي نسانا نهار

بيبي بانوءَ جي ڪه هي مهنجو ڇٽ پٽ ٿيو   پٽ علي اڪبر ارڙهن ورهين جو هو سو جوان مرد
سر جو وارث تاج سر سوڀي وداع چئي رڻ هليو
يـا نـبي فـريـاد رس اي غمزدن جـا غمگـار

جيءَ اماں قاسم جي هي مهنجو قاسم ويو ڪهان   مهنجو عبدالله پڻ ماريو ٻه سرڪرِ ناگهان
اڄ پٽن کي ڪين ڀيٽيان آئون دل جگر گهايل امان
واهه قـاسـم ويـسـانهه تنهجو واهه سهرا واهه هـار

دوس جي دلهن کي هي دل تي آيو تازو داغ   جنهجو آونده ٿيو آجهاڻي خانمانِ بي چراغ
هڪڙي ساعت جي سهڳ ۾ عمر ڏک جو ٿيو سراغ
سو نصيبن جـو نوشتو ڪين ٽـريِ انجام ڪار

زينب ۽ ڪلثوم جهي، هي، هي، آدا هي، هي، آدا   تون هلين هي، هي، امانجو حال ڪهڙو يا خدا
تون سري مانڻن سين ملندين ۽ اسين ڏسندا جفا
هين جيئڻ کئون موت بهتر ٿيون رُلن کئون رستگار

زين عابد جو آيا هن ضعف کيو مونکي زبون   ڏينهن رخصت رڻ وجهي ڏيان غوطہ منجهہ دريائي خون
شاه چئو سجاد بابا صبر ڪر صبر و سڪون
آهي اجرُ الصّابرين فرزند بيحد بيشمار

صبر ڪر بابا ۽ جيڪي سر مٿي گذري سو سهُہ   اهلِ عصمت جو آيا هر حال ۾ همراه رهُہ
جي بہ قيدي ٿين تہ پڻ پيادوني سڀ ڪنهن وات ڪهُہ
سر وڃين جي مون امامت قيد وڃن تو قطار

هي ستمگر سر وڃي نيزن تي نيندا شام ڏي   تون پڻ آندم دل کي ڏڙڪو ڪنهن طرح بابام ڏي
آت آلن جي اڳ ۾ ٿيندين بيترِ راحت ڇڏي
منهجو سر نيزي تي جهُلندو تو آلن جي هٿ مهار

صبر ڪر هر حال عابد سر مٿي سهُہ هر بلا   وٺ امانت علم جي جو ارث تنهجو ابتدا
جعفر ابيض جفر جامع علمِ غائب تنهن سوا
مصحفجو زهرا و مذبور و صُحف تفصيل وار

۽ بہ تنهجي پٺ مئون پيدا ٿيا آهن آٺ امام   سي صحي هوندا خليفہ دين جا لڳ خاص و عام
اي آبا اولاد تنهجو ڪين ڪندو تا قيام
اي مديني جا مسافر وَتون وطن تي واڳ وار

جڏ رسين ناني جي روضي منهنجا ساري چئي سلام   چئج ڏهٽنهي يا نبي ڪوفن ڪئو منجهہ قتلعام
هي آٿي ناموس انجو جنهجو توتي ننگ و نام
يا نبي پنهجي يتيمن کي تون نانا پار وار

هي سندم آبناء نا اولادنا اڪبادنا   هي سندم يلسين وطاها مَل اتسي ۽ اِنّما
سي تہ بيعت ڪاڻ باغين ڏني دغا ڪولي ڪُنا
هي عيال اطفال انجا توتي مڙني جو مدار

هيئن چئي سجاد کي سرور سڪينہ ڪئي گيري   چئين آيا تقدير رب جي ڪينڪي ڪنهنپر ٽري
منهجي دل تنهجي يتيمي لئي ٿي ڳاري ۽ ڳري
هي مَ چورا چينهن نازُن نپايل ننڍڙا پار

هي، علي اصغر بہ منهجو لعل سر لاڙي هليو   اچ ڪئون ڦيراني اکيون ان حال کئون بيتاب ٿيو
انجي قسمت پڻ نہ جاٿان چاهي لعلڻ لئي لکيو
کير ري پاڻي نہ پيتدو پاڪ سيلئون سيلوار

شاه جـو سيني کي اي آل محمد الــوداع  حيدر ڪردار جا اولاد امجد الــوداع
يطهر و تطهير جا نـامـوس سرمـد الــوداع
الوداع اي انّما و هـل اتـي جا تـاجدار

الــوداع اي عترت اطهار اطهر الــوداع  الــوداع اي ننگ و ناموس پيمبر الــوداع
الــوداع اي زبدهٔ زهـرا و حـيدر الــوداع
الــوداع اي هـل اتـي يٰسين طاها يـادگـار

بـي سرن جا بيوطن ناموس بي پر الــوداع  گهر لٽين ناحق ڪٽن جا خانه ابتر الوداع
ڪوڻ شـاه ڪربـلا جـا شـام ويندڙ الــوداع
الوداع اڄ ڪٿي سين موٽـي حشر ملنداسين پيهار

سنهجي سرور رڻ هليو دامن لڳس سڀ دردناڪ  ڪي لڳا پيرين پوڻ ڪين منهن مٿي پائي خاڪ
ڪي لـڳا پيخـل ٿي تڙڦڻ ڪين جگر ڪيا چاڪ چاڪ
ٿـي رنـو هڪ هڪ بحسرت نهر پـائـي زار زار

آخر الامر آيو مقتل مصطفيٰ جو مـن موهن  حيدر صفدر جو پيارو فاطمہ جو جان و تن
سيّد الـشـهـدا ذبـيـح الله حـبـيـب ذوالمنن
ديـن داور مالڪ مالڪ تخت خاونـد تـاجـدار

ميوو نـخل نبوت احمد مرور جـو پٽ  نو گل باغ ولايت حيدر صفدر جـو پٽ
فـاطمہ فـرزنـد پـيارو بنت پيغمبر جـو پٽ
همدم جانـي حسن عابد جـو والـد ذوالوقـار

شاه جو شرح شهادت ناهي طاقت ناهي تاب  ڪين سٺي هي سڀ حڪايت ناهي طاقت ناهي تاب
هـي قهر هي هي قيامت نـاهي طاقت نـاهي تاب
ڪيو مري معراج سـر نيزي جهلايو نـامـدار

ڏني دعا شه کي ديوئن پاڻ محشر ۾ سڻو  ٿيو خدا پرخشم آني ۽ رسول انکون رٺو
هي حرم هرڻن کي کولي جي ڪٽن کولي ڪٽو
واه ڪعبه جا ڪبوتر شام ڪانئن ڪيا شڪار

منهن مبارڪ جلوه گاه نور انور تي سلام  بوسه گاه مصطفيٰ ان حلق اطهر تي سلام
لعـل لب خيرالنسا جـي شير پـرور تـي سلام
هنج نپايـل انـجي اصغر تـي سلامن سؤ هـزار

مصطفيٰ جي لاڏلي ان لعل گوهر تي سلام  مرتضيٰ جي من موهن دلدار دلبر تـي سلام
فاطمہ زهـرا جـي ان فرزند انـور تـي سلام
ان سڄي سيد تـي رحمت رب جـي تـاروز شمار

آن مديني جي مجاور شام ويندڙ تي سلام   مير مڪڻ ڪربلا ۾ قتل ٿيندڙ تي سلام
راز سين رب جي رضائن جي ميڃيندڙ تي سلام
جنهن سچي صابر جي صبر و شڪر جا ناهن شمار

سر سنهارن نامور سر نيزي جهلندن تي سلام   تن مقدس پرزه پرزه رڻ ۾ رلندن تي سلام
ڪل قربين هڪڙي هنڌ ڳهسان ڪلندن تي سلام
ديـن داور ڪي دعائون ۽ درود حق هزار

شاه جي ٻانن ٻلن هڪ هڪ تي هردم سئو سلام   ۽ ٻه ٻانٽين ٻالجن هڪهڪ تيهردم سئو سلام
پاڪ تن پيارن پٽن هڪ هڪ تي هردم سئو سلام
مير جي مظلوم سائين تي سلامن سئو هزار

آن اميرن نوجوانن جان نثارن تي سلام   بيگنه ڪوهين ۽ شامن قتل ڪارين تي سلام
هئي آهيـاين اهلبيتن مفت مارين تي سلام
بيوطن ڪربل رهين تني رحمت پروردگار

شاه عباس علي شير دلاور تي سلام   آنجي همدم فضل و جعفر عون سرور تي سلام
شاه بوبڪر عمر عثمان بهادر تي سلام
هي اميرالمومنين جا پٽ پيارا نامدار

واه قاسم گهوٽ ڪي شادي مبارڪ ۽ سلام   آنجي عيش و دور داماد ي مبارڪ ۽ سلام
خانه ويرانيءَ جي آبادي مبارڪ ۽ سلام
ويانهه خطبو سوت ختمون ڪڏ پڙهيس پروردگار

۽ ٻه عبدالله حسن سرور جي دلبر تي سلام   شاه جي جاني جگر فرزند اڪبر تي سلام
تير ڳهرندي تيـر گهايل طفل اصغر تي سلام
جنهجي حق ۾ انما و هل اتي جو ڪردگار

آن شهيدن جي سرن نيزن تي جهاندن تي سلام   تن تجيل رڻ پرزه پرزه رت ۾ رلندن تي سلام
ڪل قربين هڪڙي هنڌ ڳهسان ڪلندن تي سلام
جي سچي صدقون شه مظلوم تئون ٿيا جان نثار

واه سر نيزي چڙهيا خورشيد محشر ڪي سلام   هئي آڇايا مير ماريا حوض ڪوثر ڪي سلام
واه ڏاڍا ظلم ٿيا هاڻ عدل داور ڪي سلام
داد ڏي داور جو هين بيداد جي ڪانهي ڪنار

آنجي اطفال و عيال آن شام ويندڙ تي سلام   بيوطن پرڏيهه هلين تاراج ٿيندن تي سلام
وارثن جا سر ڏسي نيزي پٽيندن تي سلام
هيءَ سوني سک ڏکڏسي ريشڪر ٻي ڪيئون ڪانه ڪار

جڏ وري ايندا وطن ۾ سي مديني جا مڪين  هي نبي ناموس آلِ طيبين و طاهرين
رات ڏينهن روضي رسول الله جيءَ ۾ هئي حزين
مير جي ماتم ۾ ها جان ڪيءَ جيا ني سڀ ڄمار
شاه زين العابدين سجاد سرور کي سلام  عالمِ علمِ لدنّي شاه باقر کي سلام
جعفرِ صادق امامِ دين داور کي سلام
موسيٰ ڪاظم جسي خدمت بندگيها بيشمار
۽ علي موسيٰ الرّضا شاهِ خراسان تي سلام  ۽ تقيٰ مقتدائي حق شناسان تي سلام
۽ نقيٰ و عسڪري هر مشڪل آسان کي سلام
مهديٰ هادي کي دائم دل ميڪي ذاتر ذيڪار
رات ڏينهن روئي ڪري ٿو سيّدا تو در سوال  مرثيہ خوان ماتمي تو ياد دائم خستہ حال
دين ۽ ايمان و عمر و عزّت و اولاد و آل
تنهن سوا ڪولي ڪرم سين ڪربلا جو سير ڪار
اي خوش آن روزي ڪہ باشم در ديارِ ڪربلا  سير بنم سير شهرِ شهريارِ ڪربلا
همجوارِ روضہ باشم جان نثارِ ڪربلا
يا الٰهي ڪن اجابت حاجتِ داعي برار
هاڻ چئو صلوات يارو صدق ۽ ايمان سين  تا سريءِ مغفور ٿيو محشر شفاعت شان سين
ساتمن کي مصطفيٰ آت منهت ڏيندو مان سين،
تين سين ڪڏ "ثابت علي" بڻ آمي رب اميدوار.

# جنهن سڄي سردار لئي سڀ خلق کي خلقيو خدا

جنهن سڄي، سردار لئي سڀ خلق کي خلقيو خدا  تاج طاها لعل سر لولاڪ چتّ يٰسين قبا
آنجي عترت جي ہہ حق چئين هل اتيٰ و انمّا
ڪيائين پنهجي قرب سين سڀ مرسلن جو مقتدا
هو محمد مصطفيٰ ختم الرسل خيرالانام  احمدِ مرسل نبي مختار عالمؐ جو امام
آنتي صلوات و ثنا ۽ آل تي سهسين سلام
آن سوا ہي مدح ڪوڇا چئي ۽ ڪنهن ڪئون ٿي ادا
نور نوري سر مثريءِ جنهن کي چئي رب الجليل  سو تہ رب جو رحمت اللعالمين خاصو خليل
هيڪ پيغامي جنابِ پاڪ آنجو جبرئيل
ہل نہ جت جبرئيل جاه آت مير نت سحورِ لقا

انکي سبحان الــذي اسري بعبدہ جو شرف قاب قوسين انجو قرب ۽ طلب ۽ ادني طرف
انـجـو وارث ۽ وصـي نـائب بحق شـاہ نجف
حـيـدر صفدر امـيـر المومنين شـيـر خـدا

ڪيئي شرف ۽ قدر رتبا انکي حق پاران حصول لحمک ولحمي چيس ۽ روحک و روحي رسول
انجي همدم هـم نفس بنت نبي زهـرا بـتـول
بضعتہ الشمينتي چيو حـق جنهجي حضرت بـارهـا

نور نيڻ ٺار انجو هڪڙو هو حضرت حسن ٻيو حسين ابـن علي نـور نبي ذوالمنن
سـي صحي خالـق جـا خاصا پـاڪ پيارا پنجتن
دوستي انجي ڪٿون داور ديـن دنيا ڪيو بـنـا

انجي حق والتين والزيتون پڙهہ قرآن ۾ لؤلؤ المرجان بحر انجي شرف ۽ شـان ۾
بـل شرف بيحد مندن فـرمايـا رب فـرقـان ۾
جهن شرف ۽ شان جـو نـاهي آيـد لـڳ انتها

انّ في الجنّات نهراً من لبّن ان واسطي ۽ همان ريحانتي چو مصطفي تين واسطي
بس تـہ اهـڙو پيار پيغمبر کي هو جن واسطي
دوست ۽ دشمن کـي انجـي جنت و دوزخ جـزا

ذنهن محبت انجي مومن کي مايہ دنيا و دين دشمني کٿون انجي دشمن هئي پليد هيت هت حزين
هيت پـوي لعنت پليد سـر هت عذاب آخريـن
جهن عـذاب آخريـن کٿون دم نـہ ڇـٽندو دائما

روضة الشهدا روايت معتبر کٿون ئـو لکي تان سچو سرور هو اسريو جنگ تي ڪنهن قوم جي
هـو امير المومنين تـن سـاڻ ڪئيو ان ڪلہ
حضرت حسنين هئـي ميـرل مدني ماگ هـا

سن صوري ڪر صغير ۽ قدر عنوي ذنهن ڪبير ظاهـرا معصوم زيبـا باطنـا عالم امير
پـاڪ پيغمبر جـا پيارا نـور نـرمـل بـي نظير
حيدر صفدر جـا هـمـدم دوست دلـبـر دادلا

هڪڙي ڏينهن خاتون جي خدمت ۾ گهري حضرت حسين سير نخلستان جي رخصت آن امام المشرقين
چائين بـابـا آہ وٽئون پـر تـرت موٽـج نورعين
جي ڪندين فرزنـد فرصت تـا جگر رسنديم جفـا

لعل لهي رخصت رسيو جلد نور نخلستان ۾ سُرهي دل ٿي سير ڪيئين آت باغ ۽ بستان ۾
هڪ پريو مڙس ان پرينءَ کي پيو نظر ان آن ۾
انجو نـالو صالـح هـو پٽ رکـي يهودي جو ادا

تنهن ڏٺو معصوم جنهجو منهن پلو ڏنهن مهر وماه    ان سڃاتو نئي گهر پنهجي لڪايئين منجهه پناه
تخت تي وهلو وڃاري، ڪيائين وسّ خدمت جا واه
دلہ ئي چئين پٽ جيئن پاليندس هي موهن محبتا

پر جڏهن فرصت ڪئي هٿ فرزند هيت گهر امان    انتظار انجي ڪئون ٿي في الحال بيتاب و توان
گهر منهجوڻ در تائين ٻوڙي سوز ڪئون ستر لڳان
تان ڪو محرم منهن پوي گهر واري گوهر بي بها

منهن نہ پيو محرم جڏهن ڪو تڏ امان بيتاب ٿي    بل اکين آنديءِ انڌيري آه زهرا آه ڪئي
سڏ ڪري چائين حسن ڪي تون ڪا لهہ ڪل پاڻ جي
نا تہ منهجو جيءُ ٿو ٿي هندم آيا جسمون جُدا

تڏ هلي حضرت حسن ان دشت مرسو آه ڪئي    يا حسين ابنِ علي يا قرة العين نبي
اينَ انتَ وَ اينَ انتَ و افضل و اعلي آخي
ڪاٿي آهين ڪيڏي وين اي من موهن منهجا آدا

اي ادا تون ڪيڏي وين ساجن ڏئي ڪنهن سير ساهُ    گهر ۾ گهايل دل ٿي تولئي منتظر رت روئي ماءُ
۽ پيي ٻرپٽ بيقراري سان گولي تنهجو پاءُ
جي ڪٿي آهين تہ آءُ اي دل جي دردن جي دوا

هڪ هرڻ آندم حسن سرور ڪي پيو ڏوروڻ نظر    سڏ ڪري فرمايو فائق انکي ڏنهن جوش جگر
هَل رَأيتَ آخي حسينا يا ذبيح ذي ڪا خبر
ڪو ڏٺئي حضرت حسين ابنِ علي جڳ مقتدا

ان هرڻ صيدقون ثنا جئي سر نوائي ڪيو سلام    چائين اي ڪونين جا قبلہ امام خاص و عام
تنهجو ڀاءُ حضرت حسين ابنِ علي عالَم امام
اخذہٗ صالح يهودَ اخفاهٗ في بيت الشها

هي گرامي گوهر آن گهر نيئي لڪايو آهي لعل    ناهي واقف ورنہ اِن جرأت جي انکي ڇا مجال
هاڻ تون انکئون طلب ڪر پنهجو نوري نونهال
انکي ٿيندي تو هٿ هدايت ٿيندي صدقو سيندا

هي خبر انکئون ٻڌي موني مديني آيو مير    گهر لهي صالح جي در تي ڪيو دلاور دار گير
چائين صالح ڏي سڱهو منهجو آدو شيرل شبير
هان مہ ڪج فرصت منتان دلگير ٿي اڄ دلربا

ورنہ آئون ناني کي چوندس هي حقيقت حال جيہ    سو مناجات، سحر ۾ رب کي چوندو سڃڻو ٿيہ
رب سندس رازون يهودن کي سزا ڏيندو صحي
اصل و نسل، ناڪان في الفور سڀ ٿيندو فنا

ذي سکھو منھجو ادو ورنہ ابي کي چوندو آۃ سو بہ ضربِ ذوالفقار ايندو ڏھئون سپ تنگ ناۃ
ذني بھوذين کي سزا ويران ڪندو گبرن جو ڳاھۃ
ماري سپ موذِن کي ھاويہ ھئندو شامر ھل اتي

ذي سکھو منھجو ادو ورنہ امان جي آہ کئون باہ نازل ٿيندي بيشڪ داوري درگاہ کئون
ھي صحي آھن اسانجون عزتون الله کئون
ان ۾ شڪ آئي سو ڪافر ٿيو صحي ڪج صالحا

جيئن ٿي جرائت ڪئي حسن صالح ٿي تيئن حيران ٿيو پنھجي عملين ٿيہ پشيمان غم ۾ ٿي غلطان ٿيو
۽ ڏيہ شيرل جسي شجاعت تي ڪسيہ قربان ٿيو
حبِ باطن کئون ٿي ھردم ٿيو دلينون جانؤن فدا

چائين نينگر کھڙو نانو جنھجو آھي ھي ڪمال جو مناجاتِ سحر ۾ رب کي چوندو حسبِ حال
رب سندس رازؤن ڪندو ھڪ پلؔ ۾ عالم پائمال
تا سيائي آئسون پسہ آن ذنھن آئيان صدقؤن التجا

چائين نانو منھجو آھي نورِ ربالعالمين خواجہؐ دين خير خلق الله ختم المرسلين
حامئي ھردوسرا بيشڪ شفيع المذنبين
جنھجو قدر و منزلت ڪو ڪسؔ نہ ڄاڻي ري خدا

آھي نانو منھجو الحق سرورن جو تاج سر افضلِ اولادِ آدم خاصِ حق خيرالبشر
عالم و آدم پيئو آنجي نور کئون ٿيا نامور
جي نہ ھو اۋ تا نہ ھو عالم نہ آدم نيہ حوا

آھي نانو منھجو الحق دين دنيا جو امام جنھن مديني نفل اقصي فرض ڪيو قرأت تيام
عرشِ اعلا تي پڙھي ورترِ وفاداري سلام
رب سلام آنجو ورائي چئيئس صلواۃ و ثنا

آھي نانو منھجو جنھجو عرش تي معراج ٿيو مالڪِ ھر ملڪ صاحب صدر و تخت و تاج ٿيو
سپ ڪو مرسل آنجي مھر و لطف جو محتاج ٿيو
آنجي محتاجيءَ کئونِ مولا کيو ميڙن کي مقتدا

آھي نانو منھجو جنھجي اشر ٿيو شق القمر ۽ بہ جنھنجي معجزي کئون ٿيو تسابيحِ حجر
نانو سرسل معجزي شرح و بيان طاقت بشر
احمدِ مرسل حبيبِ حق محمد مصطفي

ھي ستيہ صالح چيو نانئيہ سجاتر اي صغير ھي صحي شان و شرف جنھجا بہ ڪيا قادرڪبير
ڪر بيان بابي جي پنھجي پڻ تہ ڪا نيڪي نظير
جنھجي ضربِ ذوالفقار آھي مڪر ڪلڪر فنا

چائين بابو منهجو بيشڪ آهي شيرِ ڪردگار صاحبِ سيف و علم سالارِ دين دلدل سوار
حيدرِ صفدر اميرالمومنين نـر نـامدار
نـائبِ ختم‌الـرسل سـرخيل جماعِ اوليا

آهي منهجو بابو بيشڪ نفس ۽ نفسِ نبي انما جنهن امر ڪر اهلِ ولايت جـو ولي
موجبِ من ڪنت مولا آهي وارث ۽ وصي
لحمڪ و لحمي جي رمزئون جسم و جانِ مصطفيٰ

آهي بابو منهجو بيشڪ ڄاتو ڪعبه ۾ ڪبير ڏنهن لعابِ احمدي سيراب ٿيو ۽ شهد و شير
مهد ۾ چيرياتين اڙدر سن ظاهـر ڪر صغير
شير ڪئون سلمان کي باطن بچائي ڪيئين رها

آهي منهجو بابو بيشڪ راڪبِ دوشِ رسول ۽ ابوالحسنين دامادِ نبي زوجِ بتول
جنهن نه ري نانِ جوين ڪئي نعمتِ دنيا قبول
بـاوجودِ بادشاهي ٿي ڪذاريئن جيئن ڳدا

آهي بـابـو منهجو اسدالله غالب شيرِ دين نـاصرِ بـدر و حنين و احد خيبر باليقين
سـو علي ابـنِ ابيطالب اميرالـمـومنين
جـانشينِ مصطفيٰ مـولائي عالم مرتضيٰ

هي سٺي صالح چيو بابئي ۾ ڄاتم اي جوان ڄيڪي چيئي آڳئون ۾ اعليٰ آهي آنجو عز و شان
ڪر امان پنهجي جو ڳڻ تعريف جو باري بيان
جنهجي آهن جي اثرڪئون خشمگين ٿو ٿي خدا

چئين امان منهجي تـه آهي راحتِ روحِ نبي بضعته مني انهي جي حق ۾ سرور چيو صحي
من اذاهـا فـقداذانـي پڙهـم حديثِ احمدي
فـاطمه خـاتونِ جنت آن بتولِ پـارسا

آئون حسن آهيان آنهيءَ جو لاڏلو پيارو پسر پيو ادو منهجو حسين آنجو اٿئي جاني جگر
آن امان اڄ آن ادي، لئي ڪيو قيامت جو حشر
تو لڪايو لعل آنجو جنڏي ڪيئي آني جفا

ڏي سڳهو منهجو ادو آنجو جگر حضرت حسين جو اٿئي ناني ۽ بابي ۽ امان جو نور عين
هي مگر فرصت متان هنئي فاطمه ڪيو شورشين
شورشين آنجي ڪئون آندم ٿو ڪري، قهرِ خدا

آن امان‌جي‌اڄ‌اکين ڪئون دوست هڪدم دور ٿيو تنهن لئي آن بيتاب ٿي گهر ۾ قيامت قهر ڪيو
هڪڙي ساعت جي وڇوڙي آنکي ورهين دير پيو
ڏس ته ڪنهن کي ڏکـڏني ڪنهن ڪئو هتائي بددعا

هاڻي صالح ڪيئي ستر گهر ۾ لڪائي آئي لال  رت روئي آنجي امان هَيءِ هَيءِ ويايو پنهجو حال
ڪيئن ڏئي معافي ڪندو هن واهه ويلا جو وبال
ڏس ته ڪيئي جيڏيائي جرأت ٿئين نه خائف ڏنهن خطا

صالح اندر صاف دل ٿي صدقمون جلواه چئي  پيو ڪيري پيرن حسن جي تهڏلينون بيتاب ٿي
چائين ڪر ارشاد اوَل مونکي وات اسلام جي
تنهن تئون تنهجو پاءِ توکي ڏيان اي عالم آسرا

چو حسن آنکي ته ڪر ڪلمون شهادت جو قبول  آن به چئي ڪلمون شهادت جو ميو رب ۽ رسول
ڪيئن حسين آئي حسن سين انهي دم واصل وصول
سهسين سوغاتون ڏئي ڪيئن عذر تقصيرات ها

جڏ حسين آندو حسن گهر ۾ امان کي عيد ٿي  لعل کي لائي گهري زهرا ٿي هردم آه ڪئي
من موهن جو منهن چمي دل خوش ٿي ڪيئين دلدار جي
ڏئي دلاسو دوست کي سنهجڙن ٿي ڪيئين سهسين دعا

چئين ٿي اي منهجا جگرتو ڪيڏي ويرم لائي اڄ  جنهن وڇوڙي تنهجي مون سر تي قيامت آئي اڄ
جي نه هوند آئين ته هَيءِ هَيءِ وئي مري تومائي اڄ
هئي اکين آڏو انڌاري دل ۾ دونهان درد جا

ورندي ڏينهن صالح سين ٿيا ستر چئان اسلام ۾  سانتمت مومن ڪري آندئين شرع احڪام ۾
سر اُگهاڙو پير پيادو رُئندو خاص و عام ۾
آيو در خاتون جي تا عفو ڪاري ايءَ خطا

رت ورن روئي ٿي، ڪيئين در فاطمه جي داد داد  چئين ٿي اي نور نبي مون آندو صدقڙن اعتقاد
بخش مونکي بخش جيڪي پنهجي سر مون ڪيو فساد
تنهجو پٽ توکي ميليو مون مفت سر جالي جفا

هاڻ منهجي هيءَ خطا تون عفو ڪر الله لڳ  تا نه رسوا ٿي رُلان آنجي جزا لوڙيندو جڳ
ان اميد اسلام آيس تو پٽن جي پيش پڳ
پڳ پيئي دامن لڳي کي بخش عصيان ڪئون خطا

حضرت خاتون خوش ٿي چوڪه صالح ڏس ته تو  لعل کي منهجي لڪائي مونکي ڏاڍو ڏک ڏنو
هاڻ تنهجي عذر مون پنهجو ڏمر تا عفو ڪيو
پر جڏهن باس اجي، تون ان سين ڪر ايءَ التجا

هي اٿئي انجا جگر نورالبصر پيارا پسر  حيدر صفدر جا همدم نور نرمل ناموز
جي انهيءَ ڪيئي عفو تا ٿين آجو ڏنهن خوف وخطر
ورنه مون وس ناهي هن جرأت جي معافي ماجرا

هي سڻي صالح ٿي ڪيو ڏينهن رات فرياد و فغان　ڪيھي خزانا مال جا خيرات آڻ ڏک ۾ ڏنان
سهسين صلواتون پڙهي ٿي ڪيائين زاري هر زمان
جڏهن پهچندو ٻاڌائيندڙ آيو مدينئي مرتضيٰ

صبحدم ستر جڻن سين آيو صالح ڏنهن امير　پٽ ٿي پئي ڪيئين آهچيئين اي صاحب صدر و سرير
ڪڻ خطا منهجي خدا لڳ نور نرمل بي نظير
تنهجو پٽ مون ٿي، لڪايو هي نه سمجهه سيّدا

جڏهن پروڙيم ٿي پشيمان ٻوڙي آيس دين تي　هاڻ تون ڪامل ڪرم ڪر هن ڀڙني مسڪين تي
بخش هن بدڪار کي غصو م ڪر غمگين تي
جي تون بخشين تا بچي ورنه نه پهچندو ڏنهن بلا

حيدر صفدر چيو صالح نه ڏس ڪيني ڪيڏو ڪيم　لعل کي منهجي لڪائي ڪنهجي سر تي ڪيني ستم
هاڻ پڻ مون عفو ڪيو پنهجي حصه جو غصو غم
پر وڃي نانی کنون بخشا تا ٿين سڙڪو صالحا

هي اٿئي خاصا خدا جا راحت روح رسول　نور نيڻن ڻار ناني جا م ڪج آنڪون عدول
جي انهي بخشئي تنهه ٿئي تڪرار هي توبهه قبول
ورنه صالح هين ستم ٿيني ناهي بخشائش روا

سرور عالم جي در صالح اچي ڪئي آه آه　پٽ ٿي پئي چئين يارسول الله ڪر ڪا منهجي واه
الامان العفو عاصي آيو رسوا روسياه
اي تو رحمت عالمين طاها تب يلسين قبا

سيدا ڏهڻو سنده نيٺي گهر لڪايم نونهال　هي نه ٿي سرور سياڻم ورنه منهنجي ڇا مجال
آنجي عذر اسلام آيس خوف ماريو خسته حال
تهدلئون توبهه ڪيم تون بخش هي جرات جزا

حيدر و حسنين ها پٺيءَ مير خدمت مير جي　ٿي پڌو صالح ٻه آڻ منجهه نهر هنجن نير جي
چو پڌي هي ڳالهه ناني شبّر و شبّير جي
هاڻي صالح سهو ڪيني جنهن سهو ٿي دوزخ سزا

ڏس نه ڪنهن تي ڪيئي ستم ۽ روح ڪنهجا　دل ڏکويئي ڪنهنجي ۽ ڏس ڪنهن جي دل کي ذک ڏنئي
رنج ڪيئي
هي منهجا اولاد نا اڪباد نا افضل آئنيءَ
هين جي مهرون ٿيندين مومن هين جي بغضون بي صفا

پر جڏهن حسنين و حيدر بخشني ۽ بخشئي بتول　مون پر بخشئي تن جي بخشو عذر توبهه ٿي قبول
پر خدا بخشي نه هن بخشش ڪنون حصه ٿيئي حصول
ورنه هن سب بخشش ڪنون توکي نافع ناهي ڪا

هي اٿئي خالق جا خاصا خير سڀ خلق الانام   هي اٿئي طيّبين الطاهرين عالم امام
انما ۽ هل اتي جا مقصد و خيرالانام
هنجي حبّ ايمان هنجي دشمني ڪفر و خطا

ماڻ تون و تون درڙئي جي دانهن ڪر شام و سحر   تان بي رب بخشي ته بيشڪ ناهي ڪو خوف و خطر
هيت ملي دنيا ۽ دين عقبي ٿئي آجو ڏنهن سقر
تا ته هيت هٿ ناهي صالح ري سقر انجي سزا

هي ٿي صالح هليو صحرا ڏي سرمنهن ڪيئن سياه   رات ڏينهن ٿر بر ۾ آن ٿي رت روني ڪيئين آه آه
هي خطا ڪيم هي خطا ڪيم وا ستم وا حسرتا
قد ظلمنا ربّنا العفو يا رب العلا

هي نه چاتم ڪين چاتم جيڏي جرات ڪئي جهول   جي صحي چاتم سچاتم ڪيئن رنجم روح رسول
هاڻ آن ڪيو عفو قادر تون ٻه ڪر توبهه قبول
واسطي معافي جي آيس تون ٻه خالق ڪڻ خطا

ٿو چوي رادي ڪه سترنهن ڏينهن صالح ٿي رنو   آنجي مانڻن مال دولت ناه رب جي ٿي ڏنو
تاڪه سترنهن ڏينهن آن سر مٿهن پئي درجو لڌو
وحي جبرئيل آيو خدمت حضرت خيرالورا

چئين اچي يا مصطفي محبوب رب العالمين   بعد صلواة و سلام اي دوست هيئن ٿو چئي ڌڻي
يا نبي صالح کي بخشيم تنهجي بخشي يا ليقين
تنهجي بخشي مون ٻه بخشو تنهجو بخشايل ڀلا

تنهجي بخشائي کي بخشم هاڻ تا سرور سڏينس   ڏئي دلاسو دوست بخشش جو بشارت خوش ڪرينس
عذر تقصيرات ٻه پذيرو تقرب قرب ڏينس
يغفر الله الذنوب اي عاصين جا آسرا

تڏ سڏي صالح کي سرور چو اي صالح شڪر ڪر   تنهجون هي آهون ۽ دانهون سي اگهيون آڪي جي در
ڪيو ڪرم سين عفو قادر جا خطا هئي تنهجي سر
هاڻ باقي عمر سڀ ڪج صرف صلواة و ثنا

بس ته يارو جنهجو اهڙو ٿي شرف ۽ شان هو   جن مٿئن جو اهڙو در مولا جي منّت و مان هو
بغض آنجو ڪفر آنجي دوستي ايمان هو
آنجو بغض و دوستي هئي ڪفر و ايمان انتها

جن جي خدمت هتقدر جرات جو پيدا هئي خلل   هيڏي عذر و عاجزي ۽ هيڏي اسلام و عمل
رات ڏينهن رت رئندي هنير هو معافي جو مهل
تين جي حق جن ظلم ڪيا چؤ چاهيه تين جي حق جزا

تن جي حق جن غصب ڪيا تا مَرُ جيئن محروم ٿي ۾ آنتي ناحق ظلم ڪيا تا ڏک ڏسن مغموم ٿي
ڏني دغا ڪوفي ڪُنا تا مير مَنا مظلوم ٿي
جو سزا ڇا تن جي جن هي ستم سردارن تي ڪيا

نوت ڪئون والد جي دائم فاطمہ غمناک ٿي ۾ آنجي فرقت ڪئون ٿي دل حيدر جي سڙسوچاڪٿي
سر تي آن سرور جي شمشير اجل بيباڪ ٿي
دشمنن خوشدل ٿي ڪيا اولاد تي جورو جفا

ڏني دغا حضرت حسن کي زهر ڏني ماريو مُٺن جُتي رنجائيو روح پيغمبر جو آن رب ڪئون رُٺن
پوء حسينا کي ڪٺو ٻنجهہ ڪربلا ڪوفي ڪُٺن
نبي محمد جو معاہو ڪيائون نبي خوف خدا

آه جي عترت تي ڪيا ايذاءَ آن اعدائي دين سي نہ ڪنهن اُمت ڏنا ايذا بہ آل مرسلين
آه جيئن ڪوفين ڪيا آل خمسہ التطهيرين
هئي نہ هيئن ڪنهن ڪافرن ڪيا قتل پنهجا انبيا

آل اسرائيل تي فرعيون ڪيا جهڙا فساد آنکيون سؤ ڀاڱا زياده ظلم ڪيا اهل عناد
خط لکي قاصد منجي اظهار تي ڪيئون اعتقاد
هيءُ رکي دل ۾ دَغا ڪوفي ڪيئون آلِ عبا

آه شامن جي شرارت جو ڪريان ڪهڙو بيان آه ڪوفي جي ڪٺن جو ظلم آئون ڪهڙو چوان
هاه زمين آهرو ستم جو شرح ڪيئن ليندي لکان
جي ستم آن ڪيا سي ڀشڪا اڳ نہ ها ڪنهن قوم ڪيا

هنطرح پنهجي نبي جي آل کي ايذا ڏين جي آن جي دشمن ڪيئون هيئن قربا توڙون تڙين
لالچي دنيا جي لوڀئون ههڙا ناحق شر ڪڍين
ني يهودين ڪيا نہ نصرانن نہ ڪنهن ڪافر ڪيا

جي عمر پٽ سعد جو ٿيو دشمن آل رسول لڳ رياستَ ري جي ٿيو اسلام ڪئون اجهل عدول
عزم جزم جنگ تي ڪيو ڪربلا ناقص نزول
ٿيو مقابل شاه سين بي دين سرڪش بيحيا

شاه چو اي شوم ڪنهن شامت ڪئون ٿئين گمراه تون هند پوني لئي پٽيل ٿئين دشمن الله تون
هي جي مالڪ ملڪ جا تن جو تہ ٿئين بدخواه تون
بي نمڪ بي حرم باغي تن جو حامي تي هُنيا

ڪنهن سين ڪنهن لئي ٿو وڙهين تادل ۾ غافل غور ڪر ڪنهن تي ڪلمون راست ٿيو تادين مصحف دوُر ڪر
فڪر ڪر دل ۾ جيڪي دل چوني في الفور ڪر
حق چوني حق ڏي تون وڃون ناحق چوني وڃون ناروا

آئون حسين آهيان جو منهجو پيءُ علي ثانو نبي  هو نبي جي ملڪ جو مالڪ علي وارث وصي
پيءُ ادو منهجو حسن اُن بعد آئون آهيان صحي
سون ٻنا ئي ڪنهنجي سر تي تاج سونهي، ڏس ثريا

سو سون جڏهن باطن جي هٿ ثي پادشاهي برقرار  ٿي مجاور ناني جو ڪيم صبر ۽ شڪر اختيار
خط لکي قاصد منجي ڪوٺي ڪري ڪوڙا قرار
منهجي طاعت دست بيعت ڪوٺي دعوت ڪيو دغا

هي دغاباز ۽ بريو ٺڳ نابڪارُ ناڪس ٺڳ  شاپو شومو شرير قلب ڪارو ڪوفيو
سونِ اوهانجو ڏوه اي ڏک ڏيندڙ تا ڪونهِ ڪيو
بيخطا ڪنهن کي رنجائڻ ناهي ڪنهن مذهب روا

اي عمر آج آلِ بوسفيان جو آهين خيرخواه  تڏهن نبي ڏهٽي کي هٿِ مارين ٿو ملحد بيگناه
آلِ آسي مال ڏني رسوا ڪيني اي روسياه
هاشمن جي حرب تي ڪيني وار حربِ دست وا

اي عمر ري، جي رياست ڪاڻ دوزخ ڪيني قبول  سا ٻہ ملندني ڪينڪي ٿو مفت رنجائي رسول
ڪيني خيزان بادِسموم تهن ڪئون باغِ بتول
ڏس تہ گل ڪويو ۽ پنهجي واٽ تي پوڪيني ڪنڊا

اي عمر دوزخ جي ٿوهر لئي ٽڙيل طوبيٰ مر وڃ  واٽ جنت جي ڇڏي اهلِ سقر جي لڳ مر ڪنڌ
ڪهڙي اصحابي جو بنت آهين اُنڌا ڏس پنهجي اڌ
ڪهڙي مومن پيءُ جو بنت ڪافر تو ٿين ڪوڻي ڪتا

جڏهن محرم جي، ڏهين آخر جمعہ جي جنگ ٿي  آلِ پيغمبر کي عشرت زندگيءَ جي تنگ ٿيہ
قلتعامِ، تهر ڪئون روني، زمين خون رنگ ٿيہ
ٽڙ ٽڙن تي پيرِ ٿيا رڻ سارو رت دريا وهيا

ويهہ سير سينڊ ۽ ٻاونجهہ صحابي صدق يار  تيغ ماري ٿيا سپني جونجهار جنگي جان نثار
ڇا چوي شاعر شهيدن جي شجاعت شرح وار
جن جوانن صدقو سر ڏني ڏينِ حق سڀ ڪيا آدا

سي صحي انصار عترت جا صحابي صافدل  سي مهاجر دين جا صاحب وفا صادق عمل
آه رضي الله عنهم آنجي حق اعليٰ مثل
اَصْحَابِيْ كَالنُّجُوْمِ مَنْ رَكَبَ فِيهَا نَجَا

آن صحابن جي صفائين ڪيني صفون ڪيون ساري صاف  وه بهادر بوترابي سير ميدانِ مصاف
آن حسيني هاتڪن ڪيا حملا بر اهلِ خلاف
پر سچيہ پيرتون مهائون سر رکي رب جي رضا

آه ٿيا آلِ نبي جا ڪربلا ۾ قتلعام  سي مديني جا مسافر رڻ رهيا مٽي منجهه مقام
کهوٽ گهائل ٿي ڪريا گهوڙن ٻريا لوهو لغام
پاڪ تنَ رت ۾ رڱيا سر نيزي ٿيا عالم نما
آه قاسم نور نوّرس آفرين اي نوجوان  جا تو والد جي وصيت سڀ بجا ڪئي سرندان
سر ٻڌي سهرا چڙهي گهوڙي تي رڻ ڏي ٿئين روان
لعل لائن ۾ لڌي، ڪيئي ڪاڄ کهر ساتم سرا
کهوٽ اڄ گهر تنهنجي شادي تو ڪسڻ جو قصد ڪيو  تو سنهنءَ اڄ معرڪو هئي سڄ وسائين سانگ پيو
هئي مبارڪ ڏيندي سيرل موت ساتم حشر ٿيو
هن مبارڪ موت ماتم هئي جگر سڀ چاڪ ڪيا
اڄ علي اڪبر ٻي سر امرِ الاهيءَ ڪيو قبول  بيءَ گهنون پنهنجي فدا ٿي حق رضا ڪيائين حصول
لعل رڻ ليٽندو ٿيس ٿي رت رنو روحِ رسول
آل ٿي ايذا ٻڌي ساتم مچايو مصطفيٰ
اڄ علي اصغر کي اڄ هئي هئي هٿي بيتاب ڪيو  سو به تيرن کنون تيهائي حلق حيدر ڏي هليو
اڄ عباسي اولاد ڪرڏ گنجِ شهيدان کي آڏيو
آهي سڀ گنجِ شهيدان دين جي دار الشفا
هاه رڻ راشيان نبيءَ جا نورَ نرمل نيڻ تار  خاڪ ۽ رت ۾ رڱيا مولا عليءَ جا مَنَ قرار
شير غازي شاهزادا دين حامي حق گذار
يڪنه ڪولن ڪنهايا هاڻي مالڪ ملڪ جا
واه وارث ملڪ جا باغين ڪٺا ڏس بيگناه  تخت خاوند تابوتَ پاڃين ته پنتَ ۾ ڪيا تباه
هئي حرم هرٺن تي اڄ ڪوفين ڪٿن ڪئي ڪاه ڪاه
هئي حجازي هوت ماريا شام سوٺرن بيخطا
هاڻي هين نمڪن حرامن خاوندن سين ڪيا خلل  جن جا ها دائم سلامي تن تي ڪيائون هي عمل
سي ڏسي وانسي ولهيا ٿيا دوزخي توڙوُن تڙيل
آه آڪن کي ڪٿهي اڄ غاصبين غاسبا ڪيا
هئي نبي زادن سين ناحق ڪئي عداوت اميٺن  هاڻي پيرن سين ڦيري ڪئي جيڏي جرأت لعنتن
جن تي ڪلمون چائون تين تي ظلم ڪيا تن زحمتن
جي ابهي ڏاڏي ڏٺي ها تين جا ويري ٿيا ولهيا
آمتي آنسکي چوڻ آهي ظرافت جو مثل  ورنه ڪيا امت ڪنون آڳي ڏور ڏنهه حڪمِ ازل
ڪير ميتَ چئي ملحدن کي جي هنا توڙون تڙيل
اميٺن کي هاشمين سين ڇا شرف ڇا شرڪتا

مساشي خيرالامم ٿيا آميا شرّ الدّواب   تين جي حق ۾ الشجرة الملعون آيو منجهه ڪتاب
هين مٿون ٿيا مرسل ۽ مومن هنن مٿون ڪافر ۽ ڪذاب
هين مٿون عالم اوليا هنن مٿون بلڪ ابتدا ٿيا

تون مَ ڪج تاويل ڪو ملعون شجر جو اي سَعيق   سچ چوي مخدوم ٺارو سرنج اي معني سبق
وانـــي قـــوم مسايہ گيرو شجرة الملعون حق
آن زقـــوم دوزخـــي بـــارش يـــزيدي بيحيا

۽ ٻہ هئي صالح ولد پيءُ ڏاڏي ٻنهي جو ورثہ دار   ناخلف پٽ عاقلان دعوي ٿئي مائٽي ڪٿون ڏار
ڪين ترڙيو قابيل ڏس ڪنهن نوح پٽ ٿيو نابڪار
تيئن ٻني آميہ ڪيا آگي اهل جنت ڪٿون جُدا

جنهن جي ٻنهي تين جو سلامي سپ ڪو اي محرم قديم   تنهن سوا هاشم ۽ آميہ ڪهڙي نسبت اي نديم
جي وڏي ڪيئون ڏار ڏڙ ڪٿون مي نہ مڪ ٻي جا غنيم
تين جي مائٽي ڪهڙي معني جن ۾ اصلي وير پيا

آن سوا هاشم سين آميہ ڪا ڀلائي ڪانہ ڪئي   تهڙي مطّلب ۽ ابوطالب سين سڙين ڪانہ ڪئي
تيئن عداوت مصطفي سين نت ابـو سفيان ڪئي
مرتضي سين معويہ ڪيو بغض باغي پُر خطا

اج ٻنهي ڀرين ورهيہ پيءُ ڏاڏي ڀر ٻاري ڏسو   ٻنهي وڃهي ورهين جي ٿئي سر آن سڄي ساري ڏسو
ماڪ مالڪ سين ڦري جي تهر ڪيئن ڪاري ڏسو
ٻنهي ڏني ڪٿون ٻنهي لڪائي وقت قابو ٿي وڙهيا

معويہ پٽ اج علي پٽ سين ميلي رحمي ڪئي   هند پوٽو مصطفي ڏهٽي سين ناحق ٿيو شڪي
ڪلمہ گو ڪافر نبيءَ جي ٻاگ ٻنهجي سر تڪي
ٻاگ وارث جو ٻنيل هني ڏڙ ڪٿون سير ڪاربو جُدا

هني جي اج هئي مصطفي تا ٿئي مدد مظلوم جي   هني جي اج هئي مرتضي تا ماڙ ٿئي محروم جي
هني حسن هئي اج تہ غمخواري ڪري مغموم جي
هني جي زهرا هئي تہ ڪيئين اولاد ڪارڻ وس وڏا

اِشا جو باغ هي جهولي ستم جي ڪيو خزان   هاه گلشن هلاتي جو پنجن سنڪو پاليءَ بنان
دوزخـــي زقّوم ڪيو ويـــران اج بـــاغ جنان
وڻ وڏي پوتا ٻني ڪٽل ڪوئي ڪيئون ويران سرا

واه اصحابن وفا ڪئي سر ڏئي ٿيا سرخرو   پاڻ پاڻئين پالجن ڪئي جان نثاري مئو ٻہ مئو
شاہ پڻ تن بعد ڪئي عـــزم وداع جي گفتگو
آه آنجي الوداع ڪٿون عرش و ڪرسي ٿي ڪنبيا

الوداع ڪئون شاه جي پيو عرش ڪرسي زلزلو پيو زمين ۽ آسمان وا حسرتا جو ولولو
مَلَڪَ ۽ ملڪوت ۾ غم جوش ڪئون ٿيو غلغلو
هائي حورن ڪيا حشر ملڪن پٽيا مٿهن ۽ مٿا

هاه جو اهل حرم کي شاه سرور الوداع مصطفيٰ جي من موهن دلدار دلبر الوداع
مرتضيٰ جي نُور نيڻن ٺار انور الوداع
الوداع ڪٺي آل مُرسل افضل آل عبا

جانين اي عترت مُطهّر آل اطهر الوداع اِنّماءُ هَل اتيٰ جا فخر مُفتخر الوداع
يُطهّر و تطهير جا اي محض مُظهر الوداع
الوداع اي خاندان خاص ختم الانبيا

اي عيال مصطفيٰ صبر يتيمان الوداع تنگ نامي مرتضيٰ شام غريبان الوداع
زينبُ زهرا ۽ حيدر زار گريان الوداع
الوداع اي خاص خمس الطيّبين طاهر لقا

اي نبي ناموس ڪوفي قيد نيندڙ الوداع اي علي اولاد پروس شام ويندڙ الوداع
ڪڙم رڻ ناحق ڪٽن جا سر پٽيندڙ الوداع
الوداع اي بيڪس بي وارثو وا فرقتا

الوداع اي زينب و مظلوم خواهر خون جگر الوداع ڪلثوم بيڪس ۽ ادي کي عفو ڪر
هِي نه پانيو هوم هيئن مون بعد سر ايندو سفر
آهي تقدير ازل کي ناه ڪنهن تبديل ڪا

الوداع قاسم امان مون تنهجو پٽ اڄ گهوٽ ڪيو سو به لائق لائون لهندي رڻ وچين رتيهاڻ ٿيو
سيج آن مائي سڄيه هُني گهر قيامت قهر ڪيو
هاڻ سر سهرا هنڌير ڪيئين رڻ ۾ جلوه جنگ جا

هاه اڪبر جي، امان جيه آهي دل اڄ داغ داغ جنهجا پٽ اڪبر ۽ اصغر ماريا ٻئي چشم وچراغ
قهر جهولي، ظلم جي هي هُني خزان ڪيو آنجو باغ
سر جو جيءَ پٽ تي ڪريس هي هُني ستم وا حسرتا

هُني سڪينه تنهجي سڪ بابي کي اڄ بيتاب ڪيو ڏک يتيمي جي سنده اڄ منهجي دل تي داغ ٿيو
نت سڪين بابيءَ جي سر ٻيءَ ڪئون وڇوڙي وقت پيو
هُني م هيئن ڇورا ڇڄن لاڏين نپايل لاڏلا

هاه زين العابدين هين ضعف ڪيو تو کي زبون اي ابا آزار تنهجي ڪيو جگر کي منهجي خون
سا به هن سختيءَ ۾ آڄ رب کي امانت پرتي مون
هن مرض ڪئون منهجا جاني شال رب بخشئي شفا

هاء زين‌العابدين هنبر هو ڏس حڪمِ ازل ــ مون تہ سڀ مائٽن سين گڏ سر تي ميچو امرِ آجل
تون رهين مون بعد يڪسي خستہ خاطر دل ڪٺل
قيد ۾ ڪوفن جي ٻروس شــام وينديءَ پياده پــا
هاء زين‌العابدين هن حادثي جـــو حال ڏس ــ منهجو سر نيزي تي اڳ ۾ منهن لنهو سين لال ڏس
تنهن پٺيءَ سڀ ڪڙم سر نيزي تي ڏڙ پامال ڏس
پنهجي هٿ ۾ سڀ قطار اهلِ حرم ڏس بي ردا
هاء زين‌العابدين هن اسر ۾ تون صبر ڪج ــ جا بلا پائين سا سڀ تون سر تي صابر ٿي سهج
جڏ رسين نـانـي جي روضي در چمي روئي چئج
يــا نبي ڏهتو سندہ ڪوفن ڪٺو منجهہ ڪربلا
يا نبي ڏهتيءَ ڪي ڏک ڏني قتل ڪيوڪفار مي ــ سو مجاور تنهجو مرسل رڻ رهيو لاچار هي
تـــون يتيمن جو سندس نـانـا آجهو آڌار هـــي
جنهجي اڄ تــو ري، حمايت نـاهي واهر واہ ڪا
آہ اڳتي شـاہ جو شرحِ شهادت ڇـا چوان ــ يا ڪم آن شيرِ خدا پٽ جي شجاعت ڇا چوان
آہ آنجي قتل جـــو دل داغ حسرت ڇـــا چـوان
هئي دغـــا ڏني دشمن نـــاحق نبي زادا ڪٺا
چئو سدا ”ثابت علي“ سرور تي صلوات و سلام ــ ۽ ٻہ آنجي عترتِ اطهر تـي صلوات و سلام
ڪربلا مظلوم جـي لشڪر تـي صلوات و سلام،
۽ ٻہ آن جي دوستن حق ديـــن دنيا چئي دعـــا.

# ڪرب و بلا جي دشت جفا ۾ آل پيمبر عترت حيدر

ڪرب‌وبلا جي دشتِ جفا ۾ آل پيمبر عترتِ حيدر ــ هاء ڪٺائون واہ لٽيائون قهر ڪيائون ستم سراسر
ابنِ علي تي جانِ نبي تي هاء ستم ٿا ڪن هي ستمگر
هئي هئي حسرت واہ قيامت داد ڏي داور داد ڏي داور
هئي چڙهي آيا رت جا آڃايا هٿ ڪري خنجر ــ دين جا دشمن فاسق ٻرفن ڪوفي جا ڪافر شام جا لشڪر
قـومِ ستمگر
سيرٿ ٻہ ڪٺائون گهر ٻہ لٽيائون نيزي جي نوڪن چاڙهيئون سڀ سر
هئي هئي حسرت واہ قيامت داد ڏي داور داد ڏي داور
هاء يزيدي ڪاهي آيا شاہ سين ڪيائون جنگ جا سايا ــ شاہ ٿي جو اسين اهل ستايا آن ٻہ اسانجا روح رنجايا
آلِ پيمبر جو تـــي سراسر بـــار خدايــا بـــار خدايـا
هئي هئي حسرت واہ قيامت داد ڏي داور داد ڏي داور

چو ٹا کھايو چو ٹا رنجايو جان وجگر ۽ روح اسانجا    آن جوا سان تاکين وڃايو کھڙا کياسين ڏوھ اوھانجا
کيم لٽايـو کيم وڃايـو نخل جنّان جا باغ نبي جا
ھَيْ ھَيْ حسرت واھ قيامت داد ڏي داور داد ڏي داور

ڪاٿي پيمبر ڪاٿي حيدر جنھن کي چئون کر واھ اسانجي    آھ پيمبر آھ رس حيدر اوھين ھنڌو ٹا آھ اسانجي
آھ کر مرسل مدد محمد شاھي ڪا تو ري واھ اسانجي
ھَيْ ھَيْ حسرت واھ قيامت داد ڏي داور داد ڏي داور

سبط پيمبر نائب حيدر دين جي داور عزم دعا ڪئي    ياربّ ٻاٹر ياٹتيا ٻيا لج سڀ کي سڏائي لطف وعطا ڪئي
چو اي عزيزو منھجا قريبو آن ڪئون وفا ٿي قوم جفا ڪئي
ھَيْ ھَيْ حسرت واھ قيامت داد ڏي داور داد ڏي داور

اُمت عاصي مکر دغا ڪيو ڪوفن شامن ظلم روا ڪيو    قوم اساٿي جور و جفا ڪيو آن حق ياري يار ادا ڪيو
مونکي اوھان مشغول دعا ڪيو آن تي سدا حق لطف وعطا ڪيو
ھَيْ ھَيْ حسرت واھ قيامت داد ڏي داور داد ڏي داور

منھجا عزيزو ھوت حبيبو ڪڙم قريبو امر الٰھي    ڪرب وبلا ۾ دشت جفا ۾ ڪشتي غربت آھ تباھي
آھ اسيران صبح يتيمان شـام غـريـبـان شـام سياھي
ھَيْ ھَيْ حسرت واھ قيامت داد ڏي داور داد ڏي داور

ھاھي ڪوفي ھاھي شامي ھاھي قاتل ڪين ڇڏيندا    سيئي ستمگر ھٿ ڪري خنجر آل نبي کي سامھان ٿيندا
سر ۾ وڃيندا گھر ۾ لٹيندا قيد ۾ سـر نيندا ۽ ڏکّ ڏيندا
ھَيْ ھَيْ حسرت واھ قيامت داد ڏي داور داد ڏي داور

ڪوفي جا ڪافر شام ستمگر قصد سنئون قاتل ڪاھي آيا    آل نبي تي ابن علي تي سر خنجر جا مينھن وسايا
سات قربائون خيمہ لٹيائون ٻـاھيون ڏنـائون يـار خدايا
ھَيْ ھَيْ حسرت واھ قيامت داد ڏي داور داد ڏي داور

شاہ جا ٻاٹر سھڻي دلاور شير خدا جا شير بھادر    شاہ تي ڪيائون پنھجا فدا سر واھ بھادر دين جا داور
ھـاھ بـھـادر واھ دلاور واھ وڏانـي ويـا سـر سـرور
ھَيْ ھَيْ حسرت واھ قيامت داد ڏي داور داد ڏي داور

قاسم نوشہ قاسم دولھہ ھوت حسن جو رڻ    سھرو ٻڌي ھَيْ سر تي سجوني آھ اجل آن گھوٽ کي گھايو
ڏي سڏايو
گھوٽ کي گھائي سھرو لٹائي ھاھ يزيدن سر ۾ وڃايو
ھَيْ ھَيْ حسرت واھ قيامت داد ڏي داور داد ڏي داور

ھي ھي قاسم تنھجي ماتم ڪاڄ ۾ ھي ھي حشر مچايو    روح نبي جا ساھ علي جا ھوت حسن جا تون ھٿ چايو
تنھجي شـادي فـاتحہ خواني امـر الٰھي رب جو رايو
ھي ھي حسرت واھ قيامت داد ڏي داور داد ڏي داور

هي علي اصغر هي علي اصغر تنهجي ڪلي ۾ تير هنيائون    اي گلِ حيدر سرو صنوبر پياسي ٻانڍي ڪين پياريئون
بيبي بانو ٿـي چـو هـر هـر ڏاڍو ٿهري ٿهر ڪيائون
هي هي حسرت واه قيامت داد ڏي داور داد ڏي داور

هاءِ سڪينه هاءِ سڪينه تنهجي يتيمي داغ جگر تي    هاءِ سڪينه هاءِ سڪينه تنهجي غريبي ٿهر ٿهر تي
هاءِ صبوري هاءِ شڪوري امر قضا تي حڪم قدر تي
هي هي حسرت واه قيامت داد ڏي داور داد ڏي داور

هاءِ اي عابد تنهجي اسيري صبر بنا ڪو ناهي چارو    هاءِ اي عابد تنهجي يتيمي امر قضائي موت جو مارو
آلِ پيمبر صابـر و شـاڪر شال وطن تي ورندو وارو
هي هي حسرت واه قيامت داد ڏي داور داد ڏي داور

"ثابت" مسڪين شاه جا غمگين مرثيه‌خواني ڪر    شاهِ شهيدان تنهجو نگهبان تون شه دين جو
تون مدامي    آهين سلامي
تنهجا مرثيه مومن پڙهندا شاه جي دردون چـون مدامي،
هي هي حسرت واه قيامت داد ڏي داور داد ڏي داور.

## مرثيه (فارسي) ✽

# برآن رسول خدا ختمِ انبياء صلوات

بر آن رسول خدا ختمِ انبياء صلوات　　برآن امامِ هدا شاهِ اولياء صلوات
بروح اطهر خاتون پارسا صلوات　　بجانِ پاک حسن راضي رضا صلوات
بر آن حسينِ علي شاکرِ قضا صلوات　　بر آل احمد و اولاد مرتضيٰ صلوات
بصابرانِ بلا اهلِ کربلا صلوات

زهي بلا که باهلِ ولايت عزّ و علا　　هزار عزّ و علا خاکسار اهلِ بلا
ز ابتدائي بلا جملہ انبيا بولا　　که مبتلائي بلا هست اولياء خدا
نبود هيچ بلا سخت تر ز کرب و بلا　　بر آل احمد و اولاد مرتضا صلوات
بصابرانِ بلا اهلِ کربلا صلوات

اگر بلائيِ بلا نقش آن بشاه کني　　يقين بود که تو اثباتِ حق بشاه کني
بشامِ کرب و بلا روئي سرِ براه کني　　فدائيِ اهل بلا مال عزّ و جاه کني
بکربلا شوي و روضه سجده گاه کني　　بر آل احمد و اولاد مرتضا صلوات
بصابرانِ بلا اهلِ کربلا صلوات

چو سرورِ همگي سروران دنيا و دين　　شهنشہ همه شاهنشهانِ صدق و يقين
امام دين متين نائبِ رسول امين　　بکربلا چو بر و آمد از رهِ تمکين
فغان بر آمد از ساکنانِ عرشِ برين　　بر آل احمد و اولاد مرتضا صلوات
بصابرانِ بلا اهلِ کربلا صلوات

چو شاهِ اهلِ بلا ارضِ کربلا را ديد　　ز حاضرانِ کتاب از رهِ کرم پرسيد
که اين کدام زمينِ مهيب گشت پديد　　که ذوالجناح من اين جا رسيد آه کشيد
هم از نزول من اين ارض پاک چون لرزيد　　بر آل احمد و اولادِ مرتضا صلوات
بصابرانِ بلا اهلِ کربلا صلوات

---

✽ مٿيون فارسي مرثيه اسان کي نهايت پراڻي بياض مان دستياب ٿيو آهي. مگر افسوس جو ڪيترن ئي هنڌن تي ڪاتب جون غلطيون آهن ۽ ڪيترين ئي مصرعون ڪِرم خورده آهن، ليڪن جيئن ته سيد ثابت علي شاه جو فارسي ٻوليءَ ۾ هي پهريون مرثيه چيل اسان کي مليو آهي؛ جنهن کي غنيمت سمجهي جهڙيءَ به حالت ۾ آهي انهيءَ حالت ۾ تبرڪاً شايع ڪريون ٿا. (مولف)

کسی به عرضه نمود این زمین کرب و بلا است　　از ازل مابند سخت گاه اهل بلا است<br>
هزار نوع بلا اندرین زمین پیدا است　　ز ابتلائی بلا مبتلا نش اهل ولا است<br>
ازین سبب لقبش کربلائی رنج و عنا است　　بسر آل احمد و اولاد مرتضا صلوات<br>
بصابران بلا اهل کربلا صلوات

چون آن شهنشه دین عرض همرهان بشنود　　بکربلائی بلا هاش مرحبا فرمود<br>
ز ذوالجناح فرود آمدند امر نمود　　کبه همدرین بنالسر بست بارها بکشود<br>
بسر آل احمد و اولاد مرتضا صلوات<br>
بصابران بلا اهل کربلا صلوات

بکربلا چو فرو آمد آن امام همام　　رسید لشکر درد و بلا و کرد سلام<br>
هزار نوع السر شد ملازم خدام　　بهر یکی برضا داد احترام تمام<br>
که بود جمله فرستاده هائی رب انام　　بسر آل احمد و اولاد مرتضا صلوات<br>
بصابران بلا اهل کربلا صلوات

که نوح غرق بطوفان ایسن سفینه گذشت　　چها السر بدل عابد و سکینه گذشت<br>
.... — — — — .... .... — — — — — — — ....<br>
.... — .... — — .... — بسر آل احمد و اولاد مرتضا صلوات<br>
بصابران بلا اهل کربلا صلوات

چه کم ز نار خلیل است آتش بیداد　　چه کم ز تیغ ذبیح است خنجر فولاد<br>
ز قتل اکبر و اصغر مذبح الا و لاد　　ز کرم قالب ایوب نیز هم زیشاد<br>
باین جمع بلا صابر از رضا جانداد　　بسر آل احمد و اولاد مرتضا صلوات<br>
بصابران بلا اهل کربلا صلوات

چه کسم ز گریه یعقوب نالسه سجاد　　کسه داشت قتل پدر باجمیع اخوان یاد<br>
چو ارة ذکر پاش حلقه فولاد　　— .... — .... — — —<br>
.... — — — .... — — — بسر آل احمد و اولاد مرتضا صلوات<br>
بصابران بلا اهل کربلا صلوات

چه کم ز سنگ احد خوب خصم بر دندان　　چه کم ز تعب ابي طالب آن در زندان<br>
حسین تشنه جگر با عیال فرزندان　　سر رضا به قضا داد با تن چندان<br>
گذشت گریه کنان مانند مدعي خندان　　بسر آل احمد و اولاد مرتضا صلوات<br>
بصابران بلا اهل کربلا صلوات

چہ کہ ز طعن ابو لہب طغیانی ....    چہ کہ ز طیش ابو جہل طیش تاب سمر
.... .... .... .... .... .... .... ....    .... .... .... .... .... .... .... ....
.... .... .... .... .... .... .... ....    بر آل احمد و اولاد مرتضا صلوات
بصابران بلا اہل کربلا صلوات

بلی چسو بود شہ ابتلائی ایسن ہمرہا    گذشت زین ہمہ ہا از رہ شرف بخدا
یکی بدوش نبی کرد اکتبائی عُلا    یکی بہ نیزہ بہ معراج رفت سر بسما
بدن بہ خاک لحد جان بجنت الماوی    بر آل احمد و اولاد مرتضا صلوات
بصابران بلا اہل کربلا صلوات

کنون برآن شہ دین فخر انبیاء صلوات    برآن ولیء خدا شاہ اولیاء صلوات
برآن صبور بلا راضیء رضا صلوات    برآن ذبیح جفا شاکر قضا صلوات
زحق الوف سلام ہزارہا صلوات    بر آل احمد و اولاد مرتضا صلوات
بصابران بلا اہل کربلا صلوات

بر این ختم رسل مصطفی صلواۃ و سلام    بر این شمع سبل مرتضی صلواۃ و سلام
بر این فاطمہ خیرالنسا صلواۃ و سلام    بر این کعبۂ بیت العلا صلواۃ و سلام
بر این مصحف و شرع وہدا صلواۃ و سلام    بر آل احمد و اولاد مرتضا صلوات
بصابران بلا اہل کربلا صلوات

بروئی جلوہ گر نور کردگار سلام    بخلق بوسہ گہ مصطفی ہزار سلام
بہ شیر پرور زہرا لب و عذار سلام    بہ سینہ سودۂ حیدر تن فگار سلام
.... .... .... .... .... ....    بر آل احمد و اولاد مرتضا صلوات
بصابران بلا اہل کربلا صلوات

سلام حق بسرا پردہ ہائی عز و جلال    سلام برسر مرفوع رفع اہل ضلال
سلام بر در و دیوار درگہ اجلال    سلام بر تن مدفون خاک خلد مآل
سلام بر ہمہ شہداء اہل فضل و کمال    بر آل احمد و اولاد مرتضا صلوات
بصابران بلا اہل کربلا صلوات

سلام بر جسد پاک اقطع الا عضا    سلام بر لحد خاک مُبْتَلَی الْبَلْوٰا
سلام بر شہ مظلوم ظلم اہل جفا    سلام بر سر مقہور فخر قوم جفا
سلام بر وطن آوارہ گان آل عبا    بر آل احمد و اولاد مرتضا صلوات
بصابران بلا اہل کربلا صلوات

سلام بر عمر و زيد جعفر و عباس    سلام بر شهِ عثمان عون پاک انفاس
سلام احمد و عبدالله اطهر از ادناس    ز حرّ و مصعب و مرحب زهير و قيس شناس
که جان فدا به شهِ دين شدند ره وسواس    بر آل احمد و اولاد مرتضا صلوات
بصابرانِ بلا اهلِ کربلا صلوات

سلام بر شهِ قاسم که روزِ دامادي    به بست عقد بمرگِ جواني از شادي
سلام بر علي اکبرِ کنه اندران وادي    نصيب داشت بسر زخم تيغ فولادي
سلام اصغر مقتول تير بيدادي    بر آل احمد و اولاد مرتضا صلوات
بصابرانِ بلا اهلِ کربلا صلوات

سلام بر شهِ بيمار غربت افتاده    اسير قيد بفر دو مصيبت آماده
ز بعد فوت پدر تن بصد جفا داده    پياده پاسرِ گريت براهِ بنهاده
خليفه بحق و نائبِ نبي زاده    بر آل احمد و اولاد مرتضا صلوات
بصابرانِ بلا اهلِ کربلا صلوات

سلام برشهِ باقر محمد ابنِ علي    سلام برشهِ جعفر بصدق سرّ و جلي
سلام برشهِ کاظم وليٌّ ابنِ ولي    سلام برشهِ ثامن علي رضا ثني رضي
دگر تقيٌّ نقي عسکري الي المهدي    بر آل احمد و اولاد مرتضا صلوات
بصابرانِ بلا اهلِ کربلا صلوات

الهي از کرمت راه کربلا بنما    رهِ صواب بدر گاه کربلا بنما
لقائي انورِ آن شاه کربلا بنما    شبِ لحد رخِ آن ماه کربلا بنما
بروز حشر جرم گاه کربلا بنما    بر آل احمد و اولاد مرتضا صلوات
بصابرانِ بلا اهلِ کربلا صلوات

رجا که روزي زوّار کربلا گردم    فدائي آن در و ديوار کربلا گردم
نثار خدمهٔ دربار کربلا گردم    گدائي کوچه و بازار کربلا گردم
بخاک خفته و بيدارِ کربلا گردم    بر آل احمد و اولاد مرتضا صلوات
بصابرانِ بلا اهلِ کربلا صلوات

خوش آن دمِ که سعادت شود مددگارم    به کربلائي معلّي شاه زوارم
بطوفِ روضهٔ پاکش چه اشکها بارم    جوار خيمه کهش جان بدوست بسپارم
به حشر ما خدمش سر ز خاک بر دارم    بر آل احمد و اولاد مرتضا صلوات
بصابرانِ بلا اهلِ کربلا صلوات

کنون کہ ہست زیارت گہِ مسیرِ مضطر　　بجائي روضہ اش اين روضہ' شرف منظر
درِ مدينہ' فيض است لا جرم اين در　　در مدينہ فيض است چون نجف انور
شہ حسيني و ثاني حسن چون حيدر　　بہر آل احمد و اولاد مرتضا صلوات
بصابرانِ بلا اهلِ كربلا صلوات

هزار شكر كہ در همسرانِ "سرفرازم"*　　سگِ درِ اسد الله لعل شهبازم
چو زيرہ خوارِ درِ شير حق بہا عزازم　　ز طمعِ فضلہ' رو بہ دلان چہ ممتازم
*"غلام شاهم" و بر شاهي از شرف نازم　　بہر آل احمد و اولاد مرتضا صلوات
بصابرانِ بلا اهلِ كربلا صلوات

شها گدائيتو "ثابت علي" دعا خواهد　　بلرد دفع خود از درگهت شفا خواهد
ز فيض دار شفائي درت دوا خواهد　　عطا شود ز تو حاجت ذوالعطا خواهد
مها بنام خدا بهر مصطفي خواهد　　بہر آل احمد و اولاد مرتضا صلوات
بصابرانِ بلا اهلِ كربلا صلوات

---

* ميان سرفراز خان كلهوڙو والي' سنڌ.
* ميان غلام شاہ خان كلهوڙو والي سنڌ.

## (سلام)

# سيدالشهدا امام توتي صلوات و سلام

سيدالشهدا امام توتي صلوات و سلام — سرورِ هر خاص و عام توتي صلوات و سلام
روئي، تو بدرِ منير سُونهي تو مُشڪ و عبير — نامِ تو حضرتِ شبير توتي صلوات و سلام
ڪولي ڪنهايو ڪنهن خوف نہ ڪيو خارجن — رڻ ۾ رهيا بيڪفن توتي صلوات و سلام
قتل ڪيو ڪافرن ترس نہ ڪيو ڪو ڪنهن — لعنت حق جي دشمن توتي صلوات و سلام
نعمت حق جي جزيل توتي اي صاحب جميل — خدمتي تو جبرئيل توتي صلوات و سلام
جدّ تو حضرت رسول اُمّ تو حضرت بتول — ڪئي تو شهادت قبول توتي صلوات و سلام
تون ۽ خدا جو امير ڪو نہ ڪو تنهجو نظير — آلؑ تنهجو خادم فقير توتي صلوات و سلام
تو لئي مَلَڪ رت رُنّن حورون مٿو منهن پٽن — خلق سڀئي غم محن توتي صلوات و سلام
تنهجو آلؑ غم ڪيئن لکان طاقت مون ۾ ڪٿان — دائم تو لئي رُئان توتي صلوات و سلام
اي منهجا سرور امام ماتمِ تو مصر و شام — يثرب و بطحا مدام توتي صلوات و سلام
حضرتِ اصغر سلام ۽ علي اڪبر سلام — ۽ عباسي اوسط سلام توتي صلوات و سلام
از غمِ تو يا امام گريہ ڪند خاص و عام — سوزِ تو در دل مدام توتي صلوات و سلام
خون فشانم مدام در غمِ تو يا امام — ورد ڪنم صبح و شام توتي صلوات و سلام
دائم تو در شها آهي گدا جي صدا — سڻ تون سا بهرِ خدا توتي صلوات و سلام
عزتِ دارين ۾ حرمتِ ڪونين ۾ — ياوري ثقلين ۾ توتي صلوات و سلام
سيدِ عالي مقام شافعِ هر خاص و عام — تنهجو آلؑ ادني غلام توتي صلوات و سلام

"ثابتِ زوار" چئي تنهجو دل افگار چئي،
رت روئي هر بار چئي توتي صلوات و سلام.

# شاه شهيدان حسين توتي صلوات و سلام

شاه شهيدان حسين توتي صلوات و سلام — دين ۽ ايمان حسين توتي صلوات و سلام
وارثِ دينِ نبي مالڪِ مُلڪِ علي — تارڪِ دنيا دُني توتي صلوات و سلام
دين ۽ دنيا ڏني ڪوثر و طوبي ڏني — جنتِ اعلي ڏني توتي صلوات و سلام

رحمتِ ربالجليل صاحبِ حسنِ جميل — دايو مندھ جبرئيل توتي صلوات و سلام
ناز نپائين رسول لاڏ سان پاليين بتول — اڄ مري مارين ملول توتي صلوات و سلام
نورِ نبي بي نظير شيرِ خدا جا شير — صدر ڏٺي بي سرير توتي صلوات و سلام
اهلِ جفا جا ڪٽل سر بنا ڌڙ رڻ رهيل — خاڪ ۾ ڪي ڏينهن پيل توتي صلوات و سلام
سر وڍيا نيزي سوار شام سفر ٿيا تيار — رت پريا ڳيسن جا وار توتي صلوات و سلام
اڪبرِ مظلوم پيءُ اصغرِ معصوم پيءُ — عابدِ مغموم پيءُ توتي صلوات و سلام
آه سڪينه آيا زينبِ بيڪس ادا — بانوئي بي پسر آجها توتي صلوات و سلام
سڀ بنا توکي سري توڙي ويا سڀ مري — تون وهي نائين وري توتي صلوات و سلام
توکي ٿا سارين سڀ رت هنجون هارين سڀ — جڳ کي رنارين سڀ توتي صلوات و سلام
تو لئي مديني قيام مڪه ٿيو ماتم مدام — ڪربل تنهجو مقام توتي صلوات و سلام

"نابتِ زوار" چئي تنهجو دل افڪار چئي،
رت روئي هر بار چئي توتي صلوات و سلام.

## اي صبا مصطفيٰ کي چنج سلام

اي صبا مصطفيٰ کي چنج سلام — شيرِ حق مرتضيٰ کي چنج سلام
جو نبي جنهن کي بضعتہ المني — آن بلي پارسا کي چنج سلام
سيدِ نوجوان اهلِ بهشت — حسن المجتبيٰ کي چنج سلام
سرورِ انس و جن امام حسين — شاه ڪرب و بلا کي چنج سلام
وارثِ دين حامي اسلام — نائبِ مصطفيٰ کي چنج سلام
ناصرِ شرع باني ملت — وارثِ انبيا کي چنج سلام
مبتلائي بلائي آشد بلا — سر مثل اوليا کي چنج سلام
سالڪِ مسلڪ تارڪ هم مسلڪ — بحرِ علمِ هدا کي چنج سلام
ٿي مجاور رسول جو ويٺو — آن شہِ باصفا کي چنج سلام
ظلم ڪنون ظالمن جي ويو مڪي، — مسلڪ جي مقتدا کي چنج سلام
ڪوئي ڪوفين ڪڍيو بہ ڪرب و بلا — آن شہِ ڪربلا کي چنج سلام
ڏهتو خيرالبشر جو نرس هي؛ هي — بنت علي مرتضيٰ کي چنج سلام
مصطفيٰ جنهن جي منهن تي منهن ٿي مليو — رت پريو مہ لقا کي چنج سلام
جنهن لبن هو لعاب احمد جو — آنجي ورد و دعا کي چنج سلام
ها جي چپ هاڻي چشمہ ڪوثر — تين آيين جي صدا کي چنج سلام
رت پريا زلف ها ڦليل پريا — آن مسلسل نما کي چنج سلام

آنجو سينو خزينو رحمت جيو — زخميءِ صد بلا کي چنج سلام
مي جبي هٿ ها هميشه بحرِ سخا — آنجي جود و عطا کي چنج سلام
تنهن تنون آنجي تمام مجلس کي — عترت و اقربا کي چنج سلام
همه انصارِ دين و اصحابش — اهلِ صدق و صفا کي چنج سلام
حر مصعب زُهيرِ همداني — وهب صاحب وفا کي چنج سلام
تنهن تنون عباس شير غازي کي — ابنِ شيرِ خدا کي چنج سلام
عمر و عون و جعفر و عثمان — عترتِ مرتضيٰ کي چنج سلام
۽ ابوبکر زيد ابنِ علي — هاشمي با حيا کي چنج سلام
جن نہ مُنهن موڙيا از قضاءِ خدا — آنجي صبر و رضا کي چنج سلام
بعد آنجي محمد و احمد — عبدالله مقتدا کي چنج سلام
گهوٽ قاسم جي سر ٻڌي سهرا — سَرَ سيهرن جُدا کي چنج سلام
نورِ حق نوجوان علي اکبر — صورتِ مصطفيٰ کي چنج سلام
خُشڪ جان تشنہ لب علي اصغر — سر دلي بيخطا کي چنج سلام
قافلہ اهلبيت سڀ ساري — عترتِ مصطفيٰ کي چنج سلام
بيوطن ڪهر لُٽيل آسرن کي — بيڪسوا بِنيءَ ردا کي چنج سلام
وارثِ مسندِ نبي و علي — شاهِ زين‌العبا کي چنج سلام
آدمِ اهلبيت ثانيءِ نوح — قيديءِ مبتلا کي چنج سلام
يوسف از دست داد يعقوبي، — دائما در عزا کي چنج سلام
بل پدر کشتہ ناتوان پسري — خستہ، صد جفا کي چنج سلام
قبلہ، دين ڪعبہ، اسلام — باقرِ حق نما کي چنج سلام
هاديءِ حق امامِ ما تحقيق — جعفرِ پيشوا کي چنج سلام.
ڪاظم الغيظ ناظم الاسلام — موسيٰءِ مقتدا کي چنج سلام
ضامنِ مجرمان شہِ ضامن — ابنِ موسي‌الرضا کي چنج سلام
تقي و متقي و ذوالتقويٰ — قدوة الاتقيا کي چنج سلام
حسنِ عسڪري حسن ثاني — مرتضا مجتبيٰ کي چنج سلام
مهديءِ هاديءِ امامِ زمان — آن خليفہ خدا کي چنج سلام

بنده "ثابت علي" جون صلواتون،
جملہ آلِ عبا کي چنج سلام.

# اي صبا تون مصطفيٰ کي چنج صلوات و سلام

اي صبا تـون مصطفيٰ کي چنج صلوات و سلام — آنجي خدمت مرتضيٰ کي چنج صلوات و سلام
سرگذشتِ ڪربلا ڪج عرض سڀ تفصيلوار — حضرتِ خيرالنسا کي چنج صلوات و سلام
ڪج خبر حضرت حسن کي پاڻ تنهجو ٿيو شهيد — آنجي قاسم ڪد خدا کي چنج صلوات و سلام
جڏهن ٻـڌو هي واقعو فـردوس ماتم شور پيو — اهل آن ماتم سرا کي چنج صلوات و سلام
مصطفيٰ ۽ مرتضيٰ زهرا سين رنندا زار زار — تين سندي صبر و رضا کي چنج صلوات و سلام
روئي آن سين ڪربلا ۾ ڳنهن پيٽي، واري وسّاه — آن حسينِ مبتلا کي چنج صلوات و سلام
مصطفيٰ جو لاڏلو ڏس رڻ ۾ پيو آهي شهيد — آن شهيدِ ڪربلا کي چنج صلوات و سلام
حيدر و زهرا جو هي مهي پيارو پٽ حضرت حسين — هر بلا جي مبتلا کي چنج صلوات و سلام
راتڏينهن جنهن کي ٿي پاليو ناني نت حضرتِ رسول — آنجي دردِ لا دوا کي چنج صلوات و سلام
گل ڪنون نازڪ تر گلو جو نيت چميو ٿي مصطفيٰ — آنجي زخمِ بي شفا کي چنج صلوات و سلام
واهه جو سر مصطفيٰ جو صاحبِ دستار آ — اهڙي آن سر تن جدا کي چنج صلوات و سلام
هي محمد جو جگر اڄ ڪربلا ۾ قتل ٿيو — آن شهيدِ ڪربلا کي چنج صلوات و سلام
آه اڄ آلِ نبي جي رت منون رڻ دريا وهيا — آنجي رت طوفان فزا کي چنج صلوات و سلام
آه اڄ آلِ عـبـا جو ڪاروان رڻ ۾ لٽيو — تـافـلـهٔ آلِ عبا کي چنج صلوات و سلام
آه اڄ رڻ ۾ علي اڪبر ٻه ماريو نـوجوان — آن شبيهِ مصطفيٰ کي چنج صلوات و سلام
هي علي اصغر کي ماريو ڪان ڪونن حلق ۾ — آن صغيرِ بيخطا کي چنج صلوات و سلام
آه اڄ بـازو ڪپائي مـاريـو عباسِ علي — پهلوان شيرِ خدا کي چنج صلوات و سلام
همدمِ جانِ حسن شهزادهٔ عـالـي نسب — قاسمِ نـو ڪتخدا کي چنج صلوات و سلام
اهلبيتِ مصطفيٰ ڏس شـام ڏي ويندا يتيم — بـنـد ۾ آلِ عبا کي چنج صلوات و سلام
هي مديني جا مسافر شـام پرڏيهي ٿيا — آن سندي صبر و رضا کي چنج صلوات و سلام

اي صبا "ثابت علي زوار" جا از صدق دل،
جملهٔ آلِ عبا کي چنج صلوات و سلام۔

---

# اي صبا تون مصطفيٰ کي چنج صلوات و سلام

اي صبا تون مصطفيٰ کي چنج صلوات و سلام — سـر گروهِ انبيا کي چنج صلوات و سلام
اي صبا شيرِ خـدا کي چنج صلوات و سلام — نـائبِ خيرالورا کي چنج صلوات و سلام

